# ڪرامازوف ڀائر

(ٻاگو ڀڱيون)

مصنف : فيودور دوستووسڪي



مترجم : احسان بدوي



سنڌي ادبي بورڊ

# ڪرامازوف ڀائر

(ياڳو ڀيريون)

مصنف

**فيودور دوستوووسڪي**

سنڌيڪار

**احسان بدوي**



**سنڌي ادبي بورڊ**

ڄامشورو سنڌ

2005ع

ڇاپو ٻهريون جولاءِ 2005ع تعداد هڪ هزار

قيمت: ٻه سوءِ پنجويهه رپيا
[ Price Rs. 225-00 ]

خريداريءَ لاءِ رابطو:
سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر
تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
(فون ۽ فيڪس نمبر: 633679 - 0222)
Email Address: sindhiab@yahoo.com
Website: www.sindhiab.com

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ انعام الله شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# فهرست


❖ ڇپائيندڙ پاران ........................ (الف)
❖ ٻه اکر ................................ (هه)
❖ ليکڪ جو تعارف ........................ (ڪ)
❖ فيودور دوستووسڪي (سوانحي خاڪو) ........ (ل)
❖ سنڌيڪار جو تعارف ...................... (س)


## حصو پهريون

### خاندان جي ڪهاڻي


| | | |
|---|---|---|
| باب پهريون: | فيودور پاولووچ ڪرامازوف | 3 |
| باب ٻيو: | وڏي پٽ کان آزادي | 6 |
| باب ٽيون: | ٻي شادي - ٻيو گهر | 9 |
| باب چوٿون: | اليوشا - ٽيون پٽ | 16 |
| باب پنجون: | وڏڙا | 24 |


## حصو ٻيو

### ڏک ڀري محفل


| | | |
|---|---|---|
| باب پهريون: | خانقاهه ۾ آمد | 37 |
| باب ٻيو: | پوڙهو مسخرو | 43 |
| باب ٽيون: | ايماندار ڳوناٽيون عورتون | 53 |
| باب چوٿون: | گهٽ عقيدت واري بيگم | 62 |
| باب پنجون: | ايئن ٿيندو، ايئن ٿيندو | 71 |
| باب ڇهون: | اهڙو ماڻهو جيئرو ڇو آهي؟ | 80 |
| باب ستون: | نوجوان جو معاش ڏانهن وڃڻ | 91 |
| باب اٺون: | شرمناڪ نظارو | 102 |


## حصو ٽيون

### نفس پرست


| | | |
|---|---|---|
| باب پهريون: | نوڪر جي ڪوٺڙيءَ ۾ | 111 |
| باب ٻيو: | ليزاويتا | 114 |

| | | |
|---|---|---|
| باب ٽيون: | جذباتي دل جي قبوليت (شعر ۾) | 120 |
| باب چوٿون: | جذباتي دل جي قبوليت (ننيڙا قصا) | 129 |
| باب پنجون: | جذباتي دل جي قبوليت (آرامي تيڻ) | 138 |
| باب ڇهون: | سميرديا ڪوف | 149 |
| باب ستون: | مباحثو | 152 |
| باب اٺون: | براندي ءَ تي | 159 |
| باب نائون: | حوس پرست | 168 |
| باب ڏهون: | ٻئي گڏ | 175 |
| باب يارهون: | وري بہ بربادي | 188 |

## حصو چوٿون

### دل آزاري

| | | |
|---|---|---|
| باب پهريون: | راهب فيراپونٽ | 199 |
| باب ٻيو: | پيءُ وٽ | 211 |
| باب ٽيون: | اسڪول جي ڇوڪرن سان ملاقات | 217 |
| باب چوٿون: | هائلڪوف وٽ | 223 |
| باب پنجون: | نشستگاهہ ۾ دل آزاري | 231 |
| باب ڇهون: | جهوپڙيءَ ۾ جهيڙو | 244 |
| باب ستون: | ڪليل فضا ۾ | 254 |

## حصو پنجون

### انڪار ۽ اقرار

| | | |
|---|---|---|
| باب پهريون: | مڱڻو | 269 |
| باب ٻيو: | سميرديا ڪوف ۽ ستار | 282 |
| باب ٽيون: | ڀائرن ۾ ميلاپ | 290 |
| باب چوٿون: | بغاوت | 302 |
| باب پنجون: | ديول جي حساب جو عظيم محقق | 316 |
| باب ڇهون: | تورو اونداهون وقت | 340 |
| باب ستون: | عقلمند سان گفتگو چڱو آهي | 353 |

## حصو ڇهون


روسي راهب

باب پهريون: مربي زوسيما ۽ سندس ملاقاتي 365
سوانح حيات جي ياداشت (مربي زوسيما جو پاڻ) 370
باب ٻيو: مربي زوسيما جي جوانيءَ جون يادگيريون 383
انهيءَ کان اڳ ۾ هُو راهب بڻيو
پر اسرار مهمان 392
باب ٽيون: مربي زوسيما جا سخن ۽ نصيحتون 409
(روسي راهب ۽ سندس مراد)
ڇا اهو ممڪن آهي، حاڪم ۽ رعيت روحاني طرح 411
پائيپيءَ ۾ اچي سگهن ٿا
دعا، محبت ۽ ٻي دنيا سان لاڳاپو 416
ڇي سگهي ٿو، تہ انسان پاڻ جهڙن سان ناانصافي 420
ڪري سگهي
جهنم ۽ جهنم جي باهہ جو ذڪر ۽ صوفياڻا امڪان 422


## حصو ستون


اليوشا

باب پهريون: خرابيءَ جي بوءِ 427
باب ٻيو: ڏکي گهڙي 441
باب ٽيون: بصر 448
باب چوٿون: ڪنعان جون ڪنواريون 470




# ڇپائيندڙ پاران

ادب جي دُنيا ۾ ناول نويسي انتهائي مقبول پر محنت طلب صنف آهي. ڇاڪاڻ جو ناول لکندي هڪ ليکڪ نہ رڳو فني ۽ ٽيڪنيڪي نزاڪتن کي نظر ۾ رکي ٿو. پر گهري ادراڪ، مشاهدي، مطالعي ۽ انساني نفسيات بابت گهڻ رُخي ڄاڻ رکڻ سان گڏ هڪ منفرد تصوراتي دُنيا جي اُڏت بہ ڪري ٿو. ان نئين دُنيا ۾ ڪي ڪردار جُرندي پُرندي، ساهہ کڻندي، احساساتي پائيچارو ڪندي، مرندي نظر اچن ٿا- ۽ مري بيهر زندهہ ٿيندي بلڪ ڪن مرحلن تي اُهي اَمَر بہ ٿي وڃن ٿا! رڳو ڪردار ئي ڇو، انهن تحريرن جي پاڪرن ۾ آيل جايون، جڳهون، جهلڪون، ادائون، صورتحالون (Situations) ۽ ناتا بہ ياد جي ڦرهيءَ تي اُڪرجي وڃن ٿا.

ادب ۾ ناول نگاريءَ جو اهو مقام هوندي بہ ضروري ناهي تہ دُنيا ۾ لکيل/ لکجندڙ سڀ ناول انهيءَ پَدَ تي پُورا لهن. انساني لکت جي تاريخ ۾ بيشمار ناولن جي عُمر چند هفتن، مهينن ۽ سالن تي بہ محيط رهي آهي. بلڪ ادب جي دُنيا ۾ هزارن جي تعداد ۾ اهڙا ناول بہ لکيا ويا، جن کي ڇپجڻ تہ نصيب ضرور ٿيو، پر اُهي پڙهندڙن جو ڪو خاص ڌيان نہ ڇڪائي سگهيا ۽ آخرڪار ڪباڙ خانن، ڊرائنگ رومن ۽ رديءَ جي ٽوڪرين جو ٻَڪُ بڻجي ويا. تنهن ڪري اها حقيقت سمجهڻ گهرجي، تہ اُهي ناول جن انساني دل ۽ ذهن تي صدين ۽ ڏهاڪن تائين حُڪمراني ڪئي، سي چند درجنن کان مٿي هرگز بہ نہ آهن. ڇاڪاڻ جو مٿي ڪيل گذارش مطابق ناول لکڻ لاءِ نہ رڳو انساني حواسن، تجربن جو تَتُ پيش ڪرڻو ٿو پوي، پر اهڙي ڪنهن لافاني تحرير لاءِ قدرت جي ڪرم نوازيءَ جو هُجڻ بہ بيحد ضروري آهي. يعني انساني جستجو ۽ فطرت جي مهربانيءَ سان عطا ٿيل ڏات جو لاڳاپو، جڏهن پورڻتا جي حد تائين هڪ ٻئي سان سنجوڳ ڪري ٿو، تڏهن ڪو غير معمولي ناول جنم وٺي ٿو.

انهيءَ حوالي سان ناول جي صنف ۾ دُنيا جي عظيم ترين ناول نگارن ۾ جن ڪلاڪارن کي امتيازي حيثيت حاصل آهي، تن مان روس جو فيودور دوستو وسڪي پهرين قطار ۾ بيٺي سگهجي ٿو. موضوعن جي نُدرت، فڪر جي گهرائي ۽ انساني سياءَ جو گهرو ادراڪ رکندڙ هيءَ ناميارو ليکڪ فقط ناول نويسيءَ ۾ ئي نہ، پر نثر

جي دُنيا جو بہ اهو چمڪندڙ ستارو آهي، جنهن جي قلم جي جولان سان هن سرشتيءَ جو شايد ئي ڪو ٻيو قلمڪار ٻَـرُميچي سگهي. انتهائي سادن پلاٽن ڪي بيشمار ڪردارن سان ٺمٺار ڪندي، جنهن تُـز طريقي سان دوستو وسڪي زندگيءَ جي جيڪا سچي ۽ ايذائيندڙ منظر ڪشي ڪئي آهي، سا عام پڙهندڙ کي "خاص شخص" ۽ خاص شخص کي هڪ شاندار ليکڪ بڻائڻ لاءِ ڪافي آهي. دوستو وسڪي پنهنجين تحريرن جي ابتدا ۾ هڪ عام قصہ گو وانگر انتهائي آسان ۽ روايتي ڪهاڻيون بيان ڪرڻ لڳي ٿو، پر وقت گـُذرندي هـُو پڙهندڙ کي فني سحر ۾ جڪڙي ۽ انساني نفسيات جي پيچيدگيـن تـان پردو کڻندي، ڪيس پنهنجيـن تحريرن جو ديوانو بڻائي ڇڏي ٿو. اهوئي سبب آهي جو گـُذريل سوا صديءَ دوران ناول نگاريءَ جي دُنيا ۾ جيترا سندس مداح پيدا ٿيا، ايترا شايد ئي ڪنهن ٻئي ليکڪ کي ميسر ٿيا هُجن!

دوستو وسڪيءَ جو هيءُ ناول 'ڪرامازوف ڀائر' سندس لکيل ڪيئن ناولن جي سلسلي جي اُها منفرد ڪڙي آهي، جنهن ۾ هـُن روحانيت، مابعد الطبعيات، اخلاقيات، نفسيات، جبريت، وجوديت ۽ انساني سڀاءَ جي نفيس ترين معاملن کي بحث هيٺ آندو آهي. ادب جي نقادن جو خيال آهي، تہ دوستو وسڪي فڪري لحاظ کان پنهنجي هن تحرير ۾ انتهائي معتبر مقام تي بيٺل نظر اچي ٿو. ڇاڪاڻ جو هن ناول ۾ بيان ڪيل بظاهر عام ڪردارن جي هٿان هـُن زندگيءَ جي پيچيده ترين مسئلن ۽ انساني سماج کي درپيش صورتحالن کي تفصيل ۽ ترتيب سان پيش ڪيو آهي— ۽ ڪيئن اهم نتيجا اخذ ڪندي هڪ حقيقي ۽ لافاني زندگيءَ جي حاصلات جا گـُر ڏَسيا آهن. هڪ ننڍڙي روسي ڪـُٽنب سان لاڳاپيل فردن جي روزاني زندگيءَ کي بحث ۾ آڻيندي، هـُن دراصل انساني دل ۽ دماغ جي وچ ۾ ٿيندڙ تضادن کي چٽو ڪري، اُنهن تضادن جا حل ڏَسيا آهن- ۽ ائين ڪندي هڪ 'ڪامل راهہ' جو تصور عطا ڪرڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي آهي.

"ڪرامازوف ڀائر" اڻويهين صديءَ جي روس ۾ فئشني مادي پرستي، ڪٽر يسوعي اعتقاد پرستي ۽ لذت پسنديءَ جي وچ ۾ ٿيندڙ ٽڪراءَ جو مجموعو آهي، جن ٽڪرائن جي نمائندگي ڪرامازوف خاندان جا فرد ترتيبوار ايوان، اليوشا ۽ دمتريءَ جا ڪردار ڪندي نظر اچن ٿا. روس جي تاريخ جو هيءُ اهڙو دور آهي، جنهن ۾ عيسائي مذهبي ڌريون، روسي شهنشاهيت ۽ لبرل قوتون هڪٻئي خلاف جاڪوڙيندي ۽ پاڻ کي مضبوط ڪـندي نظـر اچـن ٿيـون. ڪرامـازوف ڀـائرن جـي وچ ۾ ٿيـندڙ خيـالن جـي رساڪشي دراصل ان دور جي روسي سمـاج ۾ ٿيندڙ فڪري ۽ اختيـاراتي تضـادن جـو اولڙو آهي. نـاول اندر انهيءَ ويڙهہ ۾ ڪاميـابي بهرحـال ڪرامازوف ڀائرن جي پيءُ جهوني فيـودور کي حـاصل ٿئي ٿي، جيڪـو پنهنجي اندر تمـام تر بشري بـرايون

رکندي بہ هڪ صوفي منش آهي. هُو انساني ڪمزورين جو مجموعو هوندي بہ نظرين، فرقن ۽ روايتي فڪر جو داعي نہ پر ذرتي ۽ اُن جي روايتن جو امين ۽ اعليٰ انساني قدرن ۾ يقين رکندڙ هڪ گنهگار شخص آهي. دوستو وسڪي پاڻ پراڻ پسند مسيحي هوندي بہ سڄي عمر ڪئين بُرين عادتن ۾ ڦاتل رهيو. پر هُن ڪڏهن بہ انسانيت لاءِ دل ۾ موجود احترام ۽ پيار کي پنهنجي اندر مان هڪالڻ جي ڪوشش نہ ڪئي. اهڙي طرح چئي سگهجي ٿو تہ "ڪرامازوف ڀائر" هن عظيم ليکڪ جي آخري تحرير ئي نہ پر سڄي عُمر جي علم، مشاهدي ۽ تفڪر جو تَتُ آهي، جنهن کي هُن انتهائي شاندار طريقي سان عام پڙهندڙ تائين پُجائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

"ڪرامازوف ڀائر" جو پهريون ڇاپو سن1880ع ۾ روسي ٻوليءَ ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ۽ اُن ڪتاب ٿوري ئي عرصي ۾ عالمي سطح تي شهرت حاصل ڪري ورتي. ويهين صدي شروع ٿيندي ئي هيءَ ناول دُنيا جي مختلف ٻولين ۾ ترجمو ٿيڻ لڳو ۽ اُن يورپ سميت دُنيا جي مڙني لکندڙن، پڙهندڙن ۽ سوچيندڙن جي دل ۾ جاءِ ناهي ورتي. "ڪرامازوفِ ڀائر" جو انگريزي ترجمو 1915ع ۾ Constance Carnett جي هٿان ٿيو، نتيجي ۾ هيءُ ناول ننڍي کنڊ جي علمي ۽ ادبي حلقن تائين پهچي ويو. ۽ اهڙي طرح وقت گذرندي ننڍي کنڊ جي ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيو. ڪتاب جو سنڌي ترجمو نامياري ليکڪ مرحوم احسان بدويءَ هٿان سن1965ع ۾ ٿيڻ شروع ٿيو ۽ 1978ع ۾ مڪمل ٿي سنڌي ادبي بورڊ تائين پهتو. پر افسوس جي ڳالهہ آهي، تہ ايترو عرصو اڳ بورڊ کي سونپيل هن ڪتاب جي سنڌي مسودي کي موجوده روپ ۾ توهان جي هٿن تائين پهچڻ ۾ ٽيهن سالن جو وڏو عرصو لڳي ويو.

ظاهر آهي تہ ايترو وقت گذرندي، ڪنهن بہ تحرير جي ٻولي، لهجي، بلڪہ مُحاورن ۾ ڪافي فرق پئجي وڃي ٿو. جيتوڻيڪ حقيقت پسنديءَ جي تقاضا اها هئي تہ موجوده دور نسل تائين پهچائڻ کان اڳ ان شاهڪار جو نئين سر ترجمو ٿئي ها، پر محنت، معيار ۽ صبر کان پري پڇندڙ اڄوڪي سنڌي سماج ۾ اهو مُمڪن نظر نہ آيو. تہ ڪو علم جو صاحب گوڏو ڀڃي هزار صفحن تي ڦهليل هن تحرير کي ٻيهر ترجمو ڪرڻ جو ڪشٽ پنهنجي سر تي کڻي سگهندو. تنهن ڪري عافيت انهيءَ ڳالهہ ۾ سمجهي وئي، تہ بورڊ جي لائبرريءَ ۾ پيل مسودي کي ادب جي ڪنهن ڪُل وقتي عاشق وٽان سنواري سُڌاري شايع ڪيو وڃي. انهيءَ ڏس ۾ ڪشالو ڪرڻ جو ڪُٺو سنڌي ٻوليءَ جي نامياري ليکڪ جناب نصير مرزا جي نالي تي نڪتو، جنهن صاحب ڪيترا مهينا ڪتاب جي مسودي تي نظر ثانيءَ جو پورهيو ڪندي، اُن کي ڇپائيءَ جي لائق بنائڻ ۾ اداري جي سهائتا ڪئي ۽ ڪتاب کي پڙهندڙن تائين پهچائڻ ۾ هٿ

ونديو. مرزاصاحب ان کان علاوه ڪتاب توڙي مصنف بابت تفصيلي ۽ معلومات نوٽس لکي، ڪتاب کي خوبصورت بنائڻ لاءِ پڻ جستجو ڪئي. ادارو سندس ۽ بورڊ جي بين مڙني ورڪرن جا ٿورا مڃيندي ”ڪرامازوف ڀائر“ کي سنڌ واسين تائين پهچائيندي انتهائي مُسرت محسوس ڪري ٿو. اُميد اٿئون، ته هيءُ ناول سنڌي ٻوليءَ جي پڙهندڙن توڙي لکندڙن لاءِ املهه سوکڙي ثابت ٿيندو.

چام شورو، سنڌ
اربع - 12 جمادي الثاني 1426هه
بمطابق 20- جولاءِ 2005ع

**انعام الله شيخ**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# ٻه اکر

هي جيڪو آءٌ آهيان نه .... ناچيز نصير علي بيگ مرزا .... پرڏيهي ادب جي عظيم سنڌي مترجم شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جي ننڍيءَ پيڙهه جو پوٽو ... دعوا ڪونه ٿو ڪريان، ته دنيا ۾ حاضر يا ڏرتيءَ تان اَلوپُ ٿي ويل عظيم ليکڪن جي لکيل بهترين افسانوي ادب کي پڙهيو وينو آهيان.

ها! سنڌ کان پنجاب، پنجاب کان سرحد بلوچستان ۽ اُتان ويندي اسلام آباد جي وڏين وڏين لائبريرين، يا اُتان جي شهرن جي مشهور بڪ اسٽالن جي شيلفن آڏو، ڪلاڪن جا ڪلاڪ آءٌ اِيَـِي پَـير، بيٺو وڃي ضرور آهيان، ۽ اُتي بيهي دنيا جي ڪـن ادبي شاهڪارن کي، پِنُورو ڪٽي نه، پر اُٿلائي پٿلائي ته ضرور ڏٺو هوندم. ته بس اِن آڌار تي، سمجهو ته دعوا سان ٿو عرض ڪريان ته، دنيا جي عظيم ۽ ڪلاسيڪل افسانوي ادب تخليق ڪندڙن منجهان، هي آهي نه جيڪو حضرت فيودور دوستوسڪي، مون کي ايئن وڏو ۽ ڀاري پَرڪم ناول نگار لڳو آهي، جيئن سمجهو ته دنيا جي جبلن ۾ هماليا جبل! يا جيئن دنيا جي ڪوٽن ۾ هيءُ پنهنجو رني ڪوٽ جو قلعو يا اجا به ايئن چوان ته دنيا جي عظيم ناول نگارن جا، ادبي قد-ڪاٺ جاچڻ لاءِ، انهن کي هڪ صف ۾ ڪڙو ڪنداسين، ته اُنهن ۾ به (باوجود 'وار اَينڊ پيس' واري مصنف ٽالسٽاءِ کي بيهارڻ جي) هـي پنهنجو فيوڊور دوستوسڪي صاحب، پُوريءَ اهڙيءَ قطار ۾، سڀني کان نروار ۽ قداور بيٺل نظر ايندو.

۽ پلا ڪو سنڌي ٻوليءَ جي افسانوي ادب جو مترجم ۽ پڙهاڪو، هتي مون کي ٻڌائي، ته اهڙي اهم ناول نگار جي اهم ناولن، مثال طور: 'جُرم ۽ سزا' يا 'ڪرامازوف ڀائر' وغيره کي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمي ڪرڻ ۽ انهن کي ڇپائڻ لاءِ ڪوشش ڇو ڪانه ورتي ويئي؟

معافيءَ جو طلبگار آهيان، ان موضوع تي آءٌ ٿوريءَ دير کان پوءِ ٿو اوهان سان بحث مباحثو ڪريان ۽ پهرين اوهان جي خدمت ۾ اطلاعن هي عرض ڪرڻ ٿو چاهيان، ته اسان جي سنڌي ٻوليءَ جي، هيءَ جيڪا جديد صورتخطي آهي ... اُن جي Formation ٿي آهي 1853 عيسويءَ ڌاري، ۽ بس سمجهو ته، اُن سنَ سان گڏ ئي سنڌي ٻوليءَ ۾ نثر لکجڻ جو چالامان (رواج) به شروع ٿي ويو ۽ نصاب سان گڏ، ادب ۽ اُن سان گڏ پرڏيهي افسانوي ادب ترجمي ٿيڻ جو سلسلو به باقاعده شروع ٿي ويو.

تڏهن کان هاڻي تائين، اُنهن سڀني سالن جو هتي شمار ويهي ڪريون، ته اُهي ڪي ٿيندا ڏيڍ سؤ کن ورهيه!

۽ اُنهن ڏيڍ سَو ورهين دوران، دنيا جي عظيم افسانوي ادب جا، حساب لڳايون تہ، ڪيترا مترجم، سنڌي ٻوليءَ کي هن وقت تائين ميسر ٿي سگهيا آهن ۽ ان سوال جو جواب آهي تہ، اِهي ئي ڪي ويهہ پنجويهہ مترجم ۽ بس!

خير، قصو ڪوتاهہ .... اُنهن سيني ۾ بہ، اهم ترين ۽ عظيم ترين مترجم ثابت ٿيو: مرزا قليچ بيگ! ۽ ڪانئن پوءِ خاص طرح سان حاضر دَور ۾، افسانوي ادب جي جن مترجمن جي هاڪ هُلي، اُهي آهن: مراد علي مرزا، قاضي خادم، مقبول صديقي، رشيد ڀٽي، فضل احمد بچاٽي، يوسف سنڌي ۽ ان سلسلي جو آخري وڏو مترجم ثابت ٿيو، جنابِ من، ولي رام ولڀ!

نالا تہ خير، ٻين بہ ڪيترن ئي جا، هن وقت منهنجي ذهن ۾ هُرن پيا، پر ڳالهہ دراصل هي آهي، تہ اُنهن تہ بس شوقيہ ئي ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ افسانا وغيره ترجما ڪيا آهن ۽ اُهي بہ ڪڏهن ڪنهن رسالي جي ايڊيٽر جي زور پرڻ تي، يا وري انهيءَ عرصي دوران، جڏهن ڪين پنهنجو تخليقي ڪم وغيره ڪرڻ لاءِ موڊ نہ پئي ٿيو هوندو ۽ هُنن اهي افسانا ترجمو ڪري ورتا هوندا. تہ بس هتي اِهو تہ ثابت ئي ٿيو تہ، سنڌي ٻوليءَ ۾ دنيا جي بهترين تخليقي ۽ افسانوي ادب کي، صادق جذبي ۽ مستقل مزاجيءَ سان، ماضيءَ ۾ يا مرزا قليچ بيگ ترجمو ڪيو آهي يا حاضر دور ۾ جناب ولي رام ولڀ!

منهنجي ادبي ڄمار هن وقت ٽيهہ ورهيہ ڪن ٿيندي، ۽ اڄ ٽيهن ورهين جي طئہ ٿيل اُن ادبي سفر ڏي مُڙي ڏسان ٿو، تہ ڪن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ترجمو ٿيل افسانوي مجموعن ۽ ڪن ٻنهہ ٽورن ناولن جي ئي مون کي يادگيري اچي ٿي، ۽ اِجهو اُنهن جي تلاش ۾ گهران نڪري، ڪِن وڏين لائبريرين ڏانهن اُنهن کي ڳولڻ لاءِ وڃان ٿو، تہ برابر تہ ڪي ٿورا افسانوي مجموعا، اُتي دڙَ ۾ لٽيل مون کي نظر بہ اچن ٿا، پر جڏهن اُنهن کي خريد ڪرڻ جي خيال سان بازار ۾ پهچي، بڪ شاپ تہ بڪ شاپ وڃي پڇايان ٿو تہ پتو پوي ٿو، تہ اِهي سڀ جا سڀ، اڄڪلهہ آئوٽ آف اسٽاڪ ئي آهن!

خير، گهٽو هٽ پيرُ هٽيو تہ، ڪنهن نہ ڪنهن سنڌ جي شهر مان، پرڏيهي افسانوي ادب جا اهڙا هڪ اڌ مجموعا، متان هٿ چڙهي بہ وڃن، پر سنڌي ٻوليءَ ۾ پرڏيهي شاهڪار ناولن جا ترجما .....!؟

۽ پلا اُهي، منهنجي انهيءَ ٽيهن سالن جي ادبي سانپر دوران، سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿي، شايع ٿيا ئي ڪيترا آهن!

بس، اِهي ئي ڪي اٺ يا وڌ ۾ وڌ ڏهہ پندرنهن!

ها ورهاڱي کان اڳي يا ٿورو پوءِ، پرڏيهي ٻولين جا ڪي ٿورا گهڻا شاهڪار ناول، ضرور سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيل ملن ٿا. جيئن مثال طور: شرت چندر ...

ٽئگور، ۽ ڪن ٻين يورپي ۽ بنگالي ليکڪن جا ڪي ايڪڙ ٻيڪڙ ناول، پر چوڻ جو مقصد هتي هي ته، ته ورهاڱي کان اڳ يا پوءِ، جن جن ناولن جو ذڪر سنڌي ادب جي تاريخ ۾رقم آهي ... اُهي ننڍا وڏا ناول اصل ۾ هن وقت آهن الاءِ ڪهڙي گنگوءَ واري گوڙ ۾...؟

۽ آءٌ ته پاڻئيان ٿو، ته اُهي اڄ ڪٿي به موجود ڪونه آهن ۽ اُڏوهيءَ کائي خلاص ڪري ڇڏيا آهن. اڄ اسين فخر سان چوندا آهيون، ته سنڌي ٻوليءَ ۾ نثر جي ڄمار، هن وقت ڏيڍ سؤ ورهيه ٿي چڪي آهي، پر هيڏانهن پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هن ملڪ ۾ اردو ٻوليءَ جي عمر ڏسنداسين، ته اُها اجا سٺ ورهين جي به ڪانه ٿي آهي. ۽ مون کي هتي اعتراف آهي ته انگريزي ٻولي آءٌ پوري رواني‌ءَ سان نه پڙهي سگهندو آهيان، اِن ڪري دنيا جا بهترين ناول... 'يوليسز'، اسپينش ناول 'ڊان ڪخاٽي'، جان اسٽين بيڪ جو 'دي پرل'، گورڪيءَ جو ناول 'ماءُ'، لارينس جو 'ليڊي چيٽرلي لورز'، ٽالسٽاءِ جو 'وار اينڊ پيس'، هَرمن ميلوِل جو 'موبي ڊَڪ'، ۽ ٻيا به ڪيترائي ناول اردو ترجمي سان مون پڙهيا آهن ۽ اطلاعن عرض آهي، ته ڪيئي ورهيه اڳ ترجمو ٿيل ۽ شايع ٿيل اهي سيئي ناول خوش قسمتيءَ سان اڄ به اردوءَ ۾ وري وري شايع ٿيندا، ۽ هر عام خاص بوڪ شاپ تان ملندا رهن ٿا.

۽ هيڏانهن اچهو اسان، پنهنجي سنڌي ٻوليءَ ۾ جائزو وٺنداسين ته، روسي ناول 'ماءُ' ، گبرئيل گارشيا مارڪئيز جو ناول 'اڪيلائي جا سؤ سال'، ارون دتي راءِ جو 'گاڊ آف سمال ٿنگس'، ڪافڪا جو ناوليٽ 'مسيفس'، ڪاميو جو 'آئوٽ سائيڊر'، يا اردو ٻوليءَ مان ترجمو ٿيل قرة العين حيدر، امرتا پريتم ۽ ڪرشن چندر وغيره جي ناولن جا سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجما ته، اجا ڇڻ جهڙوڪر ڪالهه ڪالهوڻي ئي ڳالهه ٿي محسوس ٿئي.

۽ اي ڪاش ... اي ڪاش ... جنهن 'اسپرٽ' سان (هتي مون کي ان انگريزي لفظ جو تُز سنڌي ترجمو سُجهي ئي نٿو) مرزا قليچ بيگ، پرڏيهي افسانوي ادب، ناولن ۽ ناٽڪن کي سنڌيءَ ۾ جيئن منتقل ڪرڻ جو جيڪو سلسلو ماضيءَ ۾ شروع ڪيو هو اُهو، جيڪر تسلسل سان هن وقت تائين به جي سنڌي ٻوليءَ ۾ هلندو اچي ها، ته ناول لکڻ جي ڏس ۾ تخليقي لکڻ وارن کي اتساهه هڪ پاسي ملندو رهي ها ۽ ٻئي پاسي، اڄ هي جتان ڪٿان سنڌيءَ ۾، ناولن جي کوٽ وارو جيڪو روئڻو روئجي پيو، اهو به شايد گهٽ ٻڌڻ ۾ اچي ها.

۽ هن وقت تائين سنڌي ٻوليءَ ۾ جيڪڏهن ڪو عظيم الشان ناول نه لکجي سگهيو آهي، ته، آءٌ پاڻئيان ٿو ته ان جو به وڏو سبب مون کي اِهو ٿو پاسي، ته سنڌي

ٻوليءَ جي ليکڪن. دنيا جي عظيم ناولن جو مطالعو پوريءَ سوجهه ۽ سمجهه سان ڇڻ اڃا ڪيو ئي ناهي!

ڇا سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽالسٽاءِ جي 'وار اينڊ پيس' ۽ دوستو وسڪيءَ جي هن ناول ڪرامازوف ڀائر' جهڙو شاندار شاهڪار ۽ غير معمولي ناول ڇا ڪڏهن سنڌي ٻوليءَ ۾ به ڪو ليکڪ. لکي سگهندو ۽ اهو في الحال ڪيئن چئجي!؟

۽ جيتوڻيڪ آغا سليم جي ناولن: 'اونداهي ڌرتي روشن هٿ' ۽ 'همه اوست' کي برابر ته سنڌي ٻولي جا آءٌ وڏا ۽ اهميت ڀريا ناول سمجهان ٿو، پر هتي عرض ڪريان ته، صرف ٻن ڳلن جي ٽڙڻ سان، اهو ڪونه چئي سگهبو آهي، ته ٻهار اچي ويو آهي.

سنڌ جي عظيم شاعر شيخ اياز ...... سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وائيس چانسيلر جي حيثيت سان، پنهنجي ايامڪاريءَ (80-1976ع) دوران، سنڌالاجيءَ جي پليٽ فارم تان، دنيا جي شاهڪار ۽ شاندار علم و ادب کي ڪنهن وقت سنڌيءَ ۾ منتقل ڪرڻ لاءِ ٽرانسليشن بيورو ناهڻ جو خواب ڏٺو هو. افسوس، جو سندس اُهو خواب ساڀيا ٿيڻ کان رهجي ويو. ها، ايئن به برابر آهي ته، اُن کان پهرين، يعني ورهاڱي کان اڳ، سنڌ جي آڳاٽي پبلشر، آنجهاني پوکرداس ۽ ورهاڱي بعد ڪن ٻين شوقيه پرائيويٽ پبلشرن ۽ خاص ڪري سنڌي ادبي بورڊ، بهترين پرڏيهي افسانوي ادب کي جنهن سنجيدگيءَ ۽ ذميداريءَ سان شايع پئي ڪرايو آهي، ان لاءِ سچ ته اهڙن پبلشرن ۽ ادارن کي اسان جي ابن ڏاڏن جو سلام پهچي.

پر يارو! باخبر رهو ته، ماضيءَ ۾ اهڙو يادگار ڪم، پياري منشي پوکرداس پئي ڪرايو يا سنڌي ادبي بورڊ .... قصو ته اِهو بهرحال ماضيءَ جو ئي چئبو نه!

۽ ته بس ان ڳالهه تي هتي تنوير عباسي صاحب جو مون کي هي به سٽو تو ياد اچي:

ماضيءَ تي تا پاڻُ پـَـڏايو،
حالَ ۾ کهڙا آهيو!؟

اڄهو حاضر دور ۾ جائزو وٺبو، ته ڪيترائي افسانوي ادب جا سٺا پڙهندڙ ۽ لائق مترجم سنڌ ۾ اڄ به موجود ويٺا آهن ۽ ڪو ادارو جي چاهي، ته نئين پرڏيهي ادب کي ڪانئن ترجمي ڪرائڻ سان گڏوگڏ، اڳ ۾ ٿيل پراڻي ۽ رسالن ۾ ٽڙيل پکڙيل، قسط وار ڇپيل ناولن ۽ افسانن کي، انهن کان مرتب ڪرائي، وڏو ڪارنامو سرانجام ڏيئي سگهي ٿو.

۽ يارو ! ڪيڏيون خوش نصيب آهن اُهي ٻوليون، جن ۾ عظيم ناول نگار پيدا ٿيا آهن ۽ ان کان به وڌيڪ ڪيڏيون ڀاڳوند آهن دنيا جون اُهي ننڍيون وڏيون قومون ۽ عوامُ، جيڪو پنهنجي مقامي ٻولين ۾ ڪڏهن يوناني مِٿ 'هيلن آف ٽراءِ' ته ڪڏهن

دوستووسڪيءَ جا ناول ’ڪرامازوف ڀائر‘، تہ ڪڏهن ’ذلتن جا ماريل ۽ ٻيا‘. ڪڏهن ٽالسٽاءِ جو ناول ’وار اينڊ پيس‘ تہ ڪڏهن ناولسٽن مان ڊي ايچ لارينس، جيمس جوائس، وڪٽر هيوگو، بالزاڪ، سر والٽر اسڪاٽ، البرٽ موراويا، ترگنيف، ايرچ سيگل، ڪاميو، ايمائل زولا، ٿامس هارڊي، جان اسٽين بيڪ، چارلس ڊڪنز، سمرسٽ ماهام، گسٽاءِ فلابيئر، گوئٽي، موپاسان، وليم سَروِيان، ارنيسٽ همينگوي، هينري جيمز، ۽ چيخوف جا ناول عام جام پڙهڻ پيا.

توڙي جو اهِا مٿين عظيم ناول نگارن جي ڪير ڏارا، ادب جي آسمان تان هاڻي الوپُ ٿي چڪي آهي ... ۽ اُنهن جا قافلا ڌرتي تان لنگهي، بظاهر خلائن ۾ گم ٿي چڪا آهن .... پر اُنهن سڀني جا لکيل شاهڪار ناول تہ دنيا ۾ موجود آهن ۽ ڪو ادارو اڄ بہ چاهي، تہ اُهي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرائي پنهنجي ٻوليءَ کي مالامال ڪري سگهي ٿو.

۽ ڏنو وڃي، تہ هيءَ دنيا، هن حاضر دور ۾ بہ حال حيات عظيم ناول نگارن کان خالي ٿورو ئي ٿي وئي آهي، جو مثال طور لئٽن آمريڪا ۾ ’گارشيا مارڪيز‘، مصر ۾ نجيب محفوظ، چيڪو سلواڪيا ۾ ميلان ڪُنديرا، هندستان ۾ قرة العين حيدر، ڪمليشور، ارون دتي راءِ ۽ جرمنيءَ ۾ گُنٽر گِراس جهڙا ناول نگار اڃا بہ موجود وينا آهن ۽ ناول لکن وينا، پر هتي ٿورو ترسو، ۽ عظيم ناول نگارن ۽ دنيا جي شاهڪار ناولن جي هن تذڪري جي وچ ۾، ٿورو مون کي پنهنجي ڏک ۽ تشويش جي بہ اظهار ڪرڻ جي اجازت ڏيو، ۽ اِهو اظهار هي تہ، دوستووسڪيءَ جي هن ضخيم ناول ’ڪرامازوف ڀائر‘ جو وڏي جفاڪشيءَ سان سنڌيءَ ۾ هيءُ جيڪو ترجمو ڪري، ۽ اُن کي احترام لائق ليکڪ، پروفيسر احسان بدوي صاحب، سٺ واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ڌاري جڏهن سنڌي ادبي بورڊ کي اشاعت لاءِ ڏنو، تڏهن اُهو سالن جا سالَ، ادبي بورڊ جي مسودن جي وچ ۾ ڇا جي ڪري دبيل رهيو؟ ۽ شايع ٿيڻ کان رهجندو آيو!

۽ ڇا مٿان، ان خيال سان بہ اُهو اشاعت هيٺ نہ آندو پئي ويو، تہ جيتري ڪثير سرمايي سان هي ضخيم ناول شايع پئي ٿيو، ايترن پئسن مان سنڌي ٻوليءَ جا ڪيئي طبعزاد علمي ۽ ادبي ڪتاب شايع ٿي سگهيا پئي يا هن ناول کي شايع نہ ڪرائڻ جا اُن وقت جي انتظاميا وٽ مٿان کي ٻيا سبب هئا؟ ۽ اهو ڪيئن چئجي! خير... ڇا بہ هجي، هن ناول کي ضرور شايع ڪرائڻ جي ڏس ۾ آءُ تہ هتي ائين ئي چوندس تہ هيءُ ناول جيڪڏهن اردو، هندي ۽ ڀارت جي ٻين ننڍين وڏين ٻولين ۾ ترجمو ٿي شايع ٿي سگهي ٿو، تہ پوءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ آخر ڇو نہ؟

هتي، سنڌي ادبي بورڊ جي موجوده سيڪريٽري ۽ حاضر دور جي مڃيل مترجم

۽ نوجوان اسڪالر انعام الله شيخ کي آءٌ سَو آفرينون ڏيندس، جنهن سنڌي ادبي بورڊ جي مسودن ۾ لڳ ڀڳ چاليهن سالن کان ڪباڙخاني ۾ پيل هن شاهڪار ناول جي سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيل هن مسودي کي ڪڍيو آهي ۽ اُن کي ڇپائي، پڌري ڪرڻ جو عزم ڪيو آهي.

چاٽان ٿو، هيءُ ناول نهايت ضخيم آهي ۽ اڄ کان چاليهه ورهيه اڳ واري رائج فارسي آميز سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيل آهي ۽ اِهو به چاٽان ٿو ته اُن کي ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ ايترو آسان ڪم ڪونه هو. پر باوجود ان جي، دوستووسڪيءَ جي پيچيده فلسفياڻي ۽ عالماڻي افسانوي نثر کي اسان جي فاضل مترجم، پروفيسر احسان بدوي صاحب، گهٽيءَ حد تائين سلاست سان سنڌيءَ ۾ آڻڻ جي پوري پوري ڪوشش ڪئي آهي ۽ ڪنهن حد تائين برابر ته مترجم پاران استعمال ڪيل ڪن ثقيل فارسي لفظن کي مون سوکي سنڌيءَ ۾ آندو ۽ حاضر دور جي رائج سنڌي ٻوليءَ مطابق ان کي 'اپ ٽو ڊيٽ' ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، پر ٻئي پاسي ترجمي جي اسلوب سان مون اِهو سوچي هٿ ئي ناهي ڳنڊيو، جو اُن جو مترجم آهي استادِ محترم جناب پروفيسر احسان بدوي! ۽ مسودي تي نظرثاني ٿيل آهي سندس والد بزرگوار لطف الله بدويءَ صاحب جي .... ۽ ته بس اهڙن عاليشان ليکڪن جي ادبي حيثيت ۽ پنهنجي زماني جي انهن 'عجوبءِ روزگار' انسانن جي احترام ۾، هن ناول لاءِ ناهيل سندن اسلوب سان، هٿ چراند، مون گهٽ جاين تي ئي ڪئي آهي. ۽ ائين معمولي ردوبدل لاءِ به آءٌ اِنهن ٻنهي مرحوم مترجمن جي روحن کان تهه دل سان معافيءَ جو طلبگار آهيان ۽ هتي، آخر ۾ هڪ دفعو ٻيهر سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري برادرم انعام شيخ کي، بورڊ پاران اهڙي شاهڪار ناول شايع ڪرائڻ تي، دل جي گهراين سان، مبارڪون ٿو پيش ڪريان.

حيدرآباد **نصير مرزا**

4 - 11 - 2004

# ليکڪ جو تعارف

فيودور ميخائل دوستووسڪي 1821ع ڌاري ماسڪو ۾ پيدا ٿيو هو. سندس والد شهر جي هڪڙي خيراتي اسپتال ۾ ڊاڪٽر هو.

دوستووسڪيءَ، ابتدائي تعليم ماسڪو جي ڪنهن خانگي اسڪول ۾ حاصل ڪرڻ بعد، سينٽ پيٽرسبرگ جي فوجي انجنيئرنگ اسڪول منجهان گريجوئيشن ڪئي ۽ ان ئي سال فوج جي انجنيئرنگ واري شعبي ۾ ڊزائينر مقرر ٿيو. اِن ملازمت سان سندس دل نہ لڳي، تہ 1844ع ڌاري استعيفيٰ ڏيئي ڇڏيائين ۽ لکڻ پڙهڻ کي پنهنجو پيشو بنايائين. 1864ع ڌاري سندس پهريون ناول 'ويچارا ماڻهو' شايع ٿيو. ۽ 1860ع ڌاري هُن جو ٻيو جڳ مشهور ناول پڌرو ٿيو: 'ذلتن جا ماريل ماڻهو'. 1861ع ڌاري هن پنهنجي ڀاءُ جي سهڪار سان 'زمانو' رسالو جاري ڪيو، جنهن کي 1863ع ڌاري رياست بندش هيٺ آڻي ڇڏيو. 1866ع ۾ سندس شاهڪار ناول 'جُرم ۽ سزا' شايع ٿيو. 1871ع ۾ 'ڀوت پريت' ۽ 1869ع ۾ سندس ٻيو جڳ مشهور ناول 'اِيڊيٽ' شايع ٿيو. 80-1879ع ڌاري دوستووسڪيءَ پنهنجي زندگيءَ جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ ضخيم ترين ناول: 'ڪرامازوف ڀائر' تحرير ڪيو، جنهن جي شايع ٿيڻ سان ئي وڏي شهرت ماڻي ورتي.

دنيا جا سڀ وڏا نقاد، اِج اِن ڳالهہ تي سهمت آهن، تہ ناول نويسيءَ جو فنَ، فيودور دوستووسڪيءَ تي ختم آهي. روسي ادب ۾، دوستووسڪيءَ کي روسي ليکڪن جو 'سرتاج' ليکڪ ڪري مڃيندا آهن.

1881ع ڌاري، عظيم روسي شاعر پشڪن جي ورسيءَ جي موقعي تي، هُن جيڪا شاندار تقرير ڪئي هئي، اُن دوستووسڪيءَ جي ادبي ساک کي چڙهيل سونا ڪنيَ هڻي ڇڏيا هئا.

افسوس! اِن ئي سال، موت، هن عظيم ليکڪ جو رستو روڪي، سندس اڳيان اچي بيهي رهيو. ڪجهہ عرصو شديد عليل رهڻ کان پوءِ، نيٺ دوستووسڪيءَ هِن جهان مان لڏيو.

دنيا جي هن عظيم ناول نگار جو مڙهہ، نهايت وقار ۽ پوري اعزاز سان ايئن ڪنيو ويو، جو چوڻ وارن چيو، تہ اهڙي احترام ۽ اعزاز تي تہ جيڪر بادشاهہ بہ رشڪ ڪن! نقادن جو چوڻ آهي تہ، دنيا جي ادب کي، سچاٽپ لاءِ، ورهايو وڃي، تہ ان جا صرف ٻہ دور ٿي سگهندا. هڪڙو دوستووسڪيءَ کان پهرين وارو ۽ ٻيو هن کان پوءِ واري ادب جو دور!

# فيودور دوستووسڪي Fyodor Dostoevsky

## (سوانحي خاڪو)



فيودور ميخائل دوستووسڪي 1821ع ڌاري ماسڪو ۾ پيدا ٿيو هو.

"دوستوايو" يا "دوستو" دراصل هڪ علائقي جو نالو آهي، ۽ ان ئي علائقي جي نالي پويان ادب ۾ هُن پنهنجو نالو مقرر ڪيو. 'فيودور دوستووسڪي'.

دوستووسڪيءَ جي سوانح نگارن لکيو آهي تہ هن جي خاندان ۾ هر قسم جا ماڻهو هئا. مثال طور: بالا آفيسر، جاگيردار، 'راهب'، 'چور'، 'قاتل'، 'مسڪين' ۽ ڏٺيءَ سان سچي لنئون لڳائي ويهندڙ بزرگ ... ۽ سندس سوانح نگارن اِهو بہ لکيو آهي تہ 'دوستوايو' علائقي ۾، خوش قسمتيءَ سان هي عظيم ناول نگار فيودور ميخائل دوستووسڪي جي پيدا نہ ٿئي ها، تہ اسين روس جي بين هزارين اهڙن علائقن جي نالن وانگر، هن ليکڪ جي علائقي جي نالي کان بہ هن وقت قطعي آگاهہ نہ هجون ها.

فيودور جو والد شهر جي هڪڙي خيراتي اسپتال ۾ ڊاڪٽر هو. فوج ۾ 'ميجر' بہ رهيو. پر آخر ۾ ماسڪو جي اسپتال ۾ ڊاڪٽر جي حيثيت سان باقي زندگي گذاريائين.سندس شادي هڪ سوداگر جي ڌيءَ سان ٿي هئي، جنهن پاڻ سان گهڻو ئي ڏاج آندو هو.

دوستووسڪيءَ جي سوانح نگارن لکيو آهي تہ فيودور جي والده خوش شڪل، سگهڙ، حساس ۽ سباجهڙي طبيعت واري عورت هئي، جڏهن تہ سندس والد سخت تَاندي تپڙو، نظم و ضبط جو قائل ۽ ڳوناڻن خيالن وارو انسان هو ۽ سخت جذباتي ماڻهو هو.اِن ڪري متس ڪڏهن شديد اُداسي، تہ ڪڏهن وري ڪاوڙ جا دورا پوندا رهندا هئا ۽ انهيءَ ڪري،سندس ٻارڙن جو. پيءُ جي اهڙي سڀاءَ سبب، هر وقت ساهہ سُڪو پيو هوندو هو.

1831ع ڌاري دوستووسڪيءَ جي ان والد، ماسڪو کان ڏيڍ سؤ ميل پري بہ ڳوٺ خريد ڪيا هئا، جن جي ذريعي هو 1350 ايڪڙ زمين ۽ سؤ غلامن جو مالڪ بڻيو.

دوستووسڪيءَ وارا پاڻ ۾ ست پيڻ ڀائر هئا. سيني ٻارن کي ڪهاڻيون تہ طرحين طرحين جون سندن والده بہ ٻڌائيندي هئي، پر دوستووسڪيءَ کي گهر جي جُهونڙي نوڪرياڻيءَ 'اليونا' جون ٻڌايل ڪهاڻيون وڌيڪ ئي وڻنديون هيون.

ڳوٺن ڏانهن سير سياحت لاءِ وڃڻ ۽ خاص ڪري اسڪول جي موڪلن ۾، اُهي ڏينهن، ٻهراڙين ۾ وڃي ملهائڻ، فيودور دوستووسڪيءَ جي من پسند وندر هوندي هئي. 'اليونا' ۽ والده کان عجيب عجيب ۽ پُراسرار ڪهاڻين ٻڌڻ کان پوءِ، جڏهن ٻالڪپڻ جي حدن سرحدن مان نڪري، هو اسڪول وڃڻ جهڙو ٿيو، تہ ان ڄمار ۾ ڪهاڻين جا ڪتاب پڙهڻ، پيءُ جي اسپتال ۾ آيل مريضن ۽ ڳوٺ جي ڪيتن ۾ ڪم ڪندڙ هارين نارين ۽ والد جي زرخريد غلامن جا ڏکڙا ويهي ٻڌڻ، هن جو روزاني جو شُغل ۽ معمول بڻجي چڪو هو. خدا ڄاڻي انهن غريب، مسڪين، ابوجهہ ۽ لاچار انسانن جي ڏکن ڀرين ڪهاڻين ۾ هن کي الائي ڇو ڏاڍي ڪشش محسوس ٿيندي هئي.

ننڍپڻ ۾ فيودور ميخائل کي ابتدا ۾ هڪ خانگي اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو ۽ ان کان پوءِ وڌيڪ تعليم جي لاءِ هو پيٽرسبرگ ملٽري انجنيئرنگ ڪاليج جو شاگرد بڻيو. سورهن ورهين جو ٿيو تہ سندس والده ٽي ٻيءَ وڳهي گذاري ويئي. ٻار تہ جيئن تيئن ماءُ جو ڏک سهسائي ويا، پر دوستووسڪيءَ جي والد جي اداسي ۽ 'چڙ' تهائين وڌي وئي ۽ ان ڪيفيت ۾ سڄو ڏينهن هو مرحومہ زال سان ٻي خياليءَ ۾ ايئن وينو جهيڙيندو ۽ پيار ڪندو هو، ڄڻ هُوءَ ڪا سندس سامهون موجود ويٺي آهي ۽ ويٺي سندس انگل آرا برداشت ڪري!

تعليم دوران ملٽري انجنيئرنگ ڪاليج ۾، دوستووسڪيءَ جي دل بلڪل ئي ڪانہ لڳي ۽ مٿان اهڙي دلي ڪيفيت ۾، هن کي هڪ ڏينهن اطلاع مليو تہ سندس ٽاندي تپٽي والد کي سندس ئي ڪيتن ۾ ڪنهن هاريءَ قتل ڪري ڇڏيو آهي. ۽ بس اهڙن ئي دکدائڪ واقعي رونما ٿيڻ کان پوءِ، دوستووسڪيءَ کي مرگهيءَ جو پهريون دورو پيو. خير .... انهيءَ بيماري شروع ٿيڻ کان پوءِ، جيئن تيئن ڪري ڪاليج وارو امتحان هن پاس ڪيو ۽ پيٽرسبرگ انجنيئرنگ ڪور ۾ سب ليفٽيننٽ وڃي مقرر ٿيو. ٿيڻ تہ ايئن گهربو هو جو پگهار جي رقم ملڻ سان هن جا حال سڌرڻ گهربا هئا، پر فضول خرچيءَ، ماڻهن تي ترس کائي پئسا انهن کي ڏيئي ڇڏڻ ۽ مسلسل غريب ماڻهن جي مالي سهائتا ڪرڻ سبب، خود هن جا پنهنجا حال، بدحاليءَ ۾ تبديل ٿيڻ شروع ٿي ويا ۽ هو قرضي ٿيندو ويو.

دوستووسڪي توڻي جو فوج ۾ هڪ اعليٰ عهدي تي فائز هو، پر کيس ليکڪ ٿيڻ جو شوق تهائين گهڻو هو. نيٺ فوجي نوڪري ڇڏي ڏنائين ۽ طئہ ڪيائين تہ هاڻي هو صرف لکندو پڙهندو ۽ قلم جي اِن پورهئي ذريعي ئي باقي زندگي گذاريندو.

اتفاق سان اهڙن ئي ڏينهن دوران مشهور فرانسيسي ناول نگار 'بالزاڪ' روس آيل هو. بالزاڪ جي تحريرن تي دوستووسڪي هوندئن ئي سؤ جان فدا هوندو هو، سو

بالزاڪ جو ناول 'يو زين گران دَي' ان خيال سان بہ ويهي ترجمو ڪيائين، تہ نالو بہ ٿيندو ۽ ڏوڪڙ بہ ملي پوندا. دوستووسڪي اِهو ترجمو جوش خروش سان ڪيو، پر پوءِ جڏهن ايڊيٽر اِن ۾ گهڻي ردوبدل ڪئي ۽ مٿان ڪيس ترجمي جو معاوضو بہ معقول نہ ڏنو، تہ هُو ڏاڍو دل برداشتہ ٿيو.

انهيءَ ترجمي کان پوءِ، هن هاڻي، پنهنجو ڪجهہ لکڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ پهريون ناول لکيائين "ويچارا ماڻهو" (غريب غُربا)، ۽ ايئن هن کي روسي ادب ۾ داخل ٿيڻ جو رستو ملي ويو ۽ هو روس جي ننڍين وڏين ادبي محفلن ۾ اُٿڻ ويهڻ لڳو. اهڙين محفلن ۾ اٿندي ويهندي هُن جي پانت پانت جي انقلابي خيالن وارن همعصرن سان دوستي ٿي ويئي، جن لاءِ مشهور هو تہ روس جي سماجي حالتن کي بدلائڻ ۽ 'زار' جي تختي کي اونڌي ڪرڻ جي لاءِ اُهي ڪي سٽاوَ سِٽي رهيا آهن. توڙي جو ڇيو اِهو بہ پئي ويو، تہ اُنهن سڀني جذباتي نوجوانن جا اهڙا سڀ منصوبا محض زباني ۽ ڪاغذي هوندا هئا ۽ منجهن اِهو سڀ ڪجهہ عملي طرح سان ڪري ڏيکارڻ جي همت ئي ڪانہ هئي.

۽ 'زار' حڪومت جي گماشتن کي جڏهن انهن نوجوانن جي هوائي ارادن جي پُٽڪ پيئي، تہ اهڙا سڀ نوجوان دوستووسڪيءَ سميت سوگها ٿي ويا ۽ اها 22 اپريل 1849ع جي ڳالهہ آهي، جو اهي سڀ انقلابي نوجوان جيل پيڙا وجي ٿيا. شروع ۾ تہ هنن قيدين کي ملاقات جي تہ ڇا، مٿن مائٽن سان خط و ڪتابت جي بہ اجازت ڪانہ هئي ۽ کين مڪمل تنهائيءَ ۾ رکيو ويو، جنهن سبب هو سڀ جا سڀ ڄڻ ذهني مريض بڻجي چڪا هئا. پنج مهينا عدالتي ڪاروائي هلي ۽ باوجود اِهو ثابت ٿيڻ جي تہ نوجوانن جي ان گروهہ ۾ اهڙي انقلاب آڻڻ جي طاقت ئي ڪانہ هئي، ان جي باوجود انهن نوجوانن کي ذهني ڌچڪو رسائڻ ۽ ٻين اهڙن کي سبق سيکارڻ لاءِ 'زار' 23 ڊسمبر تي ساڳئي سال، اعلان ڪيو، تہ انهن سڀني قيدين کي رات جي اونداهيءَ ۾ فوجي گرائونڊ ۾ وني وجي گوليءَ سان اُڏايو وجي، پر ايئن ٿيو ڪونہ ۽ ان اعلان تي عمل ٿيڻ کان ڪي گهڙيون اڳ ڇيو ويو تہ اُن ناڪام انقلاب آڻڻ جي سيڪت طور کين عمر قيد ۽ جلاوطنيءَ جي سزا ٻڌائجي ٿي. ڇون ٿا تہ عمر قيد جي سزا ۽ جلاوطني جو ٻڌي هڪڙو قيدي پنهنجا هوش حواس وڃائي وينو ۽ باقين تي بہ ڄڻ پريشانين جا پهاڙ ڪري پيا.

سخت سياري جي موسم هئي، جو انهن قيدين کي سائبيريا ڏانهن روانو ڪيو ويو. سندن حالت اِها هئي جو هٿ هٿ - ڪڙين ۾ ۽ پير، پير - ڪڙين ۾ قابو هئا. ۽ اهو مهينو هو جنوريءَ جو ۽ کين هنڌ هنڌ تي روڪي، کين ڏيل ڏڪائيندڙ سيءَ جو

مزو ونرايو پئي ويو! دوستووسڪيءَ جي لاءِ اِها خواري ۽ اذيت، هڪ جيءَ جنجهوڙي ڇڏيندڙ ۽ دماغ ڌوڏي ڇڏيندڙ تجربو ثابت ٿي. 'لولسڪ' نالي هنڌ، جتان هنن سيني قيدين کي ڌار ڌار هنڌن ڏانهن موڪليو ٿي ويو، اتي دوستووسڪيءَ کي ڪنهن ملاقاتيءَ 'بائيبل' تحفي طور ڏنو. ايندڙ ڇهن سالن تائين، قيد جي ڪوٺڙيءَ ۾ دوستووسڪيءَ وٽ اِهو ئي واحد ڪتاب هو، جنهن کي بار بار پڙهڻ کان سواءِ وٽس ٻي ڪابه واٽ ۽ وندر ڪانه هئي.

ڪيس 'اوسڪ' نالي واري جيل ۾رکيو ويو، پر اُتي پهچڻ شرط حالت هُن سان ايئن ڪئي ويئي جو اڌ مُيجي، ۽ سندس اڌ مٿو ڪوڙيو ويو ۽ جيل جي اندروني حالت وري اِها هئي جو اُن ۾ روس جي ڪنڊ ڪڙڇ جا ڇنڊيل ڇاٽيل ڏوهاري اتي رکيا ويا هئا ۽ انهن مان ٻه گهٽائي اهڙن قيدين جي هئي جيڪي پيشي ور قاتل، خطرناڪ چور، رهزن ۽ ننگ شمار ٿيندا هئا. ان قيد ۾ سڄا سارا چار سال دوستووسڪيءَ کي اهڙن ئي قيدين سان گڏ رکيو ويو، جن جي ڀربور مشاهدي اڳتي هلي هن جي تحريرن ۾ وڏي سگهه پيدا ڪئي. دوستووسڪيءَ خود به لکيو آهي ته اهڙي عقوبت خاني ۾ رهندي، مون ۾ ڪيئي بُرايون فنا ٿي ويون ۽ اُن جي جاءِ تي ڪيئي نيڪيون منهنجي وجود ۾سرايت ڪري ويون. بندي خاني ۾سزا وارا جڏهن سڀ ورهيه پورا ٿيا ۽ هن کي اڌو گابري آزادي ملي، ته ڪيس سائبيريائي پيادل فوج جي ستين بٽالين سان 'سيمي پلائشمڪ' نالي واري ڳوٺ ڏانهن موڪليو ويو، جيڪو منگوليا جي ويجهو هو.

دوستووسڪي قيد و بند جي اهڙين عقوبتن بعد جڏهن ٽانيڪو ٿيو ته 'ماريا' نالي واري هڪ عورت سان شادي ڪيائين ۽ ان وچ ۾ 'زار' حڪومت پاران دوستووسڪيءَ کي پيٽرسبرگ شهر ۾ رهڻ جي اجازت ته ملي، پر خفيه پوليس کي مٿس ڪڙي نگراني رکڻ جون به هدايتون ڏنيون ويون. پيٽرسبرگ ۾ رهائش اختيار ڪرڻ بعد دوستووسڪيءَ، ڀاءُ سان گڏجي هڪ اخبار جاري ڪئي ۽ اُن جو نالو رکيائين: 'زمانو'! ۽ گڏوگڏ به ناول به لکيائين، "ذلتن جا ماريل ماڻهو"... ۽ "مرده گهر".

ڪم جي گهٽائي ۽ ذهني ٿڪ سبب دوستووسڪي ناچاڪ ٿي پيو ته ڊاڪٽرن جي مشوري سان روس مان نڪري پهريون ڀيرو سياحت جي لاءِ فرانس، انگلستان، سوئيٽزر ليند ۽ اٽليءَ جي سير ۽ سياحت لاءِ روانو ٿيو. يورپ جي سفر تان موٽيو ته نئون رسالو 'دور' نالي سان جاري ڪيائين.

'زير زمين ماڻهوءَ جون يادگيريون' نالي واري سندس مشهور تصنيف، ان ئي اخبار ۾ قسط وار شايع ٿيندي هئي ۽ اِهو ئي اُهو زمانو آهي، جڏهن هن جي زال سخت بيمار ٿي پيئي ۽ ٿي ٻيءَ وگهي نيٺ گذاري ويئي. ڪجهه مهينن جي وقفي کان

پوءِ اتفاق سان، دوستووسڪيءَ جو اُهو ياءُ، جيڪو ڪيس اخبار "دور" هلائڻ جي سلسلي ۾ هٿ - همراهي ڪرائيندو هو، اُهو بہ گذاري ويو. انهن ٻنهي صدمن جو اثر اهو ٿيو تہ 'دور' اخبار بند ٿي وئي ۽ دل برداشتہ دوستووسڪي هڪ دفعو ٻيهر يورپ ڏانهن روانو ٿي ويو. اُتان واپس موٽيو، تہ هاڻي دوستووسڪيءَ آڏو نوان مسئلا ڪڙا هئا ۽ نوان امتحان اِتي هن لاءِ منتظر هئا.

هڪ پبلشر سان هڪڙي مقرر مدت اندرناول لکي ڏيڻ جو واعدو ڪيائين ۽ ان لاءِ ناشر پاران اِهو شرط رکيو ويو، تہ طئہ ٿيل وقت اندر جيڪڏهن ناول لکي نہ ڏيئي سگهيو ۽ واعدي جي خلاف ورزي ڪيائين، تہ ليکڪ جا سڀ حق واسطا، بنا ڪنهن معاوضي جي پبلشر ڏانهن منتقل ٿي ويندا. عجب اتفاق ... وقت تيزيءَ سان گذري ويو ۽ ناشر کي وقت سر ناول نہ لکي ڏيڻ سبب، دوستووسڪي شرط هارائي ويٺو.

ڪنهن دوست صلاح ڏنس، تہ قلم ڪاڳر ڪٽي لکڻ ڏانهن تنهنجو روح نہ ٿو ٿئي تہ ... ڳالهائي ...ناول لکراءِ. دوستووسڪيءَ کي اِها صلاح پسند آئي ۽ ان لاءِ هن پيشي ور لکندڙ عورت، ويهہ سالہ 'آننا سنتڪا' جون خدمتون حاصل ڪيون. ناول لکجڻ جا شروع ٿيو، ناول پوري لکجڻ کان پهرين ئي ٻنهي جي وچ ۾ عشق ٿي ويو ۽ نتيجو اُن جو هي نڪتو جو ويهن ورهين جي آننا ۽ پنجيتاليهن ورهين واري مرگهيءَ ورتل دوستووسڪيءَ جي پاڻ ۾ شادي ٿي وئي.

ناول 'جواري' ۽ 'جرم ۽ سزا' دوستووسڪيءَ جا اهڙا ناول آهن، جيڪي هن ڳالهائي لکرايا آهن ۽ انهن ناولن کان پوءِ 'ايڊيٽ' ۽ 'بدروح' نالن وارا ناول پڌرا ٿيا، تہ سندس شهرت کي چار چنڊ لڳي ويا. ان عرصي دوران هو روس جي مشهور رسالي 'شهري' جو ايڊيٽر مقرر ٿيو ۽ سندس مشهور ڪتاب: 'اديب جو روزنامچو' قسط وار اُن رسالي ۾ شايع ٿيڻ لڳو.

وقت تيزيءَ سان گذرندو پئي ويو ۽ وڌندڙ ڄمار ۽ ناچاڪيءَ مان وقت ڪڍي، نهايت تيزيءَ سان هن پنهنجو آخري ناول 'ڪرامازوف پائر' لکڻ شروع ڪيو. ناول مڪمل ٿي جڏهن شايع ٿيو، تہ تمام گهڻو ساراهيو ويو. خود دستووسڪيءَ بہ پنهنجي اِن ناول کي پنهنجو "بهترين ڪم" سڏيو آهي.

ان ناول بابت پنهنجي زال ۽ پريمڪا کي دوستووسڪيءَ هڪ خط ۾ لکيو تہ: "هِن ئي ناول سبب دنيا ۾ جي منهنجو نالو رهيو، تہ رهندو، نہ تہ باقي مون کي پنهنجي ڪنهن ٻئي ڪم منجهان امرتا ملڻ جي ڪابہ اميد ڪانهي."

هيءُ ناول 'ڪرامازوف پائر' دوستووسڪيءَ اٽڪل سٺ ورهين جي ڄمار ۾ لکي پورو ڪيو هو، ۽ هي ناول سندس لکيل سڀني ناولن ۾ طويل ترين (ضخيم

ترين) ناول سمجهيو ويندو آهي. ناول جو هيرو 'اليوشا' روسي قوم، روسي مذهب ۽ مذهبيت جو اعليٰ ترين پرچارڪ ڪردار آهي، جنهن ڪي پنهنجي ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ جي فضائن سان بي پناهه پيار ۽ سچو لڳاءُ آهي. ناول اندر جنهن فلسفياڻي انداز سان دوستووسڪيءَ پاڻ کي اظهاريو آهي، ان مان ظاهر ٿئي پيو ته ليکڪ، 'بغاوت'، 'انڪار' ۽ 'شڪ' جي سيني منزلن ۽ مرحلن کان واقف ۽ روحاني منزلون ماڻي ورتل تخليقڪار هو. اهو ئي سبب هو، جو هي ناول 'ڪرامازوف ڀائر' يا سندس ٻيون تصنيفون، علم، اخلاق، فلسفي ۽ مذهب جي نقطي نظر کان، دنيا جي ادب ۾ اعليٰ پائي جون لکڻيون سمجهيون وينديون آهن ۽ انهن کي محض عام قصا ۽ ڪهاڻيون سمجهڻ بدران، اُنهن کي، آفاقي ڪتابن ۾ آيل اُپديشن وانگر اهم سمجهيو ويندو آهي.

حياتيءَ جي پڇاڙڪن ڏينهن دوران، دوستووسڪيءَ کي، روسي قوم وٽان اُن تقرير تي بـ بي پناهه داد مليو، جيڪا هُن عظيم روسي شاعر پُشڪن جي مجسمي جي مهورت وقت ڪئي هئي.

1881ع ڌاري، جڏهن دوستووسڪيءَ جي ڄمار سٺ ورهيه هئي ۽ هُن جي صحت بلڪل جواب ڏيئي چڪي هئي ۽ هن جي ڦڦڙن مان رت وهڻ شروع ٿي ويو هو، تڏهن دنيا جي هن عظيم ترين ناول نگار، آخر اِن مرض وگهي ئي هن دنيا منجهان لاڏاڻو ڪيو.[1]



روسي ٻوليءَ ۾ لکيل، فيودور دوستووسڪيءَ جو هيءُ ناول 'ڪرامازوف ڀائر' ڀهريون ڀيرو انگريزي ٻوليءَ ۾، جنهن مترجم، ترجمو ڪيو هو، اُن جو نالو هو: Constance Garnett. ناول جو نالو، جيئن‌ءَ، دوستووسڪي روسي ٻوليءَ ۾ تجويز ڪيو هو، ناول جي پهرين انگريز مترجم، اُن کي انگريزيءَ ۾ بـ اُوئين ئي برقرار رکيو.Brothers Karamazov

بعد ۾ هي ناول، دنيا جي جنهن جنهن بـ ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيو، هر مترجم اُن جو نالو اِهوئي تجويز ڪيو. تازو اردو ٻوليءَ ۾ هيءُ ناول، 'برادرز ڪرامازوف' جي نالي سان شايع ٿيو آهي، ۽ ان ئي عنوان جو سنڌي ٻوليءَ ۾ گرامر جي لحاظ کان آسان لفظن ۾ 'ڪرامازوف ڀائر' ترجمو ٿيو.

[ن - م]

---

[1] دوستووسڪيءَ بابت مٿيون سوانحي خاڪو، مون نامور اردو ليکڪ، محمد سليم الرحمان جي، مٿس لکيل پروفائيل جي آڌار تي جوڙيو آهي. (ن.م)

# سنڌيڪار پروفيسر احسان بدويءَ بابت



سنڌ جي نوجوان اديب ۽ شاعر، پروفيسر احسان بدويءَ هڪ ناگهاني حادثي جو شڪار ٿيندي، ڪراچيءَ ۾، 22- نومبر 1965ع تي وفات ڪئي.

مرحوم احسان، سنڌ جي مشهور اديب ۽ اهل قلم پروفيسر لطف الله بدويءَ جو فرزند هو. سندس علمي ۽ ادبي خدمت جو سلسلو، پنهنجي والد ماجد جي سرپرستيءَ ۽ تربيت ۾ شروع ٿيو. افسوس جو هي نوشگفتہ گل، جواني ديوانيءَ ۾ ئي ڪومائجي ويو.

احسان، مارچ 1926ع ۾، شڪارپور ۾ ڄائو، ابتدائي ۽ سيڪنڊري تعليم شڪارپور ۾ حاصل ڪيائين. 1944ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين ۽ 1945ع ۾ سي- ايس گورنمينٽ ڪاليج ۾ داخل ٿيو.

1946ع ۾، جڏهن اجا انٽر آرٽس ۾ هو، تڏهن سنڌ يونيورسٽي وجود ۾ آئي. جيئن تہ مٿئين ڪاليج جو بمبئي يونيورسٽيءَ سان الحاق هو، ان ڪري سنڌ گورنمينٽ، پنهنجي اسڪالرشپ حاصل ڪرڻ وارن شاگردن تي زور آندو، تہ اُهي ڪراچيءَ جي ڪاليجن ۾ تعليم حاصل ڪن. ان ڪري احسان ڪراچيءَ ويو، ۽ اُتي ايس- ايم- ڪاليج ۾ داخلا ورتائين، جتي وڏي محنت سان بي- اي- آنرس پرشين ۾ سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين.

تعليم جي دور ۾، شمس العلماء علامہ دائود پوٽو ۽ آغا محمد يعقوب سندس مدد ڪندا رهيا. بي- اي پاس ڪرڻ کان پوءِ، برسر روزگار ٿيو ۽ سنڌ جي ڪمشنر جي آفيس ۾ ڪلارڪ ٿيو، ۽ اڳتي هلي سينئر ڪلارڪ بنيو. پر علم ۽ ادب سان چاهہ هئڻ ڪري روينيو ڊپارٽمينٽ ۾ جلدي دل برداشتہ ٿي پيو.

هن درمياني عرصي ۾ اردوءَ ۾ ايم- اي پاس ڪئي. ان سلسلي ۾ هيءُ پهريون سنڌي شاگرد هو، جنهن اردوءَ ۾ ايم- اي پاس ڪئي. ان کان پوءِ سنڌيءَ ۾ ايم- اي پڻ ڪيائين.

آخرڪار، پنهنجي شفيق استاد، پروفيسر سيد غلام مصطفيٰ شاهہ صاحب (اڳوڻي پرنسپال، ايس- ايم ڪاليج ڪراچي جي مشوري سان روينيو ڊپارٽمينٽ کي خيرباد چئي، ايس- ايم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ استاد جي حيثيت سان داخل ٿيو. اتي هڪ صالح ۽ با اخلاق استاد جي حيثيت سان پندرنهن سال خدمت ڪيائين.

علمي ۽ ادبي خدمت جي سلسلي ۾، مهراڻ رسالي، ۽ نئين زندگيءَ ۾ خاص طرح

سان سندس مضمون شايع ٿي چڪا آهن. نثر سان گڏ شعر جو پاڪيزه ورثـو بـه ڪيـس پنهنجي والد وٽان عطا ٿيل هو. سندس ڪلام جو وڏو حصو رسالن ۾ شايع ٿيل آهي.

سنڌي ادب جي خدمت ڪندي، هو هميشـه "سنڌي ادبي سنگت" سان وابسته رهيو ۽ باقاعدي ادبي مجلسن ۽ ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪندو آيو.

تاليف ۽ تصنيف جي سلسلي ۾ سندس هينيان ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن:

1- تنقيد ۽ تنقيد نگاري. 2- ڊان ويسٽ 3- انقلاب جو فلسفو 3-منتخب ڪلام سانگي.

سندس انداز بيان، سليس، سادو، عمدو ۽ اثرائتو آهي. سندس ٻولي سلاست آميز ۽ لذيذ آهي.

## "وياسي وينجهار"- از: غلام محمد گرامي

باب پهريون

# فيودور پاولووچ ڪرامازوف

اليڪسي فيودوروچ پاولووچ ڪرامازوف جو ٽيون پٽ، اسان جي زماني ۾ ضلعي جو مشهور زميندار هو. سندس موت کي ٽيرنهن سال گذري چڪا آهن، مگر ڪيس اڄ به ياد ڪيو وڃي ٿو، ڇو ته سندس موت نهايت ڀيانڪ ۽ دردناڪ نموني ۾ ٿيو هو. ڪيس اڪثر ڪري "زميندار" جي نالي سان سڏيو ويندو هو. جيتوڻيڪ هُن پنهنجي حياتيءَ جو هڪ ڏينهن به مشڪل سان پنهنجيءَ زمين تي گذاريو هوندو. هو عجيب طبعيت جو ماڻهو هو، اُن هوندي به ساڻس ملڻ لاءِ دل چاهيندي هئي. هُو هڪ خودغرض، منفي سوچ رکندڙ ۽ ساڳئي وقت بي عقل به هو. مگر هُو اُنهن بيوقوفن مان هو، جي دنيائي ڳالهين ۾ بيحد چالاڪ ٿين ٿا، پر ظاهر ۾ جڻ ته ڪين ڪنهن به شئي سان واسطو نه ٿو رهي.

فيودور پاولووچ ڪرامازوف، ڪنهن کان گهٽ نه هو. ڪيس به چار بارا زمين هئي ۽ هميشه ٻين جي دسترخوان ڏانهن نهاريندو هو. ان هوندي به سندس موت کان پوءِ وٽانئس هڪ هزار روبل نقديءَ ۾ نڪتا. پنهنجي زندگيءَ ۾ ساڳئي وقت بيوقوف سان گڏ جذباتي ماڻهو به سمجهيو ويندو هو. مگر اها سندس بيوقوفي نه هئي، ڇو ته جذباتي ماڻهن مان اڪثريت اهڙن جي هوندي آهي، جيڪي اصل ۾ ته وڏا حرفتي ۽ ذهين ٿين ٿا پر ظاهري طرح خواه مخواه پاڻ کي نادان ظاهر ڪندا آهن، جيڪا پڻ سندن سُڃاڻ جي هڪ قومي نشاني ٿئي ٿي.

پاولووچ ڪرامازوف ٻه شاديون ڪيون، جن مان ڪيس ٽي پٽ ٿيا- پهرئين زال مان دمتري ۽ ٻيءَ مان ايون ۽ اليگزي. فيودور پاولووچ ڪرامازوف جي پهرئين زال - ايډيليڊيا ايونونا، اُن ساڳئي شاهوڪار ۽ معزز خاندان مان هئي، جن مان موسيوف جي ضلعي جا زميندار هئا. هيءَ ڳالهه بنهه سمجهه ۾ نه ٿي اچي، ته هڪڙي عورت، جيڪا پنهنجي ملڪيت جي وارث هئي ۽ اُن کان سواءِ هڪ حسين ۽ صحتمند ڇوڪري هئي، تنهن کهڙيءَ ريت هڪ نڪمي، ضعيف ۽ ڪمزور مرد سان شادي ڪئي. مان ڪجهه به وڌيڪ نه چوندس سواءِ ان جي ته مون کي هڪ رومانوي قصي جي ياد ٿي اچي، جيڪو اسان جي ئي زماني ۾ ٿي گذريو آهي. هڪ عورت کي ڪنهن مرد لاءِ سالن کان دل ۾ لڪل محبت هئي. اهو به هن لاءِ مشڪل نه هو ته ڪا هوءَ ساڻس شادي نه ٿي ڪري سگهي، مگر هن سندس ميلاپ ۾ خود ئي رنڊڪون پيدا ڪيون. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو هڪ طوفاني رات ۾ هن هڪ گهري ۽ تيز وهڪري واريءَ نديءَ جي ڪناري تي بيهي، جنهن جو ڪنهڙو ڪافي اُوچو هو،

پاڻيءَ ۾ ٽپو ڏنو. نديءَ جي ڪناري واري اُتانهين دلڪش هئي، پر جيڪڏهن اها ايتري وڻندڙ ۽ جاذب نہ هجي ها ۽ اها هڪ ميدان مثل هجي ها تہ شايد هي خودڪشيءَ جو واقعو نہ ٿئي ها. اهڙا ڪيترائي واقعا ۽ حادثا گذريل ٻن ٽن نسلن ۾ اڳ بہ ٿي گذريا آهن. ايڊيليڊيا اَيونونا موسيوف جو ڪارنامو بہ ساڳئي ئي قسم جو هو. شڪ نہ آهي تہ هن ۾ ماڻهن جي خيالن جي پڙاڏي، سندس ذهني اُلجهن ۽ سندس غصي کي بہ دخل هجي. بهرحال کيس اَڪثر اَجايا خيال ستائيندا ٿي رهيا. فيودور پاولووچ جيتوڻيڪ خوشامدي طبعيت جو هو. پر وٽس دليري ۽ زنده دلي بہ هئي. اُن هوندي بہ هڪ بدڪردار ۽ حَسي ماڻهوءَ کان وڌيڪ سندس ڪابہ حيثيت نہ هئي. هنن جي شاديءَ جي بہ عجيب ڳالهہ هئي - سندن شاديءَ ۾ فراريت کي گهڻو دخل حاصل هو. چيو وڃي ٿو، تہ ايڊيليڊيا کي اُن شوق قابو ڪري رکيو هو. فيودور پاولووچ جي اُن وقت اهڙي تہ اڇي حالت ٻڻي هئي، جو کيس ڪنهن ڏنڍي ۾ هٿ وجهڻ جي تمام گهڻي خواهش هئي، جيئن هُو پنهنجي زندگيءَ کي ڪنهن نہ ڪنهن نموني ٺاهي ۽ سنواري سگهي. هڪ بيئنل خاندان سان نسبت ۽ پيو زال جي ڏاج ۾ دولت جو هٿ اَچڻ. هن لاءِ سچ پچ هڪ نيڪ فال هو. مگر هنن ٻنهي ۾ ظاهري طرح ڪابہ محبت نہ هئي. ايڊيليڊيا جيتوڻيڪ حسين هئي، مگر اُن هوندي بہ هي جوڙو، زال مڙس جي اُن نعمت کان محروم هو، جنهن کي ازدواجي محبت چيو وڃي ٿو. فيودور پاولووچ جي زندگيءَ جو هيءُ اڪيلو مثال آهي. جو هُو اُن شيءِ کان محروم هو. ورنہ، هُو هڪ عاشق جيوڙو هو ۽ عام رواجي ڇوڪرين جي ٿورڙي همٿ افزائيءَ تي هرڪجهي پوندو هو. ايڊيليڊيا ئي شايد اُها اڪيلي عورت هئي، جو مٿس ڪنهن بہ شيءِ جو اَثر نہ ٿي پيو.

ايڊيليڊيا پڇي وڃڻ کان پوءِ، جلد ئي محسوس ڪيو تہ کيس مڙس لاءِ محبت نہ بلڪ نفرت آهي. شادي، غير معمولي طرح پنهنجي رنگ ۾ ظاهر ٿي رهي هئي. جيتوڻيڪ اُن جي خاندان سندس پڇي وڃڻ کي برداشت ڪري ورتو هو ۽ کيس سندس ڏاج جو حصو بہ ورهائي ڏنو هو مگر زال ۽ مڙس ۾ ڏڪار ۽ افراتفريءَ جو عالم پيدا ٿي رهيو هو. چيو وڃي ٿو تہ هن نوجوان زال پنهنجي مڙس جي مقابلي ۾ زياده شان شوڪت ۽ سخاوت ڏيکاري هئي. فيودور پاولووچ زال جي اُن رقم تي، جيڪا پنجويهہ هزار روبل هئي، هميشہ لاءِ قبضو ڪري ڇڏيو. اُهو نندو ڳوٺ، جيڪو شهر جي پرسان هڪ دلڪش جڳهہ تي هو ۽ جيڪو سندس زال جي ڏاج جو حصو هو. تنهن کي پنهنجي بنائڻ لاءِ، هُن ننهن چوٽيءَ جو زور ٿي ڏنو. هُو اُن ۾ ڪامياب بہ ٿي وڃي ها. چو تہ هيءَ ايڊيليڊيا جي اخلاقي ڪمزوري هئي. يا مڙس کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ جو خيال يا مڙس جي لڳاتار نفرت ۽ حقارت ڀريل تقاضا - جنهن کان تنگ ٿي، هُوءَ راضي بہ ٿي چُڪي هئي. مگر ايڊيليڊيا جي عزيزن. هُن جي لالچ ۽ هٻچ کي پورو ٿيڻ نہ ڏنو. اشن

بہ چيو ويندو آهي تہ زال ۽ مڙس جي وچ ۾ اَڪثر جهڳڙو ٿيندو رهندو هو. پر مشهور ايئن آهي تہ فيودور پاولووچ ڪڏهن بہ پنهنجيءَ زال کي نہ ماريو هو. مگر هوءَ ڪيس مارينديءَ هئي، ڇو تہ هوءَ نهايت گرم مزاج، همٿ واري، جذباتي ۽ طاقتور عورت هئي. آخرڪار هوءَ فيودور پاولووچ جو گهر ڇڏي، هڪ محتاج ۽ مفلس مذهبي طالب علم سان ڀڄي وئي ۽ پنيان ٽن سالن جو پٽ مٽيا ڇڏي وئي. اُن جي وڃڻ کان پوءِ فيودور پاولووچ پنهنجي گهر کي عيش عشرت جو اَڏو بڻائي ڇڏيو ۽ هميشہ پاڻ کي شراب ۾ ڏُت رکڻ لڳو. ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي، پرڳڻي ڏانهن ويندو هو ۽ ڳوڙهن ڀريل اکين سان ايڊيليڊيا جي ڀڄي وڃڻ جي، ماڻهن کي دانهن ڏيندو هو. هڪ مرد کي، جيڪي ڳالهيون زيب نہ ٿيون ڏين، سي هو نهايت شدمد ۽ بي شرميءَ سان ٻُڌائيندو رهندو هو ۽ محبت جي قصي کي مضحڪ خيز نموني بيان ڪندو هو ۽ پنهنجي مصيبت جو داستان نهايت ئي دلڪش انداز ۾ ٻُڌائيندو هو.

"فيودور پاولووچ، شايد ٻيو ڪوئي ايئن سمجهي. تہ توکي ڪو وڏو رتبو مليو آهي. ڇو تہ تون پنهنجي ڏک تي نهايت خوش نظر ٿو اَچين." ڪيس طعني طور ڪنهن چئي ڏنو. ٻيا وري هن راءِ جا هئا تہ ڪيس وڏيڪ مسخري جي پارٽ اَدا ڪرڻ جو وجهہ مليو آهي ۽ هڪ تماشي بڻائڻ لاءِ هن ڄاڻي واڻي پنهنجي اهڙي حالت بڻائي آهي. پر ڪهڙي خبر تہ مبادا اها بہ سندس سادگي هجي. ڪيس آخر معلوم ٿيو. تہ سندس زال هڪ شاگرد سان پيٽسبرگ ۾ آهي ۽ پوريءَ آزادي سان گذاري رهي آهي. هُو پيٽسبرگ ڏانهن وڃڻ جون نهايت تڪڙيون تياريون ڪرڻ لڳو. پر بي مقصد، ڇو تہ هُو خود اُن کان اڻ واقف هو. هُو شايد وڃي بہ ها ۽ جڏهن بہ پختو ارادو تي ڪيائين. تہ پاڻ کي شراب ۾ ڏُت ٿي ڏنائين. اِن ئي دوران سندس زال جي موت جي خبر پيٽسبرگ مان سندس عزيز کي پهتي. هوءَ پنهنجي ڪمري اندر مئل حالت ۾ ملي هئي. ڪن جو چوڻ آهي، تہ ڪيس مُدي جو بخار ٿي پيو هو. ڪن جو خيال هو تہ سندس موت بک وگهي ٿيو. جڏهن ڪيس زال جي موت جي خبر پئي تڏهن هُو شراب جي نشي ۾ مست هو. ڳالهہ ڪئي وڃي ٿي تہ انهيءَ خبر ملندي ئي هُو اُچل ڏئي اُٿيو ۽ خوشيءَ مان ٽپا ڏيندو ٻاهر رستي تي آيو ۽ ٻئي هٿ آسمان ڏي ڪڍي چوڻ لڳو تہ "اي خدا ڪيس بخش ۽ مٿس پنهنجون رحمتون نازل فرماءِ."

ڪن جو چوڻ آهي تہ هُو ٻارن وانگر ابترو تہ روئڻ لڳو جو وٽس صبر جو پيمانو ئي نہ رهيو. اُهي ماڻهو جيڪي ڪانئس نفرت ڪندا هئا، سندس حالت کي ڏسي مٿس افسوس ڪرڻ لڳا. ٿي سگهي ٿو تہ اهي ٻئي ڳالهيون سچيون هجن. ڪانئس آزاد ٿيڻ تي هَن خوشي ڪئي هجي ۽ وڃڻ تي رنج جو اظهار. اُهي ماڻهو جيڪي بدڪار ۽ شرير ٿين ٿا. سي سادا ۽ شريف بہ ٿين ٿا. اسان پاڻ سڀ اهڙائي آهيون.

باب پيو

# وڏي پٽ کان آزادي

اهڙي پيءُ کان اولاد جي پرورش جي جيڪا اُميد رکي سگهجي ٿي، اُن جو اوهان چڱيءَ ريت اندازو لڳائي سگهو ٿا. پيءُ جي حيثيت ۾ سندس عادتون اُن جون آئيني دار هيون. ايڊيليڊيا ايونونا مان جيڪو کيس ٻار هو، تنهن کان هُو بلڪل غافل هو، اِن ڪري نه، ته ڪو کيس اُن لاءِ ڪينو يا حقارت هئي يا کيس پنهنجي شاديءَ کان ڪا شڪايت باقي هئي پر اِن ڪري، جو هُو کيس ياد ئي نه رهيو هو. جڏهن هُو پنهنجن ڳوڙهن سان ڀريل دانهن هر ڪنهن کي ڏئي تنگ ڪري رهيو هو ۽ پنهنجي گهر کي عياشيءَ جو اڏو بڻائي رهيو هو، تڏهن سندس هڪ وفادار نوڪر گريگري، ٽن سالن جي ننڍڙي مِتيا کي پالڻ شروع ڪيو. حقيقت ۾ هن ننڍڙي نينگر جي اهڙي حالت اَچي بڻي هئي، جو جيڪڏهن هُو سندس نگهباني نه ڪري ها ته سندس ڪوئي گدلي ۽ ميري قميص به نه بدلائي ها!

معصوم ٻار کي سندس ناناڻن به وساري ڇڏيو هو. سندس نانو فوت ٿي چڪو هو ۽ ناني ماسڪو ڏانهن هلي وئي هئي. جتي هُوءَ سخت بيمار رهندي هئي. سندس باقي ڏيئر به شادي ڪري چُڪيون هيون. مِتيا اُن ڪري سڄو سال اُن ٻُڍي نوڪر سان جهوپڙيءَ ۾ رهيو. جيڪڏهن پڻس کيس ڪٿي ياد به ڪري ها، حالانڪ هُو سندس وجود کان ئي بي خبر هو، تڏهن به شايد کيس جهوپڙيءَ ڏانهن ئي واپس ڪري ها، چو ته وٽس رَهي، هُو به ضرور عياش بڻجي پوي ها. مِتيا جي ماءُ جو سوٽ پيٽر اليگزينڊر ووچ موسيوف، جنهن ڳچ عرصو ٻاهر گذاريو هو، سو تازو پئرس کان موٽي آيو هو. جوانيءَ ۾ هُو پنهنجي خاندان جو هڪ معزز، روشن خيال ۽ يورپي تهذيب جو دلدادو سمجهيو ويندو هو. پنهنجي زندگيءَ جي آخري دور ۾ هُو آزاد خيال ٿي پيو هو، جيئن اڪثر چاليهه پنجاهه سالن جي عمر وارا ٿي پوندا آهن. پنهنجي زندگيءَ جي دوران، هُو رشيا ۽ ٻين ملڪن جي آزادي پسندن جي لهه وچڙ ۾ اَچي چڪو هو. پروڌان ۽ باڪونن سان سندس شخصي ملاقاتون رهيون. پنهنجي حياتيءَ جي پوين ڏينهن ۾ هُو مزي سان سن 1848ع واري پئرس جي انقلاب جو ذڪر ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته ايئن به چئي ويهندو هو. ته قلعي کي بچائڻ واري جنگ ۾ هُو ساڻدهه ٿي ڏينهن شامل رهيو. جو سندس جوانيءَ جو بهترين يادگار هو. کيس پنهنجي هزارن جي شخصي جائداد هئي. سندس وسيع ۽ ڪشادي زمين، اسان جي ڳوٺ جي پسگردائيءَ ۾ پکڙيل هئي ۽ اُن جون حدون اسان جي مشهور ڪليسا تائين

هيون. اليگزينڊر ووچ پنهنجي زمين تي ايندي ئي، شايد مڇي مارڻ يا ٻيلي مان ڪاٺين ڪپڻ جي حق تي، هڪ ڏگهي دعويٰ داخل ڪئي هئي. سندس چوڻ هو تہ هڪ تهذيب يافتہ شهر واسيءَ جي حيثيت ۾، هُن جو اهو فرض آهي تہ هو ڪلارڪن جي نازيبا حرڪتن تي کُلم کلا حملو ڪري. هن ايڊبليڊيا بابت سڀ ڪجهہ اَڃي ٻُڌو هو ۽ ڪيس اَڄ بہ ياد ڪري رهيو هو، ڇو تہ ڪيس ڪنهن زماني ۾ ساڻس دلچسپي هئي. جڏهن مِتيا جي زندهہ هئڻ جي ڪيس خبر پئي، تڏهن فيودور پاولووچ سان جوانيءَ جي زماني ۾، جيڪا دشمني ۽ نفرت هيس، اُن هوندي بہ هُن ننڍڙي ٻار جي پرورش جي خواهش ظاهر ڪئي. هُو فيودور پاولووچ سان مليو ۽ ٻار ڪي تعليم ڏيارڻ جي ساڻس صلاح مصلحت ڪيائين. فيودور پاولووچ پنهنجي خاص نوع ۽ انداز ۾ جڏهن مِتيا جي متعلق ڳالهائڻ شروع ڪيو، تڏهن ايئن پئي محسوس ٿيو، ڄڻ تہ ڪيس اها خبر ئي نہ آهي، تہ هُو ڪهڙي ۽ ڪنهن جي ٻار جي لاءِ ڳالهائي رهيو آهي. نہ فقط ايترو پر وڏي عجب جي ڳالهہ اِها هئي، تہ ڪيس اِها بہ خبر نہ هئي تہ سندس گهر ۾ ڪو ننڍو ٻار بہ آهي. هن ڳالهہ ۾ ڪٿي وڌاءُ بہ هجي، پر ڪجهہ تہ سچ ضرور هوندو!

فيودور پاولووچ حياتيءَ پر ڪانہ ڪا حرڪت ڪندو ئي رهيو. ڪڏهن ڪڏهن تہ اهڙو بہ نمونو ڪندو هو، جنهن مان ڪيس ئي نقصان پهچندو هو. مثال طور: جيئن مٿيون واقعو بيان ڪيو ويو آهي. اها عادت گهڻن ۾ ٿئي ٿي، پر حقيقت ۾ اُهي چالاڪ ٿين ٿا ۽ نہ فيودور پاولووچ وانگر ڪم عقل. آخر اليگزينڊر ووچ ٻار سان گڏ سندس مختصر ملڪيت يعني گهر ۽ زمين، جيڪا سندس ماءُ ورثي ۾ ڇڏي وئي هئي، اُن جو سنپاليندڙ مقرر ٿيو ۽ زور شور سان اُن ڪم ۾ مشغول ٿي ويو، پر جيئن تہ پيٽر ڪي زمين جي پيدائش وغيره حاصل ٿي چڪي هئي ۽ ڪيس جلد ئي پئرس موٽڻو هو، اِنڪري هُن مِتيا کي پنهنجي هڪ سؤٽ جي حوالي ڪيو، جيڪا ماسڪو ۾ رهندي هئي، پر عجب جي ڳالهہ آهي، جو هُو پاڻ مِتيا کي وساري وينو. ماسڪو واري مائي بہ ٿوري وقت کان پوءِ وفات ڪري وئي. مِتيا جي پرورش هڪ دفعو وري بہ ٻيءَ عورت جي سپرد ٿي، جيڪا مرهيات عورت جي شادي ڪيل ڌيءُ هئي. منهنجي خيال موجب مِتيا، اِن سموري عرصي ۾ چار پيرا جدا جدا هٽن ۾ ضرور آيو. هن ذڪر کي وڌيڪ ڊگهو نہ بڻائيندس، ڇو تہ فيودور پاولووچ جي پهرئين ٻار بابت اَڃا ڪي ضروري ڳالهيون بيون بہ ڪرڻيون اٿم.

دمتري فيودور پاولووچ، جنهن کي پيار مان مِتيا سڏيو ويندو هو، فيودور پاولووچ جي پٽن مان اڪيلو پٽ هو، جنهن کي ملڪيت هئي ۽ عام طرح اهو خيال ڪيو ويندو هو، تہ سندس مستقبل شاندار ۽ روشن آهي. هن پنهنجو ننڍپڻ بي ترتيب

۽ بي سليقي گذاريو هو. هن اڄا ڪسرت گاهه جي تعليم ختم ئي ڪانہ ڪئي هئي، جو ڪيس فوجي اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو ۽ ڪيس ترقي ڏئي ڪاڪينرس ڏانهن موڪليو ويو. جتي ڊوبدو جنگ ۾ حصي وٺڻ ڪري اُن عهدي تان هٽايو ويو پر جلد ئي ڪيس وري ترقي ڏني وئي. ان عرصي ۾ سندس زندگي آوارا بڻجي پئي. جنهن ڪري ڪيترو پيسو خرچي ڇڏيائين. هن پهريون پيرو پنهنجي پيءُ کي اسان جي پاڙي ۾ ڏٺو. جڏهن سائس پنهنجي ملڪيت بابت فيصلو ڪرڻ آيو هو. هو زياده وقت نہ ترسيو ۽ جلد ئي هليو ويو. مگر ايترو ٿيو. جو ڪانئس ڪجهہ رقم حاصل ڪيائين ۽ آئنده لاءِ پنهنجي زمين جي اُپت حاصل ڪرڻ جو واعدو ورتائين. متيا پنهنجي زمين جي اُپت ۽ اُن جي قيمت بابت ڪابہ گفتگو نہ ڪئي. فيودور پاولووچ پهريون دفعو هن حقيقت جو اظهار ڪيو تہ متيا کي پنهنجي زمين جي اُپت ۽ جائداد بابت اڄايو ۽ مبالغي آميز خيال آهي. فيودور پاولووچ. ان ڳالهہ تي ڏاڍو مطمئن هو تہ هو هلڪڙو. شوخ. جذباتي ۽ اُبهرو آهي ۽ جيڪڏهن ڪيس پيسو ملندو رهندو. تہ هو خاموش رهندو. هو هنن ڳالهين جو فائدو ورتي. ڪيس قسطن ۾ پيسا موڪليندو رهندو هو. ڇهن سالن جي عرصي گذارڻ کان پوءِ متيا کان آخر صبر ڇڏائي ويو. هُو پيءُ سان آخري طرح معاملي کي صاف ڪرڻ لاءِ، ٻيو دفعو اسان جي ڳوٺ ۾ آيو پر سندس حيرت جي حد ئي نہ رهي. جڏهن ڪيس معلوم ٿيو تہ سندس نالي باقي ڪجهہ بہ نہ رهيو آهي، پر پاڻ پيءُ جو قرضي ٿي چڪو آهي. هن جيڪي وقت بوقت اقرارناما ٿي ڏنا. ان مطابق هُو سموري رقم وصول ڪري چُڪو هو. هُو سخت گهبرائجي ويو. ڪيس شڪ پوڻ لڳو تہ ايئن تہ نہ آهي، تہ سائس دغا ڪئي وئي آهي، جو تہ هي سموريون حالتون ان حقيقت لاءِ جوابدار هيون. جنهن جو اڄا مون کي ذڪر ڪرڻو آهي. پر اُن کان اڳ جو مان اڳتي هلان. اهو ضروري آهي تہ فيودور پاولووچ جي ٻين پٽن جو بہ ٿورو ذڪر ڪندو هلان.

☆☆☆

باب ٽيون

# ٻي شادي، ٻيو گهر

ٽئن سالن جي ننڍڙي مـِتيا کان ڇوٽڪاري حاصل ڪرڻ بعد، هن جلد ئي ٻي شادي ڪئي هئي. فيودور پاولووچ جي هيءَ شادي اَٺن سالن تائين رهي. سندس ٻي شادي صوفيا ايونونا سان ٿي، جيڪا پڻ ننڍي عمر جي هئي. هوءَ هڪ ٻئي علائقي سان تعلق رکندڙ هئي، جتي هُو ڪنهن ڪم سانگي هڪ يهوديءَ سان گڏجي ويو هو. فيودور پاولووچ جيتوڻيڪ شرابي هو، مگر ڏنڊي ۾ پيسي سيڙائڻ ۽ اُن کي ڪامياب بڻائڻ ۾ هو ڪڏهن به ڪوتاهي نه ڪندو هو. صوفيا ايونونا هڪ گمنام پادريءَ جي نياڻي هئي، جا ننڍڙي هوندي ئي يتيم ٿي وئي هئي. سندس هڪ فوجي آفيسر جي بيواهه زال جي گهر ۾ پرورش ٿي، جيڪا ڪافي مالدار هئي. اها بيواهه عورت جيتوڻيڪ سندس خيرخواهه هئي، پر گهڻ تڪليف ڏيندڙ به نه هئي. مون کي وڌيڪ ته خبر نه آهي، مگر ايترو سو ٻڌو اٿم ته هڪ ڀيري هن يتيم، نماڻي ۽ حليم سُـياءَ واري ڇوڪريءَ کي، اُن عورت مٿي، ڇـَت نوڙيءَ سان ٽنگي، پوءِ اُن نوڙيءَ کي ڪٽي ڪيپيو هو. هن ٻڍي عورت مان، ڪيس هميشه اهڙيون ئي تڪليفون ۽ سختيون پهچنديون هيون. ٻڍي ظاهر ۾ دل جي ايتري خراب نه هئي، پر مستقل ڪاهليءَ سبب سندس طبعيت چيڙاڪ ٿي پئي هئي.

فيودور پاولووچ، ڪيس پهريائين شاديءَ جي آڇ ڪئي، مگر پڇاڳاڇا کان پوءِ ڪيس جواب مليو. پر اڳئينءَ شادي وانگر، هن وري به هن يتيم ڇوڪريءَ کي ساڻس ڀجي هلڻ لاءِ تيار ڪيو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته جيڪڏهن ڇوڪريءَ کي بروقت هن جي متعلق ٿورو وڌيڪ معلوم ٿئي ها، ته هوءَ شايد ڪڏهن به ساڻس شادي نه ڪري ها. هڪ ته ٻئي علائقي ۾ رهندڙ هئي، ٽنهن ڪانسواءِ هڪ سورنهن سالن جي ڇوڪريءَ جي سمجهه ئي ڪهڙي جو هوءَ اُنهن سيني ڳالهين کي چڱيءَ ريت سمجهي سگهي؟ ايئن به ٿي سگهي ٿو ته هن پاتار ۾ رهڻ جي بجاءِ هُـن پنهنجي مشفق وٽ رهڻ وڌيڪ پسند ڪيو هجي! ڇوڪري آخرڪار هڪ همدرد وٽان ٻي همدرد وٽ پهچي وئي. فيودور پاولووچ کي هن ڀيري ڪجهه به نصيب نه ٿيو، ڇو ته پوڙهي عورت، جيڪا سندس سنڀاليندڙ هئي، غصي ۾ باهه ٿي وئي ۽ سواءِ پٽ پاراتي جي، ڪيس ٻيو ڪجهه به نه ڏنائين. فيودور پاولووچ کي ڏاج جي ڪا به ڳڻتي ڪانه ٿي، ڇو ته ڇوڪريءَ ۾ سندس ڪشش جو ڪافي سامان موجود هو. سونهن ۽ سوڀيا، سندس وڻندڙ معصوم چهرو، هن لاءِ سڀ ڪجهه هو. سندس بدڪاريءَ جي تسڪين

لاءِ هن جو حسن اُن بازاري سونهن کان متي هو، جنهن جي ساراهه ڪندي هو ڍاپندو ئي نہ هو. هُو اڪثر پوءِ چوندو هو تہ "هن جي معصوم اکين، منهنجي دل کي بنهہ ڇُريءَ جيان چيري ڇڏيو آهي." فيودور پاولووچ جا اهي لفظ سندس شهواني (جنسي) خواهش کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪافي هئا. هن شاديءَ مان، جيئن تہ کيس نہ ڏاج مليو هو ۽ نہ پيسو ڏوڪڙ ۽ کيس اها بہ ڄاڻ هئي، تہ هُن ئي ڇوڪريءَ کيس تڪليفن مان ڇوٽڪارو نہ ڏياريو آهي، اُن ڪري هو ساڻس اَڻ سهائيندڙ هلت هلڻ لڳو. کيس اهو محسوس ڪرڻ لاءِ تہ سندس شاديءَ مان کيس ڪجهہ بہ پَلئہ نہ پيو آهي، هو اڪثر هُن جي نماڻائي ۽ نهنائيءَ جو غلط فائدو وٺندو هو ۽ ساڻس اُبتا پير ڪڍندو هو. هُن پنهنجي گهر کي بدڪار عورتن جو اَڏو بڻائي ڇڏيو هو ۽ پنهنجي زال جي سامهون، هو ساڻن نازيبا حرڪتن ڪرڻ کان بہ نہ گسندو هو. گذريل ڳالهين کي دهرائڻ کان اڳ ۾ ايترو ٻڌائڻ لازمي آهي، تہ سندس نوڪر گريگري، جو ساڳئي وقت، هڪ بيوقوف، ضدي ۽ ڪجهہ بحثي هو، جيترو سندس پهرئين زال ايڊيليڊيا ايونونا کي نفرت ۽ ڌڪار سان ڏسندو هو، ايترو ئي وري هن جي نئين زال جو پاسو وٺندو هو ۽ پيار ڪندو هو. هُو سندس ايتري تہ طرفداري ڪندو هو، جو هڪ دفعي فيودور پاولووچ کي اهڙا تہ ناشائستا لفظ چئي ويو، جيڪي هڪ نوڪر کي ڪڏهن بہ نہ چوڻ گهرجن ها. آخر نتيجو اهو نڪتو جو هيءَ بدنصيب عورت، جيڪا ننڍپڻ کان وٺي خوف ۽ دهشت جي دنيا ۾ پلي هئي، سا اعصابي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي پئي. جيڪا بيماري ڳوٺاڻين عورتن ۾ عام ٿيندي آهي ۽ جنهن کي عام محاوري ۾ 'جن ورتي' چوندا آهن. انهن تڪليفن جي باعث هوءَ دماغي توازن بہ وڃائي ويٺي، پر ان هوندي بہ کيس ٻن پٽن جو اولاد ٿيو. ايون شاديءَ جي پهرئين سال ۾ ۽ اليگزي ٽن سالن کان پوءِ. جڏهن هوءَ مري وئي، تہ اليگزي چئن سالن جو هو پر عجب هيءُ آهي تہ هو عمر ڀر کيس وساري نہ سگهيو. جيتوڻيڪ اُن لاءِ هي سڀ ڪجهہ ڪنهن خواب کان وڌ نہ هو. موت کان پوءِ، سندس ٻن پٽن سان بہ اهائي ويڌن ٿي، جيڪا سندس وڏي پُٽَ مِتيا سان ٿي هئي. هو پنهنجي پيءُ کان بنهہ وسري ويا هئا يا هن کين ڇڏي ڏنو هو. گريگري سندن سنڀال ڪرڻ لڳو. ڇوڪرا ان جي جهوپڙيءَ ۾ ٽيستائين رهيا، جيستائين ان بي رحم عورت، جنهن سندن ماءُ جي پرورش ڪئي هئي، کين پنهنجي قبضي ۾ نہ آندو. هو اڃا زنده هئي ۽ انن سالن جي ڊگهي عرصي گذرڻ کان پوءِ بہ ڪانئس اها بي عزتيءَ واري هلت نہ وسري هئي، جيڪا ساڻس ڪئي وئي هئي. هوءَ هميشہ ڪانئن صوفيا جي متعلق پڇندي رهندي هئي، تہ هن ڪهڙي نموني حياتي گذاري؟ اهو هيبتناڪ ماحول، جنهن ۾ هن پنهنجي حياتيءَ جون گهڙيون ڪاٽيون ۽

سندس بيماريءَ جو احوال، جنهن سندس حياتيءَ کي ختم ڪيو. هن انهن ننڍڙن اڳيان هيئن بہ چيو تہ: ”هن پنهنجو ڪيتو لوڙيو آهي ۽ خدا کيس ناشڪريءَ جي سزا ڏني.“

صوفيا جي موت کي ٽي مهينا مس گذريا هئا، جو هوءَ اوچتو اسان جي ڳوٺ ۾ آئي ۽ سڌو فيودور پاولووچ وٽ لنگهي وئي. هوءَ اسان جي ڳوٺ ۾ اڌ ڪلاڪ کن ترسي، پر اُن ٿوري عرصي ۾ هوءَ گهڻو ڪجهہ ڪري وئي. اهو شام جو وقت هو. فيودور پاولووچ، جنهن کي هن اٺن سالن جي عرصي ۾ وري نہ ڏٺو هو، سو شراب ۾ مست، سندس منهن پئجي ويو. ڳالهہ هيئن ڪئي وڃي ٿي، تہ سواءِ ڪجهہ ڳالهائڻ جي، هن کيس پير ڪري بہ زوردار چماٽون وهائي ڪڍيون ۽ وارن کان جهلي، چڱيءَ ريت زمين تي ليٽڙايو. پوءِ سڌو ان جهوپڙيءَ ڏانهن ويئي، جتي ڇوڪرا رهندا هئا. ٻارن کي گدلو ۽ ميرو ڏسي، اَچي گريگريءَ تي ميڇري ۽ چڱي ڇنڊ ڪڍيائينس. پوءِ ٻارن کي اُن ئي حالت ۾، جنهن ۾ هئا، ڪٿي گاڏيءَ ۾ وڌائين ۽ سڌو اچي پنهنجي ڳوٺ نڪتي. گريگري پنهنجي ذلت تي ٻڙڪ بہ نہ ڪڍي، پر جڏهن هو کيس گاڏيءَ تائين پهچائڻ آيو تڏهن نوڙي فقط ايترو چيائين تہ ”خدا توکي هنن يتيمن جي پرورش جي عيوض اجر ڏيندو“ مگر ٻُڍيءَ رڙ ڪري چيو تہ ”اوهان سڀ ڪند فهم آهيو.“

فيودور پاولووچ جڏهن اُن تي سوچيو، تہ کيس اُهو سڀ ڪجهہ، جيڪو ٿي گذريو هو، سو نيڪ نظر آيو. اُن کان سواءِ ٻڍيءَ جي هيءَ آڇ تہ – هوءَ سندس ٻارن جي تعليم جو بندوبست پاڻ ڪندي - کيس بُري نہ لڳي. چماٽون، جيڪي کيس لڳيون هيون يا ذلت، جيڪا ساڻس ٿي گذري هئي، تنهن کي هڪ دلگداز داستان بڻائي، هو شهر جي هر گهٽيءَ ۽ چوراهي تي دهرائيندو رهيو.

پر اتفاق اهڙو ٿيو جو اها ٻڍي ستت ئي گذاري وئي، پر هوءَ پنهنجي وصيت ۾ ٻہ هزار روبل هن شرط تي وقف ڪري وئي، تہ اهي صرف ٻارن جي تعليم تي خرچ ڪيا وڃن. اهڙيءَ ريت جيئن اها رقم سندن ويهن ورهين جي عمر تائين خرچ ٿيندي رهي. مون ان وصيت نامي کي پاڻ ڪونہ پڙهيو هو پر ٻڌم تہ هڪ عجيب منجهائيندڙ ڍنگ ۽ طرز تي لکيل هو. پيسن جو امين يفيم پيٽرووچ پولينوف، جيڪو علائقي جو فوجي عملدار هو، تنهن کي بڻايو ويو هو. هو نهايت ئي ايماندار هو. فيودور پاولووچ بار بار کيس لکندو رهيو تہ انهن پيسن مان کيس بہ ڪجهہ ڏنو وڃي، پر هن هڪ ڪوڙي ڪوڏي بہ ڪانہ ڏنس، جو تہ کيس خبر هئي تہ اهي پيسا فقط ٻارن جي تعليم لاءِ ئي آهن. يفيم پيٽرووچ جي دل ڪشادي ۽ سخي هئي. هن جهڙا ماڻهو اڄڪلهہ ملڻ مشڪل آهن. ننڍڙا نينگر، سندس ڏاڍا ٿورائتا آهن، جو سندن تعليم ۽ تربيت تي هن خاص ڌيان ڏنو هو. ٻڍيءَ جي هن سموري رقم کي هن پاسيرو ڪري

رکيو. جيئن عمر رسيده ٿيڻ تي، اهو سمورو پيسو ڪين وياج سميت ٻيهر ڪري ڏئي.
هن پنهنجي هڙؤن خرچ ڪري ڪين پڙهايو ۽ هر هڪ تي هڪ هزار روبل خرچ ڪيا.
مان هن جي نڍپڻ ۽ جوانيءَ بابت ڪجهه به نه چوندس. پر ڪن لازمي ڳالهين جو هت
ذڪر ڪرڻ ضروري آهي.

ايون جي متعلق مان ايترو چوندس ته هو بدمزاج ۽ رکو روح تي ساماڻو،
جيتوڻيڪ لڄارو به نه هو. ڏهن سالن جي عمر ۾ هن محسوس ڪيو، ته هو پنهنجي
بلڪ ڌاريي گهر ۾ رهي ٿو ۽ ٻين جي خيرات تي پلجي رهيو آهي، ڪيس اهو به
معلوم ٿيو، ته سندس پيءُ ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهي.جنهن بابت ڪجهه به
ڳالهائڻ بي شرميءَ ۽ خواريءَ کان گهٽ نه آهي. ننڍپڻ ۾ ئي هي ٻار جيئن چيو
وڃي ٿو، غير معمولي ذهانت وارو هو ۽ ڪيس سکڻ لاءِ بيحد چاهه هو. مون کي
چڱيءَ طرح ڄاڻ نه آهي ته ڇو، پر تيرهن سالن جو اَڃا مس هو، ته بيفيم پيٽرووچ
جو گهر ڇڏي، وڃي ماسڪو جي ڪسرت گاهه ۾ داخل ٿيو. هو اُتي هڪ هوشيار ۽
قابل استاد سان رهڻ لڳو. جو بيفيم پيٽرووچ جو پراڻو دوست به هو. ايون پوءِ
هميشه بيفيم پيٽرووچ جي تعريف ڪندو هو، ته اهو سڀ ڪجهه سندس ئي غير
معمولي شوق جو نتيجو آهي. هو هن ڳالهه جو قائل هو ته هڪ ذهين شاگرد جي
تربيت، هڪ ذهين استاد جي هٿن سان ئي ٿيڻ گهرجي. مگر افسوس، ايون جڏهن
جوان ٿيو ۽ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ جي قابل ٿيو، ته نه هن جو استاد ئي زنده
رهيو ۽ نه وري بيفيم پيٽرووچ ئي جيئرو رهيو. پر جيئن ته بيفيم پيٽرووچ پڊيءَ
جي وصيت نامي ۾ پنهنجي طرفان ڪوبه شرط شروط داخل نه ڪيو هو ۽ هڪ هزار
روبل، ٻن هزارن تائين وڃي پهتا هئا، انهيءَ ڪري، انهن جي ادائگيءَ ۾ ڪجهه
دير ٿي، ڇو ته رشيا جي قانون موجب، ڪن رسمن جي پوئواري ڪرڻ ضروري هئي.
ڇوڪري ان ڪري پهريان ٻه سال يونيورسٽيءَ ۾ سختي ۽ تنگدستيءَ ۾ گذاريا. هن
پوري عرصي ۾، هن پنهنجي پيءُ کي ان بابت ڪجهه به نه لکيو. اها ان جي
مغروري هئي، يا نفرت سندس ٿڌي طبعيت يا تيز ذهانت جو اهو نتيجو هو. جو هن
سمجهيو ٿي، ته اهڙي پيءُ مان آخرڪار ڪجهه به پَلئه نه پوندو. اُن هوندي به هُو
مايوس ۽ نااميد نه ٿيو. بلڪ ڪم حاصل ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو. شروع ۾ هو
خانگي طرح پڙهائيندو هو. پر پوءِ ڪيس جلد ئي هڪ اخبار ۾ ڪالم لکڻ جو ڪم
ملي ويو. ان ڪالم ۾ هو شهر ۾، جيڪي واقعا ٿيندا هئا، انهن تي لکندو هو.
اهي ڪالم ايتري قدر ته دلچسپ ۽ ساڳئي وقت چيندڙ به هئا، جو ماڻهن ۾ تيزيءَ
سان پسند پوڻ لڳا. حقيت ۾ اها ئي اڪيلي شئي هئي، جنهن سندس ذهانت ۽

ڄاڻ، انهن حاجتمند ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين کان ڪانئس مٿيرو ٿي ڪيو. جيڪي اخبارن ۾ فرينچ زبان مان خبرن ترجمي ڪرڻ جي نوڪريءَ لاءِ بہ محتاج هئا. ايون فيودور پاولووچ، جڏهن هڪ دفعو ايڊيٽرن جي لهہ وچڙ ۾ آيو. تہ هو ان ناتي کي هميشه نڀائيندو آيو. ايڊيٽر سندس ذهانت کان ايترو تہ متاثر ٿيا. جو جڏهن هو يونيورسٽيءَ ۾ پڙهيو ٿي، تڏهن مختلف موضوعن تي سندس لکيل تبصرا. بنا ڪنهن ڊرائيءَ جي فخر سان شايع ڪندا هئا. جيڪي واقعي تحسين جي نگاهہ سان ڏٺا ٿي ويا. اهڙيءَ ريت هو ادبي حلقن ۾ مقبول ٿيڻ لڳو. يونيورسٽيءَ جي پوين ڏينهن ۾ کيس وڏيڪ مشهوري حاصل ٿي. ايتري قدر جو يونيورسٽيءَ جي شاگردن جو وڏو طبقو کيس ساراهڻ لڳو ۽ عزت جي نگاهہ سان ڏسندو رهيو. هي عجب اتفاق هو تہ جڏهن هو، يونيورسٽيءَ جي تعليم پوري ڪري چڪو ۽ ٻاهر وڃڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو تہ سندن مختلف لکيل مضمونن جو مجموعو شايع ٿي نڪتو. هن مجموعي ۾ هن انهن موضوعن تي لکيو هو. جن بابت عام ماڻهن کي اها ڄاڻ هئي، تہ هو انهن کان بنهہ بي خبر آهي. هو فطري علم جو طالب العلم هو. مگر انهن مضمونن ۾. هن گهڻو ڪري ڪليسائي مذهب جو ذڪر ڇيڙيو هو. جنهن تي ان وقت تمام گهڻو بحث مباحثو ٿيندو ٿي رهيو. جدا جدا راين تي بحث ڪرڻ کان پوءِ، هن پنهنجي نڪتہ نظر جي وضاحت ڪئي هئي. سندس لکڻ جي طرز ماڻهن جي دلين تي هڪ اڻ مٽجندڙ نقش ڇڏيو هو. هنن مضمونن جو ايترو اثر پيو جو ڪليسا جي ڪيترن ماڻهن، بنا ڪنهن هٻڪ جي کيس پنهنجو طرفدار ٿي سمجهيو. نہ فقط ايترو، پر دينوي ماڻهن سان گڏ ڪيترن دهرين بہ سندس ساراهہ جا ڍڪ ٿي پريا. پر آخرڪار ڪن ذهين ۽ هوشيار ماڻهن تاڙي ورتو. تہ هنن مضمونن ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي. رڳو غليظ ۽ ڪل جهڙي هجو ۽ طعني زني ڪيل آهي. مان هيءَ ذڪر خاص اُن ڪري ٿو ڪريان. جو تہ اسان جي پاڙي واري خانقاہ ۾ رهندڙ ان ڪليسائي مذهب واري بحث ۽ مباحثي ۾ گهڻو چاهہ وٺي رهيا هئا. سي بلڪل منجهي پيا. هو جڏهن مصنف جي نالي کان واقف ٿيا. تڏهن ان ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺڻ لڳا. ڇو تہ هڪ تہ هو سندن هم وطن هو ۽ ٻيو فيودور پاولووچ جو پٽ هو. پوءِ سنت ئي اسان جي ڳوٺ اچي سهڙيو.

ايون فيودور پاولووچ اسان وٽ ڇو آيو. تنهن بابت مون کي پڪي ياد گيري آهي. ان وقت مون خود پاڻ هن کان ڪجهہ پڇيو هو. جيڪو مون کي ڪي قدر بي چين ٿي نظر آيو. سندس ڏک پريو اچڻ، پوءِ ڪيترين ئي خرابين لاءِ پهريون قدم ثابت ٿيو. جنهن کي مون ان وقت خود بہ سمجهي نہ ٿي سگهيو. ظاهر ۾ اهو عجب

جهڙو تو لڳي تہ ايون جهڙو پڙهيل ڪڙهيل، هنيلو ۽ هوشيار نوجوان، ڪيئن اوچتو ئي اوچتو، بدنام گهر ۾، بدنام پيءُ وٽ گهڙي آيو، جنهن حياتيءَ ۾ ياد تہ ڇا پر ڪڏهن هن بابت سوچيو بہ نہ هوندو. هو ڪڏهن بہ ۽ ڪنهن بہ حالت ۾ ڪيس پيسن ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو، جيتوڻيڪ ڪيس هميشہ هن ڳالهہ جو ڪنڪو رهندو هو، تہ هڪ نہ هڪ ڏينهن ايون ۽ اليگزي ڪانئس ضرور پيسن جي تقاضا ڪندا. هيڏانهن هيءُ جوان پيءُ جي گهر ۾ ٻن مهينن کان رهيو پيو هو ۽ نهايت ئي ساز ۽ سلوڪ سان وقت پئي گذريو. هيءَ پوئين حقيقت گهڻن لاءِ ۽ خاص طرح منهنجي حيرت جو سبب بڻي. پيٽرِ اليگزيندرووچ موسيوف جيڪو فيودور پاولووچ جي پهرئين زال جو سؤٽ هو ۽ جنهن جو اسين ذڪر مٿي ڪري آيا آهيون، سو اتفاق سان، اسان جي پاڙي ۾ رهيل هو. هو پنهنجيءَ زمين جي سلسلي ۾ آيل هو. هو پئرس ڪان آيو هو، جتي هو هميشہ رهندو هو.

مون کي ياد آهي، تہ ايون سان واقفيت پيدا ڪري، جيتري هن کي حيراني ٿي، ايتري شايد ئي ڪنهن کي ٿي هوندي. هو ايون کان بيحد متاثر ٿيو ۽ اڪثر ساڻس بحث مباحثو ڪندو نظر ايندو هو. هو سندس ڏاڍي تعريف ڪندو هو.

”هو ڏاڍو هنيلو آهي“، هو هميشہ چوندو هو، ”هن کي هڪ ڪوڏيءَ جي بہ ضرورت نہ پوندي، ڇو تہ وٽس ايترو پيسو آهي، جو هو آسانيءَ سان ٻاهر وڃي سگهندو. آخر هن کي هتي ڇا گهرجي؟ ۽ اهو سڀ کو ڄاڻي ٿو. هو پيسن لاءِ ڪونہ آيو آهي ۽ ڪيس پيءُ ڪڏهن بہ ڪجهہ بہ نہ ڏيندو. ڪيس شراب ۽ عياشيءَ سان ڪابہ دلچسپي ڪانہ آهي، مگر ان هوندي بہ پڙس ڪيس ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهي ۽ سو تہ هو پاڻ ڪيترو نہ رلي ملي ويا آهن.“

اُن ۾ سچ بہ هو. نوجوان پنهنجي پيءُ تي چڱو اثر پيدا ڪيو هو، جو هو سچ پچ تہ ڏاڍي فضيلت ۽ ماڻهپي سان ملندو هو. ايتري قدر جو ڪڏهن ڪڏهن ائين پيو لڳندو هو، ڄڻ تہ پيءُ پٽ جي حڪم مڃڻ لاءِ تيار بيٺو آهي. جيتوڻيڪ فيودور پالووچ انتهائي درجي جو ڪينہ پرور، ضدي ۽ تڪليف ڏيندڙ هو.

اسان کي پوءِ معلوم ٿيو، تہ ايون پنهنجي وڏي ڀاءُ دمتريءَ جي چوڻ تي آيو هو، ۽ سندس ئي ڀلي خاطر. دمتريءَ کي هن پهريون ڀيرو، هت اچڻ کان پوءِ ڏٺو. جيتوڻيڪ ماسڪو ڇڏڻ کان اڳ هو ساڻس ڪنهن اهم معاملي تي خط و ڪتابت ڪندو رهندو هو. ۽ جنهن جو واسطو هن کان وڌيڪ دمتريءَ سان هو. اهو ڪهڙو معاملو هو، تنهن بابت اسان کي اڳتي هلي خبر پوندي. ان هوندي بہ، جڏهن مان انهن حالتن کان واقف ٿيس، تہ ايون فيودور پاولووچ، مون کي هڪ پراسرار شخصيت ٿي لڳو ۽ سندس اچڻ هڪ لڪل راز ٿي

محسوس ڪيم. مان جيڪر ايترو به چوان، ته ايون مون کي اُن وقت پيءُ ۽ ڀاءُ دمتريءَ جي وچ ۾ هڪ ٽياڪڙ تي لڳو. ڇو ته دمتريءَ پيءُ سان نه فقط ڪُليو ڪُلايو تي لڙيو، بلڪ هن جي خلاف ڪنهن قدم کڻڻ لاءِ به سوچي رهيو هو.

ڪٽنب ڦهريون پيرو اڄي ڀاڻ ۾ گڏ ٿيو هو. ڪيترا ڀاتي ته حياتيءَ ۾، ڦهريون دفعو ڀاڻ ۾ مليا هئا. ننڍو ڀاءُ اليگزي، تنهي ڀائرن ۾ڦهريون هو جيڪو اسان وٽ آيو. هو سال کن کان هت رهيل هو. اليگزيءَ بابت شروع ۾ ڪجهه چوڻ ته ڏکيو ٿو لڳي، ان هوندي به منهنجي لاءِ لازمي آهي، ته آءٌ هت هن بابت ڪجهه ابتدائي احوال ڏيان، ڇو ته پنهنجي 'هيرو' بابت هڪ حقيقت ٻڌائڻ ضروري آهي، ته هو اسان وٽ هڪ مبتدي راهب جي لباس ۾ ڍَڪيل آيو هو. گذريل سال کن کان هو اسان جي خانقاهه ۾ هو ۽ اها سندس خواهش هئي ته هو پنهنجي باقي حياتي هڪ حجري ۾ گذاري.

باب چوٿون

# اليوشا - ٽيون پُٽ

اُن وقت هو ويهن سالن جو هو. سندس پيءُ ايون چوويهن ۾ هو ۽ سندن وڏو ڀاءُ ستاويهن سالن کي پهچي چڪو هو. پهرياڻين پهرياڻين مان هن جوان بابت ايترو ٻڌائڻ لازمي سمجهان ٿو. تہ هو ڪٽر مذهب پرست نہ هو ۽ منهنجي خيال ۾ گهٽ ۾ گهٽ ايترو معرفت جو صاحب بہ نہ هو. مان هن بابت شروع ۾ ئي پنهنجي پوري راءِ ڏيڻ گهران ٿو. هو انسانيت سان پيار ڪندڙ هو ۽ اهو ئي سبب آهي. جو هن پادريءَ جي حياتي پسند ٿي ڪئي. اهو ان ڪري بہ هو. جو هن اسان جي عظيم شخصيت زوسيما ۾ انسانيت جون اُهي سموريون خوبيون ڏٺيون هيون. جيڪي هن کي پاڻ ڏانهن مائل ڪرڻ لاءِ ڪافي هيون ۽ هو دل جي گهراين سان کيس محبت ڪرڻ لڳو هو. پر ان هوندي بہ مان ايتري چوڻ کان رهي نہ ٿو سگهان تہ ننڍپڻ کان ئي سندس رهڻ عجب جهڙي هئي. مان اڳ ۾ ئي ان جو ذڪر ڪري چڪو آهيان. تہ هو جڏهن چئن سالن جو هو تہ پنهنجي ماءُ کان محروم ٿي چڪو هو پر اُن هوندي بہ هوءَ کيس چٽيءَ ريت ياد هئي. هن جي شڪل شباهت، هن جو پيار ۽ شفقت، چڻ تہ اڄ بہ هن جي اکيان بيٺي آهي. اِهي يادگيريون. جيئن اڪثر ڏٺو ويو آهي. وساري نہ ٿيون سگهجن. پوءِ ڪٿي اُهي ننڍپڻ جون چو نہ هجن؟ اُهي ڪيتريون بہ معمولي ۽ ڌُنڌ ۾ چو نہ هجن. پر اونداهيءَ ۾ بہ روشنيءَ جي ڪرڻن جيان روشن آهن يا ڪنهن وڏي تصوير جي ڦاٽل ٽڪري وانگر قائم - پوءِ چو نہ اُن جي دلڪشي ۽ سونهن مٽجي وئي هجي. پر اهو سڀ ڪجهہ هن جي لاءِ ساڳيوئي هو. کيس اها گرميءَ جي موسم جي هڪ شام اڃا تائين ياد هئي. جڏهن کليل دريءَ مان پوئين سج جا پاڇا اندر پئجي رهيا هئا ۽ ڪمري جي ڪنڊ ۾ بتيءَ جي هلڪي روشنيءَ جو سايو، ڪنهن ديوتا جي شڪل ٺاهي رهيو هو. اُن وقت هن جي ماءُ، هـِڏڪيون ڀريندي غشـيءَ جي حالت ۾ دانهون ۽ گريہ زاري ڪندي، کيس پنهنجي ٻانهن ۾ اهڙو تہ ڪٺي پڪوڙيو هو. جو سندس دم ٿي گهٽيو. سندس لاءِ يسوع مسيح جي ماءُ کان دعائون ٿي گهريون ۽ ان جي مورت جي آڏو. کيس ايئن جهليائين. چڻ تہ اُن جي حفاظت ۾ کيس سندس سپرد ڪري رهي آهي. مگر اوچتو ئي هن کي هن جي دائيءَ ڏسي ورتو ۽ ڇڪي ڪٽي پري ڪيائين. اُها تصوير کيس ياد هئي ۽ ڪانئس ماءُ جو ان وقت وارو چهرو بہ نہ وسريو هو. اُن وقت، هن جي شڪل ڪيتري پوائتي ٿي لڳي پر تنهن هوندي بہ ڏاڍي خوبصورت ٿي لڳي. پر هو اُنهن يادگيرين جو مشڪل سان ڪنهن سان ذڪر ڪندو هو. هـو نہ پنهنجي ننڍپڻ ۾ ۽ نہ وري جوانيءَ ۾ ئي ڪو هٽ ڦاڙ هو. تمام ٿورو ڳالهائيندو هو. ان ڪري نہ تہ ڪو شرميلو هو يا ملنسار نہ هو بلڪ ان

جي ابتڙ، سندس اندر ۾ ڪا اهڙي ڳيڙا هئي، جيڪا رڳو ساڻس ئي واسطو رکندڙ هئي. اهو درد، هن لاءِ ايترو تہ اهم هو، جو ان ڪري، هن ٻيو سڀ ڪجهہ وساري ڇڏيو هو. پر اُن هوندي بہ، هُو انهن لاءِ ساده لوح ۽ بي رياءُ نہ هو. ان جي باوجود، هو ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور هو. ڪيس اها پرواهہ نہ هئي، تہ ماڻهو سندس لاءِ ڪهڙي راءِ قائم ڪندا ۽ نہ وري هن ڪڏهن ٻين جي خنده زنيءَ ڏانهن ڌيان تي ڏنو. نہ فقط ايترو، بلڪ هن ڪڏهن بہ ڪنهن تي حرف نہ رکيو. هو سڀ ڪا ڳالهہ، سواءِ ڪنهن حقارت جي قبول ڪري وٺندو هو. جيتوڻيڪ پوءِ ڪٿي ان تي ڪُـرڪندو بہ هو. سندس هن هلت تي، ڪنهن کي بہ اچرج نہ لڳندو هو ۽ ڪوبہ ڪانئس خوف نہ کائيندو هو. ويهن ورهين جي عمر ۾، هو جڏهن پيءُ جي گهر ۾ آيو، جيڪو گندگي ۽ غلاظت، عياشي ۽ بدڪاري جو اَڏو هو، تڏهن بہ سندس پاڪدامني ۽ پاڪيزگي قائم رهي ۽ خاموشيءَ سان وڃي هڪ ڪنڊ وسايائين ۽ ڪنهن بہ نفرت ۽ حقارت جو اظهار نہ ڪيائين. هن جو پيءُ، جنهن جي ان وقت مجبوريءَ واري حالت هئي، هو نهايت جذباتي ۽ جهڳڙالو هو، سو جڏهن هن سان پهريون دفعو مليو، تہ متس ڪو بہ پروسو ڪونہ ڪيائين، بلڪ بي حيائيءَ سان پيش آيس. "ڳالهائڻ تہ اَٿس ئي ڪونہ"، هو اَڪثر چوندو هو. "پر سوچي گهڻو ٿو". مگر ٻن هفتن ڪان پوءِ، ڳوڙهن ڀريل اکين سان ڪيس ڀاڪر پائي مليو ۽ پيار ڪرڻ لڳس. ايئن ڪندي، هُو ڏاڍي جوش ۾ پرجي ويو ۽ ان وقت ڪيس ايئن تي لڳو، ڄڻ تہ ڪيس ساڻس بي حد محبت آهي، اهڙي جيڪا ان کان اڳ هن ڪنهن لاءِ بہ محسوس ڪانہ ڪئي هئي.

ننڍپڻ کان ئي هو جڏهن بہ ۽ جنهن وٽ بہ ويندو هو، تہ قرب ۽ پيار ئي لهندو هو. يفيم پيٽرو ويچ پولينيوف، جيڪو سندس مربي هو، ان جي گهر ۾ جڏهن رهڻ لڳو تہ گهر جا ڀاتي ڪيس پانئڻ لڳا ۽ انهن جي دلين ۾ ايترو تہ پيهي ويو، جو هو ڪيس پنهنجو ئي ٻار سمجهڻ لڳا. هو ايتري تہ ننڍڙي عمر ۾ وٽن اَچي رهيو هو، جو ڪيس ڪابہ چاڻ ڪانہ هئي تہ ڪيئن ٻين جي همدردي ۽ شفقت حاصل ڪري سگهبي آهي. انڪري چئي سگهجي ٿو تہ اِها سندس فطري خاصيت هئي، جو هو ٻين کي جلدي پنهنجو بڻائي ڇڏيندو هو. اسڪولي حياتيءَ ۾ بہ سندس اِهائي حالت هئي، جيتوڻيڪ هو انهن ڇوڪرن سان اَڪثر گڏ ڏسبو هو، جيڪي غير سنجيده ۽ بدڪار سمجهيا ويندا هئا. جن کي اسڪول جا شاگرد پسند ڪونہ ڪندا هئا. هو هميشہ خيالي دنيا ۾ رهندو هو ۽ تنهائي پسند هو. ننڍپڻ کان وٺي، هو ڪنهن ڪُنڊ ۾ وڃي ماٺڙيءَ سان، ڪتاب پڙهڻ ۾ مشغول رهندو هو. پر اُن هوندي بہ، هڪ ئي نظر سان ايئن لڳندو هو تہ منجهس ڪابہ رُڪائي يا ترش روي ڪانہ آهي، بلڪ ان جي برعڪس هو نهايت ئي وڻندڙ ۽ پسنديده عادتن وارو آهي. هن ڪڏهن بہ پاڻ کي

اسڪولي دوستن ۾ پڌائڻ جي ڪوشش ڪانہ ڪئي ۽ شايد اهو ئي سبب آهي جو هو ڪڏهن بہ ڪنهن ڪان ڪين ڊڄندو هو ۽ ڇوڪرن بہ جلد ئي ڄاڻي ورتو، تہ هو پنهنجي بي ڊپائيءَ جي ڪري مغرور نہ آهي، بلڪہ اها سندس دليري ۽ مردانگي آهي. هُو پنهنجي بي عزتيءَ تي ڪڏهن بہ خفا ڪونہ ٿيندو هو. اَڪثر هيئن ٿيندو هو، تہ جيڪڏهن ڪو ڪيس تڪليف ڏيندو هو، تہ هڪ ڪلاڪ گذرڻ کان پوءِ، پاڻ ئي ساڻس ڳالهائڻ شروع ڪري ڏيندو هو يا هن جي سوالن جا جواب اهڙيءَ تہ صداقت ۽ صاف دليءَ سان ڏيندو هو. جو ڄڻ تہ ڪجهہ ٿيو ئي نہ آهي، پر اهو انڪري نہ هو، تہ هُو ڪو بنهہ اُن ڳالهہ ڪي وساري ڇڏيندو هو يا ان ذلالت کي بخشي ڇڏيندو هو. حقيقت ۾ هُو بي عزتيءَ کي ڪا اهميت ئي ڪانہ ڏيندو هو. اهوئي سبب هو، جو هن پنهنجي همر عمر ڇوڪرن تي فتح پاتي هئي ۽ سندن دليون ڇڪي ورتيون هيون. منجهس اهائي خاص طرح ڪمزوري هئي، جنهنڪري سيئي، هينئين ڪلاس کان وٺي متئين ڪلاس تائين، مٿس ٺٺوليون ڪندا هئا. اها خاصيت سندس ناشائستہ حد تائين، هٺ ڌرمي، پاڪ دامني، شرم ۽ حياءُ هئا. عورتن جي متعلق هو ڪنهن بہ گفتگو يا لفظن کي برداشت نہ ڪري سگهندو هو. پر اسڪولي حياتيءَ ۾ ڪي اهڙا لفظ يا گفتا واهپي ۾ اَچڻ، جن کي پاڙون پٽڻ البت ڏکيو آهي. ڇوڪرا ڪيترا بہ دل جا صاف ۽ پاڪ ڇو نہ هجن، مگر اُن هوندي بہ هو انهن ڳالهين ۽ تصويرن جا ڏاڍا شوقين ٿيندا آهن، جن بابت جيڪر سولجر بہ ڳالهائڻ کان هڪ پيرو هٻڪن. نہ فقط ايترو، مگر اسان جا ذهين شاگرد ۽ متئين درجي ۾ پڙهندڙ بار، پاڻ ۾ ايتري تہ ڄاڻ پيدا ڪن ٿا، جنهن کان شايد اسان جا سولجر بہ غير واقف هجن. ظاهري طرح تہ هن ۾ ڪابہ اخلاقي گهٽتائي يا خرابي لڪل ڪانہ آهي پر ڪڏهن ڪڏهن، اها غير مهذب، رذالت پري، نفرت جهڙي حالت نقل ڪرڻ جي لائق سمجهي وڃي ٿي. اليوشا ڪرامازوف هن حالت کان گهبرائجي ويندو هو ۽ پنهنجون ٻئي آڱريون ڪنن ۾ وجهندو هو. پر هن حالت مان ڪين وڏيڪ مزو ايندو هو ۽ سندس ٻئي آڱريون ڪڍي ڇڪي پري ڪندا هئا ۽ سندس ڪنن ۾ وٺي ٻوڪ ڦاڙي، فحش لفظ ڇوڻ شروع ڪري ڏيندا هئا. هو پاڻ کي، هنن کان بچائڻ خاطر گهڻي ڪوشش ڪندو هو ۽ وقتي تہ هن ڇڪتاڻ ۾ پَٽ تي بہ ڪري پوندو هو. هن سڄي جهڳڙي ۾، هُو پنهنجي زبان مان ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍندو هو. خاموشيءَ سان پنهنجي بي عزتي برداشت ڪري ويندو هو. آخرڪار ڇوڪرن ڪانئس تنگ ٿي، کيس اڪيلو ڇڏڻ ئي مناسب سمجهيو ۽ طعني طور کيس 'ڇوڪري' سڏڻ لڳا. ان هوندي بہ ڪڏهن ڪڏهن، هُو سندس هن ڪمزوريءَ تي رحم بہ کائيندا هئا.

بيفيم پيٽرووچ جي موت وقت، اليوشا کي ڪسرت گاهه ۾، اڃا ٻه سال پيا ٻه رهئا هئا. بيفيم جي دلگير ۽ غمگين بيواهه، مڙس جي وفات کان ستت ئي پوءِ، پنهنجي خاندان سميت، جنهن ۾ پاڻ ۽ سندس ڇوڪريون هيون، هڪ ڊگهي عرصي لاءِ اٽليءَ ڏانهن هلي وئي. اليوشا کي اهو گهر ڇڏڻو پيو. هو بيفيم جي هڪ اهڙي ڏورانهين مائٽ وٽ رهڻ لڳو، جنهن کي هن ڪڏهن به نه ڏٺو هو. هُو ڪهڙن شرطن تي وٽس وڃي رهيو هو، تن جي ڪيس ڪابه خبر ڪانه هئي. هن ۾ اها هڪ وڏي وڏ هئي، جو هُو ڪڏهن به اها ڳڻتي نه ڪندو هو، ته هُو ڪنهن جي پيسن تي پلجي رهيو آهي. ان خيال کان هن ۾ ۽ هن جي وڏي ڀاءُ ايوان ۾ اهو وڏو تفاوت هو. هُو يونيورسٽيءَ جي پهرين ٻن سالن ۾ پنهنجي مفلسيءَ سان لڙندو هو ۽ پنهنجي قوت گذران لاءِ هميشه پنهنجون ڪوششون جاري رکندو آيو. نه فقط ايترو، پر ننڍپڻ کان وٺي، هُو هن ڳالهه کي شدت سان محسوس ڪندو هو، ته هُو ٻين جي پيسن تي پلجي رهيو آهي. اليوشا جي هن عيب کي، منهنجي خيال ۾ ايترو سختيءَ سان نه ننڌڻ گهرجي، ڇو ته جن کي سندس توري ئي ڄاڻ هوندي ته اُهي ڇڱيءَ ريت ڄاڻندا هوندا ته هُو اُنهن مجذوبن مان هو، جن وٽ جيڪڏهن پيسو آهي، ته ٻين کي ڏيڻ ۾ ڪڏهن به نه هٻڪندا آهن. پوءِ ڪٿي اهو پيسو ڇڱي ڪم ۾ خرچ ٿئي يا ڪو بدمعاش ڪانئن چالاڪي ڪري ڦُري وڃي. ان ڪري ڇئي سگهجي ٿو ته وٽس پيسي جي ڪا به قيمت ڪانه هئي. ايتري قدر جو هُو پنهنجي کيسي جا پيسا به انتهائي لاپرواهيءَ مان ٻين کي ڏيئي ڇڏيندو هو يا هفتن جا هفتا پيسا سندس کيسي ۾ پيا هوندا ۽ ڪيس اهو سمجهه ۾ ئي نه ايندو هو، ته اِهي پيسا ڪِٿي ۽ ڪيئن خرچ ڪيا وڃن؟

پوين سالن ۾ اليوشا جي هن حالت جي جڏهن پيٽر اليگزينڊرووچ موسيوف کي خبر پئي، جيڪو خود ڪنجوس طبع ۽ واپاري طبقي سان واسطو رکندڙ هو، تڏهن ڇئي ڏنائين ته، ”منهنجي خيال ۾ اِهو ئي دنيا ۾ اَڪيلو ماڻهو آهي، جنهن کي جيڪڏهن اوهان، ڪجهه به ڏيڻ کان سواءِ، ڪنهن اَجنبي ملڪ جي ماڻهن جي وچ ۾ ڇڏيو ته هُو نه ته ڪنهن کي نقصان پهچائيندو ۽ نه وري ڪو بک ۽ ٿڌ کان مري ويندو. بلڪ ڪيس هر ڪو خوشيءَ سان ڪارائيندو پياريندو ۽ پنهنجيءَ حفاظت ۾ رکندو. پر جيڪڏهن اِيئن نه به ٿئي تڏهن به هُو پنهنجي ڪاڏي ۽ رهڻ جي جاءِ پاڻهي ڳولهي لهندو. اِن ۾ هُو ڪا به گهٽتائي محسوس نه ڪندو. هن کي ٻناهه ڏيڻ ۾ ڪوبه بار نه آهي، پر پاڻ خوشيءَ جي ڳالهه آهي.

ڪسرت گاهه ۾ هُن پنهنجي تعليم ختم ئي ڪانه ڪئي هئي ۽ ڪيس اَڃا هڪ سال وڌيڪ رهڻو هو، جو هن گهر جي عورتن کي ٻڌايو، ته هو ڪنهن ڪم سانگي

پنهنجي پيءُ سان ملڻ ٿو گهري. هنن کي ڏاڍو افسوس ٿيو ۽ بي دليءَ سان کيس وڃڻ جي اجازت ڏنائون. مسافريءَ جو خرچ ڪو ايترو گهڻو نه هو، ان ڪري هنن نه ٿي چاهيو ته اُها واڄ جيڪا کيس پنهنجي مهربان دوست کان ملي هئي، سا گروي رکي هنن فراخ دليءَ سان کيس سفر جو خرچ ڏنو ۽ نوان ڪپڙا پڻ نهرائي ڏنا پر هن اڌ پيسا کين موٽائي ڏنا. چو ته هُن ٽرڊ ڪلاس ۾ وڃڻ جو ارادو ڪيو هو. ڳوٺ پهچڻ تي، هن پيءُ جي پهرئين سوال ته - "هُو تعليم ختم ڪرڻ کان اڳ ڇو آيو آهي؟"، جو جواب ڪوبه نه ڏنو. جن کيس بروقت ڏنو هو، تن جو چوڻ آهي ته هُو سدائين خيالن ۾ غرق رهندو هو. پر پوءِ جلد ئي پتو پيو، ته هُو پنهنجي ماءُ جي قبر ڏسڻ آيو آهي ۽ هُن پاڻ به اهو قبول ڪيو پر رڳو اهو سبب ٿي نه پئي سگهيو. ٿي سگهي ٿو ته کيس ان ڳالهه جي ڄاڻ نه هجي، جنهن کي هُو آسانيءَ سان سمجهائي سگهي ته اُها ڪهڙي ڳالهه هئي. جيڪا سندس دل ۾ پيدا ٿي ۽ کيس اُن اَڻ واقف ۽ نئين رستي تي ڇڪي آندو هو. فيودور پاولووچ کيس پنهنجيءَ ٻي زال جي قبر نه ڏيکاري سگهيو، ڇو ته ميت کي دفنائڻ کان پوءِ هُو سڀ ڪجهه وساري ڇڏيو هو.

فيودور پاولووچ ڪيتري عرصي کان اسان جي ڳوٺ ۾ ڪونه رهندو هو. زال جي مرڻ کان پوءِ ستت ئي، هُو ڏکڻ رشيا ڏانهن هليو ويو هو ۽ اُتان آخرڪار اوڊيسا ڏانهن ويو. جتي ڪجھ عرصي کان رهيو پيو هو. پنهنجن لفظن ۾ ٻڌايائين، ته هُن پنهنجي پهرئين واقفيت. اتان جي گهٽ درجي جي يهودين ۽ اُنهن جي زالن ۽ ٻارن سان پيدا ڪئي ۽ اُنهن سيني سندس هڪ جهڙي آڌرڀاءُ ڪيو. ان ڳالهه ۾ البت شڪ پوي ٿو، ڇو ته اُن وقت هُن ۾ پيسن ڪمائڻ ۽ ميڙڻ جي عجيب ذهنيت پيدا ٿي هئي. اليوشا جي اَچڻ کان ٽي سال اڳ، هو اسان جي ڳوٺ موٽي آيو هو. جيتوڻيڪ عمر ۾ ايترو وڏو نه هو. پر اڳين واقفيتن کيس ڪافي بدو بڻائي ڇڏيو هو. ان کان سواءِ هو پنهنجو مانُ ۽ مرتبو به وڃائي چڪو هو ۽ سڀ ڪنهن سان نهايت بي حيائيءَ سان پيش ايندو هو. پراڻو بيوقوف. هاڻي وري ٻين کي بيوقوف بڻائڻ ۾ ليڪو لنگهي ويو هو. عورت ذات سان سندس رغبت ۾ ڪابه گهٽتائي نه آئي هئي، بلڪ ان هڪ اُگرو روپ اختيار ڪيو هو. ٿوري ئي عرصي ۾ هُن ضلعي ۾ ڪيترائي ساقي خانا کولي ڇڏيا هئا. ان مان ظاهر هو، ته ٽنس رقم، هڪ لک روبل يا اُن کان ڪي قدر گهٽ هئي. اسان جي ڳوٺ ۽ ضلعي جا ڪيترائي ماڻهو سندس جلد ئي قرضي ٿي پيا ۽ کيس ڪيتريون ئي قيمتي ۽ اُملهه شيون امانت طور مليون. ٿوري ئي عرصي ۾ هن پاڻ کي پڏائڻ شروع ڪيو ۽ بي پرواهه ٿيڻ لڳو. نه فقط ايترو، مگر هُو غير مطابقت ۽ ناموافقت جو ايڏو شڪار ٿي پيو جو هڪ ڳالهه مان ٻي ڳالهه ۾

ٽپي پوندو هو ۽ ايئن لڳندو هو، ڄڻ ته پاڻ کي بلڪل وِڄائي وينو آهي. نهايت فراوانيءَ سان شراب پيئڻ لڳو هو. جيڪڏهن سندس اُهو ساڳيو نوڪر گريگري، جيڪو هاڻي عمر رسيده ٿي چُڪو هو ۽ جيڪو سندس سارسنڀال لهندو هو، نه هجي ها ته هُو شايد ڳولهيو به نه لڀي ها. اليوشا جي اچڻ ڪري سندس اخلاق تي ڪافي اَثر پيو هو. فيودور پاولووچ، جيڪو وقت کان اڳي ٻُڍو ٿي چڪو هو، تنهن پنهنجي اندر ۾ ڪا شيءِ بيدار ٿيندي محسوس ڪئي، جيڪا عرصو ٿيو مري چڪي هئي.

"تون ڄاڻين ٿو"، هُو اَڪثر اليوشا جي منهن ۾ نهاريندي چوندو هو ته "تون بلڪل اُن ديواني عورت جيان آهين". اليوشا جي ماءُ کي به، هُو، انهيءَ ئي نالي سان سڏيندو هو.

گريگري، اليوشا کي 'ديواني عورت' جي قبر ڏيکاري. هُو اسان واري قبرستان ۾ ڪيس وٺي ويو ۽ الڳ ۽ جدا ڪنڊ ۾ هڪ قبر ڏي اشارو ڪيائين، جا معمولي پٿرن سان، مگر سهڻي نموني ٺهيل هئي. قبر جي مٿان هڪ ڪَتبو لڳل هو، جنهن تي مرحيات جو نالو، عمر ۽ مرڻ جي تاريخ اُڪريل هئي. اُن ڪتبي تي ڪي شعر به اُڪريل هئا، جيڪي اَڪثر پراڻي وضع جي ماڻهن جي قبرن تي نظر ايندا آهن. اليوشا کي هيءُ ٻڌي ڏاڍو عجب لڳو ته اهو سڀ ڪجهه گريگريءَ جو ڪم هو. گريگريءَ اهو سمورو خرچ پنهنجي هـَـڙان ڪيو هو. گريگري، جڏهن فيودور پاولووچ کي قبر نهارڻ لاءِ چئي چئي تڪجي پيو، تڏهن اُن جي نهارڻ ۾ هٿ وڌائين. پنهنجي ماءُ جي قبر ڏسي اليوشا ڪنهن به جذبات جو اظهار نه ڪيو، هُو رڳو سنجيدگيءَ سان، گريگريءَ جي قبر نهارڻ جي قصي کي ٻُڌندو رهيو. هُو ڪنڌ نوائي بيٺو رهيو ۽ پوءِ ڪجهه به چوڻ کان سواءِ هليو ويو. هيءُ ننڍڙو واقعو، فيودور پاولووچ تي اثر وجهڻ لاءِ ڪافي هو. هـُـن هڪ هزار روبل ڪنيا ۽ جلدي جلدي، خانقاهه ۾ وڃي فاتح لاءِ ڏنا. پر هن اِهي پيسا، اُن ديواني عورت لاءِ ڪونه ڏنا، بلڪ پهرئين زال ايڊيليڊيا لاءِ ڏنا، جنهن کي هو چڱيون مارون ڏيندو هو. ساڳي ڏينهن هن خوب شراب پيتو.

مان هن کان اڳ ٻُڌائي چُڪو آهيان، ته هُـو آهستي آهستي ٻُـڍو ٿي رهيو هو. سندس صورت ۽ شڪل، ان وقت اهو سڀ ڪجهه ٻڌائي رهيا هئا ته هـُـن ڪهڙي قسم جي حياتي گذاري هئي. سندس ڳچيءَ هيٺان وڏو ماس جو ٽڪر لـَـڙڪي رهيو هو ۽ سندس اکين ۾ هميشه شرارت، بدظني ۽ طنز ڀريل هوندي هئي. سندس لڙڪيل ماس جي ٽڪري ۾ نه فقط ڪيترائي گهنج پئجي ويا هئا، بلڪ اُن سندس شڪل کي ڪافي قبيح ۽ نفرت جهڙو پوائتو بڻائي ڇڏيو هو. سندس رَت ڀريل وات، جنهن مٿان ٿلها ۽ ڳورا چَپَ هميشه لڙڪيا پيا هوندا هئا. اُنهن مان ڪرنڊڙ ڪارن ڏندن جون مهارون صاف نظر اينديون هيون. هو جڏهن به ڳالهائيندو هو، تـه شرابين وانگر

ميجرجي ڳالهائيندو هو. هو جڏهن پنهنجي شڪل ڪي، عجيب صورت ڏيندو هو، تہ ڪيس ڏاڍو مزو ايندو هو. جيتوڻيڪ پَڪ آتم تہ هُو اُن مان خود بہ گهڻو راضي ڪونہ هوندو هو. هُو هميشہ پنهنجي نَڪ ڏانهن اشارو ڪندو هو، جيڪو گهڻو وڏو تہ ڪونہ هو، پر نازڪ ۽ عقاب جي چهنب جيان مڙيل هوندو هوس. هو فخر سان چوندو هو، تہ هيءُ منهنجو رومي نَڪ آهي ۽ منهنجي شڪل ۾ شباهت، بلڪل قديم زماني جي رومي شهنشاهن وانگر آهي ۽ هو اِن حال ۾ سدائين مست هوندو هو.

اليوشا، ماءُ جي قبر ڪان موٽڻ بعد جلد ئي ظاهر ڪيو، تہ هو خانقاهہ ۾ داخل ٿيڻ گهري ٿو ۽ پادري خوشيءَ سان ڪيس پنهنجي ڪرڻ لاءِ تيار ٿي نظر آيا. هن ٻڌايو تہ اها منهنجي پراڻي خواهش آهي ۽ عام رواجي طرح، هن پيءُ ڪان، اُن جي اجازت ونڻ گهري. ٻڌي يڪدم سمجهي ورتو تہ پادري زوسيما، جيڪو خانقاهہ جي هڪ جهوپڙيءَ ۾ رهندو هو، تنهن ضرور هن معصوم ٻارڙي تي ڪو اُثر وڌو آهي.

”مون کي ڄاڻ آهي تہ هُو سيني پادرين ۾ نيڪ طبع آهي“. هن پنهنجي پُٽ جي عجيب عرض کي غور سان ٻڌي راءِ ڏني. ”هون، تہ پوءِ اِهائي جڳهہ آهي، جيڏانهن تون وڃڻ ٿو گهرين؟“

هُو اڌ خماريل هو، پر يڪدم پنهنجا ڏند پڪوڙي، هڪ اهڙيءَ نظر سان ڏٺائين، جنهن ۾ رڳو مڪاري ۽ عياري هئي. ”هاڻ مون کي دِپ ٿو ٿئي، تہ تون اهڙيءَ ريت پاڻ کي ناس ڪري ڇڏيندين. توکي پڪا يقين آهي تہ تون پاڻ کي اُن لاءِ تيار ڪري رهيو آهين. تو وٽ بہ هزار آهن ۽ اهو ئي تنهنجو سمورو سرمايو آهي. پر منهنجا پيارا، آءٌ توکي ڪونہ ڇڏيندس ۽ توکي سڀ ڪجهہ ڏيندو رهندس، جنهن جي بہ توکي اُتي ضرورت پوندي. پر جيڪڏهن هو ڪنهن شيءِ جي گهر نہ ڪن تہ پوءِ اسان اُن جو ذڪر ئي ڇو ڪريون؟ ان بابت تون ڇا ٿو چوين؟ تون تہ پکين وانگر فقط چُڳندو آهين - فقط بہ داڻا هفتي ۾. توکي خبر آهي، تہ خانقاهہ جي نزديڪ ڳوٺ جي پرسان، هڪ اهڙي بہ جاءِ آهي، جنهن جي ٻار ٻار کي خبر آهي، تہ اُتي اهڙيون عورتون رهنديون آهن. جن کي ’مجاورن جون زالون‘ ڪري سڏيندا آهن. منهنجي خيال م اُهي ٿيهارو کن ٿينديون. آءٌ پاڻ اُتي ويو آهيان. اها بہ هڪ تفريح آهي. پر ڏک جي ڳالهہ آهي تہ اِهي سڀ عورتون رشيا جون آهن ۽ ڪابہ فرانس جي ڪانہ آهي. اُهي ماڻهو آسانيءَ سان ڪين هَٿ ڪري سگهن ٿا. جن وٽ پيسو آهي، باقي ٻي تہ ڪابہ اُتي وروڻهن ڪانہ آهي. مون کي خبر آهي، تہ هُو بلڪل نيڪ ۽ عبادت گذار آهن. هُون! سو تون مجاور ٿيڻ گهرين ٿو تہ توکي وڃائي، مون کي جيڪو ارمان ٿيندو، اُن جو تون شايد اندازو لڳائي نہ سگهين. مون کي تنهنجي لاءِ ڏاڍي سِڪ پيدا ٿي پئي آهي. خير اِهو چڱو موقعو آهي ۽ اسان جي گناهن لاءِ دعائون گُهرجانءِ. مون ڏاڍا بڇڙا ڪم ڪيا

آهن. مون کي هميشه اِها ڳڻتي رهندي آهي ته دنيا ۾ ڪو اهڙو ماڻهو هجي، جو منهنجي بخشش لاءِ دعائون گهري. منهنجا منڙا، مان زندگيءَ ۾ ڏاڍو احمق ٿي رهيو آهيان. پر اُن بابت وقت بوقت سوچيندو به رهيو آهيان. سوچيندو رهيو آهيان، پوءِ هميشه نه به ڪڏهن. اهو مشڪل آهي، جو مرڻ کان پوءِ مان شيطان کي وساري ويهان ۽ هُو پيرن ۾ ڪَڙيون وجهي، مون کي هيٺ نه گهلي وڃن. ڪَڙيون! پر هُو آڻيندا ڪٿان؟ ڇا جون هونديون؟ لوهه جون ڪڙيون؟ پَر اُتي لوهار ايندا ڪٿان؟ ڪين اُتي ڪا بڻي آهي ڇا؟ مجاورن جو عقيدو آهي ته اُتي هڪ ڇت به آهي. مون کي جهنم هيئنر ڏاڍو وڻي ٿو. پر ڇت ضرور هئڻ گهرجي، اها جهنم کي وڌيڪ حسين بڻائيندي، روشن ۽ وڻندڙ ڪري ڇڏيندي. پر به اُن مان فائدو ڪهڙو، جي اُن کي ڇت ڪڏهن نه به هجي؟ پر توکي خبر آهي ته اُن ۾ هڪ لعنتيءَ جو سوال آهي. اُتي جي ڇت نه هوندي ته پوءِ ڪَڙيون به نه هونديون. جيڪڏهن، اِهي شيون جهنم ۾ نه هونديون ته پوءِ ڪير مون کي ڪڙين سان جهنم ڏي وٺي ويندو؟ پوءِ ڇڏبو ته انصاف وري ڇا جو ٿيندو ...؟ اِهي ڪڙيون. فقط مون لاءِ ئي هونديون. اليوشا توکي جيڪر خبر پوي، ته مان ڪيترو نه گناهن ۾ غرق آهيان."

"اُتي ڪَڙي بَڙي ته ڪانه آهي". اليوشا پنهنجي پيءُ جي منهن ۾ سنجيدگيءَ ۽ معصوميت سان نهاريو.

"جيءُ جيءُ، ته پوءِ ڪَڙين جا رڳو پاڇا ئي هوندا. مان ڄاڻان ٿو ۽ مون کي خبر آهي. هڪ فرينچ به جهنم جي اهڙي ئي تعريف ڪئي آهي، پر منڙا توکي ڪهڙي خبر ته اُتي ڪَڙيون ڪونه آهن؟ تون جڏهن مجاورن سان گذاريندين ته پوءِ راڳڻي ئي بي آلاپيندين، تون وڃ، حقيقت کان واقف ٿيءُ ۽ پوءِ اچي مون کي ٻڌاءِ ته ڇا آهي؟ بهرحال ٻئي جهان وڃڻ آسان آهي، جيڪڏهن خبر پوي ته اُتي ڇا آهي؟ هن کان سواءِ به، مون کي تنهنجو اُتي وڃڻ وڌيڪ پسند آهي، ڇو ته مان ٻُڍو شرابي آهيان ۽ مون کي هميشه ڪنهن جوان عورت جي صحبت وڻندي آهي. پر تون ته فرشتو آهين. تو کي ته ڪابه شيءِ ڇُهي نه ٿي سگهي. مون کي هيءَ به پَڪَ آهي ته اُتي به توکي ڪا شيءِ داغ لڳائي نه سگهندي. اِهوئي سبب آهي، جو مان توکي اوڏانهن وڃڻ جي اجازت ڏيان ٿو. تون سڀني ترڪيبن منجهان واقف آهين. تون اُتي پاڻ کي ڏکن جي باهه ۾ جلائيندين ۽ پوءِ ئي مون وٽ نـجو سون ٿي ايندين. مان تنهنجو انتظارڪندس. مان سمجهان ٿو ته تون ئي اَڪيلو آهين، جنهن مون تي لعنت ۽ ملامت ڪانه ڪئي آهي. منڙا پـُٽ - مان اُن کـي چڱيءَ ريت محسوس ڪريان ٿو ۽ محسوس ڪرڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهان."

هن کان پوءِ، هُو روئڻ ۽ ڦٿڪڻ لڳو. هو جذباتي هو، چالاڪ ۽ جذباتي.

باب پنجون

# وَڏِڙا

اوهان شايد ايئن سمجهندا هوندا، تہ منهنجو اهو نوجوان، روڳي، نبل ۽ پوري پرورش نہ هئڻ ڪري، زرد چهري وارو ۽ اَجايا پَـهہ پچائيندڙ جوان آهي. مگر ايئن نہ آهي. اُن جي برعڪس، اِليوشا، اُن وقت ڪافي سمجهو، ڳاڙهن ڳلن وارو ۽ هڪ تازو توانو ۽ صحتمند ڇوڪرو هو. هن جون عادتون ڏاڍيون وڻندڙ هيون. هُو خوبصورت هو. قد جو پورو پنو، ڪڪا وار، گول چهرو ۽ چمڪندڙ ڪاريون اکيون. هُو فڪرمند لڳندو هو، پر ڏاڍو سُلجهيل. مون کي ٻڌايو ويو آهي، تہ هو ڳاڙهن ڳلن وارو ڪڏهن بہ تعصب ۽ تصوف جو مخالف ٿي نہ ٿو سگهي، پر مون کي دعويٰ آهي تہ اليوشا وڏيڪ حقيقت پسند هو. اِنهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ خانقاهہ ۾ رهڻ کان پوءِ، ڪرامتن ۾ سندس يقين پيدا ٿي ويو هو. پر منهنجي خيال ۾ ڪرامتون حقيقت پسنديءَ جي راهہ ۾ ڪابہ رُڪاوٽ پيدا ڪري نہ ٿيون سگهن. اها ڪرامت نہ آهي، جيڪا حقيقت تي ڇانئجي وڃي.ڪَرو، حقيقت بين، توڙي جو ايمان رکندڙ نہ هجي، تڏهن بہ پاڻ ۾ ڪافي طاقت ۽ جرئت رکي ٿو تہ ڪرامتن تي ايمان نہ آڻي، پر جيڪڏهن هُو ڪرامت سان دوچار ٿئي ٿو، تہ اها هڪ ناقابل ترديد حقيقت آهي، تہ هو اِنهيءَ کان جيڪو هن حقيقت تي اعتبار آڻي، پنهنجي حواسن ۾ ئي ايمان نہ ٿو آڻي رکي. ڪٿي هُو اُن کي قبول ڪري، تہ بہ اُن کي هڪ امر طبعي سمجهي ٿو، جيڪو اُن وقت تائين ڪائنس مخفي رهيو هو.

اهڙيءَ ريت، حقيقت ۾ بين انسانن وٽ، ايمان، ڪرامت کان وجود ۾ نہ ٿو اَچي، پر اُن جي خِلاف ڪرامت، ايمان مان ظاهر ٿئي ٿي. اِنهيءَ مان ئي حقيقت بين، ايمان پيدا ڪري ٿو ۽ اهائي حقيقت بيني ڪيس ڪرامت جي وجود جي تصديق لاءِ اُپاري ٿي. حواري ٿامس چيو آهي تہ "مون کي تيستائين يقين نہ آيو، جيستائين مون نہ ڏٺو." جڏهن هن ڏٺو تڏهن چيائين تہ "اي منهنجا مالڪ"، اي منهنجا خدا. اِها يقيناً ڪرامت نہ هئي، مگر هُن رڳو انڪري قبول ڪيو. ڇو تہ سندس اِها خواهش هئي يا ٿي سگهي ٿو، تہ جڏهن، هن ايئن چيو هجي تہ "مان تيستائين يقين نہ ڪندس، جيستائين ڏٺو نہ اٿم." تنهن وقت سندس دل سڀ ڪجهہ قبول ڪري ورتو هجي.

مون کي ٻُڌايو ويو آهي، تہ اِليوشا، نادان، ناسمجهہ ۽ ناتجربيڪار ڇوڪرو هو. هُو ايترو تہ اُبهرو هو، جو پنهنجي تعليم بہ چڱيءَ ريت ختم ڪرڻ تائين نہ ترسيو. اهو سچ آهي تہ هن پنهنجي تعليم پوري ريت ختم نہ ڪئي هئي، پر اهو ظلم

ٿيندو، جو اسان هن کي نادان يا تند فهم چئون يا سمجهون. مان هت پنهنجن لفظن کي وري دهرايان ٿو. هن اهو رستو محض انڪري تيار ڪيو، ڇو تہ سندس خيالن ۾ دماغ ۾ صرف هڪ ئي ڳالهہ حرڪت آندي، تہ هن ڪان بهتر ٻي ڪابہ ڳالهہ نہ آهي، تہ هو پنهنجي روح کي دنيا جي تاريڪين مان ڪڍي روشنيءَ ۾ آڻي. ان ڪان سواءِ هو اسان جي دور جو نوجوان هو - يعني فطري طرح ايماندار ۽ صداقت سان پيار رکندڙ. اُن جو چاهيندڙ ۽ اُن تي يقين ڪندڙ. نہ فقط ايترو پر هو پوريءَ طاقت سان اُن تي عمل ڪرڻ وارو بہ هو. ايتريقدر جو جيڪڏهن اُن کي زندهہ رکڻ لاءِ ڪيس پنهنجي زندگيءَ جي قرباني بہ ڏيڻي پوي تہ شايد هو اُن ڪان بہ نہ ڪيٻائي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ جهڙس ٻيا نوجوان هن ڳالهہ کي چڱيءَ طرح سمجهي نہ سگهندا هجن، تہ حياتيءَ جي قرباني ٻين قربانين ڪان ڪيترين حالتن ۾ آسان شيءِ آهي. مثال طور خصوصيت سان، پنج يا ڇهہ سال، جوانيءَ جي حرارت هوندي، تعليم جي حاصل ڪرڻ جي سختيءَ ۾ گذارڻ ڪان ڪيٻائيندڙ ڪهڙيءَ ريت پاڻ کي سچائيءَ جي خدمت لاءِ وقف ڪري سگهندا، جيڪا قرباني پهرئين سختيءَ ڪان قوت ۾ ڏهوڻي متيرو آهي. اليوشا جيڪو رستو ڳولي ڪڍيو هو، تنهن جي هو يقيناً اُبتڙ وڃي رهيو هو. هن اهو رستو انڪري ڳولي ڪڍيو هو، جيئن هو پنهنجي مهم جي پياس کي جلد ئي سيراب ڪري سگهي. هن جيئن ئي غور ڪرڻ شروع ڪيو، تہ هو خدا جي هستيءَ ۽ لافاني زندگيءَ جو قائل ٿي ويو ۽ يڪدم چئي ڏنائين تہ "مان ابدي زندگيءَ لاءِ زندهہ رهڻ گهران ٿو. ان ڏس ۾ مون کي ڪو بہ وچون رستو اختيار ڪرڻو نہ آهي." ساڳيءَ ريت، هو جيڪڏهن، اهو فيصلو نہ ڪري ها تہ خدا ۽ جاوداني زندگيءَ کي وجود آهي تہ پوءِ هو يقيناً دهريو ۽ سماج وادي بڻجي وڃي ها. سماج واد (سوشلزم) بہ صرف محنت جو سوال نہ آهي، پر سڀني ڳالهين ڪان متي دهريت جو سوال آهي ۽ جنهن حالت ۾ اڄ اُن کي قبول ڪيو وڃي ٿو. هتي اهو سوال آهي تہ بابل جو منارو، خدا جي مدد ڪان سواءِ بڻايو ويو هو ۽ زمين ڪان جنت ڏي وڃڻو نہ آهي، پر جنت کي زمين تي پيدا ڪرڻو آهي. اليوشا لاءِ شايد اهو مشڪل ٿي پوي ها، جو هو ان نموني زندگي گذارڻ جي ڪوشش ڪري ها. لکيل آهي، "تون سيڪجهہ غريبن کي ڏيئي ڇڏ ۽ منهنجي پٺ وٺ، جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ ڪامل بڻجين."

"مان پنهنجا ٻہ روبل 'سڀ' جي عيوض ڪونہ ڏئي سگهندس ۽ هن جي پٺ وٺڻ بدران انبوه ماڻهن ڏانهن موٽي ويندس." اليوشا سوچڻ لڳو. ننڍپڻ جي يادگيرين ئي ڪيس شايد اسان جي خانقاهہ ڏانهن موٽايو هو، ڇو تہ سندس ماءُ ڪيس انبوه ڏي تي گهليو. سندس دماغ ۾ شايد اُها تصوير اڃا زندهہ هئي، جيڪا اُن ديواني عورت، هن

کي سج جي پوين ڪرڻن ۾ ڏيکاري هئي، جنهن ۾ ديوتا جو پاڇو ٽي نظر آيو. انهن ڳالهين تي غور ڪندي، هُو شايد اسان وٽ هليو آيو هو. جيئن هُو ڏسي سگهي، تہ هو سڀ ڪجهہ قربان ڪري سگهي ٿو يا فقط بہ روبل! اهڙيءَ ريت هُو خانقاهہ جي وڏڙي کي وجي مليو. مان هت وڏڙي يا مربي جي لفظ کي، جيئن رشيا جي خانقاهن ۾ استعمال ڪيو ويندو آهي، تيئن سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندس، مگر مون کي افسوس ٿو ٿئي جو پنهنجي اندازي موجب، هن بابت ڪابہ واقفيت نہ اٿم. اُن هوندي بہ، جيڪو ٿورو اٿم، مان اُن کي مختصر بيان ڪندس. ڄاڻُن جو چوڻ آهي تہ 'مربيءَ' جو خيال تازو آهي ۽ هن کي مس ڪي سَوُ سال گذريا هوندا، مگر مشرق جي راسخ الاعتقاد دوران، خاص طرح سينا ۽ ايٿاس وٽ، اهو خيال گذريل هڪ هزار سالن کان وني هلندو اَچي. چيو وڃي ٿو تہ رشيا جي قديم، تاريخي عهد ۾، اهو خيال رائج هو، اها جماعت موجود هئي ۽ اِها رسم بہ جاري هئي. مگر رشيا جي متان جيڪي آفتون آيون، جهڙوڪ تاتارين جي ڪاهہ، گهرو لڙائي يا قسطنطنيہ جي بربادي کان پوءِ، جيڪي اوپر سان ناتا ٽٽي پيا، تن هن رسم ۽ رواج کي مورڳو ختم ڪري ڇڏيو. هن خيال کي اسان ۾، هڪ صدي ڪن اڳ، هڪ تارڪ دنيا بپيسي وِئليٽچڪوسڪي ۽ سندس پوئلڳن جاڳايو. اُنهن ڏينهن ۾ اهو خيال رشيا جي ٿورين خانقاهن ۾ رائج هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ هن نئين عقيدي سبب ماڻهن تي سختيون بہ ڪيون وينديون هيون. اُن هوندي بہ هن خيال ڪوزياسڪي اوپنن جي خانقاهہ ۾ تمام گهڻو فروغ حاصل ڪيو. ڪڏهن ۽ ڪيئن اهو خيال، اسان جي خانقاهہ ۾ آيو؟ تنهن جي مون کي ڪابہ خبر نہ آهي. زوسيما کان اڳ بيا بہ بہ مربي ٿي گذريا هئا. زوسيما هاڻي بيمارين جي ڪري نهايت ئي اَپرو ۽ ڪمزور ٿي ويو هو ۽ سندس جاءِ پرڻ لاءِ ڪو بہ ڪونہ هو. اسان جي خانقاهہ لاءِ هيءُ نهايت اَهم مسئلو هو، ڇو تہ هن (خانقاهہ) اَجا تائين ڪنهن بہ خاص ڳالهہ ۾ ترقي ڪانہ ڪئي هئي، نہ وٽس ڪي درويش پيدا ٿيا هئا، نہ وٽس ڪي شاندار روايتون هيون، نہ وري اُن کي ڪا تاريخي اهميت ئي حاصل ٿي هئي. اُن جي ترقي ۽ مشهوري اُن وقت ئي ٿي سگهي پئي، جڏهن اُن جا مربي اِها ڪوشش ڪن، تہ هزارين ميلن جي مفاصلي تان گهڻي اَنداز ۾ زيارتي اُتي اَچي ڪَنا ٿين.

اهو وڏڙو يا پير ڇا آهي؟ ها، نہ تہ اِهو وڏڙو اُهو آهي، جيڪو تنهنجي روح ۽ خواهش کي ڇڪي وني ۽ پنهنجي روح ۽ خواهش ۾ اُن کي سمائي ڇڏي. تون جڏهن بہ ڪنهن کي پنهنجو مربي ڪري وٺين، تہ پوءِ پنهنجي هو خواهش کي ختم ڪري ڇڏ. تون سندس پوري پوري تابعداري قبول ڪر ۽ پنهنجي هرچيز کي ترڪ ڪري

ڇڏ. هيءَ ريت، هيءُ نفس ڪُشيءَ جو رواج، هرڪوئي پنهنجي رضا ۽ خوشيءَ سان، انِ ڪري اختيار ڪندو آهي، تہ جيئن هو پاڻ تي سوپ پائي سگهي ۽ پنهنجي خواهشن تي قبضو حاصل ڪري سگهي. اهو انِ ڪري بہ ڪيو ويندو آهي، تہ جيئن هُو تابعداريءَ جي حياتي گذارڻ ڪان پوءِ، مڪمل آزادي حاصل ڪري سگهي ۽ پاڻ ڪي چڱيءَ ريت سجاڻي سگهي، اُنهن گهڻن جي مقابلي ۾، جن سڄي عمر وڃائڻ ڪان پوءِ بہ پنهنجو پاڻ نہ سڃاتو آهي. هيءُ طريقو ڪنهن بہ اُصول يا قاعدي تي بـَدل ڪونہ آهي، بلڪ اوپر ۾، جيڪي صدين ڪان ريتون ۽ رسمون رواج ۾ آهن، تن ڪان ئي پيدا ٿيو آهي. مربيءَ سان، هيءُ عهد ۽ پيمان، ڪا رواجي تابعداري نہ آهي، جيڪا رشيا جي خانقاهن ۾ عام طرح قائم رهي آهي. هن قول ۽ اقرار جو مدار، هن ڳالهہ تي آهي، تہ اُهي سيئي، جيڪي مربيءَ جي تابعداري قبول ڪن ٿا، سي پنهنجا راز بہ اُنهن ڪان ڳجها نہ ٿا رکن. ان ڪري، هنن ٻنهي ۾ هڪ اَڻ وٽندڙ رشتو قائم ٿئي ٿو.

هڪ اهڙي ئي سيڪڙات جي ڳالهہ ڪئي ويندي آهي - مسيحت جي ابتدائي زماني ۾، هُو پنهنجي مربي يا پير جا حڪم بجا آڻي نہ سگهيو. هُو شام مان سندس خانقاهہ ڇڏي وڃي مصر ۾ رهيو. ڪيس گهڻي ڳولها ۽ ڪوشش ڪان پوءِ، اُتي هٿ ڪيو ويو. گهڻي غور ڪان پوءِ، ڪيس ڇيچلائي ۽ پيڙا ڏئي مارڻ جو حقدار قرار ڏنو ويو. عام طرح هنن جو اهو خيال هو تہ هن ۾ ايمان باقي نہ رهيو آهي. ڪليسا جي خواهش موجب، جڏهن ڪيس هڪ پادريءَ جي حيثيت ۾ دفنايو ٿي ويو، تڏهن اوچتو ئي هڪ ننڍي پادريءَ نصيحت ڪندي چيو تہ "دور ٿي وڃو، توهان سڀيئي ناپاڪ آهيو." تابوت مان شهيد جي لاش کي، ٽي دفعا ٻاهر ڪدي اُڇلايو ويو. ايتريقدر سپ ڪجهہ ٿي وڃڻ ڪان پوءِ، تہ هن پاڪ نفس، پنهنجي پير (مربي) جي تابعداري کي ڀڳو هو ۽ اُن کي ڇڏي هليو ويو هو. انڪري سندس بخشش تيستائين ٿي نہ ٿي سگهي، جيستائين سندس مربي (پير) هن جي نجات لاءِ دعا نہ گهري آهي. اُن ڪان پوءِ ئي سندس دفنائڻ جو بندوبست ٿي پئي سگهيو. جيتوڻيڪ هيءَ هڪ ڏند ڪٿا ٿي لڳي، مگر هڪ اهڙو واقعو تازو بہ ٿي گذريو آهي.

هڪ پادريءَ کي اوچتو ئي اوچتو پنهنجي مربي (پير) ڪان حڪم مليو تہ هُو ايٿاس کي - جنهن سان ڪيس بيحد محبت هئي ۽ جنهن کي هُو، اَمن ۽ سلامتيءَ جي جاءِ سمجهندو هو - ڇڏي، پهريائين بيت المقدس (يروشلم) وڃي، اُتان جي پاڪ جاين جي زيارت ڪري ۽ تنهن ڪان پوءِ اُتر سائبيريا ڏي هليو وڃي. ڪيس ائين چيو ويو، تہ تنهنجي رهڻ جي جاءِ اُها آهي. بدقسمت پادريءَ کي سخت غم ۽ ڏک ٿيو. هُو قسطنطنيہ جي بطريق اعظم وٽ ويو ۽ ڪيس عرض ڪيائين تہ "مون کي هن

پابندي کان نجات ونرائي ڏئي." مگر بطريق اعظم کيس ٻڌايو تہ، "هُو نہ فقط کيس اهڙي آزادي وٺي ڏيڻ کان لاچار آهي، پر هن زمين تي، اهڙي کابہ شخصيت کانہ آهي، جا اُن کان کيس آزادي ڏئي يا ڏياري سگهي، سواءِ اُن مربي (پير) جي، جنهن متس اهو فرض رکيو آهي." اهڙيءَ طرح کليسا جي انهن وڏڙن کي، کن حالتن ۾ وسيع ۽ لامحدود اختيار مليل آهن. اِهوئي سبب آهي، جو شروع ۾ موت ۽ حياتيءَ جي حد تائين، اهڙين خانقاهن ۽ راهبن کي ڪڏهن بہ ڪا مخالفت ڪندي نہ ڏٺو ويو. اُن جي برعڪس، ماڻهن ۾ هن فرقي جي لاءِ روز بروز احترام وڌندو رهيو. ڪيترائي اڻ پڙهيل ۽ بعضي تہ پڙهيل ڪڙهيل ماڻهن جا ٽولن جا ٽولا اُتي وڃي جمع ٿيندا هئا ۽ خانقاهن جي وڏڙن وٽ پنهنجن گناهن ۽ تڪليفن جو اظهار ڪندا هئا. پنهنجي نجات لاءِ ڪائنس صلاحون وٺندا هئا. هيءُ سڀ ڪجهہ ڏسندي، آخر ڪن مخالفن چئي ڏنو تہ: "هن اعتراف گناهہ جو ڪنهن بہ مذهبي رسم ۽ رواج سان ڪوبہ واسطو نہ آهي. اِهو جبر ۽ استبداد سان اظهار ورتو وڃي ٿو ۽ هيءُ عمل نهايت ناڪاره ۽ حقارت سان پريل آهي!" اُن هوندي بہ، هنن راهبن کي پائداري ملي ۽ هنن ڳالهين جو روسي خانقاهن ۾ وڌ کان وڌ رواج وڌندو ويو. البت هن نقطي کي ياد رکڻ گهرجي، تہ هيءُ وسيلو، جيڪو هزار سالن کان انسان ۾ نئين بيداريءَ کي پيدا ڪرڻ لاءِ اختيار ڪيو ويو هو، سو اهڙي ڪسوٽي ثابت پئي ٿي سگهيو، جنهن جي پرک بہ - ذاري ترار وانگر سمجهڻ گهرجي. ممڪن هو، تہ هيءُ ڪن ۾ نماڻائيءَ ۽ خودمختياريءَ کي پيدا ڪري، تہ ڪن ۾ شيطانيت!

زوسيما جي عمر چوهٺ سال اَچي ٿي هئي. هُو زميداري خاندان جو فرد هو. جوانيءَ جي زماني ۾ فوج جي نوڪري ڪئي هئائين. ڪاڪيسرس (ڪوه قاف) ۾، هن فوجي آفيسر جا فرض بہ بجا آندا هئا. سندس اَندر، شايد ڪا اهڙي شيءِ لڪل هئي، جنهن اِليوشا کي متاثر ڪيو هو. اهو هتي ٻُڌائڻ لازمي آهي تہ اِليوشا تي ڪابہ پابندي ڪانہ هئي. کيس اِن ڳالهہ جي اجازت حاصل هئي، تہ جيڏانهن وڻيس اوڏانهن وڃي ۽ جيترا ڏينهن چاهي، غير حاضر رهي. هُن پنهنجي مرضيءَ سان راهبن جو لباس پهريو ٿي، جيڪو ٻين کان مختلف نہ هو. هن ۾ ڪو شڪ نہ آهي، تہ هُن هيءُ سڀ ڪجهہ پنهنجي مرضيءَ پٽاندر ٿي ڪيو. ٿي سگهي ٿو تہ سندس ننڍيءَ عمر جي سمجهہ ۽ تصور، مربي جي شهرت ۽ باطني قوت کان متاثر ٿي هجي. چيو وڃي ٿو تہ گذريل ڪيترن سالن کان، ڪيترائي ماڻهو، زوسيما وٽ اچي، پنهنجي گناهن جو اظهار ڪندا هئا ۽ ڪائنس اُنهن جي بخشش لاءِ صلاحون ۽

مشورا ونندا هئا. اهو بہ مشهور آهي تہ ڪيس هڪ عجيب قسم جي غيبي طاقت ۽ الهامي علم حاصل هو، جنهن جي قوت سان، هُو اَڻ واقف جي چهري مان سمجهي وٺندو هو، تہ اَچڻ وارو ڪهڙي مقصد سان آيو آهي ۽ سندس دل تي ڪهڙو غبار ڇانيل آهي؟ ڪڏهن ڪڏهن تہ هُو، اَچڻ وارن جي لاءِ، حيرانيءَ ۽ عجب جو باعث بڻجي پوندو هو. جڏهن هُو پنهنجي ڄاڻ جي وسيلي ڪين اُهي راز بُڌائيندو هو، جيڪي سندن سينن ۾ محفوظ هوندا هئا.

اليوشا، اهو سڀ ڪجهہ غور سان ڏٺو هو. هن اهو بہ ڏٺو هو، تہ اُهي چهرا جيڪي وٽس ايندا هئا، سي ڏاڍا ڪومايل، خوفزده ۽ بي آرام هوندا هئا. پر جڏهن اُهي وٽانئس واپس ورندا هئا، تہ سندن چهرا، ٻهڪندڙ ۽ شگفتہ هوندا هئا. اليوشا کي جيڪا ڳالهہ ڏاڍي وڻي هئي، سا، اِها هئي، تہ هُن ۾ ڪَرڙائي ۽ بي رُخي بنهہ ڪانہ هئي، پر اُن جي برعڪس هُو نهايت پسنديده ۽ خوش طبع هو. راهب اَڪثر چوندا هئا، تہ ڪيس گنهگارن سان ڏاڍو پيار هوندو هو. جيڪي وڌيڪ گنهگار هوندا هئا، تن کي تہ اَجا بہ وڌيڪ چاهيندو هو. اِن هوندي بہ، هن ۾ ڪوبہ شَڪ نہ آهي تہ ڪي اهڙا بہ راهب هوندا هئا، جيڪي سندس موت تائين ڪيس نفرت، حقارت ۽ حَسد سان ڏسندا هئا، پر اُهي تعداد ۾ ٿورا هئا. ان ڪري اَڪثر خاموش رهندا هئا. اُنهن ۾ ڪي اهڙا بہ هئا جيڪي خانقاه ۾ مانَ ۽ مرتبي وارا بہ هئا ۽ هڪڙي ڪي تہ پنهنجي عبادت ۽ رياضت ڪري امتياز بہ حاصل هو. مگر گهڻائي اُنهن جي هئي جيڪي زوسيما جا طرفدار هئا ۽ دل و جان سان پيار ڪندا هئا. ڪي تہ وري اهڙا بہ هئا جيڪي ساڻس ديوانگيءَ واري محبت ڪندا هئا. اُنهن تہ پنهنجي واتئون ايئن بہ چئي ڏنو هو، تہ هُو ولي آهي ۽ اِن ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي، چو تہ جڏهن سندس زندگيءَ جا آخري ڏينهن ويجها پوندا ٿي ويا، تڏهن هُنن، هِن ڳالهہ جي اڳڪٿي ڪئي، تہ مرهيات جي يادگار طور، جلد ئي خانقاهہ کي عظمت ۽ شهرت حاصل ٿيندي. اليوشا کي تہ منجهس، سواءِ ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي اهڙو ئي ايمان هو. جهڙو ان ڳالهہ تي تہ، ڪليسيا مان سندس لاش تي پيرا مٿي اُڏاٿو هو. هن ڪيترن ئي اهڙن ماڻهن کي ڏٺو هو، جيڪي پنهنجي بيمار ٻارن يا عزيزن کي ڪٺي ايندا هئا ۽ اَچي ڪيس اِلتجا ڪندا هئا، تہ هُو مٿن دعا جو هٿ رکي. هن اِهو بہ ڏٺو هو، تہ ٿوري وقت کان پوءِ، يا ٻئي ڏينهن تي خوشيءَ وچان، اُهي اَچي سندس پيرن تي ڪِري پوندا هئا ۽ سندس مهربانيون مڃيندا هئا. ڇو تہ ڪين پنهنجي دل جو مقصد حاصل ٿي ويندو هو.

اِليوشا کي اِن ڳالهہ تي سوچڻ جي ضرورت ئي ڪانہ هئي، تہ واقعي اُهي مريض، سندس دعا سان صحتياب ٿيا هئا يا عام رواجي طرح بيماريءَ مان ڇوٽڪارو حاصل ڪيو هئائون. اِليوشا کي تہ فقط هن ڳالهہ تي اطمينان حاصل هو، تہ سندس مرشد کي روحانيت جي لازوال دولت حاصل آهي. سندس دلي تسڪين لاءِ ايترو ئي ڪافي هو. تہ ڪيس شهرت ۽ عظمت حاصل آهي ۽ اهو سڀ ڪجهہ هُو پنهنجي ڪاميابي ۾ شامل ڪري ڇڏيندو هو. مربي جڏهن پنهنجي جهوپڙيءَ مان نڪري، اُنهن عام ماڻهن جي هجوم ڏانهن ويندو هو، جيڪي سندس زيارت خاطر، رشيا جي جدا جدا هنڌن کان، اَچي اُتي جمع ٿيندا هئا، تڏهن سندس دل اُن ڇڪي وانگر، ڌڙڪڻ ۽ لرزڻ شروع ڪري ڏيندي هئي، جنهن جي مٿان تمام ڳرو وزن پيل هجي. هُو سندس اڳيان اَچي ڪري پوندا هئا. زاروزار رُئندا هئا، سندس پيرن کي چمندا هئا ۽ زمين جي اُن ٽڪري کي بہ چمڻ شروع ڪندا هئا، جنهن کي سندس مقدس پيرن ڇهيو ٿي. عورتون پنهنجا ٻار اُن ڏانهن دعا جي خاطر وڌائينديون هيون. مربي ساڻن ڳالهائيندو، دعا جا لفظ پڙهندو ۽ شفقت جا هٿ ڦيريندو. ڪين موٽي وڃڻ لاءِ چوندو هو. پوين ڏينهن ۾ پنهنجي بيماري جي سخت حملن جي ڪري، هُو ايترو تہ ڪمزور ٿي پيو هو، جو جهوپڙيءَ کان بہ ٻاهر نڪري نہ سگهندو هو. مگر زيارتي اِنهيءَ اُميد تي، سندس دروازي جي ٻاهران ڏينهن جا ڏينهن وينا رهندا هئا. تہ مَن ڪنهن وقت سندس ديدار نصيب ٿي وڃي. اِليوشا کي هن ڳالهہ تي بلڪل تعجب يا حيراني ڪانہ ٿيندي هئي، تہ هُو ڪيس ڇو عقيدت ۽ محبت سان ڏسن ٿا ۽ ڇو سندس اڳيان جهُڪي وڃن ٿا يا ڪيس ڏسڻ شرط، ڇو جذبات سان پرجي روئڻ شروع ڪري ڏين ٿا؟ هِن اهو چڱيءَ ريت محسوس ڪيو هو، تہ رشيا جو اِهو رولاڪ ۽ عاجز روح، رنج ۽ مشقت جي ڪري بلڪل ٿڪجي پيو آهي. هُو اَجا بہ دنيا جي لڳاتار ناانصافين ۽ پنهنجين خطائن ڪري، مرده ٿي چُڪو آهي. اهڙا روح اِنهيءَ ڪري ڪنهن نہ ڪنهن تسليءَ جا محتاج رهن ٿا.

"اسان سڀئي گناهن، بي انصافين ۽ لوڀ ۽ لالچ سان پريل آهيون، پر اُن هوندي بہ اسان ۾ ڪو اهڙو ضرور آهي، جيڪو نهايت ئي پاڪ ۽ برتر آهي. وٽس سچائي آهي ۽ هُو سچائيءَ کي ڄاڻي ٿو. هن زمين تي هُو اَجا زندهہ آهي. اُهو ڏينهن پري نہ آهي جڏهن هو هن زمين تي اسان جي خواهش موجب اَچي راڄ ڪندو."

اِليوشا ٻـ ڄاتو ٿي، تہ عام ماڻهو بہ ڪجهہ ايئن ئي محسوس ڪري رهيا آهن، ۽ اُن لاءِ دليل ۽ هُجتون ڏئي رهيا آهن. هُن هيءُ بہ سمجهيو ٿي، تہ زوسيما هڪ ولي آهي ۽ روحانيت جو محافظ پڻ. ڇا لاءِ تہ ڪيس جيڪو يقين هو، سو ڪنهن بہ طرح اُنهن ڳوناٺين عورتن کان گهٽ نہ هو، جيڪي پنهنجا بيمار ٻار مربيءَ جي اڳيان پيش ڪنديون هيون. اليوشا جو اِهو يقين، تہ مربيءَ جي وفات خانقاهہ جي لاءِ غير معمولي عظمت جو سبب بڻبي، ٻين جي مقابلي ۾ اَجا بہ وڌيڪ مضبوط ۽ قوي هو. سندس دل ۾ جيئن پوءِ تيئن هڪ اندروني جوش ۽ مستيءَ جو شُعلو دُکي رهيو هو. هُو هن حقيقت کان مطمئن هو، تہ سندس مربي هن جي اڳيان هڪ تنها مثال آهي.

”فڪر نہ آهي، آخر تہ هُو پاڪ نفس آهي. هن جي اندر ۾ نئين تازگي بخش زندگيءَ جو راز آهي. اُها تازگي، جيڪا هن زمين کي سچائي ۽ پاڪيزگيءَ سان مالامال ڪري ڇڏيندي. اسان سڀيئي پاڪ ۽ صاف ٿي پونداسين. هڪ ٻئي سان ميٺ ۽ محبت سان هلنداسون ۽ ڪوبہ غريب ۽ شاهوڪار ڪونہ هوندو. اعليٰ ۽ اَدنيٰ ڪونہ هوندو، پر سڀئي هڪ خدا جي مخلوق هونداسين.“ اِهي خيال هئا، جيڪي اليوشا جي دل ۾ پرورش پائي رهيا هئا.

اِليوشا جي دل تي، سندس ٻن ڀائرن جو، جن کي هُن اڳ نہ ڏٺو هو، گهـرو اَثر پيو. هُن جي نهايت ئي جلدي، ايون جي مقابلي ۾ پنهنجي ماٽيجي ڀاءُ دمتريءَ سان پريت ٿي وئي، جيڪو اُتي جيتوڻيڪ دير سان پهتو يا هُو پنهنجي ڀاءُ ايون ۾ وڏي دلچسپي وٺي رهيو هو. جيتوڻيڪ هُو پاڻ ۾ ڪڏهن ڪڏهن گڏبا هئا ۽ هڪ ٻئي سان، اَجا ميل ميلاپ ڪونہ ٿيو هُين. اِليوشا فطري طرح سان خاموش طبع هو. هُن ڪجهہ ڏسڻ ٿي گهريو ۽ ڪيس ڪنهن نامعلوم ڳالهہ کان شڪ ۽ شرم پئي ٿيو. ايون سندس لاءِ ڪجهہ بہ سوچڻ ڇڏي ڏنو هو. جيتوڻيڪ اِليوشا شروع ۾ اهو محسوس ڪيو هو، تہ هُو ڏانهس هڪ ڊگهي ۽ عجيب نگاهہ سان نهاري رهيو آهي. هُو اُن تي پريشان پئي ٿيو. ڀاءُ جي اُن غير معمولي روش کي، پهريائين، تہ هُن اُن ويڇي ڏانهن منسوب ٿي ڪيو، جيڪو سندن عمر ۽ تعليم پيدا ڪيو هو. پر پوءِ ايون جي بي توجهي ۽ غير تسليءَ کي ڪنهن اِهڙي شيءِ موجب سمجهڻ لڳو، جنهن کان هُو بنهہ غير واقف هو. هُو خيال ڪرڻ لڳو، تہ ايون ڪنهن اِهڙي مسئلي ۾ غرق آهي جيڪو نهايت ئي اهم ۽ پيچيده آهي. ڪنهن اهڙي مقصد جي پنيان آهي، جنهن کي حاصل ڪرڻ آسان نہ آهي، اِنڪري شايد اِهوئي سبب آهي جو

هُو ڪائنس بي پرواهه آهي. اليوشا کي اهو به خيال ٿي رهيو هو ته ڪائنس هُن فاضل دهرئي کي ڪا شڪايت ته نه آهي. ”مان هڪ بيوقوف ۽ نو آموز آهيان“ - ڪيس هن ڳالهه جي ته پڪ هئي ته سندس پاڻ دهريو آهي. ڪيس اُن ڳالهه تي ڪوبه ڏک ڪونه هو. سچ ته هيءُ آهي ته هُن پنهنجيءَ دل ۾ ڪنهن جي لاءِ به نفرت ڪانه پيدا ڪئي هئي. اُن هوندي به هُو اُن وقت جو بي چينيءَ سان انتظار ڪري رهيو هو، ته هُو ڪڏهن ٿو سرڪي سندس ويجهو ٿئي. دمتري، ايون بابت هميشه نهايت ئي تعظيم، خاص شوق ۽ سنجيدگيءَ سان ڳالهائيندو هو. اليوشا کي بعد ۾ معلوم ٿيو ته اُها ڪهڙي اَهم ڪَڙي هئي، جيڪا ٻن وڏن ڀائرن جي ڳانڍاپي جو سبب هئي ۽ هڪ غير معمولي سنبنڌ جو ڪارڻ هئي؟ دمتري جنهن خوشيءَ ۽ ولولي سان ايون جو ذڪر ڪندو هو، سو اليوشا جي اکين کي کيرو ڪري ڇڏيندو هو. ايون جي مقابلي ۾ دمتري بلڪل جاهل لڳندو هو ۽ ٻنهي ڀائرن جي شخصيت توڙي اُٿٺي ويهڻيءَ ۾ ايتري ته غير مناسبت هوندي هئي جو ٻنهي ۾ فرق ڪرڻ وقت ڪابه ڏکيائي ڪانه ٿيندي هئي. اِهو اُن وقت ڪيس محسوس ٿيو هو، جڏهن ناموافق خاندان جي گڏجاڻي مربيءَ جي ڪوٺڙيءَ ۾ ٿي هئي ۽ جنهن جو اليوشا تي بيحد اَثر ٿيو هو. هن مجلس بابت جيڪو بهانو ٺاهيو ويو هو، تنهن جو سچ سان ڪوبه واسطو نه هو. اِهوئي وقت هو، جڏهن دمتري ۽ سندس پيءُ جي وچ ۾ نااتفاقين ۽ اختلافن شدت اختيار ڪئي هئي. سندن تعلقات ناقابل برداشت ۽ ڪشيده ٿي پيا. فيودور پاولووچ شروع ۾ ظاهري طرح مذاق وچان هيءَ رٿ ڏني هئي، ته اسان سڀئي زوسيما جي ڪوٺڙيءَ ۾ ملون، ته شايد سندس ميل ميلاپ واري هٺ هيٺ ۽ سندس موجودگيءَ ۾ ڪنهن خوشگوار نتيجي تي پهچي وڃون. دمتري، جنهن کي ڀهريائين مربيءَ جي ڪابه ڄاڻ نه هئي، شڪ ڪرڻ لڳو ته هُو شايد ڪيس پست ۽ ذليل ٿو ڪرڻ گهري، پر جيئن ته هُو پنهنجي پيءُ جي مٿان ڪيترن ئي موقعن تي پنهنجي خفگيءَ ۽ ناراضپي جو اظهار ڪري چُڪو هو ۽ اُن تي ڪيس ندامت پئي ٿي. تنهنڪري اِن ڳالهه کي ڪٽي قبول ڪيائين. هُو ايون وانگر پنهنجي پيءُ سان نه ٿي رهيو پر شهر جي ڪنهن ٻيءَ ڪنڊ ۾ ٿي رهيو. اُن زماني ۾ پيٽر اليگزينڊرووچ موسيوف اتفاق سان ضلعي ۾ ئي رهيل هو، تنهن هن معاملي ۾ گهري دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. تعجب آهي ته چاليهه پنجاهه ورهين جو آزاد طبع ۽ آزاد خيال دهريو، هن قصي ۾ ڪيئن دلچسپي وٺي رهيو هو؟ سندس جاءِ تي جيڪڏهن ٻيو ڪو هجي ها، ته ڪَڪ ٿي پوي ها ۽ اُن کي اَدني

قسم جو تماشو سمجهي ڇڏي ڏئي ها. هن ۾ جيڪا اِها اوچتي خواهش پيدا ٿي، ته هُو خانقاهه جي الله جي ٻانهي کي ڏسي سا واقعي حيرانيءَ جي ڳالهه آهي. اِهو شايد اِن سبب ڪان هجي ته اُن وقت خانقاهه جي خلاف مقدمو هلي رهيو هو ۽ هن اِهو بهانو بڻايو هجي، ته مربيءَ سان ملي، اُن سموري معاملي جو به دوستاڻي نموني سان فيصلو ڪيو وڃي. اَچڻ وارو جيئن ته نهايت ئي نيڪ اِرادي ۽ نيڪ نيتيءَ سان اَچي رهيو هو، تنهنڪري هُن ڏي، وڌيڪ توجهه ڏيڻ لازمي هو، بنسبت اُن جي، جو ڪوئي تماشي خاطر اَچي ها. خانقاهه وارن مربيءَ تي زور ڀريو ته هُو اُن کي قبول ڪري. مربيءَ جي اُن وقت اِها حالت هئي جو هُو بيماريءَ سبب ڪوٺڙيءَ کي ڇڏيندو ئي نه هو ۽ عام رواجي طرح اَچڻ وارن سان به ڪونه ملندو هو. آخرڪار هن قبول ڪيو ۽ اُن لاءِ ڏينهن مقرر ڪيو ويو. اِليوشا کان هن رڳو مشڪندي اِيئن پڇيو هو ته "مون کي ڪنهن هنن جو ٿياڪڙ مقرر ڪيو آهي؟"

اِليوشا، جڏهن رٿيل دعوت لاءِ ٻُڌو، تڏهن ڏاڍو گهٻرائڻ لڳو. ڇو ته اِهي سيئي جهڳڙالو ۽ تڪراري ماڻهو هئا ۽ فقط دمتري ئي هن ملاقات کي سنجيدگيءَ سان ٿي ڏٺو. ٻيا سيئي جيڪي اَچي رهيا هئا سي غليظ ارادي سان ٿي آيا، يا مربيءَ جي بيعزتي ڪرڻ ٿي آيا. اِليوشا، انهن کان غير واقف نه هو. ايون ۽ موسيوف، ڪنهن عجب وڃان تي آيا - شايد ڪنهن ناشائستگيءَ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ سندس پيءُ وري ڪنهن بيهودگيءَ کي ڏيکارڻ لاءِ، خيال ڪيو هجي. هُن اَڃا ڪجهه به نه ڳالهايو هو، پر اليوشا پيءُ کي چڱيءَ ريت سڃاڻندو هو. هت وري به اِهو دهرائڻو پوي ٿو، ته ڇوڪرو ايترو ساده لوح نه هو، جيترو ڪيس سمجهيو ٿي ويو. هُو اُن ڏينهن جو نهايت بيچيني سان انتظار ڪرڻ لڳو. اِن ۾ ڪوبه شَڪ نه آهي ته هُو هميشه اِن ڳالهه تي غور ڪندو ٿي رهيو ته گهر جا اِهي جهڳڙا، ڪهڙي نموني نبيريا وڃن؟ اُن هوندي به ڪيس جيڪا مربيءَ جي ڳڻتي هئي، هُو هن لاءِ ڪنبي رهيو هو، ته متان سندس عظمت جو اپمان ڪيو وڃي يا ٻي ڪا ذلالت ٿئي، تنهن لاءِ ڪيس ڏاڍو خوف پئي ٿيو. خاص طرح اُن مهذب رومال ۾ ڍڪيل موسيوف جي طنز ۽ اعليٰ تعليم يافته ايون جي مغروراڻي لهجي جو، جيڪو سندس واتان نڪرندو ٿي رهيو. هُن خيال ڪيو ته هِن سموري معاملي کان مربيءَ کي واقف ڪري ڇڏجي، پر ٻين خيالن جي اَچڻ جي باعث خاموش ٿي رهيو. هُن فقط ايترو ڪيو جو دمتريءَ کي، پنهنجي هڪ دوسَت جي معرفت ايترو چوائي موڪليائين، ته هو پنهنجي واعدي تي قائم

رهي. دمتريءَ کي عجب لڳو تہ هُن اِهڙو ڪو بہ واعدو نہ ڪيو هو. پر اُن هوندي بہ، هڪ خط جي رستي، ڪيس جواب ڏنائين تہ ”هُو انتهائي ڪوشش ڪندو، تہ ڪنهن بہ ناراضپي جو سبب نہ بڻجي“. جيتوڻيڪ ڪيس مربي ۽ پنهنجي ڀاءُ ايون لاءِ بيحد احترام هو. پر اُن هوندي بہ ڪيس اهو يقين هو، تہ اِهو سڀ ڄار پڪڙيل آهي، اها هڪ ذليل حرڪت آهي. اُن خط جي پڇاڙيءَ ۾ هُن لکيو تہ ”اُن هوندي بہ پنهنجي زبان کي پٽي ڪڍندس جو اُن اهل ِللہ لاءِ، ڪنهن بہ بي عزتيءَ جو سبب بڻجان، جنهن لاءِ تنهنجي دل ۾ ايتري تعظيم ۽ تڪريم آهي“.

اليوشا کي هن خط تي، ڪابہ خاص خوشي ڪانہ ٿي.



باب پهريون

# خانقاه ۾ آمد

اُهو آگسٽ جو پويون گرم ۽ صاف ڏينهن هو. مربيءَ سان ملاقات جو وقت اٽڪل ساڍي يارهين بجي، عبادت کان پوءِ مقرر ٿيل هو. اسان جي مهمانن عبادت ۾ حصو ڪونہ ورتو، پر جيئن ئي اها پوري ٿي، تہ هُو اَچي سهڙيا. پهريائين هڪ ڪليل شاندار گاڏي، جنهن ۾ قيمتي گهوڙا جوٽيل هئا، سا اَچي پهتي. گاڏيءَ ۾ موسيوف ۽ سندس پراڻهون عزيز - جو ويهن ورهين جو ٿي لڳو - سي ويٺا هئا. اُهو جوان، جنهن کي پيٽر فوميچ ڪلگ ٿي سڏيائون، ڪنهن يونيورسٽيءَ ۾ داخلا وٺڻ لاءِ تياريون ٿي ڪيون. موسيوف، جنهن سان هُو في الحال رهيو پيو هو، سو کيس ٻاهر وڃڻ لاءِ آماده ڪري رهيو هو ۽ زيورچ ياجينا جي يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ زور ڏئي رهيو هو، پر جوان اَڃا ڪنهن فيصلي تي نہ پهتو هو. اُنڪري هُو ساڳئي وقت ٻي دليو ٿي لڳو. هُو نهايت ئي شڪيل، مضبوط ۽ ڪي قدر قداور ٿي لڳو. سندس اکين ۾ استقلال جي جهلڪ ٿي ڏني. اڻ واقف ماڻهن وانگر هن بہ ڪڏهن ڪڏهن ڪن ماڻهن کي، سواءِ ڪنهن مطلب جي گهُوري ٿي نهاريو. ڪڏهن خاموش ٿي رهيو تہ اها ادا بيهودگيءَ جي حد تائين ٿي پهتي. وري جڏهن، هن ڪنهن سان اَڪيلو ٿي ڳالهايو تہ سندس گفتگو چڙ تہ سندس وات مان وهندي ٿي ويئي. سڀ ڪنهن ڳالهہ تي وٺي ٿي ڪليو. سندس اِها زنده دلي، ايترو جلد ختم ٿي پئي وئي، جيترو اُها جلد نمودار پئي ٿي. هُو خوش نظر ٿي آيو ۽ نهايت عمدو لباس پهريل هوس. کيس پنهنجو چڱو ئي ورثو هو ۽ اَڃا بہ وڏيڪ ملڻ جيُ اُميد هيس. اِليوشا جي صادق دوستن مان هو.

موسيوف جي گاڏي کان گهڻو پوءِ، هڪ پراڻي، ياڙي جي گاڏي جهاڪا کائيندي ٿي آئي، جنهن کي ٻن هلڪي ناسي رنگ جي گهوڙن ٿي ڇڪيو. اِن گاڏيءَ ۾ فيودور پاولووچ ۽ سندس پُٽ ايون وينل هئا. دمتري اَڃا بہ ظاهر نہ ٿيو هو، جيتوڻيڪ کيس، گذريل شام جي وقت کان واقف ڪيو ويو هو. مهمانن پنهنجون گاڏيون، هڪ هوٽل جي پرسان ڇڏيون، جو ٻي رستي جي ٻي طرف تائين نظر ٿي آيو. هُو پاڻ پيادل خانقاه ڏي ويا. فيودور پاولووچ ڪانسواءِ، ٻي ڪنهن بہ خانقاه ڪانہ ڏٺي هئي. موسيوف تہ ٽيهن سالن کان، ڪڏهن منجهس پير ئي نہ پاتو هو. ڪليسا ۽ گهرو جاين کان سواءِ، جي نهايت ساديون عمارتون هيون، کيس خانقاه جي اندر، ٻي ڪا بہ دلچسپي جي شيءِ نظر نہ ٿي آئي. ڪي متي اُگهاڙا ايمان وارا، جي هوا ۾

صليب جي نشاني ڪي ڪَڍي رهيا هئا. ڪليسا کان نڪري رهيا هئا. اُنهن غريبن ۾، ڪي ٿورا چڱي طبقي جا ماڻهو، ٻه يا ٽي عورتون ۽ هڪ پوڙهو جنرل ٽي نظر آيو. هي سڀ خانقاه جي پرواري مهمان خاني ۾ ترسيا. ٻي پوءِ فقيرن جي فوج کين وڪوڙي وئي پر ڪنهن به شخص کين ڪجهه به نه ڏنو. مگر ڪلگنوف - جنهن کيسي مان هڪ نوٽ ڪڍيو ۽ ٿورو گهبرائجي ۽ پريشان ٿي، خدا ڄاڻي الائجي ڇو، ٽڪرو ٽڪرو هڪ ٻُڍي زال کي ڏئي ڇيو، ته وڃي ورهائي ڪٽو. سندس ساٿين مان ڪنهن به هن ڏي ڌيان نه ڏنو. اُنڪري گهبرائڻ جو ڪوبه سبب نه هو، مگر هُو، اِهو ڏسي، وڌيڪ گهبرائڻ لڳو.

هنن جي اَچڻ جي پڪ ته ڪنهن کي ڪانه هئي، مگر ساڳئي وقت اِها به عجب جهڙي ڳالهه هئي جو هنن جي استقبال لاءِ ڪوبه بندوبست ڪيل ڪونه هو. هنن ۾ جيتوڻيڪ هڪ اهڙو ماڻهو به هو، جنهن تازو هڪ هزار روبل ڪليسا کي خيرات ۾ ڏنا هئا. ٻيو وري اُهو هو، جو ڪافي مالدار ۽ هڪ مهذب زميندار هو ۽ ماهي گيريءَ جي حق رکڻ سبب، خانقاه وارا سندس محتاج هئا. اُن هوندي به ڪو خاص مقرر ڪيل معزز ماڻهو، ساڻن ڪونه اَچي مليو.

موسيوف بي پرواهيءَ سان اُنهن قبرن جي ڪتبن کي ڏسندو رهيو، جي ڪليسا جي چوگرد پکڙيا پيا هئا. هُو ايتري چوڻ لاءِ بلڪل تيار هو، ته هنن مرڻ وارن کي خاصا پيسا ڏئي، هن پاڪ زمين ۾ پنهنجي لاءِ جاءِ حاصل ڪئي هوندي. مگر هُو رڪجي ويو. سندس آزاد طنز غصي ۾ بدلجي وئي. اوچتو هوريان هوريان پاڻ سان ڳالهائڻ لڳو:

" اُهو کهڙو ابليس آهي، جنهن هن ناڪاره جڳهه لاءِ ٽي پڇائون ڪيون؟ اسان کي اُن جو پتو ڪيئن پيو، ڇو ته وقت گذرندو ٿو وڃي!"

اوچتو ئي اوچتو هڪ گنجو ۽ وڻندڙ اکين وارو ٻُڍو ماڻهو اَچي ظاهر ٿيو. کيس پيرن تائين ڊگهو ڪوٽ پهريل هو. پنهنجي مٿي تان ٽوپي لاهي، پيار ڀري نوع ۾ پنهنجي واقفيت ڪرائيندي ٻُڌايائين، ته هُو ميڪسيموف تلاءِ جو زميندار آهي. هُو هڪدم اسان جي مهمانن جي رهنمائي لاءِ تيار ٿي ويو.

"فادر زوسيما، هتان کان اٽڪل چئن سون قدمن جي پنڌ تي، جهنگ جي ٻڻي طرف، پنهنجي حجري ۾ رهندو آهي."

"اِها مون کي خبر آهي ته هُو جهنگ جي ٻڻي پاسي رهندو آهي". فيودور پاولووچ گهري نظر سان کيس ڏسندي چيو. "پر جيئن ته ڪيتري عرصي کان هت اسان جو اَچڻ نه ٿيو آهي، انڪري اسان رستو ڀلجي ويا آهيون."

[1] "هن رستي کان، هن دروازي کان ۽ سڌو ئي سڌو جهنگ کان، مون سان گڏجي هلو تہ مان اوهان کي ڏيکاريان، مون کي بہ اوڏانهن وڃڻو آهي، اِجهو هِن رستي کان ...... بلڪل اِنهيءَ رستي کان."

هُو دروازي کان ٻاهر نڪتا ۽ جهنگ ڏانهن ڦري هلڻ لڳا. سٺ سالن جو پوڙهو ميڪسيموف، هلڻ جي بدران ڊوڙي رهيو هو ۽ عجيب حيراني ۽ گهٻراهٽ مان هر هر ڪين مُڙي نهاري رهيو هو ۽ اِيئن ٿي لڳو، تہ سندس اکيون ڇڻ تہ متي مان ٻاهر نڪري ڏسي رهيون هيون.

موسيوف نهايت ڳنڀير ٿي چيو، "اسان مربيءَ وٽ پنهنجي ڪنهن خاص ڪم جي خاطر آيا آهيون.هن برگزيده شخصيت، اسان کي ملاقات جي لاءِ وقت ڏنو آهي. اِنڪري جيتوڻيڪ اسان تنهنجا ٿورائتا آهيون جو تو اسان جي رهنمائي ڪئي آهي، پر اَسان توکي وٺي هلي ڪين سگهنداسين."

"مان اُتي ئي هوس. مان پهريائين اُن شهسوار وٽ هو س." ميڪسيموف پنهنجون آڱريون هوا ۾ تيزي ڇڏيون.

موسيوف ڪانئس پڇيو، "اِهو شهسوار ڪير آهي؟"

"مربي، شاندار مربي! خانقاه جي شان ۽ عظمت جو مالڪ، اَملهہ ماڻڪ! پر هُن جي ٻي تُڪي ۽ ناموافق گفتگوءَ کي هڪ پِيلي، نبل ۽ وچولي قد واري راهب اَچي ختم ڪيو. ڪيس راهبن واري ٽوپي پيل هئي ۽ هو ڪين اَچي مليو. پاولووچ ۽ موسيوف اُتي ئي بيهي رهيا.

راهب نهايت ئي فضيلت ۽ انتهائي اَدب سان جهڪندي چيو تہ "اسان جي برگزيده مربي، اوهان سڀني کي مانيءَ تي مدعو ڪيو آهي. قريبا= هڪ بجي مهل، جڏهن اوهان سندس حجري کان ٻاهر نڪرندا"، هن ميڪسيموف ڏي نهاري چيو، تہ "توکي بہ".

دعوت تي فيودور پاولووچ، خُوشنوديءَ جو اظهار ڪندي چيو تہ "مان هن کي قبول ڪريان ٿو ۽ سڀني واعدو ڪيو آهي تہ هِت نهايت ئي بهترين روش اختيار ڪنداسون. پيٽرو اليگزينڊرووچ تون بہ هلندين؟"

"بلڪل، مان هت آيو ئي اِن خيال کان آهيان، تہ جيئن هتان جي سمورين ريتن ۽ رسمن کان واقف ٿيان. منهنجي لاءِ، فقط هڪ ئي رُڪاوٽ آهي، تہ تون مون سان گڏ آهين".

"سچ دمتري فيودور پاولووچ اَجا تہ ظاهر ڪونہ ٿيو آهي."

"اِها نهايت خراب ڳالهہ ٿيندي، جيڪڏهن هُو نہ آيو. توکي خبر آهي تہ مون کي سندس

---

[1] 1. عيسائي، ديول جي وڏي کي، عزت کان فادر يعني پيءُ ڪري سڏيندا آهن.

ڪي سموريون عادتون ٽوروئي وڃڻديون آهن ۽ سوڀ توسان گڏ!" هُن راهب ڏي منهن ڪري چيو "اَسان مانيءَ تي حاضر ٿينداسون، بزرگ مربيءَ جي وڏي مهرباني."

"اِهو منهنجو هينئر فرض آهي، تہ مان توهان کي مربيءَ ڏانهن وني هلان."

راهب چيو.

اُن وقت ميڪسيموف بڙ بڙ ڪندي چيو "تہ پوءِ مان سڌو ئي بزرگ ڏانهن وڃان ٿو."

"بزرگ ٿورو مصروف آهي - پر جيڪا اوهان جي مرضي." راهب هٻڪندي چيو.

"پوڙهو گستاخ". موسيوف جي زبان کان نڪري ويو. هوڏانهن ميڪسيموف خانقاه ڏانهن ڊوڙندو ويو.

"جهڙو فان زومان". فيودور پاولووچ اُچانڪ چئي ويٺو.

"هن کان سواءِ، ٻي تو وٽ ڪا مطلب جي ڳالھ ئي نہ هئي، جو ڳالهائين ها. ڪهڙي ريت تون هن کي فان زومان جهڙو ٿو سمجهين؟ تو ڪيس ڏٺو بہ نہ هو!"

"مون اُن جي تصوير کي ڏٺو آهي، اُن قيافي سان، جو فان زومان جي لاءِ اٿم، هي بہ اُن جهڙوئي آهي. مان هميشه ماڻهن کي، سندن شڪل ۽ قيافي مان سڃاڻندو آهيان".

"اِهو تہ مان بلڪل پڪ سان چئي سگهان ٿو، تہ توکي اُن جي ڪابہ سُڃاڻ نہ آهي، پر فيودور پاولووچ، توکي ايترو تہ خيال ڪرڻ گهرجي تہ تو اُجا هاڻي چيو آهي، تہ هتي اسان فضيلت سان ملڻ جو اقرار ڪيو آهي. توکي اهو وسارڻ نہ گهرجي. مان توکي صلاح ٿو ڏيان، تہ پاڻ کي ضابطي ۾ رک، پر جيڪڏهن تو بيوقوفي ڏيکارڻ شروع ڪئي، تہ مان توکي پاڻ سان گڏ رکي نہ سگهندس." هن پوءِ راهب ڏي نهاريندي چيو تہ "عجيب ماڻهو آهي. مون کي تہ اهڙي ماڻهوءَ سان گڏجي، مهذب ماڻهن وٽ ويندي ڊپ پيو لڳي."

هڪ دلڪش مُرڪ، جا عياريءَ کان خالي نہ هئي، راهب جي چهري تي پکڙجي وئي، پر هُو پنهنجي مرتبي ۽ منصب جي خيال کان خاموش رهيو. هي ڏسي موسيوف اُجا بہ خفي ٿي ويو.

موسيوف دل ۾ سوچڻ لڳو تہ "مان تہ ايئن چاهيان ٿو، تہ هنن ماڻهن جي بدن تي سر ئي نہ هجي.هنن جي دلين ۾ فريب ۽ رياڪاري کان سواءِ ٻيو ڪجھ نہ آهي. صدين کان جنهن جي نمائش ٿيندي رهي آهي. هي فقط ڍونگ آهي ۽ اندران ڪوڪلو ئي ڪوڪلو".

"اجها هيءَ آهي جهوپڙي، اسان پهچي وياسون" فيودور پاولووچ رڙ ڪري چيو.

"هي حجرا تہ آهن پر اُنهن جا دروازا تہ بند آهن."

اُن وقت هن صليب ڏانهن اشارو ڪيو، جو دروازي جي مٿان ۽ سندس ٻنهي

پاسن تي نقش ٿيل هو.

"جهڙو ديس تهڙو ويس، هن جهوپڙيءَ ۾ اٽڪل پنجويهه کن پادري رهن ٿا. هو فقط هڪ ٻئي ڏانهن نهاريندا رهندا آهن ۽ گوبي جي پنن جي غذا کائيندا رهندا آهن. پنهنجي قلب جي صفائيءَ ۾ مشغول آهن ۽ نجات جي راهه کي ڳوليندا رهن ٿا. عجب ته هيءُ آهي جو ڪنهن به عورت کي هيءَ طاقت نه آهي، ته هن چانئٺ کان اڳتي پير پائي سگهي. اَلائجي هيءُ سچ آهي يا ڪوڙ. ٻڌو اٿم ته زوسيما، زالن کي پنهنجي حضور ۾ اَچڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي؟" هُو اوچتو راهب کي چئي ويٺو.

"عورتون ته اَجا به هت آهن، اِجهو هُن ڇَپري ۾ ويٺيون آهن، معزز خاندان جي عورتن لاءِ به ڪمرا ڇَپري جي پرسان نهيل آهن پر اُهي آهن احاطي کان ٻاهر. هُو دريون ڏسو ٿا. مربي هنن ڏانهن هڪ ننڍڙي رستي کان ويندو آهي، سو به تڏهن، جڏهن خوش هوندو آهي. هُو هميشه احاطي کان ٻاهر هونديون آهن. اِتي اڄ ڪلهه ليڊي هارڪوف ۽ ميڊم هارڪوف پنهنجي بيمار ڌيءَ سان رهيل آهن. شايد ساڻن ملڻ جو واعدو ڪيو اَٿائين. پاڻ جيتوڻيڪ ڪيتري عرصي کان ڪمزور آهي ۽ مشڪل سان، ماڻهن سان ملي ٿو"

"ته پوءِ چئبو ته ڪي بهانا مڙيوئي آهن. جهوپڙي کان رڙهندو زالن تائين پهچندو هوندو. ايئن نه سمجهه ته مان ڪو اوهان کي نقصان ٿو پهچائڻ گهران. توکي خبر آهي ته ايٿاس ۾ نه رڳو عورتون نه ٿيون وڃي سگهن، بلڪ ڪنهن به اُن جنس کي، جا اُن سان مشابهت رکي ٿي، اُتي وڃڻ جي مجال نه آهي - نه ڪُڪڙ نه ڳئون وغيره."

"فيودور پاولووچ! مان وري به توکي خبردار ٿو ڪريان ته مان توکي اَڪيلو ڇڏي پنتي موٽي ويندوسانءِ. جي مان نه هوندس، ته هي توکي اَچڻ به نه ڏيندا."

"پر پيٽر اليگزينڊروچ مان تنهنجي ڳالهين ۾ ته ڪوبه دخل نه ٿو ڏيان". هُن احاطي ۾ پير رکندي چيو، "ڪهڙي نه مزي ۾ آهن جو سهڻن ۽ گهاٽن گلاب جي جهڳٽن ۾ رهيا پيا آهن"

اُن زماني ۾ گلاب جا گُل ڪونه هئا، پر اُنهن جي جاءِ تي عمدا ۽ سهڻا سرءُ جا گُل هر جڳهه تي ڦُٽي نڪتا هئا. اُنهن گلن تي ڏاڍي محنت ٿيل هئي. ڪليسا، قبرن ۽ ڪاٺ جي هڪ منزلي جڳهه، جنهن ۾ مربي رهندو هو. اُن جي چوگرد پکڙجي ويا هئا.

"اڳئين مربي وارسونوف جي وقت ۾ به ايئن ئي ٿيندو هو، ڪيئن؟ ڪيس ته اهڙي نمائش جي پرواهه ڪانه هئي. چوندا آهن ته هُو ٽپ ڏئي لڪڻ هٿ ۾ ڪٺي زالن کي مارون به ڪيندوهو." فيودور پاولووچ، جيئن مٿي چڙهي رهيو هو، تيئن چوندو به ٿي ويو.

"مربي وارسونوف ڪڏهن ڪڏهن ته عجيب ڳالهيون به ڪندو هو پر اُن ۾ اجايو

وڏاءُ آهي. هُن تہ ڪڏهن بہ ڪنهن کي نہ ماريو هو.“ راهب چيو، ”صاحبو! اوهان جيڪر ٿورو ترسو تہ مان اوهان کي اندر سڏيان ٿو.“

”فيودور پاولووچ، آخري دفعو تون پنهنجي قول کي ياد ڪر: ٻُڌين ٿو پنهنجي روش کي سنڀال يا مان توکي اُن جو بدلو ڏيندس.“ موسيوف کي وري بہ ايئن چوڻو پيو.

”منهنجي سمجهہ ۾ نہ ٿو اَچي تہ تون چو ايترو خفا ٿو ٿئين؟“ فيودور پاولووچ ڪيس طنز ۾ چيو، ”پنهنجي گناهن کان شرمسار آهين ڇا؟“ چون ٿا تہ هيءُ ماڻهن جي اکين ۾ نهاري، ٻُڌائي سگهي ٿو، تہ هُو ڪهڙي مقصد سان آيو آهي؟ تون وري پنهنجي دل ۾، هنن لاءِ ڪهڙي راءِ ٿو رکين. مون کي تہ توتي ڏک ٿو ٿئي“.

موسيوف وٽ ايترو وقت ڪونہ هو، هُو اُن طعني جو ڪو جواب ڏئي. ڪين اندر اَچڻ لاءِ ڪونيو ويو هو. هُو ٿورو خفگيءَ سان اندر گهڙيو.

”مان سمجهان ٿو تہ مان هينئر زياده خفا ٿيو آهيان. جيڪڏهن طبعيت ۾ اَجا بہ خفگي رهي تہ پوءِ ممڪن آهي، تہ مان هن سان وڙهي پوان. پوءِ مان ڪٿان جو رهندس ۽ منهنجا اِرادا ڪٿي؟“ هُو سوچڻ لڳو.

باب پيو

# پوڙهو مسخرو

هُو سڀئي هڪ ئي وقت ڪمري ۾ داخل ٿيا، ۽ هوڏانهن مربي، اُن ئي گهڙي پنهنجي سمهڻ واري ڪمري کان اندر لنگهي آيو. ڪونڙيءَ ۾ اڳيئي ٻه راهب مربيءَ جي انتظار ۾ ويٺل هئا: اُنهن مان هڪڙو فادر لئبررين هو ۽ ٻيو فادر پيسي، جن مان فادر پيسي هڪ عالم ۽ ڪامل شخص هو. هُو جيتوڻيڪ ضعيف ٿي لڳو، مگر پوڙهو نہ هو. هڪ ٻيو ماڻهو بہ اُتي موجود هو. هُو قدآور ۽ اَٽڪل ايڪيهن سالن جو ٿي لڳو. هُو ملاقات دوران هڪ ڪنڊ ۾ ويٺو رهيو. ڪُليل ۽ ٻهڪندڙ چهرو، چالاڪ، فڪر مند ۽ ننڍڙين اکين وارو ٿي لڳو. معمولي لباس پهريل هئس. سندس پرورش خانقاه جي ذمي هئي. هُو مذهبي سائنس جو طالب علم هو. سندس ڳالهائڻ جو طريقو ڪنهن بہ شبهي کان خالي هو. جنهن مان پَل مانسائي ۽ شرافت پئي ظاهر ٿي. هُن مهمانن جو، نہ تہ ڪو احترام بجا آندو ۽ نہ وري نوڙي ڪو سلام ڪيو. اِهو شايد اِن ڪري هو، جو سندس حيثيت، هڪ ماتحت ۽ محتاج واري هئي ۽ ٻين سان ڪابہ برابري رکندڙ نہ هو.

فادر زوسيما، هڪ نئين راهب ۽ اليوشا سان گڏ هو. اُهي ٻئي اُٿي بيٺا ۽ نهايت اَدب ۽ احترام سان نوڙي سلام ڪيائون. اُن کان پوءِ ٻنهي آڱرين سان زمين کي ڇُهي، سندس هٿ چميائون. مربي بہ ساڳي ئي تعظيم ۽ تڪريم جو اظهار ڪيو ۽ کين گهڻيون ئي دُعائون ڪيائون. اِها سموري رسم نهايت سنجيدگيءَ سان ٿي گُذري، جنهن مان هڪ اهڙي جذبات ٿي ڏٺي جا عام رواجي رسمن ۾ ڪانہ ڏسبي آهي. موسيوف جو خيال هو، تہ اُن کي ڄاڻي واڻي موثر بڻايو ويو هو. هُو سڀني مهمانن جي اڳيان اَچي بيٺو. موسيوف اڳئين شام، هن ڳالهہ جو ذڪر ڪري چُڪو هو، تہ ڪيس مربيءَ جون دعائون وٺيون ئي پونديون، چو تہ اِها اُتان جي رسم هئي، پوءِ کڻي هُو هٿ نہ بہ چمي. پر جڏهن هُن ڏٺو تہ پادري سندس اڳيان جهڪي رهيا آهن ۽ هٿ چمي رهيا آهن تڏهن، هُن جي دل ۾ هڪدم ڦيرو اَچي ويو. هُو شانائتي نموني، سنجيدگيءَ ۽ نهايت ئي خلوص سان وڃي هن جي اڳيان رسمي طور جهڪيو ۽ ڪُرسيءَ کان سري پاسي ٿيو. فيودور پاولووچ پڻ موسيوف جي پولڙي وانگر پيروي ڪئي. اِيون نهايت ئي شاندار ۽ مروت سان جهُڪيو، پر سندس هَٿ پنيان ئي رهيا. ڪلگنوف تہ ايترو وائڙو ٿي ويو هو، جو ڪانئس سر نوائڻ ئي وسري ويو. مربي دعا لاءِ جي هٿ کنيا هئا، سي هيٺ لاهي ڇڏيا. هڪ ڀيرو وري سڀني جي اڳيان هُن جهڪڻ کان پوءِ کين ويهڻ جو اشارو ڪيو. اِليوشا جا ڳل ڳاڙها ٿي ويا. کيس گهڻي

پريشاني ٿيڻ لڳي. سندس اڳڪٿي صحيح نڪري رهي هئي.

فادر زوسيما، هڪ پراڻي فيشن واري ڪوچ تي، جو چمڙي سان ڍڪيل هو، تنهن تي ٿهي وينو ۽ بين سيني کي سامهون پٽ سان پيل بدزيبي چمڙي سان ٺهيل چار ڪرسيون پيش ڪيون ويون. راهبن مان هڪ در وٽ تي وينو ۽ بيو وري دريءَ وٽ. مذهبي طالب علم، نوان راهب ۽ اليوشا بينا ٿي رهيا. ڪونڙي ڪا وڏي بہ ڪانہ هئي، نهايت خستہ حالت ۾ بي رنگي تي لڳي. منجهس ضروري سامان کان سواءِ بيو ڪجهہ بہ پيل ڪونہ هو. سامان پڻ نهايت ئي غليظ ۽ رَدي قسم جو هو. دريءَ ۾ گُلن جون ڪونڊيون رکيل هيون، ۽ ڪنڊ ۾ ڪيتريون ئي بي ترتيب مقدس تصويرون پيل هيون. اُنهن جي اڳيان (حضرت) بي بي مريم جي تصوير رکيل هئي، جنهن جي سامهون بتي بَري رهي هئي. اُن جي پرسان ئي بہ بيون مقدس تصويرون، عمدي نموني سان سينگاريل، لَٽڪي رهيون هيون. هنن کان پوءِ ڪن فرشتن جون نقش ڪيل صورتون هيون، چيني ڪُڪڙ جا بيضا هئا ۽ عاج جو ڪئٿولڪ صليب هو، جنهن کي ماسٽر ڊولور سيا، پاڪر پايون بينو هو. انهن کان سواءِ ڪيتريون پَرت پريل شيون رکيل هيون، جن کي اڳين اٽلي جي صنعتڪارن بڻايو هو. اِنهن قيمتي ۽ فني شاهڪارن کان سواءِ ڪيترائي نقش هئا، جن ۾ درويش ۽ شهيد ڏيکاريل هئا، پر هي معمولي قسم جا نقش هئا، جي عام طرح ميلن ۾ وڪامندا آهن. بي ديوار تي روس جي اڳين ۽ پوين پادرين جون تصويرون ٽنگيل هيون.

موسيوف اُن روايتي سجاوٽ تي سرسري نظر وڌي ۽ اُن سان گڏ مربيءَ تي بہ ڪيس پنهنجي لاءِ نهايت ئي بلند خيال هو. اُها ڪمزوري جا معاف ڪري نہ ٿي سگهجي. هُو پنجاهہ سالن جو هو - اها عمر اُها آهي، جنهن ۾ هڪ جهانديدو، چالاڪ ماڻهو ۽ هڪ خاص حيثيت جو مالڪ، مشڪل سان سنجيدگي اختيار ڪندو آهي. شروع ۾ زوسيما ڪيس پسند ڪونہ آيو. مربيءَ جو چهرو، سچ پچ تہ اهڙو هيو جو موسيوف تہ ڇڏيو، پر ڪيترن ئي اُن کي شايد پسند نہ بہ ڪيو هجي. هو قد جو بندرو ۽ ڪمزور ٽنگن وارو ٿي لڳو. هُو پنجهٺ ورهين جو هو، پر عمر ۾ اَجا بہ اُن کان ڪي قدر وڌو ٿي ڏنو. سندس چهرو سوڙهو ۽ گهنجن سان سڄو جهنجهيل هو. گهنج خاص طرح سندس اکين جي چوڌاري پکڙيل هئا. سندن اکيون ننڍيون، سفيد پر تيز ۽ ٻن نقطن وانگر چمڪنديون رهيون. سندس ٻنهي ڪلهن تي سفيد وار ٿي لَڙڪيا. سندس نوڪدار ڏاڙهي توري ۽ ننڍڙي هئي. سندس چَپ، جي هر هر کِلڻ تي ٿي کُليا، سي ڏاڍا سهڻا هئا، جهڙا بہ ڌاڳا. سندس نڪ اُوچو نہ هو، پر پکيءَ جي چهنب وانگر تيز ٿي ڏنو.

موسيوف پاڻ سان پڇڪيو:

”اِن ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ ماڻهو بدخواهہ ۽ اَجائي گهمنڊ وارو ئو نظر اَچي.“
هن ڪيس بنهہ ناپسند ٿي ڪيو.

پٽ تي جو سَستي رقم جو گهڙيال لڳل هو. تنهن تڪڙا تڪڙا ٻارنهن وڄايا ۽ گفتگوءَ جي شروع ٿيڻ جو اعلان ڏنو.

فيودور پاولووچ رڙ ڪري چيو تہ:

”اسان جو وقت ٿي ويو آهي، پر منهنجي پُٽ دمتري جو تہ ڪو بہ نشان ڪونہ آهي. مقدس پيءُ! مان اُن لاءِ شرمسار آهيان.“

اِليوشا، مُقدس پيءُ تي هڪدم ڇرڪ پريو.

”مان ايترو تہ وقت جو پابند آهيان، جو منٽ منٽ جو خيال ڪندو آهيان، وقت جي پابندي، اَميرن جو شانُ آهي.“ هُو چوندو ويو.

”پر تون تہ ڪنهن بہ طرح اَمير ڪونہ آهين.“ موسيوف پاڻ کي روڪڻ کان سواءِ چئي ويٺو.

”اِهو سچ آهي تہ مان اَمير نہ آهيان. پر پيٽراليگزينڊروچ، جي تون اعتبار ڪرين، تہ اِهو مون بہ ڄاتو ٿي، پر مان هميشہ غلط ٿي ڳالهائيندو آهيان. دوست!“

اُن ڪان پوءِ زوسيما ڏي منهن ڪري نهايت اَثر واري آواز ۾ چيو تہ:

”اي مقدس انسان! اوهان جي سامهون هي مسخرو بيٺو آهي. مان خود هيءَ اعتراف ٿو ڪريان. تہ اها منهنجي پراڻي عادت آهي. مان پاڻ کي هميشہ ايئن ٿي پيش ڪندو آهيان. افسوس! پر جيڪڏهن مان ڪنهن وقت احمقانہ ڳالهائيندو آهيان تہ اُهو مقصد کان خالي نہ هوندو آهي. مقصد ماڻهن کي وندرائڻ ٿي هوندو اٿم ۽ پاڻ کي پسند ڪرائڻ. سڀ ڪنهن کي خوشگوار ۽ پسنديده ٿي بڻجڻ گهرجي. ڪيئن؟“

اٽڪل سَت سال اڳ، مان هڪ شهر ۾، ڪنهن ڌنڌي جي سلسلي ۾ رهندو هوس. اُتي ڪي واپاري منهنجا دوست بڻجي ويا. اُتي پوليس جي هڪ وڏي آفيسر وٽ ڪنهن ڪم سانگي وياسون. ڪم ڪان سواءِ، ڪيس ڪاڌي جي دعوت بہ ڏيڻي هئي. هُو قدرآور، ٿلهو، شڪيل، ترش رُو ۽ مذاقيہ ڳالهين کي ناپسند ڪندڙ هو. هُو وڏي دل ۽ جگر وارو مڙس هو. مان سڌو وٽس لنگهي ويس. نهايت ئي آرام ۽ اطمينان سان، جيئن دنيا جو طريقو ٿئي ٿو، ڪيس چيم، ”مسٽر اسپروفنڪ! اوهان اسان جو نئپروفنڪ ٿيندا؟“ هن غصي مان چيو تہ ”ڇا ٿو چئين. سپروفنڪ مان تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟“ مان پهرئين اَڌ سيڪنڊ ۾ محسوس ڪيو. تہ وارو پوري نشان تي ڪونہ ويٺو آهي. هُو خار مان اُتي بيٺو. ”مون تہ اوهان سان مذاق ٿي ڪيو.“ سمجهائيندي چيومانس ”عام طرح تفريح جي لاءِ، جيئن مسٽر نئپروفنڪ روس جي

مشهور سازندي جي پيروي ڪئي ويندي آهي. اهڙيءَ ريت اسان هم آهنگي جي لاءِ اوهان کي ساز جو رهبر سمجهي پيروي ڪنداسون. مون ٻنهي جي پيٽ نهايت ئي عمدن لفظن ۾ ڪئي. ڪيئن ايئن آهي نه؟

”معاف ڪجو!“ هن چيو ”مان اسپروفنڪ ته آهيان پر پنهنجي نالي سان هن قسم جو ابهام مون کي ڪين وڻندو آهي. هُو پڻي ڏئي هليو ويو. مان رڙيون ڪندو، سندس پٺيان ويس.

”هائو، هائو، اوهان اسپروفنڪ آهيو، نه نئپروفنڪ!“

”پر جيئن ته تو مون کي نئپروفنڪ سڏيو آهي، انڪري تنهنجو ڪجهه به نه مڃيندس.“

”اوهان کي شايد يقين نه اچي، انڪري اَسان کي ڏنڏي ۾ سخت نقصان سَهڻو پيو. مان هميشه ايئن ئي ايئن آهيان. مان پنهنجي نرميءَ سان پاڻ کي هميشه نقصان پهچائيندو رهيو آهيان. گهڻن سالن جي ڳالهه آهي، هڪ ڀيري مان هڪ هلنديءَ پڄنديءَ واري صاحب کي چيو ”اوهان جي زال ڏاڍي ڪتڪائي رڪندڙ آهي.“ مون هي سڀ ڪجهه اخلاقي حدن کي خيال ۾ رکي، نهايت ئي احترام سان چيو هو. هُو بگڙجي پيو ۽ پڇيائين ته ”پر تو هُن کي ڪتڪائي ڪئي ڇو هئي؟“ مان هن ڇوڻ کان رهي نه سگهيس ته، ”اِيئن برابر آهي“. هُن مون کي اُتي جو اُتي ڪتڪائي ڪرائي. هن ڳالهه کي جيئن ته ڪافي عرصو گذري چُڪو آهي، اِنڪري مون کي اهو ٻڌائيندي شرم ڪونه ٿو ٿئي، مون پاڻ کي اهڙيءَ ريت، هميشه پئي نقصان رسايو آهي.“

موسيوف ٻَڙ ٻَڙ ڪري ڪيس ڇوڻ لڳو ته، ”هاڻي به تون ايئن ئي ڪرڻ گهرين ٿو“. فادر زوسيما ٻنهي کي خاموش مگر غور سان ڏٺو.

”سچ پچ، اعتبار ڪندين! مون اهو ڄاتو پئي. پيٽر اليگزينڊروچ! مون اڳ ۾ ئي ان جو اَندازو لڳايو هو. مون جڏهن ڳالهائڻ شروع ڪيو، ته اِها پَڪ هئي، ته تون ئي اُهو پهريون هوندين، جو اُن بابت پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندين. مان جيڪڏهن ڪوبه مذاق نه ٿو ڪريان ته منهنجا دوست، هن وقت مان ايئن محسوس ٿو ڪريان، ته منهنجا ٻئي ڳل، ٻنهي ڏانهن ڇڻ ته چِڪجي آيا آهن. بلڪ ايئن سمجهه ته بلڪل سيٽجي ويا آهن. ننڍپڻ کان وٺي منهنجي اِها سادت رهي آهي. معزز گهراڻن ۾ رهندي به مان چرچا گهڻا ڪندو رهيو آهيان. مان بلڪل پراڻو پاپي آهيان. عزت پريا سائين! مان ڄمڻ کان وٺي اُن جي پٺيان ديوانو ۽ مست آهيان. مان جرئت سان چوان ٿو ته منهنجي اندر ۾ شيطان جو واسو آهي. پر آهي ننڍڙو! هن کان جيڪڏهن ٻيو ڪو وڏو هجي ها، ته اُهو شايد ٻئي هنڌ پنهنجي جاءِ جوڙي ها. پيٽر اليگزينڊروچ!

متان ڪو خيال ٿئي، تہ اِهو ڪو تنهنجو روح آهي. تنهنجو روح تہ بنهي ۾ رهڻ جي لائق نہ آهي، پر مان مجاں ٿو. مان خدا کي مجان ٿو. جيتوڻيڪ اڳي مون کي اُن ۾ شڪ هو. پر هاڻي مان ويهي انتظار سان دانائيءَ جون ڳالهيون ٻـُڌڻ ٿو گهران. فلسفي دِدِرات وانگر. مقدس پيءُ، اوهان ٻڌو آهي، تہ ڪيئن راڻي ڪئٿرائين جي زماني ۾ دِدِرات، ميٽروپوليٽن پليٽو کي ڏسڻ لاءِ ويو هو. سڌوئي سڌو وڃي اُتي پهتو ۽ چيائين، "خدا ڪونہ آهي." تنهن تي وڏي پادريءَ آڱر کڻي چيو تہ "احمق ٿي پنهنجي دل ۾ چوندو آهي تہ خدا ڪونہ آهي." اُتي جو اُتي هُو سندس پيرن تي ڪِري پيو. هُن رڙ ڪري چيو تہ "مان مجان ٿو ۽ مان عيسائي ٿيندس." اهڙي ريت هُو عيسائي بڻيو. شهزادي دشڪاف سندس دين جي ماءُ بڻي ۽ پوٽيومڪين سندس ويٽ جو پيءُ.

موسيوف ڏاڍي تحمل سان پنهنجي ڪاوڙ تي قبضو ٿي ڪيو. لرزندڙ آواز ۾ چيائين، "فيودور پاولوچ! اِهو سهڻ کان ٻاهر آهي، تہ تون سڀ ڪجهہ ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين. اِها حقيقت نہ آهي، تہ تون واهيات قصا وينو ڪرين. تو بيوقوفن واري روش ڇو اختيار ڪئي آهي؟"

"سچي حياتي اُن تي شڪ ڪندو رهيس تہ اِهو سچ نہ آهي". فيودور پاولوچ بلڪل ڪامل يقين سان چيو. "پر سائين مان توهان کي سچي ۽ صحيح حقيقت ٿو ٻُڌايان. عظيم مربي! مون کي معاف ڪجو. دِدِرات جي عيسائي ٿيڻ متعلق جيڪا مون پوئين ڳالهہ ٻُڌائي آهي، اُها اِجهو هينئر گهـڙي اٿم. مون اُتي پهريائين ئي غور ئي نہ ڪيو هو. مون اِها، ان ڪري گهڙي آهي تہ جيئن تُرشي ۾ ڪجهہ اضافو ٿئي. پيٽر اليگزينڊرووچ، مان بيوقوف اِنڪري بڻجي رهيو آهيان جيئن تون پسنديده بڻجين. مان جيتوڻيڪ ڪڏهن ڪڏهن ايئن محسوس ڪندو آهيان، تہ آخر مان اِهو سڀ ڪجهہ ڇا لاءِ ڪري رهيو آهيان. مان گهٽ ۾ گهٽ ويهارو پيرا، پنهنجي جواني ۾، شريفن کان ايترو ضرور ٻُڌي چُڪو آهيان، تہ 'بيوقوف پنهنجيءَ دل مان ڳالهايو آهي.' مان اِهو قصو تنهنجي چاچي کان ٻُڌو آهي. اُنهن کي اَڃا تائين اِهو يقين آهي تہ ملحد دِدِرات، خدا متعلق ميٽروپوليٽن ۾ پلاٽن سان بحث ۽ تڪرار ڪيو هو."

موسيوف بي صبريءَ ۾ پاڻ کي وساري وينو ۽ اُٿي کڙو ٿيو. هُـو نهايت غضبناڪ ٿي لڳو. پاڻ کي ڪلڻ هاب ٻٽائڻ کان بلڪل احتياط ڪري رهيو هو.

زوسيما جي حُجري ۾ جو ڪجهہ ٿي رهيو هو، سو وسهڻ جوڳو نہ هو. گذريل چاليهہ پنجاهہ سالن کان، اڳين مربين جي زماني کان وٺي، ڪوبہ ملاقاتي اُتي اهڙو ڪونہ آيو هو، جنهن کي دل ۾ عميق ۽ گهـري عقيدت نہ هجي! اَڪثر ڪري جنهن کي بہ حجري ۾ اَچڻ جي اجازت هوندي هئي، سو ايئن ئي محسوس ڪندو هو. تہ

متس تمام گهڻي مهرباني ڪئي وئي آهي. أنهن مان ڪيترائي ملاقاتي گوڏن ڀر وينا هوندا هئا. أنهن ملاقات ڪندڙن ۾ ڪيتريون تہ اعليٰ مرتبي واريون ۽ پڙهيل ڳڙهيل شخصيتون بہ هونديون هيون. أنهن ۾ آزاد خيال ماڻهو بہ هوندا هئا، جي محض تعجب ۽ حيرت مان ڇڪجي ايندا هئا. أهي پنهنجي ڪمال عزت ۽ نفاست جو اظهار نهايت خوبصورت لفظن ۾ ڪندا هئا. هتي پيسي پنجڙ جو تہ ڪو سوال ئي نہ هو، پر أن جي برعڪس هڪ طرف محبت ۽ همدردي هئي، تہ ٻي طرف روحانيت جي مسئلن يا نازڪ معاملن کي حل ڪرڻ جي خواهش يا آرزومندي. اِنڪري هن قسم جي هلت ڏسي، ڪيترن کي تہ سچ پچ عجب ۽ حيرت ٿي وني وئي. راهبن جي چهرن تي ڪنهن بہ قسم جو ڦيرو ڪونہ پيدا ٿيو هو. هُو هن ڳالهہ جو انتظار ڪرڻ لڳا، تہ آخر مربي ڇا ٿو فرمائي؟ پر هُو بہ موسيوف وانگر بلڪل أتي وجڻ لاءِ تيار ٿي نظر آيا. اِليوشا ڪنڌ نوائي بيٺو هو. سندس اکين ۾ ڳوڙها تَري آيا هئا. کيس جنهن ڳالهہ تي وڏيڪ عجب لڳو، سا اِها هئي، تہ سندس ڀاءُ ايون، جنهن ۾ ئي هن کي اُميد هئي ۽ جو اَڪيلو پنهنجي پيءُ تي اَثر وجهي ٿي سگهيو، سو بلڪل اکيون هيٺ ڪيو، خاموش ۽ ساڪت وينو رهيو. ڇڻ ايئن ٿي لڳو، تہ هُو اُن وقت جو انتظار ڪري رهيو آهي، تہ اِهو سڀ ڪجهہ ڪڏهن ٿو ختم ٿئي. ظاهري طرح ايئن ٿي معلوم ٿيو تہ سندس هنن ڳالهين سان ڪوبہ واسطو نہ آهي. ريڪٽن، جو مذهبي علم جو طالب هو، ۽ جنهن کي اِليوشا چڱيءَ ريت ڄاڻندو، تنهن ڏانهن ڏسڻ جي تہ همت ئي ڪانہ پئي ٿيس. خانقاہ ۾ هُو ئي اَڪيلو هو، جو ريڪٽن جي خيالن کان واقف هو.

”مون کي معاف ڪجو“، موسيوف، فادر زوسيما کي مخاطب ڪندي چيو. ”مون خوامخواہ هن شرمناڪ ۽ احمقاڻي روش ۾ حصو ورتو آهي. مون کان واقعي اِها غلطي ٿي آهي. مان ايئن ٿي سمجهيو، تہ پاولووچ جهڙو ماڻهو سمجهي سگهندو، تہ هڪ معزز شخصيت جي ملاقات ڪرڻ مان ڇا مطلب آهي؟ مان نہ ٿي سمجهيو، تہ اهڙي ماڻهوءَ سان گڏ اَچڻ ڪري، مون کي ڪا معافي بہ وٺڻي پوندي.“ پيٽر اليگزينڊرووچ، هن کان وڌيڪ ٻيو ڪجهہ بہ چئي نہ سگهيو ۽ حجري کي ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي ڏٺو. ايئن ٿي لڳو تہ ڄڻ ڪنهن وڏي مونجهاري ۾ آهي.

”پاڻ کي تڪليف نہ ڏيو“، مربي پنهنجي ڪمزور ٽنگن تي بيهي رهيو ۽ پيٽر اليگزينڊرووچ جي ٻنهي هٿن کي ٻڪڙي، کيس وري ويهڻ لاءِ چيائين. پاڻ کي ايترو پريشان نہ ڪريو. مان اوهان کي خاص طرح چوان ٿو، تہ منهنجا مهمان ٿيڻ قبول ڪيو“ هُو ڪنڌ نمائي وري وجي پنهنجي صوفي تي وينو.

”عظيم مربي، ٻڌايو تہ ڇا مان اوهان کي پنهنجي زندهہ دليءَ جي باعث ڏکويو

آهي؟" پاولووچ رڙ ڪري چيو ۽ ڪرسيءَ جي ٻنهي ٻانهن کي اهڙي نموني جهلي چڙهي ويهي رهيو. ته جي موافق جواب نه هوندو ته هُو ٻنهه اُچل سان ٽـپو ڏيندو.

"مان اوهان کي پڻ خلوص دل سان عرض ڪريان ٿو ته پاڻ کي پريشان نه ڪيو ۽ اطمينان رکو". مربي نهايت موثر انداز ۾ چيو. "پاڻ کي هلاڪ نه ڪريو. اِن ڪان سواءِ اوهان شرمندا نه ٿيو. ڇو ته اِها سڀني جي بنيادي ڪمزوري آهي."

"بلڪل آرام سان". اِها منهنجي فطري عادت آهي. گهٽو ٿي ڇُڪو، گهٽو ٿـي ڇُڪو. پر مان اُن کي خنده پيشانيءَ سان برداشت ٿو ڪريان. محترم! اوهان کي شايد خبر نه آهي، ته منهنجي فطرت کي نه ڇيڙيو وڃي ۽ پاڻ کي قـَـڏي ۾ نه وڌو وڃي. مان پاڻ کي ايترو ظاهر نه ڪندس، جيترو آهيان. مان اوهان کي اوهان جي ڀلي خاطر خبردار ڪري رهيو آهيان. باقي سڀ ڪجهه اُجا شڪ ۽ شبهي جي ڪارن ڪڪرن ۾ ڍڪيل آهي، جنهن کي ٻيا منهنجي متعلق اوهان کي ٻـُڌائيندا. منهنجو مطلب پيٽر اليگزينڊرووچ سان آهي. مگر اي پاڪ نفس! مان اوهان کي ايترو ٻـُڌائڻ گهران ٿو، ته مان بلڪل وجد ۾ اَچي ويو آهيان."

هـُو اُٿي بيٺو ۽ پنهنجا ٻئي هٿ مٿي هوا ۾ اُڀا ڪيائين ۽ چوڻ لڳـو تـه، "مبارڪ آهي اُهو پيٽ! جنهن اوهان کي ڄـَڻيو آهي ۽ اُها ڇاتي، جنهن اوهان کي کير پياريو. جڏهن مون ڇاتيءَ جي ڳالهه ڪئي، ته توهان کي شرمائڻ نه گهرجي، ڇو ته اِها سڀني جي بنيادي ڪمزوري آهي، تـه توهان سچ پچ سـڌو سـَنواٽو منهنجيءَ دل جي گهرائين کي ڇهـُيو آهي. مان جڏهن ٻـ ماڻهن سان مليو آهيان تڏهن پاڻ کي اُنهن کان گهٽ ٿي محسوس ڪيو اٿم. هنن وري مون کي مسخرو سمجهيو آهي، اِنڪري خيال ڪيم ته ڇو نه پنهنجي مسخرائپ ڏيکاريان. مـان اوهـان جي راءِ ڪـان گهبرايـان ڪـونـه ٿو، ڇاڪاڻ ته توهان يا توهان مان ڪوبه مون کان بهتر نه آهي. اِهوئـي سبب آهي، جو مان مسخرو آهيان. اِهو سڀ شرم وچان آهي. عظيم مربي! شرم وچان منهنجو فسادي هئڻ اِن ڪري آهي، جو مان بيحد حساس آهيان. مون کي جيڪڏهن اِها پـَـڪ هجي ها، ته مون کي هرڪو مهربان ۽ سياڻن ماڻهن مان سمجهي ٿو، ته اي خدا! مان ڪيترو نه بهتر ماڻهو هجان ها. بهترين ڄاڻو."

هـُو هڪدم گوڏن ڀر ڪـري پيو، ۽ چوڻ لڳو ته، "مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي، جو هڪ اَبدي حياتي نصيب ٿئي؟"

اِهو نهايت مشڪل ٿي لڳو، ته اِن ڳالهه جو فيصلو ڪري سگهجي، ته هـُو اَجا تائين بـ چرچو ڪري رهيو هو يا سچ پچ متاثر ٿيو هو.

فادر زوسيما اکيون مٿي کنيون ۽ اُن ڏانهن نهاري مشڪندي چيائين ته، "توکي

گهڻو اڳي اِهو سڀ ڪجهہ معلوم آهي، تہ توکي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ توکي ڪافي عقل ۽ سمجهہ آهي. توکي ايترو شراب پيئڻ نہ گهرجي، نفس پرستيءَ جي نہ فقط گفتگوءَ کان پرهيز ڪرڻ گهرجي، بلڪ اُن کان دور بہ رهڻ گهرجي. انهن سڀني کان اهم هيءُ آهي تہ پيسي جي محبت کان پاسو ڪرڻ گهرجي. پنهنجا شراب خانا بند ڪري ڇڏ. جيڪڏهن سڀ نہ ٿو بند ڪري سگهين، تہ گهٽ ۾ گهٽ بہ ٿي تہ بند ڪرڻ گهرجن، ۽ اِن کان سواءِ ڪوڙ نہ ڳالهاءِ".

"اوهان جو مطلب دِدِراٽ سان آهي؟"

"نہ دِدِراٽ جي متعلق ڪو نہ ٿو چوان. سڀ کان مکيہ ڳالهہ اِها آهي تہ ڪوڙ نہ ڳالهاءِ. اُهو ماڻهو، جو پاڻ سان ڪوڙ ٿو ڳالهائي ۽ پنهنجي اندر ڪوڙ جي پرورش ٿو ڪري، اُهو هڪ اهڙي منزل تي پهچي ٿو، جو سچ سندس باطن ۾ ۽ ارگرد موجود آهي. اُن ۾ فرق نہ ٿو ڪري سگهي. جنهن جو نتيجو اِهو نڪري ٿو، جو سندس وقار نہ فقط ٻين جي اڳو ڪري ٿو پوي پر پنهنجين نگاهن ۾ بہ. وٽس جيئن تہ عزت جو خيال نہ ٿو رهي، اُنڪري ان مان پيار ۽ سِڪ جو جذبو بہ ختم ٿيو وڃي. اُن خال کي پرڻ لاءِ هُو پوءِ گهبراهٽ، شهواني خيالن ۽ ناشائستہ لذتن کي جڳهہ ٿو ڏئي. حيوانيت جهڙين بدڪارين ۾ غرق ٿي ٿو وڃي. نتيجو اِهو ٿو نڪري جو هُو ٻين وٽ ڪلڻ هاب ٿو بڻجي. جيڪو ماڻهو پاڻ سان ڪوڙ ڳالهائي ٿو، اُهو ٻين کان وڌيڪ پاڻ کي سولائيءَ سان تڪليف ٿو ڏئي. توکي اِها تہ خبر آهي، تہ گناهہ ڪڏهن ڪڏهن ڏاڍو وڻندڙ ٿو ٿئي. ڪيئن ايئن نہ؟ ماڻهوءَ کي پڪ هئڻ کپي، تہ سندس بي عزتي ڪنهن بہ نہ ڪئي آهي، پر جنهن ماڻهوءَ خود بي عزتي کي جنم ڏنو آهي ۽ ڪوڙ ڳالهايو آهي ۽ مبالغي کي ڏاڍو دلفريب ۽ دلڪش بڻايو آهي، هڪ لفظ کي ورتو ۽ اُن کي داستان ڪري ٻُڌايو - هُو اِهو سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو. پر اڳرائي بہ پاڻ ڪري ٿو ۽ اُن مان دل کولي تيستائين لطف ۽ مزو وٺي ٿو. جيستائين هُو پنهنجي بغض ۽ ڪيني کي ظاهر نہ ٿو ڪري. منهنجو عرض آهي، تہ پنهنجي جاءِ کان اُٿو ۽ ويهي رهو، جيتوڻيڪ اِها بہ هڪ فريبي چال آهي."

"اي برڪت پريا سائين! پنهنجا هٿ وڌايو، تہ مان اُنهن کي چُمان."

فيودور پاولووچ بنهہ اُچل ڏئي اُٿيو ۽ مربيءَ جي ضعيف هٿن کي تيزيءَ سان چمي ڏنائين: "سچ آهي، اِهو سچ آهي، تہ گناهہ ۾ ڏاڍي لذت آهي. ڪيڏي نہ لاجواب ڳالهہ ڪئي اٿوَ. ڇڻ تہ مون اڳ ٻڌوئي نہ آهي. سچ آهي تہ مان پنهنجي سموري حياتيءَ ۾ گناهہ ئي ڪندو رهيو آهيان. رڳو پنهنجي خاطر - مون گناهہ فقط سندس حسن ۽ جمال جي باعث ئي پئي ڪيو آهي. ڇاڪاڻ تہ اِهو ڪڏهن ڪڏهن ايترو وڻندڙ

كونہ ٿو ٿئي، جيترو بي عزت ٿيڻ ممتاز آهي. رهنما! تو اهو وساري ڇڏيو آهي، تہ اهو ڪيترو نہ بلند بہ ٿئي ٿو! مان اُن کي پاڻ وٽ يادگيري طور محفوظ رکندس، پر مان ڪوڙو آهيان. مون يقينا = سچي حياتي ڪوڙ پٺي ڳالهايو آهي. اُن جو هرهڪ ڏينهن ۽ هر ڏينهن جو هر هڪ ڪلاڪ. سچ ڪان وڌيڪ ڪوڙ سان پريل آهي. ڪوڙ جو بہ پيءُ آهيان. جيتوڻيڪ مون کي پڪ آهي، تہ مان ڪوڙ جو پيءُ ڪونہ آهيان. مان پنهنجي اصلي مقصد کي منجهائي رهيو آهيان. ايترو ڪافي آهي، جيڪڏهن چئو تہ مان ڪوڙ جو پُٽ آهيان. منهنجا فرشتا! مان نہ رڳو وقتي ڊڊرات جي متعلق ڳالهائيندو هوس. ڊڊرات ڪوبہ نقصان پهچائي نہ ٿو سگهي. جيتوڻيڪ ڪنهن بہ وقت هڪ لفظ بہ نقصان پهچائي سگهي ٿو، اُن کي ڇڏيو.

اي عظيم رهنما! مون ڪان جيتوڻيڪ وسري ٿي ويو، پر مان سالن ڪان خيال ڪري رهيو هوس تہ توهان ڪان اُچي ڪجهہ پڇان. توهان مهرباني ڪري صرف پيٽر اليگزيندرووچ کي منع ڪيو، تہ هو وچ ۾ دخل نہ ڏئي. ڳالهہ هيئن آهي تہ اِهو سچ آهي يا نہ، تہ دُرويش جي حياتيءَ ۾ اِها ڳالهہ لکيل آهي ڇا، تہ هڪ مقدس درويش کي سندس اعتقاد جي ڪري ماريو ويو هو؟ جڏهن سندس سر وڍيو ويو، تہ هُن اُٿي، اُن کي کنيو ۽ اُن کي خوش اخلاقيءَ سان چمي، هٿن ۾ کڻي هليو ويو.

”سائين اِهو سچ آهي يا نہ؟“

”نہ اِهو سچ نہ آهي“. مربيءَ جواب ڏنو.

”سيني درويشن جي حياتيءَ ۾ ڪو بہ اهڙي قسم جو ذڪر ڪونہ آيل آهي. اهو ذڪر ڪهڙي درويش بابت ڪيو وڃي ٿو؟“ فادر لئبررين چيو.

”مون کي درويش جي تہ خبر نہ آهي. مون کي ڪا بہ خبر نہ آهي ۽ نہ وري مان ٻُڌائي سگهندس. مون کي ٺڳيو ويو آهي. مون کي اِها ڳالهہ ٻُڌائي وئي هئي. توهان کي اها خبر آهي تہ اِها ڪنهن ٻڌائي هئي؟ پيٽر اليگزيندرووچ موسيوف! جنهن کي ٿورو اڳ ۾، ڊڊرات جي ڳالهہ تي بيحد غصو آيو هو. اِهو ئي آهي، جنهن اِهو سڀ ڪجهہ مون کي ٻُڌايو هو.“

”مون توکي اِها ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ ٻُڌائي هئي. مون تہ توسان ڪڏهن بہ نہ ڳالهايو آهي.“

”ايئن برابر آهي تہ تو اِها ڳالهہ مون سان ڪانہ ڪئي هئي، پر اُن وقت جڏهن تو اها حقيقت ڪئي هئي، تہ مان بہ موجود هوس. اِها ٽن سالن جي ڳالهہ آهي. مون اِن جو ذڪر هتي اِن لاءِ ڪيو آهي، جو اُن بيهوديءَ ڳالهہ منهنجي ايمان ۾ خلل پيدا ڪيو آهي. اليگزيندرووچ! توکي اُن جي خبر ڪانہ پئي؟ مگر مان جڏهن واپس وريس،

تڏهن منهنجي اعتقاد کي صدمو پهچي چُڪو هو ۽ اُن وقت کان برابر اهي صدما ڪائي رهيو آهيان. پيٽرآليگزينڊرووچ، سچ پچ تہ تون هن تباهيءَ جو وڏو ڪارڻ آهين ۽ ڊڊرات اِن جو ذميدار نہ آهي.“

فيودور پاولووچ نهايت غصي ۾ ۽ مايوس پڻ ٿي لڳو. سندس هلت مان جيتوڻيڪ اهو صاف ظاهر هو، تہ هُو وري پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي.

”مون کي تنهنجي ايمان جي ڪابہ پرواهہ ڪانہ آهي،“ هُو رڙ ڪرڻ تي هو، پر پاڻ کي هڪدم سنڀالي نهايت نفرت سان چيائين تہ. ”تو هر اُن شيءِ کي، جنهن کي ڇهُيو آهي، تنهن کي گندو ۽ ناپاڪ بڻايو آهي.“

مربي اَچانڪ اُٿي بيٺو. ”مون کي معاف ڪجو عزيزو! جو مان اوهان کي ٿوري وقت لاءِ ڇڏي ٿو وڃان.“ مهمانن ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”ڪي ملاقاتي منهنجو انتظار ڪري رهيا آهن. جي اوهان کان اڳيرو آيا آهن. پر تو سڀ ڪجهہ ڪوڙ نہ ڳالهايو آهي.“ خوش طبعيءَ مان فيودور پاولووچ ڏانهن منهن ڪري چيائين.

هُو ڪوٺڙي مان ٻاهر نڪري ويو. اليوشا ۽ راهب ڏاڪڻ کان هيٺ تائين سندس همرڪابي ڪئي. اليوشا بلڪل دم بخود هو. هُو خوش هو تہ اُن ماحول کان ٻاهر نڪري آيو هو. هُو، اهو ڏسي بہ خوش هو تہ سندس مربي خوش مزاج ٿي ڏٺو ۽ آزردگيءَ جو ڪو بہ نشان سندس چهري تي ڪونہ هو. فادر زوسيما ڇپري جي طرف وڃي رهيو هو، تہ جيئن اُنهن ماڻهن کي وڃي دعا ڪري، جي سندس انتظار ڪري رهيا هئا. فيودور پاولووچ، پنهنجيءَ جاءِ تي ڪيس حجري جي در وٽ روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

”مقدس شخصيت“، جذبي ۽ ايثار مان چيائين. ”اجازت ڏيو، تہ مان اوهان جي هٿن کي هڪ دفعو وري چمي ڏيان. سچ آهي، تہ مان اوهان سان اَجا ڳالهائي سگهان ٿو ۽ اوهان سان نباهي بہ سگهان ٿو. ڇا اوهان اهو سمجهو ٿا تہ مان هميشہ ڪوڙ ڳالهائيندو آهيان ۽ پاڻ کي احمق ثابت ڪندو آهيان؟ يقين ڪريو، تہ هيءُ سڀ ڪجهہ جو مون پٺي ڪيو آهي، اوهان کي محض آزمائڻ جي خاطر هو. مون سمورو وقت اوهان جي آزمائش تي ورتي، تہ ڏسان تہ مان اوهان سان هلي بہ سگهان ٿو يا نہ؟ اوهان جي خودداريءَ سان گڏ، منهنجي عاجزيءَ ۽ انڪساريءَ کي بہ ڪا جڳهہ ملي سگهي ٿي يا نہ؟ مان هن ڳالهہ جي بلڪل تصديق ڏئي سگهان ٿو، تہ اوهان سان ڪوبہ گذاري سگهي ٿو، پر هاڻي مان بلڪل خاموش رهندس. مان سمورو وقت خاموش رهندس. مان ڪرسيءَ تي ويهي، پنهنجي زبان کي قبضي ۾ رکندس. پيٽر اليگزينڊرووچ! هاڻي تنهنجي ڳالهائڻ جو وارو آهي. تون ئي هت مکيہ ماڻهو آهين. پر ڏهن منٽن لاءِ.“

باب ٽيون

# ايماندار ڳوناٽيون عورتون

ڪاٺ جي ڇَڄي جي هيٺان، جو ديول جي ٻاهرينءَ پٽ سان لڳ ٺهيل هو، ويهارو ڪن ڳوناٽيون عورتون ويٺل هيون. اُنهن کي ٻڌايو ويو هو تہ مربي جلد اُتي پهچڻ وارو آهي. اُنڪري سڀئي بي صبريءَ سان سندس انتظار ڪري رهيون آهن. ميڊم مالڪوف ۽ سندس ڌيءُ پڻ مربيءَ کي ڏسڻ لاءِ ڇڄي جي هيٺان موجود هيون، پر هڪ جدا حصي ۾، جو اَمير عورتن جي لاءِ مخصوص هو.

ميڊم هوئلڪوف دولتمند عورت هئي. هُوءَ اَجا بہ جوان ۽ پرُڪشش نظر ٿي لڳي. نهايت ئي سهڻو لباس پهريل هئس. تورو پيلي ٿي لڳي، مگر سندس اکيون ڪاريون ۽ غضبناڪ هيون. هوءَ ڪنهن بہ حالت ۾ سيٽيهن سالن کان مٿي نہ هئي ۽ ڪيس بيواهہ ٿئي پنج سال ٿيا هئا. سندس ڌيءُ چوڏهن سالن جي هئي ۽ سندس ڌيءُ جا پير مفلوج هئا. قريب قريب ڇهن مهينن کان اها بدقسمت ڇوڪري گهمي ڦري نہ ٿي سگهي ۽ ڦيٿن واري ڪرسيءَ جي سهاري ٿي گهمي ٿي. سندس ڌيءُ جو چهرو بہ نهايت دلڪش هو. پر بيماريءَ جي اَثر ڪري لاغر ٿي ڏٺي. اُن هوندي بہ اها ڇوڪري خوش ۽ کلمک ٿي نظر آئي. سندس ڪارين ۽ وڏين اکين مان شرارت سان گڏ پاڪائي ۽ شادابي، ڪنوڻ وانگر تجلي ٿي ڏني. بهار جي موسم ۾ سندس ماءُ پڪو ارادو ڪيو هو تہ ڪيس آب و هوا جي تبديلي لاءِ ٻاهر وٺي وڃي، پر سڄو اونهارو پنهنجي زمين جي ڪمن ڪارين سبب رڪجي وئي هئي. زوسيما سان هُو ٽي ڏينهن اڳي ملي چُڪيون هيون. ڪين جيتوڻيڪ اِها خبر هئي تہ مربي مشڪل سان ڪنهن سان ملندو آهي، مگر هُو اوچتو وري آيون ۽ التجا ڪيائون، تہ "خوشنوديءَ خاطر، هو هڪ ڀيرو وري اُن عظيم معالج کي ڏسڻ گهرن ٿيون".

ماءُ ڌيءُ جي گاڏيءَ جي پرسان ڪرسيءَ تي ويٺي هئي. ڪانئس بہ قدم پري هڪ پوڙهو راهب بيٺو هو. جو اسان جي خانقاه مان نہ هو، پر ملاقاتي هو، جو اُتر جي ڪنهن ڏورانهين مذهبي گهر کان آيو هو. هُو پڻ مربيءَ کان دعائن وٺڻ جي لاءِ آيو هو.

فادر زوسيما، ڇَڄي جي هيٺان ايندي، پهريائين سڌو ئي سڌو، اُنهن ڳوناٽين عورتن ڏي ويو، جي ڇَڄي جي ٽن ڏاڪن جي هيٺان اَڳي گڏ ٿيون هيون. فادر زوسيما مٿئين ڏاڪي تي بيهي، عورتن کي دعا ڪرڻ لڳو. هڪ جن ورتل عورت کي وٽس آندو ويو. جيئن ئي اُن عورت جي نگاهہ مربي تي پئي، هن رڙيون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون ۽ سندس بدن ۾ تشنج پيدا ٿي ويو. سڄي ڏکي تي ۽ مٿس ويم جي حالت طاري ٿي وئي. مربيءَ پنهنجي چادر مٿانئس وڌي، ۽ مختصر دعا گهريائين. ٿوريءَ دير کان پوءِ عورت ويم

ڪيو ۽ پوءِ هڪدم آرام ۾ اچي خاموش ٿي وئي.

مون کي هاڻي جي ته ڪا خبر نه آهي، پر ننڍپڻ جي زماني ۾ ڪيئي اهڙا اتفاق ٿيا، جو مون انهن جن ورتل عورتن کي ڳوٺن ۽ واهڻن ۾ ڏٺو ۽ انهن جي آواز کي ٻڌو. انهن کي ديول ۾ دعا جي لاءِ آندو ويندو هو. اُهي عورتون وڏيون رڙيون ڪنديون هيون يا ڪُتن وانگر ڀونڪنديون هيون. دعا جي وقت کين عبادتگاهه جي پرسان آندو ويندو هو ۽ اُتي پهچندي ئي خاموش ٿي ويندي ويندي هيون. بار هوندي به هي حالت ڏسي، مون کي اُن وقت عجب لڳندو هو. اُن موقعي تي مون کي واقف ڪارن کان پڇندي معلوم ٿيو، ته اهي سڀ اٽڪل بازيون آهن. هي جن ورتل عورتون ڪم چور آهن ۽ ڄاڻي ٻجهي هيءَ حالت پاڻ تي آڻين ٿيون. جيڪڏهن هنن جي مٿان سختي ڪئي وڃي ته هيءَ حالت، جنهن تي هُو هِري مِري وڃن ٿيون، ڇڏي ڏين ٿيون. هنن، هن حقيقت جي تائيد ۾ ڪيترائي مثال ٿي ٻڌايا. بعد ۾ مون کي تجربيڪار ڊاڪٽرن کان معلوم ٿيو، ته هنن بدبخت انسانن جي حالت ۾ ڪا به اٽڪل بازي يا فريب نه آهي، پر هيءَ هڪ خطرناڪ بيماري آهي، جا خاص ڪري روسي زالن ۾ ڪثرت سان آهي. هن بيماريءَ جا اسباب گهڻو ڪري، ڏکيو ويم ۽ ناقابل برداشت مفلسيءَ واري زندگي شامل آهن، جي ٻهراڙيءَ جي عورتن ۾ اَڪثر ٿين ٿا. هيءَ هڪ مرض آهي، جو ٿڪائيندڙ سخت ڪم ۽ مار موچڙي کان به پيدا ٿئي ٿو. هيءَ شفا، جا مريض کي عبادتگاهه جي پرسان اوچتو وڃڻ سان ملي ٿي، هيءُ اُنهن راهبن جي شُعبده بازي آهي، جا فطرتي آهي. هن جي وضاحت هيءَ ٿي سگهي ٿي ته سندس همراهن ۽ خود کي هيءُ يقين آهي، ته بد روح، جو اُن جي جسم ۾ آهي، اُهو عبادتگاهه جي سامهون، جتي مريض گوڏا کوڙي ٿو، رهي نه ٿو سگهي. اُنڪري بي چين ۽ نفسياتي طور تي بي ترتيب عورت جي سڄي جسم ۾ عبادتگاهه جي سامهون جهڪڻ سان ڏڪڻي پيدا ٿئي ٿي ۽ شفا جي پختي يقين جي باعث، جو سندس عقيدت موجب آهي، سڀ ڪجهه معجزي جي طرح گذري وڃي ٿو. هيءَ ساڳي حالت هئي، جا اُن عورت جي مٿان گذري، جنهن تي مربي پنهنجي چادر جو پلاند وڌو هو.

اَڪثر زالون، جي پري، سندس چوڌاري حلقو ناهيو بيٺيون هيون، هن حالت جي اَثر کان، ڏاڍي فراق ۽ دلي واردات کان ڳوڙها ڳاڙي رهيون هيون. اُنهن مان ڪيتريون ئي مربيءَ جي لباس کي چمڻ لاءِ بيتاب هيون ۽ ڪن وري دعا ٿي گهُري. زوسيما سيني کي دعا ٿي ڪئي ۽ اُنهن سان ڳالهائيندو ٿي رهيو. هن جن ورتل هڪ عورت کي سڃاتو ٿي، جا هڪ ڳوٺ کان آئي هئي، اهو ڳوٺ خانقاه کان ڇهه فرلانگ کن پري هو. اڳي به ڪيئي دفعا ڪيس مربيءَ وٽ آندو ويو هو. زوسيما اوچتو هڪ عورت کي، جا اَڃا جوان ٿي ڏٺي، پر لاغر ۽ ضعيف هئي ۽ سندس چهرو سياهي مائل هو، اِشارو ڪري چيو ته، "هن عورت

ڪي پري ڪان آندو اٿـوَ. ايئن آهي نہ؟

هوءَ عورت گوڏن ڀَر ٿي ۽ مربيءَ کي عجب مان نهاري رهي هئي ۽ سندس اکين ۾ هڪ عجيب قسم جي وحشياڻي حماقت ٿي ڏٺي.

”نهايت پري ڪان پيءُ! نهايت پري ڪان! هتان ڪان ٻہ سَو ميل پري. نهايت پري ڪان پيءُ، نهايت پري ڪان!“ هن سُريلي آواز ۾ چيو. معلوم ايئن پئي ٿيو تہ هـوءَ ڪو مرثيو پڙهي رهي آهي، سندس هٿ تـي ڳـل رکيـل هـو ۽ پنهنجي مٺي کي هيڏي هوڏي ڦيرائي رهي هئي.

ڳوناڻين عورتن ۾ ڪي اهڙيون بہ هونديون آهن، جي آرام ۽ بردباريءَ سان پنهنجي طويل غم کي برداشت ڪري وينديون آهن. هـُو پنهنجي غـم کي اندر پيئنديون آهن ۽ خاموش هونديون آهن. ٻيون وري اهڙيون ٿين ٿيون جي پنهنجي ڏک ۽ سور کي لڪائي نـہ سگهنديون آهن. هـُو رئنديون آهن ۽ پـٽڪو ڪنديون آهن. خاص ڪري هيءَ حالت زالـن ۾ عام ڏسڻ ۾ ايندي آهي. هيءُ غم خاموشيءَ ڪان گهٽ نہ ٿيندو آهي. روح ۽ پٽڪو دل کي آرام تہ ڏئي ٿو، پر اُن کي وڌيڪ چيري ۽ ڦاڙي ڇڏي ٿو. اهڙي غـم کي ڪڏهن بـہ تسليءَ جي خواهش نہ ٿي ٿئي. هيءُ پاڻ کي نااُميديءَ جي شعور تي نپائي ٿو. روح راڙو ثابت قـدم آرزو منديءَ مان پيدا ٿي، وري زخم کي کولي ٿو.

فادر زوسيما، غور سان نهاريندي ڪانئس پڇيو تہ ”تون واپاري طبقي مان آهين؟“

”اسان شهري آهيون، پيءُ شهري، اُن هونـدي بـہ شهر ۾ رهندي ڪڙمي آهيـون. مـان توکي ڏسڻ لاءِ آئي آهيان پيءُ. مان اوهان جي نالي کي ٻـُڌو هو ۽ گهڻو ڪجهہ ٻـُڌو هو. مان پنهنجي ننڍڙي پـُٽ کي دفن ڪري زيارت تي نڪتي آهيـان. مـان ٽـن خانقاهن ۾ وئي آهيان، پر اُتان جي رهندڙن مون کي چيو تہ ”تون ناستيشا وڃ.“ اهو توتي ڇڏيل آهي. ”مـان هلي آيس. ڪالهہ مان ديول ۾ عبادت لاءِ ويس ۽ اڄ اوهان وٽ آئي آهيان.“

”تون روئي ڇو رهي آهين؟“

”پيءُ! مان پنهنجي ننڍڙي پٽ جي لاءِ ڏک ۽ درد ۾ مبتـلا آهيـان. هـُو ٽـن سالن جو ٿيڻ وارو هو. اُن ۾ فقط ڪيس ٽي مهينا گهربل هئا. پيءُ! مان اُن ننڍڙي ٻار جي لاءِ غم جي آڳ ۾ پئي ٿي پـَڃران. هيءُ منهنجو پويون ٻار هو. جو وڃي بچيو هيم. مون کي ۽ نڪيتـا کي چار ٻار هئا، پر هاڻي ڪوبہ ٻار نہ اٿئون. سيئي ٻار موڪلائي ويا. مان پهرين ٽن کي تہ گهٽ غم سان دفنايو، پر هاڻي جنهن کي مان پوري آئي آهيان، اُن کي وساري نـہ ٿـي سگهان. هـُو ڄڻ تہ منهنجي سامهون بيٺو ئي آهي. هـُو مون کي ڪڏهن بہ نہ ٿو ڇڏي. هن منهنجي روح کي پائمال ڪري ڇڏيو آهي. مان سندس ننڍڙن ڪپڙن کي ڏسان ٿي، ننڍڙي قميص ۽ ننڍڙا بوٽ ۽ مان روئڻ ۽ پارَ ڪڍڻ لڳان ٿي. پنهنجي مڙس نڪيتـا کي چيم، تہ

آقا! مون کي زيارتن تي وڃڻ لاءِ اجازت ڏئي. هُو ڪوچوان آهي. پيءُ! اسان غريب نہ آهيون، غريب نہ آهيون. ڪيس پنهنجو گهوڙو آهي. اسان کي پنهنجو گهوڙو ۽ گاڏي آهي، پر اسان جي لاءِ هاڻي اهي شيون ڪنهن بہ ڪم جون نہ آهن. منهنجي نڪيتا شراب پيئڻ شروع ڪيو آهي ۽ مان دربدر آهيان. هُن، اُن عادت کي مستقل ڪري ڇڏيو آهي. هُو اڳي بہ پيئندو هو. جيئن ئي مان ڪانئس پري ٿيندي آهيان، هُو اُن ڏانهن مائل ٿي ويندو آهي. هاڻي مان اُن لاءِ خيال ڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي. ٽي مهينا ٿيا آهن، جو مون پنهنجي گهر کي ڇڏيو آهي. مون ڪيس وساري ڇڏيو آهي. سڀني ڳالهين کي وساري ڇڏيو اٿم. مان ڪنهن بہ ڳالهہ کي ياد ڪرڻ نہ ٿي گهران. هاڻي اسان جي گڏجي رهڻ واري حياتيءَ مان ڪهڙو سُود ۽ فائدو ٿيندو؟ مان هاڻي اُن سان رهي ڇا ڪنديس؟ سڀ ڪجهہ ختم ٿي ويو، ختم ٿي ويو. مون کي هاڻي نہ گهر جي پرواهہ آهي، نہ سامان جي ۽ نہ مڙس جي. مون کي هاڻ ڪنهن کي بہ ڏسڻ جي خواهش ڪانہ آهي."

مربيءَ ڪيس چيو، "منهنجي ماءُ ٻُڌ."

"آڳاٽي سَمي ۾، هڪ پاڪ نفس ولي، هڪ مندر ۾، هڪ ماءُ کي ڏٺو، جا تو وانگر پنهنجي ٻار لاءِ روئي رهي هئي، جو اُن جو سڪيلڊو پٽ هو، جنهن کي خدا ڪٺي ورتو هو."

"توکي خبر نہ آهي" اُن وليءَ ڪيس چيو "خدا جي تخت جي سامهون، هي ٻار ڪيڏا نہ جرئت وارا آهن. بيشڪ اُنهن کان وڌيڪ جرئت وارو آسماني بادشاهت ۾ ٻيو ڪونہ آهي." هُو خدا کي چون ٿا، "خدايا، توئي اسان کي حياتي ڏني هئي، اسان مس مس اُن کي ڏٺو، تہ تو اسان کان موٽائي ورتي." هُو اِها ڳالهہ وَر وَر ڪري ڪيس چوندا رهن ٿا، جنهن جو نتيجو اِهو نڪري ٿو، جو خدا ڪين ملائڪن جو درجو بخشي ٿو. اُن ڪري وليءَ ڪيس چوي ٿو تہ ماءُ توکي هن معاملي ۾ روئڻ جي بدران خوشي ڪرڻ کپي، ڇاڪاڻ تہ تنهنجو ٻَچو اُن مالڪ وٽ آهي، ۽ ملائڪن جي گروهہ ۾ آهي. اِهوئي آهي، جو اُن وليءَ، اُن آڳاٽي زماني جي عورت کي چيو. هُو وڏو مقبول ٻانهو هو ۽ اُن ڪڏهن بہ غلط نہ ڳالهايو هوندو. اُنڪري تون بہ ماءُ، هن ڳالهہ جو يقين رک، تہ تنهنجو معصوم ٻار بہ خدا جي تخت جي قريب آهي. هُو خوش ۽ بشاش هوندو ۽ خدا کان تنهنجي لاءِ دعا گهرندو هوندو. پلي روءُ پر خوشي بہ ڪر".

اُن عورت ڪيس ڏيان سان ٻُڌو. سندس ڳلُ سندس هٿ تي سهارو وٺي رهيو هو ۽ هوءَ هيٺ نهاري رهي هئي. هُن ٿڌو ساهہ کنيو.

"منهنجي نڪيتا مون کي تسلي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، ساڳين لفظن ۾ جيئن اوهان. 'بيوقوف'، هن چيو. 'ڇو ٿي روئين؟ هن ۾ شڪ نہ آهي، تہ اسان جو پٽ، خدا جي

سامهون، ملائڪن سان گڏ ڳائيندو ٿو وتي'. هُن مون کي اِهو چيو. مون ڪيس چيو، ته پوءِ هُو ته پاڻ روئي ٿو ۽ مون وانگر دانهون ٿو ڪري. مون کي خبر آهي نڪيتا. مان ڄاڻان ٿي ته هُو خدا وٽ آهي، نه ته وري بيو ڪٿي هوندو؟ پر اِنهن سيني ڳالهين هوندي به هُو هاڻي اسان سان نه آهي. اڳي وانگر، اسان جي سامهون سندس جاءِ ڪانه آهي. جيڪڏهن ٿي سگهي، ته هڪ ڀيرو وري اُن کي ڏسي سگهان. جيڪڏهن ٿي سگهي ته هڪ دفعو ئي، اُن سان ملاقات ڪري سگهان. مان سندس قريب نه وينديس، ڪابه گفتگو نه ڪنديس پر هڪ ڪُنڊ ۾ لڪي ويهي رهنديس، تان جو هڪ گهڙي، فقط اُن کي ڏسان ۽ سندس رانـد رونـد جي آواز کي ڪنن سان ٻُڌان. اُهو ننڍڙو آواز، جنهن سان هُـو مون کي ڪڏهن سڏ ڪندو هو ته، 'امان ڪٿي آهين؟' جيڪڏهن ٿي سگهي، ته هڪ ڀيرو، سندس ننڍڙن پيرن جيَ ڪڙڪي کي پنهنجي گهر ۾ ٻُڌان. هڪ ڀيرو، مان فقط هڪ ڀيرو، سندس پيرن جي ٺَـڪ ٺَـڪ جو آواز ٻڌان.

اَفسوس، مون کي ياد ٿو اَچي ته ڪهڙيءَ ريت هُو واڪا ڪندي، ڊوڙندو، منهنجي طرف ايندو هو. منهنجي فقط اها خواهش آهي، ته سندس پيرن جي آواز کي ٻُـڌان. مان اُن آواز کي چڱيءَ ريت سڃاڻندي آهيان. مگر پيءُ! اُن جو ته هاڻي وجود ئي نه رهيو. مان اُن آواز کي بيهر ٻڌي نه سگهنديس.

هي ننڍڙو ڪمربند اُن جو آهي پر اُن ۾ سندس ڪوبه نشان نه آهي. مان اُن کي وري ڏسي نه سگهنديس، ۽ نه وري اُن جو آواز ٻُـڌي سگهنديس."

هن پنهنجي سيني کي مٿي ڪيو ۽ اُن مان بار جو پرت پريل ننڍڙو ڪمربند باهر ڪڍيائين. جيئن ئي هُن اُن کي ڏٺو، هوءَ ڏڪڻ ۽ روئڻ لڳي. هن پنهنجين اکين کي آڱرين سان لڪايو، جن مان ڳوڙها، ناليءَ جي صورت ۾ وهي رهيا هئا. "تون گذريل زماني جي راحيل آهين!" مربيءَ ڪيس چيو. "پنهنجي ٻارن تي رئنديون رهو ۽ ڪڏهن به آرام سان گذاري نه سگهو. چو ته هُو ڪونه آهن. اوهان مائرن جي ڌرتي تي اِها ئي قسمت ٻڌائي وئي آهي. اوهان ڪڏهن به سُک سان رهي نه ٿيون سگهو. اُها تسلي ئي ڪانه آهي جنهن جي اوهان کي طلب آهي. پر روئڻ، اوهان جنهن وقت روئو، فقط هيءَ ڳالهه ياد رکو، ته اوهان جو ٻار، خدا جي ملائڪن مان هڪ آهي. هُو اُتان اوهان ڏي نهاري ٿو ۽ ڏسي ٿو. اوهان جي لُڙڪن کي ڏسي خوش ٿئي ٿو ۽ پنهنجي مالڪ خدا کي، اُن کي ڏيکاريندا رهن ٿا. طويل عرصي تائين، عظيم ماءُ جو هيءُ ڏک پنهنجي جاءِ تي قائم رهي ٿو پر پوءِ هيءُ ڏک خاموش راحت ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. اوهان جا ڪُوڙا لُڙڪ نازڪ غم ۾ بدلجي وڃن ٿا، جي قلب کي پاڪ ڪن ٿا ۽ گناهه کان نجات ڏيارين ٿا. مان اوهان جي ٻار جي روح جي سڪون لاءِ دعا ٿو ڪريان. اُن جو نالو ڇا هو؟"

"اليگزي، ٻيءُ!"

"ڪهڙو نہ مِٺو آهي. اليگزي ڪان پوءِ هاڻي بنده خدا."

"هائو مقدس ٻيءُ!"

"هو بہ مقدس شخصيت هو. مان ڪيس ياد رکندس اي شفيق ماءُ! تنهنجو ڏک منهنجي دعائن ۾ قائم رهندو. مان تنهنجي مڙس جي صحت لاءِ پڻ دعا گهران ٿو. هيءُ گناهہ آهي، جو تو پنهنجي مڙس کي ڇڏي ڏنو آهي. تنهنجو ننڍڙو پٽ، آسمان کان ڏسندو هوندو، تہ تو سندس پيءُ جي راحت کي ڪسي ورتو آهي، هُو تو تي رئندو هوندو. تون سندس خوشيءَ ۾ ڇو ٿي خلل وجهين؟ هُو جيئرو آهي. ڇاڪاڻ تہ روح سدا حيات آهي. هُو جيتوڻيڪ پنهنجي گهر ۾ نہ آهي، پر هُو تنهنجي قريب آهي، جنهن کي تون ڏسي نہ ٿي سگهين. هُو تنهنجي گهر ۾ ڪهڙيءَ ريت اندر گهڙندو، جڏهن تون پاڻ ئي چوين ٿي، تہ اهو گهر تنهنجي لاءِ نفرت جي جاءِ بڻجي ويو آهي! ٻڌاءِ، هُو پوءِ ڪاڏي وڃي جڏهن اوهان ٻنهي کي هُو يڪجاءِ نہ ڏسندو - ماءُ ۽ پيءُ؟ هُو هاڻي توکي خواب ۾ اَچي ٿو ۽ تون ڏک ڪرين ٿي. اُن هوندي بہ هُو توکي تنهنجي مِٺن خوابن ۾ نظر ايندو رهندو. ماءُ، تون پنهنجي مڙس ڏي موٽي وڃ ۽ اَڄ ئي موٽي وڃ!"

"مان وينديس، مقدس ٻيءُ، منهنجو توسان واعدو آهي. تون منهنجي دل سڌو ۾ پيهي ويو آهين. منهنجا نڪيتا، منهنجا نڪيتا، تون منهنجي لاءِ منتظر آهين."

عورت سُريلي آواز ۾ روئڻ شروع ڪري ڏنو. مربي هاڻي هڪ پوڙهيءَ عورت جي طرف وڌي ويو هو. اُن کي شهري ماڻهن جهڙو لباس پيل هو، نہ زيارتين جهڙو. سندس اکين مان معلوم پئي ٿيو، تہ هوءَ ڪنهن مطلب سان آئي آهي. جيئن تہ ڪيس ڪجهہ چوڻو هو، هُن ٻُڌايو، تہ هوءَ ڪنهن نان ڪميشن آفيسر جي بيواهہ آهي ۽ شهر جي لڳ رهندي آهي. سندس واسينڪا، فوج کي رسد پهچائڻ واري ڪاتي ۾ ملازم هو. هُو سائبيريا جي ارڪوتسڪ شهر ڏانهن ويو هو. هُن ڪيس بہ خط لکيا هئا، جنهن کي سڄو سال گذري ويو. هُن اُن جي لاءِ گهڻي پڇا ڳاڇا ڪئي آهي، پر سندس پوري پَتي جو ڪوبہ ڏس نہ ٿي مليس.

"اڳئين ڏينهن استيپانيدا الينيشنا، جا هڪ دولتمند واپاريءَ جي زال آهي، مون کي چيو تہ پروهوورنٽاتوف ديول ۾ وڃي، پنهنجي پُٽ لاءِ نماز اَدا ڪر. اُن جي روح جي سڪون لاءِ دعا ڪر، ڇو تہ هُو مري ويو آهي. ٻيءَ حالت ۾ سندس روح بي آرام رهندو. هُو توڏي خط لکندو. استيپانيدا الينيشنا مون کي ٻُڌايو تہ هيءَ آزمايل شيءِ آهي ۽ ڪيترا ڀيرا آزمائي وئي آهي. مون کي فقط هيءُ شڪ آهي ..... اي مقدس ٻيءُ! مون کي ٻُڌاءِ، هيءُ سچ آهي يا ڪوڙ؟ هيءُ سچ بہ ٿي سگهي ٿو!؟"

"ڪڏهن بہ اِن جو خيال نہ ڪر. هيءُ بي شرميءَ جهڙو سوال آهي. هيءُ ڪيئن ٿو ٿي سگهي، تہ جيئري ماڻهوءَ جي روح لاءِ دعا گهري وڃي ۽ اُها بہ سندس ماءُ گهري! هيءُ وڏو گناهہ آهي. هيءُ تہ جادوگريءَ جي قريب آهي. جيئن تہ توکي دين جي واقفيت نہ آهي، اُنڪري ئي هيءُ گناهہ توکي معاف ٿي سگهي ٿو. چڱو ايئن آهي، تہ تون آسمان جي راڻي کي عرض ڪر - جا اسان جي لاءِ بچاءُ ۾ مدد آهي - تہ تنهنجي پٽ کي صحت ملي ۽ تنهنجو هيءُ گناهہ بہ معاف ٿئي. پروهوروناف، ٻي ڳالهہ، جا مان توکي ٻڌائڻ گهران ٿو، سا هيءَ آهي، تہ يا تہ تنهنجو پٽ توڏي جلدي موٽي ايندو يا خط لکندو. وڃ ۽ آرام سان رهہ. مان توکي چوان ٿو، تہ تنهنجو پُٽ جيئرو آهي!

"مقدس پيءُ! خدا توکي اُن جو اَجر ڏيندو. اسان جي لاءِ بهتر سوچيندڙ، توهان اسان جي لاءِ ۽ اسان جي گناهن لاءِ هميشہ دعائون گهرندا رهو ٿا." مگر مربيءَ ڪيس ڇڏي، اڳتي وڏي ويو هو، جي بہ روشن اکيون ڪيس نهاري رهيون هيون. هوءَ هڪ نوجوان ڳوناٺي عورت هئي، جنهن جون ٿڪل ۽ آسروند اکيون، خاموشيءَ سان ڪيس واجهائي رهيون هيون. هُوءَ مربيءَ جي قريب ٿيندي ڪيبائي رهي هئي.

"چا ٿي گهرين، منهنجي نياٽي؟"

"منهنجا مقدس پيءُ! منهنجي روح کي نجات بخش." هُن گوڏن ڀر ٿي، نهايت آهستي ۽ آرام سان چيو، "مون گناهہ ڪيو آهي ۽ ان کان خوف ٿو ٿئيم". مربي هيٺئين ڏاڪي تي ويهي رهيو. هوءَ عورت جا اَجا گوڏن ڀَر هئي، سُري سندس ويجهو آئي. هن لرزندڙ ۽ نيم سرگوشيءَ جي آواز ۾ چيو تہ "مان هڪ بيواهہ آهيان ۽ منهنجي مڙس کي مُئي ٽي سال ٿيا آهن. مون کي پنهنجي مڙس سان سخت حياتي گذارڻي ٿي پئي. هُو مون تي ظلم ڪندو هو ۽ سخت ماريندو هو. هُو پوڙهو بہ هو ۽ بيمار بہ هو. مان هُن ڏانهن نهاري خيال ڪيو، تہ جيڪڏهن هي خوش ٿيو ۽ وري اُٿيو تہ پوءِ منهنجي لاءِ ڇا ٿيندو؟ ايئن ئي مون کي اُن وقت خيال آيو ....."

"ترس" مربي پنهنجو ڪَن سندس چپن وٽ آڻي چيو.

هوءَ عورت چپن ۾ ڳالهائيندي رهي، ڏاڍو ناممڪن هو، جو ڪو سندس آواز کي جهٽي سگهي ۽ سمجهي، تہ ڳالهائي پئي.

مربيءَ ڪيس چيو "ٽي سال اڳ."

"ٽي سال اڳ، پهرياڻين تہ مان اُن تي سوچيو ئي نہ ٿي، پر هاڻي مان بيمار ٿي پئي آهيان. اهو خيال هڪ گهڙي بہ مون کي نہ ٿو ڇڏي."

"تون پري کان آئي آهين؟"

"ٽن سؤ ميلن کان بہ مٿي".

”ڇا تو پنهنجي گناهه جو اعتراف ڪيو آهي؟“

”هائو مان اعتراف ڪيو آهي ۽ ٻه ڀيرا ڪيو آهي.“

”تو ڪنهن جي رفاقت ۾ پهچي پڇتاءُ ڪيو آهي؟“

”هائو. مون کي خوف ٿو ٿئي. موت کان خوف ٿو ٿئي.“

”ڪوبه خوف نه ڪر ۽ ڏڪ نه. وحشت نه کاءُ. جيڪڏهن تون توبهه کان گريز نه ٿي ڪرين ته يقينا = خدا تو کي سڀ بخشي ڇڏيندو. دنيا ۾ ڪوبه اهڙو گناهه ڪونه آهي، جنهن کي اسان جو مالڪ نه ٿو بخشي، پر اُن لاءِ پڇتاءُ صحيح هجي. انسان جي لاءِ هن کان وڌيڪ بيو گناهه نه آهي، ته هُو خدا جي بي پايان محبت کي وڃائي ويهي. خدا جي محبت کي ڇڏي ڏيڻ کان وڌيڪ ٻه ڪو بيو گناهه ٿي سگهي ٿو! تون فقط توبهن جو خيال ڪر، ۽ توبهن کي جاري رک، خوف کي بلڪل ڪڍي ڇڏ. يقين رک، ته خدا توکي پيار ٿو ڪري، جنهن کي تنهنجو ادراڪ سمجهي نه ٿو سگهي، تنهنجي گناهن جي باوجود هُو توکي پيار ٿو ڪري. هيءَ اڳاٽي وقت جي چوڻي آهي، ته گهنگار جي هڪ پيرو وارو پڇتاءُ، آسمان ۾ جا مسرت آڻي ٿو، اها ڏهن نيڪ مردن جي نيڪي کان وڌيڪ آهي. وڃ ۽ خوف نه کاءُ. انسان جي لاءِ شامت نه ٿيءُ. هن ڳالهه تي غصو نه ڪر تو غلط ڪم ڪيو آهي. اُن مُئي ماڻهوءَ کي بخش، جنهن توسان ناروا هلت ورتي آهي. صداقت سان پنهنجي دل کي اُن سان ڳنڍ. جيڪڏهن تون پڇتاءُ ڪندڙ آهين، ته پاڻ ۾ محبت پيدا ڪر. جيڪڏهن تو محبت ڪئي، ته تون خدا واري ٿي وينديءَ. محبت سيني شين تي غالب ٿي وڃي ٿي ۽ ڇوٽڪارو ٿي ڏئي. مون ڏي ڏس، هڪ گنهگار، جيئن تون آهين، مان توتي مهربان آهيان ۽ تو تي رحم ٿو اچي، پر خدا ته هن کان به وڌيڪ مهربان آهي. محبت اُها خزانو آهي، جنهن جي قيمت ڪَٿي ئي نه ٿي سگهجي. تون اُن سان سڄيءَ دنيا کي خريد ڪري سگهين ٿي. تون اُن سان پنهنجي گناهن کي نه، پر بين جي گناهن لاءِ به ڪفارو بڻجي سگهين ٿي.“

هن ڪيس تي ٽيرا صليب سان نشان ڏنو ۽ پنهنجي ڳچيءَ مان هڪ ننڍڙي تصوير ڪڍيائين ۽ سندس ڳچيءَ ۾ وڌائين. عورت بنا ڪنهن ڳالهائڻ جي زمين تائين جهُڪي وئي.

مربي اُٿيو ۽ کلمکائيءَ سان، هڪ صحتمند ڪڙمي عورت ڏي ڏٺائين، جنهن جي هنج ۾، هڪ ننڍڙو ٻار هو.

”مان وياشيگوري کان آئي آهيان، مقدس پيءُ!“

”تو هن ٻار سان گڏ، پنج ميل پنڌ به ڪيو آهي، توکي ڇا کپي؟“

”مان توهان جي زيارت لاءِ آئي آهيان. مان اڳي به اوهان وٽ آئي آهيان. توهان کان شايد وسري ويو آهي اي مقدس پيءُ! ماڻهن مون کي ٻڌايو، ته اوهان بيمار آهيو. مان خيال

ڪيو، تہ ڇو نہ اوهان جي عيادت ڪري اَچان. هاڻي مان ڏسان ٿي، تہ اوهان بيمار نہ آهيو. توهان اَڃا بہ ويهہ ورهيہ ٻيا بہ جيئرا رهندا! خدا جون اوهان تي برڪتون هجن!! اوهان ڪي دعائن ڪرڻ وارا گهڻائي آهن، اوهان ڪيئن بيمار ٿيندا؟"

"مان تنهنجو شڪرگذار آهيان، نياڻي!"

"ايئن مان اوهان ڪان هڪ ڳالهہ پڇڻ گهران ٿي. اُها ڪا وڏي نہ آهي. مون ڪي سٺ ڪپڪ (سڪا) آهن، اُهي اُن ماڻهو کي ڏيو، جو مون کان وڌيڪ حاجتمند هجي. مان جڏهن هيڏي آيس ٿي، تہ خيال ڪيم تہ بهتر آهي، تہ هيءَ رقم اوهان کي ڏيان، ڇو تہ اوهان چڱيءَ ريت ڄاڻي سگهو ٿا، تہ اُن جو مستحق ڪير ٿي سگهي ٿو؟"

"مهرباني منهنجي پياري ماءُ مهرباني! تون چڱي زال آهين. مان توکي پيار ڪريان ٿو ۽ ڪندو رهندس. اِها ننڍڙي ڇوڪري تنهنجي آهي!؟

"هائو مقدس پيءُ، اِها منهنجي آهي. لِزاوتيا هن جو نالو آهي."

"اوهان ٻنهي تي خدا جون برڪتون هجن. توتي ۽ تنهنجي ٻار لِــزاوتيا تي. تو منهنجيءَ دل کي خوش ڪيو آهي ماءُ. خدا حافظ پيارو ٻارو! خدا حافظ!!

هن سيني عورتن کي دعائون ڪيون، ۽ هُو سيئي سندس سامهون جهُڪي ويون.

❦

باب چوٿون

# گهڻ عقيدت واري بيگم

هڪ زيارتڻ، جا پري کان، ڳوناٽين عورتن سان مربيءَ جي گفتگوءَ جو نظارو ڏسي رهي هئي، ڪبس دعائون ڏيندي ڏسي، سندس اکين مان لُڙڪ ڏڙهہ ڏڙهہ ڪري ڪرندا رهيا، جنهن کي هوءَ پنهنجي رومال سان صاف ڪندي ٿي رهي. اُها عورت، جا بيحد حساس ۽ نيڪ نفس ڏسڻ ۾ پئي آئي. جڏهن مربي وٽس پهتو، تڏهن هوءَ ساڻس بيحد جوش سان ملي.

"آه! مان هت متاثر ڪندڙ نظاري کان ڪيڏي نہ اَثر پذير ٿي آهيان." هُوءَ شديد جذبات کان ڳالهائي نہ ٿي سگهي. مان هاڻي، اوهان سان ماڻهن جي محبت جي راز کي سمجهيو آهي. مان پاڻ بہ ماڻهن کي پيار ڪريان ٿي. مان ساڻن محبت ڪرڻ گهران ٿي. ۽ پلا مان ڪهڙيءَ ريت ڪين محبت نہ ٿي ڪري سگهان. اسان جا عجيب و غريب روسي ماڻهو، پنهنجيءَ عظمت سان نهايت ساده دل جو آهن!"

"تنهنجي نياڻي هاڻي ڪيئن آهي؟ تون مون سان وري اُن بابت ڳالهائڻ گهرين ٿي؟"

"مان، مان اُن لاءِ فوري گذارش ٿي ڪئي، مون اُن لاءِ عرض ڪيو هو. ۽ مان تہ ان لاءِ بہ تيار هيس، تہ مان اوهان جي دريءَ جي سامهون ٽي ڏينهن ساندهہ گوڏن پر ڪري، عزت ۽ احترام سان اَندر اَچڻ جي اجازت حاصل ڪريان. مان انڪري آئي آهيان، عظيم معالج! تہ اوهان جي احسانمنديءَ جو خلوص دِل سان شڪريو اَدا ڪري اَچان. توهان منهنجي لِزي جي تمام گهڻي مدد ڪئي آهي. اوهان ڪيس مڪمل چوڪارو ڏنو آهي. اوهان ڪيس گذريل خميس تي دعا ڪئي هئي ۽ مٿس شفقت ڀَريو هٿ بہ گهمايو هو. مان تڪڙي انڪري آئي آهيان، تہ اُنهن پاڪ هٿن کي چمي ڏيان ۽ پنهنجي جذبات، تعظيم ۽ اطاعت جو اظهار ڪريان".

"چوڪاري مان تنهنجو ڇا مطلب آهي، هوءَ تہ اَجا ڪرسيءَ تي پئي آهي؟"

"سندس بخار خميس کان وٺي ڇڏي ويو آهي." عورت نهايت اضطراب جي حالت ۾ هڪدم ڇٽي ڏنو. نہ فقط اِهو، مگر سندس ٽنگون بہ هاڻي طاقت حاصل ڪري رهيون آهن. اَڄ صبح جو هُو هشاش بشاش اُٿي هئي ۽ رات جو ننڊ بہ سني ڪئي هئائين. سندس گلابي ڳلن ڏانهن تہ نهاريو، ۽ سندس چمڪندڙ اکيون! هوءَ هميشہ دانهون پئي ڪندي هئي پر هاڻي تہ ٻهڪي ٿي. مسرور ۽ مگن آهي. اَڄ صبح جو زور سان مون کان اجازت وٺي، پنهنجين ٽنگن تي سڄو سارو منٽ، سواءِ ڪنهن سهاري جي، بيٺي رهي. سندس شرط آهي تہ هوءَ پندرهن ڏينهن جي اندر رقص ڪري سگهندي. مان ڊاڪٽر هرز بنسيٽيوب وٽ وئي

هيس. هن پنهنجي ڪلن کي جنبش ڏيندي چيو، ”تعجب آهي، مون کي تہ ڪجهہ سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي. اوهان جي مهرباني نہ مڃون تہ ٻيو ڇا ڪريون؟ لزي، سندس شڪريو ادا ڪر. شڪريو ادا ڪر.“

لزيءَ جو خوبصورت چهرو، هڪدم ڳنڀير ٿي ويو. هوءَ جيتري قدر ڪرسيءَ تان اٿي ٿي سگهي، اٿي بيني. مربيءَ جي اڳيان ٻئي هٿ جوڙي بيني. مگر ڪيتري بہ ضبط ڪرڻ جي باوجود، هوءَ پنهنجي کِلَ کي روڪي نہ سگهي.

”اِها هن تي آهي.“ هُن اليوشا ڏانهن نهاريندي چيو. هن مان سندس ٻاراڻي بيزارگي ظاهر ٿي ڏني ۽ هوءَ پنهنجي خوش مذاقيءَ کي روڪي نہ سگهي. اُتي جيڪڏهن ڪو موجود هجي ها، تہ اُهو آسانيءَ سان اليوشا جي چهري تي بدليل رنگ کي، جنهن سندس ڳلن کي گلابي ٻڻائي ڇڏيو، جلدي سمجهي سگهي ها. سندس اکين ۾ چمڪ پيدا ٿي وئي ۽ هُو هيٺ نهارڻ لڳو.

”اوهان جي لاءِ هن وٽ پيغام آهي. اليگزي فيودور ووچ. توهان ڪيئن آهيو؟“ ماڻس اليوشا ڏانهن هٿ وڌائيندي چيو، جنهن تي نهايت نفيس دستانو چڙهيل هو.

مربي پاسو بدلائي، مُڙي، اليوشا ڏانهن غور سان نهاريو. اليوشا، لزيءَ جي ويجهو ويو ۽ عجيب بيهودي نموني سان مُشڪي، اُن ڏانهن پنهنجو هٿ وڌايو. لزي هاڻي پاڻ کي گهٽو اُوچو سمجهڻ لڳي.

”ڪيٽرينا ايونوا، اوهان ڏانهن هيءُ منهنجي ذريعي موڪليو آهي.“ هُن هڪ ننڍڙو ڪاغذ ڪيس وَڌائي ڏنو. ”هُن خاص طرح اوهان کي عرض ڪيو آهي، تہ جيترو ٿي سگهي، ايترو جلد وٽس وڃو. ڪيس پَڪَ آهي، تہ اوهان ڪيس ناراض نہ ڪندا ۽ ضرور وٽس ويندا.“

”هن منهنجي لاءِ چيو آهي، تہ ڪيس ملڻ وڃان؟ منهنجي لاءِ؟ آخر ڇا جي لاءِ؟“ اليوشا تعجب وچان ٻڙ ٻڙ ڪندو رهيو. سندس چهرو بلڪل تشويشناڪ ٿي لڳو.

”اُن جو واسطو تہ سچ پچ دمتري فيودور پاولووچ سان آهي. مان اُهو ٻڌائيندس جو پوءِ ٿي گذريو آهي.“ ماڻس سمجهائڻ لڳي - ”ڪيٽرينا ايونوا بلڪل پختو ارادو ڪيو آهي پر هوءَ اوهان سان ملڻ گهري ٿي. ڇا جي لاءِ؟ سو مان ٻُڌائي نہ ٿي سگهان پر هوءَ اوهان سان جلد ملڻ گهُري ٿي. اِها پَڪ آهي، تہ اوهان اُن ڏانهن ضرور ويندا. هيءُ هڪ مذهبي فرض سمجهو.“

”مان تہ ڪيس هڪ ڀيرو ڏٺو آهي.“ اليوشا، ساڳي پريشانيءَ جي حالت ۾ چيو.

”او، هُو ڪهڙي نہ پرستش جي قابل ۽ بي نظير شخصيت آهي! جيڪڏهن فقط سندس تڪليفن خاطر ... ٿورو سوچيو، تہ مٿس ڇا ڇا نہ گذريو آهي ۽ ڇا نہ هوءَ

برداشت ڪري رهي آهي! خيال تہ ڪيو، هُن لاءِ ڇا باقي بچيو آهي، هيءُ سڀ ڪجهہ وحشتناڪ آهي، وحشتناڪ!"

"چڱو مان ويندس." اِليوشا ننڍڙي ڪاغذ کي پڙهندي چيو، جو پنهنجيءَ جاءِ تي هڪ پُرسرار هو، جنهن ۾ اهو عرض ڪيل هو، تہ هُو سواءِ ڪنهن غور ڪرڻ جي وٽس ايندو.

لـِزيءَ وٽ جيترو بہ آواز هو، اُن سان رڙ ڪري چيائين تہ، "اوهان ڪيترا نہ مهربان آهيو! مون ڏانهن ڏسو، مان پنهنجي ماءُ کي چيو هو تہ، "هُو ڪنهن بہ قيمت تي نہ ويندو. هُو پنهنجي نفس کي پاڪ ڪرڻ ۾ مشغول آهي. توهان ڪيڏا نہ نيڪ آهيو. مان هميشہ خيال ڪندي هيس تہ توهان نيڪ هوندا. مان ايئن چوندي، ڪيتري نہ خوش ٿي ٿيان."

لـِزيءَ جي ماءُ چپن ۾ مشڪي ۽ زوردار آواز ۾ چيائين تہ، "اليگزي فيودور ووچ! تو اسان کي بلڪل وساري ڇڏيو آهي. تون اسان ڏي اَچين ئي نہ ٿو. اُن هوندي بہ لـِزيءَ مون کي بہ پيرا چيو آهي، تہ هوءَ اوهان کان سواءِ ڪڏهن بہ خوش نہ ٿي رهي."

اليوشا پنهنجين جهڪيل نگاهن کي مٿي ڪنيو ۽ وري سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويو. هُو وري بہ بنا ڪنهن مطلب جي مشڪيو. مربيءَ بيهر ڪيس وري نہ نهاريو. بلڪ اُن راهب سان، جنهن جي بابت بُڌائي آيو آهيان تہ، هُو لـِزيءَ جي ڪرسيءَ جي پرسان منتظر هو، ڳالهائڻ شروع ڪيو.

اُهو راهب، سادو ۽ تنگ نظر، ڪڙمين جي گروهہ مان ٿي لڳو، مگر ايمان وارو ۽ راسخ الاعتقاد ٿي ڏٺو. هن ظاهر ڪيو، تہ هُو نهايت ڏورانهين پنڌ جو، اُتر ۾ اُبدور سڪ جو وينل آهي ۽ سينٽ سيئلويسٽر جي غريباڻي خانقاہ سان تعلق ٿو رکي، جنهن ۾ فقط ڏهہ راهب رهن ٿا. مربيءَ ڪيس دعا ڪري دعوت ڏني، تہ جنهن وقت بہ سندس دل چاهي، سندس حجري ۾ اَچي وڃي سگهي ٿو.

اوچتو اُن راهب، لـِزيءَ جي شفا ڏي، واضح ۽ يقين سان اشارو ڪيو.

"بيشڪ اسان گهڻو اڳ ۾، هن جي شفا جون ڳالهيون ٿا ڪريون. جيڪڏهن ٿورو هِن کي افاقو ٿيو آهي، تہ هيءَ مڪمل شفا تہ نہ چئبي. شايد بين سببن جي ڪري وري مرض وڌي وڃي، پر جيڪڏهن ڪا شفا ٿي بہ آهي، تہ اها ڪنهن جي بہ طاقت نہ آهي، پر خدا جي مرضي آهي. هيءُ سڀ خدا جي طرف کان آهي. مون کي ڏسو پيءُ!" هن راهب سان ڳالهائيندي چيو تہ "هيءُ ڪو منهنجو معمول نہ آهي، تہ مان ملاقاتين کي ڏسان. مان بيمار آهيان ۽ مون کي خبر آهي، تہ منهنجا ڪي ٿورا ڏينهن باقي بچيا آهن."

"اڙي، نہ، نہ، خدا اوهان کي اسان کان ڌار نہ ڪندو. توهان اڃا گهڻو عرصو جيئرو رهندا. تمام گهڻو وقت" اُن معزز عورت واڪو ڪري چيو. اوهان ڪيئن ٿا پاڻ کي بيمار چئو؟ اوهان تہ بلڪل خوش ٿا نظر اچو. سالم ۽ پُر مسرت!"

"مان اڄ دستور کان وڌيڪ خوش آهيان. پر اهو سڀ هڪ گهڙيءَ لاءِ آهي، مان پنهنجي مرض کي چڱيءَ ريت ڄاڻان ٿو. جيڪڏهن مان توکي خوش نظر اچان ٿو، تہ مون کي اِن کان وڌيڪ ٻي ڪابہ شيءِ خوش ڪري نہ ٿي سگهي، ڇاڪاڻ تہ ماڻهو خوشيءَ لاءِ بڻايو ويو آهي. جو ماڻهو مڪمل طرح خوش آهي، اُن کي حق آهي، تہ هو پاڻ کي چوي تہ مان خدا جي رضا کي زمين تي پورو ڪري رهيو آهيان. سڀئي نيڪ مرد، سڀئي ولي ۽ سڀئي شهيد خوش هئا."

"او، ڪيئن نہ اوهان ڳالهائي رهيا آهيو. ڪيڏا نہ جرئت وارا ۽ بلند الفاظ آهن؟" اُن معزز عورت واڪو ڪري چيو، "اوهان جا لفظ دل ۾ گهڙيو ٿا وڃن. اڃا بہ خوشي ۽ خوشي - اُها آهي ڪٿي؟ ڪو پنهنجي لاءِ ڪيئن چئي سگهي ٿو، تہ هو خوش آهي، جيئن تہ اوهان اَسان سان نهايت مهربانيءَ سان هليا آهيو، اُنڪري اجازت ڏيو، تہ اسان اڄ هڪ ٻيرو وڌيڪ اوهان کي ڏسڻ لاءِ اچون. مهرباني ڪري غور سان ٻُڌو، تہ جن ڳالهين کي مان اڳ ۾ چئي نہ سگهي آهيان، اُنهن جي ٻُڌائڻ جي جرئت نہ ڪري سگهي آهيان، جي ڳالهيون مون کي گهڻي وقت کان رنج ڏئي رهيون آهن، اُنهن جي بابت اوهان وٽ قبوليت ڏيان. مان نهايت دکي آهيان، مون کي معاف ڪر، مان نهايت دکي آهيان!"

هُن احساس جي جوش کان، مربيءَ جي سامهون پنهنجن هٿن کي مهٽيو.

"خاص ڪري ڪهڙي شيءِ کان ڏکي آهين؟"

"مان اعتقاد جي گهٽتائيءَ کان ڏکي آهيان."

"خدا بابت بي اعتقادي؟"

"نہ نہ، مان اُن بابت تہ خيال ڪرڻ جي همت بہ نہ ٿي ڪري سگهان. مگر زندگيءَ جو مستقبل - اها منهنجي لاءِ هڪ وڏي ڳجهارت آهي. ڪوبہ نہ، ڪوبہ نہ اُنهن کي حل ڪري ٿو سگهي. غور سان ٻُڌو، اوهان عظيم معالج آهيو ۽ انساني روح کان ڪامل آگاهي ٿا رکو، بيشڪ مان اُنهن جي هام هڻي نہ ٿي سگهان، تہ اوهان کي اِها اُميد هجي، تہ مون ۾ ڪو ڪامل اعتقاد آهي، پر مان اوهان کي پنهنجي عزت جو قسم ڏيندي يقين ڏياريان ٿي، تہ هاڻي مان بي توجهيءَ سان نہ ٿي ڳالهايان. قبر ۾ زندگيءَ جو خوف پريو خيال مون کي دهشت ۽ پريشاني ٿو ڏئي. مون کي خبر نہ آهي، تہ مان اِن لاءِ، ڪنهن ڏي رجوع ٿيان. جنهن جي مان سچي

حياتي همت نہ ڪري سگهي آهيان؟ هاڻي مون ۾ همت آئي آهي، تہ هاڻي اوهان ڪان پڇان. خدايا! هاڻي اوهان مون لاءِ اَلائجي ڇا سوچيندا هوندا؟"

هن پنهنجا هٿ مهٽيا.

"تون پاڻ کي پنهنجي راءِ بابت تڪليف نہ ڏئي." مربيءَ چيو. "مون کي اوهان جي تڪليف جي صداقت بابت پورو پورو يقين آهي."

"آه! ڪيتري قدر نہ مان اوهان جي شُڪرگذار آهيان. اوهان کي خبر هجي، تہ مان جنهن وقت پنهنجون اکيون ٻُوٽيان ٿي، فڪر ڪريان ٿي ۽ پاڻ کان پڇان ٿي، تہ جيڪڏهن سڀني کي ايمان آهي، تہ هيءُ ايمان ڪٿان تو اچي؟ ڪو چوي تہ هيءُ سڀ اُن دهشت کان آهي، جو فطرت جي مظاهر جي خوف کان پيدا ٿئي ٿو ۽ اُنهن ۾ ڪابہ صداقت نہ آهي. هيءُ ڏسندي بہ مان پاڻ کي چوان ٿي، تہ سڄي حياتي ايماندار رهڻ کان پوءِ بہ جڏهن مرنديس تڏهن منهنجو ڪوبہ نشان نہ رهندو. مگر قبر تي فقط اُپريل گاهہ. جيئن مان ڪنهن مصنف جي تصنيف ۾ پڙهيو آهي. هيءُ ڀيانڪ آهي! ڪهڙيءَ ريت مان پنهنجي اعتقاد کي موٽائي سگهان. مون ننڍپڻ ۾ بنا ڪنهن فڪر جي، ڪَٺ پُتليءَ وانگر اهو اعتقاد تي رکيو. ڪيئن هن کي ڪو ثابت ڪري سگهندو؟ مان هاڻي اچي اوهان جي سامهون پنهنجي روح کي رکيو آهي ۽ اوهان کان اُن بابت پڇان ٿي. جيڪڏهن هيءُ اتفاق بہ مون کان ويو، تہ سڄي حياتي، ڪوبہ مون کي اُن جو جواب ڏئي نہ سگهندو. پوءِ ڪيئن مان هن کي ثابت ڪري سگهنديس ۽ پاڻ کي تسلي ڏئي سگهنديس؟ ڪيتري نہ مان رنجيده آهيان. مان بيهي پاڻ کي ڏسان ٿي، تہ مشڪل سان ڪو بيو منهنجي پرواهہ ڪري ٿو. ڪو بہ دماغ هن لاءِ پاڻ کي تڪليف نہ تو ڏئي. مان ئي اَڪيلي آهيان، جا هن کي سمجهي نہ ٿي سگهان. هيءُ منهنجي لاءِ مارينڌڙ آهي ..... مارينڌڙ!

"بيشڪ، هن ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي. مگر هن کي ثابت ڪري ئي نہ ٿو سگهجي. جيتوڻيڪ تون اُن کان متاثر بہ ٿي وڃين."

"فعال محبت جي اثر سان حتي المقدور ۽ سرگرم محبت سان پاڙيسرين کي پيار ڪر. هن محبت ۾ جيئن تون وڌندي ۽ اُسرندي ويندينءَ، تنهنجي دل ۾ خدا جي صداقت لاءِ يقين پيدا ٿيندو ويندو، ۽ تنهنجي روح جي غيرفاني هئڻ جو دليل بڻبو. جيڪڏهن تو ۾ پاڙيسريءَ جي لاءِ مڪمل خود فراموشيءَ جي حالت پيدا ٿي، تڏهن توکي بنا ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي يقين پيدا ٿيندو. جو ٿي سگهي ٿو تہ تنهنجي دل جي گهرائين ۾ داخل ٿي وڃي. هن کي آزمايو ويو آهي ۽ اُن جو يقين آهي.

"فعال محبت ۾؟ هتي بيو سوال پيدا ٿئي ٿو - هڪ عجيب سوال! اوهان غور

ڪريو ته، مون کي انسانيت سان محبت آهي. اوهان کي شايد اُن جو يقين اچي؟ اَڪثر مون کي هيءُ خيال ايندو آهي ته جو ڪجهه به آهي، اُن کي ترڪ ڪري ڇڏيان، ايتري قدر جو لِڙيءَ کي به، ۽ تارڪ الدنيا راهب بڻجي وڃان. مان اکيون بند ڪري خيال ڪندي آهيان ۽ اهو خواب ڏسندي آهيان. اُن وقت مان پاڻ ۾ غيبي طاقت محسوس ڪندي آهيان، جا سيني خرابين تي ڇانئجي ويندي آهي. اُن وقت مان ڪنهن به زخم يا ڏک ڀري تڪليف کان نه ڊڄندي آهيان. مان اُنهن کي قابو ڪري پنهنجن هٿن سان ڌوئي صاف ڪندي آهيان. مان مصيبت مارين جي مداوا ڪنديس. مان تيار آهيان ته اُنهن زخمن کي چمان".

"هيءُ چڱو ٿيو، جو تنهنجي دل انهن خوابن سان معمور آهي، ۽ اُن ۾ غير نه آهي. ڪنهن وقت نه ڄاڻندي به تون نيڪيءَ جو ڪم، حقيقت سمجهي سرانجام ٿي ڪرين."

"هائو، پر مان اهڙي حياتي هميشه گذاري سگهنديس؟ هوءَ معزز عورت ڪجهه گرميءَ مان چوڻ لڳي، "هيءُ مکيہ سوال آهي ۽ نهايت تڪليف ڏيندڙ سوال! مان پنهنجون اکيون بند ڪري پاڻ کي چوندي آهيان، ته "تون گهڻو وقت پاڻ کي هن رستي تي قائم رکي سگهندين؟ جيڪڏهن ڪو مريض، جنهن جا تون زخم ڌوئي رهين آهين، تنهنجي ناشڪر گذاريءَ ڪري ۽ اُلٽو پنهنجي هَوس سان مايوس بڻائي، تنهنجي فياضيءَ سان ڀريل خدمتن کي ناقدردانيءَ سان ڏسي ۽ غليظ گفتگو ڪري، شوخي سان ملائي ۽ توکان وڏيڪ اقتدار وارن وٽ شڪايت ڪري (اُهو اڪثر تڏهن جڏهن ماڻهو وڏيءَ تڪليف ۾ هوندو آهي) - پوءِ ڇا؟ اوهان جي محبت پوءِ به باقي رهي سگهي ٿي يا نه؟ هاڻي اوهان خيال ڪريو، مان ڪهڙي نه دهشت انگيز نتيجي تي پهچي وئي آهيان. جيڪڏهن ڪا به شيءِ، منهنجي انسانيت جي محبت کي پاش پاش ڪري ٿي، ته اها ناشڪرگذاري آهي. مختصر ته پوءِ ايئن لڳي ٿو، ته مان مزدوريءَ تي هڪ ملازمہ آهيان ۽ مون کي اُميد رکڻ گهرجي، ته اُن جي رقم مون کي هڪدم ملي وڃي - اهائي محبت جي لاءِ محبت جي تعريف ۽ اَدائگي آهي. ٻيءَ حالت ۾ مان ڪنهن کي پيار ڪرڻ جي لائق ئي نه آهيان."

ايئن چوندي، هن مان پنهنجي لاءِ شديد نفرت جو احساس پئي ڏنو. هن مربيءَ ڏانهن حريفاڻين نگاهن سان نهاريو ۽ جواب جو انتظار ڪرڻ لڳي.

"هيءُ ساڳي ڪهاڻي آهي، جا مون کي هڪ پيري هڪ ڊاڪٽر ٻُڌائي هئي".

مربيءَ چيو. "هو وڏيءَ عمر وارو ۽ نهايت هوشيار هو. هُو به ايئن صاف ڳالهائي رهيو هو، جيئن اوهان. جيتوڻيڪ هُو مذاق هو ۽ تلخ مذاق. هُن چيو ته مان انسانيت سان پيار رکان ٿو، پر مان پاڻ تي عجب به کاوان ٿو. جيئن مان عام طرح انسانيت کي پيار ڪريان ٿو، تيئن مان خاص طرح انسان سان گهٽ محبت ڪريان ٿو". هن چيو، ته مان

اَڪثر پنهنجي خوابن ۾ انسانيت جي خدمت لاءِ وڏي شوق مان رڳون تيار ڪندو آهيان. اُن لاءِ جيڪڏهن هيءُ ضروري ٿي پوي، تہ مان صليب تي چڙهي وڃڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهيان. اُن هوندي بہ مان هڪ ڪمري ۾، ڪنهن سان بہ، بہ ٽي ڏينهن گڏ رهي نہ سگهندو آهيان. جيئن مون کي پنهنجو تجربو آهي. تہ جيئن ئي ڪو منهنجي ويجهو ايندو آهي، تہ اُن جي شخصيت مون ۾ بي آرامي پيدا ڪندي آهي ۽ منهنجي آزاديءَ جي متان روڪ پئجي ويندي ۽ خاطر جمعي کسجي ويندي آهي. چوويهن ڪلاڪن جي اندر اندر مان بهترين انسان کان نفرت ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو آهيان، ڇو؟ هڪ تہ هُو رات جي مانيءَ تي گهڻو وقت وٺي ٿو. ٻيو تہ کيس زڪام آهي، ۽ هر وقت نَڪ کي پيو ٿو سڻڪي. مان اُنهن ماڻهن جو اُن وقت دشمن بڻجي وڃان ٿو، جڏهن هُو منهنجي قريب اچن ٿا. مگر هميشہ ايئن ضرور ٿيو آهي، تہ جيئن مان انسانن سان انفرادي طرح نفرت ڪريان ٿو، تيئن انسانيت سان محبت ۾ پختگي پيدا ٿئي ٿي.“

”پوءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟ هن حالت ۾ ڪو ڇا ڪري سگهي ٿو. هُن کي نااُميدي ۾ رهڻ گهرجي؟“

”نہ. اُهو ناخوشيءَ جو انداز خود اُميدافزا آهي. توکي جيڪي وٺي سو ڪر، اهو فعل توکي خود ڄاڃي ٻڌائيندو، تہ تو اڳ ۾ ئي گهڻو ڪجهہ ڪيو آهي. تو نهايت گهرائيءَ ۽ صداقت سان پاڻ کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪڏهن واقعي تون مون سان ايڏو صداقت سان ڳالهائيندي رهي آهين ۽ اهو فقط اِنهيءَ لاءِ آهي، تہ تون فقط پنهنجي صاف گوئيءَ لاءِ، منهنجي پسنديدگي حاصل ڪرين، جا ٿورو وقت اڳ مون کان حاصل ڪئي اَٿئي، تہ اهڙيءَ حالت ۾ تون ڪڏهن بہ سچي محبت جي مسرت حاصل ڪري نہ سگهندينءَ. تنهنجون سڀئي شيون خوابي حيثيت ۾ رهنديون ۽ تنهنجي سڄي حياتي وهمي صورت بڻجي پوندي. اهڙيءَ حالت ۾ فطرتاً تون پنهنجي آئنده حيات تي سوچڻ ئي ڇڏي ڏيندين. تنهنجي خواهش آخر ۾ سنجيدگيءَ جو فقط نمونو بڻجي ويندي.“

”اوهان مون کي مغلوب ڪري ڇڏيو، هاڻي ۽ هن گفتگو ڪرڻ سان. مان ڄاڻان ٿي تہ سچ پچ کان پنهنجي صداقت لاءِ فقط اوهان جي پسنديدگي ٿي ڳولي. اُن وقت جڏهن مان اوهان کي ڇيو ٿي، تہ مان ناشڪرگذاريءَ کي برداشت ڪري نہ ٿي سگهان. اوهان مون کي. منهنجي سامهون ظاهر ڪري ڇڏيو آهي. اوهان منهنجي اندر جي گهراين کيٰ ڏٺو آهي ۽ منهنجي سامهون ئي منهنجي تشريح ڪئي آهي“.

”تون سچ ڳالهائي رهين آهين. هاڻي تنهنجي هن اعتراف کان پوءِ، مان خيال ٿو ڪريان تہ تون سچ ٿي چوين ۽ تنهنجو قلب پاڪ آهي. جڏهن توکي ڪا خوشي حاصل نہ ٿي ٿئي، تہ توکي هميشہ ياد رکڻ گهرجي تہ سنئين رستي تي آهين. پوءِ توکي ڪوشش ڪري

اهو ڇڏڻ گهرجي. سڀ ڪان مٿي ڪوڙ کان پاسو ڪر، سڀ ڪنهن قسم جي ڪوڙ کان. خاص ڪري اُن ڪوڙ کان، جو پاڻ سان ٿي ڳالهائين. تون پنهنجي فريب تي نظر رک. گهڙي گهڙي ۽ هر منٽ ۾ اُن کي ڏس. اهڙيءَ ريت پاڻ کان ۽ ٻين کان نفرت ڪرڻ ڇڏي ڏئي. جا به تو ۾ خرابي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، اُها اهڙيءَ ريت نظر ڪرڻ سان پنهنجو پاڻ صاف ٿي ويندي. خوف ۽ خطري کان پاسو ڪر، ڇو ته خوف به ڪوڙ جي پيداوار آهي. محبت جي حاصل ڪرڻ ۾ پنهنجي قلب جي ناتواني کان نه ڊڄ. تون پنهنجي بدعمليءَ کان به خوف نه کاءُ. مون کي ڏک آهي، جو مان هن کان وڌيڪ تنهنجي تسليءَ لاءِ ڪجهه چئي نه ٿو سگهان. ڇاڪاڻ ته عملي محبت، خوابي محبت کان وڌيڪ ڏکي ۽ خوفائتي شيءِ آهي. رومانوي محبت جو عمل تڪڙو ۽ فوري ٿئي ٿو، جو سڀني جي توجهه کي پاڻ ڏي ڇڪي وٺي ٿو. ٿي سگهي ٿو ته اُن جو عامل اُن موقعي تي، پنهنجو سر به فدا ڪري ڇڏي، پر هيءَ آزمائش جٺاءَ واري نه ٿي ٿئي ۽ جلد ئي ختم ٿي وڃي ٿي. بلڪل اهڙيءَ ريت جيئن ڪنهن کي اسٽيج تي ويهاريو وڃي ۽ سڀ سارا هه ڪئي وڃي. مگر عملي محبت، محنت ۽ مصيبت ۾ تحمل آهي. ڪن ماڻهن لاءِ ته مڪمل علم آهي. مان اوهان کي ذهن نشين ڪرائڻ گهران ٿو ته اُن وقت جڏهن اوهان وحشت سان هيءُ ڏسو ته پنهنجن ڪوشش هوندي به پنهنجي منزل کي قريب تر هئڻ جي بجاءِ پري وڃي رهيا آهيو - اُن وقت ئي اوهان پنهنجي مراد کي پهچو ٿا ۽ خالق جي پراسرار طاقت کي گرفت ۾ آڻيو ٿا، جو هميشه اوهان کي پيار ڪري ٿو ۽ اوهان جو رهنما آهي. مون کي معاف ڪيو، جو مان گهڻو وقت اوهان وٽ ترسي نه سگهان. ٻيا منهنجي انتظار ۾ آهن. خدا حافظ!"

معزز عورت روئي رهي هئي. هن اوچتو رڙ ڪري چيو:

"لزي، لزي، هن کي دعا ڪريو."

مربيءَ مذاق مان چيو، "هيءَ محبت ڪرڻ جي لائق نه آهي. مان سمورو وقت سندس شرارتن کي ڏسندو رهيو آهيان. تون اليڪسي تي ڇو کلي رهي هئين؟"

لزي سچ پچ سمورو وقت مٿس ٺٺولي ڪندي ٿي رهي. هُن اڳ ۾ سمجهي ڇڏيو هو، ته اليوشا شرميلو ۽ اُن ڏانهن ڏسڻ کان ڪيٻائي ٿو. جو ڪيس نهايت وڻندڙ ٿي لڳو. هُن ڄاڻي ٻجهي انتظار ٿي ڪيو، ته سندس اکين سان پنهنجون اکيون ملائي. مگر اليوشا ثابت قدميءَ سان، اُنهن نگاهن کي برداشت نه ٿي ڪري سگهيو. هُن اُن قابلِ مزاحمت نگاهه کي اوچتو ڪنيو ۽ لزيءَ ڏي نهاريائين. هُن خوشيءَ مان مشڪي سندس ڇهري ڏانهن ڏٺو. اليوشا زياده بي حواس ٿيڻ جي ويو ۽ آخر اُتان ڦري وڃي مربيءَ جي پٺيان لڪو. ٿوري وقفي کان پوءِ، ڪنهن ناقابلِ برداشت ڪشش کان هن اکيون کڻي ڏٺو، ته آيا به اُن ڏانهن نهاريو وڃي ٿو يا نه؟ هن ڏٺو ته لزي، ڪرسيءَ مان لڙڪي، پاسي کان ليئا پائي رهي آهي

۾ شوق مان انتظار ڪري رهي هئي، تہ هُو اُن ڏانهن نهاري بہ ٿو يا نہ؟ سندس نگاهہ ڪي ڏسندي، ايترو تہ ڪلي جو مربيءَ کي چوڻو پيو، تہ "شرير ڇوڪري! هن سان ايترو مذاق ڇو ڪري رهي آهين؟"

لِزيءَ جو چهرو اوچتو ۾ اُميد جي خلاف ڳاڙهو ٿي ويو. سندس اکيون چمڪڻ لڳيون ۽ سندس چهرو بلڪل سنجيده ٿي ويو. هن نهايت تڪڙي ۽ بي چين آواز ۾، جو شڪوه سان ڀريل هو، چيو تہ:

"هن، سيڪنهن شيءِ کي ڇو وساري ڇڏيو آهي؟ مان جڏهن ننڍڙي هيس، تہ هيءُ مون کي کڻندو هو. اَسان گڏجي کيڏندا هئاسون. هُو مون کي پڙهائڻ لاءِ ايندو هو. اوهان کي هنن ڳالهين جي خبر آهي؟ ٻہ سال گذريا، جڏهن ويو ٿي، تڏهن مون کي چيو هئائين، تہ هُو مون کي نہ وساريندو. اسان هميشہ جي لاءِ، هميشہ جي لاءِ، هميشہ جي لاءِ! هڪ ٻئي جا دوست آهيون. مگر هاڻي هُو هڪدم مون کان خوف کائڻ لڳو آهي. ڇا مان هن کي ڳڙڪائي ويندس؟ هُو ڇو نہ ٿو منهنجي ويجهو اَچي؟ ڇو نہ ٿو مون سان ڳالهائي؟ ڇو، هُو اسان کي ڏسڻ لاءِ نہ ايندو؟ اوهان ٿي آهيو، جو کيس اسان ڏي اَچڻ جي اجازت نہ ٿا ڏيو. اسان کي خبر آهي تہ هُو جاڏي ڪاڏي وڃي ٿو. هيءُ منهنجو اخلاق نہ آهي، جو مان کيس دعوت ڏيان. کيس اِهو پاڻ، ڀهريائين خيال ڪرڻ کپندو هو. جيڪڏهن واقعي، هُن مون کي نہ وساريو آهي. نہ، هاڻي هُو پنهنجي روح جو بچاءُ ڪري رهيو آهي! اوهان کيس اِهو ڊگهو جُبو ڇو پهرايو آهي؟ هن سان جيڪڏهن هُو ڊوڙندو تہ ڪِري پوندو."

اوچتو هن پنهنجي چهري کي هٿن ۾ لڪايو. اَنَ سهڻ جهڙي اعصابي دوري ۾ مبتلا ٿي ڏکي بہ رهي هئي ۽ ڪِلي بہ رهي هئي. مربي مُشڪي. کيس غور سان ٻُڌو. نهايت پيار مان کيس دعا ڪيائين. جيئن ئي لِزي سندس هٿ کي چميو، هُن اُوچتو. اُن کي پنهنجي اکين تي رکيو ۽ دانهون ڪرڻ لڳي.

"مون تي غصو نہ ڪريو. مان بيوقوف آهيان ۽ ڪنهن بہ ڪم جي نہ آهيان ... شايد اليوشا صحيح هجي، بلڪل صحيح. شايد هُو مون جهڙي نامعقول ڇوڪريءَ کي اَچي، ڏسڻ نہ چاهيندو هجي!"

پر مربيءَ کيس چيو، تہ "مان ٻَڪَ سان کيس اوهان ڏي موڪليندس".

باب پنجون

# اِيئن ٿيندو، اِيئن ٿيندو.

مُربيءَ پنهنجي حُجري مان قريباً پنجويهہ منٽ غيرحاضر رهيو. اُن وقت ساڍا ٻارنهن ٿيا هئا. پر دمتري، جنهن لاءِ هُو سڀ اُتي اَچي گڏ ٿيا هئا، اَجا پيدا ئي نہ ٿيو هو. معلوم ايئن پئي ٿيو، تہ هن کي ڄڻ تہ سيني وساري ڇڏيو آهي. مربي وري جڏهن پنهنجي حُجري ۾ داخل ٿيو، تہ هن ڏٺو تہ سيئي مهمان نهايت شوق مان گفتگوءَ ۾ مشغول آهن. ايون ۽ ٻہ راهب اُن ۾ وڏو حصو وٺي رهيا هئا. موسيوف بہ اُن ۾ حصي وٺڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، پر هن ۾ بہ هُو ڪامياب ٿي نہ سگهيو هو. ڪيس فرصت ئي نہ ٿي ملي، جو پاڻ کي نمايان بڻائي سگهي. هُن جو بہ ڳالهايو ٿي، اُن ڏانهن ڪنهن بہ توجهہ نہ ٿي ڏنو، جنهن ڪري سندس غصو وڌندو ٿي ويو. ايونا سان سندس اڳ ۾ گهٽيون ئي شعوري ۽ ذهني ملاقاتون ٿي گذريون هيون، مگر هن دفعي، هُو سندس بي توجهيءَ کي، جو ساڻس ڏيکاري رهيو هو، برداشت ڪري نہ ٿي سگهيو. هن خيال ڪيو تہ:

"هن ڪان اڳ ۾، مان ترقي پذير يورپ جي پهرئين قطار ۾ اول هئس، مگر هتي، هن نئين نسل، اسان کي بلڪل فراموش ڪري ڇڏيو آهي."

فيودور پاولووچ، جنهن واعدو ڪيو هو، تہ هُو خاموش ۽ چُپ رهندو، ڪجهہ وقت تہ ماٺ ۾ رهيو، پر هُو پنهنجي پاڙيسري موسيوف کي ٺوڪ ۽ طنزيہ نموني زيرلب مُشڪ سان نهاريندو رهيو ۽ اُن جي اعصابي تڪليف کي ڏسي خوش پئي ٿيو. گهڻي وقت کان هن چاهيو ٿي، تہ اُن کان انتقام وٺي. انڪري هيءُ موقعو بہ سندس هٿ ۾ آيو هو، اُن کي هن وڃائڻ نہ ٿي گهريو. آخر، هُو پنهنجي خودداريءَ کي روڪي نہ سگهيو، سندس ڪلهي جي ويجهو ٿي، چيڙائڻ جي نموني سرگوشي ۾ چيو تہ:-

"اوهان اُن وقت ئي ڇو نہ هليا ويا، جڏهن خوش خلقي سان مربي کي چمي ڏني هُيوَ؟ اوهان ڇو هن فاسد سنگت ۾ موجود رهڻ جي قبوليت ڏني؟ هيءُ سڀ شايد اِن لاءِ هو، تہ اوهان کي، جا تڪليف پهتي ۽ بي عزت ڪيو ويو، اُن لاءِ اوهان ترسي، پنهنجي هوشياريءَ سان انتقام وٺڻ گهريو آهي. هاڻي اوهان ايستائين وڃي بہ نہ ٿا سگهو، جيستائين اوهان پنهنجي هوشياريءَ کي هِنن تي ظاهر نہ ڪريو."

"تون وري ...... تنهنجي ڳالهين جي برعڪس مون کي وڃڻ گهرجي."

"تون ڪٿان ويندين؟ تون تہ پويون هوندين جو هتان ويندين؟" فيودور پاولووچ طعني طور ڪيس بي ضرب هنئين. عين اُن وقت زوسيما بہ اَچي پهتو.

سچو بحث هڪ لحظي لاءِ بند ٿي ويو. مگر مربيءَ پنهنجي اڳيـنءَ نشست تي ويهندي، سيني کي اهڙيءَ طرح پيار سان ڏنو جو ڇڻ چاهيائين ٿي ته اهو گفتگو جاري رهي. اليوشا، جو سندس چهري جي نشيب ۽ فراز جو ڄاڻو هو، ته هُو حد کان وڌيڪ تڪل آهي ۽ ڏاڍيءَ ڏکيائيءَ سان استقامت اختيار ڪئي اَٿس. سندس ناتواني انهيءَ حد تي پهتل هئي، جو تي سگهيو پئي، ته هُو بيهوش ٿي وڃي. سندس چهرو گوماٽجي ويو هو، جو اڪثر اهڙي دوري کان اڳ ۾ لڳندو آهي. سندس چَپَ سفيد ٿي ويا هئا. پر اُن هوندي به هُن نه ٿي چاهيو، ته اُن جماعت کي منتشر ڪري. ڏسڻ ۾ ٿي آيو، ته اُن جماعت کي ترسائڻ ۾ سندس ڪو خاص مطلب هو. ڪهڙو مطلب هوندو؟ اليوشا نهايت غور سان ڪيس جاچي رهيو هو.

پادري ايوزف، لئبررين، اَيون ڏي اشارو ڪري، مربيءَ کي چيو ته، "مان سَڪر ماڻهوءَ سان هڪ دلچسپ مضمون تي بحث ڪري رهيو آهيان. هيءُ اهڙيون شيون پيش ڪري رهيو آهي، جي جديد آهن. پر مان خيال ڪريان ٿو، ته دليل ٻنهي طرفن جا مضبوط آهن. هن سکر ماڻهوءَ، هڪ ڪتاب جو، جنهن کي ڪليسا وارن، ڪليسائي ضابطي ۾ اُن جي حدن بابت لکيو آهي، جواب ڏنو آهي."

"مون کي ڏک آهي جو مون اِها تحرير نه پڙهي آهي. پر مون اُن جي لاءِ ٻـُـدو ضرور آهي." مربي ايون ڏانهن پُر شوق ۽ سواليه نگاهن سان ڏٺو.

پادري ايوزف لئبررين، پنهنجي گفتگو جي سلسلي کي جاري رکندي چيو ته، "هِن بحث ۾ هِن سکر ماڻهوءَ، نهايت دلچسپ مقام حاصل ڪيو آهي. هيءُ صاف طرح هن حقيقت جو انڪاري آهي، ته ديول کي رياست کان جدا ڪيو وڃي."

مربي زُوسيما، اَيون کان پڇيو ته، "هيءُ دلچسپ ته آهي پر ڪهڙي مراد سان؟"

ايون، اليوشا جي تصور جي خلاف، جنهن کي خوف هو، ته هُو شُتر بي مهار ٿي گفتگو ڪندو، گستاخيءَ واري آواز کي ڇڏي، نهايت نهٺائيءَ ۽ ادب واري آواز ۾ چيو ته:

"منهنجو عقيدو هن نظريي تي آهي، ته هيءُ ٻه شيون، يعني ڪليسا ۽ رياست، جيڪڏهن گڏ رهن، ته ڪين ابديت حاصل ٿي ويندي. جيتوڻيڪ هيءُ ٻه ناممڪن ٿو نظر اچي، ته هي ٻئي پاڻ ۾ شامل رهي سگهنديون. ڇاڪاڻ ته هنن جي بنيادي اُصولن جي مونجهاري سبب، سندن يڪسانيت مان مفيد نتيجا ظاهر ٿين، ناممڪن آهي، ڇو ته ناهه جي بنياد ۾ ئي دروغ گوئي هوندي. ڪليسا ۽ رياست ۾ ساز ۽ سُلوڪ اچي. خاص طرح اهڙن سوالن ۾ مثلاً: اختيار سماعت جو حَدون - صحيح معنيٰ ۾ ناهه جو باعث ٿينديون؟ منهنجي خيال ۾ هيءُ نهايت مشڪل آهي.

هيءُ مذهبي جماعت جو نمائندو، منهنجو مخالف ٻـُـڌائي ٿو، ته ڪليسا کي

رياست ۾ صحيح ۽ واضح مقام حاصل آهي. مان تہ سندس برعکس، هن خيال جو آهيان، تہ سڄيءَ رياست کي کليسا ۾ ضم ڪرڻ گهرجي. نہ ايئن تہ اُها اُن جي ڪنهن گوشي ۾ هجي! جيڪڏهن اِهو ڪن سببن جي ڪري هاڻي ناممڪن آهي، تہ اُن کي حقيقي معنيٰ ۾ ترتيب ڏيڻ گهرجي، تہ جيئن عيسائي سماج ۾ آئندي ترقيءَ کي سنئون سِڌو، حاصل ڪري سگهجي."

"بلڪل صحيح". پاديسي راهب، جو خاموش ۽ وڏو عالم هو، پنهنجي فيصلائتي راءِ ڏني.

"هيءُ خالص مذهبي تعصب آهي". موسيوف بي صبريءَ مان ٽنگن کي هيڏي هوڏي لوڏيندي چيو.

راهب ايوزف رڙ ڪري چيو تہ، "نيڪ آهي، اسان جي اڳيان ڪوہ پهاڙ نہ آهي". هن مربيءَ ڏي رُخ ڪري، گفتگوءَ جي سلسلي کي جاري رکيو تہ، "اوهان مهرباني ڪري منهنجي مخالف جي جواب تي غور ڪريو. هيءُ هڪ بنيادي ۽ ضروري مسئلي تي ڳالهائي رهيو آهي. سندس گفتگو مان اوهان کي معلوم ٿيندو، تہ هيءُ چڻ تہ ڪليسا جو ڪو عهديدار آهي. هينئيون بنيادي ڳالهيون وضاحت طلب آهن.

پهريون، ڪنهن بہ جماعت کي هيءُ حق نہ ٿو پهچي، تہ هُو پنهنجي ارڪان جي شهري ۽ سياسي حقن کي پنهنجي تصرف ۾ رکي. ٻيو ڪليسا کي ڪنهن بہ ريت هيءُ حق نہ آهي، تہ سماجي ۽ فوجداري ڳالهين کي پنهنجي اختيار سماعت ۾ آڻي، ڇاڪاڻ تہ هي خدائي اداري سان ڳنڍ. انسانن لاءِ مذهبي ڳالهين جو هڪ خالص ۽ پاڪ نظام آهي. آخري ۽ ٽئين ڳالهہ هيءَ تي اَچي، تہ ڪليسا هن جهان جي بادشاهت نہ آهي".

"هيءَ غلط گوئي ۽ لفاظي، هڪ ڪليسا جي عهديدار کي نہ ٿي سونهي!" راهب پاديسي پاڻ کي روڪي نہ سگهيو ۽ وري ڳالهائڻ شروع ڪيائين تہ، "مون اُن ڪتاب کي پڙهيو آهي، جنهن جو تو جواب ڏنو آهي". هن اَيون کي خطاب ڪري چيو، "۽ مان هنن لفظن تي تہ ڪليسا هن جهان جي بادشاهت نہ آهي - عجب کاڌو. واقعي جيڪڏهن هيءَ جهان جي بادشاهت نہ آهي، تہ پوءِ هن جو وجود زمين تي ڪونہ آهي. انجيل ۾ جي لفظ - هن جهان مان نہ آهي - چيا ويا آهن، اُنهن کان اِها مراد نہ آهي، جا ورتي وڃي ٿي. هنن لفظن سان کيڏڻ، ناقابل حمايت آهي. يسوع مسيح دنيا ۾ ڪليسا کي برپا ڪرڻ لاءِ آيو. آسماني بادشاهت بيشڪ هن جهان جي نہ آهي، پر آسماني آهي، پر ڪليسا جي وسيلي ئي، جنهن کي هن زمين تي قرار آهي، آسمان ڏي وڃي سگهجي ٿو. پوءِ اهڙن لفظن سان ٻٽي معنيٰ ۾ کيڏڻ نہ فقط غلط آهي، پر اُن کي ڪڏهن بہ بخشي نہ ٿو سگهجي. حقيقت ۾ ڪليسا هڪ بادشاهت آهي ۽

حڪومت ڪرڻ جي حقدار آهي. اهُا سڄي زمين تي قابض ٿي ويندي، جنهن جو واعدو ڪيو ويو آهي".

اَيون فيودورووچ، جو نهايت احترام سان ڪيس ٻُڌي رهيو هو، پيھر زوسيما کي خطاب ڪيو. سندس گفتگو ۾ اڳي وانگر سنجيدگي ۽ سادگي ٿي ڏٺي.

"منهنجي مقالي جو بنيادي فڪر هيءُ آهي تہ قديم زماني ۾ يعني ٽي صديون اڳ، مسيحت اڪيلي، فقط ڪليسا جي صورت ۾ زمين تي ظهور ڪيو. اُن وقت روم جي مشرڪ حڪومت جي خواهش هئي، تہ مسيحي دين ۾ اَچي. هُو عيسائي بڻجي ويا ۽ ڪليسا کي پاڻ سان شامل ڪيائون، پر سندن رياست سيڪنهن طور ۽ طريقي سان مشرڪ ٿي رهجي وئي. حقيقت ۾ اِهو سڀ ڪجهہ ايئن ئي ٿيڻو هو. ڇاڪاڻ تہ روم جي شهنشاهيت رياست جي حيثيت ۾، حد کان وڌيڪ مشرڪاڻي تمدن ۽ تهذيب کي پنهنجي اندر محفوظ ڪري رکيو. مثال طور، ڪيئي بنيادي رياست جا اُصول. عيسائي ڪليسا، رياست ۾ شامل ٿيندي ئي بيشڪ اُن جي بنيادي اُصولن جي ڪنهن بہ حصي جي سامهون نہ جُهڪي. هُو پهاڙ وانگر قائم رهي، هُن ڪنهن بہ بئي مقصد ۽ اِرادي کي گرفت ۾ آڻڻ نہ گهريو. پر جو ڪجهہ خدا جي طرف کان الهامي طور مقرر ٿيو. هُن سڄي دنيا کي پاڻ ڏي ڇڪيو ۽ قديم مشرڪ رياست پاڻ ڪليسا ۾ شامل ٿي وئي. اهڙيءَ ريت (جنهن تي مستقبل جي راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي) هيءُ ڪليسا جو ڪم نہ آهي، تہ پنهنجي مقرر ٿيل مقام کي رياست ۾ ڳولي. جيئن هر ڪو سماجي نظام يا انسان جي مذهبي مقصدن جو نظام ڇاهي ٿو. (جنهن کي منهنجو مخالف ڪليسا سڏي ٿو.) برعڪس اُن جي، سڀ ڪا زميني رياست، آخر ۾ مڪمل طور تي ڪليسا ۾ مدغم ٿيڻ گهرجي ۽ اُنهن سڀني مقصدن کي رد ڪري ڇڏي، جن جو ڪليسا سان ٽڪراءُ ٿئي. هيءُ هن کي خفيف نہ ڪندو نہ وري اُن جي حيثيت گهٽجي ويندي، نہ وري اُن جو شان ۽ شوڪت، هڪ عظيم رياست کان گهٽ ٿيندا نہ وري اُن جي حاڪمن جي شان ۾ ڪا گهٽتائي ايندي. هي تنهن کي ڪوڙي، مشرڪاڻي ۽ غلط رستي کان بچائي. صحيح ۽ سچي راهہ ڏي وٺي ويندي. جو تنها رستو ان کي غير فاني منزل ۽ مقصد ڏي وٺي ويندو. اِهوئي سبب آهي، جو 'اُصول عدالت مذهبي' جي مصنف پوري تور ۽ تڪ سان. اُنهن بنيادي حقيقتن کي ڳولي ۽ لکيو آهي، جنهن کي هُو اسان جي پُر گناهہ ۽ نامڪمل دور جي لاءِ عارضي ناهہ ٿو سمجهي. پر جڏهن مصنف هي خوفائتو اظهار ٿو ڪري، جنهن جي ڪجهہ حصي کي راهب ايوزف هاڻي شمار ڪيو آهي - دوامي آهن. تڏهن هُو سنڻون سڌو ڪليسا جي مخالفت ٿو ڪري. هيءُ هڪ مقدس ۽ جاوداني شغل آهي ۽ بس. هيءُ

منهنجي مقالي جو تَتُ آهي."

"اها ئي مختصر حقيقت آهي". راهب پاديسي پنهنجي گفتگوءَ کي جاري رکندي چيو. هُو هر هڪ لفظ کي چندڻ ۽ چاڻڻ لڳو. "ڪن اُصولن جي مطابق، جي اُڻويهين صدي عيسويءَ ۾ وضاحت سان ٻڌايا ويا آهن. ڪليسا کي رياست ۾ مدغم ٿيڻ گهرجي. اِها چڻ تہ نشيب کان فراز ڏي چڙهائي ٿيندي. اُن ۾ غائب ٿي وڃڻ سان اسان علم لاءِ هڪ راهہ ٻڌايون ٿا. جا هن دور جي تهذيب ۽ تمدن جي روح ڏي وٺي ويندي، پر ڪليسا جيڪڏهن ابتڙ زور ڏنو ۽ آمادگي نہ ڏيکاري، تہ اُن جو ڪو حصو جدا ٿي رياست سان وجي ملندو ۽ اُن جي پوري ضابطي هيٺ هوندو. هيءُ جديد مغربي ملڪن ۾ جتي ڪٿي عام ٿي ويندو. مگر روسين جون اُميدون ۽ ذهني تصور، هيءُ نہ ٿو چاهي تہ ڪليسا نشيب کان گذري، رياست جي مٿاهين قسم تي پهچي. ان جي برعڪس هُو چاهين ٿا، تہ رياست جي پڇاڙي تڏهن سَرهي ٿيندي، جڏهن هُو محض ڪليسا بڻجي وڃي ۽ نہ ٻيو ڪجهہ. ائين ٿيندو، ائين ٿيندو!"

موسيوف پنهنجي تنگ وري ڦيرائيندي ۽ مشڪندي چيو تہ، "مان قبول ٿو ڪريان تہ تو مون کي ڪجهہ نہ ڪجهہ تسلي ڏني آهي. جيستائين مان خيال ٿو ڪريان تہ معلوم ائين ٿئي ٿو، تہ هيءُ معيار گهڻو دور آهي، ايترو دور، جو جيستائين مسيح دنيا ۾ وري اَچي. لڙائي تي بندش، سياست ۽ بئنڪاري، هي يوٽوپيا جو هڪ خواب آهي. يعني جهان تي سوشلزم جي حڪومت قائم ٿي ويندي. مان ڏسان ٿو تہ ڪليسا دادرسيءَ جي لاءِ تيار ٿي ويندي. ڏوهارين تي مقدمو هلائڻ ۽ اُنهن کي ڇهبڪ هڻائڻ، قيد جي سزا ڏيڻ ۽ موت جي حد تائين، اُن جا اختيار رهندا."

"پر جيڪڏهن فقط ڪليسا جي عهديدارن جي ڪورٽ رهي تہ پوءِ اُنهن کي هن سزائن ڏيڻ جي ضرورت ئي نہ رهندي. ڏوهہ ۾ اُنهن تي مقدمي هلائڻ جون راهون ئي بدلجي وينديون. اهو ڪم يڪدم تہ ٿي نہ سگهندو. پر آهستي آهستي." ايون، گهبرائڻ کانسواءِ نهايت گنڀير ٿي چيو.

"توکي هن جي پَڪ آهي." موسيوف کيس پر شوق نگاهن سان ڏٺو.

"جيڪڏهن ڪليسا کي اِهي اختيار مليا. تہ هُو پنهنجي اندر سيني ڏوهارين ۽ نافرمانن کي شامل ڪندي، سندن مٿا ڪونہ وڍيندي." ايون گفتگو جو سلسلو جاري رکندي چيو. مان اوهان کان پڇان ٿو، تہ هن شموليت جو ڪهڙو اَثر پوندو؟ ڪوبہ ڏوهہ ڪرڻ سان، ماڻهن کان نہ پر جناب مسيح کان پري ٿي ويندو. هن گويا ڏوهہ ڪرڻ سان انسانيت جي خلاف ورزي نہ ڪئي هوندي، پر خود جناب مسيح جي. مان يقين سان چوان ٿو بي شڪ هاڻي بہ ائين آهي. پر اُن جي صاف وضاحت نہ آهي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو

اَچي تـہ ڪو ڏوهاري، پنهنجي ضمير کي هيئن چئي تسلي ڏئي ٿو، تہ 'مان وري ڪريان ٿو، پر ڪليسا جي خلاف تہ نہ ٿو وڃان. مان جناب مسيح جو دشمن نہ آهيان.' پر جيڪڏهن ڪليسا، رياست جي بجاءِ جاءِ وٺندي تہ، هن جي لاءِ هيءُ مشڪل ٿي پوندو جو ڪليسا جي مخالفت ڪري، جا سڄي دنيا تي ڇانيل آهي. ۽ ايئن چوڻ تہ سڀ ماڻهو غلطيءَ تي آهن ۽ سڄي انسانيت، ڪليسا جي ڪوڙ ۽ فريب ۾ ورتل آهي، بيهودگي ٿيندي. مان چور ۽ قاتل جي هوندي بہ پَڪو مسيحي آهيان. ڪليسا جي ضابطي هيٺ چئي نہ سگهبو. اُن جي لاءِ غير معمولي اسباب جي ڪاميـاب جوڙجڪ هئڻ کپي.

بئي طرف ڪليسا جي ڏوهہ بابت پنهنجو تصور ملاحظہ ڪريو. ڇا هاُ پنهنجي موجود مشرڪاڻي طور ۽ طريقي کي شهرت نہ ٿي ڏئي؟ ڇا هـُـن سماج جي حفاظت ڪرڻ لاءِ، داغدار ارڪان کي، مشيني طريقي سان علحده ڪرڻ جي ڪا ڪوشش بہ ڪئي آهي؟ صداقت سان تبديل آڻڻ لاءِ، موجوده دور ۾، انسان جي نئين نسل جي اصلاح لاءِ ڪو خيال بہ پيش ڪيو آهي؟"

موسيوف اُن جي گفتگوءَ کي وچ مان ڪٽيندي چيو تہ:

"تنهنجو مطلب ڇا آهي، مان بيو پيرو بہ تنهنجي مطلب کي سمجهي نہ سگهيو آهيان، اوهان تہ ناسمجهيءَ واري ۽ مبهم گفتگو ٿا ڪريو. ڪليسائي حق کان محروم ڪرڻ جي معنيٰ ڇا آهي؟ هيءَ ڪهڙي قسم جي نيڪالي آهي؟ ايون فيدرووچ، اوهان پاڻ کي فقط وندرائي رهيا آهيو".

"هائو، توکي ڄاڻڻ گهرجي، تہ حقيقت ۾اَچ ايئن آهي." مربي اوچتي چيو ۽ سيني جو رخ اُن ڏانهن ڦـري ويو.

"جيڪڏهن ڪليسا جو وجود نہ هجي ها، تہ ڏوهن کي ڪابہ روڪ نہ ٿئي ها، ڪابہ صحيح سزا مقرر ٿي نہ سگهي ها. منهنجو اُن سزا سان مطلب نہ آهي، جو مشيني طور تي، روح جي لاءِ وڌيڪ غصو پيدا ڪري ۽ گناهہ کي وڌائي. منهنجو اُن سزا سان مقصد آهي، جا گنهگار جي دل ۾ خوف پيدا ڪري ۽ اُن طوفاني حالت ۾ سندس قلب ۾ تسڪين پيدا ڪري. اُها سزا، جا گنهگار جي دل ۾ پنهنجو پاڻ نيڪي جي مشعل روشن ڪري."

موسيوف سخت حيرت مان چيو تہ، "منهنجي تمنا آهي، تہ هن جي ٿوري تشريح لازمي آهي، جيئن مطلب جي وضاحت ٿي وڃي."

مربيءَ چيو: "منهنجو مطلب آهي، تہ هيءُ قيد ۽ بند، جسماني ايذاءَ جهڙيون ڪارروايون، ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي اصلاح نہ ڪري سگهيون آهن. گنهگارن جي دل ۾

ڪوبہ خوف پيدا نہ ڪري سگهيون آهن. گناهہ کي ڪنهن بہ تارازيءَ ۾ تورڻ جي بجاءِ تباهڪاريءَ کي وڌ کان وڌ رواج تو ملي. هن مان آسانيءَ سان نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو، تہ هنن سزائن مان ڪوبہ فائدو نہ ٿو ملي. جيتوڻيڪ ڪو بُرو عضوو مشيني وسيلن سان وڍجي تہ وڃي ٿو پر اُن جي بجاءِ ٻيا گنهگار اَچي سندس جاءِ تا پرين.

اسان جي دور ۾ امدادي طريقي جو هئڻ لازمي آهي، جيئن گنهگار جي اصلاح ڪري کيس نيڪيءَ جي طرف آندو وڃي. هيءُ طريقو فقط مذهب آهي، جو تنها انسان جي ضمير کي بيدار ڪري ٿو. جڏهن گنهگار پاڻ کي ڪليسا جي سامهون ڏوهي سمجهندو، تڏهن ئي پاڻ کي مسيح جي گروهہ مان سمجهي، هو اُن جي قبوليت ڏيندو. اِهوئي سبب آهي، جو اَڄ بہ گنهگار، ڪليسا جي سامهون پنهنجي گناهہ جو اعتراف ڪري ٿو پر رياست جي سامهون نہ. جيڪڏهن سماج، ڪليسا جي صورت اختيار ڪري، تہ هُو چاڻي سگهي، تہ اَسان جن کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو آهي، اُنهن کي ڪيئن پاڻ سان ملايون. جيئن تہ ڪليسا کي هاڻي ڪوبہ اختيار ڏنڻو نہ آهي، ۽ اخلاقي طور ۽ طريقي تائين محدود آهي، اُنڪري اُها پنهنجو پاڻ ڏوهين جي سوچڻ کان ئي عاري آهي. اُن هوندي بہ اُها گنهگارن کي راهہ راست تي آڻڻ لاءِ ڪوششون جاري رکندي اَچي ٿي. اُها کين ديول جي عبادت لاءِ اجازت ڏئي ٿي، سندن مادي ضرورتون پوريون ڪري ٿي ۽ کين خيرات ڏئي ٿي. هوءُ اُنهن کي قيدي تہ سمجهي ٿي، پر نہ گنهگار.

جيڪڏهن ڪليسا بہ هنن کي حڪومت وانگر سمجهي ۽ پاڻ وٽان هڪالي ڇڏي تہ پوءِ خدايا! هنن تي ڇا گذرندو؟ بيشڪ اهڙيءَ حالت ۾ گنهگارن جي لاءِ، خاص طرح روسي گنهگارن لاءِ ڇا ٿيندو، جن اَڃا تائين، ايمان پنهنجي هٿن مان نہ وڃايو آهي؟ ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ اِڳتي هلي هن حالت ۾ گنهگارن جون دليون ايمان کي هٿ کان ڇڏي ڏين. ڪليسا تہ هنن تي ماءُ وانگر مهربان آهي ۽ محبت کان سخت سزا ڏيڻ کان گريز ڪندي رهي آهي، ڇاڪاڻ تہ هنن ويچارن، حڪومت کان گهڻي ئي جسماني تڪليف ڏني آهي. هاڻي جڳائي ٿو تہ مٿن رحم آڻجي.

هن مان ظاهر آهي، تہ اهڙيءَ صورت ۾ ڪليسا، گناهہ ۽ گنهگار کي خيريت جي نگاهہ سان نہ ڏسندي ۽ لازمي ٿيندو، تہ اهڙن ڏڪاريل انسانن کي، راهہ راست تي آڻڻ جي هدايت ڪندي، بدڪاريءَ کان بچائيندي ۽ کين نئين زندگي بخشيندي. هيءُ بہ برابر آهي، تہ (مربي، مشڪڻ لڳو) ڪليسا هن ڳالهہ تان هٽ بہ ڪٽڻ لاءِ اَڃا تيار نہ آهي. اُها پنهنجي اِڳئين بنياد تي برقرار آهي. جيئن تہ اُن جي ارڪان ۾ اَڃا ڪوبہ فتور نہ آيو آهي، اُنڪري اُها ڪنهن ڪامل تبديليءَ جي انتظار ۾ آهي، جا هڪ واحد ۽ بين

الاقوامي طاقت واري ڪليسا هوندي. ايئن ٿيندو، ايئن ٿيندو، توڙي جو زمانا گذري وڃن. اهو مقدر آهي، تہ ايئن ٿيندو. اُنڪري اسان کي اُن وقت جو ڪوبہ اندازو لڳائڻ نہ گهرجي. وقت ۽ موسمن جو راز خدا ئي بهتر ٿو ڄاڻي، جو اُن جي وسيع حڪمت ۽ محبت ۾ پوشيدو آهي. انساني فهم اُن کي پري خيال ڪندو هجي، پر اُهو ڄاڻوان فيصلو شايد قريب هجي. شايد اُن جي صبح جو ظهور هجي. ايئن ٿيندو، ايئن ٿيندو!"

"ايئن ٿيندو، ايئن ٿيندو!" راهب پاديسي، ايمان ڀريل وڏي آواز سان چيو.

"عجيب آهي، عجيب" موسيوف، گرم ۽ درشت آواز ۾ چيو.

"ڪهڙي ڳالهہ توکي عجيب لڳي؟" راهب ايوزف ، ڪانئس خبرداريءَ سان پڇيو.

"هيءَ اعتبار کان ٻاهر آهي" موسيوف بي صبريءَ سان چيو. "رياست کي جدا ڪيو وڃي ٿو ۽ ڪليسا کي وڏائي رياست جو مقام ڏنو ٿو وڃي. هيءَ تہ مذهبي تعصب آهي. پوپ گريگري ستين بہ هن جو خواب نہ ڏٺو هوندو."

راهب پاديسي، پنهنجي تلخ آواز ۾ چيو، "نهايت غلط. ڪليسا کي ڪٿي ٿو رياست سان منسلڪ ڪيو وڃي؟ هيءَ تہ غلط فهمي ٿيندي. اهو تہ روم جو خواب آهي. هيءَ ٽيون شيطاني حوس ٿيندو. اسان جو مقصد آهي، تہ رياست کي ڪليسا ۾ آندو وڃي ۽ ڪليسا کي بين الاقوامي بڻايو وڃي. هيءَ ستارو اوپر کان ضرور اُڀرندو."

موسيوف ظاهر ظهور خاموش ٿي ويو. سندس شڪل ۽ صورت مان غير معمولي شخصي وقار پيئي ڏنو. چپن ۾ مشڪي، هُن ڄڻ تہ اُن جي تصديق ٿي ڪئي. اليوشا کيس سمورو وقت پريشانيءَ مان پيئي نهاريو. هن بحث کيس مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو هو. اُن ڪڏهن ڪڏهن ريڪٽين ڏانهن پيئي ٿي ڏٺو، جو دروازي جي پرسان، بلڪل خاموش، اکيون هيٺ ڪريو، هن سڄي بحث کي ٻڌي رهيو هو. مگر اليوشا، سندس ڳلن جي رنگ مان سمجهي ورتو هو، تہ ڪيتري قدر نہ هو جوش ۾ آهي! هن پَليءَ پت ڄاتو ٿي، تہ سندس جوش جو ڪهڙو سبب ٿي سگهي ٿو؟ اوچتو موسيوف اَثر واري آواز ۾ پنهنجي وقار کي قائم رکندي چيو تہ، "جيڪڏهن مون کي اجازت ڏني وڃي، تہ مان هڪ ننڍڙي ڳالهہ اوهان کي ٻڌايان. ٿورا ورهيہ اڳي، ڊسمبر جي جشن جي پوري ٿيندي ئي، مان پئرس ۾ هڪ وڏي اثر واري سرڪاري آفيسر جي دعوت تي وٽس مهمان ٿيس. اُن وٽ مان هڪ نهايت مزيدار ماڻهوءَ سان مليس. هُو پاڻ تہ جاسوس نہ هو، پر سياسي جاسوسن جي سڄي گروه جو نگران هو - پنهنجي ليکي سندس مقام نهايت اهميت وارو هو.پنهنجي شوق جي مدنظر، مون کي ساڻس گفتگو ڪرڻ جو موقعو مليو. جيئن تہ هُو ملاقاتي نہ هو پر هُو سرڪاري آفيسر مون سان نهايت عزت سان پيش اَچي رهيو آهي. اُنڪري هُو، مون سان مروت کان وڌيڪ

ڪليل دل سان مليو، جو فرينچن جو شيوو آهي، هُو بامروت تيئن ڄاڻندا آهن، خاص ڪري ٻاهرين ماڻهن سان. مون ڪيس چڱيءَ طرح سمجهي ورتو. گفتگوءَ جو موضوع هو انقلابي اشتراڪي، جن تي اُن وقت مقدمو هلي رهيو هو. مان هتي فقط اُن شخص جي عجيب راءِ پيش ڪندس، جنهن جو هن اظهار ڪيو هو. هن چيو ته، "اسان هنن اشتراڪين، شرپسندن، ملحدن ۽ انقلابين کان خوفزده نه آهيون، اُن هوندي به اسان جي متانئن ڪَڙي نظر آهي. اسان سندن هر چرپر کي ڄاڻندا رهون ٿا. هن مان ڪي ٿورا ماڻهو آهن، جي خدا ۽ مسيح کي مڃين ٿا، پر هُو ساڳئي وقت اشتراڪي به آهن. اسان کي اهڙن ماڻهن کان بيحد خوف ٿيندو آهي. هي نهايت خطرناڪ انسان آهن! هڪ بي دين اشتراڪي کان هڪ عيسائي اشتراڪي وڌيڪ خطرناڪ آهي!" مون تي سندن لفظن بيحد اَثر ڪيو.

"ساڳي ڳالهه، هتي اتفاقي طور تي مون کي پيش آئي آهي."

"تون شايد اِها ڳالهه اَسان تي مڙهڻ گهرين ٿو." پاديسي راهب ڪيس سنئون سڌو چئي نه ڏنو، پر اُهو سچو بي اَثر تي ڏنو.

اُن کان اڳ ۾ جو پيٽر اليگزيندرووچ خيال ڪري، ڪيس ڪو جواب ڏئي، دروازو کُليو ۽ دمتري فيودورووچ، جنهن جي لاءِ مهمان گهڻي وقت کان انتظار ۾ هئا. اَندر گهڙي آيو. حقيقت ۾ هنن ڪيس وساري ڇڏيو هو، پر سندس اوچتي آمد سبب ٿوري وقت لاءِ سڀئي حيران ٿي ويا!

باب ڇھون

# اھڙو ماڻھو جيئرو ڇو آھي؟

دمتري فيودور پاولووچ، اَناويھن سالن جو نوجوان، قد جو پورو پُنو، وڻندڙ شڪل ۽ صورت، پنھنجي عمر ڪان مڙيوئي ڪجھہ وڏو ٿي لڳو. سندس عضوا مضبوط ھئا ۽ منجھس چڱي جسماني طاقت ٿي ڏٺي، پر سندس چھري ۾ ڪا شگفتگي ڪانہ ھئي. قدري نازڪ ٿي ڏٺو ۽ سندس ڳل گوشت ڪان بلڪل خالي ٿي ڏٺا. اُنھن ۾ غير صحتمند پيلاڻ ٿي ڏٺي. سندس وڏيون نمايان ڪاريون اکيون ھيون، جنھن مان سندس پختي ارادي جي جھلڪ ٿي ڏٺي، مگر اُن ھوندي بہ مبھم ۽ مشڪوڪ ٿي ڏٺيون. اُن ھوندي بہ جڏھن منجھس اشتعال ٿي پيدا ٿيو يا تنڪ مزاجي سان ٿي ڳالھايائين، تڏھن اُن جي اکين سندس مزاج جي ڪيفيت سان ساٿ نہ ٿي ڏنو، پر ڪنھن شيءِ سان بيوفائي ٿي ڏيکاري. ڪڏھن تہ اُنھن شين ڪان بي تعلق پئي ٿي ويو، جي گذري رھيون ھيون. اھو نھايت ئي مشڪل آھي، جو ٻڌائي سگھجي، تہ ھُو ڇا سوچي رھيو آھي؟ اُھي جي ساٿس ڪنھن وقت ڳالھائيندا ھئا. تہ ايئن ئي چوندا ھئا. ماڻھو جي سندس اکين ۾ افسردگي ۽ فڪرمندي ڏسندا ھئا. اُھي سندس اوچتي ٽھڪ ڏيڻ تي گھبرائجي ويندا ھئا. اُن وقت جڏھن سندس اکين ۾ اُداسي ڇانيل ھوندي ھئي، تہ اُھا ھُن جي پُر لطف ۽ لاُبالي خيالن تي دلالت ڪندي ھئي. سندس پيشانيءَ تي جا مصنوعيت نظر ايندي ھئي سا سولائي سان سمجھہ ۾ اَچي ويندي ھئي. سڀ ڪنھن کي ايتري تہ خبر ھئي يا گھٽ ۾ گھٽ ٻُڌو ھئائون، تہ ھُو ڪيتري وقت کان نھايت ئي بيقرار ۽ پريشان حياتي گذاري رھيو ھو. ساڳئي وقت پيءُ سان جھڳڙي ھئڻ سبب منجھس شديد غصو بہ پيدا ٿي ويو ھو. ڳوٺ ۾ اُن بابت ڪيتريون ڇہ ميگوئيون ٿي ھليون. ايئن بہ سچ آھي، تہ تند مزاجي سندن فطرت ھئي. اسان جو جسٽس اوپيس ڪٿخلزڪوف چوندو ھو تہ "ھي غير مستحڪم ۽ غير متوازن طبعيت وارو آھي."

ھُو خاص امتيازي شان سان بي داغ لباس پھريل ھو. خبرداريءَ سان ننڍي ڪوٽ جا بٽڻ بند ٿيل ھيس. ھُن تازو فوجي نوڪري ڇڏي ھئي، اُنڪري مُڇون ھيس پر ڏاڙھي ڪانہ ھيس. سندس ڪارا ناسي وار ننڍا ڪتريل ھئا ۽ اُنھن کي ڦڻي ڏنل ھئي. جي اڳيان نراڙ تي جُھڪيل ھئا. فوجي ماڻھو وانگر ھن پختا ۽ وڏا قدم ٿي کنيا. ھُو ٿورو وقت چائنٺ تي ترسيو ء سيني ويڪلن تي نظر وجھي، سڌو مربيءَ وٽ ويو. جنھن کي ھُو ميزبان سمجھي رھيو ھو. ھن ڪيس ٿورو نوڙي سلام ڪيو ۽

ڪيس دعا لاءِ عرض ڪيائين. زوسيما پنهنجي ڪرسي تان اُٿي ڪيس دعا ڪئي ۽ دمتري ڪمالِ اَدب سان سندس هٿن کي نهايت گرمجوشيءَ سان چميو.

"ايتري ڪشاده دلي ڏيکاريو، جو منهنجي دير سان اَچڻ کي بخشي ڇڏيو. سميرڊياڪوف خدمتگار کي منهنجي پيءُ مون ڏانهن موڪليو هو. جنهن ٻُڌايو تہ فقط هڪ ماڻهوءَ سان وقت مقرر ٿيل آهي. پر هاڻي اوچتو ٻُڌم - "

"پاڻ کي تنگ نہ ڪريو،" مربيءَ وچ ۾ ڳالهايو. "ڪابہ ڳالهہ ڪانہ آهي، جي اوهان دير سان آيا آهيو. اِن جو ڪوبہ اَثر نہ پوندو."

"مان اوهان جو بيحد ٿورائتو آهيان، اوهان جي نيڪي، لطف ۽ ڪرم ۾، مون کي هن کان گهٽ اُميد نہ هئي".

دمتري ايترو چئي، هڪ ڀيرو وري بہ جُهڪي نياز حاصل ڪيو. پوءِ هُو سـڌو پيءُ ڏانهن مُـڙيو ۽ اُن کي بہ ساڳيءَ تعظيم ۽ تڪريم سان نوڙي سلام ڪيائين. صاف ظاهر ٿي ڏنو، تہ هُن اِهو سڀ ڪجهہ اڳ ۾ ئي سوچي ڇڏيو هو. اِهو خيال ڪري تہ سندس اِهو فرض آهي، تہ پنهنجي نيڪ نيتي ۽ اَدب ڏيکاري هُـن نهايت سنجيدگيءَ سان آداب بجا آندا.

فيودور پاولووچ، هن کان بنهہ بي خبر هو. مگر موقعي آهر ڪيس پيش آيو. دمتريءَ جي سلام ۽ اَدب بجا آڻڻ جو ردعمل وٽس فقط اِهو پيدا ٿيو، جو هُـو ڪرسيءَ تان ٿيو ڏئي اُٿيو ۽ پٽ کي اوترو ئي سلام ڪيائين. سندس چهرو اَچانڪ سنجيدو، متين ۽ موثر ٿي ويو، جنهن مان سندس خباثت ۽ ڪينہ پروري صاف ٿي ڏني. اُتي جيڪي بہ موجود هئا، اُنهن جي اڳيان دمتري نوڙيو ۽ سواءِ ڪنهن ڳالهائڻ جي وڏن ۽ دليراني قدمن سان هڪ خالي ڪُـرسي تي وڃي وينو - جا فادر پاديسيءَ جي پرسان پيل هئي ۽ ڪُـٻڙو ٿي ويهي رهيو، تہ اُن گفتگوءَ کي ٻُڌي، جنهن ۾ هُن رُخنو اَچي وڌو هو.

دمتريءَ جي داخل ٿيڻ ۾ ٻن منٽن کان وڌيڪ وقت ڪونہ لڳو هوندو ۽ گفتگو وري شروع ٿي ويو. موسيوف چيو تہ، "مان اوهان کي ايون فيودور پاولوچ جو هڪ نهايت ئي دلچسپ ۽ عجيب قصو ٿو ٻُڌايان. هن ڳالهہ کي صرف پنج ڏينهن ٿيندا، هڪ مجلس ۾، جيڪا خاص عورتن جي هئي، هڪ بحث دوران نهـايت سنجيدگيءَ سـان چيائين تہ، "دنيا ۾ ڪابہ اِهڙي ڳالهہ ڪانہ آهي، جا ماڻهن کي پاڙيسرين سان محبت ڪرڻ لاءِ چوندي هجي. قدرت جو اِهڙو قانون آهي، تہ ماڻهو انسان ذات سان پيار رکي. جيڪڏهن هن زمين تي، پيار ۽ محبت جو رشتو ڪٿي ٿيو بہ هجي، تہ اِهو ڪو قدرت جو قانون نہ هوندو پر رڳو انڪري، تہ انسان بديءَ ۽ بداخلاقيءَ تي ايمان آندو آهي." ايون فيودور پاولووچ، جملي جي درميان، ايترو بہ گڏيو هو تہ قُدرت جو سمورو قانون اِن ئي

ايمان تي آهي. جيڪڏهن توهان انسان مان سندس بديءَ جو جُزو ختم ڪري ڇڏيو، تہ نہ فقط پيار ۽ سِڪ، بلڪ زندگيءَ جي هر اُها قوت - جا هن دنيا کي زندهہ رکي ٿي - سا بلڪل ختم ٿي ويندي. پوءِ ڪابہ بُري شيءِ ڪانہ هوندي ۽ سڀ ڪاشيءِ قاعدي موجب هوندي. آدمخوري پڻ. پر اُهو سڀ ڪجهہ نہ آهي. آخر ۾ هُن دعويٰ سان چيو تہ، "اسان مان هرڪو شخصي طرح - جيئن اسان آهيون، خدا ۽ حيات جاويد ۾ اعتقاد نہ ٿا رکون، انڪري فطرت جي اخلاقي قانون کي، هڪدم، اڳئين مذهبي قانون کان ابتڙ بدلائڻ گهرجي. خود پرستيءَ ۽ گناهہ کي نہ فقط قانون سمجهيو وڃي پر اُن لاءِ لازمي طرح تسليم ڪرڻ کپي، پوءِ هن حالت مان جي نتيجا نڪرندا، اُهي معقول ۽ عزت پريا هوندا. هن بعيد از قياس حقيقت مان، اوهان، اسان جي وهمي ۽ عقل کان وانجهيل دوست ايون فيودور پاولووچ جي خيالن جو اندازو لڳائي سگهو ٿا."

"معاف ڪجو"، اوچتو دمتري رڙ ڪري چيو. 'جيئن مون صحيح طرح ٻڌو آهي، تہ نہ فقط گناهہ ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي، پر اُن کي تسليم بہ ڪيو وڃي، ڇو تہ اهو اڻ ٽر ۽ معقول نتيجو آهي، جو هر ملحد جي نقطۂ نظر مان پيدا ٿئي ٿو - ڪيئن ايئن آهي نہ؟"

"بيشڪ ايئن آهي". راهب پاديسي چيو.

"مان هن کي ياد رکندس."

هنن لفظن جي چوڻ کان پوءِ دمتريءَ پنهنجي گفتگوءَ کي اوچتو ايئن بند ڪري ڇڏيو، جيئن ڳالهايو هئائين. هرڪو ڪيس عجب مان نهارڻ لڳو.

مربيءَ اوچتو، ايون فيودور ڏي منهن ڪري پڇيو تہ:

"اوهان جو سچ پچ اِهو عقيدو آهي، تہ روح جاودان مان. انسان جي ايمان جي هلي وڃڻ جو نتيجو اِهوئي نڪرندو آهي؟"

"هائو، مون ڪيئي پيرا، اُن جو اظهار ڪيو آهي. جيستائين جاوداني روح ۾ ايمان نہ آهي، نيڪي هن جهان ۾ رهي ئي نہ ٿي سگهي."

"جيڪڏهن تنهنجو اِهو عقيدو آهي، تہ نيڪ بخت آهين. پر جيڪڏهن نہ تہ بدبخت!"

ايون مشڪندي چيو تہ. "ڇو بدبخت؟"

"ڇاڪاڻ تہ سيني ڳالهين جي هوندي، تون پنهنجي روح جي جاوداني هئڻ ۾ ايمان نہ ٿو رکين. نہ وري اُن ڳالهہ ۾ تنهنجو اعتقاد آهي. جنهن کي تو ڪليسا جي اختيار سماعت بابت پنهنجي مقابلي ۾ لکيو آهي."

"شايد اوهان صحيح هجو! ....... مان حقيقت ۾ مذاق نہ ڪري رهيو آهيان."

ايون اوچتو اُن جي قبوليت ڏني ۽ سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويو.

”اِهو سچ آهي تہ تو مذاق نہ ٿي ڪيو. پر اِهو سوال اَجا تنهنجي دل جي تارُن ڪي ڇيڙي رهيو آهي. تو اُن ڪي حل ئي نہ ڪيو آهي، پر ڪڏهن ڪڏهن تہ شهيد بہ پاڻ ڪي نااُميديءَ ۾ بدلائي ڇڏيندو آهي. جڻ تہ نااُميدي خود اُن ڪي اوڏانهن ڦيرايو آهي. ساڳيءَ ريت تون بہ پنهنجي نااُميديءَ جي باعث پاڻ ڪي سماج تي بحث ڪرڻ ۾ بدلائي رهيو آهين. جيتوڻيڪ تون پاڻ بہ پنهنجن دليلن تي ڀروسو نہ ٿو رکين. دل جي درد ۽ سور سبب اُن تي اندر ئي اندر ٺٺولي ٿو ڪرين ...... تو اَجا اُن سوال جو جواب ئي نہ ڏنو آهي. اِهو تنهنجي گهٽي رنج ۽ ملال جو سبب آهي. ڇو تہ اِهو جواب جي تقاضا ٿو ڪري.“

”پر ڇا، اُن جو جواب مون ڪي ڏيڻو آهي؟ اُهو جواب اثبات ۾ هوندو.“

ايون هيءُ سوال عجيب طريقي سان پڇندو هو ۽ مربيءَ ڏانهن زيرلب مشڪندي نهاريندو بہ رهيو.

”اِهو جيڪڏهن اثبات ۾ حل ٿي نہ ٿو سگهي، تہ نفي ۾ بہ ڪونہ ٿي سگهندو. توکي خبر آهي تہ اهائي تنهنجي دل جي خصوصيت آهي. اِهي سموريون تڪليفون اِنهيءَ جي ڪري ئي آهن. پر خالق جو شڪر اَدا ڪر، جنهن توکي ايڏي بلند دل عطا ڪئي آهي، جا اِنهن سيني تڪليفن ڪي پاڻ ۾ سمائي ٿي سگهي ۽ جا رفيع الشان شين تي سوچ ۽ ويچار ڪري ٿي، تہ اَسان جي جاءِ جنت ۾ آهي. خدا توکي اِها توفيق بخشيندو. جو تون اُن جو جواب زمين تي ڳولي لهندين ۽ هُو تنهنجي راهِ ڪي روشن بڻائيندو!“

مربيءَ پنهنجا هٿ مٿي ڪنيا ۽ ايون جتي ويٺو هو، شايد اُن جي مٿان صليب جو نشان بڻائي ها، پر هُو پنهنجيءَ جاءِ تان اُٿيو ۽ سندس ويجهو وڃي دعائون ورتائين ۽ هٿن ڪي چميائين. پوءِ خاموشيءَ سان پنهنجيءَ جاءِ تي وڃي ويٺو. سندس چهرو متين ۽ سنجيده ٿي لڳو. سندس هيءُ عمل ۽ اڳيون گُفتو نهايت حيرت ڀريو ٿي لڳو. هُن پنهنجي عجب ڀرئي اَنداز ۾ متانت سان، اُتي ويٺلن ڪي ايترو تہ متاثر ڪيو، جو هُو سيئي ٿوريءَ دير لاءِ دمبخود ٿي ويا. اليوشا جي چهري تي البت ادراڪ، فهم ۽ فراست ٿي ڏٺي. موسيوف هڪدم پنهنجن ڪلهن ڪي چورڻ پورڻ لڳو. ساڳئي وقت فيودور پاولووچ ، پنهنجيءَ جاءِ تان ٽپ ڏئي اُٿيو.

”پاڪ ۽ مقدس مربي!“ ايون ڏانهن اِشارو ڪندي، هن چيو، ” هي منهنجو پُٽ آهي ۽ منهنجي گوشت جو ٽڪرو. منهنجو نهايت ئي جان جگر! مان ايترو ضرور چوندس، تہ هُو فرمانبردار ڪارل مور آهي، پر هُو پٽ، جو هاڻي آيو آهي دمتري - جنهن بابت مان اوهان ڪان انصاف ٿو گهران. سو نافرمان فرانزمور آهي - هُو ٻئي

شلر جا ڏاڪو آهن ۽ مان حڪمران ڪائونٽ وون مور آهيان. انصاف ڪر ۽ اسان کي بچاءِ. اسان کي نہ فقط اوهان جي دُعائن، بلڪ پيشنگوئيءَ جي بہ ضرورت آهي."

"مذاق کي روڪ ۽ صاف صاف ڳالهاءِ. پنهنجي ڪٽنب جي ڳالهين جي بي عزتي سان، پنهنجي گفتگوءَ جي ابتدا نہ ڪر." مربيءَ جهيڻي ۽ ٿڪل آواز ۾ جواب ڏنو. هُو ظاهري طرح بلڪل ختم ٿيندو ٿي ويو، ۽ سندس طاقت ڪِرندي ٿي وئي.

"هڪ ناشائستہ ۽ ڪِل جهڙو ناٽڪ، جنهن جو مون هت اچڻ کان اڳ ۾ ئي خيال ٿي ڪيو." دمتريءَ کي بيحد غصو اچي ويو ۽ هُو بہ ٽپ ڏئي اُٿيو. "هن کي معاف ڪريو، مقدس مالڪ!" مربيءَ کي خطاب ڪندي هُن چيو. "مان مهذب نہ آهيان، اُنڪري خبر نہ آهي تہ اوهان کي ڪهڙيءَ ريت خطاب ڪريان؟ توهان کي ٺڳيو ويو آهي ۽ اوهان ايترا تہ شريف طبع آهيو، جو اَسان کي هت ملڻ جي اجازت ڏني اَٿوَ. منهنجي پيءُ جو مطلب فقط بدنامي آهي. هُو ڇو ايئن ڪري ٿو. سو صرف هُو ئي ٻڌائي سگهي ٿو؟ هن ۾ سندس ڪونہ ڪو مقصد آهي، پر مون کي پَڪ آهي تہ مان اُن کي چڱيءَ ريت ڄاڻان ٿو!"

"سيئي مون تي تهمت رکن ٿا. هي سيئي". فيودور پاولووچ پنهنجي واري تي چيو. "پيٽراليگزينڊرووچ بہ مون تي الزام ٿو رکي، تو مون کي ملامت جي قابل پئي سمجهيو آهي. پيٽراليگزينڊرووچ تون، تون!" هن مُڙي موسيوف ڏانهن نهاريو. جيتوڻيڪ هن کي وچ ۾ نہ ڳالهائڻ جو نہ خيال هو نہ خواب هو. "سڀ مون تي الزام رکن ٿا. تہ مون ٻارن جي دولت کي پنهنجن پيرن جي هيٺان لڪائي ڇڏيو آهي ۽ اُنهن کي ٺڳيو آهي. ڇا هتي قاعدي قانون جي ڪورٽ ڪانہ آهي ڇا؟ اُتي هُو لکيتن مان ڄاڃي سگهن ٿا. دمتري فيودور پالووچ! تو وٽ ڪيترو پيسو هو. اُن مان تو ڪيترو خرچ ڪيو آهي ۽ باقي ڇا بچايو آهي؟ پيٽر اليگزينڊرووچ پنهنجي فيصلي ڏيڻ کان ڇو ٿو ڪيٻائي؟ دمتري، هن جي لاءِ بيو تہ نہ آهي. جيئن تہ هُو سيئي منهنجي خلاف آهن. ۽ دمتري فيودور پاولووچ منهنجو قرضي آهي، ٿورن پيسن جو نہ بلڪ هزارن جو، جنهن لاءِ مون وٽ دستاويزي ثبوت آهن. سڄي شهر ۾ سندس زنا ڪاريءَ جو چرچو آهي. جتي هُو اڳ مقرر ٿيل هو، اُتي هُن هڪ شريف ۽ آبرودار ڇوڪريءَ کي ڦاسائڻ جي خاطر. ڪيترائي پيرا. هڪ بہ هزار رپيا خرچ بہ ڪيا. اَسان کي اُن جي سموري خبر آهي. دمتري فيودورووچ جي اُن راز جي هر تفصيل کان واقف آهيون. فادر زوسيما! اوهان اعتبار ڪندا. تہ هُن هڪ معزز ڇوڪريءَ جي دل کي موهي ڇڏيو آهي، جنهن جو تعلق هڪ اعليٰ ۽ دولتمند خاندان سان آهي. اُها ڇوڪري، هڪ اهڙي ڪرنل جي ڌيءَ آهي، جو ڪنهن وقت سندس آفيسر هو ۽ جنهن کي ڪيترائي

اعزاز مليل آهن. 'ينا آرڊر' اُن جي ڇاتي تي چمڪندو رهي ٿو. هن اُن ڇوڪريءَ سان شاديءَ جو واعدو به ڪيو هو ۽ اُن سان مڱيل به آهي. مگر هوءَ هتي يتيم ۽ بيڪس رهجي وئي آهي. اُن هوندي به هيءُ هڪ حسين ساحره سان سندس بنهه اکين ڪان. ناچ ڪندو رهي ٿو. انهيءَ ساحره ايئن ڪٿي ڇڄي، ته ان جي هڪ آبرودار ماڻهوءَ سان شادي به ڪيل آهي. پر اُن هوندي به هوءَ هڪ خودمختيار طبعيت جي مالڪ آهي ۽ هڪ اهڙو مضبوط قلعو آهي، جنهن کي سَر ڪرڻ سڀ ڪنهن جي وس ۾ نه آهي. هڪ شرعي زال جي حيثيت ۾ هوءَ ڏاڍي گُڻن واري آهي. سچ، مقدس مالڪ! هوءَ ڏاڍي نيڪ آهي. دمتري اُن مضبوط قلعي کي سونيءَ ڪنجي سان کولڻ گهُري ٿو ۽ اُنڪري ئي هُو مون سان گستاخاڻي هلت تو هلي. هُو ڪوشش ٿو ڪري، ته مون کان ڪجهه رقم ڇڏائي. حالانڪ هُو اُن حسين ساحره تي ڪيترائي هزار روبل خرچ ڪري چُڪو آهي. هن مقصد جي خاطر هُن مسلسل پيسا قرض طور پئي ورتا آهن. اِهي پيسا پلا ڪنهن کان ورتا آتائين؟ مان چوان - متيا کان."

"خاموش!" دمتري رڙ ڪري چيو. "ترس! جيستائين مان هليو وڃان. منهنجي سامهون، هڪ عزت واري ڇوڪريءَ کي بدنام ڪرڻ جي جرئت نه ڪر! جيڪڏهن اُن ڇوڪريءَ بابت تون غصي ۾ هڪ لفظ به وڌيڪ ڳالهائيندين، ته توکي اُهو معاف نه ڪيو ويندو."

هُو سهڪڻ لڳو.

"متيا! متيا!" فيودور پاولووچ مجنونءَ واري رڙ ڪئي ۽ اکين مان ڳوڙها وهي ويس. "تنهنجي پيءُ جون بددعائون تولاءِ ڪجهه به نه آهن؟ مان توکي، جي بددعا ڏيان، ته پوءِ ڇا؟"

"بي شرم بهروپي!" دمتري غصي مان بلند آواز سان چيو.

"اِهو، هيءُ پنهنجي پيءُ کي ٿو ڳالهائي! پيءُ کي! ٻين سان سندس ڪهڙي روش هوندي؟، صاحبو! هيءُ رڳو پاڻ کي وڏو سمجهڻ آهي. هت هڪ غريب مگر شريف ماڻهو رهي ٿو، جنهن تي هڪ وڏي ڪٽنب جو بار آهي. هُو ڪئپٽن آهي. ڪنهن تڪليف ۾ اَچي ويو ۽ ڪيس نوڪريءَ مان برطرف ڪيو ويو. نه عام ماڻهن جي اڳيان نه وري ڪورٽ مارشل جي ذريعي. سندس عزت تي ڪنهن به قسم جو داغ نه آيو. ٽي هفتا ڪن ٿيندا، دمتري ڪيس ڏاڙهيءَ کان جهلي، شرابخاني کان گهلي، گهٽيءَ ۾ وٺي آيو ۽ ماڻهن جي اڳيان خوب مارئائينس. اِهو سڀ ڪجهه ڇا جي ڪري؟ ڇو ته هُو منهنجي هڪ ننڍڙي ڪاروبار جو ايجنٽ آهي."

"اِهو سڀ ڪوڙ آهي! ظاهري طرح سچ آهي پر باطني طرح غلط!" دمتري غصي

۾ سمورو ڪنبي رهيو هو. ”مقدس پيءُ! مان پنهنجي عمل ڪي حق بجانب ڪونہ ٿو سمجهان. هائو، مان سيني جي اڳيان قبول ٿو ڪريان، تہ مون ڪئپٽن سان حيوان جهڙي هلت هلي هئي. مون کي اُن جو ڏک آهي. مان پنهنجي اُن وحشياڻي تيش لاءِ ڏاڍو نادم آهيان. اُنهيءَ ڪئپٽن، يعني تنهنجو اُهو ايجنٽ، اُن عورت وٽ ويو، جنهن کي تو حسين ساحره سڏيو آهي، کيس منهنجي پاران تجويز پيش ڪيائين، تہ جيڪڏهن مان پنهنجي حساب ڪتاب جي لاءِ تو مٿان زور آڻيان، تہ هوءَ توکان منهنجي قرض جو رقعو - جو تنهنجي قبضي ۾ آهي - وٺي ۽ اُن جي مدد سان، مون تي پيسن جي وصوليءَ لاءِ مقدمو داخل ڪري، جيئن مان جيل اُماڻيو وڃان. هاڻي وري تون مون کي اُن جي محبت لاءِ ملامت ڪري رهيو آهين. جڏهن تو خود اُن عورت کي ڦاسائڻ لاءِ پڙڪايو هو! مون کي منهنجي روبرو هُن ٻـُڌايو هو ۽ توتي کلي ٿي. تو مون کي جيل ۾ صرف هن لاءِ موڪلڻ ٿي گهريو. ڇو تہ توکي اسان جي محبت تي رشڪ پئي آيو. چاڪاڻ تہ تون کيس هٿ ڪرڻ پيو گهرين ۽ مون کي اهو سڀ معلوم آهي. هوءَ تو تي اُنڪري بہ کـلي ٿي. تون ٻڌين ٿو، جڏهن هوءَ ٻـُڌائي رهي هئي. هوءَ تو تي وڏا ٽهڪ ڏئي کـلي رَهي هئي. سو اِهڙو آهي، هـِت هيءُ اوهان جو آدمي! هيءُ پيءُ آهي جو پنهنجي اوباش پٽ کي بدنام ڪري رهيو آهي. دوستو، مون کي منهنجي غصي لاءِ معاف ڪجو. مون کي اڳ ۾ ئي هيءُ اَندازو هو، تہ هن عيار اوهان سيني کي هت اِنڪري ڪـَٺو ڪيو آهي، تہ جيئن کو تماشو پيدا ڪري. مان هن کي هتي معاف ڪرڻ لاءِ آيو آهيان. جيڪڏهن هُو اُن لاءِ هٿ ڊگهيري تہ مان معاف ڪري ڇڏيان ۽ پنهنجي معافيءَ لاءِ عـرض ڪريان! پر جيئن تہ هـن هاڻي ۽ هـن گهڙيءَ، نہ فقط منهنجي بلڪ هڪ شريف نوجوان عورت جي - جنهن لاءِ مون کي اپترو احترام آهي جو مان سندس، خواهہ مخواهہ نالو بہ وٺڻ بہ پسند نہ ٿو ڪريان، بي عزتي ڪئي آهي. مون بلڪل پختو ارادو ڪيو آهي، تہ کيس اُن جو تماشو ڏيکاريان، جيتوڻيڪ هـُو منهنجو پيءُ ڇو نہ آهي ....“

هـُو. هن کان وڌيڪ ڪجهہ ڳالهائي نہ سگهيو. سندس اکيون چمڪي رهيون هيون ۽ ساهہ تڪليف سان کڄي رهيو هو. حجري ۾ سڀڪنهن تي بي چيني ڇانيل هئي. زوسيما کان سواءِ ٻيا سيئي پنهنجن جاين تان پريشان ٿي اُٿيا. راهب بلڪل تند ۽ تلخ ٿي ڏٺا. پر مربيءَ جي هدايت جو انتظار ڪري رهيا هئا. هـُو اَچا ويٺو هو. هـُو ٻيلو ٿي لڳو. جوش ۽ اشتعال کان نہ بلڪ بيماريءَ جي ڪمزوريءَ کان. التجا ڀري مرڪ سندس چهري تي نمودار ٿي. هـُو هر هر پنهنجي هٿ کي مٿي کڻي رهيو هو. جيئن اُن طوفان کي روڪي سگهي. مگر هُو ڪنهن شيءِ لاءِ واجهائي رهيو هو. غـور

سان جاچي رهيو هو ۽ اُن شيءِ جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. جا اَڄا هُن لاءِ صاف نہ ٿي هئي. موسيوف آخرڪار ذلت ۽ بدنامي محسوس ڪئي.

”اسان سڀئي هن شرمناڪ تماشي لاءِ جوابدار آهيون“ هُن گرم ٿي چيو. ”پر مان جڏهن هت آيو هوس، تڏهن اُن جو اَندازو ڪونہ لڳايو هوم. جيتوڻيڪ اها خبر هيم تہ ڪهڙي ماڻهوءَ سان واسطو پيو آهي؟ هي سڀ هڪدم ختم ٿيڻ گهرجي. سائين! مون تي اعتبار ڪريو، تہ هتي جو ڪجهہ ظاهر ٿيو آهي، تنهن جي ڪنهن بہ تفصيل جي مون کي ٿوري بہ خبر ڪانہ آهي. مان ٻنهي تي اعتبار ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ آهيان. مون کي پهريون دفعو هيءَ خبر پوي ٿي ..... هڪ پيءُ پنهنجي پٽ جي بداخلاق عورت سان تعلقات تي ايترو حاسد آهي، جو اُن بابت سازش رٿي، ڪيس جيل اُماڻڻ جي ڪوشش ٿو ڪري. هيءَ هڪ اهڙي صحبت آهي، جنهن ۾ مان زبردستيءَ سان وينو آهيان. مون سان فريب ٿيو آهي. مان سڀني کي ٻـُڌايان ٿ و. تہ مون سان بہ ايترو ئي دوکو ٿيو آهي، جيترو ٻين سان ٿيو آهي.“

”دمتري فيودورپاولووچ“ فيودور پاولووچ. هڪ غير فطري آواز ۾ رڙ ڪري چيو. ”تون جيڪڏهن منهنجو پـُٽ نہ هجين ها تہ مان توکي دوبدو وڙهڻ لاءِ، هن گهڙيءَ چئلينج ڪريان ها ..... پستول سان ..... رومال سان لڪائي، فقط ٻن ٽن قدمن تان.“ هُن زور سان زمين تي ٻئي پير هڻي مانُ ڪئي.

اُهي سمورا پراڻا پاپي، جي پنهنجي سڄي حياتي ايئن گذاريندا آهن. اُنهن لاءِ ڪي اهڙيون بہ گهڙيون هونديون آهن. جو اُهي پنهنجي انسانيت ڏي موٽي وڃن ٿا. پوءِ ڪنبندا ۽ لرزندا ۽ احساس جي شدت ڪان ڳوڙها وهائيندا رهندا آهن. جيتوڻيڪ جلد ئي، ٿورو پوءِ، پاڻ سان پڻ پڻ بہ ڪري ڳالهائيندا آهن. ”توکي خبر آهي تہ تون هاڻي مڪر ڪري رهيو آهين. جهونا گنهگار ۽ بي شرم! تون وري حرڪت ڪرين ٿو. تون پنهنجي پاڪيزگيءَ سان گڏ قهر ۽ غضب بہ ڏيکاري رهيو آهين؟

دمتريءَ جي نرڙ تي تڪليف جي ڪري گهنج پئجي ويا ۽ پيءُ ڏانهن نهايت ئي حقارت سان نهاريائين.

”مون سمجهيو ٿي ..... مون سمجهيو ٿي.“ هن صاف آواز ۾ چيو. ڄڻ تہ اُن تي قبضو پائي رهيو آهي. ”مان پنهنجي ڳوٺ ٿو وڃان. پنهنجيءَ دل جي راڻيءَ سان، پنهنجي مڱينديءَ سان، تہ جيئن هن جي ٻـُڍاپي ۾ چڱي پرگهور ٿي سگهي. پر مان ڏسان ٿو تہ هيءُ بدچلن، شهوت پرست ۽ ذليل مسخرو، رڳو ڳنوار آهي.“

”دوبدو لڙائي!“ هڪ ڀيرو وري اُن آفت زده ٻـُڍي رڙ ڪري چيو. هر هڪ لفظ جـَـبي ۽ چٿي ڳالهائي رهيو هو. ”۽ تون اليگزينڊرووچ موسيوف. مان توکي اِهو ٻڌائڻ

ٿو گهران تہ تنهنجي پوري خاندان ۾ ڪابہ شاندار ۽ وڏيڪ ايماندار - تون ٻڍين ٿو نہ - عورت ڪانہ ٿي آهي. جهڙي اُها آهي. جنهن کي تون هاڻي. ايئن جرئت ڪري سڏيو آهي! ۽ تون دمتري فيودوروووچ، اُن پيداوار جي خاطر پنهنجي مگيندي کي ڇڏيو آهي: ڇو تہ تون ايئن خود محسوس ٿو ڪرين. تہ هوءَ اُن جي اڳيان ٻتي بہ جهلي ڪانہ ٿي سگهي. اهڙي ئي عورت کي پيداوار سڏيو ويندو آهي."

"شرمناڪ." فادر ايوسف چيو.

"شرمناڪ ۽ ذليل!" ڪلگنوف جي چهري تي ڳاڙهاڻ ڇانئجي وئي ۽ جذبات جي اثر ڪان ڪنبندي. لرزندڙ آواز ۾ چيائين. هُو اُن وقت تائين خاموش هو.

"اهڙو ماڻهو آخر زنده ڇو آهي؟" دمتري جو پڻ غصي ۾ هو. ٻڙ ٻڙ ڪندي ڪوڪلي آواز ۾ چيو. هُن پنهنجن ڪلهن کي مٿي ڪنيو ۽ ايترو ڪبڙو ٿي ويو. جو بلڪل بدصورت ٿي لڳو. "ٻڌايو تہ هن کي اِن نموني ڇڏي سگهجي ٿو. تہ هُو هن زمين کي ناپاڪ ڪندو رهي؟" هُن چوڌاري، هرهڪ ڏانهن نهاريندي، اُن ٻُڍي ڏانهن اشارو ڪندي چيو. هُو ڇاڻي واڻي ايئن ئي ڳالهائي رهيو هو.

"ٻڌو. ٻڌو. او راهب! پيءُ کي مارڻ واري کي ٻُڌو." فيودور پاولووچ رڙ ڪري چيو ۽ راهب ايوسف ڏانهن دوڙي ويو. "اِهو آهي. تنهنجي شرمناڪيءَ جو جواب! شرمناڪي ڇا آهي؟" اُها پيداوار. اُها بدڪردار عورت. شايد توڪان وڌ پاڪ آهي! توهان راهب فقط نجات جي راهہ جي جستجوءَ ۾ آهيو! هوءَ شايد پنهنجي جوانيءَ جي هٿن مان ڪِري آهي. يا پنهنجي ماحول ڪان تباهہ ٿي آهي. پر هوءَ محبت پري آهي. يسوع مسيح بہ اُنهن عورتن کي بخشيو آهي، جي محبت پريون آهن."

"يسوع مسيح. اهڙين عورتن کي ڪونہ بخشيو هو!" شريف الطبع راهب ايوسف ڪان بي صبري ۾ نڪري ويو.

"هائو. اهڙي محبت لاءِ هُو. ايئن هيو راهبو!" توهان هت گوبي ڪائي پاڻ کي پاڪ سمجهو ٿا. توهان دريائي مڇي ڪائي، ايئن سمجهو ٿا. تہ خدا کي اُن مڇيءَ جي رشوت ٿا ڏيون."

"هيءُ برداشت ڪان ٻاهر آهي". حجري جي هر طرف ڪان آواز آيو.

هيءُ منظر. جو سهڻ ڪان ٻاهر هو. هڪدم ختم ٿي ويو. فادر زوسيما پنهنجيءَ جاءِ تان اُٿي کڙو ٿيو. اليوشا. جو هن بلڪل اُن انتظار ڪان پريشان هو. جو ساڳيو مربي ۽ پين کي هو. کيس پنهنجي ٻانهن جي سهاري ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. زوسيما دمتريءَ جي طرف وڌيو ۽ سندس نزديڪ پهچڻ تي سندس قدمن ۾ ڪِري پيو. اليوشا سمجهيو تہ ڪمزوريءَ جي سبب ڪِري پيو آهي. پر ايئن نہ هو. مربي بلڪل ظاهر ظهور ۽ ڇاڻي

واٽي، دمتريءَ جي قدمن تي جُهڪي پيو هو ۽ سندس نراڙ زمين کي ڇُگيءَ ريت ڇهي ورتو. اليوشا بلڪل هَڪو بَڪو ٿي ويو ۽ جيئن ئي هُو اُٿي کڙو ٿيو، ته هُن کي سهارو ڏئي نه سگهيو، سندس ڇپن تي بلڪل ڦِڪي مرڪ هئي.

"خدا حافظ! مون کي سڀئي معاف ڪجو!" سيني مهمانن جي اڳيان زوسيما نوڙندي چيو.

دمتري گهڙيءَ لاءِ حيرت ۽ عجب ۾ بيٺو رهيو. هن جي اڳيان نوڙڻ، اِن جو مطلب ڪهڙو؟ اوچتو هُن وڏي واڪي چيو. "او خدا!" ۽ پنهنجي منهن کي هٿن ۾ لڪائي ڪمري کان ٻاهر ڊوڙندو نڪري ويو. ٻيا مهمان سندس پويان ٽولي ٺاهي نڪري ويا. مونجهاري ۾ ڪائنن خداحافظ به چوڻ وسري ويو. فقط راهب هنن ڏي دعا جي لاءِ وڌي ويا.

"هن نموني هن جي پيرن تي ڪرڻ مان ڇا مطلب هو؟ اِهو ڪو اشارو هو يا ٻيو ڪجهه؟" فيودور پاولووچ ، سواءِ ڪنهن ڏانهن ڏسڻ جي رڙ ڪري چيو. سندس خيال وري گفتگوءَ کي ڇيڙڻ جو هو، پر اُن وقت هُو سڀئي جهوپڙيءَ کان ٻاهر نڪري ويا هئا.

"هڪ پڳل ديوار ۽ هڪ بدمغز ماڻهوءَ کي مان ڪوبه جواب ڏئي نه ٿو سگهان." موسيوف هڪ عجيب مزاح سان هڪدم جواب ڏنو. "پر فيودور پاولووچ مان پاڻ کي يقيناً تنهنجي صحبت کان هميشه دور رکندس، هو راهب ڪٿي آهي؟"

اُهو راهب؟ اُهو ساڳيو راهب آهي، جنهن سيني کي بزرگ سان گڏ ڪاڌي ڪائڻ جي دعوت ڏني هئي. مربيءَ جي ڏاڪڻ کان جيئن ئي هُو هيٺ لٿا، ته هُو ساڻن اَچي مليو. ايئن ٿي لڳو، ته هُو ڇڻ ته سندن انتظار ۾ هو.

"مقدس پيءُ! مون تي هڪ مهرباني ڪريو. منهنجا خلوص منداڻا نياز راهب سپيرئر کي ڏجو. مون لاءِ شخصي طرح معافي گهرجو، ته موسيوف اَدب سان چيو آهي ته ڪيس نهايت ارمان آهي، جو اَڻٽر حالتن جي ڪري مان ڪاڌي جي ميز تي حاضر ٿي ڪونه سگهندس." ڏاڍي ٻيجان مان موسيوف راهب کي چيو. "۽ اِهي اَڻٽر حالتون، بهرحال مان آهيان." فيودور پاولووچ، ڪيس هڪدم اَڏ ۾ ڪٽيندي چيو ته، "اوهان ٻُڌو صاحب! هيءُ منهنجي صحبت ۾ رهڻ نه ٿو گهُري، ته هُو هڪدم هليو آيو هو. پيٽر اليگزيندرووچ توکي وڃڻ گهرجي. مان توکي منٿ ٿو ڪريان، ته فادر سپيرئر ڏانهن وڃ، ڇو ته توکي ڇگي بُک لڳي آهي. مان ته انڪار ٿو ڪريان. پر توکي ڪرڻ نه گهرجي. مان گهر وڃي ماني کائيندس. مان پاڻ کي هت اوهان جهڙو ڪونه ٿو پانيان. پيٽراليگزيندرووچ! وڃ. منهنجا منڙا مائٽ!"

"مان توجهڙي ذليل جو مائٽ!"

"مون اِهو اِنڪري چيو ته جيئن توکي مَجايان. ڇا تو هميشه منهنجي مائٽي

کان انڪار نہ ٿئي ڪيو آهي؟ جيتوڻيڪ تون سچ پچ منهنجو مائٽ آهين. مان اهو ديول جي ڪئلينڊر مان ثابت ڪري سگهان ٿو.

تون ايون! جيڪڏهن چاهين، تہ ترسي پَوُ. مان گهوڙا تو لاءِ پوءِ موڪلي ڏيندس. اهو مناسب ۽ حُسن اخلاق آهي، تہ فادر سپيرئر ڏانهن وڃڻ. پيٽرِ اليگزينڊرووچ اُن گستاخيءَ لاءِ معافي وٺجو، جو اسان هت پيدا ڪئي آهي."

"اهو صحيح بہ آهي، تہ تون گهر ٿو وڃين. تون ڪوڙ تہ ڪونہ ٿو ڳالهائين؟"

"پيٽر اليگزينڊرووچ! اهو جو ڪجهہ بہ ٿي گذريو آهي. تنهن کان پوءِ مان ايئن ڪرڻ جي همت ڪيئن ٿو ڪري سگهان؟ صاحبو! مون کي معاف ڪجو. مان آپي کان ٻاهر نڪري ويو هوس ۽ پريشان پڻ هوس. سچ پچ تہ مان شرمسار آهيان. صاحبو! هڪڙي کي سڪندر مقدونيءَ جي دل آهي ۽ ٻئي کي ننڍڙي ڪتي جي. مان وري بہ شرمسار آهيان. اهڙي قيد مان نڪرڻ کان پوءِ، مان ڪيئن ٿو مانيءَ تي وڃي سگهان! خانقاہ جي چٽني کي هَڙپ ڪري وڃان. مان شرمسار آهيان ۽ مجبور، مون کي معاف ڪجو!"

"بدمعاش کي رکو اِها چاڻ آهي تہ ڪيئن اَسان کي دوکو ڏئي." موسيوف خيال ڪري رهيو هو، جو اَجا تائين مسخريءَ جي اُن واپسيءَ کي بي اعتبار اکين سان ڏسي رهيو هو. هُن مُڙي ڏٺو. ڏٺائين تہ موسيوف کيس ڏسي رهيو هو. هُن کي پيري کان چميءَ جو اشارو ڏنائين.

"پوءِ تون راهب سپيرئر ڏي هلين ٿو؟" موسيوف ايون کان پڇيو.

"چو مون کي تہ ڪالهہ خاص طرح سان دعوت ڏني وئي هئي."

"بدنصيبي سان مان تہ هن اَڻ وڻندڙ ڪاڌي تي مجبور ٿي هلان ٿو." موسيوف ساڳي بي رُخيءَ سان چيو. اهو بہ خيال نہ ڪيائين تہ راهب اهو سڀ ڪجهہ ٻُڌي رهيو آهي. "اسان کي هن گستاخيءَ جي لاءِ ضرور معافي وٺڻ گهرجي ۽ سمجهائڻ گهرجي، تہ هن ۾ اسان جو ڪوبہ قصور ڪونہ آهي. تون ڇا ٿو چوين؟"

"خدا ڪري تہ ايئن ٿئي! هيءَ بي مزي ماني."

هُو اڳتي وڌيا. راهب خاموشيءَ سان ٻُڌندو رهيو. رستي ۾ هُن فقط ايترو ڏٺو، تہ جهنگ ۾ فادر سپيرئر سندس انتظار ڪري رهيو آهي ۽ هن کي شايد اَڌ ڪلاڪ کان بہ وڌيڪ دير ٿي وئي هئي. هُن کي ڪوبہ جواب نہ مليو. موسيوف نفرت سان ايون جي طرف نهاريو.

"ڏسو! مانيءَ لاءِ ٿو وڃان، گويا ڪجهہ ٿيو ئي ڪين هو." هُو سوچڻ لڳو. "بي غيرت ڪرامازوف جو ضمير!"

باب ستون

# نوجوان جو معاش ڏانهن وڃڻ

اليوشا، مربي زوسيما کي سهارو ڏيئي، سمهڻ واري ڪوٺيءَ تائين وٺي آيو ۽ پاڻ هن جي بستري تي ويهي رهيو. اها ننڍڙي سينگاريل ڪوٺي هئي، جنهن ۾ ڪي ضروري شيون پيل هيون. هڪ ننڍو پلنگ.... جنهن تي بناپوش جي گاديلو پيل هو. ڪنڊ ۾ پڙهڻ جي ٽيبل هئي، جنهن تي صليب جو نشان ۽ عيسائي مذهب جو ڪتاب هو. مربي ٿڪ جي ڪري، بستري ۾ بلڪل سمائجي ويو. سندس اکيون روشن هيون ۽ ڏاڍي مشڪل سان ساهه تي ڪنيائين. هُو اليوشا کي گهري نظر سان ڏسي رهيو هو، ڄڻ تہ ڪجهه سوچي رهيو آهي.

”وڃ، منهنجا پيارا تون وڃ! اِها مشڪل منهنجي لاءِ ڪافي آهي. جلدي ڪر، هُتي تنهنجي ضرورت آهي. وڃ ۽ وڃي فادر سپيرئر جي ٽيبل تي ويهه“.

”مون کي هت ترسڻ ڏيو“، اليوشا التجا ڪئي.

”تنهنجي هُتي وڌيڪ ضرورت آهي. هُتي اَمن ۽ اَمان ڪونہ آهي. تون هُتي هوندين، تہ ڪنهن ڪم اَچي سگهندين. جيڪڏهن بَديءَ جو روح پيدا ٿئي، تہ دعا گهرجانءِ ۽ اِهو ياد رک منهنجا پُٽ تہ آئينده لاءِ هيءَ تنهنجي جاءِ نہ آهي. جڏهن مان هتان خدا جي مرضيءَ سان هليو ويندس، تہ خانقاه ڇڏي ڏِجانءِ ۽ هميشه لاءِ هليو وڃجانءِ.“

اليوشا تي وحشت ڇانئجي وئي.

”اهو ڇا آهي؟“ في الحال تنهنجي جاءِ، هيءَ نہ آهي. مان توکي هن دنيا ۾ عظيم فرض کي اَدا ڪرڻ جي دعا ڪريان ٿو. تنهنجي حياتيءَ جو وڏو سفر ٿيندو. تون شادي پڻ ڪندين. هيءُ سڀ ڪجهه نيائڻ کان پوءِ تون هتي ايندين. هُتي گهڻو ڪجهه ڪرڻو آهي، پر مون کي تو ۾ شڪ بہ نہ آهي، اُنڪري مان توکي اوڏانهن موڪليان ٿو. يسوع مسيح توسان ساٿي آهي. تون ڪيس تَرڪ نہ ڪجان“. هُو بہ توکي نہ ساريندو. تون انتهائي غم ڏسندين، پر اُن غم ۾ تنهنجي لاءِ خوشي ۽ راحت هوندي. تنهنجي لاءِ منهنجو اِهو آخري پيغام ڪافي آهي. غمگينيءَ ۾ آسودگيءَ کي ڳولجانءِ. محنت ڪجانءِ. سواءِ ڪنهن رُخني جي، منهنجن لفظن کي ياد رکجانءِ. جيتوڻيڪ مان پوءِ توسان ڳالهائيندس، هاڻي منهنجا ڏينهن نہ بلڪ ڪلاڪ بہ ڳڻت ۾ آهن.“

اليوشا جي چهري تي هڪ دفعو وري جذبات ظاهر ٿيا. سندس وات جون ٻئي ڪُنڊون ڦڙڪي رهيون هيون.

”اِهو بيهر ڇا آهي؟“ مربي زوسيما وڻندڙ مسڪراهٽ سان پڇيو. ”دنيا وارا پنهنجي

ته ڪنهن جي موت تي ڳوڙها ڳاڙين. پر هتي اسان پنهنجي وڇڙندڙ ڀيءُ تي خوشي ٿا ڪريون. اسان خوشي ٿا ملهايون ۽ هن لاءِ دعا ٿا ڪريون. مون کي اڪيلو ڇڏ ته مان عبادت ڪريان. وڃ ۽ تورو تڪڙ ڪر. پنهنجن ڀائرن جي ڀر ۾ ويهڄ. صرف هڪ جي ويجهو نه. مگر ٻنهي جي قريب."

فادر زوسيما کيس دعا ڏيڻ لاءِ هٿ متي کنيا. اليوشا پنهنجي ڪاٻه ناراضگي نه ڏيکاري، جيتوڻيڪ سندس ڏاڍي خواهش هئي، ته هُو ترسي پوي. هن کان سواءِ هيءُ به سندس خواهش هئي ته هُو اها به پڇا ڪري ته هُو دمتريءَ جي اڳيان ڇو نوڙيو ۽ سندس اُن مان ڪهڙو مطلب هو؟ هيءُ سوال سندس زبان سان ٽڪرائجي رهيو هو، مگر همت نه پئي ٿيس. جو ڪٿي پڇي. هن سمجهيو ته جيڪڏهن مناسب هجي ها، ته مربي خودبخود ٻڌائي ها. ظاهر هو ته اها سندس مرضي ڪانه هئي. هن عمل اليوشا تي بي پناهه اَثر وڌو هو. سندس اُن جي معنيٰ خيز مفهوم تي ايمان هو. پُراسرار ۽ شا... ت ناڪ پڻ.

هُو جيئن ئي تڪڙو تڪڙو حُجري جي احاطي کان ٻاهر نڪري هلڻ لڳو. ته وڃي خانقاه ۾ فادر زوسيما جي ڪاڏي تي پهتو. تڏهن پنهنجيءَ دل ۾ درد اُڀرندو محسوس ڪيائين ۽ تورو ترسي پيو. ايئن تي لڳو. ته هن وري مربي زوسيما جا لفظ ٻڌڻ تي گهريا. جو پنهنجي آخري وقت جي پيشنگوئي ڪري رهيو هو. هُــن جيڪا اڳڪٿي ڪئي هئي. سا ناممڪن هئي جو صحيح نه نڪري. اليوشا کي سندس اشاري ۾ ڪامل يقين هو. پر هُو ان کان اڪيلو ڪيئن رهي سگهندو؟ هُن کي ڏسڻ يا ٻڌڻ کان سواءِ، هُو ڪيئن زنده رهي سگهندو؟ هُو آخر ڪيڏانهن وڃي؟ هُن کيس چيو هو ته روئجان نه. خانقاه ڇڏي وڃجانءِ. او خدا! هيءُ گهڻي وقت کان پوءِ هو. جو اليوشا ذهني ڪوفت ۾ گرفتار ٿيو هو. هُــو اُن جهنگ مان، جنهن حجري کي خانقاه کان علحدو تي ڪيو. تڪڙو تڪڙو هلڻ لڳو. منجهس اها طاقت ڪانه هئي، جو خيالن جي هن طوفان کي برداشت ڪري سگهي. هن سَــڪل صنوبر جي وڻ کي ڏنو جو رستي تي بيٺو هو. کيس ڏور وڃڻو نه هو. صرف پنج سَــو قدمن تائين وڃڻو هو. کيس هيءُ به خيال هو. ته رستي تي کيس ڀيو ڪوبه ڪونه گڏبو. پر پهرئين موڙ تي هُن ريڪٽن کي ڏٺو. هو ڪنهن جو انتظار ڪري رهيو هو.

"تون منهنجي لاءِ ترسيو آهين"، اليوشا وٽس پهچندي پڇيو.

"هائو." ريڪٽن تلخ مسڪراهٽ سان چيو. "تون فادر سپيرئر وٽ تڪڙو وڃي رهيو آهين. مون کي خبر آهي ته هن وٽ دعوت آهي. اهڙي دعوت ڪڏهن به ٿي نه آهي. سواءِ اُن دعوت جي، جا فادر سپيرئر بشپ ۽ جنرل پهائون جي ڪئي هئي.

توکي ياد هوندو، مان دعوت تي ڪونہ هوندس، پر تون وجي چنٽيءَ تي هٿ صاف ڪر. اليڪسي! پر مون کي هڪڙي تہ ڳالھہ ٻُڌاءِ، هن روحاني ڪشف مان ڪهڙو مطلب هو؟ مون توکان فقط اِهوئي تي پڇڻ گھريو."

"ڪهڙو ڪشف؟"

"اُهو جو تنهنجي پاءُ دمتريءَ جي اڳيان مربيءَ جو نِوڙڻ هو. هن جي پيشاني زمين تي آواز بہ پيدا ڪيو هو!"

"تون فادر زوسيما جي متعلق ٿو پڇين؟"

"هائو فادر زوسيما بابت."

"زمين تي آواز؟"

"آهہ، ڪهڙو نہ بي حرمتي وارو لهجو! خير اُن جو حرج ڪونهي، پر اُن جو مطلب ڪهڙو هو؟"

"مشيا مون کي اُن جي ڪابہ خبر نہ آهي؟"

"مون ڄاتو پئي تہ هُو توکي ڪونہ ٻڌائيندو. هن ۾ حيرت جو ڪوبہ مقام نہ آهي. رڳو دستوري ڪل جهڙي رسم! پر ان اَدائگيءَ ۾ ڪو مقصد هو. شهر جا سمورا پاڪ نفس هن بابت ڳالهيون ڪندا. اها ڳالھہ پوري علائقي ۾ پکڙجي ويندي ۽ حيرت جو سبب بڻبي، تہ آخر هن جو مطلب ڇا هو؟ مان سمجهان ٿو تہ هن ٻيڏڙيءَ کي ڪو تيز نڪ آهي، جو هُو گناھ کان نفرت ٿو ڪري ۽ تنهنجي گهر ۾ اِها بدبوءِ آهي."

"ڪهڙو گناھ؟"

اِهو صاف ظاهر هو تہ ريڪٽن ڪجھہ ڳالهائڻ لاءِ راضي ٿي نظر آيو.

"تِي سگهي ٿو، تہ اِهو گناھ تنهنجي گهر ۾ هجي. تنهنجن پائرن ۽ تنهنجي شاهوڪار پيءُ جو هجي. سو فادر زوسيما اِنڪري زوم سان ڪري پيو. پوءِ جو ڪجھہ ٿئي، اُن لاءِ هُو تيار آهي. بعد ۾ جيڪڏهن ڪجھہ ٿيو بہ تہ اُهو بہ ايئن ئي هوندو. اوه! اِهو تہ هُنن پاڪ نفس پهريائين ئي محسوس ڪيو هو، ۽ هيءُ بلڪل الهامي هو. حالانڪ اِها ناقص قسم جي اڳڪٿي آهي، جهڙيءَ ريت هُو اَڏنگي نموني ڪري پيو. اوه! هن ۾ تہ ڪا مجازي رمز هئي. سيئي ايئن چوندا تہ مجازي! پر شيطان کي سُڌ آهي تہ اهو سڀ ڪجھہ ڇا هو؟ اهو هُن جي عظمت جي ياد پيو تازي ڪندو. هُن گناھ بابت اڳڪٿي ڪئي ۽ گنهگارن ڏانهن اِشارو ڪيائين! اِهو، ايئن ئي اهڙن سودائي متعصبن جو نمونو پئي رهيو آهي. هُو شراب خانن کان پارلنگهي وڃن ٿا ۽ مندرن ڏانهن پٿر اُڇلائين ٿا. بلڪل تنهنجي مربيءَ جان. هُو صحيح ۽ سالم ماڻهوءَ تي لَٺ ٿو ڪڍي ۽ قاتل جي قدمن ۾ ڪِري ٿو پوي."

”ڇا جو گناهه! ڪير قاتل؟ تنهنجو مطلب ڇا آهي؟“

اليوشا تي موت جهڙي خاموشي ڇانئجي وئي. ريڪٽن پڻ ماٺ ۾ هو.

”قاتل ڪير؟ ڄڻ تہ توکي ڪا خبر ئي ڪانہ آهي! مان شرط ٿو رکان، تہ تو اُن بابت اڳ ۾ ئي سوچي ڇڏيو آهي. ڪهڙو نہ اهو دلچسپ آهي. خير اهو ايئن ئي هو. اليوشا ٻُڌ. تو هميشه سچ پئي ڳالهايو آهي. جيتوڻيڪ تون هميشه ٻن ٻاهين ۾ رهيو آهين. تو، هن تي سوچ ويچار ڪيو آهي، جواب ڏي؟“

”هائو، مون ڪيو آهي،“ اليوشا، هوريان آواز ۾ چيو، جنهن ڪان ريڪٽن بہ هيسجي ويو.

”ڇا تو سچ پچ ڪيو آهي؟“

”مون ..... مون ايئن تہ خيال ڪونہ ڪيو آهي،“ اليوشا ٻُڻ ٻُڻ ڪئي. تو تہ سڌو سنواٽو عجيب نموني ڳالهائڻ شروع ڪيو آهي. منهنجو خيال آهي تہ مون ايئن قياس تي ڪيو.“

”هان ڏٺءِ! ڪهڙي نہ سُٺي نموني ظاهر ڪيو اٿئي! اڄ پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي ڀاءُ مِتيا کي ڏسي، تو گناهه جو خيال ڪيو آهي. تہ پوءِ مان غلطيءَ تي نہ آهيان.“

”هڪڙي منٽ لاءِ ترس،“ اليوشا بلڪل بي تاب ٿي لڳو. ”آخر ڪهڙي ڳالهہ آهي، جو توکي ايئن نظر ٿو اَچي؟ هن ۾ تنهنجي ڪهڙي دلچسپي آهي؟ سڀ کان پهريائين اهو سوال ٿو پيدا ٿئي.“

”بہ سوال، هڪ ٻئي کان الڳ، پر فطري. ۽ مان ٻنهي تي جدا جدا روشني وجهندس. ڪهڙي ڳالهہ آهي، جو مون کي ايئن نظر ٿو اَچي. مان شايد ايئن محسوس نہ ڪريان ها، جيڪڏهن مان تنهنجي ڀاءُ دمتريءَ کي اوچتو نہ ڏسان ها ۽ يڪدم سنئون سنواٽو سندس دل ۾ نہ نهاريان ها. مون هِن ماڻهوءَ ۾ هڪ امتيازي وصف لڌي آهي. اِنهن ايماندار، مگر جذباتي ماڻهن ۾ اهائي هڪ وصف ٿئي ٿي، جنهن کي اورانگهڻ نہ کپي. شايد ايئن ٿي پئي ها، تہ هُو تنهنجي پيءُ تي چاقوءَ سان ڊوڙي پوي ها، پر تنهنجو پيءُ شرابي، پراڻو پاپي آهي. هُو ڪڏهن بہ اهڙي قسم جو خط نہ ڪڍڻ چاهيندو - پر جيڪڏهن ٻئي اهڙي معاملي تي وڃي پهتا، تہ ٻنهي کي ڏک ٿيندو.“

”نہ مشيا، نہ، جيڪڏهن ايئن آهي، جنهن جي تون پڪ ٿو ڏئين، تہ معاملو ايستائين ڪونہ پهچندو.“

”پر تون لرزي ڇو رهيو آهين؟ مان توکي ٻڌايان ٿو. تنهنجو مِتيا ڀلي ايماندار هجي (هُو بيوقوف آهي پر ايماندار. ۽ شهوت پرست آهي.) اهائي سندس تعريف آهي. اهوئي سندس ذاتي جوهر آهي. اهو تنهنجو ئي پيءُ آهي، جنهن ڪيس ايترو

شهوت پرستيءَ ۾ ڪيرايو آهي. توکي خبر آهي اليوشا! تہ مان توتي عجب ڪائينداو آهيان تہ تون ڪيئن پنهنجي پاڪائي قائم رکي سگهيو آهين. تون پڻ ڪرامازوف آهين. تون ڄاڻين ٿو! تنهنجي خاندان ۾ شهوت پرستي هڪ مهلڪ بيماري وانگر وچڙيل آهي. پر هاڻي، اِهي ٽئي نفس پرست، هڪ ٻئي کي چاقو کڻي پيا تاڙين. هي ٽئي هڪ ٻئي سان پيا ٽا ٽڪرائين. شايد چوٿون تون بہ هجين؟"

"تون اُن عورت جي متعلق غلطيءَ تي آهين. دمتري اُن کي ذليل ٿو سمجهي." اليوشا ٿورو ڏڪندي چيو.

"گروشيناڪ! منهنجا ڀاءُ، هُو اُن کان حقارت نہ ٿو ڪري. هُن پنهنجي مڱينديءَ کي جيئن تہ هن لاءِ ڇڏي ڏنو آهي، اُنڪري هُو ڪيئن اُن کي حقير سمجهندو. اُن ۾ منهنجا ڀاءُ! ڪجھ مڙيوئي آهي، جنهن کي اَجا تون ڪجھ نہ ٿو سمجهين. هڪ انسان ڪنهن سونهن کي پيار ڪري ٿو - عورت جي جسم سان يا سندس جسم جي ڪنهن حصي سان، جنهن کي فقط هڪ نفس پرست ئي سمجهي سگهي ٿو. اُن لاءِ هُو پنهنجا ٻار، پنهنجو پيءُ، ماءُ، بلڪ پنهنجو وطن - رشيا بہ ڇڏي سگهي ٿو. هُو جيڪڏهن ايماندار آهي تہ چوري ڪندو، جيڪڏهن شفيق آهي تہ خوف ڪندو. جيڪڏهن سچار آهي تہ دعا ڪندو. پُشڪن عورت جي قدمن جي شاعر، سندس پيرن کي پنهنجي ڪلام ۾ ڳايو آهي. ٻيا سندس ساراھ کي کونہ ٿا ڳائين، پر هن جي پيرن ڏانهن هيجان ۽ پريشانيءَ کان سواءِ نهاري نہ ٿا سگهن. هتي منهنجا ڀائُرا! نفرت ڪابہ مدد نہ ٿي ڪري. پوءِ چو نہ ڪٺي هُو گروشيناڪ کان حقارت ئي ڪري. هُو ڪري ٿو، پر پاڻ کي ڇيري ۽ ڦاڙي تہ نہ ٿو سگهي."

"مان اِهو سمجهان ٿو." اليوشا ڇڻ تہ جهٽڪو کاڌو.

"سچ ٿو چوين ۽ درست ٿو چوين، چو تہ تون ڀرين ئي لفظن ۾ قبوليت ڏئي چُڪو آهين." ريڪٽن خباثت سان چيو. "هي توکي بي خبريءَ کان بچائي ٿو ۽ ساڳئي وقت اعتراف ڪرڻ اَملھ آهي تہ پوءِ تون اُن موضوع کان غير واقف نہ آهين، تو اڳ ۾ ئي، اُن تي سوچيو آهي. منهنجو مطلب جنسي نفس پرستيءَ کان آهي. او بي داغ روح! اليوشا! تون هڪ مقدس مرد آهين، تون درويش آهين، پر اِهو شيطان ئي ٿو ڄاڻي، تہ تو اُن لاءِ ڇا سوچيو آهي ۽ اُن بابت اڳ تون ڇا سوچيندو رهيو آهين؟ تون پاڪ آهين، پر تون اُن جي گهراين ۾ بہ آهين. مان توکي گهڻي عرصي کان ڏسندو رهان ٿو. تون خود پاڻ ڪرامازوف آهين، تون سچو سارو ڪرامازوف آهين. اِن ۾ ڪو شڪ نہ آهي. هن مان ظاهر آهي تہ اصل ۽ نسب جو ماڻهن جي طبيعتن تي ڪيڏو نہ دخل ٿا رکن. پيءُ جي طرفان تون نفس پرست آهين ۽ ماءُ جي طرفان سودائي

درويش. تون ڏڪين ڇو ٿو؟ انهيءَ لاءِ تہ مان توکي حقيقتون ٻُڌائي رهيو آهيان. توکي خبر آهي، تہ گروشيناڪ مون کي منٿون ڪندي آهي، تہ مان توکي وٺي وڃان. هُو چوندي آهي تہ مان هن پادريءَ کي ڇڪي هيٺ ڪنديس. سندس تقدس جو لباس تار تار ڪري ڇڏينديس. تون هيءُ خيال بہ نہ ٿو ڪري سگهين، تہ توکي آڻڻ لاءِ هُو ڪيتريون آزيون ڪندي آهي. عجب آهي، تہ هوءَ تو ۾ ڇو ايتري دلچسپي وٺي ٿي. توکي خبر آهي تہ هوءَ هڪ غير معمولي عورت آهي؟"

"هن جي مهرباني مهرباني مجڃاڻ ۽ ڇئجانس تہ مان ڪونہ ٿو اچان" اليوشا ڦڪيءَ ڪلَ سان چيو، "مشيا! توکي جيڪي چوڻو آهي، اُهو ڇئي ختم ڪر. پوءِ مان توکي پنهنجو اصلي خيال ٻُڌائيندس."

"ڇا آهي، جنهن کي مان ختم ڪريان؟ سڀ ڪجهہ بلڪل صاف آهي. پائٽا! اهو اُهوئي پراڻو راڳ آهي. پر جيڪڏهن تون شعور ۾ نفس پرست آهين، تہ پوءِ پيلا تنهنجو پاءُ ايون؟ هُو پاڻ ڪرامازوف آهي. توهان سڀني ڪرامازوف جي بنياد ۾ ڇا آهي؟ فقط نفس پرستي، خيانت ۽ سوداءُ! تنهنجو پاءُ ايون. مذهبي مضمون فقط کِلَ ۽ مذاق لاءِ لکي ٿو. ڪنهن احمقاڻي حرڪت لاءِ، ۽ اُن مقصد جي خاطر، جنهن جي کيس بہ ڪا خبر نہ آهي. جيتوڻيڪ هُو بي دين آهي ۽ هُن قبول ڪيو آهي، تہ اها پاڻ سان سندس مڪاري آهي. اِهو آهي تنهنجو پاءُ ايون! هُو اها بہ ڪوشش ٿو ڪري، تہ مِتيا جي مڱينديءَ کي هٿ ڪري وٺي. مون کي شڪ آهي، تہ هُو اُن ۾ ڪامياب ٿي ويندو. هن ڪان وڌيڪ ڇا کپي، جو خود مِتيا رضامندي ڏيکاري آهي؟ مِتيا پنهنجي مڱينديءَ تان هٿ ڪڻي آزاد ٿي پوندو ۽ گروشيناڪ ڏانهن جهڪي پوندو. پنهنجي شرافت ۽ غير خاني داريءَ جي باوجود، هُو ايئن ڪرڻ لاءِ تيار آهي. هن کي خيال ۾ رک. هيءُ آهن مقدر جا ماريل! ڪهڙو خبيث توکي اتان ڪڍي سگهندو؟ هُو پنهنجي ڪميناپ کي سمجهي ٿو ۽ اُن تي لڳو اَچي! مان توکي اهو بہ ٻُڌائي ڇڏيان تہ اِهو پوڙهو، تنهنجو پيءُ، هاڻي مِتيا جي راهہ ۾ رنڊڪون ٿو وجهي. گُروشيناڪ تي هُو اوچتو موهجي پيو آهي. هُن کي جڏهن ڏسي ٿو، تہ سندس وات پاڻي پاڻي ٿيو وڃي. هيءُ بہ انڪري ئي هو، جو هُن حجري ۾ تماشو پيدا ڪيو. ڇاڪاڻ تہ موسيوف کيس ڏڪاريل جيو ٿي سڏيو. هُو تہ ٻلي ۽ ٻِليءَ جي عشق کان بہ بدتر آهي. شروع ۾ هن کيس گُتي ۾ نوڪري ڏني هئي ۽ ڪنهن معمولي ڏنڌي ۾ لڳايو پر هاڻي ڪانئس سڀ ڪجهہ ڇڏائي. متس حيران ۽ پريشان ڦرندو وتي ٿو. هُو ڪيترين ئي لالچن سان کيس هرکائي رهيو آهي، جو ڪو عزت پريو ڪم نہ آهي. اها پَڪ آهي تہ املهہ پيءُ ۽ پٽ جو. راهہ جي وچ تي ضرور ٽڪراءُ ٿيندو. مگر

گروشيناڪ ٻنهي کي پسند ڪونہ ٿي ڪري. فقط ٻنهي سان کيڏي رهي آهي. ٻنهي کي مَڇرائي رهي آهي، تہ جيئن ٻنهي کان گهٽي ۾ گهٽ حاصل ڪري سگهي. هوءَ پيءُ جو جيتوڻيڪ گهڻو ئي پيسو اُڏائي سگهي ٿي، پر هُوءَ ساڻس شادي ڪانہ ڪندي. ٿي سگهي ٿو، تہ هُو آخر ۾ ڪنجوس ٿي. ٻنهنجي مُٺ کي پڪوڙي ڇڏي، مـتيا جو قدر ۽ قيمت اِتي وڌي وڃي ٿي. هُــن وٽ پيسو ڪونہ آهي پر هـو ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهي، ٻنهہ آتو آهي. هُـو پنهنجيءَ مڱيندي ڪيٽرينيا اَيونونا کان، جا حُـسن ۽ جمال ۾ جواب نہ ٿي رکي ۽ ڪرنل جي ڌيءُ آهي، جان ڇڏائي گروشيناڪ سان شادي ڪرڻ جا پَـهہ پچائي رهيو آهي. هيءَ ڪنهن وقت، هڪ اَدنيٰ، غير مهذب، جاهل ۽ بدڪار پوڙهي سوداگر سيمسـونوف جي - جو ضلعي ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو، داشتہ رهي چُـڪي آهي. قتل ۽ خون جو، هاڻي ڪو واقعو ٿئي، تہ پـوءِ ڪا چڱائي ٿي. ايون اُن لاءِ منتظر وينو آهي. اِهو واقعو ڪيس پـَـٽَ ٿي ڪيرائڻ لاءِ ڪافي آهي. هُـو پوءِ ڪيٽرينيا ايونونا کي هٿ ڪري وٺندو، جنهن لاءِ هُـو ايترو اُداس ۽ حسرت ۾ گذاري ٿو. پوءِ سَـٺ هزارن جو ڏاج ڪٿي ڪيسي ۾وجهندو. هڪ نيچ ۽ پينو ماڻهوءَ جي لالچائڻ لاءِ اِهو ڪافي آهي. اهو بـ ياد رکجانءِ تہ هُـو مـتيا سان ڪابہ زيادتي ڪونہ ٿو ڪري پر حقيقت ۾ اُن لاءِ آساني ٿو پيدا ڪري. مون ڪـي ڳالهين جي خبر آهي- اِجهو اَجا اڳئين هفتي، جڏهن هُـو ڳُـتي ۾ ڪن رولـو ڇوڪريـن سان شراب پي رهيو هو، تہ هُـن رڙ ڪري چيو، تہ هُـو پنهنجي مڱيندي ڪيٽرينيا جي بلڪل لائق نہ آهي پر سندس ڀاءُ ايون هر طرح مستحق آهي. ڪيٽرينيـا ايونونـا، ٻچاڙيءَ ۾ اهڙي وٽندڙ ۽ دلڪش ماڻهوءَ کان انڪار ڪانہ ڪندي. هوءَ هن ڳالهہ ۾ ڏاڍي ٻُـڏتر ۾ آهي، تہ هوءَ ٻنهي مان ڪنهن کي پنهنجو ٻڻائي. ڏسو تہ ڪهڙي عمدي طريقي سان ايون، اوهان سڀني کي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو آهي. اوهـان سڀئي سندس پرستش ٿا ڪريو. هُـو اوهان تي وڏا وڏا ٺهڪ ٿو ڏئي ۽ اوهان جي ذلالت مان لطف ۽ مزو ٿو وٺي."

"توکي ڪيئن خبر پئي؟ تون ايترو يقيـن سان ڪيئن ٿو چوين؟" پيشانيءَ تي گهنج آڻيندي، اليوشا شوخيءَ سان چيو.

"اِهو ڇو ٿو پڇين ۽ منهنجي جواب تي، توکي خوف ڇو ٿو ٿئي؟ هن مان ظاهر آهي تہ جو ڪجهہ مان چئي رهيو آهيان، سو سورنهن آنا سچ آهي".

"ايون توکي ڪونہ ٿو وٺي، پر ايون ۾ دولت جي لاءِ ڪابہ دلچسپي ڪانہ آهي".

"سچ؟ ڀَلا ڪيٽرينيا ايونونا جو حسن ۽ جمال ڪيئن آهي؟ فقط پيسو تہ نہ آهي؟ جيتوڻيڪ سٺ هزارن جي ڏاج ۾ ڪا گهٽ جاذبيت نہ آهي؟"

"ايون اُن کان گهڻو بلند آهي. هزارن جي خاطر هُو ڪنهن سان ڳانڍاپو ڪونہ ڳنڍيندو. اهو پيسو نہ هوندو ۽ نہ وري اُن ۾ آسائش آهي، جنهن کي ايون ڳولهي ٿو. شايد ڪا مصيبت ۽ اَذيت آهي، جنهن جي کيس تلاش آهي."

"ڪهڙو نہ مجنون خواب آهي او شريف النفس؟"

"مشيا! توکي خبر نہ آهي تہ هُن وٽ ڪيترا نہ گهـرا جذبا آهن. هن جي دل جڪڙيل آهي. ڪي مُنجهيل شڪ ۽ شبها مٿانئس پوت وانگر سوار آهن ۽ بس. هُـو اُنهن مان هڪڙو آهي، جن کي نہ ڪروڙن جي تمنا آهي ۽ نہ خواهش. هن کي تہ فقط پنهنجي سوال جو جواب کپي."

"اها تہ عبارت جي چوري آهي. اليوشا! تون تہ محض مربيءَ جا فقرا نقل ٿو ڪرين. ايون تہ اوهان جي اڳيان هڪ مسئلو رکيو آهي!" ريڪٽن کيني کي ظاهر ڪندي چيو. سندس شڪل بدلجي وئي ۽ چپ ڦڙڪي رهيا هئس. "هڪ احمقاڻو مسئلو! اُن تي غور ڪرڻ ئي بـي سود آهي. پنهنجي دماغ کي جنجهوڙيو. پوءِ سڀ ڪجهہ سمجهہ ۾ اَچي ويندو. تو سندس احمقاڻي نظريي کي هاڻي ٻـُڌو. جيڪڏهن حيات جاوداني نہ آهي تہ پوءِ ڪا بہ حسن سيرت ۽ نيڪي ڪانہ آهي. پوءِ هر شيءِ جي جائز ۽ ناجائز جو ڪو سوال ئي نہ ٿو اُٿي. توکي ياد آهي، تہ تنهنجي ڀاءُ متيا چا چيو هو؟ "مان اُن کي سيني سان سانديندس" بدمعاش لاءِ ڪهڙو نہ دلڪش نظريو! مان بد شد ٿو ڳالهايان، جا ناداني آهي. نہ فقط بدمعاشن جي لاءِ پر پليل ۽ پٽڪيل لاءِ بہ دلڪش نظريو! اِهو آهي خيالن جو پوت ۽ منجهيل شڪ ۽ شبها! اهو فقط هن جو کيل آهي، اُن جو ڪهڙو نتيجو نڪرندو؟ هڪ طرف مجڻ کان سواءِ، ٻيو چارو ڪونہ رهندو. ٻئي طرف گناهہ جو اعتراف ڪرڻو ئي پوندو. هن جو پورو نظريو دوکو آهي. انسانيت خود بخود نيڪيءَ جي قوت کي ڳولي لهندي، پوءِ اُها اَبدي حياتي ۾ يقين نہ بہ ڪري. اِها آزاديءَ جي حب، يڪسانيت ۽ پنهنجائپ ۾ کيس ملي ويندي."

ريڪٽن جوش مان پاڻ کي روڪي نہ ٿي سگهيو. پر يڪايڪ خاموش ٿي ويو. چڻ تہ ڪجهہ ياد آيو هجيس.

"بس اِهو ڪافي آهي." هُن اَچا تائين زهر ٻڏل لهجي ۾ ٿي ڳالهايو. "پر تون ڪلين چو ٿو؟ تون مون کي شايد بيهودو ۽ احمق ٿو سمجهين؟"

"مان تہ توکي ڪڏهن بہ بيهودو ۽ احمق ڪونہ ٿو سمجهان. اِهو تہ مان خواب ۾ بہ نہ سنيران. پر تون چالاڪ آهين ..... خيال نہ ڪر. اِها منهنجي ناداني هئي، جو مون مشڪيو ٿي. مشيا! مان سمجهان ٿو تہ تون هن تي ڏاڍو گرم ٿو ٿئين. مان تنهنجي گرميءَ مان اَندازو لڳايان ٿو. تہ تون بہ ڪيٽرينيا ايونونا کان بي پرواهہ نہ

آهين. ڀائڙا! مون کي هن جو گمان ته گهٽي وقت کان هو ته آخر ڪهڙو سبب آهي، جو تون منهنجي ڀاءُ ايون کي پسند نه ٿو ڪرين. توکي ساڻس رقابت آهي.“

”سندس دولت لاءِ بدگماني پڻ؟ اهو به چو ڪين ٿو چوين؟“

”پيسي بابت ته مان ڪجهه به نه چوندس. مان تنهنجي توهين ڪرڻ ڪونه نڪتو آهيان.“

”ته پوءِ مون کي اعتبار آهي، جي تون ايئن چوين ٿو پر توکي ۽ توسان گڏ تنهنجي ڀاءُ ايون کي به مونجهاري ۾ وڌو اٿم. تون اهو ڪونه ٿو سمجهين ڇا ته ڪيٽرينيا ايونونا کان سواءِ به ڪو ڪيس ناپسند نه ٿو ڪري؟ پوءِ اهڙو مان بدنصيب ڪٿي آهيان، جو ڪيس ناپسند ڪريان؟ هُو مون کي گارين ڏيڻ تي مائل آهي، جنهن جي توکي خبر آهي ته پوءِ مون کي اهو حق حاصل نه آهي ته مان به ڪيس گهٽ وڌ ڳالهايان؟“

”مون ته ڪڏهن به هن کي تنهنجي لاءِ گهٽ وڌ ڳالهائيندي ڪونه ٻُڌو آهي. هن ته تنهنجو ڪڏهن به ذڪر نه ڪيو آهي.“

”چو؟ اِها اَڄا اڳئين ڏينهن جي ڳالهه آهي ته هن ڪيٽرينيا ايونونا وٽ دل کولي مون کي گاريون ٿي ڏنيون - ڏسين ٿو، ته تنهنجي خادم ۾ هُو ڪيتري نه دلچسپي ٿو وٺي. هڪ ٻئي جي پنيان ڪنهن کي رقابت آهي. منهنجا ڀاءُ! مان هي چئي نه ٿو سگهان. هن پنهنجو ڏاڍو خيال ظاهر ڪيو، ته مان رياضيدان جو پيشو مستقبل جي لاءِ اختيار نه ڪريان ۽ نه وري راهب بڻجان. انڪري مان پڪ پيٽسبرگ هليو ويندس، جتي ڪنهن ناميارين رسالي ۾ تبصري نگار بڻجان ۽ ايندڙ ڏهن سالن تائين لکندو رهان. پڇاڙيءَ ۾ مئگزين جو مالڪ ٿيان ۽ اُن ۾ آزاديءَ سان لکندو رهان. اُن ۾ اشتراڪي خيالن جي هلڪي جهلڪ هجي، هلڪي حاشيه آرائي هجي. هميشه ۽ سمورو وقت تيز نظر هجي، جا ٻنهي طرفن ڏي پوندي رهي. فقط بيوقوفن کي فريب ڏيٺو پوندو. تنهنجي ڀاءُ جي بيان موجب اشتراڪي خيالن جي جهلڪ منهنجي آمدنيءَ ۾ ڪا به رڪاوٽ پيدا نه ڪندي، پنهنجي معاش جي آخري ڏينهن ۾، مان پيٽسبرگ ۾ هڪ عاليشان جڳهه جوڙائيندس، پنهنجو ڇاپخانو قائم ڪندس. مٿيون طبقو مسواڙ تي ڏيندس. هُن ته اُن لاءِ جاءِ به ڳولي ڇڏي آهي، نئين پٿر واري پُل جي پرسان نيوا جي هن پار، جنهن لاءِ سندس چوڻ آهي ته اِها پيٽسبرگ ۾ ٺهندي.“

”سچ مشيا، اِهو ايئن ٿي ٿيندو ۽ سندس حرف حرف سچو نڪرندو“. اليوشا خوش مذاقيءَ کي لڪائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي، مشڪي چيو. ”اليڪسي فيودور پاولووچ! توکي شايد طنز ۽ مذاق مان لطف ٿو اَچي.“

”نہ نہ مون کي معاف ڪجانءِ. مون مذاق نہ ٿي ڪيو. منهنجي دل ۾ هڪ الڳ تلڳ ڳالهہ آهي، پر معاف ڪجانءِ. اهو توکي سڀ ڪجهہ ڪير ٿو ٻڌائي؟ تون پاڻ تہ ڪيٽرينيا ايونونا ڏانهن ڪونہ ويو هئين، جتي هُو تو بابت ڳالهائي رهيو هو.“

”مان اُتي برابر ڪونہ هيس پر دمتري فيودور پاولووچ اُتي هيو. مون پنهنجي ڪنن سان هن کي ڳالهائيندي ٻُڌو. ڪنهن بہ ارادي کان سواءِ مون ڪيس اتفاقاً ٻـُڌي ورتو. اُن وقت مان گروشيناڪ جي سمهڻ واري ڪمري ۾ هوس. مان اُتان نڪري بہ نہ ٿي سگهيس، ڇاڪاڻ تہ دمتري فيودور پاولووچ ٻئي ڪمري ۾ وينو هو.“

”هائو. برابر سچ ٿو چوين. مون کان اِهو وسري ويو هو. تہ هوءَ تنهنجي رشتيدار آهي.“

”رشتيدار، اِها گروشيناڪ ۾ منهنجي رشتيدار“. ريڪٽن جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويو. ”تون چريو تہ نہ آهين. تون پنهنجي خيالن ۾ ئي گم آهين؟“

”ڇو هوءَ تنهنجي رشتيدار نہ آهي؟ مون تہ گهڻ ۾ گهڻ ايئن ٻڌو آهي.“

”تون اِهي ڳالهيون ڪٿان ٿو ٻڌين؟ توهان ڪرامازوف، پراڻي زماني جي هئڻ جون ٻڌاڪون ٿا هڻو. پاڻ کي اوچي خاندان جا ٿا سمجهو. حالانڪ تنهنجو پيءُ، بين جي ميز تي مسخري جو پارٽ ادا ڪندو آهي ۽ بورچيخاني ۾ خاص مهربانيءَ سان اجازت وٺندو آهي. مان ڪٿي هڪ پادريءَ جو پٽ آهيان ۽ اوهان جهڙن معزز ماڻهن جي نگاهن ۾ ذوڙ کان وڌيڪ نہ هجان، پر مون کي ايتري بي پرواهي ۽ شوخيءَ سان بي عزت نہ ڪريو. مون کي پاڻ پنهنجي مان ۽ مرتبي جو احساس آهي. اليڪسي فيودورپاولووچ، مان ڪڏهن بہ گروشيناڪ جهڙي عام رواجي فاحشہ جو رشتيدار ٿي نہ ٿو سگهان. مهرباني ڪري هن کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪر.“

ريڪٽن بلڪل خفا ٿي لڳو.

”مون کي بخشجانءِ. منهنجو ڪڏهن بہ اهو ارادو نہ هو، پر تون هن کي فاحشہ ڪيئن ٿو سڏين؟ هوءَ اهڙي قسم جي عورت بہ آهي ڇا؟“ اليوشا ۾ فوراً لرزو پيدا ٿي ويو. ”مان توکي وري بہ ايئن ٻڌايان ٿو، تہ مون ايئن ئي ٻڌو آهي، تہ هُوءَ تنهنجي رشتيدار آهي. تنهنجو اَڪثر وٽس اَچڻ وڃڻ ٿيندو آهي ۽ تو مون کي خود ٻڌايو آهي، تہ تون سندس عاشق نہ آهين. مان تہ ڪڏهن بہ اهو خيال نہ ڪيو آهي، تہ توهان ماڻهن کي ساڻس ڪا ايڏي نفرت آهي. سچ پچ هوءَ اُن جي مستحق بہ آهي ڇا؟“

”هن ڏانهن وڃڻ لاءِ مون کي ڪي ذاتي سبب هوندا، اُن سان تنهنجو ڪو بہ واسطو نہ آهي. پر جيستائين مٽي مائٽيءَ جو تعلق آهي ۽ تنهنجي ڀاءُ يا تنهنجي پيءُ جو قياس اِهوئي آهي، تہ اوهان سان ئي اِهو تعلق ٿيندس ۽ نہ مون سان. نهيو،

اِها ڳالهہ اِتي ئي ختم ٿا ڪريون. ٿون هاڻي ماني کائڻ وڃ تہ بهتر آهي. اَڙي هوءَ وري ڪهڙي خرابي پيدا ٿي آهي. اِهو ڇا آهي ڀلا؟ اسان کي دير ٿي وئي آهي ڇا؟ هنن ايترو جلدي تہ ڪاڏو ختم ڪونہ ڪيو هوندو! ڪرامازوف وري ڪو هنگامو پيدا ڪيو ٿو ڏسجي. هُو ڪير ٿا اَچن؟ تنهنجو پيءُ ۽ تنهنجو ڀاءُ ايون! سندن پٺيان هُو ڏس، فادر سپيرئر. ڏاڪڻ تان رڙيون ٿو ڪري. جواب ۾ تنهنجو پيءُ بہ رڙيون ٿو ڪري ۽ ٻانهون ٿو لوڏي. اَڙي اَڙي موسيوف بہ پنهنجي گاڏيءَ ۾ ڀڄو ٿو وڃي. ڏسين ٿو، هُو وڃي رهيو آهي - ضرور ڪو مار موچڙو ۽ شور غل ٿيو آهي. ڪاڏو تہ ٿي ئي ڪونہ سگهيو هوندو. پَڪ ئي پَڪ فادر سپيرئر تي حملو ٿيو هوندو! يا شايد هنن هڪ ٻئي کي ڌڪ هنيا هجن! اِهو هنن لاءِ چڱو ٿيو."

ريڪٽن جي حيرت ۽ تعجب لاءِ ڪي سبب هئا. اُتي سچ پچ شرمناڪ ۽ اَنوکو تماشو ٿي گذريو هو. اِهو ڪن گهڙين جي مونجهاري، جوش ۽ خروش جو نتيجو هو ۽ بس!

باب اٺون

# شرمناڪ نظارو

هڪ عالي خاندان جي نفاست پسند هئڻ جي باعث موسيوف ڪجهہ اندروني بي ڪيفي ۽ بي آرامي محسوس ڪرڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو. هو جڏهن ايون سان گڏ، فادر سپيرئر وٽ پهتو تڏهن پنهنجي آپي کان ٻاهر نڪري وڃڻ تي ڪيس شرمندگيءَ جو احساس ٿيڻ لڳو. هُن محسوس ڪيو تہ زوسيما جي ڇپري ۾ فيودور پاولووچ جي ذليل ۽ حقارت آميز حرڪت کان، جا ڪيس پريشاني ٿي هئي ۽ جنهنڪري هُو پنهنجو پاڻ وساري ويٺو هو. تنهن کان بهرحال ڪيس پري رهڻ گهربو هو.

"راهبن تي ڪنهن بہ حال ۾ ڪو بہ الزام رکي نہ ٿو سگهجي، " هُو ڏاڪڻ تي چڙهندي سوچڻ لڳو: "جيڪڏهن هت هيءُ معقول ۽ مناسب ماڻهو آهن (جئن فادر سپيرئر هڪ عالي مرتبي جو آهي)، تہ پوءِ ڇو نہ اُنهن سان دوستاڻي ۽ مانائتي طريقي سان پيش اَچجي، مان ڪوبہ بحث ڪونہ ڪندس. هرچيز ۾ اُنهن سان متفق ٿيندس. مان خوش خلقيءَ سان ڪين پنهنجو ڪندس ۽ اُنهن کي ڏيکاريندس، تہ منهنجو اُن ايسپ، اُن مسخري ۽ تماشائيءَ سان ڪوبہ تعلق ڪونہ آهي. اِنهن ڳالهين ۾ انهيءَ ڪري ئي وڪوڙجي ويو هوس، ڇو تہ اُهي ايئن ئي پيُي ٿيون، جن ۾ ڪنهن چڱي مقصد کي سامهون نہ ٿي رکيو ويو.

هن پڪو ارادو ڪيو تہ خانقاه سان جو سندس مقدمو هلي رهيو آهي، تنهن کي ختم ڪندو ۽ سندس جيڪو ڪاٺين ۽ مڇي مارڻ جو حق آهي، تنهن تان بہ دستبردار ٿي ويندو. هُو ايئن ڪرڻ لاءِ انڪري بہ تيار ٿيو هو، ڇو تہ سندس حق، پنهنجي اصلي قدر ۽ قيمت وڃائي چُڪا هئا. ڪيس اُن جهنگ ۽ نديءَ لاءِ پورو اندازو پڻ ڪونہ هو تہ اُهي ڪٿي آهن؟

سندس اندر ۾ اهي بهترين خيال مضبوط ٿيندا ٿي ويا. جيئن ئي هن فادر سپيرئر جي ڪاڏي جي ڪمري ۾ پير رکيو، خانقاه جي رهندڙن مان فادر ايوسف، فادر پيسي ۽ هڪ ٻيو راهب موجود هئا، جن کي ڪاڏي جي دعوت مليل هئي. موسيوف سان ايون ۽ ڪلگنوف بہ گڏ هئا. فادر سپيرئر بہ قدم اڳتي وڌي ڪمري جي وچ ۾ آيو، جيئن پنهنجن مهمانن جو آڌرڀاءُ ڪري سگهي. هُو ڊگهو ۽ سنهو، مگر طاقتور پوڙهو ٿي لڳو. هن جا وار ڪارا هئا، جن ۾ سفيد وارن جون ٿوريون ڇڳون بہ هيون. سندس چهرو ڊگهو، ڳنڀير ۽ بلڪل ڪنهن ويراڳيءَ وانگر ٿي لڳو. هُو خاموشيءَ سان پنهنجن مهمانن جي اڳيان نوڙيو. هن پيري هُو سندس دعا حاصل ڪرڻ لاءِ وٽس وڌي

ويا. موسيوف تہ هٿن چمڻ تائين بہ ڪوشش ڪئي پر سپيرئر اُن وقت پنهنجين هٿن کي پري ڪري ورتو. ايون ۽ ڪلگنوف سموري رسم کي مڪمل ادب سان ۽ نهايت سادگيءَ سان اَدا ڪيو. بلڪل ڳوناٺن جيان هٿ کي بہ چمي ڏني.

"اسان کي نيازمنديءَ سان اوهان کان معافي وٺڻ گهرجي." موسيوف ڪشادي پيشانيءَ سان، ڏند ڪيڏي ڪلندي، نهايت شاندار ۽ مؤدب لهجي ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو: "معاف ڪجو. جو اَسان اُن صاحب يعني فيودور پاولووچ، جنهن کي اوهان دعوت ڏني هئي، اُن کان سواءِ آيا آهيون. هن اوهان جي مهمان نوازيءَ کي احسانمنديءَ سان ڏنو پر مجبوريءَ کان انڪار ڪيو آهي. ڪنهن سبب جي ڪري، عزت ڀري فادر زوسيما جي ڪوٺڙيءَ ۾ هُو پُٽ سان نامناسب انهيءَ بحث جي ڪري، آپي کان ٻاهر نڪري ويو هو ۽ ڪي اهڙا لفظ ڳالهائي ويٺو هو، جي انهيءَ سونهائيندڙ هئا ..... سچ پچ نازيبا هئا. جن کان (راهبن ڏانهن نهاريندي) اوهان جي قابل احترام هستي، بنا ڪنهن شبهي جي، اڳ ۾ ئي واقف آهي، تنهنڪري، هُن اهو محسوس ڪندي، تہ مٿس اهو الزام آهي، ايمانداريءَ سان مون کي ۽ پنهنجي پٽ ايون فيودور پاولووچ کي عرض ڪيو آهي، تہ اوهان تائين سندس معذرت کي پهچايون. مختصر طرح ڪيس پڪ آهي ۽ سندس اِها خواهش آهي، تہ اُن جي پوءِ تلافي ڪندو. هُن اوهان جي نيڪ دعائن لاءِ عرض ڪيو آهي ۽ پڻ اِها بہ گذارش ڪئي اٿائين، تہ جو ڪجھ بہ ٿي گذريو آهي، اُن کي وساري ڇڏجي."

موسيوف جيئن ئي اُن طنز ۽ هجو جا پويان لفظ چيا، تہ ايئن لڳو تہ ڇٽڪ هن مڪمل طور تي دلجمعي ۽ اطمينان حاصل ڪري ورتو آهي ۽ مونجهاري جا سمورا نشان گم ٿي ويا آهن. هُو هڪ پيرو وري خلوص ۽ نيڪ نيتيءَ سان انسانيت کي پيار ڪرڻ لڳو آهي.

فادر سپيرئر ڪيس وقار سان ٻُڌو ۽ مٿي کي ٿورو نوڙائي چيائين تہ، "مون کي هن جي غيرحاضريءَ تي سچ پچ تہ گهڻو ارمان آهي. اسان جي ميز تي هُو شايد اسان کي پيار ڪري سگهي ها ۽ اسان ڪيس بہ پيار ڪريون ها. يلاٽي ڪري اوهان پنهنجين جاين تي ويهي رهو."

هُو پاڪ تصوير جي سامهون ٿي بيٺو ۽ وڏي آواز سان دعا جا لفظ چيائين. سيني عزت ۽ احترام سان جهڪي ڪنڌ کي نوڙايو.

اِها ئي گهڙي هئي، جڏهن فيودور پاولووچ پنهنجي پوئين شرارت ٿي ڪيڏڻ گهري. اِها حقيقت آهي، تہ هن سچ پچ گهر وڃڻ جو ارادو ڪيو هو ۽ هُن فادر سپيرئر وٽ ماني کائڻ کي نامناسب ٿي سمجهيو. جيتوڻيڪ مربيءَ جي ڪوٺيءَ ۾

سندس شرمناڪ روش ڪان پوءِ ڪجهه به نه ٿيو هو. ايئن به نه هو. ته هُو ڪو پنهنجي روش ڪان شرمندو ٿيو هو، پر هُو اڳي ڪان بـه اڳرو هو. اُن هوندي بـه هُـن مانيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ نامناسب ٿي سمجهيو. سندس چيڪاٽ ڪنڌڙ گاڏي، مشڪل سان هوٽل جي ڏاڪڻ وٽ پهتي هئي ۽ هُو اَجا گـاڏيءَ مان لتوئي نـه هـو، جو هُـو يڪدم اُتـي رڪجي ويو. مربيءَ وٽ جي هُن لفظ چيا هئا، سي ڪيس ياد آيا: "مون هميشه ايئن ٿي محسوس ڪيو آهي، ته جڏهن به مان ماڻهن سان ملندو آهيان ته ايئن لڳندو آهي، ته مان اُنهن ڪان گهٽ آهيان ۽ هُو سيئي مون کي مسخرو سمجهندا آهن، تنهنڪري خيال ڪيم ته ڇو نه مسخري جو پارٽ اَدا ڪريان. جيتوڻيڪ اها پـَڪ اٿم تـه اوهان مان هر هڪ مون ڪان وڌيڪ بيوقوف ۽ ڪمتر آهي." اُن ڪري سندس هميشه اهائي پئي خواهش رهي، ته هو پنهنجي بيهودي حرڪت جو بين ڪان بدلو وٺندو رهي. ڪيس ياد آيو ته هڪ ڀيري ڪانئس ڪنهن پڇيو هو، ته "تون فلاڻي يا فلاڻي کي ايترو ڇو ٿو ڌڪارين؟" اُن وقت بـه بي حيائيءَ ۽ بي شرميءَ سان اِهوئي جواب ڏنو هئائين، تـه "مـان توکي ٻڌايان، ته هُن مون کي ڪوبه نقصان ڪونه پهچايو آهي، پر چاڪاڻ ته مان هن سان هڪ خراب حرڪت ڪئي هئي، اُن ڪري مان ڪانئس نفرت ڪريان ٿو."

اِهو سڀ ڪجهه هاڻي ياد ڪندي، هُو خبيثاڻي طور تي مشڪيو ۽ ٿوري وقت لاءِ شش و پنج ۾ پئجي ويو. سندس اکين ۾ چمڪ پيدا ٿي وئي، سندس چَپَ ڦڙڪڻ لڳا. "ڇڳو، مون جيئن ابتدا ڪئي آهي، هن کي ايئن ئي جاري رکڻ گهرجي." هن فيصلو ڪيو. اُن وقت سندس اُن مونجهاري جي بلنديءَ جو هنن لفظن مـان اَنـدازو لڳائي سگهجي ٿو، جي هن چيا: "هينئر پاڻ کي ناهڻو تـه نـه آهي، اُنڪري مـان چـا آهيان، اُن تي سيني کي شرمندو ڪريان ته بهتر آهي. مان بلڪل سهي نه سگهندس ۽ ڪڏهن بـه نـه!"

سندس مغز گرم ٿي ويو. هُـو يقيناً هبڪي رهيـو هـو ۽ پنهنجي ڳالهائڻ جـي لهجي ڪان بلڪل بي نياز هو. هُن سَٽَ ڏيئي پنهنجو ٽوپلو ڪنيو.

"چا هُـو برداشت نه ٿو ڪري سگهي". فيودور پاولووچ رڙ ڪري چيـو. "بلڪـل نه، ڪڏهن به نه ٿو ڪري سگهي؟ سائين! مان اندر اَچان يا نه؟ هڪ مهمان جي حيثيت ۾ منهنجو آڌرياءُ ڪندا يا نه؟"

"خلوص دل سان اوهان جي آجيان ڪريان ٿو"، فادر سپيرئر جواب ڏنو. "صاحبو" هن وڌيڪ چيو: "مان جرئت ڪري توهان کي نهايت ئي دل جي صفائيءَ سان گذارش ڪريان ٿو، ته پنهنجي اَڻ بڻت کي پاسيرو رکي پيار ۽ سڪ ۾ ڳنڍجي وڃو. هڪ آکه جهڙو ميل ميلاپ ڪريو – مالڪ جي مهربانيءَ سان اسان جي ميز تي ويهو."

"نہ نہ. اِهو ناممڪن آهي." موسيوف وري بہ رڙ ڪئي.

"چڱو. جيڪڏهن اِهو پيٽر اليگزينڊرووچ لاءِ ناممڪن آهي تہ مون لاءِ بہ ناممڪن آهي. مان بہ ڪونہ روڪبس. مان هاڻي هر جاءِ تي پيٽر اليگزينڊرووچ سان ئي رهندس. اِهوئي سبب آهي، جو مان آيو آهيان. پيٽر! جيڪڏهن تون هليو ويندين تہ مان بہ هليو ويندس، پر جي تون ترسندين تہ مان بہ ترسندس. توهان جڏهن آکهہ جو نالو ڪنيو، تہ ڇڻ ڪيس هڪ ڏور ۾ ٻَڌي ڇڏيو. فادر سپيرئر هي منهنجي مائٽيءَ ڪان بہ انڪار تو ڪري."

"اِهو ڇا تي رهيو آهي، اِهو ڇا تي رهيو آهي؟" راهبن جي گروهہ مان آواز ٻُڌڻ ۾ آيو.

"هلو تہ هلون." موسيوف، ڪلگنوف کي چيو.

"نہ. معاف ڪجو." فيودور پاولووچ وڏي واڪي سان چيو ۽ هڪ قدم ٻيو بہ اڳتي وڌي رکيائين. "مون کي اجازت ڏيو تہ مان پنهنجي ڳالهہ کي ختم ڪريان. پيٽر اليگزينڊرووچ مون کي هُن حجري ۾ انهيءَ ڪري رسوا ڪيو ويو، ڇو تہ مون گولي کائڻ جو ذڪر ڪيو هو ۽ اها منهنجي ٻي جاهليت سمجهي وئي. منهنجو مائٽ موسيوف پنهنجن لفظن ۾ شرافت کي صداقت تي ترجيح ڏئي ٿو. پر مان ذاتي طرح سچائيءَ کي شرافت کان وڌيڪ سمجهان ٿو ۽ - لعنت آهي اِهڙي شرافت تي! مون کي اجازت ڏيو، مان دل جي ڳالهہ ڪرڻ گهران ٿو. فادر سپيرئر، جيتوڻيڪ مان مسخرو آهيان ۽ مسخريءَ جو ئي پارٽ اَدا ڪريان ٿو. تنهن هوندي بہ منهنجو روح پاڪ ۽ عزت پريو آهي. پيٽر اليگزينڊرووچ وٽ فقط زخميل غرور ۽ خودپسندي آهي ۽ بس. مان هِت رڳو انڪري آيو آهيان تہ دل جي ڳالهہ ڪريان ۽ ڏسان وائسان. منهنجو پٽ اليڪسي هت آهي ۽ محفوظ آهي. مان سندس پيءُ آهيان. هُن جو خيال رکڻ لازمي ۽ اُن جو فڪر ڪرڻ منهنجو فرض آهي. مون جيتوڻيڪ احمقاڻي حرڪت تي ڪئي، مگر هڪ تيز اک سان ڏٺم تي ۽ هڪ سَرلي ڪَن سان ٻُڌم تي. هاڻي مان پنهنجي ڪيل جو آخري حصو ڪيڏڻ گهران ٿو. توهان کي خبر آهي تہ مون تي ڇا ٿو وهي ۽ واپري؟ هيءُ اوهان وٽ ڇا آهي؟ جو زمين تي ڪري پوي، سو هميشه لاءِ اتي ئي پيو رهي. پر اِهو ايئن ٿيڻ نہ گهرجي. مان چاهيان ٿو تہ زمين کان بلند ٿيان. اي مقدس بزرگو! مون وٽ اوهان سان صحبت ڪرڻ لاءِ ڪابہ صلاحيت ڪانہ آهي. پنهنجن گناهن جو اعتراف ڪرڻ پاڪائي رکي ٿو ۽ مان اُن جي اڳيان نهايت ئي احترام سان نوڙڻ لاءِ تيار آهيان، پر هتي حُجري ۾ سيني گوڏن ڀَر ڪري، بلند آواز سان اقرار ڪيو هو. ڇا وڏي آواز سان اقرار ڪرڻ صحيح ٿئي.ٿو؟ مذهبي طرح تہ ايئن آهي تہ

مقدس پيءُ ڳجهه ۾ اقرار ڪيو وڃي ٿو. فقط اوهان وٽ ئي اقرار راز ۾ رهي ٿو ۽ اِها پراڻي رسم بہ آهي، پر ڏسو، تہ مان اِهو سڀ ڪجهہ، سڀ ڪنهن جي اڳيان، ڪيئن ٿو سمجهائي سگهان تہ مون هيئن ڪيو ۽ هُونءَ ڪيو .... توهان اِهو بہ سمجهو ٿا تہ ڪڏهن ڪڏهن اُن بابت ڪجهہ بہ ڳالهائڻ نيڪ نہ آهي. اُنڪري اِهو سڄ پچ تہ شرمناڪ آهي نہ راهبو! مان اِهو بہ چاڻان ٿو تہ ممڪن آهي تہ اوهان خانقاه ۾ ڇهبڪ هٽڻ بہ شروع ڪري ڏيو. مان پهرئين فرصت ۾ مقدس سائينيڊ ڪي لکندس ۽ پنهنجي پٽ اليڪسي کي گهر وٺي ويندس."

اسان کي هتي هن نقطي کي ياد رکڻ گهرجي، تہ فيودور پاولوچ جو ڪجهہ ڳالهائي رهيو هو، اُن جو هڪ اکر بہ نہ ٿي سمجهيائين ۽ نہ وري اُن جو چڱيءَ ريت اظهار ٿي ڪيائين. اُن وقت ڪنهن بہ گوڏن ڀَر ڪري، مربيءَ جي حجري ۾ وڏي آواز سان اقرار ڪونہ ڪيو هو ۽ نہ وري هُن اِهو ڏٺو هو. هو فقط پنهنجي پريشان يادگيريءَ مان ۽ پراڻي عادت موجب اِهو سڀ ڪجهہ بدنامي خاطر ٿي ڳالهايو.

پيٽر اليگزينڊرووچ رڙ ڪري چيو: "بيحد اَڻ سهائيندڙ."

"مون کي معاف ڪجو"، راهب سپيرئر چيو. "مقدس ڪتاب ۾ چيو ويو آهي تہ ڪيترن ئي منهنجي خلاف ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ ڪيترائي بَد شد لفظ زبان مان ڪڍيا. اُنهن کي ٻُڌي، مان پاڻ کي ايئن پئي چيو آهي، تہ اِها تنبيهہ خدا جي طرف کان آهي ۽ هُن ئي هيءُ منهنجي روح جي پاڪائيءَ لاءِ موڪليو آهي. اُنڪري مان اوهان جو عاجزيءَ سان شڪر گذار آهيان. منهنجا معزز مهمان!" هُو فيودور پاولوچ جي اڳيان نوڙيو.

"تون، تون - ڪيترا نہ عياراڻا ۽ فرسوده جملا! پائمال جملا. ۽ لتاڙيل اِشارا! پراڻو ڪوڙ ۽ دستوري جبين فرسائي. اوهان اِهو سڀ ڪجهہ ڄاڻو بہ ٿا. وات ۾ ماکي ۽ اندر ۾ ڪاتي. جيئن شلر جا ڌاڪو! مون کي اجائي پٺاڙ ڪانہ وڻي. راهبو! مون کي فقط سچ ئي وڻي ٿو. پر اِها سچائي گوبي کائڻ ۾ ڪانہ ٿي ليي ۽ مان اُن جو بلند آواز سان اظهار ٿو ڪريان. مقدس راهبو، اوهان پلا فاقا ڇو ٿا ڪڍو؟ اُن جي بدلي ۾ جنت جي تمنا ڇو ٿا رکو؟ اِهڙي انعام جي خاطر، مان پڻ اَچي بُسڪون ڪڍي سگهان ٿو! درويش راهبو! اوهان کي هن دنيا ۾ نيڪ سيرت ٿيڻ کپي. پنهنجي سماج جي پلائي ڪريو، نہ بين جي ذلت تي پاڻ کي خانقاه ۾ ڪنهن متاهين جاءِ حاصل ڪرڻ جي خاطر لڪائي ويهو. اوهان کي ايترو ڇوڻ بہ ضرور ڏکيو لڳندو، پر مان بي مقصد ڪونہ ٿو ڳالهايان. فادر سپيرئر! اِن مان پلا هنن کي هٽ ڇا ٿو اَچي؟ ايئن چوندي، هُو ميز ڏي وڌيو. اُهائي شراب جي بوتل، اُهوئي ايلميف پائرن جو ماکيءَ مان تيار

ڪيل شراب. ”هان، هان، راهبو! اِهو سڀ ڪجهہ ماڪيءَ ڪان متاهون ئي آهي.“ هن بوتلن ڏانهن نهاريو. ”اِهي راهبن ئي تہ آٽي رکيون آهن. هي...! هي...! هي...! سڀ ڪنهن ڏنيون آهن. رشيا جا هاري ۽ مزدور پنهنجي پگهر جي ميڙي سيڙي اِتي تا ڪٺي اَچن ۽ اُنهن جي ڪٽنبن ڪي وري محصول اُڳاڙيندڙ نپوڙيندڙا رهن تا. توهان ڪي اِها خبر آهي مقدس راهبو، تہ ڪيئن اُنهن جو خون ٿو چوسجي؟“

”هيءَ تہ بيحد شرمناڪ روش آهي!“ فادر ايوسف چيو.

فادر پيسي ضديت جي حد تائين خاموش هو. موسيوف ڊوڙندو ڪمري ڪان نڪري ويو ۽ ڪلگنوف اُن جي پنيان پنيان ڀڄندو ويو.

”نهيو، فادر مان پيٽراليگزينڊرووچ جي پوئٽان وڃان ٿو. مان وري توهان ڪي ڏسڻ لاءِ ڪونہ ايندس. مان اوهان ڏانهن هڪ هزار روبل موڪليندس، جيئن اوهان وٽ اَجا گهڻي دولت ٿئي. مان هيءُ پنهنجي جوانيءَ جو بدلو ٿو وٺان ۽ اُنهن سيني ذلتن جو عيوض، جي مون برداشت ڪيون آهن.“ هن مصنوعي غصي ڪي ظاهر ڪندي ٽيبل تي مڪ هڻي ڪڍي. ”هن خانقاه منهنجي زندگيءَ ۾ تمام گهڻو حصو ورتو آهي. هن مون ڪان ڪيترائي ڳوڙها وهارايا آهن. توهان منهنجي سودائڻ زال ڪي منهنجي خلاف ڪيو هو. اوهان مون ڪي گهڻن ۽ ڪتابن سان گهڻو ئي ستايو آهي ۽ منهنجي متعلق ڪيتريون ئي ڪوڙيون ڪهاڻيون پکيڙيون آهن. گهڻو ٿيو راهبو! هيءُ آزادي جو زمانو آهي. جهازن ۽ ريلن جو دور آهي. توهان مون ڪان هزار ۽ سَو روبل تہ ڇا، سَو ڪوڙيون ڪوڏيون بہ حاصل ڪري نہ سگهندا.“

اِهو ظاهر آهي تہ اسان جي خانقاه هن جي زندگيءَ ۾ ڪوبہ حصو ڪونہ ورتو هو ۽ نہ وري هن جي ڪري هُن ڪو ڳوڙهو ئي ڳاڙيو هو. پر هُو پنهنجي اُن بناوتي جذبات ڪان ايترو تہ مغلوب ٿي ويو هو، جو هُو اِهو سڀ ڪجهہ سچ سمجهي رهيو هو. هن جي مٿان جذبات جي ايتري تہ شدت ڇانئجي وئي هئي، جو هُو بنهہ روئي رهيو هو، پر ساڳئي وقت هُن اِهو بہ محسوس ڪيو تہ اِهوئي وقت آهي، جو اِتان نڪري وڃڻ کپي.

فادر سپيرئر سندس ڪوڙ تي ڪنڌ کي نوڙايو ۽ موٽر اَنداز ۾ ڳالهايو تہ، ”اڳتي ايئن لکيل آهي، محتاط تي برداشت ڪريو ۽ خوشيءَ سان ذلت کي سهي وڃو. اُها جا اوهان تي ناحق اَچي ٿي، اُن ڪان گهبرائجي نہ وڃو ۽ نہ وري اُن ڪان نفرت ئي ڪيو، جنهن اوهان کي خوار ڪيو آهي. اَسان ايئن ئي ڪنداسون.“

”تت! تت! تت! فقط پنهنجي لاءِ ئي سوچيندا رهو ۽ ٻيو سڀ ڪجهہ بڪواس آهي. پنهنجي متعلق ئي غور ڪندا رهو، راهبو! مان وڃان ٿو، پر مان پيءُ جي

حيثيت ۾ پنهنجي پٽ اليڪسيءَ کي هتان وٺي وڃان. ايون فيودور پاولووچ ، منهنجا فرمانبردار پٽ، مون کي اجازت ڏي تہ مان توکي پنهنجي پنيان اَچڻ لاءِ حڪم ڏيان" پاولووچ رڙيون ڪندو ۽ هٿن سان اشارا ڏيندو ٻاهر نڪري ويو.

اِهائي گهڙي هئي، جڏهن ريڪٽن اُنهن کي ڏٺو هو ۽ اليوشا جو اُن ڏانهن ڌيان ڇڪايو هو.

"اليڪسي، " پڻس ڪيس پري کان ڏسندي ئي رڙ ڪئي. "تون مون سان هميشہ لاءِ گهر هليو هل. پنهنجو وهاڻو ۽ گاديلو کنيو اَچ. پنيان ڪجهہ بہ نہ ڇڏ. "

اليوشا اِهو نظارو ڏسي بلڪل بت بڻيو بيٺو رهيو. فيودور پاولووچ هاڻي گاڏي ۾ چڙهي ويٺو.

ايون، جو هاڻي پنهنجيءَ جاءِ تي ئهي ويٺو هو، ڪوچوان کي گاڏي هلائڻ لاءِ چيو.

"تون ئي تہ اُهو آهين، " فيودور پاولووچ چيو.

ٻن منٽن جي خاموشيءَ کان پوءِ پٽ ڏانهن اُبتين اکين سان ڏسندي چيائين "تو چو هيءُ خانقاه جو بکيڙو ڪرڻ گهريو؟ ۽ تو اُن لاءِ اصرار ڇو ڪيو ۽ توئي اُن کي ڇو پسند ڪيو. هاڻي پلا ڇو تو ناراض ٿئين؟"

فيودور پاولووچ وري ٻن منٽن لاءِ خاموش ٿي ويو.

"براندي جو هڪ ڍڪ هاڻي ڏاڍو وڻندو. " هُــن ٻـر معنيٰ لفظن ۾ چيو. مگر ايون ڪوبہ جواب نہ ڏنو.

"جڏهن اسان گهر پهچنداسون، تڏهن تون بہ ڪجهہ پيئندين؟"

ايون وري بہ خاموش رهيو.

فيودور پاولووچ وري بہ ٻن منٽن لاءِ خاموش ٿي ويو.

"پر مان اليوشا کي هتان خانقاه مان ڪڍي وٺندس، جيتوڻيڪ تون اُن کي ناپسند تو ڪرين، معزز ڪارل وون مور. "

ايون حقارت سان پنهنجن ڪلهن کي جنبش ڏني ۽ مُــڙي رستي ڏانهن ڏسندو رهيو. پوءِ هنن گهر تائين پاڻ ۾ هڪ اکر بہ نہ ڳالهايو.

باب پهريون

# نوڪر جي ڪوٺڙيءَ ۾

ڪرامازوف جو گهر جيتوڻيڪ شهر جي وچ ۾ نہ هو، تڏهن بہ ايترو دور نہ هو. سندس گهر پراڻي قسم جو، وڏندڙ ناسي رنگ لڳل مڪان هو ۽ ٻن طبقن ۾ ورهايل هو. ڇت ڳاڙهي لوهہ جي هئي. گهر ۾ آرام وارا ڪمرا هئا ۽ اُنهن جي ڪرڻ جو اُڃا ڪو ڏڀ نہ هو. گهر ۾ اَنداز ڪان ٻاهر ڪٻٽ لڳل هئا، خلوت گاهہ ۽ ڏاڪڻيون بہ هيون. گهر ۾ ڪوئا بہ هئا پر فيودور پاولووچ ، اُنهن کي ناپسند ڪونہ ڪندو هو. "شام جو جڏهن اَڪيلو ٿو ٿيجي، تہ اَڪيلائي هروڀرو محسوس ڪانہ ٿي ٿئي." هُو هميشہ ايئن چوندو هو. سندس اِها عادت هئي، تہ هو رات جو ٻاڻ کي گهر ۾ اَڪيلو بند ڪري، نوڪرن کي ٻاهرين ڪوٺڙيءَ ۾ موڪلي ڏيندو هو. ٻاهرين ڪوني، احاطي جي اندر، هڪ ڇگي پختي جڳهہ هئي، جنهن ۾ ڪمرا بہ هئا.

اسان جي هن ڪهاڻي وقت، گهر ۾ فيودور پاولووچ ۽ سندس پٽ ايون کان سواءِ ٻيو ڪوبہ نہ رهندو هو. ڪونيءَ ۾ صرف نوڪر ئي رهندا هئا. پوڙهو گريگري، سندس پوڙهي زال مارفا ۽ سميرڊياڪوف، جو اُڃا نوجوان ڇوڪرو هو. اِنهن ٽنهي جو اسان کي ٿورن لفظن ۾ بيان ڪرڻو آهي.

پوڙهي گريگري بابت اسان اڳيئي ڪجهہ ٻُڌائي آيا آهيون. هُو ثابت قدم ۽ مستقل مزاج وارو ماڻهو هو. پنهنجي مقصد جي خاطر بلڪل اکيون ٻوٽي ۽ ضد جي حد تائين پنيان پوندو هو. ڪيس ڪنهن سبب جي ڪري (جو اَڪثر غير معقول هوندو هو)، ڪنهن شيءِ جي لاءِ ڪو يقين ويهجي ويندو هو، تہ هو اُن کي ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي سواءِ سچ سمجهندو هو. هُو سچار ۽ ديانت دار هو. مارفا اِگنتوايتا ساري ڄمار سندس اطاعت شعار زال ٿي رهي. غلامن جي آزادي کان پوءِ هوءَ ڪيس تمام گهڻو ستائڻ لڳي. هوءَ ڪيس چوندي رهندي هئي تہ فيودور پاولووچ کي ڇڏي، ماسڪو ۾ هلي پنهنجي بچت مان ڪو ننڍڙو ڌنڌو شروع ڪري، پر گريگري هميشہ لاءِ فيصلو ڪندي چيو تہ، "عورت هميشہ احمقانہ ئي ڳالهائيندي آهي. پنهنجي پراڻي مالڪ کي ڪڏهن بہ نہ ڇڏڻ گهرجي. توڙي ڪٿي هُو ڪيئن بہ هجي. اِهوئي اَسان جو فرض آهي."

"توکي خبر آهي تہ فرض ڇا ٿيندو آهي؟"

"گريگري! مون کي خبر آهي تہ فرض ڇا ٿيندو آهي، پر اسان جي هتي رهڻ ۾ ڪهڙو فرض آهي؟ اِهو مان ڪڏهن بہ سمجهي نہ سگهنديس". مارفا پوري اعتماد سان جواب ڏنو.

”چڱو آهي تہ تنهنجي سمجھہ ۾ نہ اچي. اهو ايئن ئي ٿيندو. تون پنهنجي زبان کي بند رک.“

پوءِ ايئن ئي ٿيو. هُو اتي ئي رهي پيا ۽ فيودور پاولووچ کين پابندي سان ٿوري پگھار ڏيڻ جو واعدو ڪيو. گريگريءَ کي اها ڄاڻ هئي، تہ ڪيس پنهنجي مالڪ جي مٿان ڪنهن بہ گمان کان سواءِ، وڏو اثر حاصل آهي. اهو هيو بہ سچ. ڪيس اها بہ خبر هئي، تہ فيودور پاولووچ ، ضدي، چالاڪ ۽ بيوقوف آهي. اُن هوندي بہ جيتوڻيڪ زندگيءَ جي مسئلن ۾ هن پنهنجو عزم راسخ پئي ڏيکاريو پر اها تعجب جهڙي ڳالهہ هئي تہ هُو زندگيءَ جي ڪيترن نازڪ معاملن ۾، هُو منهن ڏيڻ ۾ پاڻ کي ڪمزور محسوس ڪندو هو. ڪيس پنهنجين ڪمزورين جي ڄاڻ هئي ۽ اُنهن کان ڊڄندو بہ گھڻو هو. ڪي اهڙيون حالتون بہ ٿين ٿيون، جن تي نهايت ئي تيز نظر رکڻي پوي ٿي. اهي ڳالهيون تڏهن ئي آسان ٿي سگھن ٿيون، جڏهن ڪو اعتبار جوڳو ماڻهو موجود ٿئي ٿو ۽ گريگري پروسي جهڙو هو. پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪيترن ئي موقعن تي مار کائڻ کان رڳو گريگريءَ جي وچ ۾ پوڻ تي بچي ويو هو. پوڙهو نوڪر، اهڙن موقعن تي ڪيس ڊگھي نصيحت ڪندو هو، پر رڳو مارکائڻ تہ نہ هئي. جنهن کان فيودور پاولووچ کي خوف ٿيندو هو. ڪڏهن تہ اوچتوئي اوچتو ڪيتريون اهڙيون سخت گھڙيون آيون ٿي، جي بيحد نازڪ ۽ پيچيده هونديون هيون. اُن وقت فيودور پاولووچ کي غير معمولي طور تي ڪنهن وفادار ۽ مخلص انسان جي ضرورت پوندي هئي. اُها سندس بلڪل افسرده حالت هوندي هئي. بدچلني ۽ اَڪثر نفساني خواهش ۾ ظالماڻي حد تائين، هڪ نقصان ڪينئين جان فيودور پاولووچ تي، ڪنهن وقت انتهائي شراب جي خمار ۾ باطل دهشت کان اخلاقي ڌڪڻي پوري زور سان پيدا ٿي ويندي هئي. هُو هُن موقعي تي اڪثر چوندو هو تہ ”اهڙين گھڙين ۾ منهنجو روح، منهنجي ڳلي ۾ اَٽڪي پوندو آهي ۽ ٿَر ٿر ڪنبڻ لڳندو آهي ۽ اُن وقت هُو ايئن محسوس ڪندو هو تہ ڪوئي سندس قريب آهي. سندس ڪمري ۾ نہ تہ بہ ٻاهرئين ڪوٺڙيءَ ۾ تہ موجود آهي. هُو دلير، سچار ۽ نيڪ سيرت انسان آهي، جو هن جي بدچلني ۽ سمورن گندن رازن کان واقف آهي، جو پنهنجي وفاداريءَ کان نہ فقط سڀ ڪجھہ وساري ٿو ڇڏي، بلڪ اُن جي مخالفت بہ نہ ٿو ڪري. سڀ کان وڌيڪ هيءُ تہ هُو نہ مٿس ملامت ٿو ڪري ۽ نہ وري ڪيس هن يا ٻئي جهان جو خوف ٿو ڏياري. ضرورت جي وقت سندس حفاظت بہ ٿو ڪري - پر ڪنهن کان؟ ڪنهن نامعلوم شخص کان جو دهشت انگيز ۽ خطرناڪ آهي. هن کي اهوئي گھربو ٿي، تہ هُو سمجھي تہ ڪو ٻيو ماڻهو آهي جو پوڙهو ۽ سندس آزمايل دوست آهي، جنهن کي هُو پنهنجي بي چين گھڙين ۾ محض هن لاءِ سڏي وٺي ٿو، تہ جيئن هو سندس منهن ۾ نهاري يا ساڻس بہ ٽي لفظ. پوءِ اُهي بي معنيٰ ئي هجن. ڳالهائي وٺي.

پوڙهو نوڪر جي ڪائنس راضي هوندو ته ڪيس آرام پهچندو هو پر جي هُو ناراض هوندو هو، ته هُو وڏيڪ اُداس ٿي ويندو هو. ڪڏهن ته ايئن به ٿيندو هو جو رات جي وڳڙي ۾ فيودور پاولووچ ڪوٺڙي ۾ وڃي (جو ڪڏهن ڪڏهن ٿيندو هو) گريگري کي ٿوري وقت لاءِ جاڳائيندو هو. پوڙهو نوڪر جڏهن وٽس ايندو هو، ته فيودور پاولووچ ساڻس ڪي معمولي ڳالهيون ڪندو هو ۽ پوءِ ڪيس موٽي وڃڻ لاءِ چوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته ساڻس فقط ڪل چرچوئي ڪندو هو ۽ بس. هُو جڏهن موٽي ويندو هو، ته فيودور پاولووچ پاڻ کي ملامت ڪندي سمهي پوندو هو ۽ سمهڻ سان گهري ننڊ اَچي ويندي هيس.

گريگري ۽ سندس زال کي خدا اولاد کان محروم رکيو هو. ڪين هڪ ٻار ٿيو هو پر اُهو جلدي مري ويو هو. گريگريءَ کي ٻارن سان بي حد پيار هو ۽ هُو اُن کي ظاهر ڪندي نه شرمائيندو هو. سندس ٻار جو جنم ۽ موت، جو ڪنهن خاص سبب جي ڪري ٿيو هو، تنهن سان هڪ عجيب ۽ حيرت جهڙو واقعو (حادثو) ڳنڍيل هو. جنهن بابت هُو چوندو هو ته هُن سندس روح تي مهر هڻي ڇڏي آهي. اِهو ايئن ٿيو، ته جنهن رات ٻار کي دفنايو ويو هو، تنهن ساڳيءَ رات مارفا، ٻار جي دردناڪ روئڻ جي آواز تي جاڳي پئي هئي. هوءَ ڏڪي وئي ۽ جلدي جلدي پنهنجي مڙس کي جاڳايائين. هُن ڪن لائي اُن آواز کي ٻُڌو ۽ سوچيائين، ته ڪنهن عورت جي ڪنجهڻ جو ئي آواز آهي. هُن اُتي ڪپڙا پاتا. اُها مئي مهيني جي ڪافي گرم رات هئي. هُو جيئن ئي ڏاڪڻ تان هيٺ لٿو ٿي، ته باغ جي طرف کان ڪنجهڻ جو صاف آواز ٿي آيو. پر احاطي کان، جو دروازو باغ ڏانهن ٿي ويو، سو رات جي ڪري تالي سان بند هو ۽ باغ چوڌاري لوهي تارن سان ويڙهيل هو. اُنڪري اندر وڃڻ لاءِ ٻيو ڪوبه رستو ڪونه هو. هُو گهر موٽي آيو. ٻتي ٻاريائين ۽ ڪُنجي ڪٽي روانو ٿيو. هن پنهنجي زال جي مجنوناڻي خوف ڏي ڪوبه ڌيان نه ڏنو. جنهن اَچا ضد ٿي ڪيو، ته هن ٻار جون رڙيون ٻُڌيون آهن، جي سندس پنهنجي ٻار جون آهن ۽ جو ڪيس رڙي سڏي رهيو آهي. هُو خاموشيءَ سان باغ جي اندر گهڙي ويو. هُن اُتي اُهو ڪنجهڻ جو آواز غسل خاني مان ايندي ٻُڌو. جو باغ جي دروازي سان الڳ هو. اُهي رڙيون هڪ عورت جون هيون. هُو دروازو کولي جڏهن گهڙيو تڏهن اندرين نظاري ڪيس پٿر جو بت بڻائي ڇڏيو. هڪ مستاني ڇوڪري، جا گهٽين ۾ رُلندي وتندي هئي، ۽ جنهن کي سڄو شهر ليزاويتا سمير ڊواساچا جي فرضي نالي سان سڏيندو هو. سا اُن غسل خاني ۾ گهڙي آئي هئي. هُن اُن وقت هڪ ٻار ڄڻيو هو ۽ پاڻ اُن ٻار جي پرسان بلڪل مرڻينگ حالت ۾ پئي هئي.هُن ڪجهه به نه چيو، ڇو ته هوءَ ڪجهه به ڳالهائي نه ٿي سگهي، پر سندس ڪهاڻي ٻڌائڻ لاءِ هڪ باب ضروري آهي.

باب پيو

# ليزاويتا

اها هڪ اهڙي حقيقت هئي، جنهن گريگريءَ کي خاص طرح متاثر ڪيو. جا اَڻ وڻندڙ به هئي ۽ باغياڻا شڪ پيدا ڪندڙ به. اها ليزاويتا کي قدر قد جي بندري هئي. پنجن فوٽن جي اندر قد هوس. جيئن ڪي شريف عورتون ڏک وچان ٻُڏائينديون هيون، سندس ويڪري، خوشگوار ۽ گلابي منهن مان چريائپ صاف بکندي هئي. هوءَ جڏهن اکيون هڪ هنڌ جهلي ٽڪٽڪيءَ سان ڏسندي هئي، جي جيتوڻيڪ بي زبان ۽ نماڻيون هيون، تڏهن به ناگوار نه لڳنديون هيون. گرمي توڙي سرديءَ ۾ هوءَ سدائين پيرين اگهاڙي گهمندي هئي ۽ سواءِ هڪ پراڻي ۽ معمولي سٽيءَ جي ڪُڙتي کان سواءِ پيو ڪجهه به نه پائيندي هئي. سندس ڪُهرا ۽ منجهيل ڪارا وار، جي گهڻيءَ جي پشم وانگر نظر ايندا هئا، اُهي ايئن لڳندا هئا، ڄڻ ته ڪا وڏي ٽوپي پهريل اٿس. اُهي هميشه مٽيءَ سان پريل هوندا هئا، جن ۾ ڪک پن ڄميل هوندا هئا، ڇو ته هوءَ سدائين مٽيءَ ۾ ئي سمهندي هئي. سندس پيءُ اِليا، جو ٻئي گهر هئڻ کان سواءِ، سخت شرابي به هو، تنهن پنهنجو سڀ ڪجهه وڃائي ڇڏيو هو. هُن ڪيترن سالن کان، ڪن شاهوڪار واپارين وٽ هڪ پورهيت ٿي گذاريو هو. ليزاويتا جي ماءُ کي فوت ٿئي ڪجهه وقت گذري ويو هو. اِليا، جو ساڙيلو ۽ مريض هو، هُو ليزاويتا کي جڏهن به گهر ۾ ايندي هئي، ته وحشين وانگر سخت ماريندو هو. پر ليزاويتا کي اُن جو ڪوبه خيال نه ٿيندو هو. شهر جو هر ڪو ماڻهو کيس هڪ مستاني ۽ خدا جي پياري ڪري سمجهندو هو ۽ سندس نظرداري ڪرڻ لاءِ تيار هوندو هو. اِليا جو مالڪ ۽ ٻيا ڪيترائي ماڻهو، خاص ڪري واپاري، ڪوشش ڪري، کيس سنو لباس، بوٽ ۽ سرديءَ ۾ ڪلَ جو ڪوٽ ڍڪائيندا هئا. هوءَ کين ڪپڙن پارائڻ کان کين روڪيندي هئي. ڪپڙن پائڻ کان پوءِ، هوءَ اُتان، اَڪثر هلي ويندي هئي ۽ گهڻو ڪري ڪليسا جي اڳڻ ۾ وڃي، جو ڪجهه به هن کي پارائيندا هئا - مٿي جو رومال، چمڙي جو ڪوٽ، فراڪ يا بوٽ - اُهي اُتي لاهي ڦٽا ڪندي هئي، ۽ پوءِ اڳي وانگر پيرين اگهاڙي ۽ پراڻي ڪُڙتي ۾ گهمندي وتندي هئي. سندس پيءُ آخر مري ويو، جنهن ڪري شهر جا ماڻهو کيس يتيم سمجهي، پنهنجين اکين ۾ وڌيڪ جاءِ ڏيڻ لڳا. اها حقيقت آهي ته هرڪو ئي کيس پيائيندو هو. نه فقط ايترو پر ٻار به کيس نه چيڙيندا هئا. هوڏانهن اسان جي اسڪول جا ٻار نهايت شرير آهن. هوءَ ڪنهن به ڌارئي گهر ۾ لنگهي ويندي هئي، ته ڪوبه کيس هڪالي نه ڪڍندو هو. سڀڪو مٿس رحم ڪائيندو هو ۽ ڪجهه نه ڪجهه کيس ڏيندو ئي هو. کيس جيڪڏهن ڪو ٽامي جو سڪو ملندو هو، ته اُهو هڪدم وڃي ڪليسا جي پيٽيءَ ۾ وجهندي هئي، پر بازار

۾ جيڪڏهن ڪا شيءِ يا ڊبل روٽي ملندي هيس تہ اُن ٻار کي ڏئي ڇڏيندي هئي، جو پهريائين ڪيس ملي ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن شهر جي ڪنهن متمول عورت کي بيهاري، اُن کي سڀ ڪجهہ ڏئي ڇڏيندي هئي ۽ اُها بہ خوشيءَ مان ڪانئس وٺندي هئي. هُن سواءِ سڪل ماني ڀُڳي ۽ پاڻيءَ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ چکيو هو. هوءَ جيڪڏهن ڪنهن عمدي دُڪان تي چڙهي ويندي هئي، ۽ اُتي جيڪڏهن قيمتي شيون يا پيسا پيا هوندا هئا، تہ ڪوبہ مٿس چوڪسي نہ رکندو هو، ڇو تہ ڪين خبر هوندي هئي تہ جي هزارن جا روبل بہ پيا هوندا، تہ هوءَ اُنهن ڏانهن اک کڻي بہ نہ نهاريندي. هوءَ ڪليسا جي اندر بہ ٿورو ويندي هئي. ڪليسا جي اڱڻ ۾ سمهندي هئي، يا گهرن جي دِڪين تي يا ڪنهن باغيچي جي بورجيخاني ۾. هوءَ هفتي ۾ هڪ ڀيرو پنهنجي گهر ۾ ضرور ويندي هئي، جو سندس پيءُ جي اڳئين مالڪ جو گهر هو. سرديءَ ۾ هوءَ اُتي هر رات ويندي هئي، پوءِ يا تہ ڪنهن گذرگاهہ يا ڳئن جي واڙي ۾ سمهندي هئي.

واقعو ايئن ٿيو، جو گهڻا سال اڳ، سيپٽمبر جي هڪ گرم چانڊوڪيءَ رات ۾، پنج ڇهہ لا اُبالي ماڻهو، جي شراب ۾ بدمست هئا، گهڻو گهڻو دير سان ڪلب کان ٿي موٽيا. اُهي اُونداهن رستي کان، جو باغن جي پٺيان ۽ جاين جي وچان ٿي ويو، ۽ جن جي ٻنهي پاسن کان دِڪا نڪتل هئا، لنگهي رهيا هئا. هي رستو هڪ بدبودار تلاءَ تائين ٿي ويو، جنهن کي عام طرح اَسان درياءَ سڏيندا هئاسون. خاردار ٻنن ۽ ننڍڙن ٻوٽن جي اندر ڊڪيل هڪ دِڪيءَ تي ليسزاويتا ڪين سمهيل نظر آئي. هُو سڀئي مٿس بيهي، ڏسڻ ۽ کلڻ ۽ ٺٺوليون ڪرڻ لڳا، جن مان سندن بي لعام شهوت پرستي صاف ٿي ڏٺي. اُن وقت هڪ نوجوان کي اَلائجي ڇو اِهو خيال آيو جو هڪ عجيب ۽ سربستہ سوال ڪيائين تہ. "توهان مان، ڇا اِهو ممڪن آهي جو ڪو هن جانور کي عورت سمجهي؟" سڀني پُروقار طور پنهنجي ڪرامت کي ظاهر ڪندي چيو تہ "اِهو ناممڪن آهي." پر فيودور پاولووچ جو اُن ٽولي ۾ سَڀَ ڏئي اڳيان آيو ۽ چيائين تہ "اِهو بلڪل ناممڪن آهي، نہ فقط ايترو پر اُن ۾ لذت ۽ سلوڻائي بہ آهي." اُن وقت اِهو سچ آهي تہ هُو پنهنجي احمقاڻي پارٽ کي وڌيڪ نمايان طور تي اَدا ڪري رهيو هو. هن چاهيو ٿي تہ پاڻ کي اڳيان ڪري دوستن کي وندرائي. اِهو سڀ هڪ جهڙائيءَ جي خيال کان هو، پر درحقيقت ٻين جي مقابلي ۾ هڪ غلام پست ۽ بي آبرو کان وڌيڪ نہ هو. اهو اُن وقت تي رهيو هو، جڏهن هن کي پيٽسبرگ مان پهرئينءَ زال جي موت جي خبر پهتي هئي. سندس ٽوپلي تي ماتمي ڪارو پٽو ٻڌل هو. پر تڏهن بہ هن شراب پيتو ٿي ۽ ايتري بي حيائي تي ڏيکاري، جو اَسان مان ڪي البيلا بہ اِهو نظارو ڏسي جيڪر گهبرائجي وڃن. شرابي هن اوچتي عجيب راءِ تي کلڻ لڳا ۽ اُنهن مان هڪڙي تہ ڪيس اُن تي عمل ڪرڻ لاءِ بہ چئلينج ڪيو. پر ٻين اُن مڪروهہ خيال جي

شدت سان مخالفت ڪئي، جيتوڻيڪ هُو اُن مان، اَجا بہ مزو ۽ خوشي حاصل ڪري رهيا هئا. هُو آخرڪار پنهنجو رستو وٺي هليا ويا. ٿوري وقت ڪان پوءِ فيودور پاولووچ بہ قسم کڻي ويو تہ هُو بہ هنن سان گڏ هليو ويو هو. اِهو شايد سچ بہ هجي، ڇو تہ ڪنهن کي اُن جي پَڪ سان سُڌ بہ ڪانہ آهي ۽ نہ وري اُن جي ڪڏهن ڪا خبر ئي پئجي سگهي آهي. مگر پنجن ڇهن مهينن جي گذرڻ ڪان پوءِ سموري شهر ليزاويتا جي حالت تي نہ فقط تبصرا ئي ڪيا بلڪ اُن تي سخت غصي ۽ ناراضپي جو اظهار بہ ٿي ڪيو. هنن اِها ڪوشش ٿي ڪئي تہ اُن بدمعاش جو پتو ڳولهي لهن، جنهن هُن سان هيءُ گناهہ ڪيو آهي. سڄي شهر ۾ اوچتو ئي اوچتو اِهو سخت افواهہ پکڙيو، تہ اِهو بدمعاش ٻيو ڪوبہ نہ آهي پر فيودور پاولووچ آهي. پر اِهو افواهہ اُٿاريو ڪنهن؟ اُن شرابي ٽولي مان پنج ڄڻا تہ شهر ئي ڇڏي ويا هئا، ۽ جو باقي اسان وٽ هو، سو هڪ معمر ۽ ڪافي عزت وارو هو ۽ سول ڪائونسلر بہ هو. هُو بالغ ڌيئن جو پيءُ هو. اِن ڳالهہ ۾ جيڪڏهن ڪا سچائي بہ هجي ها تہ بہ هُو مشڪل سان اُن ڳالهہ کي ڇوري ها. پر اُفواهہ جو سنئون سنواٽو اشارو فيودور پاولووچ ڏانهن هو ۽ اُن ۾ بيحد مضبوطي بہ هئي.

گريگري پنهنجي مالڪ لاءِ اُن وقت پوري طاقت سان اُٿي بيٺو. هُن ڪيترن سان جهڙپون ڪاڌيون ۽ مالڪ جي بچاءَ ۾ ڪيترائي خطرناڪ جهڳڙا بہ ڪيا. اِنهن حالتن ۾ سمورين ڳالهين هوندي بہ، ماڻهن جي همدردي جا ڪين اُن ويچاري مستانيءَ لاءِ هئي، تنهن ۾ ڪوبہ ڦيرو نہ آيو. اڳي ڪان بہ وڌيڪ سندس پرگهور ٿيڻ لڳي. هڪ شاهوڪار واپاريءَ جي بيواهہ، جنهن جو نالو ڪندراتووف هو، اپريل جي پڇاڙيءَ تائين بندوبست ڪري، پنهنجي گهر کڻائي وئي، هن خيال کان، تہ ويم وارن ڏينهن گذرڻ ڪان اڳ ڪيس نہ ڇڏيو وڃي. هنن مٿس هر دم چوڪسي ٿي رکي، مگر ايتري خبرداري ۽ نگهبانيءَ هوندي بہ هوءَ پوين ڏينهن ۾ اُتان ڪِسڪي وئي ۽ فيودور پاولووچ جي باغ ۾ گهڙي وئي. پنهنجي اُن حالت ۾، هوءَ ڪيئن اِيڏين وڏين تارن ڪان ٽپي اندر ٿي، سو هڪ راز ٿي رهجي ويو. ڪن جو چوڻ آهي تہ ڪن ڪيس اندر ٽپڻ ۾ واهر ڪئي آهي. ڪن وري ڪنهن پُر اسرار ڀيانڪ شيءِ ڏانهن ٿي اشارو ڪيو. هن جي مناسب سمجهاڻي اِهائي آهي تہ اِهو سڀ ڪجهہ فطري طرح ئي ٿيو هو. ليزاويتا کي ڏاڪڻين ۽ پٽن ٽپڻ جي عادت هئي. جيئن تہ هوءَ اُهي ٽپي وڃي باغن ۾ سمهندي هئي، پنهنجي نازڪ حالت هوندي بہ هوءَ ڪنهن طريقي سان اِنهن تارُن تان ٽپي اندر وئي هجي ۽ پاڻ کي زخمي بہ ڪيو هُجائين.

گريگري ڊوڙندو مارفا وٽ آيو ۽ کيس ليزاويتا ڏانهن موڪلي پاڻ پير ۾ رهندڙ هڪ دائيءَ ڏانهن هليو ويو. هنن ٻار کي تہ بچائي ورتو، مگر ليزاويتا پرهہ ڦٽيءَ ڪان اڳ گذاري وئي. گريگري ٻار کي کڻي آيو ۽ پنهنجيءَ زال کي ويهاري، ٻار کڻي سندس گود ۾ وڌو.

”هيءُ خدائي ٻار آهي. يتيم ۽ سيني جو پيارو ۽ اسان سيني کان مٿانهون. اسان جو ننڍڙو وڃايو آهي، تنهن ڪري هيءُ اسان کي موڪليو ويو آهي. هيءُ جيڪڏهن شيطان جو پٽ آهي، پر پاڻ هن جي پرورش ڪريون.“

مارفا ٻار کي نپائي وڏو ڪيو. سندس پاويل نالو رکيو ويو. ماڻهن وري هن کي فيودور جو پٽ سڏيندي ۽ ڪرامازوف خاندان ۾ ڳڻيندي دير ئي نه ڪئي. فيودور پاولووچ ڪنهن به ڳالهه تي اعتراض نه ڪيو. جيتوڻيڪ هيءُ سڀ ڪجهه تفريح خاطر هو. هو اُن جي ذميوارين جو پوريءَ ريت انڪار ڪندو رهيو. شهر جا ماڻهو، هن تي خوش هئا جو هُن لاوارث ٻار کي گود ۾ ورتو هو. فيودور پاولووچ ٿورو وقت پوءِ، ٻار جو نالو ڳولي ورتو ۽ ڪيس ماءُ جي نالي پٺيان ’سميرڊياڪوف‘ سڏڻ لڳو.

سميرڊياڪوف پوءِ فيودور پاولووچ جو ٻيو نوڪر بڻيو ۽ اسان جي هن ڪهاڻيءَ وقت گريگري ۽ مارفا سان گڏ سندن ڪوٺڙيءَ ۾ رهندو هو. هُو راڌي جو ڪم ڪندو هو. مون کي هن سميرڊياڪوف بابت ڪجهه چوڻو آهي، جو احسانمنديءَ جي جذبي کان پري ئي وڏو ٿيو. جيئن گريگري ظاهر ڪندو هو، هُو ناشڪر هو ۽ ايئن لڳندو هو ڄڻ ته هُو دنيا کان بدظن آهي. ننڍپڻ ۾ ٻليون ڦاسائي ڦاهيءَ تي لٽڪائڻ ۾ ڪيس ڏاڍو مزو ايندو هو. ٻليون جڏهن مري وينديون هيون، ته پوءِ اُنهن کي وڏي شان شوڪت سان دفن ڪندو هو. اُن وقت هُو سفيد چادر ڍڪيندو هو، جا ڪنهن پادريءَ جي اَڇي جُبي وانگر لڳندي هئي. ڪجهه ڳائيندو هو ۽ ڪجهه اُن ٻليءَ جي مٿان هار ٻڌندو هو، ڄڻ ته اُن کي واس ڏئي رهيو آهي. گريگري هڪ ڀيري اُن کي اُن تفريح ۾ پڪڙي ورتو ۽ ڪيس چڱي مار ڏنائين. هُو رسي وڃي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪي هفتا ٽيسو ڪري ويهي رهيو.

”هن دئيت کي نه تنهنجي ۽ نه منهنجي ئي پرواهه آهي،“ گريگري اڪثر مارفا کي چوندو هو.

”هن کي ته ڪنهن جي به پرواهه ڪانه آهي. اڙي تون انسان به آهين؟“ هن ڇوڪري کي مخاطب ٿيندي چيو. ”تون آدمي نه آهين پر تون سينور آهين، جو غسلخاني ۾ پليو آهين. تون رڳو اهو ئي آهين ۽ بس“. سميرڊياڪوف ايئن ٿو معلوم ٿئي، ته اِنهن لفظن کي حياتيءَ ڀَر پنهنجي ذهن ۾ رکي ڇڏيو. گريگري ڪيس لکڻ پڙهڻ به سيکاريو. جڏهن ٻارهن سالن جو ٿيو، ته ڪيس مقدس ڪتاب پڙهائڻ شروع ڪيائين، پر اُن مان ڪيس ڪجهه به حاصل نه ٿيو. ٻئي يا ٽئين سبق وٺڻ وقت ڇوڪرو اوچتو ڏند ڪڍي کلڻ لڳو.

”اِهو ڇو؟“ گريگري غصي مان پنهنجي عينڪ جي مٿان نهاريندي چيو.

”ڪجهه به نه. خدا پهرئين ڏينهن روشني پيدا ڪئي. سچ، چنڊ ۽ ستارا چوٿين ڏينهن اها روشني پلا پهرئين ڏينهن ڪٿان آئي؟“

گريگري اِهو ٻـُڌي وسو ٿي ويو ۽ ڇوڪري پنهنجي استاد ڏانهن طنزيہ طور نهاريو. هن جي خيال جي اظهار ۾ يقيناً پنهنجي مربيءَ کي، اُن جي مرتبي کان هيٺ ڪيرائڻ وارا لفظ هئا. گريگري پاڻ کي قبضي ۾ رکي نہ سگهيو- ”ڇگو، مان تو توکي ٻڌايان تہ ڪيئن؟“ هن پَـرُ ڪري ڇوڪري جي ڳل تي ٿڦڙ وهائي ڪڍي. ڇوڪري ڇماٽ کائڻ کان پوءِ ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪڍي ۽ پاڻ کي وري بہ ڪجهہ ڏينهن لاءِ ڪُنڊ ۾ وڃي پوريائين. هڪ هفتي کان پوءِ جو بيماريءَ جو مٿس حملو ٿيو، سو ساريءَ ڄمار ساڻس گڏ رهيو ۽ اها مرگهي هئي.

فيودور پاولووچ جڏهن اِهو ٻُڌو تہ سندس رخ ڇوڪري ڏانهن هڪدم بدلجي ويو. هن کان اڳ هُو اُن ڏانهن نهاريندو بہ نہ هو. جيتوڻيڪ کيس ڌمڪي بہ ڪانہ ڏني هئائين. جڏهن کيس ملندو هو تہ هميشہ ٽامي جو سڪو ڏيندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن جي موج ۾ هوندو هو، تہ ڪاڏي جي ميز تان مٺايون بہ اُن ڏانهن موڪلي ڏيندو هو. پر جيئن ئي کيس سندس بيماريءَ جي خبر پئي، تہ هُو اُن ۾ دلچسپي ڏيکارڻ لڳو. هن ڊاڪٽر گهرائي علاج ڪرايو، پر ڇوڪرو لاعلاج مريض ثابت ٿيو. ڇوڪري کي هر مهيني ۾ هڪڙو پيرو دورو پوندو هو، پر جدا جدا وقفن کان پوءِ. ڪڏهن تہ دورا خطرناڪ بہ پوندا هئس، ۽ ڪڏهن هلڪا ۽ معمولي. فيودورپاولووچ، گريگريءَ کي سختيءَ سان منع ڪئي تہ کيس ڪابہ جسماني سزا نہ ڏئي ۽ کيس مٿي ڏاڪڻ چڙهي اَچڻ جي بہ اجازت ڏنائين. هُـن اِها بہ منع ڪئي تہ في الحال کيس ڪجهہ بہ نہ سيکاريو وڃي.

ٿوري عرصي گذرڻ کان پوءِ مارفا ۽ گريگري، فيودور پاولووچ کي ٻڌايو تہ سميرديا ڪوف ۾ آهستي آهستي عجيب ۽ غير معمولي نازڪ مزاجي پيدا ٿي رهي آهي. هُو شُروو اڳيان ٿو رکي، شرووي ۾ ٿو نهاري ۽ پوءِ چمچو پري، روشني ۾ جهلي ٿو بيهي.

”اِهو ڇا آهي؟ ڪو جيت آهي؟“ گريگري ڪانئس پڇندو هو.

”شايد مک آهي؟“ مارفا وري پنهنجي راءِ ڏيندي چيو.

نازڪ طبع جوان ڪوبہ جواب نہ ڏيندو هو، پر هـو پنهنجي ماني، گوشت، مطلب تہ هر اُها شيءِ، جا کائيندو هو، تنهن سان اهائي ڪار ڪندو هو. اُن کي باريڪ بينيءَ سان جاچيندو هو ۽ گهڻي غور ڪرڻ کان پوءِ کائڻ جو فيصلو ڪندو هو.

”هش، جوان جي کهڙي نہ عمدي اَدا آهي.“ گريگري، اُن وقت پـڻ پـڻ ڪندي، سندس منهن ۾ نهاريندو هو.

فيودور پاولووچ ، جڏهن سميرديا ڪوف جي اِن عادت کي وڌندي ٻڌو تہ کيس پنهنجي بورچي بڻائڻ جو پڪو ارادو ڪيائين. کيس اُن مطلب لاءِ ماسڪو بہ ڏياري موڪليائين. هُو ڪجهہ سال اُتي رهي، جڏهن وڌيل بہ نظر ٿي آيو. پنهنجي عادتن ۾

جيئن وچڙ ڪان اڳ ۾، تئن ئي هو. ڪيس ڪنهن جي دوستي ۽ سنگت ڏانهن ٿوري به خواهش ڪانه هئي. هن جي شڪل ۾ ڪجهه گهنج پئجي ويا هئا. جسم ۾ پيلو ۽ ڪمزور ٿي لڳو.

ماسڪو ۾ به، جيئن اسان پوءِ ٻڌو، ته هميشه خاموش ئي رهندو هو. ماسڪو خود هن لاءِ ڪابه وندر پيدا ڪري نه سگهيو. هو مشڪل سان اُتان جي دلچسپين ڏانهن نهاريندو هو. هُو فقط هڪڙو دفعو ٿيئٽر ڏسڻ ويو ۽ جڏهن موٽي آيو، ته نه فقط خاموش هو پر ناراض به پئي لڳو. هُو جڏهن ماسڪو کان موٽي آيو تڏهن عمدو لباس پهريل هو. صاف سُٿرو ڪوٽ ۽ صاف سُٿري قميص پهريل هئس. هُو پنهنجي ڪپڙن کي اَڪثر به دفعا ڏينهن ۾ ڏاڍي خبرداريءَ سان برش هڻي صاف ڪندو هو. چمڙي جي بوٽ کي خاص انگلش پالش سان اهڙو ته چمڪائيندو هو، جو آئيني وانگر ٿي پوندو هو. هُو هڪ بهترين بورچي ٿي پيو هو. فيودور پاولووچ ، ڪيس جيڪو به پگهار ڏيندو هو اهو سمورو ڪپڙن، خوشبودار تيل، عطر ۽ ٻين شين تي خرچي ڇڏيندو هو. هن کي جيتري عورتن کان ڌڪار هئي، اوتري مردن کان به. هو نهايت فهميدو هو ۽ هنن لاءِ، هُو بلڪل پهچ کان ٻاهر هو. فيودور پاولووچ هن کي مڙيوئي ٻي خيالي سان ڏسندو هو. هُن کي هاڻي جلد جلد دورا پوڻ لڳا ۽ جنهن ڏينهن ڏينهن بيمار ٿي پوندو هو، ته مارفا کي ماني تيار ڪرڻي پوندي هئي، جا فيودور پاولووچ کي بنهه ڪين وڻندي هئي.

”تنهنجا دورا هاڻي ايترا خراب ڇو ٿا ٿين؟“ فيودور پاولووچ پنهنجي بورچيءَ کان اکيون ٽيڏيون ڪري پڇندو هو: ”توکي شادي ڪرڻ جي ڀلا خواهش آهي؟ مان توکي زال ڳولي ڏيان؟“

هيءُ ٻُڌي سميرڊياڪوف غصي کان ڳاڙهو ٿي ويندو هو ۽ ڪوبه جواب ڪونه ڏيندو هو. اُن وقت فيودور پاولووچ ڪيس عجيب بي تابيءَ واري احساس ۾ ڇڏي ويندو هو. هن لاءِ سڀ کان وڏي اها ڳالهه هئي ته ڪيس پنهنجي ايمانداريءَ ۾ وڏو يقين هو. هڪ ڀيري جي ڳالهه آهي، ته فيودور پاولووچ، شراب ۾ بيحد بدمست هو ۽ اُن مستيءَ ۾، هن کي جي تازو ٽن سون روبل جا نوٽ مليا هئا، اُهي گهر جي اڱڻ ۾ مٽيءَ ۾ ڪيرائي ڇڏيائين. ٻئي ڏينهن جلدي جلدي، جيئن پنهنجا ڪيسا ڳولي رهيو هو، ته اُهي، هن کي ٽيبل تي نظر آيا. اِهي اِتي ڪٿان آيا؟ سميرڊياڪوف ٻي ڏينهن لڌا هئا ۽ آڻي اُتي رکيا هئا.

”منهنجا پيارا! مون تو جهڙو ڪوبه نه ڏٺو آهي.“ فيودور پاولووچ، ايئن چوندي ڪيس ڏهه روبل ڏئي ڇڏيا. ايترو چوڻ بي جا نه ٿيندو ته هُو ايمانداريءَ ۾ نه رڳو ڀروسو رکندو هو پر ڪيس اُن سان چاهه به هو. ان هوندي به هن جوان کي سيڪو رکو روح ئي سمجهندو هو، ڇو ته هُو هردم خاموش ۽ ماٺ ۾ ئي رهندو هو.

باب ٽيون

# جذباتي دل جي قبوليت (شعر ۾)

اليوشا پيءُ جي اُن حڪم تي، جو هن گاڏيءَ مان رڙ ڪري ڏنو هو، ٿوري وقت لاءِ بيحد پريشان ٿي پيو. پر هُو پنهنجي اُن بي چينيءَ کي روڪي نه سگهيو. جيتوڻيڪ اِها سندس عادت نه هئي. باوجود ناخوش هئڻ جي هُو تڪڙو تڪڙو بورچي خاني ڏانهن ويو، ته جيئن ڏسي سگهي ته سندس پيءُ مٿي ڇا ڪري رهيو آهي؟ هُو پنڌ پيو، اِن خيال کان، ته ممڪن آهي ته رستي ۾ اُن شڪ ۽ گمان جو ڪيس جواب ملي وڃي، جو ڪيس ايذاءُ پهچائي رهيو هو. مان هتي فقط ايترو ٻڌايان ٿو، ته پڻس جون رڙيون، جن ۾ ڪيس حڪم مليو هو ته، "پنهنجو تڏو ۽ وهاڻو کڻي واپس گهر اَچ" جو ڪيس ٿورو به خوف نه ٿيو. اليوشا کي پڪ هئي ته پڻس ڪيس ٻئي ڏينهن ئي خانقاه ڏانهن موٽي وڃڻ لاءِ چوندو. ٿي سگهيو ٿي، ته اُن شام جو ئي ڪيس چئي ڏي. ڪيس هن ڳالهه جي به پڪ هئي ته سندس پيءُ ڪنهن کي به ايذاءُ پهچائي پر ڪيس ڪڏهن به نه آزاريندو. اليوشا کي هيءُ به يقين هو، ته هن دنيا ۾ ڪوبه ڪيس نقصان پهچائڻ نه چاهيندو. ڪيس اِها به ڄاڻ هئي، ته ڪيس ڪوبه تڪليف ڏيڻ نه ٿو چاهي. اِن لاءِ ڪيس ظاهر ظهور ثابتي به هئي، جنهن لاءِ ڪوبه سوال اُٿي نه ٿو سگهي. اِن ڳالهه تي ڀروسو ڪري ۽ سواءِ ٻُڏتر جي هُو رستو وٺي هليو.

پر اُتي ئي ڪيس هڪ ٻئي قسم جي پريشاني ٿي ۽ اُن ڪيس گهڻو پريشان ڪيو. ڇو ته هُن اَڃا ڪوبه اهڙو فيصلو ڪونه ڪيو هو. اهو خوف ڪيس ڪيٽرينا ايونونا کان هو، جنهن پنهنجي هڪ نوٽ ۾، جو مٿدم هولاڪوف جي ذريعي پهچايو ويو هو، منٿ ڪئي هئي، ته ساڻس ڪنهن ڳالهه بابت اَچي ملي. اُن منٿ ۽ اوڏانهن وڃڻ جي ضرورت، سندس دل ۾ هڪدم بي آراميءَ جو احساس پيدا ڪيو. صبح کان اِها بي تابي هن کي بي حد تڪليف ڏئي رهي هئي. جيتوڻيڪ مڙهيءَ ۾ فادر سپيرئر وٽ عجيب واقعو به ٿي گذريو هو. هُو ان ڪري پريشان نه هو، ته ڪو ڪيس اِها خبر نه هئي، ته هوءَ ڪهڙي ڳالهه بابت گفتگو ڪندي ۽ هُو ان جو ڪهڙو جواب ڏيندو؟ نه وري ڪيس هن ڳالهه جو خيال هو، ته هوءَ عورت آهي. عورتن جي ڪيس بلڪل ٿوري ڄاڻ هئي، جيتوڻيڪ خانقاه ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ هن ننڍپڻ کان وٺي سڄي عمر عورتن سان ئي گذاري هئي. ڪيس ڪيٽرينا ايونونا کان وري به خوف پئي ٿيو. اُن وقت کان وٺي، جڏهن ڪيس پهريون دفعو ڏٺو هئائين، خوف کائيندو ٿي رهيو. ڪيس ٻه يا ٽي ڀيرا ڏٺو هئائين ۽ ڪيس ساڻس ڳالهائڻ جو تمام ٿورو موقعو مليو هو. هُن

کي هن حسين، مغرور ۽ هنيلي ڇوڪري تي سمجهيو. سندس اها خوبصورتي نه هئي جا کيس ستائي رهي هئي، پر اَجا به ٻيو ڪجهه هو. سندس اِهو خوف خطرو خود سندس ئي انديشي کي وڌائي رهيو هو. ڇوڪريءَ جو مقصد بلند تر هو، جنهن کان هو واقف به هو. هوءَ سندس ڀاءُ دمتريءَ کي پنهنجي دريا دليءَ جي باعث بچائڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي، جيتوڻيڪ هُو ساڻس بُريءَ طرح پيش اَچي چڪو هو. تنهن هوندي به جيتوڻيڪ اليوشا اهڙن عمدن ۽ خراج دل جذبن کي چڱيءَ ريت محسوس تي ڪيو، تڏهن به جيئن جيئن هُو سندس گهر کي ويجهو پهچي رهيو هو، ته سندس بدن مان سيسراٽ تي اُڀريا.

هُن خيال ڪيو ته ايون، جو سندس دلي دوست آهي، سو اُتي ڪونه هوندو، ڇو ته هُو پڪ سان هن وقت پيءُ سان ئي هوندو. دمتريءَ بابت ته کيس پڪ هئي، ته هو ڪنهن به دليل کان سواءِ اُتي ڪونه هوندو. اُن ڪري ڪيٽرينا سان جا گفتگو ٿيندي، سا بلڪل اَڪيلائيءَ ۾ ئي ٿيندي. کيس اِها ڏاڍي خواهش هئي، ته اُن نياڳي ملاقات کان اڳ ۾ پنهنجي ڀاءُ دمتريءَ سان جيڪر وڃي ملي. کيس خط ڏيکارڻ کان سواءِ ئي، اُن بابت ساڻس ڳالهائي، پر دمتري اُن جاءِ کان پري تي رهيو ۽ هُن سمجهيو تي ته هُو پنهنجي گهر کان به پري نڪري ويندو. هڪ منٽ لاءِ ترسي، هن آخري فيصلو ڪيو. پاڻ کي جلدي ۽ ساڳئي ئي طريقي سان رد ڪد ڏيندي، مشڪندي، هُو اُن خطرناڪ عورت جي طرف مُڙي هلڻ لڳو.

هن کي سندس گهر جي خبر هئي. هُو جيڪڏهن شاهي رستو وٺي بازار کان ڦرندو، ته کيس ڪافي ڊگهو مفاصلو لتاڙڻو پوندو. هُن اُنڪري پنئين رستي کان وڃڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن جي کيس پوري ڄاڻ هئي. کيس هڪ اهڙي باغ مان گذرڻو پيو، جو سندس پيءُ جي باغ سان لڳو لڳ هو. باغ جي ڀرسان پهچڻ وقت هُن پنهنجو مٿو مٿي ڪنيو، جو خيالن پڄائڻ وقت جُهڪي ويو هئس. هُن اُتي اوچتو هڪ اهڙي شيءِ ڏٺي، جنهن جي کيس بلڪل اُميد ڪانه هئي.

باغ جي هڪ ڏاکي جي مٿان، دمتري ڪنهن شيءِ تي چڙهي نوڙيو بيٺو هو. هُو ڏانهس هٿن جا زور سان اشارا ڪري رهيو هو. هُن ڪجهه به نه ٿي ڳالهايو، جنهن مان صاف ظاهر هو ته هُن کي خوف پئي ٿيو ته ڪو کيس ٻُڌي نه وٺي. اِليوشا اُن طرف ڊوڙي ويو.

”چڱو ٿيو، جو تو ڏسي ورتو. مان ته توکي بلڪل واڪو ڪري سڏڻ وارو هوس.“ متيا خوشيءَ مان پڪو ڪيو. ”هيڏانهن چڙهي اَچ. ڪهڙو نه سُٺو، جو تون هيڏانهن آيو آهين! مان اجهو، بنهه هينئر تنهنجي باري ۾ سوچي رهيو هوس.“

اليوشا پڻ گڏگڏ ٿي ويو. هُو منجهي پيو. ته ڏاڪي تان ڪيئن ٽپو ڏئي. متيا پنهنجو طاقت ڀريو هٿ سندس نونت هينان ڏئي، ڪيس ٽپي ڏيڻ ۾ مدد ڪئي. اليوشا پنهنجي چوغي کي ورائي، اگهاڙين ٽنگن تي زور ڏئي ڦڙتيءَ سان اندر ٽپو ڏنو.

"شاباس! هاڻي هليو اچ" مِتيا خوشيءَ ۾ ڀرجي، سرگوشي ڪئي.

"ڪاڏي؟" اليوشا به آهستي پڇڪو ڪيو. هن پاڻ کي هڪ ويران باغ ۾ ڏٺو ۽ ٻيو ڪوبه سندس ويجهو ڪونه هو. باغ ننڍو هو، پر منجهس هڪ گهر نهيل هو، سو اَجا پنجاهه کن قدم پري هو.

"هتي ته ڪوبه ڪونه آهي، تون هوريان ڇو ٿو ڳالهائين؟" ڪيس اليوشا چيو.

"مان ڇو آهستي ڳالهايان، هي شرارت سمجهه!؟" دمتري ڏاڍيان ڳالهايو. "ڏسين نه ٿو ته انسان جو ڪم ڪٿي وڃي پهتو آهي. مان هت لڪو وينو آهيان ۽ چوڪسي به منهنجي مٿان. اِهو توکي مان پوءِ سمجهائيندس پر ڳجهه ڳوهه ۾. مان به هڪ بيوقوف وانگر ٿو سُس پُس ڪريان، جڏهن اُن جي ڪابه ضرورت نه آهي. اَچ ته هلون. هوڏانهن تيستائين ماٺ ڪر. مان توکي چمي ڏيڻ گهران ٿو."

هنن جملن ۾ خدا جي ئي تعريف آهي،

خدا جو شان مون ۾ آهي .......

"تنهنجي اَچڻ کان اڳ ۾، مان، هن نغمي کي، هتي ويهي ٿي دهرايو."

باغ گهٽ ۾ گهٽ ٽن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ هو. اُن ۾ وڻ فقط لوڙهي جي چئن پاسن کان پوکيل هئا. اُهي صوف، صندل ۽ بيد جا وڻ هئا. باغ جو وچون حصو خالي هو، جوڳاهه جي لاءِ هو، جنهن مان ڪيئي هنڌرويٽ تور سڪل گاهه اونهاري ۾ ميسر ٿيندو ٿي رهيو. باغ اونهاري ۾ ٿورن روبلن تي نيڪي ۾ ڏنو ٿي ويو. هنن ڪانسواءِ راسبيري ۽ انگور فرنگي پڻ ججها موجود هئا. گهر جي پرسان، رڌڻي جي ويجهو پڻ ننڍڙو باغ، جو بعد ۾ پوکيو ويو هو.

دمتري ڀاءُ کي باغ جي گوشائتي حصي ۾ وٺي ويو. اُتي ليمن جي گهاٽن جهڳٽن اندر ڪيترن ئي ورهين جو ڊنل ۽ اونداهو گهر موجود هو، جو پراڻن وڻن ۽ بنفشي جي ولين ۾ ڍڪيل هو، جي وڻ ۽ وليون، برفباري جي ڪري، ڪٽي ڪٽي، سُڪي ۽ سڙي ويا هئا. مگر گهر جي چوڌاري پوءِ به ساوڪ هئي. اُن گهر جون پيتيون چاريدار هيون ۽ اُنهن جي مٿان اَجا ڇت موجود هئي، جا ڇانوَ ڏئي ٿي سگهي. خدا بهتر ٿو ڄاڻي، ته اِهو گرميءَ جو گهر ڪڏهن نهي راس ٿيو هو. هڪ روايت موجب، هيءُ گهر هڪ پينشن ورتل ڪرنل وان شمت نهرايو هو، جنهن جو قبضو اُن وقت سندس هٿ ۾ هو. هيءُ سڄو گهر هاڻي زوال پذير هو. فرش خراب ٿي ويو هو، تختا

ڊلا تي ويا هئا ۽ ڪاٺ جي جـُـتڙيل شين مان بدبوءِ ٿي آئي. ان گرميءَ جي گهر ۾ سائي رنگ جي هڪ ڪاٺ جي ميز زمين ۾ ڪتل هئي، جنهن جي چوڌاري ڪجهه پراڻي.قسم جون بينچون پيل هيون، جي اَجا ويهڻ جي لائق هيون. اليوشا کي پاءُ جي خوشيءَ ۽ شادماني جي اَندازي لڳائڻ ۾ دير نه لڳي. مَـنَـهـَ ۾ گهڙندي هن ڏٺو ته برانديءَ جي اَڌ بوتل ۽ شراب جو پيالو ميز تي رکيل هو.

”هيءَ براندي آهي؟“ مِتيا هي ٻُڌي ڪليو. مان تنهنجي منهن مان ٿي سمجهي ورتو هو، ته هيءَ وري پيئي ٿو!

”وهمي صورت تي اعتبار نه ڪر. بيوقوف ۽ ڪوڙن انسانن ڏي ڪن نه ڏي. پنهنجي شڪ ۽ شبهي کي وساري ڇڏ. مان پيان ته نه ٿو، پر هن سان پنهنجي دل جمعي ڪريان ٿو، جيئن تنهنجو احمق ريڪٽن ٿو چوي. هڪ ڏينهن هو ملڪي صلاحڪار ٿيندو ۽ هميشه لطف اندوزيءَ جون ئي ڳالهيون ڪندو رهندو. ويهي رهه. اليوشا، مان توکي پنهنجي ڀاڪر ۾ وٺڻ گهران ٿو. مان توکي سيني سان لڳائي، ايترو ته زور ڏيڻ گهران ٿو، جو تون پيهاتجي وڃين. ڇاڪاڻ ته هن سچيءَ دنيا ۾، حقيقت ۾ - حقيقت ۾، مان ڪنهن کي به نه، پر توکي پيار ڪريان ٿو. هي آخري لفظ هن ڪجهه وڏائيءَ ۽ فخر سان چيا.

”ٻئي ڪنهن سان نه، پر توسان ۽ هڪ سفيد پتر سان، پنهنجي بربـاديءَ لاءِ محبت جو سودو ڪيو اٿم، پر ڪنهن سان محبت ڪرڻ جو مطلب هيءُ نه آهي ته مان اُن کي پيار ڪريان. تون ڪنهن عورت سان محبت ڪندو هجين، پر اُن هوندي به ڪيس ڌڪار ڪري سگهين ٿو. هن کي ياد رک. مان اُن جو اَجا به مزي سان ذڪر ڪري سگهان ٿو. هت ميز جي پرسان ويهه ۽ مان تنهنجي پرسان ويهي توکي نهاريندس. تون ڳالهائيندو وڃ. جڏهن تون خاموش ٿيندين ته مان ڳالهائڻ شروع ڪندس. ڇاڪاڻ ته اُن جو وقت آيو آهي، پر ڪنهن بدناميءَ جي ڪري، جنهن کي تون ڄاڻين ٿو، چڱو ٿيندو، ته هوريان ڳالهايان. ڇاڪاڻ ته هتي - هتي - تون اُهو ٻڌائي نه سگهندين، جو ڪن غور سان ٻڌڻ چاهين ٿا. مان سڀ ڪنهن ڳالهه جي تشريح ڪندس، جيئن چون ٿا - ڪهاڻي مسلسل هوندي. مون تولاءِ ڇو انتظار ٿي ڪيو؟ ۽ ڇو مان تنهنجي لاءِ هيترا ڏينهن اباڻڪو بڻيو رهيس ۽ هاڻي به (مون کي پنج ڏينهن ٿيا آهن، جو مان هتي لنگر هنيو آهي.) ڇاڪاڻ ته اُهو فقط تون آهين، جنهن کي مان سڀڪجهه ٻڌائي سگهان ٿو. ڇاڪاڻ ته مون کي ضرور - ڇاڪاڻ ته مان تنهنجي گهرج ٿي محسوس ڪئي. مان سڀاڻي ڪڪرن ڏانهن اُڏري ويندس. ڇاڪاڻ ته سڀاڻي حياتي پوري ٿي، وري شروع ٿيندي. ڪڏهن ايئن محسوس ڪيو اٿئي يا خواب ۾ ڏٺو

اَٿئي تہ هڪ ماڻهو، متاهينءَ ڪان وجي ڪڏ ۾ هيٺ ڪريو هجي. مون کي ڪوبہ خوف نہ آهي. توکي بہ ڏڄڻ نہ گهرجي. گهٽ ۾ گهٽ مون کي خوف ٿئي ٿو، پر مان تہ اُن کي پنهنجي لاءِ رهاڻ ٿو سمجهان. هيءَ تفريح نہ آهي، پر صحيح طور تي وجداني ڪيفيت آهي. هن کي ڪڏ ۾ وجهينس، جو ڪجهہ بہ آهي! روح قوي روح ضعيف، روح زنانو، جو ڪجھ بہ هجي. اَڄ تہ فطرت جي ساراهہ ڪريون. ڏس تہ سج ڪيئن نہ چمڪي ٿو، آسمان ڪيڏو نہ صاف آهي. وڻن جا پن ڪيڏا نہ ساوا آهن ۽ گرميءَ جي موسم حقيقي معنيٰ ۾ آهي. چار لڳا آهن ۽ ڪيڏي نہ راحت آهي. پر تون ڪيڏانهن ٿي وئين؟"

"والد جي گهر ٿي ويس، پر پهريائين ارادو ڪئٽرينا ايوانونا ڏي وڃڻ جو هئم."

"ڪئٽرينا ۽ پيءُ جي گهر ڏانهن! او، ڪهڙو نہ عجيب اتفاق آهي. مان ڇو ٿي تنهنجي لاءِ ايڏي تڙپ محسوس ڪئي؟ ڇو توکي، پيءُ ۽ هن ڪيٽرينا ايوانونا ڏي موڪليان؟ انهيءَ لاءِ تہ تون ساڻن منهنجي ڪم کي پورو ڪرين. پر اُن لاءِ تہ ڪنهن فرشتي کي موڪلڻ ڪپندو هو. مان جيڪر ڪنهن ٻئي کي موڪليان ها، پر مون کي فرشتو ئي موڪلڻ گهرجي. مان ڏسان ٿو تہ تون پاڻ، پيءُ ۽ هُن کي ڏسڻ لاءِ وڃين ٿو."

"ڇا سچ پچ تون مون کي، اُنهن ڏانهن موڪلڻ ٿي گهريو؟" اليوشا نهايت ڏکويل لهجي ۾ چيو.

"ترس! تو هيءُ ڄاڻين ٿو! مان ڏسان ٿو، تہ تون سڄي معاملي کي هڪدم سمجهين سگهين ٿو. ٿوري وقت لاءِ خاموش رهہ. ايتري دلسوزي نہ ڪر ۽ نہ وري لُڙڪن کي هار."

دمتري فيودور پاولووچ پنهنجيءَ جاءِ تان اُٿيو. جيئن تہ پنهنجي پيشانيءَ تي سندس آڱر رکيل هئي، اِنهيءَ حالت ۾ گهڙي ڪن گهري خيال ۾ گم ٿي ويو، ۽ پوءِ چيائين تہ:

"هن توکي دعوت ڏني آهي ۽ تو ڏي خط بہ لکيو آهي. اُن جي دعوت جي ڪري ئي اُن ڏانهن تو وڃين. جيڪڏهن هوءَ توکي دعوت نہ ڏئي ها تہ شايد اُن ڏانهن نہ وڃين ها."

"اِجهو، هيءَ اُن جي تحرير آهي." اليوشا پنهنجي کيسي مان پني کي ٻاهر ڪڍيو. مِتيا تڪڙ ۾ اُن کي ڏسي ورتو."

"تون شايد پنئين رستي ڪان ٿي وئين. مان خدا جو شڪر اَدا ڪريان، جنهن توکي پنئين رستي ڪان آندو. تون مون وٽ ايئن پهتو آهين، جيئن آڪاٽيءَ ۾ سوني مڇي مهاڻي وٽ پهتي هئي. ڏيان سان ٻڌ اليوشا، منهنجا ڀاءُ! ڏيان سان ٻُڌ! هاڻي منهنجو مطلب آهي، تہ توکي سڀ ڪجهہ ٻُڌايان، ڇو تہ مون کي اِهو سڀڪجهہ، ڪنهن کي

ضرور ٻُڌائڻ گهرجي. آسماني فرشتي کي تہ مون سڀ ڪجهہ ٻُڌائي ڇڏيو آهي، پر مان زمين جي فرشتي کي بہ ٻڌائڻ گهران ٿو. تون ئي هن زمين تي فرشتو آهين. تون ٻُڌ ۽ منصف ٿي ۽ پوءِ مون کي بخشي ڇڏ. مون کي اهوئي تہ کپي ٿو. تہ مون کان ڪو مٿي درجي وارو مون کي معاف ڪري ڇڏي. ٻُڌ، جيڪڏهن بہ ماڻهو زمين تان سڀ ڪجهہ ڇڏي ڪنهن اَڻ ڄاتل مقام ڏي اُڏامي وڃن يا گهٽ ۾ گهٽ هڪ ماڻهو، اُڏرڻ يا برباد ٿيڻ کان اڳ، ڪنهن اوپري وٽ اَچي ۽ ڪيس چوي تہ، هيءُ منهنجي لاءِ ڪر - يعني اُها مهرباني، جنهن کي ماڻهو فقط موت لاءِ چاهي ٿو - ڇا هيءُ ٿي سگهي ٿو تہ سندس دوست يا ڀاءُ، جو بہ هجي، سندس درخواست کان انڪار ڪري؟"

"مان اُهو ڪندس، پر جلدي ٻڌاءِ تہ اُهو ڇا آهي؟" اليوشا چيو.

"مِتيا ٿوري وقت لاءِ خيالن ۾ ٻُڏي ويو. هن نونٽ ٽيبل تي رکي ۽ مٿو پنهنجن هٿن ۾ جهليو. ٻئي خاموش هئا.

"اليوشا" مِتيا چيو "ڪ اٿم تہ تون ئي مون تي نہ کلندين. مان شروع ڪريان ٿو ۽ پنهنجي قبوليت ڏيڻ گهران ٿو. شلرجي خوشيءَ جي گيت سان (ANDIE FREUDE) مون کي جرمن زبان نہ ايندي آهي. مان فقط اِهو ڄاڻان ٿو، تہ هن کي اِها زبان سڏيو ويندو آهي. ايئن نہ سمجهہ تہ مان ڪو بڪواس ٿو ڪريان. ڄاڪاڻ تہ مون شراب پيتو آهي. مان ٿورو بہ نشي ۾ نہ آهيان. براندي بهرحال نيڪ آهي، پر مان جيستائين شراب جون ٻہ بوتلون نہ پيئندو آهيان، تيستائين مون کي نشو ڪونہ ٿيندو آهي.

بهادر پنهنجي گلابي ڇهري سان
پنهنجي هڪ ڪرنڊڙ ڳڏهہ جي مٿان

مون هڪ بوتل جي چوٿين حصي کان مٿي نہ پيتو آهي،اُنڪري مان بهادر تہ نہ آهيان، جيتوڻيڪ مان ڪافي مضبوط آهيان. مون هڪ پيرو فيصلو ڪيو آهي، جو هميشہ لاءِ هوندو. هن ايهام ۽ تجنيس ڪان، جو توسان ڳالهائي رهيو آهيان، مون کي معاف ڪر. توکي اُنهن سيني کي معاف ڪرڻو پوندو، جي تجنيس ۽ ايهام، اڄ مان ڳالهائي رهيو آهيان. بي آرام نہ ٿي. مان لاتونءَ وانگر ڳالهہ کي ڦيرايان، گهيرايان نہ ٿو. مان هوش سان ڳالهايان ٿو. مان هڪ منٽ ۾، اصلي ڳالهہ تي ڳالهائڻ وارو آهيان. مان توکي وڌيڪ وقت انتظار ۾ نہ رکندس. ترس ۽ ڏس تہ ڪيئن ٿو اهو معاملو بڻجي."

هن پنهنجي مٿي کي ڪنيو، ٿوري وقت لاءِ خيال ڪيائين، اُن کان پوءِ گوڙ ۽ پريشانيءَ ۾ سوچڻ لڳو:

"غار ۾ ويهندڙ، وحشي ۽ خوفائتو، پٿريلي

۽ عريان غار ۾ وڃي لڪو. بي گهر ۽ آوارا، ويران
پر زرخيز ميدانن ۾ رلندو رهيو. تير ۽ نيزي سان
مسلح، جهنگ ۾ شڪاري ترسيو. افسوس آهي اُن
غريب ۽ بدقسمت انسانن تي، جي اُن خطرناڪ
موجن جي ڪناري تي ترسيا.

آلمپس جي مٿاهين چوٽين تان ماءُ سيرس هيٺ
لهي آئي ۽ اُن مهيب ملڪ جي حصي ۾ پنهنجي وڃايل
ڌيءَ 'پراسرپائين' کي ڳوليندي رهي. پر ديويءَ کي
ڪٿي پناهه گاهه نه مليو. نه وري اُتي ڪنهن ڪيس مرحبا
ئي چئي. نه وري اُتي ڪو اهڙو مندر هو، جو ديوتائن جي
عبادت جو شاهد بڻجي.

ٻنين مان ۽ انگور جي کيتن مان ڪوبه ميوو
حاصل ٿي نه سگهيو، جو جيڪر دعوت کي
سينگاري ها. تنها قربانين جي بقايا کي قربان
گاهه وٽ ساڙيو وڃي ٿو ۽ جتي غمزده ديوي،
پنهنجي غمناڪ نگاهن سان نهاريندي، پنهنجي
انتهائي بدناميءَ ۾ غرق ٿي وڃي ٿي ۽ شرمساريءَ
کان سواءِ انسان، جتي ٻيو ڪجهه به نه ٿو ڏسي."

مِتيا اوچتو سُڏڪن ۾ پئجي ويو ۽ اليوشا جو ڪٺي هٿ جهليائين.

"منهنجا پيارا، منهنجا پيارا، ذلت ۾، هاڻي ذلت ۾ پڻ، هن زمين تي، انسان کي هولناڪ تڪليفون سهڻيون آهن. هولناڪ تڪليفن جو ڪافي اندازو توکي ايئن نه سمجهڻ گهرجي، ته مان عملدار جي لباس ۾ بي رحم حيوان آهيان. مان غلاظت ۽ شراب خوريءَ ۾ مست آهيان. مان ٻيءَ ڳالهه جي لاءِ ٿورو سوچيندو آهيان، پر ذلت پري انسان لاءِ - جيڪڏهن مان ڪوڙ نه ٿو ڳالهايان ته - مان خدا کان دعا گهران ٿو، ته مان ڪوڙ نه ٿو ڳالهايان ۽ وري لاف زني ئي ڪريان ٿو. مان اهڙي ماڻهوءَ لاءِ خيال ڪريان ٿو، ڇاڪاڻ ته مان پاڻ اهڙو ماڻهو آهيان.

ڇا، هُو پنهنجي روح کي پستيءَ کان ڪڍي،
روشني ۽ عزت ڏي ويندو.
هن کي موٽڻ گهرجي ۽ هميشه لاءِ،
پنهنجي قديم ماءُ، يعني زمين کي چنبڙي پوي.

مگر سوال هيءُ آهي تہ ڪهڙيءَ ريت، هن زمين سان جاوداني عهد ڪي مضبوط ڪريان؟ مان اُن جي سيني کي تہ ڀاڪر ۾ ونئي نہ ٿو سگهان. ڇا مون کي ڏنار يا ڪڙمي ٿيڻو آهي. مان هلندو رهان ٿو. پر هيءَ خبر نہ اٿم تہ شرمساري ڏي وڃي رهيو آهيان يا روشني ۽ مسرت ڏي. اِهائي تہ پريشاني آهي، ڇاڪاڻ تہ سڀڪو دنيا ۾ ڇاڻيءَ ۾ پيو ٿو ڇڻجي!

مان اتفاقاً جڏهن بدترين ذلت ۾ وڃي غرق ٿيندو آهيان (۽ اهو هميشه ٿيندو رهندو آهي)، مان هميشه 'سيرس ۽ انسان' جو نظم پڙهندو آهيان. اُن مون ۾ ڪا اصلاح آندي؟ ڪڏهن بہ نہ، ڇو تہ مان ڪرامازوف آهيان. جڏهن مان ڪنهن ڪڏ ۾ ٽپو ڏيان ٿو، تہ منهنجو مٿو هيٺ ۽ پير مٿي آهن ۽ مان ان ۾ ذليل نموني ڪرڻ تي خوش آهيان ۽ فخر اٿم. هن ذلت جي گهرائيءَ ۾ حمد جا گيت ٿو ڳايان. مان ڀل قصوروار هجان، ڀل مان ڪميڻو ۽ ٻزدل هجان، مون کي فقط اُن سنجاف کي چمڻ ڏيو، جنهن جي نقاب اندر منهنجو خدا لڪل آهي. جيڪڏهن مان شيطان جي تابعداري ڪندو هجان، پر خدا! مان تنهنجو ئي آهيان. او مالڪ، مان توسان محبت ڪريان ٿو ۽ مان اُن خوشيءَ کي محسوس ڪريان ٿو، جنهن کان سواءِ دنيا قائم رهي نہ ٿي سگهي!

روح جي لاءِ جاوداني خوشي،
جهان جي موجودات، خوشي ٿي بخشي.
اسرار جي شعلن سان رلمل ٿي،
زندگي جي پيالي کي نور ۾ غرق ٿي ڪري.
سبزه کي زمين مان پيدا ٿي ڪري
اونداهيءَ مان سج جو وجود ٿو پيدا ٿئي.
اُن جي نور کي لامحدود فضا جي مملڪت ۾ پري ٿو،
جنهن کي داناءَ جي نگاهہ سمجهي نہ ٿي سگهي.
فطرت جي سخي ۽ پُرجلال سيني کان،
سڀئي ساهہ واريون شيون خوشيءَ کي حاصل ڪنديون رهن.
سڀئي سندس پٺ ونن ٿا، جيڏانهن هو کين ونئي وڃي.
ڀوءِ اُهي ٻکي آهن، يا جانور آهن يا ڇرندڙ شيون.
سندس انعام آهي، تڪليف ۾ ماڻهن جو دوست بڻجڻ،
ڀوءِ اُهو گلن جو هار آهي يا جهڳ وارو شراب.
فرشتن جي لاءِ - خدا جي تخت جا رويا،
جيتن جي لاءِ - جنسي لذت.

بس، هيءَ شاعري بس آهي. منهنجي اکين مان لُڙڪ وهي رهيا آهن. ڇڏ تہ مان دانهون ڪريان. ممڪن آهي تہ ماڻهو منهنجي هن حماقت تي کلن پر تون ڪانہ کلندين. تنهنجون اکيون چمڪي رهيون آهن. منهنجي شاعري ختم ٿي. مان هاڻي توکي جيتن لاءِ ٻڌائڻ گهران ٿو، جن کي خدا جنسي لذت بخشي آهي.

جيتن کي – جنسي لذت.

مان اهوئي جيت آهيان ڀاءُ، ۽ اهو خاص منهنجي لاءِ ئي چيو ويو آهي. اسان سڀئي ڪرامازوف، اهڙائي جيت آهيون ۽ نہ فرشتا، جيئن تون آهين. اهڙي جيت کان تہ تون بہ خالي نہ آهين ۽ اهو تنهنجي خون ۾ بہ طوفان پيدا ڪندو. طوفان! ڇو تہ نفساني خواهش طوفان ئي آهي – طوفان کان بہ بدتر! حسن هولناڪ ۽ هيبت ناڪ شيءِ آهي ! اهو مهيب، هن ڪري آهي، ڇو تہ اُن کي ڪابہ گهرائي ڪانہ آهي ۽ گهرائي ٿي بہ ڪانہ سگهندس، ڇو تہ خدا اسان کي معمائن ۾ ويڙهي ڇڏيو آهي. اتي ئي حدون اچي ملن ٿيون ۽ سمورا اختلاف گڏوگڏ موجود آهن. ڀاءُ! مان مهذب ماڻهو ڪونہ آهيان پر مان اُن بابت گهڻو غور ۽ ويچار ڪيو آهي. اهو ڪيترو نہ ڀيانڪ آهي جو هت ڪجهہ ۽ اسرار آهن. حد کان گهڻيون ڳجهارتون، جيڪي انسان کي زمين تي ڪيرائيندڙ آهن. اسان کان جيترو ٿي سگهي تہ اُنهن کي حل ڪريون ۽ ڪوشش ڪري پنهنجي ڪل کي پاڻيءَ کان پري رکون. مان اهو ڪڏهن بہ قبول ڪري نٿو سگهان تہ جنهن ماڻهوءَ جو قلب پاڪ ۽ هوش سالم هجي، ڀهريائين پاڪائيءَ کي حضرت بي بي مريم ۾ ڏسي ۽ پوءِ اُن جا خيال سودوم[1] وٽ وڃي پڄاڻي ڪن. هن کان وڌيڪ خطرناڪ هيءُ آهي تہ جنهن ماڻهوءَ جي دل ۾ سودوم جا خيال ڦرندا هجن، اُهو ڪهڙيءَ ريت حضرت بي بي مريم جي خيالن کي پنهنجو بڻائي سگهيو ٿو؟ هنن خيالن سان سندس قلب پيو جلندو. جيئن جواني ۽ معصوميت جي وقت ۾ ٿئي ٿو. هائو ماڻهو وسيع آهي ۽ نهايت وسيع. مان هن کي تنگ تر ڏسڻ گهران ٿو. شيطان ئي فقط ڄاڻي ٿو، تہ اُن مان ڇا حاصل ڪجي؟ دل کي ڪهڙي شيءِ شرمسار ڪري ٿي، اُها حسن آهي، ۽ ٻي ڪابہ اهڙي شيءِ دل جي لاءِ نہ آهي. غلاظت ۾ بہ خوبصورتي آهي. تون هن ڳالهہ تي يقين ڪر تہ انسانيت جي بيحد گندي ڍير ۾ بہ خوبصورتي ملي ٿي. تون اهو ڪجهہ ڄاڻين ٿو؟ ڀوائتي ڳالهہ تہ اها آهي، تہ حسن – جهڙو لڪل راز آهي، اهڙو خطرناڪ بہ آهي. خدا ۽ شيطان، اتي ئي تہ مقابلو ڪن ٿا ۽ انسان جي دل اُن جي حملي جو ميدان آهي. پر انسان فقط پنهنجي ئي مصيبت تي ڳوڙها ٿو هاري. چڱو ٻُڌ تہ حقيقت ڇا آهي؟"

---

[1] سودوم، قديم فلسطين جو شهر، جو نهايت بدنام هو. متس آسمان کان باهہ وسي برباد ٿي ويو.

باب چوٿون

# جذباتي دل جي قبوليت (ننڍڙا قصا)

ها تہ مان تڏهن اَڻنگي حياتي گذاري رهيو هوس. جيئن هاڻي، اجهو پيءُ جِئي ڏنو تہ مان هزارين روبل، نوجوان نينگرين کي هرڪائيندي ۽ ڏتاريندي خرچ ڪري ڇڏيا آهن. اهو هڪ ناپاڪ خيال آهي ۽ درست نہ آهي، پر جيڪڏهن هيءُ درست بہ هجي، تہ مون کي پيسا فقط ان ڳالهہ لاءِ تہ نہ گهربا هئا، پر پيسو منهنجي لاءِ مددگار آهي، منهنجي دل جي گهرج ۽ اُن جو قالب آهي، پر هوءَ اِج منهنجي محبوبا آهي، پر تي سگهي ٿو، تہ سياڻي هوءَ غليظ گهٽيءَ جي ڇوڪري بڻجي وڃي. مان هنن ٻنهي کي پيو ٿو وندرايان. مان راڳ، عيش عشرت ۽ رولو ڇوڪرين تي ٻُڪ ڀري پيسا اُڇلايا آهن. ڪڏهن ڪڏهن مون شريف عورتن کي بہ پيسا ڏنا آهن. جي هنن لوڀ ۽ لالچ ۾ اَچي ورتا آهن. مان قبول ڪريان ٿو تہ هو، اهو سڀڪجهہ وٺي خوش بہ ٿينديون هيون ۽ شڪر گذار بہ. اِهي شريف عورتون مون کي چاهينديون هيون، جيتوڻيڪ سيئي نہ، پر اِيئن ٿيو پئي ۽ اِيئن ٿيو پئي.... مان هميشہ رستي جي پاسن کي پسند تي ڪيو. وڏن رستن جي اونداهي ۽ پنيرن چارن کي - جتي قسمت آزمائيءَ سان گڏ، عجيب عجيب شيون ملي وڃن ٿيون. قيمتي ڌاتو پر مٽيءَ ۾ مليل. مان اشارن ۾ ٿو ڳالهايان، منهنجا ياءُ! مان جنهن شهر ۾ رهندو هوس، اُن ۾ اهڙا پنيرا چارا تہ ڪٿي ڪونہ هئا، پر اخلاقي طور ضرور هئا. تون جيڪڏهن، اُتي مون وانگر هجين ها، تہ توکي خبر پوي ها تہ اِهي شيون ڇا تي سگهن ٿيون؟ مون بديءَ کي پيار تي ڪيو. مون بدي جي ذلت ۽ خواريءَ سان پيار تي ڪيو، مون ظلم ۽ بيداد سان پيار تي ڪيو. نہ مان منگهڻ هوس نہ زهريلو ڪينئون. فقط هڪ ڪرامازوف! هڪ دفعي اسان سير ۽ شوق لاءِ وياسون، يعني اسان جو سڄوئي ٽولو. ڪل برف تي هلندڙ ست گاڏيون (SLEDGES) هيون. سيارو هو. مون اونداهيءَ ۾ هڪ ڇوڪريءَ جي هٿ کي زور ڏيڻ شروع ڪيو ۽ اُن کي مجبور ڪيم تہ هوءَ مون کي پنهنجي ياڪر ۾ وٺي. هوءَ هڪ آفيسر جي ڌيءُ هئي. حسين، منڙي ۽ سباجهي. هن اُن تاريڪيءَ ۾ مون کي گهڻي ڪجهہ ڪرڻ جي اجازت ڏني. هن مسڪين ايئن سمجهيو، تہ مان ٻئي ڏينهن وٽس وڃي شاديءَ جي آڇ ڪندس (ڇاڪاڻ تہ مون کي ڇڱو مڙس بہ سمجهيو تي ويو)، پر مون کيس پنجن مهينن ۾ هڪ لفظ بہ نہ چيو. مون هن کي ڪنهن ڪنڊ ۾ رقص ڪندي ڏٺو تي (اسان وٽ هميشہ رقص جون محفلون ٿينديون هيون) ۽ سندس اکيون سدائين مون کي نهارينديون تي رهيون. مان ڏسندو هوس، تہ اُهي اکيون ڪيئن نہ ڪنهن باهہ جيان چمڪنديون رهنديون هيون - شفقت ڀريل نفرت واري باهہ. هيءَ سڄي راند، جيت جو نفساني سُرور هو، جنهن کي مون

پنهنجي روح ۾ پئي ٿي پاليو. پنج مهينا پوءِ، هن جي هڪ آفيسر سان شادي ٿي وئي ۽ شهر ڇڏي وئي. هوءَ اڄا تائين مون تي ڪاوڙيل آهي ۽ شايد اڄا تائين مون سان پيار ڪري ٿي. هُو هاڻي خوشي جي زندگي گذاريندا تا رهن. خيال ڪر ته مون اها ڳالهه ڪنهن سان به نه ڪئي نه وري ڪالاف هنئين. مان هيناهين خواهشن سان پريل آهيان ۽ ڪُڌي محبت جو شائق آهيان، پر مان بي عزت نه آهيان. پرتون لڄ کان ڇوڳاڙهو ٿي ويو آهين؟ تنهنجون اکيون پيون ٽيون ٻرن. تنهنجي لاءِ اها گندگي ڪافي آهي، پر هيءُ گهٽو ته نه آهي. رستي ويندي جون ڳالهيون. ننڍڙا داستان، جنهن ڪي ڪنهن فرينچ لکيو آهي. جيتوڻيڪ ظالم ڪينئون اڳ ۾ ئي منهنجي روح ۾ مضبوطيءَ سان اُسري چڪو آهي. يااءُ، مون وٽ يادگيرين جو هڪ مڪمل ڪتاب آهي. خدا هنن تي رحم ڪري پيارا. مون هنن کان بنا ڪنهن جهيڙي ۽ جهڳڙي جي جدا ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر مان اُنهن کي ڇڏي نه سگهيس. مون اُنهن مان ڪنهن کي به دوکو نه ڏنو. ايئن نه سمجهه ته ڪو مان توکي هت اهي واهيات ڳالهيون ٻڌائڻ لاءِ وٺي آيو آهيان. مان هاڻي توکي ڪي وڏيڪ عجيب ڳالهيون تو ٻڌايان ۽ ان تي به عجب نه ڪاءُ ته انهن ڳالهين ٻڌائيندي مان نه خوش ٿيندس ۽ نه شرمندو."

"تون اِهو اِنڪري تو چوين، ته مون کي ٻڌندي لڄ ٿي اچي." اوچتو اليوشا چيو "پر مون کي ته جو ڪجهه تو چيو ٿي يا ڪيو اٿئي، ٻڌندي ڪوبه شرم نه ٿي آيو. مون کي لڄ انڪري ٿي اچي، ته مان به اُهو ئي ساڳيو آهيان، جو تون آهين."

"تون....؟ اِهو ته سچ پچ وڏاءُ آهي."

"نه ڪو اِهو ڪو وڏاءُ آهي.....!" اليوشا جوش ۾ ايندي چيو. (ظاهري طرح اِهو ڪو نئون خيال نه هو.) "مان هينئين ڏاڪي تي آهيان ۽ تون مٿيرو آهين. تيرهن ڏاڪن تي پهچي ويو آهين، مان ته ايئن تو سمجهان. پر آهي مڙيوئي ساڳي ڳالهه. بلڪل ساڳيو ئي حال آهي. جيڪو هينئين ڏاڪي تي آهي، اُهو لازمي مٿي ئي چڙهندو. يعني جو ڪُني ۾ آهي. اُهو ئي پاڻ ۾ پوندو."

"تنهن جي معنيٰ ٿي ته ڪوبه اُن ڏاڪي تي قدم نه رکي."

"جيڪڏهن ڪو ايئن ڪري سگهي تو، ته چڱو ٿيندو."

"پر تون ايئن ڪري سگهين تو؟"

"مان سمجهان تو ته نه."

"ماٺ اليوشا، ماٺ پيارا! مان جيڪر تنهنجي هٿ کي چمي ڏيان. تو مون کي بيحد متاثر ڪيو آهي. هُن بدمعاش گروشينڪا جي اک هميشه ماڻهن تي رهي ٿي. هڪ دفعي مون کي چيائين، ته هوءَ توکي، هڪ ڏينهن ڳڙڪائي ويندي. مون کي اُن جو افسوس آهي.

هن عفونت ۽ گندگي مان، جنهن تي مڪين جو ميڙاڪو آهي، اَڄ تہ مان توکي پنهنجي الميہ ڏي وٺي هلان، جنهن تي پڻ مڪيون وينيون آهن، جو پڻ سڀ ڪنهن طرح نيچ پڻي جو هڪ قسم آهي. هن پوڙهي جيتوڙيڪ معصوم ڇوڪرين کي هرڪائڻ بابت منهنجي لاءِ غلط ڳالهيون هُلايون آهن پر منهنجي المناڪ ڪهاڻيءَ ۾ ڪجهہ اِن قسم جي حقيقت بہ آهي. اِهو جيتوڻيڪ ڀهريون دفعو ٿي ٿيو ۽ وري ٿيو ئي ڪونہ. اِن پوڙهي مون کي، اُن ڳالهہ جو طعنو ڏنو، جا ڪڏهن ٿي ئي ڪانہ آهي. ڪيس اُن حقيقت جي خبر ئي ڪانہ آهي، ڇاڪاڻ تہ مون اُن بابت ڪنهن سان ذڪر ئي نہ ڪيو آهي. ايون ڪان پوءِ تون ئي اُهو اَڪيلو ماڻهو آهين، جنهن سان اِها ڳالهہ ڪريان ٿو. ايون کي هرڪا خبر آهي. هن کي تو ڪان گهڻو اڳي هن حقيقت جي ڄاڻ آهي پر هُو قبر وانگر خاموش آهي."

"ايون خاموش جهڙي قبر؟"

"هائو!"

اليوشا، ڪيس بلڪل ڌيان سان ٻڌي رهيو هو.

"مان هڪ لائين ريجيمينٽ ۾ ليفٽيننٽ هوس. اُتي منهنجي مٿان هڪ ڏوهاري وانگر نظر ٿي ڪئي وئي، پر اُن ننڍڙي شهر ۾ جتي اسان مقرر ٿيا هئاسون، منهنجو گرمجوشيءَ سان آدر ڀاءُ ڪيو ويو. مون اُتي پاڻيءَ جيان پيسو هاريو ۽ مون کي دولتمند تي خيال ڪيو ويو. مون پاڻ بہ ايئن ٿي سمجهيو. منهنجو ڪرنل، جو پوڙهو هو، اُن کي بہ زالون هيون، جي ٻئي مري ويون هيون. هن جي ڀهرئين زال جيڪا غريب خاندان مان هئي، سا هڪ ڌيءَ پوئتي ڇڏي وئي هئي، جا پڻ پنهنجي ماءُ وانگر سادي سِڌي هئي. هوءَ چوويهن سالن جي هئي. مان جڏهن اُتي هئس، تڏهن هوءَ پنهنجي پيءُ وٽ، ماسيءَ سان گڏ رهندي هئي. ماسي سادي ۽ اَڻ پڙهيل هئي پر ڀاڻيجي سادي هئڻ سبب بہ چست ۽ چالاڪ هئي. مان ماڻهن جي متعلق ڇڱيون ڳالهيون ڪرڻ پسند ڪندو آهيان. مون کي ڪانئس وڌيڪ وڻندڙ اخلاق واري عورت ٻي ڪانہ سُجهي ۽ نہ مان وري اهڙو ڪو خيال ڪري سگهان ٿو. سندس نالو ايگفيا ايونونا هو. هوءَ ڏسڻ ۾ بيڇڙي بہ ڪانہ آهي. هوءَ بلڪل روسي نمونو هئي. قد آور، جانٺي، ڏٺي مٺي ۽ ڊولاڻي. سندس اکيون سهڻيون هيون، پر شڪل البت کُهري هئس. هُن اَجا شادي ڪانہ ڪئي هئي، جيتوڻيڪ سندس ٻانهن گهرندڙ بہ ماڻهو موجود هئا. هُن ٻنهي کي انڪار ڪيو هو، پر تنهن هوندي بہ اڳي وانگر خوش هئي. مان ساڻس ڪافي گهرو هوس، ڪنهن بہ ٻئي نموني نہ رڳو پاڪ ۽ صاف دوستي هئي. مان اڪثر بي خبريءَ ۾ عورتن سان بي تڪلف ٿي ويندو آهيان. مان ساڻس نهايت صاف دليءَ سان ڳالهائيندو هوس ۽ هوءَ فقط کلندي رهندي هئي. پنهنجي پيءُ جي گهر ۾ هوءَ ۽ سندس ماسي ڏاڍيءَ عاجزيءَ سان رهنديون هيون، جو ايئن لڳندو هو، تہ هو ٻئي اُن تي

مطمئن آهن. ان ڪري پاڻ کي ٻين جي سطح تي نہ آڻي سگهنديون آهن.

پوڙهو ڪرنل، البت ٻئي قسم جو ماڻهو هو. هُو ضلعي جي مکيہ ماڻهن مان هڪڙو هو. سندس گهر سيني جي لاءِ هميشه کليل رهندو هو. هُو سڄي شهر جي مهماني ڪندو هو. کين ماني ۽ ناچ سان وندرائيندو هو. مان جڏهن آيس ۽ فوج ۾ داخل ٿيس، تڏهن سڄي شهر ۾ ڪرنل جي ٻيءَ ڌيءَ جي آمد جو، جا بيحد خوبصورت هئي، چرچو هو. هُن تازو ماسڪو جي هڪ فيشن ايبل اسڪول ۾ تعليم پوري ڪئي هئي - هيءَ ڪيٿرينا ايونونا هئي، جا سندس ٻي زال مان هئي. سندس ٻي زال هڪ ممتاز جنرل جي گهراڻي مان هئي پر اُن هوندي، جيئن مون کي چڱيءَ ريت معلوم آهي، هُن بہ پاڻ سان ڪرنل جي لاءِ ڪوبہ پيسو ڪونہ آندو هو. هن جا فقط ڪرنل سان تعلقات هئا ۽ بس. ڪجهہ حاصلات جي شايد اُميد بہ هئي پر مليو ڪجهہ بہ نہ.

هوءَ نوجوان خاتون جڏهن اسڪول کان هٽ گهمڻ آئي تہ سڄي شهر ۾ ڄڻ زندگيءَ جي لهر دوڙي وئي. اسان جون نهايت معزز خواتين - جن ۾ بہ سفيرن جون زالون ۽ هڪ ڪرنل جي زال هئي - تن سندس عزت افزائيءَ لاءِ سندس مان ۾ دعوتون ڏنيون. هنن جي طرفان ڏنل دعوتن کي ڏسي، ٻين عورتن بہ اهو سلسلو شروع ڪيو. هيءَ حسينا رقص جي مجلسن ۽ ٻين تفريحي محفلن جي ڄڻ تہ جان هئي. هنن هڪ غريب ۽ مفلس ماسترياڻيءَ جي مدد لاءِ خاموش نظاري واري زنده تصوير جو ڊرامو بہ ڪيو. مان اڳي وانگر اُن کان الڳ ۽ لاپرواھ رهيس. اُن وقت مان هڪ اهڙو ڪارنامو ڪري چُڪو هوس، جو منهنجو نالو شهر وارن جي زبان تي هو.

هڪڙي ڏينهن شام جو جڏهن اسان ڪمانڊر جي توب خاني ۾ دعوت جي لاءِ ڪنا ٿيا هئاسون تہ محسوس ڪيم تہ هوءَ مون ڏانهن نهاري رهي هئي، پر مان هن ڏانهن ڪونہ ويس. ڄڻ تہ مون سندس دلچسپيءَ کي نفرت سان ٿي ڏٺو. پر ٿئي ٿيري جنهن کي گهڻو وقت نہ گذريو هو، هڪ شام جو دعوت تي مون ڏانهس وڌي وڃي ڳالهايو. هُن مون ڏانهن مس مس نهاريو ۽ حقارت آميز انداز ۾ پنهنجي چپن کي ڪٽي دبايو. 'ٿورو ترس مان پنهنجو بدلو ڀاڻهي تو کان وٺندس' مون دل ۾ چيو. مان اُن وقت، ڪيترن ئي موقعن تي بيوقوفيءَ واري ۽ بيهودي هلت اختيار ڪئي، جنهن جو مون کي احساس هو. ان کان گهڻي خراب ڳالهہ اها هئي، تہ ڪئٿرينا ڪا معمولي معصوم اسڪولي ڇوڪري نہ هئي، پر هوءَ بلند ڪردار واري مغرور ۽ بااُصول نينگري هئي. اُن کانسواءِ پڙهيل ڪڙهيل ۽ ذهين بہ هئي ۽ مان ٻنهي خوبين کان محروم هوس. تون سمجهين ٿو تہ مون کيس شاديءَ لاءِ آڇ ڪرڻ ٿي گهري؟ نہ، نہ مون تہ رڳو ڪانئس پنهنجو بدلو وٺڻ ٿي گهريو. ڇو تہ مون جهڙي هيري جي اهميت کي هن محسوس ئي نہ ٿي ڪيو.

اُن وچ ۾ مان پنهنجو وقت شراب ۽ عيش عشرت ۾ گذاريندو رهيس. ايستائين جو ليفٽيننٽ ڪرنل مون کي ٽن ڏينهن لاءِ قيد بہ ڪري رکيو. بلڪل اُن وقت منهنجي پيءُ مون ڏانهن ڇهہ هزار روبل ڏياري موڪليا، جي منهنجي دستاويز موجب هئا، جنهن ۾ مون پنهنجي دعوا تان هٿ کنيو هو. ايئن حساب ڪتاب صاف ڪندي، هن مون ڏانهن لکي موڪليو، تہ مان وڌيڪ پئسي جي منجهس ڪابہ اُميد نہ رکان. مان اُن وقت، سندس هڪ حرف بہ نہ سمجهيو هو، جيستائين مان هت نہ آيو هوس. اليوشا تورا ڏينهن اڳ ۾، ۽ اَجا بہ، پنهنجي پيءُ سان پنهنجي پئسي جي معاملي جو ڪوبہ حساب ڪتاب سمجهي نہ سگهيو آهيان. خير اِها ڪا اهڙي ڳالهہ ڪانہ آهي، اسان هن تي پوءِ ڳالهائينداسون.

مون کي جيئن ئي پيسا مليا، تہ مون وٽ هڪ دوست جو خط اَچي پهتو. خط ۾ هڪ اِهڙي ڳالهہ لکيل هئي، جنهن منهنجي دلچسپيءَ کي بيحد وڌايو. مون ٻُڌو هو تہ حڪومت ليفٽيننٽ ڪرنل کان ناراض ٿي پئي هئي. مٿس ڪن بي قاعدگين ڪرڻ جو شڪ ٿي ڪيو ويو. سندس دشمن حقيقت ۾، هن لاءِ هڪ ناگهاني بَلا جو ڄار وڇائي رهيا هئا. ٿوري وقت کان پوءِ ڊويزن جو ڪمانڊر آيو ۽ هُن اَچي اُن ناخوشگوار واقعي ۽ جهڳڙي کي ختم ڪيو. سِتت ئي پوءِ هن کي رٽائر ڪرايو ويو. مان توکي اِهو ڪونہ ٻڌائيندس تہ اِهو سڀ ڪجهہ ڪيئن ٿيو؟ اِها پڪ آهي، تہ هن جا گهڻائي دشمن ٿيا. هن واقعي ڪانپوءِ، اوچتوئي سڄي شهر ۾، هن ۽ سندس خاندان ڏانهن هڪ نمايان غير دلچسپي جو اظهار ٿيڻ لڳو. سندس سمورا دوست ڪانئس منهن موڙي ويا. مون پوءِ پهريون قدم کنيو. مان آگافيا ايونونا سان مليس، جنهن سان مون هميشہ دوستي پئي رکي. مون کيس چيو تہ توکي خبر آهي تہ تنهنجي پيءُ جي حساب ڪتاب ۾ سرڪاري رقم جي 4500 روبل جي کوٽ ٿي پئي آهي؟"

"تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ تون اِهو ڪيئن ٿو چوين؟ ٿورا ڏينهن ٿيا تہ جنرلِ هتي هيو، تہ اُن وقت تہ سڀ ڪجهہ ٺيڪ هو."

"اُن وقت ايئن هيو، پر هاڻي ايئن نہ آهي."

هوءَ بيحد ڊڄي وئي.

"مون کي ڊيڄارين ڇو ٿو؟" هن چيو "پر توکي اِهو ڇيو ڪنهن آهي؟"

"تون پريشان نہ ٿيءُ." مون کيس تسلي ڏيندي چيو، "مان ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائيندس. توکي تہ اِها خبر آهي تہ مان اِهڙو خاموش آهيان جهڙي قبر! مون رڳو ايترو ٿي چاهيو تہ اُن حالت ۾ جڏهن تنهنجي پيءُ کان اُن رقم جي گهر ٿيندي ۽ هُو اُن کي ڏئي نہ سگهندو، تہ مٿس مقدمو هلائي، ڪانئس فوج ۽ عام سپاهيءَ جهڙو ڪم ورتو ويندو. وڏيءَ عمر ۾ اِها ڳالهہ هن لاءِ البت ڏکي ٿي پوندي. مگر جيڪڏهن تون پسند ڪرين تہ هُن نوجوان عورت

ڪي لِڪَ ڇپ ۾ مون ڏانهن موڪلي ڏي. مون وٽ ايترا پيسا آهن، جي ڪيس ڏئي سگهندس. مان هن کي چار هزار روبل ڏيندس ۽ اِهو راز ايمانداريءَ سان پنهنجي سيني ۾ سانڍي رکندس. پر جي تون اهو پسند ڪرين؟"

"تون تہ ڪو بدمعاش آهين!" هن مون کي چيو، "بدڪار، بڇڙا، بدمعاش پر توکي هن چوڻ جي همت ئي ڪيئن ٿي؟"

هوءَ بيحد غضبناڪ ٿي هلي وئي ۽ مان ڪيس پنيان هڪ ڀيرو وري بہ رڙ ڪري چيو تہ، "اِهو راز هڪ مقدس اَمانت وانگر سانڍيو پيو وڃي." مون کي ايتري چوڻ ۾ ڪوبہ حجاب ڪونہ ٿو ٿئي، تہ هو ٻئي ساده لوح آگافيا ۽ سندس ماسي، هن پوري معاملي ۾ فرشتن جهڙي روش، روا رکي، هُو سچ پچ ڪٿيا کي پائينديون هيون. ڪيس پاڻ کان متيرو ئي سمجهنديون هيون ۽ سندس اڳيان ٻانهين وانگر ٿي رهنديون هيون. مگر آگافيا ڪيس اسان جي گفتگوءَ کان آگاهہ ڪيو هو. مون کي بعد ۾ اُن جي خبر پئي. هوءَ ڳالهہ لڪائي نہ سگهي ۽ مون بہ تہ اِهوئي ٿي چاهيو.

هڪڙي ڏينهن اوچتو ئي اوچتو، هڪ ٻيو ميجر آيو ۽ اَچي فوج جي قيادت سنڀاليائين. پوڙهو ليفٽيننٽ ڪرنل هڪدم بيمار ٿي پيو ۽ بہ ڏينهن سانده پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪري نہ سگهيو. سرڪاري پيسو اُنڪري وٽس رهجي ويو. اسان جو ليفٽيننٽ ڪرنل هاڻي گهر ۾ بند ٿي ويو. سندس مٿي جي چوڌاري ٽوال ويڙهيل هو ۽ اُن تي هُو ٿيئي برف رکڻ ۾ مصروف هيون. اُن وچ ۾ هڪ ڏينهن هڪ اردلي اُن موقعي تي پهچي ويو. هن وٽ هڪ ڪتاب هو، جنهن ۾ حڪم لکيل هو تہ 'فوج جي رقم هڪدم ٻن ڪلاڪن جي اندر پيش ڪئي وڃي.' هُن اُن ڪتاب تي صحيح ڪئي، (مون پوءِ اُن ڪتاب تي، اُها صحيح ڏٺي هئي) ۽ هُو اُٿي ڪڙو ٿيو، چيائين تہ مان فوجي وردي پهرڻ ٿو وڃان. هُو تڪڙو تڪڙو پنهنجي ڪنيءَ ڏانهن ويو. ڊبل بيريل بندوق ۾ فوجي گولي پريائين ۽ پير جي آڱوني سان بندوق جي گهوڙي کي ڳولڻ لڳو. پر آگافيا کي اُن وقت منهنجي ڳالهہ ياد اَچي وئي، تنهن کي شڪ جاڳيو. هُن اُٿي وڃي ڪمري ۾ نهاريو. هُن بہ اِهو عمل بنهہ اُن وقت ئي ٿي ڪيو. هوءَ تڪڙي اندر گهڙي وئي ۽ پنهنجي ٻانهن جي ياڪر ۾ ڪٿي ڪيس پختو جهليائين. بندوق مان ڌماڪي جهڙو آواز نڪتو ۽ گولي وڃي ڇت کي لڳي ۽ نقصان ڪنهن کي بہ ڪونہ پهتو. بندوق جي آواز تي ٻيا بہ ڊوڙندا آيا ۽ اَچي پوڙهي کي ٻانهن کان ورتائون. هيءُ سڀ ڪجهہ مون کي بعد ۾ معلوم ٿيو.

مان گهر ۾ موجود هوس. شام جي اونداهي ڇانئجي رَهي هئي ۽ مان نهي نڪي، ٻاهر وڃڻ لاءِ تيار ٿي رهيو هوس. مان ڪپڙا پائي چُڪو هوس. وارن کي ڦڻي بہ ڏني هئم، رومال تي عطر بہ هاريو هئم ۽ پنهنجي ٽوپي بہ هٿ ۾ ڪنئي هئم، جو اوچتو دروازو

ڪُليو ۽ ڪمري ۾ منهنجي سامهون ڪيٽرينا ايونونا بيٺي هئي.

اِهو اتفاق آهي، جو ڪڏهن نہ ڏٺو هو. شهر ۾ اُنڪري ڪيس ڪوبہ نہ سڃاڻندو هو. مون وٽ اُن زماني ۾ بہ ضعيف پوڙهيون عورتون رهنديون هيون، جي منهنجي سنڀال ڪنديون هيون. هُو نهايت شفيق پوڙهيون هيون ۽ منهنجي لاءِ سڀ ڪجهہ ڪرڻ لاءِ تيار هونديون هيون. منهنجي عرض ڪرڻ تي، اُهي بہ اِهڙيون خاموش رهيون جيئن پٿيون. مان حالتن کي هڪدم سمجهي ويس. هوءَ اندر گهڙي آئي ۽ مون ڏانهن سڌوئي سِڌو نهارڻ لڳي. هن جون اَنل ۽ پَڪي اِرادي واريون ڪاٺيون اکيون هيون، پر اُنهن مان اَجا بہ سرڪشي ٿي بکي، سندس وات جي چوڌاري، چپن جي ليڪن ۾ مون غير يقيني حالت ٿي ڏٺي.

”مون کي پيڻ ٻڌايو“ هن ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ، ”جيڪڏهن مان تو وٽ اَڪيلي اَچان، تہ تون مون کي چار هزار روبل ڏيندين. مان آئي آهيان . .... مون کي هاڻي پيسا ڏئي.“

هُن اِهو چيو تہ سهي پر پاڻ سنڀالي نہ سگهي. هن جو ساهہ تڪڙو تڪڙو کڄڻ لڳو. سخت ڊنل ٿي ڏٺي ۽ سندس آواز جهڪو ٿيندو ٿي ويو. سندس وات جون ڪُنڊون ۽ چهري جون ليڪون ٿَر ٿَر ڪنبي رهيون هيون. اِليوشا تون ٻڌين ٿو يا ننڊ اَچي وئي اَٿئي؟“

”مِتيا مون کي خبر آهي، تہ تون سڀ سچ ٻُڌائيندين!“ اليوشا ٿوري چرپر ڪندي چيو.

”مان تہ ٻُڌايان پيو. منهنجو پهريون خيال، عام ڪرامازوف جهڙو هو. هڪ دفعي ڪنهن زهريلي جيت مون کي چَڪ پاتو هو، تہ مان ساندهہ بہ هفتا بخار ۾ مبتلا هوس. مون اُن وقت، هڪ اِهڙي ئي جيت کي، پنهنجيءَ دل ۾ چَڪ پائيندي ڏٺو، پر هيءُ اخلاق کي بگاڙيندڙ جيت هو. تو سمجهو، مان ڪيس ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين ڏٺو. تو هن کي ڏٺو آهي. هوءَ سونهن آهي! مگر اُن وقت هوءَ ڪجهہ وڌيڪ ٿي حسين لڳي. اُن گهڙيءَ هوءَ خوبصورت اِنڪري ٿي لڳي، جو هوءَ عظيم ۽ شاندار هئي ۽ مان بدمعاش. اُنڪري ئي منجهس شان ۽ جلال هو ۽ پنهنجي پيءُ لاءِ، قربانيءَ جو نيڪ جذبو. مان هڪ ننڍڙو جيت! مان جو اُن وقت بدمعاش هوس، سندس روح ۽ جسم منهنجي رحم ۽ ڪرم تي هو. هوءَ منهنجي مُٺ ۾ اِيئن هئي، جيئن ڪپڙو، ڪناريءَ جي جهالر ۾ هوندو آهي! مان توکي سچ ٿو ٻڌايان، تہ اُن تلخ خيال، منهنجي دل تي بيحد قبضو ڪري ورتو هو ۽ مان غشيءَ جي حد تائين اُميد ۽ خوف جي حالت ۾ هوس. اُن وقت اِيئن ٿي نظر آيو، تہ اُن جذبي سان ڪو بہ مقابلو نہ ٿو ڪري سگهجي، جڻ تہ مون کي رت چوسيندڙ جيت وانگر عمل ڪرڻو آهي. بلڪ اُن زهريلي جيت جيان، جنهن ۾ رحم جي معمولي چڻنگ بہ نہ هوندي آهي، منهنجو

ڏاڍو مشڪل سان ساهه تي ڪڇيو. مان اِيئن تي سمجهيو، تہ ٻي ڏينهن وجي ڪيس شاديءَ جو پيغام ڏيندس ۽ اِهو سڀ ڪجهه شانائتي نموني ختم ٿي ويندو ۽ ڪنهن کي بہ ڪنين پُٽڪ نہ پوندي.

مان جيتوڻيڪ خود غرض هوس، پر انسان تہ هوس. ساڳي وقت ايماندار بہ آهيان. ٻي گهڙيءَ منهنجي ڪَنَ ۾ پُٽڪو آيو، تہ سياڻي جڏهن مان پنهنجي خواهش جو اظهار ڪندس تہ اِها ڇوڪري مون کي ڏسڻ بہ گوارا ڪندي يا نہ؟ شايد هوءَ پنهنجي ڪوچبان کي حڪم ڏئي، تہ هُو مون کي لتون هڻي اُتان ٻاهر ڪڍي ڇڏي. شايد اِيئن بہ چوي تہ ”وڃي سڄي شهر ۾ هن ڳالهه جو ڍنڍورو ڏي، تہ مان توکان ڪونہ ٿي ڊڄان.“ مون نوجوان عورت ڏانهن نهاريو. منهنجي ضمير جي آواز مون کي دوکو ڪونہ ٿي ڏنو. هن ۾ شڪ بہ نہ هو. مون سمجهيو ٿي تہ اِيئن ئي ٿيندو. مان سندس چهري مان اِهو چڱيءَ ريت محسوس ٿي ڪيو، تہ مان سندس گهر ڪان ٻاهر ڌڪيو ويندس. منهنجو بغض ۽ ڪينو جاڳي پيو. مون چاهيو تہ ساڻس هڪ ڪميڻي شخص وانگر بي غيرتيءَ سان پريل غليظ حرڪت ڪريان. مٿس حقارت آميز ٺهڪ ڏيان ۽ اُن جڳهہ تي، جتي هوءَ منهنجي سامهون بيٺي هئي، ساڻس هڪ اهڙي آواز ۽ انداز سان ڳالهايان، جو هڪ عام دڪاندار ئي ڳالهائي سگهي ٿو.

”چار هزار روبل“، تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ مون تہ رڳو مذاق ٿي ڪيو. محترما تو پنهنجي ايتري گهٽي قيمت ڪيئن ٿي سمجهي؟ چار هزار روبل ڪا ٿوري رقم تہ نہ آهي، جا هن نموني بيهودگيءَ سان ڪڏ ۾ اُڇلائي ڇڏيان. بہ سَوَ تہ مان توکي دل ۽ جان سان ڏئي سگهان ٿو. تو تہ پاڻ کي ڪنهن بہ منشا ۽ مراد لاءِ باقي نہ رکيو آهي. مان شايد ڪٺيل راند هارائي ويهان ها. هوءَ شايد هلي بہ وڃي ها. پر اِهو بدلو ناشانائتو ٿي پوي ها. هوءَ اُن جي لائق بہ هجي ها، مگر مان هن حرڪت تي سڄي عمر افسوس ڪندو رهان ها. تون اعتبار ڪندين، مان ڪڏهن بہ هن ڪان اڳ ڪنهن عورت لاءِ ايترو شديد نفرت جو جذبو محسوس نہ ڪيو هو، جيترو مان اُن وقت هن لاءِ محسوس ٿي ڪيو. مان سچ ٿو چوان تہ جيترو وقت - ٽي يا پنج منٽ - برابر اُن ڏانهن نهاريندو رهيس، تنهن ۾ بيحد نفرت هئي، پر اُها نفرت، جا وار جي وٿيءَ جيتري فاصلي تي هوندي آهي ۽ پوءِ شديد محبت!!

مان دريءَ ڏانهن وڌي ويس ۽ هڪ طاق جي يخ ٿڌي شيشي تي وڃي پنهنجي پيشاني رکيم. مون کي ياد آهي، تہ اُن برف جهڙي شيشي، منهنجي پيشاني کي، جلائي ڇڏيو. تون اِهو ڊپ نہ ڪر تہ مان ڪيس ڪو گهڻو وقت ترسايو. مان پاسو ڦيرائي ميز ڏانهن ويس، اُن جو خانو کوليم ۽ پنجن هزارن جو بئنڪ نوٽ، (جو فرينچ ڊڪشنريءَ ۾ پيو هو) ڪڍيم - پوءِ مون خاموشيءَ سان ڪيس ڏيکاريو، اُن کي تهہ ڪري، سندس حوالي ڪيم. رستي وارو دروازو کوليم، هڪ قدم پٺتي هٽي، بيحد احترام سان سندس اڳيان

جُهڪيس. اُهو نهايت اَثر وارو نظارو هو. تون يقين ڪر، هوءَ سچي لرزي وئي. هڪ منٽ لاءِ، مون ڏانهن نهاريائين. ڊپ جي حد تائين پيلي ٿي وئي - اِهڙي سفيد، جهڙي چادر - پوءِ هڪدم ڪنهن جذباتي اَثر ڪانسواءِ پرشانستگيءَ ۽ آهستگيءَ سان، منهنجي پيرن تي نوڙي پئي. سندس اِهو انداز، ڪنهن بہ اسڪولي خوش خُلق ڇوڪريءَ جهڙو نہ هو پر روسي جهڪڻ جو نمونو هو. ايتري قدر جو سندس پيشاني وڃي زمين سان لڳي. هوءَ پوءِ ٽپ ڏئي اُٿي ۽ تڪڙي تڪڙي ٻاهر نڪري وئي. اُن وقت تلوار مون سان گڏ هئي.

مون جڏهن اُن کي ٻاهر ڪڍيو، تہ اُن جاءِ تي پاڻ کي زخمي ڪرڻ جو اِرادو ڪيم - ڇو؟ اُن جي مون کي ڪابہ خبر نہ آهي. اِها جيتوڻيڪ هڪ خوفناڪ ناداني هئي پر پاڻئيان ٿو تہ اِهو خوشيءَ ڪان ٿي هو. تون سمجهي سگهين ٿو، تہ شايد ڪو پاڻ کي خوشيءَ وچان بہ ماري سگهي ٿو!؟ مان پاڻ کي زخمي ڪونہ ڪيو. جيتوڻيڪ ايتري ٻُڌائڻ جي بہ ضرورت ڪانہ هئي. مان پنهنجي تلوار کي چُمي ڏني ۽ پوءِ موٽائي، اُن کي پنهنجي مياڻ ۾ وڌم.

اِها منهنجي اندرين ڪشمڪش هئي، جنهن سان توکي ٻُڌائڻ ۾ فخر محسوس ٿئي ٿو. مان اُن وقت پاڻ کي بيحد عظيم ۽ بُلند ٿي سمجهيو، پر هن حقيقت کي اتي ئي ڇڏ. جهنم ۾ پون اُهي، جي انساني دلين بابت گندو سوچين ٿا. ڪٽرينا ايونونا سان بس منهنجو ايترو واقعو ٿي گذريو هو. ايون کي اڳ ئي اُن جي خبر آهي ۽ هاڻي توکي - باقي ٻيو ڪير بہ نہ ٿو ڄاڻي."

دمتري اُٿي بيٺو. جذبي ۽ جوش وچان هڪ بہ قدم کنيائين. کيسي مان رومال ڪڍي پيشاني اگهيائين. پوءِ ويهي رهيو. ساڳي جاءِ تي نہ، جيئن اڳي ويٺو هو، بلڪ ٻنهہ آمهون سامهون بينچ تي، جيئن اليوشا ڦري، اُن جي منهن ۾ نهاري سگهي.

باب پنجون

# جذباتي دل جي قبوليت - (آرامي ٿيڻ)

"هائو." اليوشا چيو، "اُن جو پهريون حصو سمجهيو آهي."

"تو پهريون حصو تہ سمجهيو آهي، اِهو حصو ناٽڪ هو، جو اُتي ڪيڏيو ويو هو، بيو حصو غم انگيز آهي، جنهن جي ماجرا هت بيان ڪئي ويندي."

"مگر، مون تہ ٻئي حصي جو اَجا تائين ڪجھ بہ نہ سمجهيو آهي؟" اليوشا چيو.

"۽ مون! تون سمجهين ٿو، تہ مان وري ڪو اُهو سمجهيو آهي ڇا؟"

"تورو ترس دمتري! هڪ نهايت ضروري سوال آهي. مون کي ٻڌاءِ، تہ تنهنجو مڱڻو ٿيو هو؟ تون مڱيل آهين؟"

"اُن واقعي جي ٽن مهينن گذرڻ تائين، اسان پاڻ ۾ ڪو نہ مڱيا هئاسون. ٻي ڏينهن مون پاڻ ساڪي چيو تہ نهيو، اِهو معاملو بہ ختم ٿيو، انجام ڪي پهتو ۽ هاڻي اُن جو ڪوبہ ذڪر ڪونہ ٿيندو. هن ڪي شاديءَ جي دعوت ڏيڻ، مون کي هڪ خراب عمل ٿي لڳو. ٻي طرف ڇهن هفتن تائين، جيڪو عرصو، هوءَ شهر ۾ رهي، ڪو زندگي جو آثار نظر نہ ٿي آيو، بهرحال سواءِ هڪ ڳالهہ جي. هُن جي اَچڻ جي ٻئي ڏينهن، وٽانئس هڪ خادما آئي. جنهن مون کي هڪ لفافو آڻي ڏنو، جو منهنجي نالي تي هو. مون اُن کي ڦاڙي چاڪ ڪيو. اُن ۾ بئنڪ چيڪ جا باقي بچيل پيسا هئا. هن ڪي رڳو 4500 روبل گهربل هئا، مگر اُن کي مٽائڻ تي، 200 روبل جو گهاٽو پيو هو. هن مون ڏانهن شايد 260 روبل موڪليا هئا. مون کي اُن جي پَڪي يادگيري ڪانہ آهي، مگر هنن پيسن سان گڏ، ڪوبہ خط يا اُن جي وضاحت ڪانہ ڪيل هئي. مون لفافي جي، جيڪو پينسل سان لکيل هو، چڱيءَ طرح تلاشي ورتي، پر ڪجھ بہ نہ هو. مان باقي بچيل پيسن کي اِهڙين بدمستين ۽ عياشين ۾ خرچ ڪيو، جو نئين ميجر مجبور ٿي آخر منهنجي ڪَنَ مهٽ ڪئي.

"ها! صاحب تہ پوءِ ليفٽيننٽ ڪرنل، فوج جا پيسا پيش ڪيا. سيني کي بيحد تعجب لڳو. ڇو تہ ڪنهن کي بہ هن ڳالهہ تي يقين نہ ٿي آيو، تہ اها رقم ڪا سلامت هوندي. جيئن ئي هن پيسا ڏنا، تہ هُو وري بيمار ٿي بستري داخل ٿيو. ٽن هفتن کان پوءِ، ڪيس دماغي بيماري ٿي پئي. اُن بيماريءَ ۾ پنجن ڏينهن کانپوءِ وفات ڪري ويو. ڪيس فوجي اعزاز سان دفنايو ويو، ڇو تہ اَجا ايترو وقت نہ گذريو هو، جو ڪيس ٻي دخل ڪرڻ جو پروانو ملي وڃي. تدفين جي رسم اَدا ڪرڻ کان ڏھ ڏينهن پوءِ، ڪيٽرينا ايونونا، سندس ڀيڻ ۽ ماسي، ماسڪو ڏانهن هليون ويون. هُو جنهن ڏينهن هليون ويون، مون نہ تہ ڪين ڏٺو ۽ نہ وري ڪين رخصت ڪيو يا موڪلايو. مون کي فقط هڪ مختصر خط مليو، جو هڪ

سنهي نيري ڪاغذ تي لکيل هو. اُن تي پينسل سان فقط هڪ ئي سِٽَ لکيل هئي - ”مان توکي لکنديس، انتظار ڪجانءِ ....“ بس اِهو ئي سڀ ڪجھ هو.

باقي حصي جي، مان ٻن لفظن ۾ وضاحت ڪريان ٿو. ماسڪو پهچندي ئي، سندن قسمتون، بجليءَ جي تيزيءَ سان بدلجي ويون. بلڪل اِهڙيءَ ريت، جيئن ڪا ’الف ليليٰ‘ جي ڪهاڻي هجي. جنرل جي بيواهه، جا هنن جي رشتيدار هئي، تنهن جون ٻه ڀائٽيون فوت ٿي ويون هيون. اُهي ڇوڪريون بيواهه جون قريبي عزيز هئڻ ڪانسواءِ، سندس وارث به هيون. هو ٻئي، هڪ ئي هفتي ۾ ماتا جي مرض ڪان مري ويون هيون. اُن پوڙهيءَ، غم جي شدت ڪي مٽائڻ لاءِ، ۽ پنهنجي روح کي سڪون ڏيڻ لاءِ، ڪُتيا جو، پنهنجي ڌيءَ وانگر آڌر ڀاءُ ڪيو. هن ڪيس پنهنجي اُميدن جو آخري سهارو سمجهيو ۽ مضبوطيءَ سان ڪيس پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀريو. هن پوءِ پنهنجي وصيت نامي، ڪُتيا جي حق ۾ تبديلي آندي. جنهن تبديليءَ جو آئنده سان تعلق هو. هن وچ ۾ هُن ڪيس في الحال خرچ جي لاءِ، اَسي هزار روبل، شاديءَ جي ڏاج طور ڏنا، ته پنهنجي مرضيءَ موجب، اُنهن کي ڪم آڻي. هوءَ هڪ عجيب سودائي عورت هئي، بعد ۾ مون ماسڪو ۾، ڪيس ڪجھ اِهڙي ئي نموني ڏٺو.

ها! ته مون کي پوسٽ جي رستي، 4500 روبل اَچي پهتا. مان اهي ڏسي حيران رهجي ويس، جنهن کي تون به سمجهين سگهين ٿو. ٿن ڏينهن ڪانپوءِ اُهو خط اَچي پهتو، جنهن جو واعدو ڪيل هو. اُهو خط، مون سان هاڻي به گڏ هوندو. اُهو توکي ڏيکاريان؟ تون اُن کي ضرور پڙهي ڏس، جنهن ۾ هن پاڻ کي، منهنجي زال بڻجڻ جي خواهش ظاهر ڪئي آهي. هن پاڻ کي منهنجي حوالي ڪرڻ گهريو آهي. ”مان توسان ديوانگيءَ جي حد تائين محبت ڪريان ٿي، اِن جو فڪر ڪونه آهي، جي تون مون سان محبت نه ٿو ڪرين، پر تون منهنجو مڙس ٿيءُ. ڪوبه ڊپ نه ڪر، مان تنهنجي لاءِ ڪنهن به قسم جي رڪاوٽ ڪانه ٿينديس. مان توسان هميشه لاءِ محبت ڪرڻ گهران ٿي ۽ توکي بچائڻ چاهيان ٿي.“ اليوشا، مون وٽ زبان جي اُها شائستگي ڪانه آهي، جو وڻندڙ لفظن ۾ اُن جي عبارت کي دهرايان ۽ پنهنجي بازاري انداز ۾ نه ٻُڌايان. مان پنهنجي دائمي گهٽيا طرز کي، جا منهنجي پنهنجي آهي، ڪڏهن به بدلائي نه سگهندس. اِهو خط ته هاڻي به مون کي گهاءَ ٿو وجهي. تون سمجهين ٿو ته مون کي اُن جو رنج ڪونه هوندو - ته مان اُن جو اَجا خيال نه ڪريان! مون ڪيس هڪدم اُن خط جي جواب ۾ لکيو، ته ماسڪو ڏانهن اَچڻ، مون لاءِ ممڪن نه آهي. اِهو جواب، مان هن حالت ۾ لکيو، جو منهنجي اکين مان لُڙڪن جو سيلاب جاري هو. مون کي هميشه، جنهن شيءِ لاءِ شرمساريءَ جو احساس رهندو، اُها، اِهائي هڪ شيءِ آهي. مون سندس دولتمنديءَ ڏانهن اِشارو ڪيو ۽ لکيم، ته تو وٽ گهڻو

ئي ڏاج آهي، مان هڪ بيڪس معمولي گدا آهيان. مان دولت جو ذڪر تہ ڪيو، مان اُن جذبي کي خاموشيءَ سان برداشت ڪري تي سگهيس، پر منهنجو قلم وَهي چڪو هو. مان پوءِ هڪدم ايون کي ڇهن صفحن جو هڪ خط لکيو ۽ کيس اُهو سڀ ڪجهہ ٻُڌايم جو ٻڌائي سگهيس تي ۽ کيس لکيم، تہ بي خوف ڪيٽرينا جي ملاقات لاءِ وڃ. تون مون ڏانهن ايئن ڇو تو نهارين؟ تون تعجب مان اکيون ڦاڙي ڇو تو ڏسين؟

ايون سندس محبت ۾ گرفتار تي پيو ۽ اَجا بہ هُو، سندس محبت جو دم ڀري ٿو. مون کي اُن جي خبر هئي. دنيا جي نظر ۾ هيءَ منهنجي ناداني هئي، پر ممڪن آهي تہ منهنجي هيءَ ساده دلي ۽ بيوقوفي، اسان سڀني کي بچائي وٺي. آه! تون ڪو نہ تو ڏسين تہ هوءَ ڪيترو نہ ايون جو اونو تي رکي. ڪيئن نہ سندس احترام تي ڪري؟ هوءَ جڏهن، اسان سڀني جو مقابلو تي ڪري، تہ تون سمجهين ٿو، تہ خاص طرح مون جهڙي ماڻهوءَ کي هوءَ پسند ڪندي؟ خير اِهو سڀ ڪجهہ، هتي ايئن ئي تيو آهي، مگر مون کي هن جو يقين آهي، تہ هوءَ توجهڙي ماڻهوءَ کي پيار ڪري تي نہ هن جهڙي شخص کي. هوءَ پنهنجي حسين سيرت کي پيار تي ڪري نہ مون کي." هي لفظ غير ارادي طرح دمتري جي واتئون نڪري ويا .هن ٿهڪ ڏنو. مگر هڪ منٽ ڪانپوءِ سندس اکيون چمڪڻ لڳيون. سندس چهرو قرمزي رنگ جهڙو سرخ تي ويو ۽ زور سان ميز تي مُڪ هڻي ڪڍيائين.

"مان قسم تو کڻان اليوشا!" هن رڙ ڪئي، جنهن مان سندس حقيقي ڪاوڙ ۽ قلبي شدت جو صاف اظهار تي ڏنو. چوڻ لڳو "تون ڀل مون تي اعتبار نہ ڪر، پر جيئن يسوع مسيح حق آهي ۽ مقدس حقيقت آهي، تَنهن جو مان قسم کڻي تو چوان، تہ جيتوڻيڪ مان هاڻي سندس عظيم دلي تاثرات تي ٽهڪ ڏنو هو. پر مان ڄاڻان تو تہ مان ڪانئس لکين ڀيرا وڌيڪ گهٽيا روح آهيان ۽ هن جي اِها عظيم قلبي ڪيفيت، جنت جي فرشتن وانگر، صاف ۽ سچي آهي. اِها بہ بدبختي آهي، تہ مان هن حقيقت کي يقين سان ڄاڻان بہ تو ۽ هيءَ ڪيتري نہ حسين بدبختي آهي، جو ماڻهو ڄاڻندي بہ وڏي آب و تاب سان، اُن سان گڏ تو رَهي. مان هيءُ پاڻ ڪونہ ڪريان تو، اُن هوندي بہ مون ۾ خلوص آهي ۽ پُر خُلوص آهيان. مگر ايون، مان چڱيءَ ريت سمجهان تو، تہ هُو، ڪيئن نہ هاڻي، فطرت کي پاراتا ڏيندو هوندو - پنهنجي ذهن جي دعويٰ هوندي بہ - هيءَ ڏسي تہ ترجيح ڪنهن کي، ڇا کي ڏني تي وڃي؟ اُنهيءَ انسانيت سوز انسان کي، جو سندس مڱيندو آهي، جنهن ۾ سچي جهان جون اکيون کُتل آهن، اُن هوندي بہ هُو پنهنجي بدڪارين کي نہ تو روڪي. ايتري قدر جو پنهنجي مڱينديءَ جي اکين جي سامهون بہ نہ تو مُڙي. اِهڙي، مون جهڙي ماڻهوءَ کي ترجيح ڏني وڃي تي ۽ هن کي رد ڪيو وڃي تو. اِهو ڇو....؟ ڇاڪاڻ تہ هڪ ڇوڪري، پنهنجي حياتي ۽ منزل

مقصود، فقط شڪر گذاريءَ تي قربان ڪري ٿي. هيءُ عجيب آهي! مان هن جو هڪ لفظ بہ ايون کي نہ ٻُڌايو آهي. نہ وري ايون هن متعلق ٿوروئي مون کي اشارو ڪيو آهي، مگر مقصد، شائستگي سان حاصل ڪيو ويندو. اُن وقت جڏهن نالائق، هميشہ لاءِ، پنئين رستي تي غائب ٿي ويندو، هڪ بهتر ماڻهو هن ميدان ڪي قبضي ۾ آڻيندو، سندس ناپاڪ گندي جڳهہ، هن جي لاءِ پياري جاءِ هوندي، جتي هُو آرام سان هوندو، جتي هُو نجاست ۾ غرق ٿي ويندو ۽ پنهنجي مرضيءَ سان لطف ۽ راحت ۾ هوندو. مان بلڪل بيوقوفن وانگر ڳالهائي رهيو آهيان. مون کي لفظن جي ڪابہ ساڃاهہ ڪانہ آهي، مان اُنهن کي سوچڻ ۽ سمجهڻ ڪانسواءِ ڳالهائي رهيو آهيان، پر اهو ائين ئي ٿيندو، جيئن مان چيو آهي. مان اُن گندي جڳهہ ۾ غرق ٿي ويندس ۽ هوءَ ايون سان شادي ڪندي.

”ماٽ ڪر دمتري،“ اليوشا سندس جملي کي وچ ۾ ڪٽيندي اتاولائي مان چيو. ”هڪ ڳالهہ رهيل آهي، جا اَجا تو، صاف نہ ڪئي آهي. تون اِنهن ڳالهين جي باوجود، ساڻس مڱيو بہ آهين، يا نہ؟ جيڪڏهن تنهنجي مڱيندي ائين نہ چاهيندي هجي تہ پوءِ تون، اُن مڱڻي کي ڪيئن ٽوڙي سگهندين؟“

”هائو، مڱڻو رواج مطابق ۽ باضابطا سنجيدگيءَ سان ٿيو هو. مان جڏهن ماسڪو پهتو هوس، تڏهن اِها رسم نهايت شاندار ۽ دلڪش نموني اَدا ٿي هئي. جنرل جي زال، اسان کي دعائون ڪيون ۽ تون اعتبار ڪندين؟ هُن ڪٽيا کي مبارڪباد ڏئي، چيو هو تہ ”تنهنجو انتخاب بهترين آهي.“ هن بہ چيو تہ، ”مان، اِهو بخوبي محسوس ڪريان ٿي.“ توکي هن تي بہ اعتبار ايندو تہ هُن ايون کي پسند ڪونہ ٿي ڪيو ۽ بي رخيءَ سان سندس آڏر پاءُ ڪيائين.

ماسڪو ۾ ڪُٽيا سان ڏاڍيون ڳالهيون ٿيون. مون ڪيس پنهنجي بابت سڀ ڪجهہ ٻُڌايو. نهايت خلوص، شرافت ۽ صداقت سان. هن بہ سڀ ڪجهہ ڪَن ڏئي ٻڌو.

**اُتي هڪ شيرين ۽ دل کي ڇهندڙ اُلجهن هئي،**

**اُتي نرم ۽ نازڪ لفظ هئا.**

اُن هوندي، ڪي فخر ڀريا لفظ بہ هئا. هُن مون کان هڪ سخت واعدو بہ ورتو تہ مان پنهنجي اصلاح ڪندس. مون نيائڻ جو واعدو بہ ڪيو، پر هت –“

”هت ڇا؟“

”ڇو؟ مان توکي سڏي، ڇا لاءِ اڄ هتي آندو آهي. اڄ جو اڄ، ۽ ياد رک – مان توکي اڄ ڪيٽرينا ايونونا ڏانهن موڪلڻ گهران ٿو، ۽ –“

”ڇا؟“

”تہ كيس وجي ٻُڌاءِ تہ وري ساڻس ملڻ ڪونہ ايندس. هي بہ چوينس، تہ هُو توکي سلام تو ڏئي.“

”پر اِهو ممڪن آهي؟“

”اهوئي تہ سبب آهي، جو مان توکي پنهنجي ٻدران اوڏانهن موڪلي رهيو آهيان. ڇاڪاڻ تہ اِهو ناممڪن آهي، تہ مان پاڻ كيس اِيئن چئي سگهان.“

”تون ڪيڏانهن تو وڃين؟“

”اُن گنديءَ جڳهہ ڏانهن“

”گروشينڪا ڏانهن؟“ اليوشا هٿن کي مهٽيندي، ڏک ڀريئي آواز ۾ چيو: ”ڇا ريڪٽن تڏهن اِهو سڀ ڪجهہ سچ تي چيو؟ مون سمجهيو هو، تہ تون ساڻس محض ملڻ جي خاطر ويو هئين ۽ بس!“

”هڪ مگيل، ڇا اِيئن وجي سگهي تو؟ ڇا اِها ڳالهہ ممڪن آهي؟ مڱڻي هوندي ۽ سڄي جهان جي نگاهن جي سامهون؟ پريشان نہ ٿيءُ. مون کي پنهنجي عزت آهي. جيئن ئي مان گروشينڪا ڏي اَچڻ وڃڻ شروع ڪيو، تہ ڇڻ مان مڱڻو ترڪ ڪري ڇـُڪس ۽ وڏيڪ ايماندار ماڻهو نہ رهيس. مان ڇاڻان تو، پر تون مون ڏانهن اِيئن نهارين ڇو تو؟ مان پهريائين ڪيس تڦون هٽڻ جي خيال کان ويو هوس. مون ٻُڌو هو ۽ مون کي هاڻي اُن جي خبر آهي ۽ هيءَ حقيقت بہ آهي تہ ڪئپٽن جو منهنجي پيءُ جو ايجنٽ هو، تنهن گروشينڪا کي منهنجي قرض جو چِـنو، اِن خاطر ڏنو هو، تہ مون تي دعوىٰ ڪري، مون کي هميشہ لاءِ ختم ڪيو وڃي. هنن مون کي ڊيڄارڻ ٿي گهريو ۽ مان هُن کي ڏندو هڻڻ ويو هوس.

مون اڳ، سندس هڪ جهلڪ ڏٺي هئي. پهرئين نگاهہ ۾ هوءَ ڪنهن کي بہ موهي نہ ٿي سگهي. مان هڪ پوڙهي واپاريءَ سان سندس تعلقات بابت ٻُڌو هو. هُو هاڻي اَڌ رنگ (فالج) جي بيماريءَ ۾ مبتلا آهي. پر جيئن ٻُـڌو اٿم، هُـو، هـِن لاءِ، هڪ معقول رقم ڇڏي ويندو. مون کي اِها بہ خبر هئي تہ هوءَ پيسي جي ٻُـکي آهي ۽ پاڻ وٽ چڱي رقم جمع ڪري، عجيب فريب سان وياج تي ڏئي ٿي. هوءَ بي رحم، دغا باز ۽ فريبي آهي. مان ڪيس مارڻ لاءِ ويو هوس، پر اُتي ترسي پيس، جو طوفان اُچي ويو، جنهن مون کي عذاب الاهيءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. مان اَڃا اُن خدائي عذاب ۾ گرفتار آهيان ۽ شايد سڄي ڄمار، اُن کان ڇوٽڪارو ملي نہ سگهي. منهنجي هن درد جو ڪوبہ درمان نہ آهي. هاڻي منهنجي لاءِ سڀ ڪجهہ ختم ٿي چُـڪو آهي، حياتيءَ جو چڪر پڄاڻيءَ تي پهچي چُـڪو آهي، منهنجي بس اِها ئي ڪهاڻي آهي!

مان هاڻي جيتوڻيڪ فقير آهيان، جيئن منهنجي قسمت هئي، مگر اُن وقت منهنجي کيسي ۾، ٽي هزار روبل هئا. مان گروشينڪا کي وٺي، هتان پنجويهہ ميلن جي پنڌ تي

موڪرويا ڏانهن ويس. مون اُتي ڪيترائي خانہ بدوش ڏنا. مون ڪين رقص جي دعوت ڏني ۽ شراب پياري مست ڪيو. اُنهن ۾ عورتون بہ هيون ۽ نوجوان ڇوڪريون بہ. ٽن ڏينهن جي اندر مون وٽ جو ڪجهہ بہ هو، سو ختم ٿي ويو ۽ مان پٽرو ٿي پيس. مگر هيرو؟ هيري پنهنجي اصلي مقصد کي حاصل ڪيو هوندو؟ هن جي طرفان تہ اُن جو ڪوبہ اِشارو نہ هو. مان توکي ٻُڌايان ٿو تہ اُن بدمعاش گروشينڪا جي جسم تي، لچڪدار گهنج آهن. تون اُهي سندس ننڍڙي پير، بلڪ ڪُڙيءَ ۾ بہ ڏسي سگهين ٿو. مون اُهي رڳو ڏنا نہ پر اُنهن کي چُميو بہ. تون باور ڪر تہ اُهو سڀ ڪجهہ ٿيو. هن چيو تہ، "تون جي پسند ڪرين، تہ مان تو سان شادي ڪريان. اِهو چاهندي بہ، تہ تو وٽ ڪجهہ بہ نہ آهي. پر ايترو واعدو ڪر تہ تون مون کي مارينڊين نہ. ۽ مان جو ڪجهہ ڪريان، اُن کان منع بہ نہ ڪندين. پوءِ ٿي مان توسان شادي ڪنديس." پوءِ هُوءَ ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳي ۽ اَجا تائين ٽهڪ ڏيندي ٿي رهي."

دمتري شديد ڪاوڙ ۾ اُٿي بيٺو. هُو اِيئن ٿي نظر آيو، ڄڻ تہ شراب جي نشي ۾ بدمست آهي. سندس اکين ۾ اوچتو ڳاڙهاڻ ڇانئجي وئي.

"تون سچ پچ، ساڻس شادي ڪرڻ گهرين ٿو؟"

"بنا دير جي، جيڪڏهن هُو چاهي، پر جيڪڏهن هوءَ نہ چاهي تہ بہ مان اِيئن ئي رهندس. مان سندس در جي درباني بہ قبول ڪندس، اليوشا!"

هُو سندس اڳيان ٿي بيٺو ۽ اليوشا جي ٻنهي ڪلهن کي انتهائي شدت سان ڪٽي جهليائين.

"توکي خبر آهي معصوم ڇوڪرا! هيءَ سچي پريشاني آهي، بي حسد وجداني ڪيفيت جي! جو تہ اتيئي تہ اَلميو آهي. اَڄ تہ مان توکي اِهو بہ ٻُڌايان اليڪسي، تہ مان پَل ڪريل اِنسان هجان، پل پست ۽ ذليل هجان پر دمتري ڪرامازوف چور ۽ ڄِنڊي چوڙ هرگز ٿي نہ ٿو سگهي. ها! مان توکي هيءُ بہ ٻُڌائڻ گهران ٿو، تہ مان چور ۽ ڄِنڊي چوڙ بہ آهيان. اُن ئي شام جو جڏهن مان گروشينڪا کي مارڻ ٿي ويس، تنهن کان ٿورو اڳ ڪيترينا ايونونا مون ڏانهن ماڻهو موڪليو، جو راز دار نہ هو. (مون کي خبر نہ آهي تہ اِيئن ڇو هيو؟ ٿي سگهي ٿو تہ وٽس اُن جا ڪي سبب هجن) هن چيو تہ پرڳڻي جي مکيہ شهر ۾ وڃي، آگافيا ايونونا ڏانهن ٽي هزار روبل پوسٽ جي رستي موڪلي ڏئي. پر اِهڙي نموني، جيئن ٻَي ڪنهن کي بہ اُن جي پٽڪ نہ پوي. اِهي ئي ٽي هزار روبل هئا، جڏهن مان گروشينڪا ڏي ٿي ويس. اِها ئي رقم هئي، جا مون موڪرويا ۾ خرچ ڪئي. اُن ڪانپوءِ مون بهانو ٺاهيو، تہ مان شهر ويو هوس، پر ڪيس پوسٽ جي رسيد ڪانہ ڏيکاريم. مون ڪيس ٻڌايو تہ پيسا موڪلي ڏنا اٿم. پر مون هن وقت تائين اِيئن نہ ڪيو آهي. مون اهو وساري ڇڏيو آهي. هاڻي ٻڌاءِ تہ تون اَڄ جو وٽس ويندين، تہ ڪيس ڇا ٻُڌائيندين؟ هن توڏانهن سلام موڪليا آهن.

هوءَ تو کان پڇندي تہ پيسن جو ڇا ٿيو؟ تون شايد ڪيس ائين چوين تہ هُو ذليل نفس پرست آهي، ڪريل ۽ بداخلاق، جنهن جو جذبات تي ڪوبہ ضابطو نہ آهي. هُن تنهنجي رقم ڪانہ موڪلي آهي، مگر اُها بيڪار وڃائي ڇڏي آهي. ڇاڪاڻ تہ هو ذليل وحشيءَ جيان، پاڻ تي ڪوبہ ضابطو رکي نہ سگهيو. پر تون شايد اَڃا بہ وڌيڪ چئي سگهين، هُو چور ڪين آهي. هيءُ تنهنجا ٽي هزار روبل آهن، جي هُن موٽائي موڪليا آهن. تون پاڻ ئي آگافيا ايونونا ڏي موڪلي ڏئي، پر هن مون کي چيو، تہ مان توکي هن جا سلام ڏيان، پر اِهو بہ لازمي آهي، تہ هوءَ توکان پڇي تہ رقم ڪٿي آهي؟"

"متيا تون ڏکاري آهين. ها، پر نہ اهڙو، جهڙو تون خيال ڪري رهيو آهين. پنهنجي موت جي ايتري مايوس ڪندڙ اَنداز ۾ افسوس نہ ڪرڻ گهرجي."

"ڇا تون ائين ٿو سمجهين، تہ مان پاڻ کي گولي هڻندس، ڇو تہ مان ٽي هزار روبل موٽائي نہ سگهندس. ائين ئي آهي نہ، پر مان پاڻ کي گولي ڪين هڻندس. مون ۾ هاڻي ايتري همت ڪانہ آهي. آخرڪار شايد! پر مان هاڻي گروشينڪا ڏي وڃان ٿو. مون کي اِها ڳڻتي ڪانہ آهي تہ اڳتي ڇا ٿيندو؟"

"پوءِ ڇا؟"

"مان هن جو مڙس ٿيندس، جيڪڏهن سندس اهڙو ارادو هوندو. سندس عاشق جڏهن ايندا، تہ مان ٻي ڪمري ۾ هليو ويندس. هن جي دوستن جون جتيون صاف ڪندس. اُنهن لاءِ چانهہ تيار ڪندس ۽ اُنهن جا نياپا پهچائيندس."

"ڪيٽرينا ايونونا، اِهو سڀ ڪجهہ سمجهي ويندي." اليوشا سنجيدگيءَ سان چيو. "هُوءَ سمجهي ويندي، تہ هيءُ ڪيتري نہ شديد پيڙا ۾ آهي، پوءِ هوءَ معاف ڪري ڇڏيندي. هُن وٽ سگهاري دل آهي ۽ توکان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ ڏکارو ٿي نہ ٿو سگهي. هوءَ پاڻ ئي اُن جو اَندازو لڳائيندي."

"هوءَ اِهو سڀ ڪجهہ معاف ڪونہ ڪندي." دمتري ڦِڪي ڪِل ڪلندي چيو. "منهنجا ڀاءَ! هن ۾ گهڻو ڪجهہ آهي، جو ڪابہ عورت اُن کي معاف ڪري نہ ٿي سگهي. خبر اٿئي تہ ڪهڙي ڳالهہ بهتر ٿيندي؟"

"ڪهڙي؟"

"تہ ٽي هزار روبل واپس ڪيا وڃن."

"پر ايتري رقم، اَسان آڻينداسون ڪٿان؟ مون وٽ بہ هزار ڪن آهن. ٽيون هزار ايون ڏيندو. اِهي ڪٺي وڃي واپس ڪري اَچ!"

"پوءِ توکي وري اِهي ڪڏهن ملندا؟ تنهنجا ٽي هزار - تون ڪو ايڏو وڏو ماڻهو تہ ڪونہ آهين ۽ تون اِهو بہ ڄاڻين ٿو، تہ اِهو بنهہ ضروري آهي تہ تون اڄ ونس وڃي، منهنجي

طرفان ڪيس الوداع چئي اَچ. پوءِ پيسو هجي يا نہ هجي. چاڪاڻ تہ مان ڳالهہ کي ايترو ڊگهو ڪرڻ نہ ٿو گهران. اهائي ڳالهہ آهي. سڀاڻي تمام گهڻي دير ٿي ويندي. ۽ پوءِ توکي بابا ڏانهن بہ موڪلڻو آهي."

"بابا ڏانهن؟"

"جيءُ، پهريائين بابا ڏانهن. ڪانئس وجي ٽي هزار روبل گهر."

"پر مِتيا، هُو ڪڏهن بہ نہ ڏيندو."

"مون کي خبر آهي، تہ ڪونہ ڏيندو. اليڪسي تون نااُميديءَ جي معنيٰ سان واقف آهين؟"

"مان ڄاڻان ٿو."

"تہ ٻُڌ، قانوني طرح، هُو منهنجو قرضدار نہ آهي. مون هُن کان سڀ ڪجهہ وني ڇڏيو آهي. اهو مان ڄاڻان ٿو. پر اخلاقي طرح هُو منهنجي زيربار آهي. ڇا ائين نہ آهي؟ توکي اِها بہ خبر آهي تہ هُن منهنجي ماءُ جي ٺي اناويهن هزارن سان پنهنجي ڪمائيءَ جي شروعات ڪئي هئي ۽ اُنهن مان سوين هزار ڪمايائين. هُو مون کي اُهي اَٺاويهہ هزار ٺي موٽائي ڏئي ۽ منهنجي روح کي دوزخ جي باهہ مان ڇوٽڪارو ڏي تہ انهن سان اِهو منهنجي ڪيترن ئي گناهن جو ڇوٽڪارو ٿيندو. اِنهن ٽن هزارن جي خاطر، مان توسان واعدو ٿو ڪريان، تہ مانَ سڀ ڪجهہ ختم ڪري ڇڏيندس، ۽ هُو منهنجي طرفان وري ڪجهہ بہ نہ ٻڌندو. پويون دفعو مان ڪيس پيءُ ٿيڻ جو موقعو ڏيان ٿو. ڪيس وجي ٻُڌاءِ تہ خود خدا ڪيس اِهو موقعو ڏئي پيو."

"مِتيا، هُو ڪنهن بہ حالت ۾ ڪونہ ڏيندو."

"مون کي خبر آهي تہ ڪونہ ڏيندو. مان اِهو چڱيءَ ريت ڄاڻان ٿو، خاص طرح هاڻي تہ وڏيڪ. پر اِهوئي تہ سڀ ڪجهہ آهي. مان اَجا بہ وڌيڪ ڄاڻان ٿو. ٿورا ڏينهن اڳ ۾، شايد ڪالهہ، هن کي پهريون ڀيرو هيءَ خبر پئي آهي، تہ پَڪ ئي پَڪ - خيال ۾ رکجانءِ - تہ گروشينڪا ڪوبہ چرچو نہ ٿي ڪيو، بلڪہ مون سان شادي ڪرڻ لاءِ آماده آهي. هُو سندس طبعيت کان واقف آهي، هُو ڪوبليءَ کي سڃاڻي ٿو. تون سمجهين ٿو، تہ هُو مون کي پيسا ڏيندو، تہ مان ڪيس حاصل ڪريان. جڏهن هُو خود اُن جي مٿان ڇَڪن آهي، پر ......!

اِهو سڀ ڪجهہ نہ آهي. مان توکي هن کان بہ وڌيڪ ٿو ٻڌايان. مون کي گذريل پنجن ڏينهن کان هيءَ خبر ملي آهي، تہ هُن بئنڪ مان ٽي هزار روبل ڪڍايا آهن ۽ اُنهن کي سَوَ سَوَ روبل نوٽن ۾ مٽايو اَٿس. هڪ وڏي لفافي ۾

اُنهن کي بند ڪيو اَٿس ۽ اُن تي ڳاڙهي ربين ويڙهي اَٿائين ۽ اُن جي مٿان پنج مُهرون هنيون اَٿس. ڏس مون کي اُن جي ڪيڏي نہ خوبصورتيءَ سان خبر آهي. اُن جي مٿان بہ لکيو اَٿائين تہ ”منهنجي فرشتہ گروشينڪا ڏانهن، جڏهن هوءَ مون ڏي ايندي.“ هيءُ سڀ ڪجهہ، هُن پاڻ ڪيو آهي ۽ ڳجهہ ڳوهہ ۾، جنهن جي فقط سندس خاص خدمتگار سميرڊياڪوف کي خبر آهي، جنهن تي هُو پاڻ جهڙو ڀروسو رکندو آهي. هاڻي هُو گذريل ٽن چئن ڏينهن کان، انهيءَ اُميد تي وينو آهي، تہ گروشينڪا وٽس ايندي. ڪيس هيءَ بہ اُميد آهي، تہ هوءَ پيسن لاءِ ايندي. هن ڪيس چَورائي بہ موڪليو آهي ۽ هُن جواب بہ ڏياري موڪليو اَٿس تہ هوءَ وٽس ايندي. هوءَ جيڪڏهن پوڙهي وٽ وئي، تہ مان ساڻس شادي ڪري سگهندس؟ تو هاڻي سمجهيو هوندو، تہ مان هتي ڇو لڪو وينو آهيان ۽ ڇو مناسب موقعي جو منتظر آهيان؟“

”هُن جي لاءِ ؟“

”هائو، هُن جي لاءِ ئي. فوما کي هت، هُن ڦوهڙ عورت جي گهر ۾ هڪ ڪمرو آهي. فوما، منهنجي ئي پاسي جو آهي. هُو اسان جي ئي ريجمينٽ ۾ سپاهي هو. هُو هن جو ڪم ڪار ڪندو آهي. رات جي وقت چوڪيداري ڪري ٿو ۽ ڏينهن جو پکين جو شڪار ڪرڻ ويندو آهي. اِجهو هُو اِيئن ئي گذارو ڪندو آهي. مان سندس ئي ڪمري ۾ وڃي رهيو آهيان. منهنجي راز جي، نہ هن کي، نہ وري عورتن کي خبر آهي. اِن ڪري ئي بس، اِن ڪري ئي مان هت انتظار ۾ وينو آهيان.“

”تہ پوءِ ٻئي ڪنهن کي بہ نہ پر سميرڊياڪوف کي ئي اُن جي خبر آهي؟“

”ٻئي ڪنهن کي بہ نہ. هوءَ جڏهن پوڙهي وٽ ويندي، تہ هُو مون کي يڪدم اَچي ٻُڌائيندو.“

”تہ پوءِ هن ئي توکي پيسن لاءِ ٻُڌايو آهي؟“

”هائو، اِهو بلڪل راز آهي. ايون کي پڻ پيسي جي يا ٻي خبر ڪانہ آهي. پوڙهو ايون کي ٻن ٽن ڏينهن لاءِ، شرماشنيا ڏانهن سفر تي موڪلي رهيو آهي. جهنگ جي ڪانين لاءِ ڪو خريدار پيدا ٿيو آهي، جو هن کي اَٺ هزار روبل ڏيندو. پوڙهو اِن ڪري برابر هن کي چئي رهيو آهي، تہ ڪيس هن وهنوار ۾ مدد ڪري. هن کي اُتي ٽي چار ڏينهن لڳي ويندا. پوڙهو، اِهوئي چاهي ٿو، تہ جيئن گروشينڪا هن جي غير حاضريءَ ۾ وٽس اَچي سگهي.“

”هن کي اڄ گروشينڪا جي اَچڻ جي اُميد آهي؟“

”نہ هوءَ اڄ ڪونہ ويندي. اُن جا اهڃاڻ آهن. هوءَ پڪ ڪونہ ويندي.“ مِتيا،

اوچتو وڏي آواز سان چيو. سميرديا ڪوف پڻ ايئن ئي ٿو سمجهي. بابا، هينئر پيئڻ ۾ مست آهي. هُو ايون سان گڏ ميز تي ويٺو آهي. اليوشا هن ڏانهن وڃ ۽ ڪانئس ٽن هزارن جي طلب ڪر.“

”پيارا متيا توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟ اليوشا اوچتو رڙ ڪري چيو ۽ پنهنجي جاءِ تان ٽپو ڏئي اُٿيو. پنهنجي ڀاءُ جي وحشياڻي چهري ڏانهن نهارڻ لڳو. هڪ گهڙيءَ لاءِ ڪيس خيال آيو ته دمتري چريو ٿي ويو آهي.

”اهو ڇا آهي؟ مان ديوانو ڪونه آهيان.“ دمتري ڏانهن سنجيدگيءَ سان نهاريندي چيو. ڪوبه ڊپ ڪونه آهي. مان توکي پيءُ ڏانهن موڪلي رهيو آهيان. مان جيڪي چوان ٿو، اُهو به سمجهان ٿو. مان ته معجزن ۾ يقين رکندو آهيان.“

”معجزن ۾؟“

”خدا پاڪ جي معجزن ۾، منهنجي دل جو علم خدا کي ئي آهي. هُو منهنجي مايوسيءَ جي حالت کي ڏسي ٿو. پوري تصوير، هُن جي اڳيان آهي. مون کي پڪ آهي ته هُو ڪابه بڇڙائي ٿيڻ نه ڏيندو. اليوشا تون وڃ، مون کي معجزن ۾ يقين آهي.“

”مان وڃان ٿو، پر مون کي ٻُڌاءِ ته تون منهنجو هت انتظار ڪندين؟“

”هائو، مون کي خبر آهي ته هن ۾ ڪجهه وقت لڳندو. تون خالي ذهن سان هن ڏي وڃج. هُو شراب پيئڻ ۾ مشغول آهي. مان هت تنهنجو ٽي، چار، پنج، ڇهه، ست ڪلاڪ انتظار ڪندس. پر اِهو نه وسارجانءِ، ته توکي اڄ ئي ڪيٽرينا ايونونا ڏانهن وڃڻو آهي. پوءِ ڪٿي اَڌ رات تي وڃي. پيسو هجئي يا نه پر ڪيس چئج، هن توڏانهن سلام موڪليا آهن. مان چاهيان ٿو، ته ڪيس اِهو شعر ٻڌائجانءِ ته، هن توکي سلام موڪليا آهن.“

”مِتيا، گروشينڪا ڏي، جي اڄ نه، ته سڀاڻي يا ٻي ڏينهن وڃي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟“

”گروشينڪا؟ مان ڪيس ڏسي رهندس. مان ڊوڙي وڃي ڪيس روڪيندس.“

”۽ جيڪڏهن -“

”اُن ۾ جيڪڏهن آهي، ته پوءِ اِهو قتل ٿيندو. مان اِهو برداشت نه ڪندس.“

”ڪير قتل ٿيندو؟“

”پوڙهو! مان هُن جو ته خون ڪونه ڪندس.“

”منهنجا پيارا ڀاءُ، هيءُ تون، ڇا پيو چوين؟“

”اڙي مون کي خبر نه آهي .... مون کي خبر نه آهي. شايد مان هن کي قتل نه

ڪريان. اِيئن تي بہ سگهي ٿو. هُو شايد اُن وقت مون ڏانهن نفرت انگيز ڇهري سان نهاري ويهي. مون کي سندس بدزيب گردن، نڪ ۽ اکين ڪان بيحان ٿي لڳي، پڻ سندس لڪي لڪي ڪلڻ ڪان بہ. مون کي ڪانئس قدرتي نفرت آهي. مون کي رڳو اهوئي ڊپ آهي. اها ڳالهہ شايد مون کي تڪليف ۾ وجهي ڇڏي."

"مان ويندس مِتيا. مون کي يقين آهي، تہ ڏاڍي ڪا بهتري ئي پيدا ڪندو ۽ شال ڪا اهڙي بڇڙي ڳالهہ نہ ٿئي."

"۽ مان هت ويهي، ڪنهن معجزي جو انتظارڪندس. پر جيڪڏهن اِيئن نہ ٿيو تہ ....."

اليوشا فڪر ۾ غرق هوندي پنهنجي پيءُ جي گهر ڏانهن روانو ٿيو."

باب ڇهون

# سميردياڪوف

هن پنهنجي پيءُ کي سچ پچ تہ ٽيبل تي ئي وينل ڏٺو. گهر ۾ ڊائننگ روم بہ هئو. ڊائننگ روم، سڀ کان وڏو ڪمرو هو ۽ ڪاٺ جي ميز بنهہ وچ ۾ پيل هئي. اُن ڪمري کي، قديم طرز تي، نمائشي انداز ۾ سينگاريو هو. سڄو پراڻو فرنيچر هو ۽ اُن جا گاديلا ۽ ڪمانون بہ پراڻيون هيون، جن تي ڳاڙهو ريشمي ڪپڙو چڙهيل هو. ٻن درين جي وچ ۾، محنت سان مڪمل ڪيل خوبصورت فريمن ۾ آئينا لڳل هئا. اُنهن فريمن تي پراڻي زماني جي نقاشي تي نظر آئي. ڀتين تي سفيد ڪاغذ لڳل هو، جو ڪيترن جاين تان ڦاٽي پيو هو. جن تي بہ وڏيون تصويرون لڳل هيون. اُنهن مان هڪ ڪنهن شهزادي جي هئي، جو ڪنهن وقت اُن پرڳڻي جو گورنر هو، ٻي تصوير ڪنهن پادريءَ جي هئي، جنهن کي مُئي ڪافي وقت گذريو هو. سامهون واري دروازي جي ڪُنڊ ۾، حضرت مريم (بي بي) جا ڪيئي مجسما رکيل هئا، جن جي سامهون رات جو شمعون ٻاريون وينديون هيون. اُهي عبادت جي خاطر نہ بلڪ ڪمري ۾ روشني ڪرڻ جي خاطر ٻاريون وينديون هيون. فيودورپاولوچ رات جو دير سان ننڊ ڪندو هو ۽ ٽين يا چئين وڳي مس بستري ۾ ويندو هو. هُو اهو پورو وقت، ڪمري ۾ پيو گهمندو هو يا آرام ڪرسيءَ تي ليٽي پيو پـُور پچائيندو هو. اِها سندس عادت ٿي چـُڪي هئي. هـُو اَڪثر گهر ۾ اَڪيلو سمهندو هو ۽ نوڪرن کي سَندن ڪمرن ۾ موڪلي ڇڏيندو هو، پر رواجي طرح سميردياڪوف، هال ۾ هڪ بينچ تي ئي سمهي پوندو هو.

اليوشا جڏهن اندر آيو، تہ ماني ختم ٿي چُڪي هئي. ڪافي ۽ مربي جو دور ٿي هليو. فيودورپاولووچ کي ماني کانپوءِ شراب سان گڏ منيون شيون کائڻ پسند هونديون هيون. ايون پڻ ميز تي موجود هو ۽ ڪافي پيئڻ ۾ مشغول هو. ٻئي نوڪر گريگري ۽ سميردياڪوف هڪ جهڙي خوشيءَ ۾ ٿي ڏٺا. فيودورپاولووچ وڏي آواز سان ٽي کليو. اليوشا سندس تيز ٽهڪن کي ڪمري کان ٻاهر ٻُڌو. هـُن سمجهيو تہ هُو خوش آهي. هي آواز ڪيس چڱيءَ ريت ٻـُڌائي سگهيو ٿي، تہ سندس پيءُ خوش مزاجيءَ جي رنگ ۾ آهي ۽ اَجا پيئڻ کان پـَري آهي.

”هيءُ هتي اَچي ويو. فيودورپاولووچ خوشيءَ مان آواز ڏنو ۽ اليوشا کي ڏسي بيحد خوش ٿيو.“ ويهہ ۽ اَسان سان گڏجي وڃ. ڪافي بي ضرر هئڻ کان سواءِ، گرم ۽ چڱي شيءِ آهي. مان توکي براندي‌ءَ جي آڇ نہ ٿو ڪريان، ڇاڪاڻ تہ تون روزي دار آهين پر ٿوري پسند ڪندين؟ نہ. مان توکي پراڻو، مشهور، منو ۽ تيز خوشبودار

شراب تو پياريان.

سميرڊياڪوف، ڪبٽ جي بي تختي جي ساڄي پاسي کان پيو اُٿئي. هان هيءُ چاهيون وٺ. خيال سان ڏسجانءِ.

اليوشا، اُن شراب کان بہ انڪار ڪرڻ لڳو.

"ڪا ڳالهہ ناهي، جيڪڏهن تو نہ پيتو تہ اسان پيئنداسين." فيودورپاولووچ، مشڪندڙ چهري سان چيو، "پر ترس تو ماني کاڌي آهي؟"

"هائو." اليوشا، جواب ڏنو. سچ پچ هن فادر سپيرئر جي بورچيخاني ۾ ماني ٽڪر کاڌو هو ۽ شوروي جو گلاس بہ پيتو هو. "البت مون کي ڪافي پيئندي خوشي ٿيندي."

"شاباس منهنجا پيارا! هن کي ڪافي گهرجي. اِها گرم آهي اَلائي نہ. پر هيءَ تہ ٿهڪي ٿي. هيءَ بهترين شيءِ آهي، جنهن کي سميرڊياڪوف ناهيو آهي. سميرڊياڪوف، ڪافي، ميٺي جي ٽڪرن ۽ ميٺي جي شوروي ناهڻ جو وڏو ماهر آهي. تون ڪنهن ڏينهن اَچ ۽ ميٺي جي شوروي کي پي ڏس، پر مون کي اُن جو اطلاع اڳ ۾ ڏجانءِ." پر ترس .... مون توکي اڄ صبح چيو هو تہ پنهنجي تونئري، وهاڻو ۽ بيو جو ڪجهہ بہ هجي، کڻي پنهنجي گهر هليو اَچ. ها! ها! ها! ها!"

اليوشا مشڪندي کيس چيو: "نہ، ڪجهہ بہ نہ آندو اٿم."

"هان، تون ڊنل هئين، اڄ صبح ڊنل هئين. هئين نہ؟ مان اُتي تہ توکي منٽا پريشان ڪونہ ڪيو هو. ايون تون چاٽين تو تہ جنهن اَنداز سان، هُو منهن ۾ نهاري ۽ کلي ٿو، اُهو مون کي بيحد متاثر تو ڪري. مون کي هن تي کل بہ ٿي اَچي. مون کي هن سان بيحد محبت آهي. اليوشا ويجهو اَچ تہ مان توکي دعا ڪريان. پيءُ جي دعا."

اليوشا پنهنجي جاءِ کان اُٿيو، پر ايتري دير ۾ فيودورپاولووچ پنهنجو اِرادو ڦيرائي ڇڏيو هن کيس چيو تہ "نہ، نہ، في الحال مان تنهنجي مٿان، صليب جو نشان تو ڪريان. تون ويهہ. هاڻي تو سان اسان کي اِيئن هلڻو پوندو، جيئن تنهنجي پسنديدگي هوندي. تون اُن تي گهڻو کلندين. بلعام جي گڏهہ. اسان سان هاڻي ڳالهائڻ شروع ڪيو آهي. ڏس تہ هُو ڪيئن تو ڳالهائي، ڪيئن تو ڳالهائي!"

بلعام جو گڏهہ بيو نہ هو پر سميرڊياڪوف. هُو چوويهن سالن جو نوجوان هو، پر غير معمولي طرح خلوت پسند ۽ گهٽ ڳالهائڻ وارو هو. اِيئن نہ هو تہ هُو ڪو شرميلو هو، يا محجوب هو. اُن جي برعڪس خود پسند ۽ سڀ کي حقارت سان ڏسندڙ هو. مان مٿي سندس سڄي ساري وضاحت ڏئي چُڪو آهيان.

هُو مشڪل سان ڳالهائيندو هو. ڪنهن کي جيڪڏهن هيءُ خيال اَچي، تہ هيءُ

نوجوان ڪھڙي ڳالھ ۾ دلچسپي ٿو وٺي ۽ سندس دل ۾ ڇا آهي، تہ هُن ڏي نهارڻ کان پوءِ بہ هُو ڪجھ ٻڌائي نہ سگھندو. اُن هوندي بہ هُو ڪڏهن ڪڏهن، اوچتو ئي اوچتو گھر ۾ يا اڱڻ يا گھٽيءَ ۾ بيھي رهندو هو ۽ ڪنهن فڪر ۾ ڏهن منٽن تائين گم ٿي ويندو هو. هڪ چھرا شناس سندس شڪل ۾ نهاري ها، تہ چئي سگھي ها تہ وٽس ڪوبہ فڪر ۽ سوچ ۽ ويچار ڪونہ آهي، پر فقط ڪو تصور ۽ ڌيان آهي. مصور ڪرامسڪوف جي هڪ مشھور تصوير 'تصور' نالي آهي، اُن ۾ سياري ۾ هڪ ٻيلي جو منظر ڏيکاريو ويو آهي. ٻيلي مان جو رستو وڃي ٿو، اُن تي بلڪل ماٺ ڇانيل آهي، اُتي هڪ هاري ڦاٽل ڪپڙن ۽ ڇنل بوٽ سان بيٺو آهي، ڄڻ تہ ڪنهن گھري سوچ ۽ ويچار ۾ آهي. پر هُو ڪوبہ غور ۽ فڪر نہ ٿو ڪري، فقط "سوچي ٿو." اهڙي حالت ۾، جيڪڏهن ڪو کيس ڇُھي تہ هُو ڇرڪ پريندو ۽ سندس نگاھ مان ائين معلوم ٿيندو، تہ هُو ڄڻ ننڊ مان جاڳي پيو آهي ۽ منجھيل آهي. هي بہ سچ آهي، تہ هُو يڪدم هوش ۾ اچي ويندو، پر جيڪڏهن، ڪانئس پڇيو ويندو تہ هُو ڪھڙي ڳالھ تي سوچي رهيو هو، تہ کيس ڪجھ بہ ياد نہ هوندو. اُن هوندي بہ غالباً منجھس اُهو اَثر ضرور لڪل آهي جنهن جو مٿس سوچڻ واري وقت ۾ غلبو حاصل هو. اهي اثر کيس پيارا آهن ۽ انھيءَ ۾ ڪوبہ شڪ نہ آهي تہ هُو اهي غير محسوس ۽ بي خبريءَ جي حالت ۾ گڏ ڪري ٿو. پر اهي اَثر هُو ڪيئن ۽ ڇو گڏ ڪري ٿو، اُن بابت ڪجھ بہ نہ ٿو ڄاڻي. اهڙي حالت ۾ هُو، ڪيترن سالن تائين هي اَثر جمع ڪرڻ کانپوءِ، اوچتو ئي اوچتو سڀ ڪجھ ڇڏي، پنهنجي روح جي آزادي لاءِ، بيت المقدس جي زيارت تي هليو وڃي يا پنهنجي اباڻي وطن کي جلائي ڇڏي، يا شايد ٻئي ڳالھيون ڪري. هاري ماڻهن ۾ اهڙيءَ ريت حيران ٿيڻ، تمام گھڻو آهي. سميرڊياڪوف بہ غالباً اهڙن ماڻهن مان هو هيچ سان اهڙا اَثر پاڻ وٽ گڏ ڪندو ٿي رهيو، جن بابت کيس ڪابہ خبر نہ هئي، تہ ڇو؟

باب ستون

# مباحثو

پر اوچتو بلعام جو گذھ ڳالھائي ويٺو. ھڪ عجيب موضوع ھو. صبح جو گريگري خريداريءَ لاءِ ويو ھو، اُتي ھُن دُڪاندار لڪيانوف کان ھڪ رومي سپاھيءَ جي ڳالھ ٻڌي، جا اُن ڏينھن جي اخبار ۾ آئي ھئي. ايشيا جي ڪنھن پرانھين حصي ۾، ھڪ سپاھيءَ کي عيسائي سمجھي ماريو ويو ھو. گريگري اھا ڳالھ ميز وٽ ٻيني ئي ڪئي، تہ ڪھڙي ريت اُن سپاھيءَ پنھنجي عيسائي مذھب کي ڇڏي، اسلام قبول نہ ڪيو ۽ ھُو حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي تعريف ڪندي ماريو ويو. فيودورپاولوچ کي ھميشہ ڪاڏي ڪانپوءِ، خوش مزاجي سُجھندي ھئي ۽ گريگري سان ڳالھائيندو ۽ کلندو ھو. اُن ڏينھن منجھند جو، ھُو خاص طرح خوش مزاج ۽ مزي ۾ ھو. برانديءَ کي ڍُڪ ڍُڪ ڪري پيئندي، ھُن اُن ڳالھ کي ڏيان ڏيئي تي ٻُڌو. ھن خيال ڪيو تہ ھاڻي ھن سپاھيءَ کي پاڪ انسانن ۾ شمار ڪيو ويندو. ڪنھن مڙھيءَ ۾ سندس کَل کي رکيو ويندو. جنھن حقيقت کي ٻُڌي، ماڻھو اُن مڙھيءَ ڏانھن ڊوڙي پوندا ۽ مڙھيءَ وارن کي چڱي ڪمائي ٿيندي.

گريگري ڏٺو. تہ فيودورپاولووچ تي سپاھيءَ جي ڪھاڻيءَ جو ڪوبہ اثر نہ ٿيو آھي پر دستور موجب ٺٺولي ڪرڻ لڳو آھي، تڏھن سندس پيشاني ۾ گھنج پئجي ويا. سميرڊياڪوف جو دروازي وٽ بيٺو ھو، ھيءُ ڏسي مشڪيو. سميرڊياڪوف اڪثر ڪاڏي جي آخر تائين ميز وٽ بيھڻ جو عادي ھو. خاص طرح اسان جي شھر ۾ ايون جي اَچڻ کانپوءِ، سندس اھا عادت ٿي وئي ھئي.

فيودورپاولوچ، اُن وقت سميرڊياڪوف کي مشڪندي ڏسي.ورتو ۽ سمجھائين تہ اِھا طنز گريگري ڏانھن آھي، پڇيائينس تہ "تون اِھي ڏند. ڇا لاءِ ٿو ڪڍين؟"

"منھنجي خيال ۾،" سميرڊياڪوف، اوچتو وڏي آواز سان چيو تہ "ھُن سپاھيءَ جي دليري تعريف جي لائق آھي، تہ ھيءُ گناھ نہ ھو تہ اُن نازڪ ۽ خطرناڪ جاءِ تي، ھُو مسيحت کان ھٽ ڪٽي، پنھنجي جان بچائي ھا ۽ ٿورن سالن گذرڻ کان پوءِ، ھُو پنھنجي بزدليءَ جي وري چڱيءَ ريت تلافي ڪري سگھي ھا."

"اِھو ڪيئن نہ گناھ آھي؟ تون سچي بيوقوفي ٿو ڳالھائين. جنھن جي لاءِ تون دوزخ ۾ ويندين ۽ تنھنجي گوشت کي جلايو ويندو." فيودور پاولووچ ڪيس دڙڪو ڏيندي چيو.

ھي ايترو ڳالھائي چڪا ھئا جو اِليوشا اندر آيو ۽ جيئن اسان متي ڏسي آيا

آهيون، فيودورپاولووچ، ڪيس ڏسي بيحد خوش ٿيو هو.

”اسان تنهنجي موضوع تي ڳالهائي رهيا آهيون، تنهنجي موضوع تي.“ هن مسرت ۽ خوشحاليءَ مان اليوشا کي ويهڻ جي دعوت ڏئي چيو ته ”ڏيان سان ٻڌ.“

”جيستائين گوشت جو تعلق آهي، ايئن نه ٿيندو. اُتي هن جي لاءِ ڪجهه به نه آهي. نه وري ايئن تي سگهي ٿو. ڇو ته انصاف ايئن نه ٿو چوي.“ سميرڊياڪوف نهايت دليريءَ سان جواب ڏنو.

”تنهنجو انصاف جي مطابقت ڪان ڪهڙو مطلب آهي، ؟“ فيودور پاولووچ وڏيڪ خوشيءَ مان واڪو ڪري چيو ۽ پنهنجي گوڏي سان اليوشا کي اشارو ڏنو.

”هيءُ بيوقوف آهي ۽ اُن ۾ ڪو به شڪ نه آهي.“ گريگري چڻ ته ڦاٽي پيو. هن سميرڊياڪوف جي منهن ۾ ڪاوڙ مان نهاريو.

”مون کي نالائق چوڻ کان اڳ ۾، ترس گريگري ويليويووچ.“ سميرڊياڪوف مڪمل سنجيدگي سان ڪيس جواب ڏنو. ”چڱو ايئن آهي ته تون پاڻ کي اهو سمجهه. جيڪڏهن مون کي عيسائي قوم جا دشمن گرفتار ڪري وٺن، ۽ هو مون کان هيءُ گُهر ڪن ته مان خدا جي نالي کي گهٽ وڌ چوان ۽ مسيحت جي تحقير ڪريان ته مون کي حق آهي، ته مان مجبورن پنهنجي اسباب موجب، هن جي دباءَ تي عمل ڪريان ۽ دباءَ ۾ اچي غلط ڳالهه ڪرڻ ۾ ته گناهه جو ڪوبه انديشو نه آهي.“

”پر تو، اها ڳالهه ته اڳ ۾ ئي چئي آهي. پنهنجي لفظن کي ضايع نه ڪر ۽ ثبوت ڏي.“ فيودورپاولووچ رڙ ڪري چيو.

”شوروو ناهيندڙ“ نفرت مان گريگري پُٽڪندي چيو.

”جيستائين شوروي ناهيندڙ جو سوال آهي، ٿورو وقت ترس ۽ گريگري ويسليويووچ ڪجهه پنهنجي لاءِ سوچ ۽ مون کي گهٽ وڌ نه ڳالهاءِ. مان جيئن ئي اُنهن دشمنن کي چئي ڏيان ته مان عيسائي نه آهيان ۽ خدا کي گهٽ وڌ ڳالهايان ته مان خدا جي برتر فيصلي موجب نفرت جي لائق ۽ ملامتي بڻجي ويندس. مقدس ديول کان ڪنجي ويندس، بلڪل اهڙيءَ ريت، جيئن مان مشرڪ هوس. اُنهيءَ ئي لحظي ۾ نه، جڏهن مون اهي لفظ ڏاڍيان چيا، پر اُن وقت جڏهن مان انهن لفظن چوڻ جي لاءِ خيال ڪيو. جو سيڪنڊ جي چوٿائيءَ ۾ ٿي گذريو هوندو. مان مردود بڻجي ويس. ايئن آهي نه گريگري ويسليويووچ؟“

هن گريگري کي مڪمل تسليءَ سان خطاب ڪيو. هُو سچ پچ فيودورپاولووچ جي سوالن جا جواب ڏئي رهيو هو. جنهن کان هُو بلڪل خبردار هو ۽ ڄاڻي واڻي ڏيکاري رهيو هو ته هُو گريگري جي سوالن جا جواب ڏئي رهيو آهي.

"ايون، " فيودورپاولووچ اوچتو وڏي آواز سان چيو. "منهنجي پُٽڪي کي ڪَنَ ڏئي ٻُڌ. هيءُ سڀ تنهنجي لاءِ واعظ ڪري رهيو آهي. سندس خيال آهي، تہ توکان پنهنجي تعريف ٻُڌي. "

ايون مڪمل دلچسپيءَ ۽ غور سان، پيءُ جي جوش واري پٽڪي کي ٻُڌو.

"سميرڊياڪوف ترس، هڪ منٽ جي لاءِ خاموش ٿي. " فيودورپاولووچ هڪ دفعو وري بہ ڪيس چيو. "ايون ڪن ڏئي ٻڌ. "

ايون مڪمل گنڀير رخ سان وري بہ جُهڪي ويو.

"مان جيترو اليوشا کي پيار ڪريان ٿو، ايترو توکي بہ ڪريان ٿو. ڇا مان توکي پيار نہ ٿو ڪريان؟ ڪجھ براندي؟"

"هائو، پر مون کي تہ ڪافي نشو ٿيو آهي. " ايون پيءُ ڏانهن غور سان نهاريندي چيو. هُو سميرڊياڪوف ڏي، تعجب سان ڏسندو رهيو.

اوچتو گريگري، سخت ڪاوڙ مان سميرڊياڪوف کي دڙڪو ڏيئي چيو تہ، "تون ملعون ۽ مرتد آهين، جيئن معلوم ٿئي ٿو، پر توکي بحث ڪرڻ جي ڪيئن جرئت ٿي آهي. هن کان پوءِ جيڪڏهن ....."

"گريگري، هن کي نہ ڇينڀ، نہ ڇينڀ. " فيودورپاولووچ، سندس جملي کي ڪٽيندي چيو.

"گريگري ويسليووچ، توکي فقط ٿوري وقت لاءِ ترسڻ گهرجي. مون کي جو ڪجھ چوڻو آهي. اُن کي ڇٽي پورو نہ ڪيو اٿم. اِنهيءَ گهڙيءَ ۾، جڏهن مان اهڙي نفرت جهڙي ڳالھ چئي وينس، مان ملامتي بڻجي ويس. مان صحيح طور تي مشرڪ ٿي رهجي ويس. منهنجي مسيحت مون کان کسجي وڃي ۽ فائدي واري نہ رهي. ڇا ايئن نہ آهي؟"

فيودورپاولووچ، مزي سان شراب جو ڍڪ ڀريندي، تاڪيد سان چيو، "ڇوڪرا جلدي پنهنجي حقيقت کي پورو ڪر. "

"هاڻي جڏهن مان عيسائي، ئي نہ رهيس، تڏهن جيڪڏهن مان ڪوڙ ڳالهائي، دشمن کي چيو تہ عيسائي آهيان يا نہ آهيان تہ اِهو ڪوڙ نہ آهي! ڇاڪاڻ تہ اڳ ۾ ئي، منهنجي خيال جي باعث، تہ مان پنهنجي دشمن کي هيئن چوندس، خود خدا پاڻ مون کان مسيحت کسي ورتي آهي. جيئن تہ مان اڳ ۾ خارج ڪيو ويو آهيان، تہ پوءِ ڪهڙي حالت ۾، ڪهڙي انصاف جي رُو کان، ٻي دنيا ۾ مسيح جي انڪار هوندي بہ مسيحت لاءِ جوابدار نهرايو ويندس. جڏهن تہ فقط خيال ڪرڻ جي باعث، هن جي انڪار ڪرڻ کان بہ اڳ ۾ مون کي منهنجي عيسائي هجڻ کان خارج ڪيو ويو هجي؟

جيڪڏهن مان عيسائي نہ رهيو آهيان، تہ يسوع مسيح کي گهٽ وڌ ڳالهائي نہ ٿو سگهان. ڇو تہ منهنجو گهٽ وڌ ڳالهائڻ سان ڪو واسطو ئي نہ رهيو. گريگري وسيليوچ، اِهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي، تہ هڪ مشرڪ تاتاري کي، توڙي جو آسمان ۾ هن لاءِ ڏوهي سمجهيو وڃي، تہ هُو عيسائي ڇو نہ ٿي ڄائو. ڪيس هن لاءِ ڪير سزا ڏيندو؟ تو شايد ٻڌو هجي تہ هڪ ڳئون جي ٻہ پيرا ڪل نہ لاٿي ويندي آهي. خدا تعاليٰ پاڻ ڪٿي جي تاتاريءَ کي ان جو سزاوار سمجهي ٻہ، تہ ڪيس مرڻ کان پوءِ ٿوري گهٽي سزا ڏني ويندي. (جڏهن تہ هن کي سزا ڏني وڃي ٿي) مان هن ڳالهہ تي غور ڪندي، توريان ٿو تہ هُو جڏهن تہ مشرڪ پيءُ ماءُ مان مُشرڪ ٿي ڄائو آهي، تہ ڪهڙي ريت، ڪيس اُن جو جوابدار سمجهيو ويندو؟ خدا، پَڪَ سان، اُن تاتاريءَ کي عيسائي ڪونہ چوندو. جيڪڏهن ايئن ٿيو، تہ چئبو تہ اُن طاقتور خدا، سچي ڳالهہ نہ ڪئي آهي. ڇا اِهو ٿي سگهي ٿو تہ آسمانن ۽ زمين جو مالڪ، توڙي ڪٿي هڪ لفظ هجي، ڪوڙ ڳالهائي سگهي ٿو؟"

گريگري اهو ٻُڌي سخت حيرت ۾ پئجي ويو ۽ اُن فصيح کي ڏسڻ لڳو. سندس اکيون ڄڻ مٿي کان ٻاهر نڪري اَچڻ تي پهتيون هيون. جو ڪجهہ ڳالهايو ويو. توڙي جو اُن کي هُو سمجهي نہ سگهيو هو، پر ڪجهہ اُن بڪوات کي سمجهيو هئائين. هُو اِهڙيءَ ريت بيٺو رَهيو، ڄڻ تہ سندس مٿو، يٽ سان ٽڪرائجي ويو آهي. فيودورپاولوچ پنهنجو گلاس خالي ڪيو ۽ بي تميزيءَ سان ٽهڪ ڏئي ڪليو.

"اليوشا، اليوشا، تون هن بابت ڇا چوندين!؟ هيءُ تاويلات جو دليل باز، شايد يسوعين[1] سان ڪني رهيو آهي. ايون! اي بدبودار يسوعي، توکي هي ڳالهيون ڪنهن سيکاريون آهن؟ تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين. گريگري، گريگري تون روءُ نہ. تون واهيات ٿو ڳالهائين، واهيات، واهيات! مان هن کي هڪ گهڙيءَ ۾ دونهون ۽ رڪ ٻٽائي ڇڏيندس. اڙي، او ڳڏهہ مون کي ٻُڌاءِ تہ تون پنهنجي دشمن جي اڳيان، ڪٿي حق بجانب هجين، پر ساڳي وقت تو، پنهنجي دل مان ايمان ٻہ تہ ڪڍي ڇڏيو آهي. اُن جو تو اعتراف بہ ڪيو آهي، تہ اُن وقت تون ملعون ۽ مشرڪ ٻڻجي ويو هئين. هاڻي جڏهن تون مشرڪ ٿئين تہ جهنم ۾، تنهنجي ڪهڙي پني نپريندا. منهنجا خوبرو يسوعي، هن بابت تنهنجو ڇا چوڻ آهي؟"

"انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ، مان جو ڪجهہ پنهنجيءَ دل ۾ گهٽ وڌ چيو، اُن ۾ ڪو خاص گناهہ نہ هو. جيڪڏهن اِهو گناهہ بہ هو تہ نهايت معمولي."

---

[1] يسوعي، عيسائيت جو اُهو فرقو آهي، جو دِين مسيحي جي هر مڪاريءَ ۽ حيلي سان تبليغ ڪندو آهي.

”ڪيئن ٿو چوين تہ اِهو رواجي هو؟“

”تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين ملامتي.“ گريگري هٻڪندي چيو.

”پنهنجو خيال ڪر، گريگري“ سميرڊياڪوف، ڪيس آرام سان ۽ ٺڏو ٿي چيو. اُن ماڻهوءَ وانگر، جنهن کي پنهنجي فتحمنديءَ تي، اعتبار هجي ۽ اِهڙيءَ ريت جيئن، مغلوب دشمن تي ڪو مهربان ٿيڻ چاهيندو آهي.

گريگري ڏيان ڏئي ٻُڌ ۽ پاڻ فيصلو ڏي. مقدس ڪتاب ۾ آيو آهي، تہ جيڪڏهن اوهان جي دل ۾ اَهر جي داڻي جيترو ايمان هوندو ۽ اوهان جيڪڏهن جبل کي حڪم ڪندؤ تہ سمنڊ ۾ هليو وڃي، تہ هُو بنا ڪنهن دير جي اوهان جي حڪم تي چُرڻ شروع ڪري ڏيندو. هيءُ بہ صحيح آهي، تہ گريگري مون وٽ ايمان ڪونہ آهي، پر تو وٽ اُهو عظيم ايمان آهي، جنهن جي ساک تون مسلسل ڏيندو رهيو آهين. تون هاڻي اِها ڪوشش ڪر ۽ هن جبل کي سمنڊ ۾ وڃڻ جو حڪم نہ ڏي، ڇو تہ هُو هتان گهڻو پَري آهي، پر ڪيس بدبودار، واهہ/درياھ ۾ ڇُري وڃڻ جو حڪم ڏي، جو اسان جي باغ جي پرسان وهندو وڃي ٿو. تون ڏسندين تہ هُو تنهنجي حڪم کي ليکيندو ئي نہ، هُو پنهنجي جاءِ تي قائم رهندو، پوءِ ڪٿي چو نہ واڪا ڪري، ڪيس چوين. گريگري هن مان ظاهر ٿيو، تہ تو وٽ ڪوبہ ايمان نہ آهي نہ وري تو وٽ اُهو انداز آهي، تون فقط ٻين ماڻهن کي، ان لاءِ ڳالهائيندو ٿو وتين ۽ بس. توکي هيءُ وسارڻ نہ کپي، تہ اسان جي دور ۾، نہ فقط توکي، مگر ڪنهن بہ بلند شخصيت کان وني، هاريءَ تائين، ڪنهن کي بہ اِها قوت ڪانہ آهي، جو جبل کي درياءَ ڏانهن چوري سگهي، مگر سواءِ هڪ يا ٻن شخصيتن جي، جيڪي پنهنجي نفس جي پاڪائيءَ لاءِ، دنيا کان ڪناره ڪش ٿي، مصر جي بيابان ۾ وڃي لڪا آهن، جن کي تون ڳولهي بہ نہ ٿو سگهين. جيڪڏهن ايئن آهي، تہ اِنهن ٻن کانسواءِ، باقي سڀني وٽ ايمان ڪونہ آهي، تہ ڇا خدا هنن سڀني تي لعنت ڪندو؟ هن مان هيءُ مطلب ڪڍي سگهجي ٿو، تہ سواءِ هنن ٻن صحرائي سنياسين جي، دنيا جي سڀني آباديءَ مان، باوجود وسيع رحمت جي رکندي بہ، هُو ڪنهن بہ هڪڙي کي نہ بخشيندو. انهيءَ حقيقت کي پيش نظر رکندي، ڪٿي جي مان شڪ، شبهي ۾ گرفتار بہ ٿيس پر اُميدوار آهيان، تہ هُو مون کي ضرور بخشيندو، ڇو تہ مون وٽ ندامت جا ڳوڙها آهن.“

”اِهو ڪافي آهي.“ فيودورپاولووچ، انتهائي خوشيءَ مان رڙ ڪري چيو، ”تڏهن توکي اِهڙو يقين آهي، تہ اِهڙا بہ ماڻهو هن جهان ۾ ملي سگهن ٿا، جن کي اِها طاقت حاصل آهي تہ هن جبل کي چوري سگهن؟ ايون، هن نقطي ڏي توجهہ ڏي. هِن کي لک، هن ۾ هڪ روسي فرد جون سموريون خصوصيتون موجود آهن.“

"تون اهو چوڻ ۾ درست آهين تہ ماڻهن جي ايمان جي اِهائي عمومي حقيقت اهي." ايون مشڪندي، پنهنجي رضامندي ڏيکاري.

"تڏهن، تون هن کي قبول ڪرين ٿو. جيڪڏهن تون هن کي قبول ڪرين ٿو تہ توکي بہ ساڳيو ئي عقيدو آهي، جو صحيح آهي. اليوشا، ڇا اِهو، حقيقي روسيءَ جو ايمان نہ آهي؟"

"نہ سميرديا ڪوف وٽ، تہ بلڪل روسي ايمان ڪونہ آهي." اليوشا، سنجيدگيءَ ۽ پختگيءَ سان چيو.

"مان هن جي عقيدي بابت ڪونہ ٿو چوان، بلڪ اُنهن ٻن مقدس شخصيتن بابت، جي صحرا ۾ آهن. رڳو اُنهن بابت ٿو ڳالهايان. يقيناً، اِهي خوبيون روسي آهن، اِيئن برابر آهي نہ؟"

"هائو، اِهي بلڪل روسي آهن." اليوشا مشڪندي چيو.

"تنهنجا لفظ، سون جي ٽڪر جي برابر آهن ۽ اِهو مان توکي اڄ ئي ڏئي ڇڏيندس. باقي تو جو ڪجھ بہ ڳالهايو آهي، واهيات آهي، واهيات! واهيات. احمق! ڪميءَ مان توکي ٻڌائڻ گهران ٿو، تہ اسان جيڪي بہ هتي آهيون، اِنهن سڀني ڪڻ پنهنجي بي پرواهيءَ جي سبب گهڻ ايمان آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان وٽ وقت ٿورو ۽ ڪم گهڻو آهي. خدا تعاليٰ اسان کي گهڻ فرصت ڏني آهي. فقط رات ۽ ڏينهن جو چوويهن ڪلاڪن جو آهي. هوڏانهن ماڻهو وٽ ايترو وقت ڪٿي آهي جو ننڊ بہ ڇڱيءَ ريت نہ ٿو ڪري سگهي، اُهو پنهنجي گناهن جو پڇتاءُ ڪٿان ڪري سگهندو؟ پر جنهن وقت ٿو، دشمن جي سامهون، پنهنجي ايمان جو انڪار ڪيو آهي، تڏهن توکي بي ڪا بہ ڳالھ نہ ٿي سُجهي، رڳو ايمان جو انڪار. ڀاءُ، مان خيال ڪريان ٿو، تہ هتان ئي گناھ پيدا ٿئي ٿو."

"هتان ئي گناھ پيدا ٿئي ٿو. ٿي سگهي ٿو. گريگري سوچ. جيتوڻيڪ هيءُ موقعو گناھ پيدا ڪري ٿو پر اُن جي اهميت بہ گهٽائي ٿو. جيڪڏهن مان هر هڪ صداقت ۾ يقين ٿو رکان، جو اعتقاد هئڻ بہ گهرجي، تہ پوءِ هيءُ گناھ هو تہ مان پنهنجي، ايمان جي لاءِ عذاب کي ڇو نہ سُٺو ۽ غير جي اعتقاد کي رد ڇو نہ ڪيو؟ پر شايد مون تائين عذاب نہ بہ اَچي سگهي ها، ڇو تہ مون کي اُن وقت فقط جبل کي چوڻو هو، تہ ٻُڌُر ۽ عذاب ڏيندڙ کي پائمال ڪر.' هُو پوءِ ڇُري ها ۽ عذاب ڏيندڙ کي اُن وقت ڪاري ننڍڙ وانگر پائمال ڪري ڇڏي ها. پوءِ مان خدا جي تعريف ۽ وڏائي ڪندي، اُتان اِيئن هليو وڃان ها، ڇڻ تہ ڪجھ ٿيو ئي نہ آهي، پر سمجھ تہ مان اُن وقت، اِهو سڀ ڪجھ ڪيو ۽ جبل کي واڪا ڪري چيم تہ 'عذاب ڏيندڙ کي

پائمال ڪر.‘ جيڪڏهن هـن، هُـن کي پائمال نـه ڪيو. پوءِ مان پنهنجي شڪ ۽ شبهي کي کهڙيءَ ريت روڪـي سگهندس. پوءِ اهـڙي وقـت ۾، سو بـه موت جي دهشت ۽ وحشت جي وقت ۾! مان کهڙي دعا گهُـري سگهندس! اُن کان سواءِ، مـون کـي هـيءَ خبر بـه هجي تـه آسماني بادشاهت جي مان پوري تابعداري بـه نـه ڪـئي آهي. (ڇاڪاڻ تـه جبل منهنجي چوڻ تي نـه ڇُـريو. ڇاڪاڻ تـه هُـو منهنجي ايمان جي برتريءَ جي بـابت ڪو چڱو خيال نـه ٿو رکي ۽ نـه وري دنيا ۾ ڪنهن وڏي انعام ڪي، منهنجي لاءِ انتظار آهي.) پوءِ ڇو مان پنهنجي ڪل لهرايان، جنهن مان ڪوبـه سود نـه آهي؟ توڙي جو، هُــو منهنجي پنيءَ جي اَڌ ڪل لاهي بـه ڇُــڪا هجـن، جبـل وري بـه منهنجي واڪـن تـي نـه ڇُـرندو. اهڙي وقت ۾ نـه فقـط شـڪ پيدا ٿيندو، پـر هـڪ مـاڻهو خوف ڪـان سبب ۽ اسباب بـه وساري ويهندو. ڇو تـه اُن وقت غـور ۽ فڪـر جو، موقعـو ئـي ڪـٿي آهي؟ اهڙيءَ حالت ۾، اهو ڏوهه خصوصيت سان مون تي کهڙي ريت رکيو ويندو تـه مون کـي هـتي يا هُـتي جي فائدي ۽ انعام کي ڏسڻ کپندو هو. گهڻ ۾ گهڻ مون کي پنهنجي کَـل بچائڻ کپي. اُن ڪري خدا جي رحمت ۾ پورو اعتقاد رکي، مون کي هن اُميد تـي پاڙڻ کپي، تـه مون کي مڪمل طرح بخشيو ويندو.“

❧

باب اٺون

# برانديءَ تي

بحث ختم ٿي چُڪو. مگر هيءَ عجب جهڙي ڳالهه هئي، جو فيودورپاولووچ جو ايترو خوش ۽ مسرور هو، اوجتو سندس چهري تي ڪاوڙ ۽ ناراضگي ڇانئجي وئي. هُو رنجيده ٿي ويو. برانديءَ جو گلاس جو هن لاءِ گهٽو هو، هڪ ئي ڍُڪ سان خالي ڪري ڇڏيائين.

"هليا وڃو يسوعي." هن پنهنجي نوڪرن کي رڙ ڪري چيو. "هليو وڃ سميرديا ڪوف. مان جنهن سون جي ٽڪري جو، تو سان انجام ڪيو، اَڄ ئي توڏي موڪلي ڏيندس. تون بہ هليو وڃ گريگري، روءُ نہ. مارفا ڏي وڃ، هوءَ توکي لولي ڏئي، هنڌ ۾ سمهاري ڇڏيندي. رات جي ماني‌ءَ جي وقت بہ هي بيوقوف آرام سان ويهڻ نہ ٿا ڏين." سندس ڪاوڙ ظاهر ٿي ڏني، سندس ڳالهائڻ ٿي، نوڪر ڪمري کان باهر نڪري ويا.

"سميرديا ڪوف تہ هاڻي مانيءَ کان پوءِ، تنگ اَڙائي ٿو ٻيهي. سندس، تو ۾ ئي دلچسپي آهي. آخر تو، هن کي ڇا ڪيو آهي، جو هُو توتي، ايڏو ڇَڪن آهي؟" هن ايون کي چيو.

"ڪجهہ بہ نہ. هُن منهنجي لاءِ چڱي راءِ قائم ڪري ورتي آهي. هي پَست ۽ ذهن کان خالي روح آهي. هو انقلاب جي لاءِ اڻ - گهڙيو آهي، پر جڏهن اُن جو وقت اَچي."

"انقلاب لاءِ؟"

"شايد هن کان بهتر، ڪي ٻيا بہ هجن، پر ڪي، هن جهڙا بہ هوندا. هن جهڙا، اول ۾ هوندا ۽ بهتر پوءِ."

"اهو وقت ڪڏهن ايندو؟"

"آتشبازي جي هوائي چرخي، ڇُٽندي ۽ جهڪو آواز ڏيندي. جيتري قدر مان سمجهان ٿو، تہ هاري، اهڙن شوروي ناهيندڙن جي آواز تي ڪن ڪونہ ڏيندا."

"صحيح آهي ڀاءُ. پر هن جهڙو بلعام جو گڏهہ، جو فقط سوچي ۽ سوچي ٿو، شيطان ئي بهتر ڄاڻي ٿو، تہ سندس سوچڻ جي انتها ڪٿي وڃي بيهندي."

"هُو پنهنجي افڪار کي جمع ڪندو رَهي ٿو." ايون مشڪندي چيو.

"توکي خبر آهي تہ هُو مون کي بہ برداشت نہ ٿو ڪري نہ وري ڪنهن ٻي کي، عجب ٿو لڳي تہ هن کي تنهنجي لاءِ عمدي راءِ بہ آهي. اليوشا سان تہ وڌيڪ نفرت ٿو رکي. مگر هيءُ چور نہ آهي. نہ وري هُو هڪ جاءِ جي ڳالهہ. ٻي هنڌ ٻڌائڻ وارو آهي.

ڪيس زبان تي قبضو آهي. هُو اسان جون خرابيون عام ۾ ڪونه تو ٻُڌائي. هُو مڇيءَ جي ٽڪرن ڪي سليقي سان تو ناهي، پر ڪڏ ۾ وجهه انهن سيني ڳالهين ڪي. ڇا ايتري ڳالهائڻ جو هُو سزاوار آهي؟"

"بيشڪ، هن کي ڪوبہ حق نہ آهي."

"سندس افڪار؟ تي سگهي تو تہ هُو آنا ڦوڙيندو هجي. مان روسي هارين لاءِ، خاص طرح جوان تو، ڪين موچڙي جي ضرورت آهي. مان تہ هميشه ايئن ئي ڏنو آهي. روسي هاري نهايت ذليل آهي ۽ رحم جي لائق ئي نہ آهي. اِهو چڱو ٿيندو تہ وقت بوقت متن لَٺڪڻ وسايا وڃن. رشيابرچ جي وڻن کان شاهوڪار آهي. جيڪڏهن، هنن، انهن ٻيلن کي تباهہ ڪيو، تہ رشيا جي تباهي يقيني آهي. مان داناءَ انسانن جي تائيد ڪريان تو. اسان جيئن تہ هارين کي مارڻ ڇڏي ڏنو آهي، جو تہ سياڻا ٿي ويا آهيون، پر هاري پاڻ کي موچڙا هڻي رهيا آهن. اِها بہ چڱي ڳالهہ آهي، جو تہ جهڙي ڪرٽي تهڙي پرٽي، جو تہ جنهن ماپي سان اسان ماپيون تا، اُن ماپي سان، اسان بہ تہ ماپيا ويندا سون. ڪيئن بہ هجي ماپ ضرور ٿيندي. رشيا سڄوئي ناپاڪ آهي. منهنجا پيارا توکي خبر نہ آهي تہ مان رشيا کي ڪيڏو نہ نفرت سان ڏسان تو ..... حقيقت ۾ اِها رشيا سان نفرت، نہ آهي، پر اُن جي خرابين سان آهي. مون کي تہ رشيا ئي چوٽو پوندو. سندس سڄي بازي بيوقوفي آهي. توکي خبر آهي تہ مون کي کهڙي شيءِ پسند هوندي آهي. مونکي ظرافت ۾ نڪتہ سنجي وڻندي آهي."

"اوهان ٻيو گلاس بہ پيئو، اهو ڪافي ٿيندو ۽ بس."

"ٿورو ترس. مون کي هڪ ڳالهہ چوڻي آهي ۽ پوءِ ٻي، اُن کانپوءِ مان خاموش ٿي ويندس. نہ ترس، تو وچ ۾ ڳالهايو آهي. مان 'موڪرو' ۾ هڪ پوڙهي سان ٿي ڳالهايو. هن مون کي ٻُڌايو تہ، اسان وٽ هيءَ گهڻو پسند ڪيو وڃي تو. تہ اسان پنهنجي نينگرين کي ماريندا رهون ۽ هيءَ ڪم اسان هميشه پنهنجي نينگرن جي حوالي ڪندا آهيون، پر جنهن ڇوڪريءَ کي اڄ هُن ماريو هجي، تي سگهي تو، تہ سياڻي هُو ڪيس شاديءَ جي آچ بہ ڪري. اِهڙيءَ ريت اِهو ڇوڪرين کي بہ پسند اَچي تو. خير، هيءُ عشقبازيءَ جو داستان آهي. ڪيئن بہ هيءَ سياڻپ جي ڳالهہ آهي. ڇا اَسان بہ هن لذت ڀَري تماشي کي ڏسڻ لاءِ هلون. اَڙي اليوشا، تنهنجا ڳل ڳاڙها ڇو ٿي ويا آهن؟ منهنجا ننڍڙا ٻار شرميلو نہ ٿيءُ. مون کي افسوس آهي جو مان 'مربين' جي رات جي ماني تي ترسي نہ سگهيس، نہ تہ مان هنن راهبن کي 'موڪرو' جي ڇوڪرين بابت ڳالهيون ٻڌايان ها. اليوشا غصي نہ ٿي، تہ مان اڄ صبح تنهنجي مربي جي توهين ڪئي آهي. هيءَ منهنجي بدمزاجي هئي. جيڪڏهن خدا آهي ۽ هُو قائم

آهي ته پوءِ مان گناهه ڪيو آهي ۽ اُن جو جواب ڏيڻو پوندو. جيڪڏهن خدا نه آهي ته تنهنجي انهن مربين جي ڪهڙي قدر ۽ قيمت آهي؟ اهو چڱو نه آهي ته سندن سسيون لاٿيون وڃن. ڇاڪاڻ ته هُو ترقيءَ جي راهه ۾ روڪ آهن. توکي اعتبار ايندو ايون! هي خيالَ مون کي عذاب ڏيئي رهيا آهن. مَان تنهنجي اکين مان ڏسان ٿو ته توکي هن ڳالهه تي يقين نه ٿو اَچي. تون اعتبار ڪر. ته ماڻهو مون کي فقط باندر ٿي سمجهن ٿا. اليوشا، توکي يقين ايندو ته مان بيو ڪجهه به نه آهيان ڀر باندر."

"نه، مون کي هن تي اعتبار نه ٿو اَچي."

"پر مان توتي اعتبار نه ٿو ڪريان. تون سچ بہ چوين ٿو. تون مخلص نظر اَچين ٿو ۽ مخلصاڻو ڳالهائين ٿو، پر ايون نه ...... هُو خود پسند آهي. مان تنهنجي راهبن جو خاتمو ڪندس. مان هنن صوفين جي سڄي جنس کي. روس مان نڪري وڃڻ لاءِ زور ڏيندس، جيئن سيئي بيوقوف، ڪنهن سمجهه تي اَچي وڃن ۽ سندن سڄو سون ۽ چاندي، ضربخاني ۾ هليو وڃي."

"پر اهو دباءُ ڇو؟" ايون ڪائنس پڇيو.

"اهو اِيئن ته جيئن صداقت پاڻ کي ظاهر ڪري."

"صحيح آهي. توهان کي خبر آهي ته جيڪڏهن صداقت پاڻ کي ظاهر ڪيو. ته پوءِ تون اُهو پهريون ماڻهو هوندين، جنهن کي ڦُريو وڃي ۽ دَٻايو وڃي."

فيودورپاولوچ، پنهنجي پيشانيءَ کي آهستي ڏک هڻي چيو ته "مان ڇئي سگهان ٿو، ته تون صحيح آهين. افسوس مان ته گڏهه آهيان. نيڪ آهي، تنهنجون مڙهيون قائم رهن. اليوشا ۽ اسان جهڙن سياڻن ماڻهن کي، آرام سان ويهي براندي پيئڻ کپي. ايون، تون ڇاڻين ٿو ته وڏي طاقت واري خدا، پاڻ اهڙو نظام رٿيو آهي. ايون! ڳالهاءِ، خدا آهي به يا نه؟ ترس، سچ ڳالهاءِ ۽ خيال سان جواب ڏي، تون وري ڇو ٿو کلين؟"

"مون کي ڪلِ اِن ڳالهه تي اَچي ٿي، ته توهان بلڪل هاڻي سميردياڪوف جي اعتقاد بابت واضح راءِ ڏئي چڪا آهيو، ته دنيا ۾ اِهڙا به به درويش موجود آهن، جي جبل کي چورَي سگهن ٿا."

"ڇا، مان هاڻي اُن جهڙو آهيان؟"

"بيشڪ!"

"ڏاڍو چڱو. هيءُ ڏيکاري ٿو، ته مان روسي به آهيان ۽ مون ۾ روسي خصوصيتون به آهن. تون فلاسفر هوندي به شايد هنن خصوصيتن کان خالي نه هجين. ڇا مان توکي پڪڙي وٺندس؟ تون ڪيتري شرط ٿو رکين؟ مان ته توکي سياڻي تاڻن

گرفت ۾ رکندس. اُها ئي ڳالهه ٻُڌاءِ، خدا آهي يا نه؟ ڳنڀير ٿيءُ. مان هاڻي فقط اِهو چاهيان ٿو ته تون ڳنڀير ٿيءُ.

"نه خدا ڪونه آهي."

"اليوشا خدا آهي؟"

"بيشڪ خدا آهي."

"ايون، جنهن شڪل ۾ روح جاوداني جو تون تصور ٿو ڪرين، اُن ڪي ڪو وجود آهي؟"

"جاوداني شيءِ آهي ئي ڪانه."

"ڪجهه به نه."

"ڪجهه به نه."

"چئبو ته هتي مڪمل ڪين آهي. اُن هوندي به ڪا شيءِ آهي. ڪين ڪان چڱو آهي ته ڪا شيءِ هجي."

"مڪمل ڪين."

"اليوشا جاودانيت آهي؟"

"هائو."

"خدا ۽ جاودانيت؟"

"هائو خدا ۽ جاودانيت. خدا ۾ ئي بقا آهي."

"عجب، ممڪن آهي ته ايون حق تي هجي. يا خدا! جنهن وقت مان هيءُ خيال ڪريان ٿو، ته هيءُ ايمان ۽ هيءَ طاقتون، ماڻهو ڪيئن نه ڪين جي خواب ۾ پنهنجا هزارين سال اُجايا وڃائي ڇڏيا آهن. هُو انسان تي ڪير ڪِلي رهيو آهي. ايون! مون ڪي آخري دفعو، قطعي طور تي ٻُڌاءِ، ته خدا آهي يا نه؟ مان هيءُ توڪان آخري طور تي پڇان ٿو."

"مان به آخري طور تي چوان ٿو ته هُو ڪونه آهي."

"ايون، تڏهن انسانيت تي ڪير ٿو ڪِلي؟"

ايون مشڪندي چيو. "اِهو شيطان ئي ٿي سگهي ٿو."

"شيطان! ڇا اُن جو وجود آهي؟"

"نه شيطان به ڪونه آهي."

"۽ پوءِ افسوس آهي. ڇڏ انهن سيني ڳالهين کي. اُن پهرئين ماڻهوءَ کي ڇا ڪرڻ گهرجي، جنهن پهريائين خدا کي ڳولهي لَڌو هو. ڪيس ڪنهن ڪندن واري وڻ تي لڙڪائڻ چڱو ٿيندو؟"

"جيڪڏهن خدا کي نه ڳولهين ها، ته هيءَ تهذيب ۽ تمدن وجود ۾ ئي نه هجي، ها."

”خدا کان سواءِ، هُو نہ هجي ها؟“

”نہ. پوءِ تہ هيءَ برانڊي بہ نہ هجي ها. پر مان توکان هيءَ برانڊي، کنهن بہ طرح کسڻ گهران ٿو.“

”عزيز ڇوڪرا، خاموش! خاموش! خاموش! هڪ وڌيڪ گلاس. مان اليوشا جي جذبات کي ڏکويو آهي. اليوشا تون ڪاوڙ ۾ تہ نہ آهين؟ منهنجا پيارا ننڍڙا اليڪسي!“

”نہ. مون کي ڪوبہ غصو نہ آهي. مون کي تنهنجي خيالن جي خبر آهي، تُنهنجي دل، تُنهنجي دماغ کان بهتر آهي.“

”منهنجي دل، منهنجي دماغ کان بهتر آهي. ڇا اِئين برابر آهي؟ يا خدا! هيءَ راءِ بہ هن کان. ايون، تون اليوشا کي پيار ڪرين ٿو؟“

”هائو.“

”توکي، هن کي پيار ڪرڻ گهرجي. (فيودورپاولووچ، هن وقت سخت نشي ۾ هو) ڌيان سان ٻُڌ اليوشا، ’مان اڄ صبح جو تنهنجي مربيءَ سان بي مروتيءَ سان هليو آهيان، پر مان جوش ۾ هوس. پر تنهنجي مربيءَ ۾ ظرافت سان پريل نڪتہ سنجي ضرور آهي. تون نہ ٿو سمجهين ايون؟“

”بيشڪ.“

”هُن ۾ آهي، هُن ۾ آهي. هُو هڪ يسوعي آهي ۽ هڪ روسي. جيئن تہ هُو معزز شخص آهي، اُن ڪري منجهس لڪيل بيزاري آهي، جا پئي ٿي ٿهڪي. اُن جو لازمي نتيجو آهي تہ هو ڏوڪو ڏئي ۽ پاڻ کي پاڪيزه سمجهي.“

”پر اُن هوندي بہ هُو خدا کي مڃي ٿو.“

”ڪجهہ بہ نہ. توکي خبر نہ آهي؟ ڇو، هُو تہ سيني کي پاڻ ٻُڌائيندو رهندو آهي. فقط سڀ ڪنهن کي نہ، پر سيني دانشمندن کي، جي وٽس ايندا آهن. هن گورنر شولٽرز کي سنئون سڌو چيو هو، ’مان مقدس آهيان، پر اِها خبر نہ اٿم تہ ڇا ۾؟.“

”سچ پچ؟“

”سچ پچ. اُن هوندي بہ مون کي هن لاءِ عزت آهي. منجهس شيطانيت آهي يا وري هُو پنهنجي وقت جو سورمو آهي. سندس نالو اَرينن آهي يا ڪو ٻيو؟ ... تون ڏسين ٿو تہ هُو عياش آهي. ايتري قدر، جو مان جيڪر پنهنجي ڌيءُ يا ماءُ اُن وٽ نہ ڇڏيان. توکي خبر آهي تہ هُو ڪيئن ڳالهيون ٻُڌائڻ شروع ڪندو آهي ... بہ سال گذريا، هن اسان کي چانهن تي مدعو ڪيو هو. چانهن، شراب سان گڏ. (بيگمن هن ڏانهن شراب موڪليو هو.) هُن اُتي پراڻي وقت جون ڳالهيون ٻڌائڻ شروع ڪيون.

ايتري قدر جو وينئي اسان جا پاسا سُڄي ويا. خاص طرح هُن ٻڌايو ته کهڙيءَ ريت، هُن هڪ معذور عورت کي خوش ڪيو هو. هُن چيو ٿي ته جيڪڏهن منهنجون ٽنگون خراب نه هجن ها ته مون کي رقص ڪرڻ ايندو آهي ۽ مان اوهان کي رقص ڪري ڏيکاريان ها. اوهان هن لاءِ ڇا ٿا چئو؟ مون وٽ گهٽيون ئي چالون آهن. هُن دميبوف واپاريءَ جا سَٺ هزار روبل ڪٿي ورتا."

"ڇا هُن اِها چوري ڪئي هئي؟"

"هن اعتبار ڏئي، اُنهن پيسن تي قبضو ڪيو هو. هُن ڪيس چيو هو ته "دوست هن رقم کي، منهنجي بجاءِ تون پاڻ وٽ سنڀالي رک، ڇو ته منهنجي گهر جي، سڀاڻي پوليس تلاشي وٺندي. هُن پاڻ وٽ اِهي پيسا رکيا. هُن بعد ۾ اعلان ڪيو، ته اِهي پيسا ديول کي ڏنا ويا آهن. مان ڪيس چيو ته تون گهٽيا آهين. هُن جواب ڏنو ته مان گهٽيا نه آهيان پر بلند نظر آهيان. اُن وقت ڇڻ ته هُو نه هيو، پر ٻيو ڪو هيو. بنا ڪنهن ڏسڻ وائسڻ جي مان هُن کي ڪنهن ٻي سان ملائي ڇڏيو آهي .... مان ٻيو گلاس ۽ اِهو ڪافي آهي. ايون هن شيشي کي ڪٿي وڃ. مان ڪوڙ ڳالهائي رهيو هوس. اوهان مون کي روڪيو ڇو نه ٿي؟ ايون، مون کي ٻڌاءِ ته مان ڪوڙ ڳالهائيندو ٿي رهيس؟"

"مون سمجهيو ٿي ته پاڻ ئي ڇُپ ٿي ويندين."

"تون ڪوڙ ٿو ڳالهائين. تو اِهو سڀ بغض ڪان ٿي ڪيو. توکي منهنجي خلاف بغض آهي. توکي مون کان نفرت آهي. منهنجي گهر ۾ ويهي، مون کان نفرت ٿو ڪرين."

"نيڪ آهي، مان وڃان ٿو. تون گهڻو شراب پي ويو آهين."

"مان توکي منٿ ڪندو رهيو آهيان ته (حضرت) عيسيٰ جي نانءُ تي، هڪ ٻن ڏينهن لاءِ شرما شينا ڏي هليو وڃ پر تون نه ٿو وڃين."

"جيڪڏهن تون هن ڳالهه تي اصرار ٿو ڪرين، ته مان سڀاڻي اوڏانهن هليو ويندس."

"تون ڪونه ويندين. تون چاهين ٿو، ته مون تي ڪَرڙي نگاهه رکين. اِهو ئي توکي ڪپي ٿو ڪيني سان ڀريل انسان! اِهوئي سبب آهي، جو تون نه ٿو وڃين."

پوڙهي کي آرام نه ٿي آيو. هُو نشي جي اُن حد کي پهچي چُڪو هو، جتي نشي ۽ ڪاوڙ ۾ اَچي، ماڻهو وڙهڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. هُن ايون کي چيو ته:

"تون، مون ڏي ڇو ٿو نهارين؟ مون ڏي ايئن ڇو ٿو نهارين؟ تنهنجون اکيون مون ڏي نهاري ٻُڌائين ٿيون، ته تون مون کي بدمعاش شرابي ٿو سمجهين. تنهنجي اکين ۾ بيَ اعتباري آهي. اِهي حقارت سان ڀريل آهن. تون هتي ڪنهن رٿ سان آيو آهين. اليوشا پڻ مون ڏانهن نهاري رهيو آهي. سندس اکيون چمڪي رهيون آهن. اليوشا

مون کي نفرت سان نہ ڏس. اليڪسي توکي ايون سان محبت نہ ڪرڻ کپي."

"منهنجي ياءُ سان بدفطرت نہ ٿي. هن تي حملا ڪرڻ ڇڏي ڏي." اليوشا پر زور لهجي ۾ چيو.

"او. چگو. اڙي منهنجي مٿي ۾ سور آهي. براندي ڪٿي وڃ ايون. هيءُ ٽيون پيرو آهي، جو مون توکي چيو آهي." هُو گهڙيءَ کن ڳڻتي ۾ پئجي ويو. پوءِ سندس چهري تي کِلَ سان گڏ مڪاري پکڙجي وئي ۽ چوڻ لڳو تہ:

"هڪ پوڙهي ۽ ڪمزور ماڻهوءَ تي ڪاوڙ نہ ڪر ايون! مان ڄاڻان ٿو، تہ تون مون سان محبت نہ ٿو ڪرين پر گهٽ ۾ گهٽ ڪاوڙ تہ نہ ڪر. مون وٽ آهي ئي ڇا، جو مون سان محبت ڪرين. تون شرما شينا ڏي وڃ. مان توڏي پاڻ ايندس ۽ تولاءِ تحفو ڪنيون ايندس. مان توکي، اُتي هڪ حسين ڇوڪري ڏيکاريندس. منهنجي اک مٿس گهڻي عرصي کان آهي. هُوءَ اَڃا تائين اگهاڙي پيرين آهي. اگهاڙن پيرن وارين حسين ڇوڪرين کان خوف نہ کاءُ. اُنهن کي نفرت سان نہ ڏس، هُو موتي آهن!"

"هُن ڏاڍي مزي مان، سندس هٿ کي چمي ڏني."

"منهنجي خيال ۾" هُو هڪدم پاڻ ڏي موٽي آيو. ايئن ٿي نظر آيو تہ ڪانئس سڄي مستي اُڏامي وئي آهي ۽ پنهنجي مضمون لاءِ سنجيده ٿي ويو آهي. "منهنجي خيال ۾. منهنجا ننڍڙا ڇوڪرؤ! ننڍڙا ٻاروُ! منهنجي خيال ۾، مان ڪڏهن بہ ڪنهن بہ عورت کي بُرو نہ سمجهيو آهي. اِهوئي منهنجو دستور رهيو آهي! توهان انهيءَ کي سمجهي سگهو ٿا؟ توهان اِنهيءَ کي ڪيئن سمجهي سگهندا؟ توهان جي رڳن ۾ رت ڪٿي اَڃا کير آهي. توهان تہ اَڃا ڍَڪ کان ئي ٻاهر نہ نڪتا آهيو. منهنجو دستور هميشہ اِهو رهيو آهي تہ هر هڪ عورت ۾ شيطانيت پَري دلچسپي ڏسان، جا اوهان کي ٻي هنڌ ڪٿي بہ نظر نہ ايندي. فقط ڳالهہ هيءَ آهي، تہ ڪو اُن کي ڳولي ڄاڻي. اِهوئي تہ نقطو آهي! اِهائي تہ صلاحيت آهي. منهنجي ڪاتي ۾ ڪابہ بڇڙي عورت ڪانہ آهي. مون لاءِ هيءُ ڪافي آهي تہ هوءَ لڙائيءَ ۾ اَڌ عورت ئي آهي ... پر توهان هيءُ ڪيئن سمجهي سگهندا؟ ايستائين جو پيرسن ڇوڪرين ۾ بہ ڳولهيندي اوهان کي ڪجهہ ملي ويندو. پوءِ اوهان کي عجب لڳندو، تہ ماڻهو ڪهڙا نہ بيوقوف هئا، جو اُنهن کي ڏسڻ ڪانسواءِ پيرسنيءَ لاءِ ڇڏي ڏنو اَٿائون. اگهاڙن پيرن واريون ڇوڪريون جاذب نظر نہ ايندیون آهن، پر توهان اُنهن کي ضرور اوچتو ڏسو. توهان هن کي نہ ٿا ڄاڻو ڇا؟ توهان سندن ارد گرد رهو، جيستائين ساڻن اوهان جو پيوند پختو ٿي وڃي ۽ هُو ڄاڻي سگهن، حيران ٿين ۽ شرمنديون ٿين، تہ ههڙو سَکر ماڻهو، ڦوهڙ عورتن جي محبت ۾ گرفتار آهي. هيءَ پرلطف ۽ عمدي شيءِ آهي، تہ هن جهان

۾ آقا بہ آهن ۽ غلام بہ. اُن ڪري هميشه ناچيز خدمت واريون بہ هونديون ۽ مالڪ بہ. توکي اِها خبر هجي، تہ هي سڀ، عيش ۽ نشاط لاءِ گهربل شيون آهن. اليوشا ترس ۽ غور سان ٻُڌ. مان تنهنجي ماءُ سان اِرادي ڪانسواءِ ملندو هوس پر ڪنهن ٻي طريقي سان. مان اُن ڏي ڪوبہ ڌيان نہ ڏيندو هوس. مگر وقت تي، اُن کي پيار ڏيکارڻو پوندو هو ۽ خودداري قائم رَهي نہ سگهندي هئي. هوءَ هڪدم ڪلڻ شروع ڪري ڏيندي هئي. مون کي اُهو نظارو ياد تو اَچي تہ اِيئن تو معلوم ٿئي تہ هوءَ ڄڻ منهنجي سامهون ويٺي آهي. هيءُ سندس ڪلڻ خاص نوعيت جو هو. مان ڄاڻندو هوس تہ اِڄ جو ڪجهہ ٿي رهيو آهي سو عارضي آهي. سياڻي وري ساڳي فرياد هوندي ۽ ساڳيو روح ۽ پڻڪو. ڄڻ تہ ڪا غيبيات زده ورتل آهي. سندس هر مختصر ڪلڻ، خوشي ۽ اطمينان جو اظهار نہ آهي پر سچي بناوٽ آهي. هي آهن، خاص خصوصيتون زالن جون!

هڪ پيري بيلنسڪي، جو حسين ۽ دولتمند آهي، پتنگ وانگر هُن جي چوڌاري ٿي ڦريو. شروع ۾ اَسان جي گهر ۾ اَچڻ وڃڻ لڳو. هڪ ڏينهن اوچتو منهنجي گهر ۾، هُن جي سامهون مون کي چماٽ هڻي ڪڍيائين. هوءَ جا رَڍ وانگر هئي، خوف ٿيو تہ هوءَ مون کي ڏڪ هڻي زمين تي ڪيرائي وجهندي، چوڻ لڳي تہ هُن توکي ماريو آهي، ماريو آهي. تو مون کي وٽس وڪڻڻ تي گهريو. هن کي ڪيئن اِها جرئت ٿي آهي، جو منهنجي سامهون توکي ڏڪ هنيو اَٿائين. وري منهنجي پرسان اَچڻ جي جرئت نہ ڪجانءِ. ڪڏهن بہ نہ، ڪڏهن بہ نہ. ڊوڙ ۽ دوبدو ويڙهہ (Dull) جي هن کي دعوت ڏئي. مان لاچار ٿي پيس ۽ ڪيس ديول ۾ وٺي ويس، تہ جيئن ڪيس آرام اَچي. راهبن اُن جي لاءِ دعا گهري. اليوشا مان خدا جو قسم کڻي چوان ٿو ۽ مان ڪڏهن بہ اُن جي ورتل ڇوڪريءَ جي بي عزتي نہ ڪئي. فقط هڪ دفعو، پهرئين سال ۾، ڪيس عبادت سان ڏاڍو شوق هو. هُو بي بي مريم جي عزت ۾ دعوتون ڪندي هئي ۽ مون کي گهر کان ڪڍي ڇڏيندي هئي. مان خيال ڪيو، تہ هي تصوف منجهانئس ڪڍي ڇڏڻ کپي. هيءُ بي بي مريم جو پاڪ مجسمو ڏسين ٿي، مان اُن کي ڊاهي ٿو ڇڏيان. تون هن کي معجزي جهڙو ٿي سمجهين، مگر مان اُن کي تنهنجي سامهون ڦٿو ٿو ڪريان ۽ تون ڏسندين تہ مون کي ڪجهہ بہ نہ ٿيندو. جڏهن هُن هيءُ ٻُڌو تہ سخت غصي ۾ ڀرجي وئي ۽ معلوم اِيئن پئي ٿيو تہ هُوءَ مون کي ماري وجهندي. مگر هُن فقط مٿي ٽپو ڏنو ۽ هٿن کي مهٽيو ۽ اوچتو پنهنجو منهن اُن ۾ لڪائي ڇڏيائين. ڏڪي ڏڪي آخر زمين تي ڪري پئي ..... ڄڻ تہ ڪا ڳنڍڙي ڪري پئي. اِليوشا، اليوشا توکي ڇا ٿو ٿئي؟"

پوڙهو پريشانيءَ ۾ ٽپو ڏئي اُٿيو. سندس پٽ جڏهن سندس ماءُ بابت ڳالهائڻ شروع ڪيو هو، تہ سندس چهري ۾ آهستي آهستي تغير ايندو ٿي ويو. سندس منهن جو رنگ گلابي ٿيندو ويو، سندس اکيون چمڪڻ لڳيون ۽ سندس چپ ڦڙڪڻ لڳا. پوڙهو، جو نشي ۾ مست هو ۽ سندس منهن مان گگ ٿي نڪتي، اليوشا جي حالت ۾ تبديلي کي ڏسي نہ سگهيو. جڏهن اُن کي غيبات زده عورت چئي، هُن سندس ذڪر شروع ڪيو، تڏهن اوچتو اليوشا تي اُن جو اثر پيو. هُو پنهنجي جاءِ تان اِيئن ٽپو ڏئي اُٿيو، جيئن سندس ماءُ بابت ٻڌايو ٿي ويو. پنهنجي هٿن کي مهٽيائين ۽ اُنهن ۾ منهن لڪائي ڇڏيائين. ڪرسي تي ڪري پيو. هسٽيريا جي مريض وانگر زاروزار روئڻ لڳو ۽ سندس عضون ۾ ڇڪتاڻ پيدا ٿي وئي. اِن حال ۾ سندس ماءُ سان مشابهت ڏسي، پوڙهي جي مٿان وڏو اَثر پيو.

”ايون، ايون، جلدي ڪري پاڻي آڻ. بلڪل ماءُ وانگر، جيئن هوءَ ڪندي هئي. سندس منهن ۾ پاڻي هڻ. مان اُن سان بہ اِيئن ڪندو هوس. هن جي پريشاني بہ ماءُ وانگر آهي. ماءُ وانگر.“

اوچتو ايون، ڪاوڙ ڀريل نفرت ۾ چيو ”هِن جي ماءُ منهنجي بہ ماءُ هئي. ڇا ايئن نہ آهي.“ سندس ڪاوڙ ۽ نفرت، ضابطي کان ٻاهر هئا. پوڙهو سندس چمڪندڙ اکين جي اڳيان ڏڪڻ لڳو. اُن وقت هڪ عجيب معاملو ٿي گذريو، جيتوڻيڪ اُهو هڪ سيڪنڊ لاءِ هو. شايد پوڙهي جي دل تان هيءُ خيال لهي ويو هو تہ اليوشا جي ماءُ ايون جي بہ ماءُ هئي.

”تنهنجي ماءُ،“ هُن ٻُٽڪيو ۽ بي سمجهيءَ مان چيائين، ”تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ ڪهڙيءَ ماءُ جي ڳالهہ تو ڪرين؟ اُها تنهنجي بہ ماءُ هئي؟ بيشڪ اُها بہ تنهنجي ماءُ هئي! ڇڏ اِنهيءَ ڳالهہ کي، منهنجي دل ڪڏهن بہ ايترو اونداهيءَ ۾ تاڦوڙا نہ هنيا آهن. مان خيال ڪريان تو ايون، مون کي معاف ڪر. هي، هي، هي ....“ اُن وقت هُو خاموش ٿي ويو ۽ سندس چپن تي شيطانيت ڀريل مُشڪ ظاهر ٿي.

عين اُن وقت هڪ خطرناڪ شور ۽ جنجال هال ۾ پيدا ٿيو. ڊيچاريندڙ رڙيون شروع ٿي ويون. دروازو زور سان کليو ۽ دمتري ڪمري ۾ آيو. پوڙهو خوف کان ايون جي طرف ڀڳو.

”هي مون کي خون ڪندو، هيءُ مون کي خون ڪندو! هن کي مون ڏي نہ ڇڏ.“ هُن خوف کان رڙ ڪئي ۽ ايون جي ڪوٽ کي چنبڙي پيو.

باب نائون

# حوس پرست

گريگري ۽ سميرديا ڪوف. دمتري جي پويان ڪونيءَ ڏي ڊوڙي پيا. ڪجهه ڏينهن اڳ ۾ فيودورپاولووچ. کين هدايتون ڏئي ڇڏيون هيون. اُنهن موجب هُو رستي ۾ ڪانئس وچڙي پيا ۽ کيس اندر وڃڻ کان روڪڻ لڳا. ڪونيءَ ۾ گهڙڻ کان اڳ ۾. دمتري گهڙي کن ترسي کيس ڏسڻ لڳو. اُن جو فائدو وٺي گريگري ميز جي چوڌاري ڦري. ڪونيءَ جي سامهون واري پاسي جي ٻنهي دروازن کي بند ڪري ورتو. جن مان اندرين ڪوٺين ڏي وڃڻ جو لنگهه هو. اُن ڪانپوءِ هُو پنهنجون ٻانهون ڪُنجي، پنهنجي رت جي پوئين ڦڙي تائين. لنگهه جي بچاءَ لاءِ اُتي بيهي رهيو. گريگري هيءُ ڏسي رڙ ڪري دمتري تي چڙهي ويو.

”هوءَ هتي آهي. هوءَ هتي لڪي پئي آهي. رستي کي ڇڏي ڏي بدمعاش.“

هن گريگريءَ کي ڇڪي پَري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي مگر پوڙهي خادم کيس ڌڪي پوئتي ڪيو. دمتري جوش ۾ پرجي ويو ۽ گريگريءَ کي پوريءَ طاقت سان ڌڪ هنيائين. پوڙهو هن ڌڪ سان ٻُنڍ وانگر ڪري پيو. دمتري مٿانئس ٽپو ڏئي، دروازي تائين پهچي ويو. سميرديا ڪوف سجو هيدو تي ويو ۽ ڏڪڻ لڳو. هُو ڪونيءَ جي ٻي پاسي فيودورپاولووچ جي پرسان گهبراهٽ کان سيٽجي ڳنڙي وانگر پئجي رهيو.

”هوءَ هتي آهي.“ دمتري رڙ ڪري چيو. مان کيس هينئر. هن گهر ڏي قيرو ڪائي ايندي ڏٺو. پر مان کيس وٺي نہ سگهيس. هوءَ ڪٿي آهي؟ ڪٿي آهي؟“

”هوءَ هتي آهي.“ هن جو ڪجهه رڙ ڪري چيو. اُن فيودورپاولووچ تي وڏو اثر ڪيو ۽ ڪانئس سجو خوف هليو ويو.

”جهلينس! جهلينس!“ هُن رڙ ڪري چيو ۽ دمتريءَ جي پويان ڀيو.

اُن وقت. گريگري فرش تان اُتي ڪڙو ٿيو هو. پر کيس اُن صدمي کان اَجا هوش نہ آيو هو. ايون ۽ اليوشا پيءُ جي پنيان ڊوڙيا. ٽئين ڪونيءَ ۾ فرش تي ڪنهن شيءِ جي ڪرڻ جو آواز آيو. هيءُ هڪ شيشي جي وڏي ڪُوندي هئي. جيڪا سنگ مرمر جي هڪ ڪرسيءَ تي رکيل هئي ۽ ڪا وڏي قيمت جي نہ هئي. دمتريءَ جي ڊوڙڻ جي سبب. شايد سائنس ٽڪرجي ڪِري پئي هئي.

پوڙهي ماڻهوءَ رڙ ڪري چيو تہ ”هن کي وٺو ۽ منهنجي مدد ڪريو.“

ايون ۽ اليوشا. آخر هي سوچيو تہ هُو پير مرد تائين پهچي. کيس زور سان اُتان وٺي وڃن. هيءُ ڏسي فيودورپاولووچ کين رڙ ڪري چيو تہ ”هِن جي پويان ڇو ٿا

ڊوڙو، هن حال ۾ ممڪن آهي ته هُو اوهان کي ماري نه ڇڏي؟"

"ايون، اليوشا، گروشينڪا اِتي آهي، اِتي آهي. مون کيس هيڏي ايندي ڏٺو آهي." فيودورپاولووچ جو ساهه ڏاڍي سختيءَ سان ٿي ڪڄيو. هُو سهڪيو ٿي. جيئن ته کيس اُن ڏينهن اُن حوس پرست عورت جي اَچڻ جو انتظار هو، اُميد جي خلاف هيءُ ٻُڌي ته گروشينڪا اِتي آهي، ديوانو ٿي ويو. هُو ڪاوڙ کان ڏڪڻ لڳو، ڄڻ ته عقل ڪانئس ڇڏائي ويو هو.

ايتري ۾ ايون کيس رڙ ڪري چيو ته "تون پاڻ اَچي ڏٺو آهي، ته هوءَ هيڏي نه آئي آهي."

"ٿي سگهي ٿو، ته هوءَ ڪنهن ٻي لنگهه کان آئي هجي."

"توکي خبر آهي ته ٻيا لنگهه قلف سان بند آهن ۽ اُنهن جون ڪُنجيون تو وٽ آهن. دمتري اوچتو وري نشست گاهه ۾ ظاهر ٿيو. هن دروازي کي بند ڏٺو ۽ ڪُنجي فيودورپاولووچ جي کيسي ۾ هئي. ڪوٺين جون دريون به بند هيون. اِهڙيءَ حالت ۾ اهو ناممڪن هو، ته گروشينڪا اُتي هجي يا اُتان ٻاهر نڪري وئي هجي.

فيودورپاولووچ، جيئن ئي کيس ٻيهر ڏٺو، ته رڙ ڪري چيائين ته "جهليوس. هُو منهنجي سمهڻ واريءَ ڪوٺي مان پيسا چورائي آيو آهي." اِيئن چوندي هُو ايون کان پاڻ ڇڏائي، وري دمتري ڏي ڪاهي ويو، پر دمتري ٻنهي هٿن کي مٿي کنيو ۽ پوڙهي کي وارن کان وٺي ڇڪيائين. سندس ٻن چوٽين کي زور سان جهلي سَٽ ڏنائين، جنهن ڪري، پوڙهو وڏي آواز سان زمين تي ڪري پيو. پوءِ پنهنجي بوٽ جي تري سان، سندس منهن تي به ٽي پيرا لَتون هڻي ڪڍيائين. پوڙهو اُنهن ڌڪن سان ڪنجهڻ لڳو. ايون جيتوڻيڪ دمتريءَ کان مضبوط نه هو، پر هن پنهنجي ٻنهي ٻانهن سان کيس ڀاڪر ۾ ورتو ۽ سڄيءَ طاقت سان کيس ڇڪي پَريِ وٺي ويو. اليوشا به پنهنجي پوري پني طاقت سان دمتري کي سامهون اَچي روڪيو.

ايون کيس چيو ته "چريا! تو هن کي ماري ڇڏيو."

"هُو پنهنجي سزا کي پهتو آهي." دمتري سهڪندي چيو. "هو جيڪڏهن نه مئو آهي، ته مان وري کيس مارڻ لاءِ ايندس. توهان هن جو ڪو به بچاءُ نه ٿا ڪري سگهو."

"هتان هڪدم هليو وڃ!" اليوشا کيس حڪم ڏيندي چيو.

"اليگزي تون مون کي ٻُڌاءِ. مان فقط توتي ئي اعتبار ڪري سگهان ٿو. هوءَ هتي آئي هئي يا نه؟ مان کيس ڏٺو هو ته هوءَ گهٽيءَ مان لوڙهي جي پر ڏئي ڇُرندي ٿي آئي. مان کيس سڏ ڪيو پر هوءَ ڀڄي وئي."

"مان قسم ٿو کڻي چوان، ته هوءَ هيڏي ڪانه آئي آهي، نه وري سندس اَچڻ جي

اُميد ئي هئي!"

"پر مان ڪيس ڏنو هو .... ڪيس اَڇڻ گهربو هو .... مان ڪيس هڪدم ڳولي وٺندس تہ هوءَ ڪٿي آهي ..... خدا حافظ اليڪسي! رقم جي باري ۾ هاڻي ايسب سان ڪابہ ڳالهہ نہ ڪرڻ گهرجي، پر ڪيٽرينا ايونونا ڏي جلدي ۾ وڃ ۽ ڪيس پوري يقين سان چئج، تہ هو توکي سلام پيو ڏئي، سلام! هت جو بہ گذريو آهي، ڪيس بڌائج الوداع."

ان وچ ۾ گريگري ۽ ايون پوڙهي کي زمين تان اُٿاريو ۽ آرام ڪرسيءَ تي ڪيس ويهاريائون. سندس سڄو منهن رت سان ڀرجي ويو هو. پر هو هوش ۾ هو ۽ ڏاڍي غور سان دمتريءَ جي واڪن کي ٻُڌي رهيو هو. هُو اَڃا سوچي رهيو هو، تہ گروشينڪا شايد گهرجي ڪنهن ڪنڊ يا پاسي ۾ موجود آهي. دمتري ڪيس نفرت سان ڏنو ۽ هيئن چوندي گهر کان ٻاهر نڪري ويو تہ:

"مون کي تنهنجو رت هاريندي ڪابہ پشيماني ڪانہ ٿي آهي، هوشيار رهہ پوڙها! پنهنجي خواب کان هوشيار رهہ! مون کي بہ پنهنجو خواب آهي. مان توکي بد دعائون ڏيان ٿو ۽ پنهنجو نہ ٿو سمجهان."

هُو ڪمريءَ کان ٻاهر نڪري ويو.

پوڙهي نهايت ڪمزور آواز ۾، جو مشڪل سان ٻُڌڻ ۾ ٿي آيو، چيو تہ "سميرڊياڪوف! سميرڊياڪوف! هوءَ هِتي آئي، هوءَ اِتي ضرور آئي." هُن آگر ڪٽي پنهنجي سوال کي مضبوطي بہ ڏني.

"نہ، هوءَ هتي ڪانہ آهي، پوڙها جنوني" ايون ڪاوڙ مان واڪو ڪري چيو. "اِجهو هيءُ بيهوش ٿي ويو. پاڻي، تُوال، جلدي ڪر سميرڊياڪوف."

سميرڊياڪوف پاڻي آڻڻ لاءِ ڊوڙي پيو. آخر هنن پوڙهي جا ڪپڙا لاٿا ۽ ڪيس بستري ۾ سمهاري ڇڏيائون ۽ آلو تُوال سندس مٿي کي ويڙهيائون. جيئن تہ برانڊيءَ جو نشو هوس، حد کان گهڻو جوش هوس ۽ ڏک بہ لڳا هئس، اُنڪري وهاڻي تي ايندي ئي، گهري ننڊ ۾ پئجي ويو. ايون ۽ اليوشا نشستگاهہ ڏي موٽي ويا. سميرڊياڪوف ڀڳل گلدان جي ٽڪرن کي ميڙڻ لڳو ۽ گريگري مايوسيءَ مان زمين کي نهارڻ لڳو. اليوشا ڪيس چيو تہ:

"تون بہ پنهنجي مٿي کي آلو ڪپڙو ويڙهيءِ بستري ۾ وڃي آرام ڪر. اسان هن جي نگهباني ڪنداسون. منهنجي پاءَ توکي بہ مٿي جو سخت ڏک هنيو آهي."

گريگريءَ ڏک ڀري آواز ۾ چيو تہ. "هن منهنجي بي عزتي ڪئي آهي."

"هن فقط تنهنجي بي عزتي نہ ڪئي، پر پنهنجي پيءُ جي بہ ڪئي آهي." ايون

چپن تي زور سان ڦـِڪي مشڪ آٽيندي چيو.

”مـان ڪيس ٿَـپَ ۾ وهنجاريندو هـوس. هـن منهنجي بـي عزتـي ڪئـي آهــي.“ گريگري وري به چيو. ”ڪڏ ۾ وجهه اِنهن ڳالهين کي. مان ڪيس جيڪڏهن ڇڪـي پـري نه ڪريان ها ته هُـو شايد ڪيس ماري وجهي ها! مـان هـن کـان وڏيـڪ، ايسب جي لاءِ ٻيو ڪجهه به ڪري نه ٿي سگهيس.“ ايون، اليوشا سان سُـسُ پُـس ڪئي.

”خدا ڪيس هدايت ڏئي.“ اليوشا چيو.

”خدا، ڪيس ڇو هدايت ڏئي؟“ ايون جو چهرو ڪـاوڙ سـان پرچي ويو ۽ هـُـن ساڳيءَ ريت، سُـس پُـس ڪندي چيو ته. ”هڪ نانگ ٻي نانگ کي ڳهي ويندو ۽ اِهو حادثو ٻنهي لاءِ فائدي وارو هوندو.“

اليوشا ڏڪي ويو.

”بيشڪ مان هن کي خون ٿيڻ نـه ڏيندس. جيئن هاڻي ڪيـو اٿـم، پوءِ بـه اِيئن ڪندس. اليوشا تون هتي ترس، مان گهڙي کـن لاءِ اڳـر ۾ وڃـان ٿـو، ڇـو جـو منهنجي متي ۾ سور آهي.“

اليوشا، پيءُ جي ڪمري ۾ هليو ويو. هُـو پردي جي پويان ڪـلاڪ کن، سندس بستري جي ويجهو ويٺو رهيو. پوڙهي اوچتو پنهنجون اکيـون کوليـون ۽ اليوشا ڏانهـن گُـهور ڪري نهاريندو رهيو. هُـو چڻ ته ڪجهه ياد ڪري رهيو هو ۽ اُن تي غور ڪري رهيو هو. اوچتو سندس منهن بدلجي ويو ۽ معمول کان گهڻو پريشان ٿي ويو. ڊڄندي نهايت جَـهڪي آواز ۾ چيائين:

”اليوشا، ايون ڪٿي آهي!؟“

”هن کي متي ۾ سور هو ۽ هُـو اڳر ڏانهن ويو آهي. هُــو ٻاهر نگهباني ڪـري رهيو آهي.“ هُـو آئينو، جو رکيو آهي، مون کي کڻي ڏي.

اليوشا اُٿيو ۽ ڇڪر ڏيئي آئيني کي کنيائين، جو وڏي الماريءَ جي خانن جي متان رکيو هو ۽ ڪيس آڻي ڏنائين. پوڙهي پاڻ کي اُن ۾ ڏٺو. سندس نـڪ ڇگـو سـڃيل هـو ۽ نرڙ جي کاٻي پاسي تي وڏو گلابي رنگ جو زخم هو. آئيني کي پاسي ڪري چوڻ لڳو:

”اليوشا، منهنجا پيارا. ايون ڇا پئي چيو؟ تون ئي ته منهنجو هڪڙو پٽ آهيـن. مان ايون کان ڊڄان ٿو. مان ڪانئس ايترو ڊڄان ٿو، جـو ڪنهـن ٻي کـان نـه ٿـو ڊڄان. تون ئي هڪڙو آهين، جنهن کان مون کي خوف نه ٿو ٿئي .....“

”ايون کان نه ڊڄو. هُـو ڪاوڙ ۾ ضرور آهي پر اوهان جو بچاءُ ڪندو.“

”اليوشا پلا پيءُ جي ڳالهه ڪر. هُـو گروشينڪا ڏي ويو هوندو. منهنجا فرشتا مون کي سچ ٻڌاءِ، هوءَ هتي هئي به يا نه؟“

"ڪنهن بہ ڪيس ڪونہ ڏنو آهي. هيءَ غلطي هئي. هوءَ هتي ڪانہ هئي."

"توکي خبر آهي تہ مِتيا ساڻس شادي ڪرڻ تو گهري؟"

"هوءَ ساڻس شادي ڪانہ ڪندي!"

"هوءَ ڪڏهن بہ نہ. هوءَ ڪڏهن بہ نہ. هوءَ ڪڏهن بہ نہ. ڪنهن بہ قيمت تي ساڻس شادي نہ ڪندي."

پوڙهو خوشيءَ وچان ٽڙي پيو. جڻ تہ هن کان وڌيڪ راحت ڏيندڙ شيءِ ٻي، هن جي لاءِ ٽي نہ پئي سگهي. هن خوشيءَ مان اليوشا جي هٿ کي ورتي. ڏاڍي شوق مان پنهنجي دل وٽ آندو ۽ اُن کي زور ڏنائين. سندس اکين ۾ ڳوڙها چمڪڻ لڳا.

"بي بي مريم جو مجسمو، جنهن بابت مون توسان گهڙي ڪن اڳ ۾ گفتگو تي ڪيو، اُن کي پاڻ سان کنيو وڃ ۽ اُن کي پاڻ وٽ رک. مان توکي اجازت نہ ڏيان تہ تون خانقاہ ڏي موٽي وڃ ... غصي نہ ٿيءُ، مان صبح توسان اهو چرچو تي ڪيو. اليوشا... اليوشا منهنجي دل کي راحت پهچاءِ. فرشتو بڻجي وڃ ۽ مون کي سچ ٻڌاءِ!؟"

اليوشا نهايت ڏک مان کيس چيو تہ "تون اَجا بہ اِهو تو پڇين تہ هوءَ هتي هئي يا نہ؟"

نہ، نہ مان تو تي اعتبار تو ڪريان. مان توکي ٻڌائڻ گهران تو، تہ حقيقت ڇا آهي؟ تون گروشينڪا ڏي پاڻ وڃ يا کيس ڪٿي هٿ ڪري، معلوم ڪر تہ هوءَ ڪنهن جو انتخاب تي ڪري. منهنجو يا هُن جو؟ جلدي ڪر. ڪيئن منهنجي هيءَ خدمت ڪري سگهندين يا نہ؟

اليوشا هن حال ۾، جو نهايت منجهيل هو، کيس جواب ڏنائين تہ. "جڏهن منهنجي ساڻس ملاقات ٿي تہ مان کيس چوندس."

پوڙهي سندس ڳالهہ کي وچ ۾ ڪٽيندي چيو تہ. "هوءَ توکي ڪجهہ نہ ٻڌائيندي. هوءَ وڏي بڇڙي آهي. هوءَ توکي چمڻ شروع ڪري ڏيندي ۽ چوندي تہ تون ئي مون کي پسند آهين. هوءَ وڏي مڪار ۽ بي شرم عورت آهي. تون هن ڏي نہ وڃ. تون هُن ڏي نہ وڃ."

"نہ بابا سائين! اهو ٺهي بہ نہ تو. اهو ڪنهن بہ حالت ۾ صحيح تي نہ تو سگهي."

"هُو توکي هاڻي ڪنهن ڏي موڪلي رهيو هو. جيئن هُو ڊوڙندو ٿي ويو، هن توکي وڏي واڪي سان چيو هو تہ 'وڃ'."

"ڪيٽرينا ايونونا ڏانهن."

"پيسن لاءِ. فقط رقم جي گهرڻ لاءِ؟ هن وٽ پيسو ڪونہ آهي. ڪوڏي بہ ڪانہ اٿس. مان رات تائين بهتر تي ويندس ۽ پوءِ ڳالهين تي سوچيندس. تون هاڻي وڃ ..."

جي ٿي سگهئي تہ هن سان ملُ. فقط سڀاڻي صبح سان ضرور اَچج. مون کي ڪجھہ توسان ڳالهائڻو آهي. ڪيئن ايندين نہ؟"

"هائو."

"ڪهڙي وقت ايندين؟ تون ايئن ڏيکارجانءِ تہ تون جڻ پاڻ آيو آهين. جو ڪجھہ مان توکي چيو آهي، سو ٻئي ڪي نہ ٻڌائجانءِ. اِيون کي هڪ لفظ بہ نہ ٻُڌائجانءِ."

"حاضر!"

"خدا حافظ منهنجا فرشتا! توکي شاباس آهي، تو هاڻي منهنجو بچاءُ ڪيو آهي. مان ان کي ڪڏهن بہ وساري نہ تو سگهان. مون کي توسان، سڀاڻي ڪجھہ ضروري ڳالهائڻو آهي، پر اُن تي غور ڪندس."

"هاڻي اوهان پاڻ کي ڪيئن ٿا سمجهو؟"

"مان خوش آهيان ۽ سڀاڻي اُٿي ٻاهر ويندس."

گهر جي اڳڻ کان گذرندي اليوشا، ايون کي ٻاهرين دروازي جي پرسان بينچ تي وينل ڏٺو. هن پنهنجي نوٽ بوڪ ۾ پينسل سان ڪجھہ لکيو ٿي. اليوشا کيس ٻڌايو تہ سندن پيءُ ننڊ مان جاڳيو آهي ۽ بلڪل هوش ۾ آهي. کيس اِجازت ڏني اٿائين تہ خانقاہ ۾ وڃي ننڊ ڪري.

ايون بيٺي کيس نرميءَ سان چيو تہ. "اليوشا، سڀاڻي صبح جو توسان ملڻ ۾ مون کي بيحد خوشي حاصل ٿيندي." سندس نرمي سان ڳالهائڻ کي ڏسي اليوشا کي عجب لڳو.

"مان هوهلاڪوف ۾ هوندس." اليوشا کيس جواب ڏنو، "مان ڪيٽرينا ايونونا ڏي بہ ويندس. جيڪڏهن هوءَ اڄ نہ ملي سگهي تہ سڀاڻي."

ايون کيس مشڪندي چيو تہ "ڪيئن بہ، تون هن ڏي هاڻي وڃين ٿو. کيس سلام بہ ڏيندين ۽ خدا حافظ بہ چوندين!" اليوشا کي هيءُ ٻُڌي بيحد ڏک ٿيو.

"مان هاڻي سمجهان ٿو، تہ هُن ڇا ٿي چيو ۽ ٿورو وقت اڳ سندس گفتگوءَ جو موضوع ڇا هو؟ بنا ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي دمتري توکان تقاضا ٿي ڪئي، تہ تون وڃ، کيس سندس سلام ڏين ۽ کيس ٻڌائين تہ دمتري هميشہ لاءِ الوداع ٿو چوي ....."

"ڀاءُ، هيءُ اسان جي پيءُ ۽ دمتريءَ جي وچ ۾، جا دهشت انگيز حالت پيدا ٿي آهي، اُها ڪڏهن ختم ٿيندي؟"

"مان ڪجھہ پَڪ سان چئي نہ ٿو سگهان. مان قطعي ڪجھہ نہ ٿو ٻڌائي سگهان. ممڪن آهي ڪو حادثو ٿي نہ ٿئي. هوءَ عورت درندہ آهي. بهرحال اسان کي

ڪنهن به حالت ۾ پوڙهي ڪي گهر ۾ اندر رکڻ گهرجي ۽ دمتري کي اُچڻ نه ڏجي."

"ڀاءُ، مان ٿوڪان هڪ وڌيڪ ڳالهه پڇان ٿو. ڇا هيءُ ڪنهن ماڻهوءَ کي حق حاصل آهي، ته هو هر ٻئي ماڻهوءَ کي ڏسي ۽ فيصلو ڪري، ته انهن ٻنهي مان ڪنهن کي زنده رهڻ جو حق حاصل آهي!؟"

"حق جي سوال کي آندو ئي ڇوتو وڃي؟ ڪاڻ حقيقت ماڻهو اڪثر پنهنجي دلين ۾ پنهنجي ئي اسباب موجب سوچين ٿا، جا فطرتي آهي. باقي حق بابت، جو ڪجهه چوين ٿو، .... پلا ڪنهن کي حق نه آهي، ته هو پنهنجي مرضيءَ موجب سوچي."

"مگر ٻئي ماڻهوءَ جي موت لاءِ نه."

"ڇو نه، ٻئي ماڻهوءَ جي موت لاءِ به. جڏهن ته سيئي ماڻهو، اهڙيءَ ريت پنهنجي زندگي گذارين ٿا، ته پوءِ، ڪوڙ ڇو؟ تون شايد منهنجي لفظن ڏانهن اشارو ٿو ڪرين، جي مون تورو وقت اڳ ۾ چيا هئا، ته هڪ نانگ ٻي نانگ کي ڳهي ويندو. اهڙيءَ حالت ۾ مان توکان پڇڻ گهران ٿو، ته تون مون کي دمتري وانگر ٿو سمجهين ڇا، جو ايسب جي رت وهائڻ لاءِ تيار آهي ۽ مان به کيس خون ڪندس. او......؟"

"ڇا ٿو چوين ايون! اهو خيال ته منهنجي دل ۾ ڪڏهن به نه گذريو هو؟ مون کي يقين آهي ته دمتري به انهيءَ خيال جو نه هوندو!!"

ايون مشڪندي طعني طور کيس چيو ته، "مان انهيءَ خيال لاءِ، تنهنجو ٿورو ادا ٿو ڪريان. يقين رک ته مان هن جو بچاءُ ڪندس، مگر هن حالت ۾، مان پنهنجي خواهش کي آزاد خياليءَ سان پاڻ تائين محدود رکندس. خدا حافظ وري سياٽي ملنداسون. مون کي ملامت نه ڪر ۽ نه وري مون کي شرير سمجهي مون ڏي نهار.

هنن ٻنهي گرم جوشيءَ مان هڪ ٻي سان هٿ ملايو، اهڙيءَ ريت، جو اڳ ۾ ايئن ڪڏهن نه ڪيو هئائون. اليوشا سمجهيو ته سندس ڀاءُ، محبت جو پهريون قدم اُن ڏانهن وڌايو آهي ۽ هيءُ جو ڪجهه ڪيو اٿائين، سو ڪنهن مقصد جي خاطر آهي.

❦

باب ڏهون

# بئي گڏ

اليوشا، پيءُ جي گهر مان، تڪيل ۽ روحاني ڪوفت سان ٻاهر نڪتو. هُو اَڳڻ واري وقت ڪان گهڻو غمناڪ ٿي لڳو. هُو نہ فقط دل شڪستہ هو، پر سندس خيال بہ چڙوچڙ هئا. اُن ڏينهن جو حادثو گذريو هو ۽ جو ايذاءُ ڏيندڙ جهڳڙو هو، اُن جي منتشر واقعن کي گڏ ڪرڻ ڪان ڪيس خوف پئي ٿيو ۽ اُن ڏنل تجربي بابت هُو ڪنهن بہ فيصلي تي اَچي نہ ٿي سگهيو. هن نااُميديءَ جي حدن ڪان گذرندي، اُهو محسوس پئي ڪيو، جو هن ڪان اڳ ڪڏهن نہ ڪيو هئائين. جبل وانگر، سيني ڳالهين تي استوار هوندي بہ هُن هڪ موتمار ۽ حل نہ ٿيندڙ مسئلي کي پنهنجي سامهون ڏٺو. اُن خطرناڪ عورت جي هوندي سندس پيءُ ۽ سندس ڀاءُ دمتريءَ جي وچ ۾ ڳالهيون اَلائجي ڪيئن نبرنديون؟ هاڻي هُو، اِن ڳالهہ جو شاهد هو ۽ ٻنهي کي هڪ ٻئي جي آمهون سامهون ڏٺو هو. اُن هوندي بہ، هن پنهنجي ڀاءَ دمتري کي بدنصيب ٿي ڏٺو. مڪمل طرح بدنصيب، جنهن جي لاءِ تڪليفون انتظار ۾ ٿي ڏٺيون. هيءُ بہ ظاهر هو تہ ٻيا ماڻهو هن ڳالهہ سان واسطيدار ٿي ڏٺا، جن بابت اليوشا ڪڏهن سوچيو بہ نہ هو. ايون اُن ڏانهن پنهنجي قدم کي وڌايو هو، جنهن جي اليوشا کي گهڻي وقت ڪان آرزو هئي، پر هيءُ سڀ ڪجهہ، ڪنهن مطلب لاءِ هو، جنهن ڪان هيءُ ڊنو ٿي. اُن ڪانسواءِ هيءُ زالون......؟ مون کي هيءُ چوندي عجب ٿو لڳي، تہ اُن ڏينهن، صبح جو، هُو جڏهن ڪيٽرينا ڏي ٿي ويو، تہ نهايت منجهيل هو. هاڻي ڪيس ڪوبہ مونجهارو نہ هو. اُن جي برعڪس، ڪيس ملڻ لاءِ جلدي هئي تہ جيئن ساڻس ملي ۽ ڪجهہ هدايتون حاصل ڪري، پر هاڻي ڪيس اُهو پيغام پهچائڻ، اڳي ڪان بہ ڏکيو ٿي لڳو. ٽن هزارن جي معاملي بابت انڪاري فيصلو ڪيو ويو هو. دمتري پاڻ کي ڏيوالو ٿي سمجهيو ۽ پنهنجي آخري اُميد بہ وڃائي وينو هو. اهڙيءَ حالت ۾ خوف هو، تہ هُو ڪنهن گهرائيءَ ۾ غرق نہ ٿي وڃي! هِن ڪانسواءِ هُن ڪيس چيو هو، تہ سندس پيءُ جي گهر ۾، جو واقعو ٿي گذريو هو، سو سڀڪجهہ ڪيٽرينا ايونونا کي ٻڌائي.

ست ٿيڻ ٿي هئا، اونداهي وڌندي ٿي وئي، جو اليوشا، ڪيٽرينا ايونونا جي وسيع ۽ راحت واري گهر ۾ گهڙيو، جو 'هاءِ اسٽريٽ' ۾ هو. اليوشا کي خبر هئي تہ هيءَ ٻن ماسين سان گڏ ٿي رَهي. اُنهن مان هڪ سندس ماٽيجي ڀيڻ، اگنيا ۽ ايونونا هيون، جيڪي گهڻيون پڙهيل نہ هيون. هوءَ جڏهن اسڪول جي بورڊنگ مان موٽي آئي هئي، تہ انهن مان هڪ سندس نظر داري ڪندي هئي ۽ سندس ٻي ماسي، ماسڪو

جي هڪ عزت واري عورت هئي. جيتوڻيڪ سندس ساڳيو شان ۽ شوڪت نہ رهيو. مشهور هيءُ هو، تہ هي ٻيئي ڪيٽرينا جي مرضيءَ جي تابع هونديون هيون ۽ فقط سندس حفاظت لاءِ تي رهيون. ڪيٽرينا ايونونا، فقط جنرل جي بيواهہ ڪاٽاندي هئي، جنهن ساڻس نيڪي ڪئي هئي. هوءَ اُن وقت ماسڪو ۾ بيمار هئي ۽ ڪيٽرينا هر هفتي ٻہ پيرا، جو ڪجهہ بہ وهيو واپريو تي، ڪيس خطن ۾ لکي موڪليندي هئي.

اليوشا جنهن وقت هال ۾ گهڙيو، تہ خدمتگار ڇوڪري اُتي موجود هئي، جنهن دروازي کي سندس نالو وٺي کوليو. اُن مان ظاهر پئي ٿيو، تہ ڪين سندس آمد جي اڳ ۾ ئي خبر هئي. تي سگهيو تي، تہ هنن ڪيس دريءَ مان ايندو ڏٺو هجي. اُن وقت اليوشا ڏاڪڻ تي زناني لباس جي سرسراهٽ ۽ زناني قدمن جا آواز ٻُڌا. ٻہ يا ٽي زالون ڪونيءَ مان ڇڻ تہ نڪري پيون هيون!

اليوشا هيءُ جوش ۽ خروش ڏسي، منجهي پيو تہ شايد سندس آمد جي ڪري هيءُ سڀ ڪجهہ ٿي رهيو آهي. ڪيس نشستگاهہ ۾ جلدي گهرايو ويو. هيءَ ڪوٺي ڪافي ڪشادي هئي، جنهن کي نهايت سليقي سان سينگاريو ويو هو. جيتوڻيڪ هيءَ زيب ۽ زينت شهرين جهڙي نہ هئي، منجهس ڪيترائي سونا، ننڍڙا ڪوچ، ڪرسيون، ننڍيون ۽ وڏيون ميزون پيل هيون. ديوارن تي تصويرون لڳل هيون. ميزن تي گلدان ۽ شمعدان موجود هئا. ان ڪانسواءِ، هڪ دريءَ ۾ هڪ ننڍي شيشي جو حوض هو، جنهن ۾ مڇيون ٿي تريون. اُن وقت ٿوري شفق ۽ گهٽي اونداهي هئي. هڪ صوفي تي، هڪ ريشمي ڇوغي کي پيل ڏسي، اليوشا سمجهيو، تہ ٿورو وقت اڳ ۾، هتي ڪي ماڻهو ويٺل هئا. اُن صوفي جي اڳيان هڪ ٽيبل رکيل هئي، جنهن تي چاڪليٽ جون ٻہ اَڌوريون پياليون، ڪيڪ ۽ ٻہ شيشي جون ننڍيون ٿالهيون موجود هيون، جن مان هڪ ۾ نيري رنگ جي ڪشمش ۽ ٻي ۾ مٺائي پيل هئي. اليوشا سمجهيو، تہ سندس آمد ڪن ملاقاتين جي لاءِ رخنہ اَندازيءَ جو سبب بڻي آهي، ان جو ڪيس بيحد ڏک ٿيو. اُن ئي گهڙيءَ دروازي جو پردو ڪڇيو ۽ تيز قدمن سان ڪيٽرينا ايونونا اَندر آئي. هُن راحت ڀَري مُشڪ سان، مرحبا لاءِ ٻئي هٿ اليوشا ڏي وڌايا. ساڳي وقت هڪ نوڪرياڻيءَ ٻہ روشن شمعون آڻي ميز تي رکيون.

”خدا جو شڪر آهي جو آخر تون آئين. مان تنهنجي لاءِ سڄو ڏينهن دعائون ٿي گهريون. ويهہ!“ اليوشا، اڳ ۾ ئي، ڪيٽرينا ايونونا جي حُسن کان متاثر ٿيل هو. ٽي هفتا اڳ دمتري ڪيس ڪيٽرينا ايونونا جي خاص خواهش تي، ملاڻ لاءِ وٺي آيو هو، اُن ملاقات جي وقت، سندن ويجهو ڪوبہ گفتگو نہ ٿيو هئو. اليوشا کي شرميلو سمجهي، ڪيس ڇڏي سمورو وقت دمتري سان ڳالهائيندي رَهي. اليوشا خاموش هو.

مگر سندس سڀيئي حرڪتون هن ڀئي تي ڏنيون. اُن خود ٻين ڇوڪرين تي هلائيندڙ حاڪماڻي آواز، ۽ خود اعتماديءَ ڪان ڏاڍو متاثر ٿيو هو. اها حقيقت هئي ۽ اليوشا محسوس ڪيو، ته هن ۾ هُو ڪوبہ مبالغو نہ ڪري رهيو آهي. هُن خيال تي ڪيو، تہ ڪيٽرينا جون وڏيون چمڪندڙ ۽ ڪاريون اکيون نهايت حسين آهن، سي بہ بيضوي ۽ تقريباً هيڊي رنگ جي چهري ۾ وڏيون پرڪشش هيون. سندس اکين ۾ خوشنما نازڪ چپن جي ليڪن ۾، ڪجھ لڪل ضرور هو، جنهن ۾ شايد سندس ڀاءُ جي شديد محبت جو اظهار محفوظ هو ملاقات ڪانپوءِ، هُن دمتريءَ جي خواهش تي، ڪيس اُن بابت سڀ ڪجھ صاف صاف ٻڌايو هو. چاڪاڻ تہ هن متس زور آندو هو تہ هُو سندس مڱيندي بابت پنهنجا صحيح تاثرات ٻُڌائي.

”تون، هن سان خوش رهندين ...... پر شايد گهڻو وقت خوش نہ بہ رهين!“

”ڀاءُ تون سچ ٿو چوين. عورتون هميشه اِيئن ئي ٿين ٿيون. هُو ڪڏهن بہ مقسوم جي اڳيان پنهنجو سَر نہ جهُڪائيندون آهن. تون سمجهين ٿو تہ مان هميشه ساڻس محبت ڪندو رهندس.“

”نہ، شايد تون هميشه اُن سان محبت ڪرين، پر تون شايد هُن سان ڪڏهن بہ خوش رهي نہ سگهين.“

هن راءِ ڏيڻ وقت اليوشا جا ڳل شرم ڪان ڳاڙها ٿي ويا هئا. ڪيس پاڻ تي ڪاوڙ بہ آئي، جو هن پنهنجي ڀاءُ جي چوڻ موجب آڻ مڃي هئي ۽ پنهنجي بيوقوف خيالن کي ظاهر ڪيو هو. چاڪاڻ تہ سندس راءِ بُريءَ طرح سان متس اثر ڪيو هو. اِن ڪانسواءِ ڪيس شرم بہ ٿي آيو، تہ هُن هڪ عورت جي باري ۾ راءِ ڏيڻ لاءِ پاڻ کي محتاط ٿي سمجهيو. هاڻي ڪيٽرينا ايونونا جي باري ۾، جا هاڻي ساڻس ملڻ لاءِ ڊوڙي آئي هئي، پنهنجي اڳئين راءِ تي عجب ڪائڻ لڳو ۽ سمجهائين تہ اُها قطعي غلط هئي. هن دفعي سندس چهرو، بي ساخت نيڪ نيتيءَ جي نُور سان چمڪي رهيو هو ۽ منجهانئس گرمجوشي ۽ اخلاص نمايان ٿي نظر آيو. غرور ۽ متڪبراڻي حيثيت، جنهن اڳ اليوشا کي متاثر ڪيو هو. هاڻي اُنهن ڪان سواءِ، ڪيس ٻيون شيون نظر آيون. يعني طبعي صفائي، فياضي ۽ مضبوط خود اعتمادي منجهس روشن ٿي نظر آيون. اليوشا پهرين نگاھ ۾ پهرين لفظن مان محسوس ڪري ورتو، تہ جنهن ماڻهوءَ سان سندس تعلق آهي ۽ جنهن کي هوءَ بيحد چاهي ٿي، اُن جي المناڪ حقيقت، ڪانئس مخفي نہ آهي ۽ هوءَ اُنهن سڀني ڳالهين ڪان پوريءَ ريت واقف آهي. اُن هوندي بہ سندس منهن ۾ عجيب روشني ٿي نظر آئي ۽ ڪيس پنهنجي مستقبل بابت پورو پورو اعتماد حاصل هو. اليوشا محسوس ڪيو، تہ هو پنهنجي خيالن ۾

ڪيتري قدر نہ غلط هو. هُو جلدي فتح تي پُهتو هو ۽ غلام بڻجي ويو هو. هن سندس پهرين ئي لفظن مان محسوس ڪيو، تہ هو بيحد جوش ۾ هئي. هيءُ جوش بہ الڳ قسم جو هو، جو صحيح آنند ڪي تي وڃي پهتو.

"مان تنهنجي ڏسڻ لاءِ بيحد مشتاق هيس، ڇاڪاڻ تہ مان توکان سچو سچ ٻُڌڻ تي گهريو - توکان، نہ ٻئي کان."

"مان آيو آهيان، اليوشا منجهندي چيو. مون کي هُن موڪليو آهي."

"ها، هُن موڪليو آهي. مان بہ ايئن سمجهيو تي. مان هاڻ سڀڪجهہ سمجهيو، سڀ ڪجهہ." ڪيٽرينا ايونونا واڪو ڪري چيو. سندس اکيون چمڪي رهيون هيون. اليڪسي فيودوروروچ گهڙي ترس. مان توکي ٻُڌائينديس تہ مان تنهنجو ايڏو انتظار ڇو تي ڪيو؟ تون جو ڪجهہ ڄاڻين ٿو، اُن کان وڌيڪ مان ڄاڻان تي. اُن ڪري ڪابہ بہ ضرورت ڪانہ آهي، جو تون مون کي ڪجهہ ٻُڌائين. مان توکي ٻُڌائينديس تہ مون کي توکان ڇا کپي؟ مان توکان سندس آخري تاثر پڇڻ گهران تي. مان توکان هيءُ سنئون سنواٽو ٻڌڻ گهران تي. صاف ۽ بنا ڪنهن اَڻ ڇڻ جي. مان ايترو صاف، جيترو جيڪر تون پسند ڪرين.تون بلڪل هاڻي ڪيس ڪيئن تي سمجهيو؟ اڄ، ڇا تو سانس ملاقات ڪئي آهي، اُن ۾ سندس ڪهڙي حيثيت ۽ مقام هو. اِهو جيڪر بهتر تئي ها، جو شخصي طرح پاڻ اُن کان انهن ڳالهين جي سمجهاڻي ونان ها، پر هُو مون وٽ اَچڻ نہ ٿو چاهي. تون سمجهين ٿو، تہ هاڻي مون کي توکان ڇا کپي؟ مون کي نهايت سادگيءَ سان سندس پيغام جو هر هڪ لفظ ٻڌاءِ، جنهن لاءِ هن توکي موڪليو آهي. (مان سمجهيو آهي تہ هُن ئي توکي موڪليو آهي.)"

"هن مون کي چيو آهي، تہ مان سندس سلام اوهان تائين پهچايان. وڌيڪ هيءُ تہ هُو وري اوهان وٽ نہ ايندو - پر هُن اوهان کي سلام تي ڏنا."

"سندس سلام، هيءُ هن ئي چيو. هيءُ سندس ئي گفتگو هئي."

"هائو."

"اتفاقاً، شايد هن لفظ ۾ غلطي ڪئي آهي. شايد هُو پورو لفظ استعمال ڪري نہ سگهيو آهي؟"

"نہ، هن لفظ کي هُن ٻيهر بہ چيو هو. هن مون کي بہ تي ڀيرا منٿ بہ ڪئي هئي، تہ متان مان انهيءَ لفظ کي وساري ڇڏيان."

ڪيٽرينا جو رنگ ڪاوڙ کان ڳاڙهو تي ويو ۽ چيائين تہ:

"اليڪسي فيودوروروچ، هاڻي منهنجي مدد ڪر. هاڻي مون کي سچ پچ تنهنجي مدد جي ضرورت آهي. مان توکي ٻُڌائيندس تہ منهنجو ڪهڙو خيال آهي؟ تون مون

کي فقط هيءُ ٻُڌاءِ تہ مان صحيح آهيان يا غلط؟ ڏيان ڏئي ٻـُڌ. جيڪڏهن هـُـو هن نازڪ موقعي تي، بيهر چوڻ بغير ۽ تاڪيد ڪانسواءِ پنهنجي سلام موڪلڻ تي زور نہ ڏئي ها، تہ پوءِ سڀ ڪنهن ڳالهہ جو خاتمو هو، پر جيڪڏهن، هـُن، هنن لفظن تي خاص طرح زور ڏنو آهي ۽ توکي خاص طرح چيو آتس تہ اِهي لفظ مون تائين پهچائين تہ هـُـو پاڻ کان ٻاهر ۽ جوش ۾ هوندو. هن پنهنجو فيصلو نہ ڪيو آهي، پر ڊڄي. هـُو مون کان فيصلا ڪندڙ قدمن سان پري نہ ويو آهي، پر تمام وڏا وڏا ٽپا ڏيندو ويو آهي. هن پنهنجي لفظن لاءِ جو تاڪيد ڪئي آهي، شايد اُن ۾ هن پنهنجي بهادري ڏيکاري هجي."

"هائو، هائو اليوشا گرم جوشيءَ سان واڪو ڪري چيو. "مان يقين سان چوان ٿو تہ ايئن آهي."

"جيڪڏهن ايئن آهي تہ مان ڪيس صاف طرح ڪونہ وڃايو آهي. مان اَڃا بہ ڪيس بچائي سگهان ٿي. ترس! هـُن ڪنهن رقم جي بابت اوهـان کي ڪونہ ٻـُڌايو - ٽن هزار روبل لاءِ."

"هن مون کي اُن رقم لاءِ بہ ٻڌايو. هيءَ حقيقت ڪيس سڀ کان وڌيڪ ايذاءُ ڏئي رَهي آهي. هُن مون کي ٻـُڌايو تہ هـُو پنهنجي عزت وڃائي ويٺو آهي ۽ هاڻي هن معاملي بابت ڪجهہ بہ نہ رهيو آهي." اليوشا گرم جوشيءَ سان جواب ڏنو. هن پنهنجي دل ۾ اُميد ڊوڙندي محسوس ڪئي ۽ پنهنجي ڀاءُ جي نجات جو امڪان اُڀرندو ڏنائين. "پر توهان اُن رقم بابت ڪجهہ ڄاڻو ٿا؟" هـُو خوشيءَ کان ڇڻ ٽڙي پيو.

"مان هن حقيقت کي گهڻي وقت کان ڄاڻان ٿي. مان ماسڪو ڏانهن، ڄاچ لاءِ تار بہ ڪئي هئي. مون کي گهڻو اڳي خبر پئي هئي، تہ پيسا اُتي نہ پهتا آهن. هـُـن پيسا ڪونہ موڪليا هئا ۽ مان بہ ڪيس ڪجهہ نہ چيو. گذريل هفتي مون ٻڌو تہ ڪيس پيسن جي اَڃا بہ ضرورت آهي. منهنجو هنن سڀني شين کان مقصد هو، تہ ڪيس ڄاڻڻ گهرجي، تہ هـُو ڪنهن ڏانهن موٽي ۽ سندس ڪير حقيقي دوست آهي؟ نہ هـُو سڃاڻي ئي نہ سگهندو تہ مان سندس بهترين مخلص دوست آهيان. هـُو مون کي نہ ٿو ڄاڻي ۽ مون کي فقط هڪ عورت ئي ٿو سمجهي. مان سڄو هفتو اهو سوچيندي عذاب ۾ رَهي آهيان، تہ ڪهڙي ريت ڪيس ٽن هزارن روبل جي نہ پهچائڻ جي شرمندگي کان روڪيان؟ هـُو شايد هن حرڪت جي باعث مون سان ان ميل تي نہ سگهي. هو ڀـلي پنهنجي دل ۾ پنهنجي لاءِ نادم هجي يا هـُو ٻين ماڻهن جي نگاهن ۾ پاڻ کي لڄي سمجهي، پر منهنجي نظر ۾ ڪيس پاڻ کي لڄي سمجهڻ نہ گهرجي. هـُـو خدا تعاليٰ کي سڀڪي لڄي ٿيڻ کان سواءِ ٻـُڌائي سگهي ٿو، جو ڪجهہ ٿي گذريو آهي، اُن کي هـُن نہ ٻـُڌائڻ جي ڪيئن جرئت ڪئي؟ مان ڪيس هميشہ لاءِ بچائڻ گهران ٿي. ڀلي

هُو پنهنجي مڱينديءَ کي وساري ڇڏي. ڪيس خوف تو ٿئي، تہ هُو منهنجي نگاهن ۾ ڪري پيو آهي پر اليڪسي فيودوروروچ توکان، تہ ڪيس ڪوبہ خوف نہ پئي ٿيو!؟ اهو ڪيئن تو ٿي سگهي تہ مان ايتري قدر بہ لائق نہ آهيان.“ پويان لفظ هن لُڙڪ هاريندي چيا. سندس اکين مان لُڙڪ سيلاب وانگر ٿي وهيا.

”مان توکي ٻڌائيندس“ اليوشا جو آواز بہ ڏکي رهيو هو، ”تہ بلڪل هاڻي هن جي ۽ منهنجي پيءُ جي وچ ۾ ڇا ٿي گذريو آهي؟“

اُن کان پوءِ جو ڪجهہ وهيو واپريو هو، هُن اُن کي بيان ڪري ٻڌايو تہ ڪهڙي ريت دمتريءَ پيسن لاءِ ڪيس اوڏانهين موڪليو هو. هُو ڪهڙي ريت اُتي آيو ۽ پيءُ کي ماري زمين تي اُڇلايائين؟ اُن کان پوءِ هُن ڪهڙيءَ ريت خصوصيت سان عرض ڪيو، تہ مان سندس سلام توکي پهچايان ۽ الوداع چوان. آخر ۾ اليوشا، ڪيس هيءُ بہ نهايت نرميءَ سان ٻُڌايو تہ هُو پوءِ اُن عورت ڏي هليو ويو.

”ڇا توهان، هيءُ سمجهو ٿا تہ مان اُن عورت سان سندس تعلقات کي برداشت نہ ٿي ڪري سگهان. شايد هُو بہ ايئن خيال ڪندو هجي، پر اوهان کي خبر هجي، تہ هُو اُن سان شادي نہ ڪندو.“ اوچتو هوءَ بي چينيءَ سان کلي. ”ڇا هن قسم جو جذباتي جوش، هميشہ لاءِ ڪرامازوف ۾ رهيو آهي؟ هيءُ جذباتي جوش آهي تہ عشق ۾ هُو، هن سان شادي نہ ڪندو، ڇاڪاڻ تہ هوءَ ٿي هن سان شادي نہ ڪندي.“وري بيهر ڪيٽرينا ايونونا، عجيب طرح سان کلي.

”هُو وجي اُن سان شادي ڪري.“اليوشا هيٺ نهاريندي، المناڪ آواز ۾ چيو.

”هُو، هن سان شادي نہ ڪندو، جيئن مون توکي چيو آهي. هوءَ ڇوڪري ملائڪ آهي. توکي اها خبر آهي؟“ ڪيٽرينا اوچتو غير معمولي گرم جوشيءَ سان چيو. ”مون کي خبر آهي، تہ هوءَ وڏي پُورالي عورت آهي. مان ڄاڻان ٿي، تہ هُو وڏي مڪار آهي. پر ساڳي وقت اهو بہ ڄاڻان ٿي، تہ هوءَ مهربان، مضبوط ارادي واري ۽ شاندار عورت آهي. اليڪسي فيودوروروچ تون مون ڏي ايئن ڇو ٿو نهارين؟ شايد توکي منهنجي لفظن تي عجب ٿو لڳي ۽ اعتبار نہ ٿو اچي؟ اگرافينا اليگزيندروينا، منهنجا فرشتا!“ هن پَر واري ڪوٺيءَ ۾ ليٽو پائيندي، واڪو ڪري ڪنهن کي سَڏ ڪيو. ”هلي اَچ، هيءُ اسان جو دوست آهي. هيءُ اليوشا آهي. ڪيس اسان جي معاملن جي پوري خبر آهي. هن کي منهن ڏيکار!“

”مان، هن پردي جي پويان، اوهان جي سَڏ جي انتظار ۾ هيس.“ هڪ نرم ۽ لطيف زنانو آواز آيو.

پردو ڪڇيو ۽ گروشينڪا پاڻ مشڪندي ۽ کلندي ميز وٽ آئي. ڪيس ڏسي

اليوشا ۾ شديد تبديلي اَچي وئي. هن پنهنجون اکيون منجهس کپائي ڇڏيون ۽ کڻي ايائين ئي نہ ٿي. ايون جنهن کي اَڌ ڪلاڪ اڳ ۾، خطرناڪ عورت ۽ حيوان ٿي سمجهيو، سا سندس سامهون هئي. اُن هوندي بہ هُن، هِن حيوان کي، جا سندس سامهون هئي، نهايت سادي، معمولي، نيڪ طبعيت، مهربان ۽ حسين عورت ڏٺو. جيئن ٻيون، عام شڪل واريون عورتون ٿينديون آهن. هن ۾ ڪوبہ وڏائي نہ هو تہ هوءَ ڏسڻ ۾ نهايت دلڪش هئي ۽ روسي حسن جو عمدو نمونو. جنهن سان ڪيترن ماڻهن پرجوش محبت ٿي ڪئي. هوءَ چڱي قدرآور هئي، پر ڪيٽرينا کان گهٽ، جا خاص طرح ڊگهي هئي. پنهنجي ملامت ڀري آواز وانگر، طاقتور، هلڻ ۾ نازڪ ۽ خاص دلفريبي رکندڙ ٿي ڏٺي. سندس ڪيٽرينا ايوانونا وانگر چُست ۽ محڪم چال نہ هئي، پر سندس قدم نازڪ انداز سان ٿي کڻيو. هلڻ وقت سندس قدمن جو آواز نہ ٿي آيو. هوءَ هلندي نهايت آرام سان هڪ ننڍي قد واري ڪرسيءَ تي وڃي ويٺي. گذرڻ وقت سندس ڪاري ريشمي لباس جي فقط سرسراهٽ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو. سندس ڪشادن ڪلهن ۾ کير جهڙي سفيد ڳچيءَ جي مٿان قيمتي ڪاري، ڪشميري شال پيل هئي. هوءَ ٻاويهن ورهين جي هئي ۽ سندس منهن مان بہ ايئن ٿي ڏٺو. سندس چهرو غير معمولي سفيد هو. ڳلن تي جهڪيون گلابي لڪيرون موجود هيس. سندس چهري جي ساخت موڪري ٿي ڏٺي ۽ سندس ڪاڏي اَڻ لکي اڳتي وڌيل هئي. سندس مٿيون چپ سنهو هو پر هيٺيون ٿورو ٻاهر نڪتل ۽ مٿئين چپ کان ٻيڻو ٿي لڳو. پر سندس شاندار، گهاٽا ۽ ڀورا وار، ڪاريون ڀرُون، ڀوريون ۽ نيريون اکيون، جي ڊگهين ڀنبڻين سان ڍڪيل هيون، هيءُ اُهي شيون هيون جي هڪ ڏسڻ واري کي، ڀوءِ هُو ڪٺي ڇو نہ بي پرواھ هجي، ڪنهن ميڙ يا گهٽيءَ ۾ ايترو اثر انداز ٿي پئي سگهيون، ڪيس بيهي ڏسي ۽ گهڻي وقت تائين ياد ڪندو رَهي. اليوشا تي، جا شيءِ گهڻي اَثر انداز ٿي، اُهي سندس چهري جا معصوماڻيون تاثر هئا، جن مان خبر پئي ٿي، تہ نيڪ فطرت آهي. سندس اکين مان معصوماڻيون نگاهون ٿي جهلڪيون، جن مان ٻاراڻي مسرت ٿي نظر آئي. هوءَ ميز ڏي هلي آئي. خوشي منجهانئس جهلڪي ٿي. ڏسڻ ۾ ايئن ٿي آيو، تہ هوءَ ٻاراڻي بي صبري ۽ رازداراڻي تعجب سان، ڪنهن شيءِ جي ظاهر ٿيڻ جي اُميد ۾ هئي. سندن اکين جي روشني سندس روح کي ٿي خوش ڪيو - اليوشا هيءُ سڀ ڪجهہ سمجهي رهيو هو. هن ڪانسواءِ وٽس ٻيو ڪجهہ بہ هيو، جنهن کي هُو سمجهي نہ سگهيو هو يا اُن بابت اظهار خيال ڪري نہ ٿي سگهيو. مگر اُها شيءِ مٿس لاشعوري طور اَثر انداز هئي. شايد اُها سندس نرم ۽ جاذب جسماني حرڪت هئي. اُن هوندي بہ سندس بدن مضبوط ۽ ٿوريءَ ٿولهہ وارو هو. شال جي هوندي بہ

سندس ڪشادا ڪلها ۽ ڀارن جهڙي اُڀيل ڇاتي صاف ٿي نظر آئي. هن جادوگر بدن کي ڏسي وينس ملوجي ياد ٿي آئي. جيتوڻيڪ هن ۾ ڪجهه مبالغي واري مناسبت به آهي، ڇو ته هوءَ غير قانوني آهي. روسي حُسن جا مبصر شايد هيءَ اڳڪٿي ڪري سگهيا ٿي، جا يقيني به هجي، ته سندس تازي ۽ شباب وارو حسن پنهنجي دلڪش ترتيب ٽيهن سالن جي عمر ۾ وڃائي ڇڏي. ممڪن آهي، ته سندس چهري ۾ ٿولهه اَچي وڃي، پيشاني ۾، ۽ اکين جي چوڌاري گهنج پئجي وڃن. قدرتي رنگ يعني سرخي ۾ گهٽتائي اَچي وڃي - حقيقت ۾ هيءُ ٿي ته اُن وقت سندس جو ڪمال هو. يعني تيزيءَ سان غائب ٿيڻ واري سونهن، جا اَڪثر روسي عورتن ۾ ٿئي ٿي، پر اليوشا هن بابت ڪجهه به سوچي نه ٿي سگهيو. جيتوڻيڪ هُن ڪيس موهي ڇڏيو هو، پر اُن هوندي به هُن ناخوشگوار احساس سان اُن تي پئي ٿي عجب ڪاڏو. ڪيس ڏک پئي ٿيو، ته هوءَ طبعي ڳالهائڻ جي بدران، ڇَـبي ڇٽي ڇو ٿي ڳالهائي؟ هن هيءُ سيڪجهه ڄاڻي ٻجهي ٿي ڪيو. سندس لفظن جي مبالغه آميز ڪان شيرين موسيقيءَ جو گمان پئي محسوس ٿيو. هن مان خبر ٿي پئي، ته سندس تعليم ڪا چڱي نه ٿي آهي ۽ خراب عادتون اَٿس، جنهن لاءِ ڪيس هيءَ باطل خيال آهي، ته هوءَ چڱين عادتن واري آهي. اُن هوندي به سندس گفتگوءَ جي طرز اليوشا کي متاثر ٿي ڪيو. ڇاڪاڻ ته سندس چهري مان معصوماڻي سادگي ۽ خوشيءَ جو اظهار پئي ٿيو. نازڪ ۽ ٻاراڻي مسرت سندس اکين مان پئي ٿي جهلڪي. ڪيٽرينا ايونونا فوراً هڪ اِهڙي آرام ڪرسيءَ تي ويهي رهي، جيئن سندس رخ اليوشا ڏي هجي. هن ڪيئي ڀيرا بي اختيار ٿي، سندس چپن کي چميو. ايئن پئي معلوم ٿيو، ته هوءَ ڄڻ سندس محبت ۾ قاتل آهي. "اليڪسي فيودوروورچ، هيءُ ڀهريون ڀيرو آهي، جو مان ساڻس ملي آهيان."

ڪيٽرينا بي خوديءَ مان چيو. مون چاهيو ٿي ته هن کي ڏسان ۽ ڄاڻان. مون چاهيو ٿي، ته هن ڏي وڃان. مان جيئن ٿي هيءُ ارادو ڪيو، هيءُ مون وٽ اَچي وئي. مان سمجهان ٿي، ته اسان کي سڀ ڪنهن شيءِ جو فيصلو گڏجي ڪرڻ گهرجي. منهنجي دل ۾ اهو خيال آيو آهي - مون کي منت ڪئي وئي آهي، ته مان ڪوبه قدم نه کڻان، پر مون اڳ ۾ ڏنو آهي ته تڪليف مان نڪرڻ جو اهوئي هڪ رستو آهي. گروشينڪا مون کي سڀ ڪجهه سمجهايو آهي ۽ اهو به ٻڌايو اَٿائين ته اَسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي!؟ هوءَ هڪ نيڪيءَ جي فرشتي وانگر هتي اُڏامي آئي آهي، ته جيئن هوءَ خوشيءَ ۽ صلح کي آڻي."

"منهنجي عزيز ۽ مهربان، نوجوان بيگم! تون مون کي نفرت سان نه ٿي ڏسين."

گروشينڪا موهيندڙ ۽ خوشيءَ ڀريل مشڪ سان، شيرين ۽ موسيقي ڀري آواز سان "دلفريب ساحر! اِهڙي ريت گفتگو نه ڪر. تون ۽ توسان نفرت! مان ته جيڪر تنهنجي

چپن کي وري به چمان. هُو ايئن نظر تا اچن، ڄڻ سچي پيا آهن. هاڻي ته وڌيڪ سُڃيل نظر ايندا. گهڻي کان گهڻا فيودور اليڪسي ڏس! هيءَ ڪيئن نه کلي ٿي. ڄڻ ڪا دل ڪنهن فرشتي کي ڏسي رَهي آهي."

اليوشا جو چهرو سرخ ٿي ويو ۽ ڪانئس هوش ڇڏائڻ لڳو ۽ منجهس جسم ۾ ڏڪڻي اچي پئي.

"تو منهنجي گهڻي تعريف ڪئي آهي، نوجوان بيگم! مان اُن جي ڪڏهن به لائق ٿي نه ٿي سگهان."

ڪيٽرينا ايونونا ساڳي گرم جوشيءَ سان وري چيو، "هيءَ لائق نه آهي، هيءَ اِن جي لائق نه آهي. اليڪسي فيودوروروچ تون ڄاڻين ٿو، ته مان وهمي آهيون. اسين خودمختيار آهيون پر اسين پنهنجي نندي دل ۾ متڪبر ڪان به متڪبر آهيون. مان توکي ٻڌايان ٿي، ته اَسين فقط بدقسمت آهيون. اسين اُن ناشائسته ۽ هلڪي طبعيت واري مرد جي لاءِ سڀ ڪا قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. هُو ئي هڪڙو ماڻهو هو ۽ هڪڙو آفيسر پڻ، جنهن لاءِ اَسان سڀ ڪجهه قربان ڪري ڇڏيو. هن کي گهڻو عرصو گذريو، پنج سال گذريا، هن اسان کي وساري ڇڏيو. هُن شادي ڪئي. هو هاڻي رنڙ آهي. هُن لکيو آهي ۽ هُو هيڏي اچي ٿو. توکي خبر هجي، ته اسان جي ساڻس محبت هئي. فقط هن کي ئي پيار ٿي ڪيو نه ٻيءَ کي. اسان پنهنجي حياتيءَ کان به وڌيڪ کيس پيار ٿي ڪيو. هُو ايندو ۽ گروشينڪا وري خوش ٿي ويندي. ڇاڪاڻ ته هوءَ گذريل پنجن سالن کان بيحد عذاب ۾ رَهي آهي. پر اُن لاءِ، هِن کي ڪير ملامت ڪري سگهندو؟ ۽ سندس لطف ۽ مهرباني حاصل ڪرڻ جي ڪيرلاف زني ڪري سگهندو؟ فقط هُو گستاخ سوداگر! پر هُو گهڻو تڻو ٻيءَ وانگر آهي. هِن جو دوست ۽ هن جو محافظ. هُن، هِن کي تڪليف، عذاب ۽ فريب ۾ مبتلا ڏنو. هوءَ پاڻ کي ڪٿي لوڙهي ڇڏي ها پر ڪراڙي واپاريءَ کيس بچائي ورتو."

"منهنجي پياري نوجوان بيگم! تو منهنجو نهايت خوبيءَ سان بچاءُ ڪيو آهي، پر تون هر ڳالهه ۾ تڪڙ ڪان ڪم وٺي رَهي آهين." گروشينڪا وري به موسيقي ڀَرئي آواز سان جواب ڏنو.

"تنهنجو بچاءُ! مان تنهنجو بچاءُ ڪري سگهان ٿي، ڇا مون ۾ ايتري همت آهي، جو تنهنجو بچاءُ ڪري سگهان؟ گروشينڪا، منهنجا فرشتا، مون کي پنهنجو هٿ ڏئي. اليڪسي فيودوروروچ هِن جي موهيندڙ ۽ نازڪ هٿ ڏي نهار. هن ڏي نهار، هن ئي مون کي راحت ڏني آهي ۽ مٿي ڪنيو آهي. مان هن کي اندرين ۽ ٻاهرين طور تي چمان ٿي. هتي، هتي، هتي."

اِهڙيءَ ريت هُن گروشينڪا جي نازڪ هٿ کي، جو موهيندڙ هو پر ٿلهو بہ هو، ٽي ڀيرا چميو. جنهن مان سندس بيخودي تي نظر آئي. هن بہ پنهنجي هٿ کي جهليو ۽ موهيندڙ موسيقيءَ سان کِلي، اُن حسين ۽ نوجوان خاتون کي ڏسندي رَهي ۽ چاهيائين ٿي تہ هُوءَ سندس هٿ کي چُمي.

اليوشا هي ڏسي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ خيال ڪيائين تہ هيءَ انتهائي بي خودي ۽ جوش آهي. ڪيس سمورو وقت دل ۾ خاص طرح جي پريشاني رهي.

”نوجوان عزيز خاتون. منهنجي هٿ کي اليڪسي فيودوروويچ جي سامهون اِهڙيءَ ريت چمي مون کي لڄي نہ ڪر.“

”تون ايئن خيال نہ ڪر، تہ منهنجو مقصد توکي لڄي ڪرڻ آهي.“ ڪيٽرينا عجب ۾ پئجي کيس چيو، ”منهنجي عزيزه تو مون کي نهايت ٿورو سمجهيو آهي.“

”هائو. منهنجي عزيز نوجوان خاتون! توبہ تہ مون کي غلط سمجهيو آهي. ممڪن آهي تہ مان ايترو نيڪ نہ هجان، جيترو تون مون کي سمجهين ٿي. مون وٽ خراب دل آهي. مون کي پنهنجو رستو آهي. مان اُن ڏينهن غريب دمتري فيودوروويچ کي فقط مذاق جي لاءِ ڦاسائي ورتو هو.“

”پر هاڻي تون کيس بچائي وٺندين. تو مون سان واعدو ڪيو آهي. تون کيس سڀ ڪجهہ سمجهائيندينءَ. تون کانئس ڏار ٿي کيس ٻُڌائيندينءَ، تہ تو ڪنهن ٻي ماڻهوءَ سان محبت ٿي ڪئي، جو هاڻي تنهنجي هٿ جو خواستگار آهي.“

”نہ، نہ. مان تو سان اِهو واعدو ڪونہ ڪيو هو. تون ئي هئين، جو اِهو گفتگو ڪري رهي هئين. مان توسان ڪوبہ واعدو نہ ڪيو هو.“

”پوءِ مان توکي نہ سمجهيو آهي.“ ڪيٽرينا آهستگيءَ سان چيو. هوءَ ٿوري رنگ ۾ هارجي وئي. تو انجام ڪيو هو ....“

”نہ. نہ فرشتہ خاتون. مون ڪوبہ انجام نہ ڪيو هو.“ گروشينڪا آرام سان وچ ۾ ڳالهائيندي چيو. سندس چهري تي اَڃا بہ خوشي ۽ سادگيءَ جا اُهڃاڻ هئا. نوجوان خاتون تون ڏسين ٿي، تہ عين موقعي تي، تنهنجي پيٽ ۾ ڪيڏي نہ بدبخت ٿي نظر اَچان. جيڪڏهن مون کي ڪا شيءِ ڪرڻي آهي، تہ ڪنديس. مان توسان هينئر ڪو انجام ڪيو هو پر هاڻي مان اُن تي خيال ٿي ڪريان. آئون مِستيا کي وري قبضي ۾ آڻينديس. مان هُن کي ڪڏهن بيحد پيار تي ڪيو. آءٌ ڪيس سڄو وقت پسند ٿي ڪريان. مان هاڻي وينديس ۽ کيس چونديس، تہ اڄ کان پوءِ مون سان سنئون سڌو ٿي هل.مان ايتري ضدي آهيان.“

”هينئر ئي تو. ڪجهہ ٻئي نموني ٿي چيو.“ ڪيٽرينا ايونونا ڪمزوريءَ سان

پٽڪندي چيو. ها، هاڻي، پر توکي خبر هجي تہ مان صاف دل ۽ بيوقوف قسم جي آهيان. فقط هيءُ خيال ڪرڻ گهرجي، تہ هُو منهنجي ڪري، ڪهڙين حالتن مان گذريو آهي، جيڪڏهن مان گهر وڃي، هن لاءِ پاڻ کي مغموم ڏسان تہ پوءِ ڇا ٿيندو؟"

"مان ڪڏهن بہ تو ۾ اهڙا اُميد نہ ٿي رکي."

"او نوجوان خاتون! تون ڪيتري قدر نہ منهنجي پيٽ ۾ نيڪ ۽ مهربان آهين! تون شايد هاڻي مون جهڙي بيوقوف عورت جي پرواهہ نہ بہ ڪيين. تون هاڻي منهنجي اخلاق کي چاڻي سگهين ٿي. فرشتہ خصلت خاتون، مون کي پنهنجو ننڍڙو ۽ منڙو هٿ ڏئي. تنهنجو ڪهڙو نہ سهڻو هٿ آهي." هن پيار سان ايئن چوندي، نهايت عزت سان ڪيٽرينا جي هٿ کي ورتو.

"اِجهو پياري نوجوان خاتون! مان تنهنجي هٿ کي وني چمان ٿي، جيئن تو منهنجي هٿ کي وني چميو هو. تو منهنجي هٿ کي ٽي پيرا چميو هو، پر مان تنهنجي هٿ کي ٽي سَوَ پيرا چمنديس، پوءِ چو نہ مون کي ان ۾ گهڻو وقت لڳي. اسان کي سڀ ڪجهہ وساري ڇڏڻ گهرجي، اڳتي جيئن خدا جي مرضي هوندي. مان تنهنجي هر وقت غلام ٿي رهنديس ۽ تنهنجي حڪم جي تعميل هڪ غلام وانگر ڪنديس. ڪابہ قبوليت يا واعدو هئڻ نہ گهرجي. جيئن خدا چاهيندو، ايئن ٿي ٿيندو. ڪهڙا نہ تنهنجا پيارا هٿ آهن! منهنجي عزيز نوجوان خاتون! تنهنجي سونهن جي ساراهہ ٿي نہ ٿي ڪري سگهجي!"

هن سندس هٿن کي آهستگيءَ سان چپن تائين آندو. هن مان سندس عجيب مقصد هو. اِهوئي تہ هوءَ اُن جي چپن سان يڪسانيت ڏيکاري.

ڪيٽرينا ايونونا پنهنجي هٿن کي پري نہ ڪيو. هُن بزدلي پري اُميد سان، سندس آخري لفظن کي بہ ڌيان سان ٻڌو. جيتوڻيڪ گروشينڪا جي وعدي موجب، تہ هُو سندس حڪم جي تعميل هڪ ٻانهيءَ وانگر ڪندي، ڪيس اَجرج ڏيندڙ ٿي لڳو. هن اِرادي سان سندس اکين ۾ نهاريو. ڪيس اُهائي ساڳي ساده دلي، کِلڪل اظهار ۽ ساڳي روشن مسرت نظر آئي. هيءُ ڏسي، ڪيٽرينا جي دل ۾ اُميد جو ڪِرڻو نظر آيو ۽ هن سوچيو تہ، "هيءَ شايد حد کان گهڻي سادي آهي."

ساڳي وقت گروشينڪا چڻ ايئن ٿي نظر آئي، تہ هُوءَ چڻ، اِنهن سهڻن هٿن کي ڏسي، مجذوب بڻجي وئي آهي. هُن چاڻي ٻجهي، هنن کي پنهنجي چپن تائين آندو هو. هوءَ اُنهن کي ٽن چئين منٽن تائين جهلي بيٺي. چڻ هوءَ ڪنهن شيءِ تي وري غور ڪري رَهي آهي.

"تون چاڻين ٿي، فرشتہ خاتون"، هن وڏيڪ صاف موسيقيءَ جي رڌم سان پريل آواز ۾ چيو، "توکي خبر آهي، مان خيال ڪريان ٿي تہ ڪنهن بہ قيمت تي مان تنهنجو

هٿ چمڻ نہ ٿي گهران.“ هوءَ ڪلڻ لڳي.

ڪيٽرينا ايونونا، اوچتو ڇرڪ ڀريندي ڪيس چيو، ”جيئن تنهنجي مرضي پر توسان ڪهڙي ويڌن آهي؟“

”انهيءَ لاءِ توکي ياد رهي، تہ تو منهنجي هٿن کي چميو هو، پر مان تنهنجي هٿن کي نہ چميو.“

سندس اکين ۾ اوچتو روشنيءَ جو ترورو نظر آيو. هن ڪيٽرينا ايونونا ڏي خطرناڪ جذبي سان نهاريو.

ڪيٽرينا ايونونا، اوچتو رڙ ڪري چيو ”بي شرم“. هوءَ ڪاوڙ مان ڳاڙهي ٿي وئي ۽ پنهنجي جاءِ تان ٽپو ڏئي اُٿي بيٺي.

گروشينڪا بہ اُٿي بيٺي پر ڪنهن تڪڙ ڪانسواءِ!

”مان مِتيا کي ٻُڌائيندس تہ ڪيئن نہ تو منهنجي هٿ کي چميو، مگر مان نہ!“. هُو اُن تي بيحد کلندو.

”بدمعاش عورت، هتان هلي وڃ.“

”توکي شرم اَچڻ گهرجي، نوجوان خاتون! مون کي تو مان اِها اُميد نہ هئي. پياري نوجوان خاتون!“

ڪيٽرينا ايونونا، بيحد ڪاوڙ ۾ اَچي وئي. سندس چهري ۾ هر لڪير ڇڻ تہ ڏڪي رهي هئي. هُن واڪو ڪري چيو تہ، ”هلي وڃ! تون فقط وڪري جي لاءِ آهين.“

”مان وڪري لاءِ....! تو بہ تہ ڪالهہ ڪنهن ماڻهوءَ سان، شام جي اونداهيءَ ۾ پيسن لاءِ ملاقات ڪئي هئي. تو بہ تہ پنهنجي حُسن کي وڪري لاءِ پيش ڪيو هو. مان سڀڪجهہ ڄاڻان ٿي.....!“

هي ٻُڌي ڪيٽرينا ايونونا دانهن ڪندي هُن تي چڙهي وڃي، پر اليوشا پنهنجي سڄيءَ طاقت سان ڪيس قابو ڪري ورتو.

”بس، بس اِڪتي هڪ لفظ نہ ڳالهاءِ! هوءَ هلي ويندي - هڪدم هلي ويندي!“

عين موقعي تي ڪيٽرينا جون ٻئي ماسيون، سندس دانهن تي ڊوڙي آيون. اُنهن سان ملازم ڇوڪري بہ ساڻ هئي. سڀئي سندس چوڌاري ڦري آيون.

”مان وڃان ٿي.“ هن پنهنجي ڪوٽ کي صوفي تان کڻندي چيو. ”اليوشا پيارا! منهنجي گهر ڏي اچجانءِ“

”هلي وڃ - هلي وڃ جلدي هتان.“ اليوشا پنهنجي هٿن کي مهٽيندي چيو.

”منهنجا ننڍڙا پيارا اليوشا! منهنجي گهر ضرور اچجانءِ“ مون وٽ هڪ مختصر عمدي ڪهاڻي آهي جا توکي ٻُڌائيندس. مون هيءُ سڄو منظر تنهنجي فائدي لاءِ

پيدا ڪيو آهي اليوشا! جڏهن تون ٻڌندين ته ڏاڍو بيحد خوش ٿيندين."

اليوشا هٽ مهٽيندي، ڪانئس منهن ڦيرايو ۽ هُوءَ ڪلندي هلي وئي.

ڪيٽرينا ايونونا تي مڪمل جنون چڙهي ويو هو. هوءَ روئڻ لڳي ۽ عضون جي ڇڪتاڻ ڪان ڏڪڻ وني ويس. سيئي سندس چوڌاري اچي گڏ ٿيا.

سندس وڏي ماسي ڪيس چيو ته، "مان توکي اڳ ۾ ئي خبردار ڪيو هو. مان توکي ان ڳالهه کان روڪڻ جي ڪوشش به ڪئي، پر تون آهين بي پرواهه. تو ڪيئن هيءَ ڪم ڪيو آهي، توکي هنن ماڻهن جي ڪهڙي خبر؟ هيءَ، ڏاڍي بدنام عورت آهي. مان، ته توکي سمجهائيندي آهيان پر تون ته غور ئي نه ڪندي آهين!"

"هوءَ شينهڻ آهي!" ڪيٽرينا ايونونا ڪاوڙ مان رڙ ڪري چيو، "اليڪسي فيودوروچ تو مون کي ڇو جهليو، مان ڪيس مار ڏئي ڪيان ها!؟"

هوءَ اليوشا جي سامهون پاڻ تي ضابطو رکي نه سگهي. شايد ڪيس اُن جي پرواهه به نه هئي.

"ڪيس عام جي سامهون ڇهبڪ هڻي، قتل گاهه ۾ پنڻ گهرجي."

اليوشا دروازي ڏي رخ ڪيو.

"پر خدايا!" ڪيٽرينا پنهنجي هٿن کي افسوس مان مهٽيندي چيو، "هُو، هُو، هُو ايترو بي عزت ٿي سگهي ٿو. ايترو بي مروت! هُن، هِن بيهودي عورت کي، اُن بدقسمت ڏينهن جو واقعو ڪيئن ٻڌايو. هُن ڪهڙا نه بيهودا لفظ چيا ته "تو به ته پنهنجي حسن کي وڪري لاءِ نيو هو، نوجوان خاتون!" هن کي سچي خبر آهي، اليڪسي فيودوروچ، تنهنجو ڀاءُ بدمعاش آهي."

اليوشا ڪجهه چوڻ ٿي گهريو پر ڪانئس لفظ اُڪلي نه سگهيا. سندس دل دُکي رهي هئي.

"اليڪسي فيودوروچ تون پلي وڃ. هيءَ بي شرمي آهي ۽ منهنجي لاءِ خطرناڪ. مان پيرن تي هٿ رکي توکي عرض ٿي ڪريان، ته تون سڀاڻي اُچج. مون کي اِن لاءِ جوابدار نه نهراءِ. مون کي معاف ڪر، مون کي خبر نه ٿي پوي، ته هاڻي مان پنهنجي لاءِ ڇا ڪريان!؟"

"اليوشا ٻاهر نڪتو، پر گهٽيءَ مان رڙهندو ٿي ويو. هُو جيڪر هُن وانگر ئي روئي ها. پر اوچتو نوجوان خدمتگار کيس روڪيو."

"نوجوان خاتون کان هيءُ خط اوهان کي ڏيڻ وسري ويو هو. هيءُ خط بيگم هو هائلاڪوف جو آهي، جو هن رات جي مانيءَ وقت موڪلي ڏنو هو."

اليوشا اُن گُلابي لفافي کي ورتو ۽ بي خبريءَ مان پنهنجي کيسي ۾ رکيائين.

باب يارهون

# وري بہ بربادي

شهر کان خانقاهہ ميل جي ٽئين حصي کان مٿي نہ هئي. اليوشا اُن رستي تي، جو اُن وقت ويران هيو، تيزيءَ سان هلڻ لڳو. اُن وقت رات جي ڪافي اونداهي پکڙجي چُڪي هئي، ايتري قدر جو ٽيهن قدمن تائين بہ مشڪل سان ڪا شيءِ نظر ٿي آئي. رستي جي اَڌ تي، هن رستي سان وري بيو رستو ٿي اَچي گڏيو. اُن بہ - واٽي وٽ، خاموش ۽ اَڪيلي بيد جي وڻ هيٺان، ڪيس هڪ صورت نظر آئي. جيئن ئي اليوشا اُن بہ - واٽي وٽ پهتو، تہ اُها صورت چرڻ پُـرڻ لڳي ۽ سندس ويجهو تيزيءَ سان اَچڻ لڳي. ان وحشياڻي نموني ڪيس رڙ ڪري چيو تہ:

"پيسا يا حياتي؟"

"ها تون مـتيا آهين!؟" اليوشا چرڪ پرينڊي، عجب مان ڪيس چيو.

"ها. ها. ها. توکي تہ منهنجي ملڻ جي اُميد ئي نہ هوندي. خيال ٿـي ڪيم، تہ تنهنجو ڪٿي ويهي انتظار ڪريان. اُن جي گهر جي پرسان بهتر سمجهيم. پوءِ سوچيم تہ اُتان ٿي رستا ڦٽن ٿا. ممڪن هو، تہ توکي وڃائي ويهان ها. اُنڪري هتي اَچي ترسيس. چو تہ خانقاهہ ڏي، هن رستي کان سواءِ بيو ڪوبہ رستو ڪونہ هو ۽ توکي هتان ضرور گذرڻو هو. اَچ هاڻي مون کي سچ سچ ٻڌاءِ. ڀلي مون کي ٽنڊڻ وانگر لتاڙي ڇڏ پر صحيح حقيقت کان آگاهہ ڪر."

"ڪجهہ نہ پاءُ -تو مون کي ڊيڄاري ڇڏيو هو. او دمتري! پيءُ جو خون. (هُو روئڻ لڳو. سندس دل تہ گهڻي وقت کان ڳوڙهن هارڻ لاءِ تيار هئي، مگر دمتريءَ کي ڏسندي، صبر ڪانئس موڪلائي ويو.) تو ذري گهٽ ڪيس ماري وڌو هو - تو تہ ڪيس بددعائون ٿي ڏنيون، ۽ هاڻي مذاقي بڻجي ويو آهين - پيسا يا حياتي!؟"

"ها، پوءِ ڇا آهي؟ ڇا منهنجو قدم موقعي آهر نہ هو؟"

نہ - مان فقط ......."

"ترس ۽ هن رات ڏي نهار. تون ڏسين ٿو تہ ڪيڏي نہ اونداهي رات آهي. ڪيڏا نہ بادل ۽ ڪيڏي نہ هوا ٿي لڳي!؟ مان هن بيد جي هيٺان لڪي تنهنجو انتظار ٿي ڪيو. خدا مٿان آهي. مون اوچتو خيال ڪيو تہ هيءَ بدبختي ڪيستائين هلندي. هاڻي کهڙي شيءِ رَهي آهي. جو اُن جو انتظار ڪريان!؟ بيد جو وڻ آهي، رومال آهي ۽ قميص آهي. مان هنن کي هڪ منٽ ۾ وٽي نوڙيءَ جي صورت ۾ آڻي وجهندس. هنن کانسواءِ ڪمربند بہ آهي. پوءِ ڇو هن دنيا جي مٿان بار ٿي رهان. مان پنهنجي

بيجڙي وجود سان، هن کي بي عزت ڇو ڪريان؟ پر اوچتو مون تنهنجي اچڻ جو آواز ٻُڌو. خدايا، هيئن ايئن گذريو. ڇڻ تہ ڪاشيءِ اڏري منهنجي اندر ۾ اچي وئي. سو اُهو ماڻهو نڪري پيو، جنهن کي مان پيار تو ڪريان. اِجهو هيءُ آهي اُهو ماڻهو، منهنجو ننڍڙو ڀاءُ! جنهن کي مان سڄي دنيا کان گهڻو پيار ڪريان ٿو. مان توکي ايترو تہ پيار ڪريان ٿو، جو چيم تہ يڪدم توکي ڳلي سان لڳايان. اُن وقت مون کي هڪ بيوقوفيءَ جو خيال آيو، تہ توسان ڪجهہ يوڳ ڪريان ۽ توکي ڊيڄاريان. مون بيوقوفن وانگر واڪو ڪري چيو تہ 'پيسو!' مون کي ۽ منهنجي بيوقوفيءَ کي معاف ڪر- اِها سڄي بيوقوفي هئي. ڪڏ ۾ وجهينس، مون کي هيءُ ٻڌاءِ، تہ اُتي ڇا گذريو؟ هن ڇا چيو؟ مون کي سزا ڏئي، بي حيائي ڇڏ. جيڪي وڻيئي سو ڪر! هوءَ ضرور جوش ۾ هوندي؟"

"نہ نہ، اُتي تہ ڪجهہ بہ نہ هو مِتيا - مان تہ اُتي ٻنهي کي ڏٺو."

"ٻئي، ڪير؟"

"گرُوشينڪا، ڪيٽرينا ايونونا وٽ."

دمتري ڇڻ ٻوڙو ٿي ويو.

"ناممڪن" هن رڙ ڪري چيو. هي تنهنجو وهم آهي. گروشينڪا ۽ هوءَ؟"

اليوشا، ڪيٽرينا ايونونا وٽ پهچڻ کان پوءِ، اُهو سڀ ڪجهہ بيان ڪري ٻڌايو، جو اُتي گذريو هو. هُو ڏهہ منٽ کن ڪهاڻي ٻُڌائيندو رهيو. هو، هيءَ حقيقت هڪ ساهيءَ سان مفصل تہ ٻُڌائي نہ سگهيو پر وٽس صاف بياني ضرور هئي. هن ڪنهن بہ لفظ، ڪنهن اثر ۽ ڪنهن بہ ڪاروائيءَ کي نہ وساريو. هر ڳالهہ کي صاف بياني سان ٻڌائيندو ويو. ڪڏهن تہ هڪ لفظ ۾ پنهنجي احساس جي اظهار کي آڻي ٿي وڌائين. دمتري خاموشيءَ سان ٻڌندو ٿي رهيو. ڪڏهن ڪڏهن خوفناڪ نگاهن سان هُن کي نهاريندو بہ ٿي رهيو، پر اليوشا ڄاتو ٿي، تہ هن سڀ ڪجهہ چڱيءَ ريت سمجهيو آهي ۽ سڀ ڪنهن ڳالهہ کي پرکيو آهي. جيئن ڪهاڻي هلندي ٿي رَهي، سندس چهرو بي رونق ۽ اُداس ٿيندو ٿي ويو. ڪڏهن هُن نڪ تي ٿي گهنج وڌا تہ ڪڏهن ڏندن کي ٿي ڪرٽيو. سندس نگاهہ وڌيڪ سخت گير، توجهہ واري ۽ وحشتناڪ بڻجي وئي. اوچتو عجيب تيزيءَ سان سندس ڪاوڙ سان وحشتي چهري ۾ عجيب تبديلي اچي وئي. سندس چمبڙيل چپ جدا ٿي ويا ۽ دمتري فيودوروووچ نابطي کان زور ٽهڪن ۾ پئجي ويو. هُو خيال کان ٻاهر کِلَ ۾ پئجي ويو ۽ گهڻي وقت تائين ڳالهائي نہ سگهيو.

"ها، تڏهن، هُن سندس هٿ کي نہ چميو! ها هوءَ ڀڄي وئي!" هُو جنوني شيءِ سان ڳالهائيندو رهيو. جنهن کي بنا ارادي جي نہ پر بدتميزيءَ جي، خوشي چئي

سگهجي ٿو. "ايئن ڏسي، ڪيس شينهڻ ٿي چئي سگهجي ٿو. هو واقعي شينهڻ آهي. واقعي هُو بيد هڻڻ کان پوءِ قتل گاهه جي سزاوار آهي. هائو، هائو، هوءَ اُن جي لائق آهي. مان جيڪو خيال ڪريان ٿو، اُهو انصاف آهي. ڪيس اِها سزا تہ گهٽو اڳي ملڻ کپندي هئي. منهنجا پاءُ، ڪيس سزا ملڻ گهرجي پر پهريائين مون کي پنهنجي حالت جي اصلاح ڪرڻ کپي. مان هن بي حيائيءَ جي ملڪ کي ڄاڻان ٿو. هن ۾ اِهي ئي گُڻ آهن. تو، هٽ ڇمندي، سندس گٽن کي ڏٺو. هوءَ شيطان عورت آهي. هوءَ سڄي جهان ۾ شيطان عورتن جي سردار آهي. هوءَ پنهنجي راهه ۽ رسم ۾ شاندار آهي! ها تہ هوءَ گهر پڄي وئي. مان اُن ڏي وڃان ٿو! اليوشا مونکي ڪوبہ ڏوهہ نہ ڏئي. مان قبول ٿو ڪريان، تہ هن کي ڦاسيءَ تي لٽڪائڻ چڱو ٿيندو."

"پر ڪيٽرينا ايونونا؟" اليوشا ڏک مان چيو.

"مان هن کي بہ ڏٺو ۽ چڱيءَ ريت ڏٺو. اهڙيءَ ريت ...... مان اڳي ڪيس ڏسي نہ سگهيو هوس. اِها ڄڻ تہ دنيا جي ڇٽن کنڊن جي بجاءِ پنجين کنڊ جي تحقيق هئي. هن روش کي ڇا چئجي؟ هيءُ سڀ ڪٿيا وانگر هو، جنهن کي هڪ غضبناڪ ۽ احمق آفيسر جو مقابلو ڪندي، ڪوبہ خوف نہ ٿيو. جنهن پنهنجي عالي روش تي، موتمار بي عزتيءَ جو خطرو کڻندي بہ پنهنجي پيءُ جي حياتي بچائي. سندس ذاتي غرور، حالات جي جستجو ۽ تقدير جي سرنوشت جي مقابلي مان، اسان ڪيس چڱيءَ ريت سمجهي سگهون ٿا. تون شايد چوين تہ سندس ماسيءَ ڪيس اَڃي روڪيو؟ تون چڱيءَ ريت ڄاڻين ٿو تہ هوءَ پاڻ متڪبر آهي. هُوءَ ماسڪو جي هڪ جنرل جي بيواهہ جي پيڻ آهي. هُن جا زال کان وڌيڪ هن سان لاڳاپا هئا. پر هُن جو مرد سرڪاري پيسن جي خرد برد ۾ ڦاسي پيو. هو سڀ ڪجهہ وڃائي ويٺو. پيسا ۽ جاگير ۽ اُهو سڀ ڪجهہ جو وٽس هو. اُن مغرور عورت کي پنهنجي مرتبي کان هيٺ لهڻو پيو ۽ هُن اُن کانپوءِ وري پاڻ کي بلند ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي آهي. هن ڪٿيا کي روڪڻ گهريو پر هُن، ڪيس ٻڌوئي نہ. هُن سمجهيو ٿي تہ هوءَ سڀني شين تي غالب ايندي. سڀ شيون اُن جي اڳيان هار ڪائي ويندي‌ون. هُن سوچيو ٿي تہ هوءَ گروشينڪا کي بہ پنهنجي نموني گريءَ سان ڦاسائي، پنهنجي خواهش موجب سڀ ڪجهہ ڪرائي ڇڏيندي. هيءُ سڀ سندس خود اعتماديءَ جي ڪري ٿي پيو. اِها سندس غلطي هئي؟ تون سمجهين ٿو تہ هن پهريائين گروشينڪا جي هٿ کي ڪنهن مطلب ۽ مقصد سان چميو هو؟ نہ. هوءَ گروشينڪا جي اوصاف کان متاثر هئي. گروشينڪا ڇا؟ هُوءَ سندس خواب کان متاثر نہ هئي. اُن جي خام خياليءَ ۾ مبتلا نہ هئي. پر پنهنجي خواب کان متاثر هئي ۽ پنهنجي خام خياليءَ ۾ مبتلا هئي. پيارا اليوشا، تون ڪيئن هنن کان ڇوٽڪارو لهي سگهندين. هي عورتون؟ تون تہ پنهنجي سنياسي لباس کي لاهي ۽ پڄي ويندين. ها، ها، ها."

"پاڻ، توکي تہ خبر ئي نہ پئي آهي، تہ ڪيٽرينا ايونونا جي اُن ڏينهن جي واقعي ڪي، گروشينڪا کي ٻڌائيندي، ڪيڏي نہ هن جي بي حرمتي ڪئي آهي. جنهن ڪري ئي، هن سندس منهن ۾ هيئن چئي غلاظت اُڇلائي، تہ تون بہ هڪ معزز ماڻهوءَ وٽ پنهنجي حسن کي وڪڻڻ لاءِ وئي هئينءَ! پاڻ هن بي عزتيءَ کان وڌيڪ بيو ڇا ٿيندو آهي؟"

اليوشا کي سڀ کان وڌيڪ هيءَ ڳالهہ ڏک ڏئي رَهي هئي، تہ سندس پاڻ ڪيٽرينا ايونونا جي بدناميءَ تي خوش ٿي رهيو آهي.

"افسوس!" دمتريءَ جي پيشانيءَ ۾ رنجيده گهنج پئجي ويا ۽ نراڙ کي هٿ سان ڏک هنيائين. هاڻي کيس احساس ٿيڻ لڳو. جيتوڻيڪ اليوشا کيس جهٽ اڳي ڪيٽرينا ايونونا جي بي عزتيءَ بابت بہ ٻڌائي چُڪو ۽ هن جا لفظ بہ تہ، "تنهنجو پاڻ بدمعاش آهي."

"هائو! شايد، سچ پچ، مان اُن بد قسمت ڏينهن بابت گروشينڪا کي ٻُڌايو هو، جيئن ڪتيا ڇئي ٿي. هائو مان کيس ٻڌايو هو، مون کي ياد ٿو اَچي. مان شراب پيتو هو ۽ مان روئي بہ رهيو هوس، تہ گوڏا کوڙي ڪتيا جي خيالي صورت کان دعا بہ گهري رهيو هوس. گروشينڪا هن کي سمجهي ورتو هو. مون کي ياد آهي، تہ هوءَ بہ روئي رَهي هئي. ڪڏ ۾ وجهہ هن ڳالهہ کي. هنن عورتن کي کهڙي ريت سجاڻي سگهجي جو اُن ڏينهن رُني ٿي ۽ اڄ وري ڪيٽرينا جي رت جي پياسي آهي!"

دمتري اوچتو پنهنجي مٿي کي هيٺ جهڪايو. گهڙي کن ڳِڻتيءَ ۾ پئجي ويو. اُن کان پوءِ غمگين آواز سان، گفتگوءَ جي سلسلي کي جاري رکندي چيائين:

"هائو مان بدمعاش آهيان. مڪمل بدمعاش! هن مان ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿو ٿئي تہ مان روئان ٿو. مان بدمعاش آهيان! اُن کي چئجانءِ تہ جيڪڏهن اِن مان کيس ڪو آرام ملي سگهي ٿو، تہ مون کي اِهو نالو قبول آهي. بس اِهو ڪافي آهي. خدا حافظ. هن گفتگوءَ مان ڪوبہ ڪڙتيل نہ نڪرندو، نہ وري ڪو ونڊر جهڙو آهي. تون پنهنجو رستو وٺ ۽ مان پنهنجو. مان وري توکي ڏسڻ نہ ٿو گهران، پر جيڪڏهن ڪا آخري ضرورت پئي تہ خدا حافظ اليڪسي!"

هن گرم جوشيءَ سان اليوشا جي هٿ کي زور ڏنو. هن اَجا بہ پنهنجو مَٿو، نہ کنيو هو ۽ هيٺ نهاري رهيو هو. ڇڻ تہ هُن پاڻ کان پڇي وڃڻ ٿي گهريو. هُو تيزيءَ سان قريو ۽ شهر ڏي هلڻ لڳو.

اليوشا کيس پويان نهاريندو رَهيو. کيس اعتبار ئي نہ ٿي آيو، تہ هُو ڪو گفتگوءَ کي اَڌ ۾ ڇڏي، هليو ويندو.

اوچتو دمتري پوئتي موٽيو ۽ واڪو ڪري چيائين تہ "اليڪسي ترس. هڪ قبوليت

ٻي بہ وڃندو وڃ. جا فقط تنهنجي لاءِ آهي. مون ڏي نهار. مون ڏي چڱيءَ ريت نهار. هتي، هتي، هتي. مون ۾ خطرناڪ بدنامي جو وڏو خزانو موجود آهي.“ (جيئن هُن ’هتي‘ جو لفظ چيو. اَلائي ڪهڙي خيال کان هن پنهنجي سيني ۾ مُڪَ هڻي ڪڍي. ڇڻ تہ اُها بدنامي سندس سيني ۾ موجود هئي. ڪنهن هنڌ. ڪنهن گوشي ۾. شايد سندس گردن ۾ ٿي لڙڪي.) تون هاڻي سمجهين ٿو. تہ مان هڪ بي اُصول آهيان. اُهو بدمعاش جنهن جو اعتراف اٿم. پر مون ڪي اجازت ڏي تہ مان توکي ٻڌايان تہ. مان نہ اڳي اهڙيءَ ڪا شيءِ ڪئي آهي ۽ نہ وري اِهڙي ڪا ڪندس. جنهن ڪي هن بي عزتيءَ جي بنيادي حالت سان ڀيٽي سگهجي. جنهن کي مان هاڻي. هن گهڙيءَ. پنهنجي سيني تي سَنو آهي. آئنده جو ڪجهہ بہ ايندو گذري ويندو. جيتوڻيڪ مان پوريءَ ريت آزاد آهيان. تہ اُن ڪي روڪيان. اُن ڪي روڪي سگهان ٿو يا جاري رکي سگهان ٿو. اِهو تون سمجهي ڇڏ. هيءُ ٻُڌائڻ جي تو کان اِجازت ٿو گهران. تہ مان اُن ڪي جاري رکندس. مان اُن ڪي ڪونہ روڪيندس. مان جهڙ گذري توکي سڀ ڪجهہ ٻڌايو آهي، پر مان هيءُ توکي ڪونہ ٻُڌائيندس. ڇو تہ اُن جي ٻڌائڻ لاءِ. مون وٽ ايتري بي باڪي موجود نہ آهي. مان اَڃا بہ پنهنجي عزت ڪي برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪندس. جيڪڏهن اِيئن ٿي نہ سگهيو تہ سياڻي پنهنجي باقي ٻچيل اَڌ عزت ڪي بہ ڏيئي ڇڏيندس. مون ڪي پنهنجي عزت برقرار رکڻ جي ڪابہ اُميد نہ آهي. مان پنهنجي بنيادي رٿ ڪي جاري رکندس. تون هن جو شاهد رهجانءِ تہ مان توکي سڀ ڪجهہ ٻُڌائي ڇڏيو آهي. اونداهي ۽ بربادي! ڪنهن بہ سمجهائڻ جي ضرورت نہ آهي. ٿوري وقت ۾ توکي خبر پئجي ويندي. هڪ ناپاڪ پنيرو رستو ۽ جهنمي عورت! خدا حافظ. مون لاءِ ڪابہ دعا نہ گهر. نہ وري مان اُن جي لائق آهيان. اُن جي گهرج بہ ڪانهي. مون ڪي اُن جي ضرورت بہ نہ آهي. ها پري ٿيءُ.

اوچتو هُو پوئتي هٽيو ۽ هن دفعي آخري طرح هليو ويو. اليوشا خانقاهہ ڏي ويو.

”ڇا . . . هن ڇا ٿيِ چيو؟ مان هُن کي وري ڏسي نہ سگهندس!“ هن بيحد عجب ٿي ڪاڏو. ”ڇو؟ مان هن سان سياڻي پَڪ سان ملندس. مان سندس پويان لڳندس. ڏسندس تہ هُو ڇا ٿو چوي.“ هُو خانقاهہ جي ڇوڏاري ڦريو. صنوبر جي جهنگ کان ٿيپي راهب جي جاءِ وٽ پهتو. جيتوڻيڪ اُن وقت ڪنهن ڪي بہ اُتي وڃڻ جي اجازت نہ هئي. مگر هن جي لاءِ دروازو کليل هو. هُو ڌڙڪندڙ دل سان مربي زوسيما جي حجري ۾ گهڙيو. اُن وقت سندس دل ۾ خيالن جو عجيب لاهہ ۽ چاڙهہ هو. هُن پاڻ کان پڇيو ٿي:

”مان هتان ڇو ٻاهر ويس؟ زوسيما ڪيس اِنهيءَ دنيا ۾ ڇو موڪليو؟ هتي تہ وڏو سڪون هو. هتي تہ پاڪائي هئي پر هُتي تہ مونجهارو ۽ اونداهي هئي. جتي ماڻهو پاڻ وڃائي. بنا ڪنهن دير جي گمراهہ ٿيجي سگهي ٿو . . . . . .“

اليوشا حجري ۾ نئو آموز راهب پروفري ۽ راهب پايسي کي ڏٺو. جي اُن وقت مربي

زوسيما جي عيادت لاءِ آيا هئا. هُن فڪرمنديءَ سان ڏٺو. تہ سندس حالت خراب ڪان خراب تر آهي. ايتري قدر جو اُن ڏينهن پنهنجي ارادت سندن سان رواجي گفتگو بہ نہ ڪري سگهيو هو. هتي رواج هو تہ شام جي عبادت ڪان پوءِ، سيئي راهب زوسيما جي حجري ۾ گڏ ٿي، ڏينهن جي غلطين جو اَچي اعتراف ڪندا هئا. يعني پنهنجي گنهگار خيالن ۽ خواهشن ڪي وڏي آواز سان ٻُڌائيندا هئا. جيڪڏهن پاڻ ۾ سندن ڪا مخالفت ٿيندي هئي، تہ اُن ڪي بہ ٻُڌائڻ ڪان نہ رهندا هئا. ڪي تہ گوڏا کوڙي پنهنجي قبوليت ڏيندا هئا. زوسيما ڪين معافي ڏيندو هو. پر ڇا ٿيندو هو. نيڪيءَ لاءِ نصيحت ڪندو هو. ڪيل ڪم جي پڇتائڻ لاءِ چوندو هو ۽ ڪين دعا ڪري رخصت ڪندو هو. هن عام اعتراف جي خلاف، مربيءَ جي مخالفن وڏي هاءِ گهوڙا ٿي ڪئي. سندن اعتراض هو، تہ هيءَ طريقو باطني ۽ روحاني عهد ۽ اقرار جي بي حرمتي آهي. گويا هيءَ مقدس مذهب جي توهين آهي، پر حقيقت ۾ هيءَ شيءِ ئي ٻي هئي. هنن ديول جي وڏن پادرين وٽ هيءَ بہ شڪايت پيش ڪئي، تہ اهڙي اعتراف مان ڪوبہ مقصد حاصل نہ ٿو ٿئي. اُنلو گناهہ ۽ اُن جون خواهشون پيدا ٿين ٿيون. ڪيترن راهبن تہ مربيءَ وٽ وڃڻ ڪي بہ ناپسند ٿي ڪيو. پنهنجي مرضيءَ جي خلاف، ٻين ڪي ويندو ڏسي پاڻ بہ ٿي ويا. ڪين خوف هو تہ متان هُو باغي ۽ مغرور سمجهي سزا هيٺ نہ اَچن. ماڻهن جو چوڻ هو، تہ ڪي راهب اڳ ۾ ئي پنهنجي گناهہ جي اعتراف بابت سوچي ڇڏيندا هئا. مثلاً هڪ ٻي ڪي سمجهائيندا هئا، تہ تون چئجان تہ "مان اڄ فلاڻي سان وڙهي پيس." پيو وري اُن جي تائيد ۾ چوي، تہ اها حقيقت برابر آهي. هيءُ سڄو ڍونگ اُنهيءَ لاءِ ڪيو ويندو هو. تہ جيئن ڪجهہ نہ ڪجهہ مربيءَ جي اڳيان پيش ڪيو وڃي. اليوشا ڪي خبر هئي، تہ اِيئن ڪڏهن ڪڏهن ڪيو ويندو آهي. ڪيس اها بہ خبر هئي، تہ ڪي اِهڙا بہ راهب آهن، جن ڪي سخت اعتراض آهي، تہ سندن گهر ڪان آيل خط، عام جام مربيءَ وٽ نيا وڃن ٿا ۽ اُنهن ئي ماڻهن جي سامهون جن جا خط آهن، کوليا وڃن ٿا ۽ پڙهيا وڃن ٿا.

هيءَ سڀ حقيقتون قبول، تہ ڪيون ٿي ويون پر اُن سان گڏ، هيئن بہ چيو ٿي ويو، تہ هي سڀ ڪجهہ، جو آزاديءَ سان ڪيو وڃي ٿو، نيڪ نيتيءَ سان ئي آهي. جنهن جو مقصد آهي رضاڪاراڻي ۽ فائدي واري هدايت. پر حقيقت ۾ ڪڏهن ڪڏهن هن ۾، اخلاص ٿورو ۽ عملي طرح ڪوڙ گهڻو ٿي ڏٺو. اُن هوندي بہ جي پراڻا راهب هئا، اُنهن جو خيال هو، تہ اُهي ماڻهو جي پنهنجي اندر جي صفائي لاءِ هت اَچن ٿا، اُنهن ڪي کپي، تہ هو اکيون ٻوٽي پنهنجي وڏي جي اطاعت ڪن، ڇو تہ هِن مڃتا سان ئي هُو گهڻو فائدو حاصل ڪري سگهندا. اُهي ماڻهو جي گمراهيءَ جي جهنڊي کي بلند ڪن ٿا ۽ شڪايتون ڪندا وتن ٿا، حقيقت ۾ راهب نہ آهن ۽ سندن اِتي جاءِ ئي نہ آهي، ڪين ڪوبہ حق نہ آهي تہ هو خانقاهہ ۾ رهن. نہ فقط ايترو پر خانقاهہ

ڪان ٻاهر يا خانقاهہ جي اندر ڪوبہ وسوسو، گناهہ جي آڻڻ جو سبب بڻجي سگهي ٿو. تنهن ڪري انهن حقيقتن کي ڪابہ اهميت نہ آهي.

پائيسي، اليوشا جي ڪَن ۾ رازداريءَ سان چيو، "هيءُ ڪمزور ٿي ويو آهي ۽ مٿس غشي آهي. ڏاڍو ڏکيو آهي جو کيس اُٿارجي. کيس جاڳائڻ بہ نہ گهرجي. پنج منٽ ٿيا، جو هُو هوش ۾ آيو هو. پنهنجي صحبتين لاءِ دعائون ڪيائين ۽ هيءُ بہ التجا ڪيائين، تہ اُن جي لاءِ رات جو دعائون گهريون وڃن. هن جو ارادو هو تہ 'اعتراف جي رسم' کي صبح تائين ملتوي ڪيو وڃي. اليگزي، هن توکي ياد ٿي ڪيو. هُن هيءُ بہ پڇيو، تہ هُو هليو ويو. اَسان کيس ٻُڌايو تہ هُو هاڻي شهر ۾ هوندو. هن وڌيڪ چيو تہ "مان ئي کيس دعائن سان اُن کي ڪم تي موڪليو آهي. ٿوري وقت لاءِ سندس جاءِ هُتي آهي نہ هتي." هن توکي ڏاڍيءَ محبت ۽ انتظار مان ٿي ياد ڪيو. خبر اَٿئي تہ هُو توکي ڪيڏي نہ عزت ٿو ڏئي! پر خبر نہ ٿي پوي تہ هُن اهو فيصلو ڪيئن ڪيو آهي، تہ تون پنهنجو ڪجهہ وقت ٻاهرين دنيا ۾ وڃي گذار؟ هن تنهنجي قسمت ۾ شايد اڳ ۾ ئي ڪجهہ ڏٺو آهي، پر اليگزي توکي خبر هئڻ کپي، تہ جيڪڏهن تون ٻاهرين دنيا ڏي موٽي ويو آهين، تہ مربي جي تنهنجي مٿان فرائض رکيا آهن ۽ اُنهن کي پورو ڪر. هيءُ انهيءَ لاءِ نہ آهي تہ نفسانفسي ۽ جنجال ۾ ڦاسي وڃين."

راهب پائيسي ٻاهر هليو ويو. اليوشا کي هاڻي ڪوبہ شڪ نہ رهيو هو تہ زوسيما مري رهيو آهي. ممڪن آهي تہ اجا هڪ ٻہ ڏينهن جيئرو رهي سگهي. اليوشا پڪو فيصلو ڪيو، تہ باوجود انجام ۽ واعدي جي، هُو ٻيءُ سان، هوهائلڪوف وارن سان، يا ڪيٽرينا ايونونا سان ٻي ڏينهن نہ ملندو. هُو خانقاهہ مان ٻاهر ئي نڪرندو پر پنهنجي مربيءَ سان آخري وقت تائين گڏ رهندو. سندس دل محبت سان روشن ٿي وئي. کيس هيءُ بيحد خراب محسوس ٿيو، تہ هن ٿورو وقت ئي سهي، خانقاهہ کان ٻاهر رهي، هن کي موت جي بستري تي اَڪيلو ڇو ڇڏي ڏنو هو؟ اُن کي، جنهن کي هُن دنيا ۾ سڀ کان اعليٰ ۽ اَشرف ٿي سمجهيو. هُو مربي زوسيما جي خوابگاهہ ۾ لنگهي ويو ۽ اُن جي اڳيان گوڏا کوڙي زمين تائين جهڪي ويو. هُو ننڊ ۾ آرامي هو. منجهس ڪابہ جنبش ڪانہ هئي. سندس ساهہ رواجي طرح سختيءَ سان ٿي کڄيو ۽ سندس چهري تي اطمينان جو نُور ٿي وسيو.

اليوشا، اُتان ٿي ٻي ڪوٺيءَ ۾ ويو، جتي زوسيما، صبح جو مهمانن سان مليو هو. هُو پنهنجو بوٽ لاهي، هڪ تنگ، سخت ۽ چمڙي واري ڪوچ تي ليٽي پيو. سندس مٿي جي هيٺان فقط هڪ وهاڻو هو. اُها گدي، جنهن جو ذڪر، صبح جو سندس ڀيءُ وڏي واڪي سان ٿي ڪيو، اُن کي وڇائڻ ڪانئس وسري ويو هو. هُن پنهنجو پاجامو لاٿو، جنهن کي هن اوڇڻ جي طرح استعمال ڪرڻ گهريو. پر هنڌ ۾ وڃڻ کان اڳ، هو گوڏن ڀَر ٿي، گهڻو وقت دعا گهرندو رهيو. هُن پنهنجي پرجوش دعا ۾، هيءَ دعا نہ گهري، تہ سندس اونداهيءَ کي روشن

ڪري، پر هُو راحت جي جذبي جو پياسي هو، جا هميشہ❖ خدا جي ساراهہ ۽ هر عبادت کان پوءِ سندس خوشيءَ جو سبب بڻي هئي، خصوصيت سان شام جي عبادت کان پوءِ هُو، هن جو عادي ٿي ويو هو. جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو هو، جو ڪيس، هڪ قسم جي روشني نظر ايندي هئي، جنهن سان ڪيس گهَري ننڊ اَچي ويندي هئي. جيئن هُو دعا گهري رهيو هو، ڪيس پنهنجي ڪيسي ۾ ننڍڙو گلابي رنگ جو لفافو ياد آيو، جنهن کي ڪيٽرينا ايونونا جي نوڪرياڻي ڪيس در کان ٻاهر نڪرندي ڏنو هو. هُو بي چين ٿي ويو ۽ عبادت کي جلدي پورو ڪري ورتائين. پوءِ ٿوري ويرم رکي لفافي کي هن کوليو. جنهن ۾ هڪ خط هو، جنهن کي هوهائلڪوف جي ڌيءَ لزيءَ ڏانهنس لکيو هو. خط تي سندس صحيح موجود هئي. هيءُ خط اُن ساڳي ڇوڪريءَ جو هو، جا مربيءَ جي سامهون مٺس کلندي رَهي هئي.

خط ۾ لکيو هو:

"اليڪسي فيودوروچ. هيءُ خط، جو مان توڏي لکي رَهي آهيان، اُن جي ڪنهن کي بہ خبر نہ آهي. ايتري قدر جو منهنجي ماءُ کي بہ خبر نہ آهي. هيءُ ڪيڏو نہ غلط ڪم آهي، پر مان هيءُ توکي ٻُڌائڻ کانسواءِ رهي نہ ٿي سگهان، تہ جيڪي جذبا منهنجي دل ۾ ٿيو ڪائي اُٿيا آهن، اُهي ٻيو ڪوبہ، نہ، پر اسان ٻنهي کي ڪجهہ وقت لاءِ، اُهي ڄاڻڻ ضروري آهن. منهنجي دل ۾، جا آرزو آهي، اُها اوهان تائين ڪي پهچايان؟ چوندا آهن، تہ اميدن جي سرخي ڪاغذن ۾ نہ هوندي آهي، پر مان اوهان کي يقين ٿي ڏياريان تہ ايئن نہ آهي. هن ۾ بہ آرزوئن جي سرخي آهي. بلڪل جيئن مان آهيان. پيارا اليوشا! مان توسان محبت ٿي ڪريان. مان توکي ٻاراڻي وَهيءَ کان وٺي پيار ڪندي رهي آهيان، اُن وقت جڏهن اَسان ماسڪو ۾ هئاسين. تون اُن وقت موجوده حالت کان بلڪل مختلف هئين. مان توکي سچي حياتي پيار ڪندي رهنديس. منهنجي دل توکي چونديو آهي، تہ پنهنجون زندگيون ۽ دليون هڪ ٻي سان ڳنڍيل رکون ۽ ايستائين گڏجي رَهون جيستائين پيري اَچي. بيشڪ اُن لاءِ هڪ شرط هوندو تہ توکي خانقاهہ ڇڏڻي پوندي! اسان کي پنهنجي عمر جي حيثيت سان ايتري وقت لاءِ ترسڻو پوندو، جيستائين قانون اُن جي اجازت ڏئي. اُن وقت تائين مان بلڪل طاقتور ٿي وينديس، گهمنديس ۽ رقص ڪنديس. هن ۾ ڪنهن بہ شڪ ۽ شبهي جي گنجائش ڪانہ آهي.

جيئن تون ڏسين ٿو، مان سيني ڳالهين تي غور ڪيو آهي. فقط هڪڙي ڳالهہ رَهي ٿي، جنهن بابت مان پنهنجو ڪوبہ تصور قائم ڪري نہ ٿي سگهان. تون جڏهن هيءُ خط پڙهندين، تڏهن منهنجي لاءِ اَلائجي ڪهڙو خيال قائم ڪندين؟ مان هميشہ کلندي رهندي آهيان ۽ شرير آهيان. مان توکي هُن صبح تي ڪاوڙايو هو، پر مان

قلم کڻڻ کان اڳ ۾ توکي هيءُ يقين ڏيارڻ ٿي گهران، تہ مان حضرت بي بي مريم جي تصوير جي سامهون دعائون گهرندي رَهيس ۽ رئندي رهيس.

منهنجو هيءُ راز، هاڻي تنهنجي هٿن ۾ آهي. تون جڏهن سڀاڻي ايندين، تہ مون کي خبر نہ ٿي پوي، تہ مان توڏي ڪيئن نهاري سگهنديس. آهہ! اليڪسي فيودوروِوچ! ڇا، مان پاڻ کي جيڪڏهن بيوقوف ٿيڻ کان روڪي نہ سگهيس ۽ اُن ڏينهن وانگر کلندي رَهيس، تہ تون مون کي شرير ڇوڪري سمجهي، منهنجي خط تي اعتبار ڪندين؟ اُن ڪري مان توکي عرض ٿي ڪريان، تہ تنهنجي دل ۾ جيڪڏهن منهنجي لاءِ ڪا جڳهہ آهي تہ پيارا، جڏهن تون سڀاڻي اَچين، تہ منهنجي منهن ۾ سنئون سڌو نہ نهارج. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن منهنجون اکيون تنهنجي اکين سان مليون، تہ ڪِلي پونديس. خاص ڪري تنهنجي ڊگهي قباڪي ڏسي، مون کي کِل ايندي آهي. جڏهن مان اُن بابت خيال ڪندي آهيان، تہ بيقرار ٿي ويندي آهيان. اُنڪري جڏهن بہ تون اَچين تہ منهنجي ماءُ کي ڏسندو ڪر يا ٻاهر دريءَ ڏي نهاريندو ڪر.

مان توڏي هيءُ محبت نامو لکيو آهي. ها پيارا، مان ڪهڙو ڪم ڪري ويٺي آهيان؟ اليوشا! مون کي هن لاءِ طعنو نہ ڏج. مان تنهنجي لاءِ جيڪڏهن ڪو تڪليف ڏيندڙ ڪم ڪيو آهي يا ڏکايو آهي، تہ مون کي معاف ڪج. منهنجي عزت تنهنجي هٿن ۾ آهي. جي اِهو راز ظاهر ٿيو، تہ هميشہ لاءِ برباد ٿي وينديس. هيءُ سڀ هاڻي تنهنجي هٿن ۾ آهي. مان اڄ سڄو ڏينهن رڙندي رهنديس. خدا حافظ. جيستائين وري ملاقات ٿئي.

**لزي**

تاڪيد - اليوشا! تون سڀاڻي ضرور، ضرور اچ. لزي

اليوشا هيءُ سڀ ڪجهہ حيرت مان پڙهيو. اُن کي وري پڙهيائين. ٿورو خيال ڪري کلي وينو. جا کل نهايت مانيٺي ۽ اَڻ لکي هئي. هُــن ڇرڪ پريو، ڇو تہ اِها کِلَ کيس گناهہ سان ڀريل نظر آئي. پر منٽ رکي وري هُن کليو، پر هن دفعي هيءَ کِل مانيٺي ۽ راحت ڀري هئي. هن آهستگيءَ سان ڪاغذ لفافي ۾ رکيو. پاسو ورائي سمهي پيو. هڪ عجيب قسم جو جوش هڪدم سندس دل ۾ پيدا ٿيو. ”خدا، هنن سڀني تي رحم ڪري. هنن سڀني وٽ ناخوش بيقرار روح آهن. ڪين صراط المستقيم تي هلائي. خدايا سڀئي رستا تنهنجا آهن. هنن سڀني کي پنهنجي دانائيءَ سان بچاءِ. تون سراپا محبت آهين! تون هنن سڀني ڏي ضرور خوشي موڪليندين!!“ اليوشا پٺڪندي پنهنجي مٿان صليب جو نشان ناهيو ۽ گهَري ننڊ ۾ پئجي ويو.

***

باب پهريون

# راهب فيراپونٽ

اليوشا، سج اُڀرڻ کان اڳ ۾، سوير صبح جو جاڳيو. مربي زوسيما بہ جاڳيو، پر هن پاڻ کي بيحد ڪمزور سمجهيو. هن بستري تان اُٿي ڪرسيءَ تي ويهڻ ٿي چاهيو. مگر اِيئن ٿي نہ سگهيو. سندس دل صاف هئي، سندس چهرو جيتوڻيڪ ٿڪايل ٿي نظر آيو پر ان هوندي بہ روشن ۽ گهڻي حد تائين بشاش ٿي لڳو. اُن ۾ راحت، رحم ۽ مروت جا آثار ٿي ڏنا. هن اليوشا کي چيو تہ:

”ٿي سگهي ٿو، تہ سڀاڻي تائين مان جيئرو رَهي نہ سگهان.“

اُن کان پوءِ هن فوري ’قبوليت‘ ۽ ’اعتراف گناهہ‘ جي لاءِ پنهنجي خواهش ڏيکاري. هُو هميشہ راهب پائيسي جي سامهون پنهنجي ’قبوليت‘ ڏيندو رَهيو هو. تبرڪ کان پوءِ، پاڪ تيل سندس جسم کي مهٽيائون. سڀئي راهب اَچي اُتي گڏ ٿيا ۽ سڄو حجرو اُنهن سنياس وارن سان ڀرجي ويو. ايستائين سج بہ اُڀري مٿيرو آيو. ماڻهو خانقاهہ کان ايندا رَهيا. جڏهن اهو رسم ۽ رواج پورو ٿيو، تہ مربي خواهش ڏيکاري، تہ هُو سڀني کي چمي ۽ ڪانئن موڪلائي. جيئن تہ حجرو نهايت تنگ هو، اُنڪري ضروري هو تہ پهريان ملاقاتي جاءِ خالي ڪن، تہ ٻيا اچي اُتي ويهن. اليوشا، مربيءَ جي پرسان بيٺو هو، جنهن کي هاڻي آرام ڪرسيءَ تي ويهاريو ويو هو. هُو جيترو ڳالهائي سگهيو ٿي ڳالهائيندو رهيو، جيتوڻيڪ سندس آواز بيحد ضعيف هو پر اُن هوندي بہ منجهس صراحت ۽ وضاحت موجود هئي.

”مان اوهان کي ڪيترن سالن کان تربيت ڏيندو رهيو آهيان. جيئن تہ مان ڪيترن سالن کان ڳالهائيندو رهيو آهيان، اُنڪري ڳالهائڻ جو عادي ٿِجي ويو آهيان، ۽ هاڻي خاموشي ڳالهائڻ کان وڌيڪ ڏکي ٿي پئي آهي. عزيز راهبو ۽ ڀائرو، توڙي جو مان هاڻي ڪمزور آهيان اُن هوندي بہ اِها شيءِ ڏکي لڳي.“ هن مذاق جي انداز ۾ ڳالهايو ۽ پنهنجي چوڌاري بيٺل ماڻهن کي حسرت سان ٿي ڏٺو.

اليوشا بعد ۾ اُنهن شين کي ياد ٿي ڪيو، جي هُن ڪين چيون هيون. جيتوڻيڪ هُن صاف ٿي ڳالهايو ۽ سندس آواز ڀيچ جهڙو هو، پر سندس گفتگوءَ ۾ تسلسل نہ هو. هن گهڻين ئي ڳالهين بابت پئي ڳالهايو. سندس خواهش هئي، تہ موت کان اڳ ۾ هُو اُنهن سڀني ڳالهين کي پيش ڪري، جي هُن پنهنجي حياتيءَ ۾ اڳ نہ چيون هيون. اِهو نہ فقط هدايت جي لاءِ هو، پر ڪيس اِها تشنگي هئي، تہ انسان ذات ۽ سڄي خِلقت کي پنهنجي راحت ۽ وجداني ڪيفيت ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪري ۽

حياتيءَ ۾ هڪ پيرو وڏيڪ پنهنجي دل جي دروازي کي کولي ڇڏي.

جيئن اليوشا کي پوءِ ياد آيو، مربي زوسيما چيو. "راهبو! هڪ ٻئي کي پيار ڪريو. خدا جي خلقت سان پيار ڪريو. ڇاڪاڻ تہ اسان هتي آيا آهيون ۽ هنن ديوارين ۾ پاڻ کي مقيد ڪيو اٿئون. اسان ٻاهرين ماڻهن کان اُبتڙ پاڪ نہ آهيون، هتي اچڻ مان جيئن حقيقت معلوم ٿئي ٿي، اسان مان هر ڪنهن اعتراف ڪيو آهي، تہ هُو ٻين کان گهڻو گنهگار آهي، زمين تي سيني رهندڙن کان بد آهي ....... راهب جيترو گهڻو خلوت گزيني ۾ رَهي، ڪيس گهڻو هن حقيقت تي غور ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن هُو ايئن نہ ٿو ڪري سگهي، تہ هيڏي اچڻ مان سندس ڪهڙو مقصد آهي؟ پر جڏهن، هُو هن حقيقت جو احساس ٿو رکي، تہ هُو نہ فقط ٻين کان بد آهي پر سڀ ڪنهن ۽ هر ڪنهن شيءِ جو، سڀ ڪنهن انساني گناهہ جو، پوءِ اُهو ذاتي آهي يا قومي، جوابدار آهي، تڏهن ئي تہ هن کي پنهنجي خلوت گزيني جو مقصد حاصل ٿيندو. عزيزو! اوهان کي هيءُ بہ ڄاڻڻ گهرجي، تہ بيشڪ اسان مان هرڪو، سڄي انسان ذات ۽ زمين جي مٿان جو ڪجهہ آهي، اُن لاءِ جوابدار آهي. نہ فقط خلقت جي عام گناهن لاءِ، پر شخصي طور تي سڄي انسان لاءِ تاج آهي. ڇاڪاڻ تہ راهب ڪي خاص قسم جا انسان نہ آهن پر هيءُ اُهي آهن، جيئن هر انسان کي ٿيڻ گهرجي. فقط اِنهيءَ علم جي ذريعي اسان جون دليون نرم، لامحدود، عالمگير ۽ لازوال محبت سان پرجي وڃن ٿيون. اُن کان پوءِ اوهان مان هر ڪنهن ۾، اِنهيءَ محبت جي ذريعي سڄي دنيا کي فتح ڪرڻ جي طاقت پيدا ٿيندي ۽ دنيا جا سيئي گناهہ، اوهان جي ڳوڙهن سان ڌوپجي صاف ٿي ويندا. اوهان مان هر ڪنهن کي پنهنجي دل جي حفاظت ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجي گناهن کي پاڻ وٽ بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي قبول ڪرڻ گهرجي. پنهنجي گناهن کان خوف نہ کائڻ گهرجي، توڙي جو اُن جو احساس بہ هجي. جيڪڏهن پڇتاءُ ڪجي، تہ اُن لاءِ خدا سان ڪوبہ شرط ۽ شروط نہ هئڻ گهرجي. مان وري بہ چوان ٿو، تہ اوهان مغرور نہ ٿجو. نہ وڏي سان غرور رکو نہ ننڍي سان. اُنهن سان نفرت نہ ڪريو، جي اوهان کي رد ڪن ٿا، اوهان جي بي عزتي ڪن ٿا، يا اوهان کي برو چون ٿا. جي خدا کي نہ ٿا مڃين ۽ مادي پرست ۽ بديءَ جا ساٿاري آهن، اُنهن کي بہ حقارت سان نہ ڏسو. ممڪن آهي، ڪي اُنهن مان چڱا هجن - ڇاڪاڻ تہ اُنهن ۾ گهڻائي چڱن جي آهي. خاص ڪري اسان جي دور ۾ اُنهن جي کوٽ نہ آهي. بدترين انسانن کي بہ نفرت سان نہ ڏسو. اوهان ڪين پنهنجي دعائن ۾ هن نموني ياد ڪريو:

"خدايا، اُنهن سيني جو محافظ ٿيءُ، جن جي لاءِ ڪوبہ دعا ڪرڻ وارو نہ آهي. تون اُنهن جي بہ رکوالي ڪر، جي تنهنجي عبادت نہ ٿا ڪن."

وڏيڪ هيئن بہ چئو:

”تنهنجي عبادت تي، مون کي ڪوبہ فخر نہ آهي. خدايا مان تنهنجي انسانن مان نهايت هيٺين درجي وارو آهيان.“

خدا جي بندن سان محبت رکو. ايئن نہ ٿئي تہ ڌڻ کي اوپرا ڌنار هڪالي وڃن. جيڪڏهن اوهان سستيءَ ۾ سمهي رهيا، پنهنجي ناڪام فخر ۾ رهيا ۽ اَجا بہ بدترين شيءِ جي لالچ ۾ رهيا، تہ اوپرا ڌنار هر طرف کان اَچي ويندا ۽ اوهان جي ڌڻ کي ڇڪي ۽ ڪاهي ويندا. ڪنهن بہ سستيءَ ڪانسواءِ انجيل جي ماڻهن ۾ تبليغ ڪندا رهو .... قيمتي شين جي حاصل ڪرڻ لاءِ نہ مَرو ..... سون ۽ چانديءَ سان رغبت نہ رکو. اُنهن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪريو ........ فقط يقين رکو. جهنڊي سان ڇُهنڊي رهو ۽ اُن کي بلند رکو.

جيئن اليوشا بعد ۾ ٻڌايو، مربي ڪيترو ئي غير سلسليوار پئي ٿي ڳالهايو. ڪنهن ڪنهن وقت تہ خاموش پئي ٿي ويو. اِهو ايئن پئي لڳو، تہ هُو ڇڻ دم وٺي رهيو آهي ۽ طاقت کي گڏ ڪري رهيو آهي. پر مٿس وجداني ڪيفيت ضرور ڇانئيل هئي. منجهس بيحد جوش هو، جيتوڻيڪ ڪيترن ايئن بہ ٿي چيو تہ هُو حيرانگي سان ڳالهائي رهيو آهي ...... مگر بعد ۾ سڀني سندس لفظن کي ياد ٿي ڪيو.

اليوشا گهڙيءَ ڪن لاءِ جڏهن حجري کان ٻاهر نڪري آيو، تڏهن راهبن ۾، جيڪي اَچي هڪ جاءِ گڏ ٿيا هئا، پريشاني ۽ بي صبري ڏسي، حيران رهجي ويو. راهبن ۾ هيءَ پريشاني، غم ۽ احترام سان گڏيل هئي. اُن هوندي بہ هنن سڀني کي انتظار ضرور هو، تہ مربيءَ جي مرڻ کان پوءِ، ضرور ڪا ڳالهہ ٿيندي. سندن هيءُ بي صبري هڪ نقطئہ نگاهہ کان نڪمي ۽ اَجائي هئي، پر وڏا وڏا اڪثر راهب بہ اُن کان متاثر هئا. راهب پايسي جو چهرو سڀ کان وڌيڪ ڳنڀير هو.

اِليوشا کي هڪ راهب مخفي طرح سڏي چيو، تہ هُو ريڪٽن سان وڃي ملي، جو تازو شهر کان آيو هو ۽ وٽس بيگم هائلڪوف جو، وٽس هڪ خط بہ موجود هو. اُن ۾ هُن هڪ عجيب ۽ اتفاقي واقعي جو ذڪر ڪيو هو. اُن مان ظاهر پئي ٿيو تہ جنهن ڏينهن اُهي ملاقاتي عورتون مربي زوسيما جون برڪتون وٺڻ آيون هيون، اُنهن ۾ شهر جي هڪ پوڙهي عورت بہ هئي، جا سارجنٽ پروهوروونا جي بيواهہ هئي. سندس اَچڻ جي مراد هئي، تہ هوءَ اهو معلوم ڪري، تہ سندس پٽ ويسينيڪا جيئرو بہ آهي يا نہ؟ هُو ارڪوٽسڪ ۾ هو، ۽ سال کن کان سندس ڪابہ خبر نہ آئي هئي. سندس منشا هئي، تہ هوءَ پنهنجي پٽ جي روح کي آرام ڏيڻ لاءِ دعائون گهري. زوسيما ايئن ڪرڻ کان کيس سختيءَ سان منع ڪئي هئي ۽ کيس چيو هو، تہ سندس

حياتيءَ لاءِ دعا گهري ۽ اِيئن نہ ٿيو، تہ هُو مري ويو آهي، ڇو تہ اِهو جادو آهي.
هُن کيس اُٽڪاڻ سمجهي بعد ۾ معاف ڪري ڇڏيو هو ۽ کيس پيشن گوئيءَ جي طور تي ڪجهہ وڌيڪ بہ چيو هو، جڻ هُو مستقبل جي ڪتاب کي پڙهي رهيو هو. (ميڊم هائلڪوف جو خيال هو) هي اطمينان جا الفظ هئا. هن مطمئن ٿي چيو هو تہ، ”سندس پُٽ وسيا جيئرو آهي، تورن ڏينهن ۾ هُو پاڻ ايندو يا سندس خط ايندو. کيس پنهنجي گهر وڃي انتظار ڪرڻ کپي.“ ميڊم هائلڪوف وڌيڪ لکيو هو تہ، ”مربيءَ، جو ڪجهہ چيو هو، سو حقيمت بڻجي پيو آهي. مشڪل سان هوءَ عورت پنهنجي گهر پهتي هئي، جو سائيبريا کان آيل خط کيس ڏنائون. جو اڳ ۾ ئي آيل هو. اهو خط ايڪاٽرنبرگ جي رستي تي لکيو ويو هو. وسيا ماءُ کي اطلاع ڏنو هو، تہ هُو آفيسرن سان گڏ رشيا موٽي رهيو آهي. خط جي ملڻ کان ٽي هفتا پوءِ، هُو پنهنجي ماءُ جي آغوش ۾ هوندو.“

ميڊم هائلڪوف، اليوشا کان گرم جوشيءَ سان تقاضا ڪئي هئي، تہ هُو، هن ڪرامت جهڙي اڳڪتيءَ کي، مربيءَ ۽ اُن جي برادريءَ تائين پهچائي. پڇاڙيءَ ۾ بيگر لکيو هو تہ، ”هيءَ حقيقت سيني جي ڄاڻ ۾ اَچڻ گهرجي.“ هيءُ خط تڪڙ ۾ لکيو ويو هو ۽ لکندڙ جو جوش هڪ هڪ سِٽَ مان ظاهر هو. پر اليوشا کي هن حقيقت جي ٻُڌائڻ جي ڪابہ ضرورت نہ هئي، ڇو تہ راهبن کي اڳ ۾ ئي هيءَ خبر ملي چُڪي هئي. ريڪٽن ساڳي ئي راهب سان، جنهن اڳ ۾ اليوشا کي نياپو پهچايو هو. راهب پائيسي کي نهايت احترام سان چوائي موڪليو، تہ هن کي ساڻس هڪ ڳنڀير معاملي تي ڳالهائڻو آهي، ان ڪري هُو جلديءَ لاءِ معافيءَ جو طلبگار آهي، پر اُن ۾ دير ڪرڻ بہ مناسب نہ آهي.“ جيئن ئي راهب هيءُ نياپو راهب پائيسي کي ڏنو، اليوشا سوچيو تہ جڏهن تہ هن معاملي بابت وٽس ڪوبہ ڪم نہ آهي، تڏهن ڇو نہ اُن حقيقت جي پختگي لاءِ خط ئي کيس سپرد ڪري ڇڏي.

پائيسي جيتوڻيڪ ڪَٽر ۽ محتاط ماڻهو هو ۽ خط ۾ اُن ڪرامت کي پڙهي، سندس پيشانيءَ ۾ گهنج پئجي ويا. پر اُن هوندي بہ پنهنجي اندرئين جوش کي روڪي نہ سگهيو. سندس اکيون چمڪڻ لڳيون ۽ سندس چپن ۾ پر معنيٰ مشڪ اَچي وئي.
هُو چئي وِئو:

”اسان بيون بہ وڏيون شيون ڏسنداسون.“

”اسان وڏيون شيون ڏسنداسون. هن کان بہ وڏيون.“ چوڌاري سيني بيٺل راهبن واڪو ڪري چيو.

راهب پائيسي جي پيشانيءَ ۾ وري گهنج پئجي ويا ۽ هُن راهبن جي ٽولي کان

تقاضا ڪئي، تہ هن خبر جي باري ۾ هُو وڏيڪ شور نہ مچائين ۽ ترسن. جيستائين هن خبر بابت ڪجهہ وڌيڪ حقيقتون معلوم ٿين، ڇو تہ ڪجهہ اَجايون سَجايون ڳالهيون بہ گهڻو مشهور ٿي وينديون آهن ۽ هيءُ بہ ممڪن آهي، تہ جو ڪجهہ گذريو آهي، سو طبعي هجي." اُن هوندي بہ هيءُ ظاهر هو، تہ راهب پائيسي کي خود خصوصيت سان هن ڳالهہ بابت ڪوبہ شڪ ۽ گمان ڪونہ هو ۽ جنهن کي سندس چوڌاري بيٺل راهبن بہ چڱيءَ طرح محسوس ٿي ڪيو.

هڪ گهڙيءَ جي اندر، اها 'ڪرامت' سڄي خانقاهہ ۽ اُنهن ملاقاتين ۾ جي ٻاهران آيا هئا، پکڙجي وئي. سڀ کان وڌيڪ، هڪ نووارد راهب تي اثر پيو هو، جو هڪ ڏينهن اڳ ۾ سينٽ ساولويسٽر جي اوبورسڪ جي مڙهيءَ مان آيو هو، جا پري اُتر ۾ هئي. هيءُ اُهو ماڻهو هو، جو اڳئين ڏينهن تي، بيگم هائلڪوف جي پرسان بيٺو هو ۽ مربي زوسيما کي وڏي سنجيدگيءَ سان، اُن جي نينگر جي صحت جو ذڪر ڪندي ڪيس چيو هئائين تہ "توهان اِهڙين شين جو ڪيئن ٿا قياس ڪريو."

هو هاڻي منجهي پيو هو ۽ ڄاڻي نہ ٿي سگهيو، تہ ڪهڙي ڳالهہ تي اعتبار ڪري؟ اڳئين ڏينهن تي هُو راهب فيراپونٽ سان سندس حجري ۾ مليو هو، جو مصنوعي ماکيءَ جي ماناري جي پرسان هو. هن ملاقات مٿس وڏو اَثر وڌو هو. راهب فيراپونٽ، اُهو پوڙهو راهب هو، جو هميشہ روزي ۾ رهندو هو ۽ خاموش گذاريندو هو. جيئن اسان مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون. جيئن تہ هُو مربي زوسيما ۽ وڏن راهبن جي سڄي اَداري جو مخالف هو ۽ هنن کي، هي خطرناڪ، غير سنجيده ۽ بدعتي سمجهندو هو.هي نهايت طاقتور مخالف هو، جيتوڻيڪ هُو مشڪل سان ڪنهن سان ڪو لفظ ڳالهائيندو هو. هيءُ ايترو مضبوط، ڇو هو؟ اُن جو سبب هيءُ هيو، جو راهبن جو اَڪثر تعداد سندس هم خيال هو. ڪيترائي ملاقاتي ڪيس عظيم سنت ۽ سنياسي سمجهندا هئا، جيتوڻيڪ اُن سان گڏ ڪيس وهمي بہ چوندا هئا. اِهي ئي تہ وهمي خيال هئا. جي ماڻهن کي اُن ڏانهن ڇڪيندا هئا.

راهب فيراپونٽ، ڪڏهن بہ مربيءَ کي ڏسڻ لاءِ نہ ويندو هو. جيتوڻيڪ هُو سنياس ۾ رهندو هو، پر ڪيس قاعدن ۽ قانونن جي لاءِ مجبور نہ ڪيو ويندو هو. اِيئن ڇو ڪيو ويندو هو؟ اُن جو سبب بہ اِهوئي هو تہ هُو جذباتي هو. هُو پنجهتر ورهين کان بہ مٿي جو هو. هُو هتڙادو ماکيءَ جي مکين جي ماناري جي پرسان، هڪ پراڻي ۽ ڪرنڊڙ، ڪاٺيءَ جي حجري ۾ ٿي رهيو. جنهن کي گهڻو اڳي ٻئي هڪ عظيم سنياسي ايونا جي لاءِ نهرايو ويو هو، جنهن کي تقريباً هڪ سَوُ پنج ورهيہ گذريا. جنهن جي درويشاڻي ڪرامتن جون ڳالهيون، اَڃا بہ خانقاهہ ۽ اُن جي ڀسگردائيءَ ۾ ٻُڌايون ٿي ويون.

راهب فيراپونٽ، اُن خاموش حجري ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي، جنهن ڪي ستن ورهين جو عرصو گذريو. هيءُ هڪ ڪڙميءَ جي جهوپڙيءَ وانگر هو. جيتوڻيڪ سندس صورت ۽ شڪل هڪ ننڍڙي ديول وانگر ٿي ڏٺي. ڇاڪاڻ تہ اُن جي اڳيان ڪيترائي مجسما هئا، جن جي سامهون شمعون برنديون ٿي رهيون. هي شمعون هميشہ❖ ايمان وارا ڏيندا ٿي رهيا ۽ فيراپونٽ اُنهن کي روشن رکڻ لاءِ مامور هو. مشهور هو تہ (هيءُ سچ بہ هو) هُو ٽن ڏينهن ۾هڪ سير ڪان وڌيڪ مانيون نہ کائيندو هو. اهي شمعون ماکيءَ جي مکين جي ماناري جو نگهبان ونس آڻيندو هو. هو بہ سندس ويجهو، ماناري جي پرسان ئي ٿي رهيو. هُو ٽئين ڏينهن وٽس ايندو هو، مگر هيءُ عجيب حقيقت هئي، جو هيءُ ورلي، اُن سان ڳالهائيندو هو. هنن هڪ سير مانين کانسواءِ، هر آچر جي عبادت کانپوءِ، کيس نان مقدس، بنا ڪنهن ناغي جي موڪليو ويندو هو. هيءَ سندس سڄي هفتي جي خوراڪ هئي. سندس پاڻيءَ جي صراحيءَ کي هر روز پريو ويندو هو. هُو عبادت ۾ اَڪثر شريڪ نہ ٿيندو هو. اُهي ماڻهو جي سندس زيارت لاءِ ايندا هئا، کيس هيڏي هوڏي نهارڻ کانسواءِ، هميشہ❖ عبادت ۾ مشغول ڏسندا هئا. جيڪڏهن هُو کين خطاب بہ ڪندو هو، تہ نهايت مختصر، غير مسلسل ۽ عجيب هوندو هو، جنهن کي ناهموار ئي چئي سگهجي ٿو. ڪيئن بہ هجي، هو تمام ٿورن موقعن تي ڳالهائيندو هو، باقي هُو سڄو عرصو، عجيب لفظ اُچاريندو رهندو هو. جي ٻڌڻ واري جي لاءِ ڇڻ تہ ڳجهارت هئي. ڪابہ التجا کيس اُنهن لفظن جي تشريح لاءِ راضي نہ ڪندي هئي. هُو ڪو وڏو پادري نہ هو پر سادو راهب. ماڻهن ۾ بہ هن لاءِ عجيب عقيدو هو. خاص ڪري، گهٽائي جاهل ۽ بي سمجھ ايئن سمجهندا ٿي رهيا، تہ راهب فيراپونٽ جا آسماني روحن سان تعلقات آهن. هُو فقط اُنهن سان ئي ڳالهائيندو آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي هُو ماڻهن سان گهٽ ڳالهائيندو آهي. اوبِڊوروسڪ جي راهب کي ماناري جي رکواليءَ ئي سندس ڏسُ ڏنو هو. هيءُ راهب بہ گهٽ ڳالهائڻ وارو ۽ خاموش قسم جو ماڻهو هو. هُو اُن ڪنڊ ڏي نڪري ويو، جتي فيراپونٽ جو حجرو هو. ماناري جي نگهبان، کيس اڳ ۾ آگاهہ ڪري ڇڏيو هو تہ، "تي سگهي ٿو، تہ هُو توکي اجنبي سمجهي توسان ڪجھ ڳالهائي پر ايئن بہ ٿي سگهي ٿو، تہ ڪانئس توکي ڪجھ بہ هَٿِ حاصل نہ ٿئي." اُن راهب، جيئن پوءِ ٻُڌايو، هُو ساڻس خوف ۽ انتظار سان مليو. هيءُ سج لَٿي کان بہ دير جو وقت هو. فيراپونٽ راهب، پنهنجي حُجري جي دروازي وٽ بينچ تي وينو هو. هڪ وڏي ۽ گهاٽي نم جهڙي وڻ جا پن، مٿس آهستگيءَ سان لڏي رهيا هئا. هوا ۾ شام جي تازگي موجود ٿي ڏٺي. اوبِڊورسڪ جو راهب سندس اڳيان جهڪي ويو ۽ ڪانئس برڪتون گهريائين.

فيراپونٽ راهب کيس چيو تہ، "تون چاهين ٿو تہ مان بہ تنهنجي اڳيان نوڙان، اُٿي."

راهب اُتي ڪڙو ٿيو.

”خدا توتي رحم ڪري ۽ اُن جون برڪتون توسان هجن. تون ڪٿان آيو آهين؟“

اُن غريب راهب تي، جنهن ڳالهه وڏيڪ اَثر ڪيو، اُها هيءَ هئي، تہ باوجود وڏي عمر ۽ روزه داريءَ جي، فيراپونٽ، راهب، اَجا بہ طاقتور پوڙهو ٿي نظر آيو. هُو قدآور ۽ سِڌو هو. سندس منهن سنهو هو پر تازو ۽ تندرست ٿي لڳو. اِنهيءَ ۾ ڪو شَڪ نہ آهي، تہ ڪيس اَجا بہ چڱي طاقت هئي. سندس ورزشي جسم هو. وڏي عمر جي هوندي بہ سندس سيئي وار سفيد نہ هئا. گهاٽا وار هئا ۽ وڏي ڏاڙهي، جي ڪڏهن بلڪل ڪارا هئا. سندس اکيون پوريون، وڏيون ۽ چمڪندڙ هيون. اهُـي نهايت اَثر واريون ٿي ڏنيون. سندس ڳالهائڻ نهايت اعتماديءَ وارو هو. ڪيس ڳوناٽن جهڙو، ڳاڙهي رنگ جو ڪوٽ پهريل هو، جو هڪ سخت ڪپڙي مان نهيل هو. هڪ مضبوط نوڙي سندس چيلهہ جي چوڌاري ٻَڌل هئي. سندس سينو ۽ پيٽ اُگهاڙا هئا. سندس ڪوٽ جي هيٺان، کهري سوٽي ڪپڙي جي قميص هئي، جا، ميرنهن ڪان ڪاري ٿي ڏني ۽ اِيئن معلوم پئي ٿيو، تہ اها ڪيترن مهينن ڪان نہ بدلائي وئي آهي. ماڻهن ٿي چيو تہ هُـو پندرنهن سير لوهہ جا زنجير، پنهنجي ڪوٽ جي اندران پهريندو هو. سندس جورابن ڪانسواءِ پيرن ۾ چير پئجي ويا هئا ۽ سندس جُـتي نهايت جهوني ۽ ٽُـنگ ٽُـنگ ٿي نظر آئي.

”هڪ ننڍڙي اوٻورسڪ، مڙهيءَ مان ٿي، اَچان ٿو. جا سينٽ سيلوسٽر ۾ آهي.“ نووارد راهب نوڙت سان ڪيس جواب ڏنو. اُن وقت سندس شائق ۽ سوالي، بلڪ ٻڄندڙ ننڍيون اکيون، اُن سنياسي کي ڏسنديون رَهيون.

”مان تنهنجي سيلوسٽر ۾ ويو آهيان. مان اُتي رهيو بہ آهيان. ڪيئن سيلوسٽر چڱي جاءِ آهي نہ!؟“

راهب ٻڌتر ۾ اَچي ويو.

راهب فيراپونٽ ڪيس چيو تہ، ”تون تہ بيوقوف ٿو نظر اَچين. توهان ڪهڙيءَ ريت روزو رکندا آهيو؟“

”قديم اُصول موجب، ايسٽر ڪان چاليهہ ڏينهن اڳ واري وقت ۾، جڏهن نفس جو مجاهدو ڪيو ويندو آهي، سومر، اربع ۽ جمعي تي ڪوبہ کاڌو نہ ملندو آهي. اڱاري ۽ خميس تي، اڇا نانَ، ماکيءَ ۾ پيل ميوو، جهنگلي بير ۽ لوٽياڻي گوبي ملندي آهي. ڇنڇر تي سِڻيءَ جي تيل ۾ تيار ٿيل، گوبيءَ جو رَسُ ۽ مَٽر هوندا آهن. آچر يعني هفتي جي پوئين ڏينهن تي سڪل مڇي ۽ گوبيءَ جو رس ملندو آهي. مقدس هفتي ۾، سومر ڪان وٺي، ڇنڇر جي شام تائين ، سڄا سارا ڇهہ ڏينهن، ڪجهہ بہ نہ

پڄايو ويندو آهي ۽ اَسان فقط نان ۽ پاڻيءَ تي روزا رکندا آهيون. جيڪي بچائي رکيا ويندا آهن. اِيئن بہ ٿيندو آهي، تہ سڀ ڪنهن ڏينهن تي ڪاڌو ڪونہ کائيندا آهيون ۽ اِهو ايسٽر جي پهرئين هفتي جي قاعدي موجب هوندو آهي. جمعي جي مقدس ڏينهن تي ڪامل روزو هوندو آڻئون. اِهڙيءَ ريت ڇنڇر جي ٽن پهرن تائين، ڪابہ غذا نہ کائيندا آهيون. اُن وقت ۾ مانيءَ جو ڳيو کائيندا آهيون ۽ ٿورو پاڻيءَ ۾ شراب پيئندا آهيون. مقدس خميس جي ڏينهن تي، شراب پيئندا آهيون ۽ ڪجهہ تيل کان سواءِ ڪاڌو پچائيندا آهيون يا ڪجهہ بہ نہ پچائيندا آهيون. اِهو قانون مقدس ڪتاب جو مقرر ڪيل آهي. مقدس خميس تي مڪمل روزو نہ رکڻ، سچي ايسٽر جي مقدس چاليهي جي توهين ۽ انحرافي آهي. اسان اِهڙيءَ ريت ٿي روزو رکندا آهيون. پر اسان. اَوهان سان تہ پوءِ بہ برميچي نہ ٿا سگهون. مقدس پيءُ!" راهب رازدارنہ طور تي چيو. "يعني سڄو سال، توڙي ايسٽر ۾ فقط اوهان ماني ٿا کائو ۽ پاڻي ٿا پيئو، جو ڪجهہ اَسان ٻن ڏينهن ۾ کائون، اُهو اوهان ستن ڏينهن ۾ کائو ٿا. اِنهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي، تہ اوهان وارو روزو رکڻ بيحد ڏکيو آهي."

فيراپونٽ اوچتو ڪيس چيو:

"کُنڀين بابت اوهان جو ڪهڙو خيال آهي؟"

"کُنڀيون!" عجب ۾ پئي راهب چيو.

"مان هنن جي مانيءَ کي بہ ڇڏي ڏيندو آهيان. اُن جي ڪابہ ضرورت نہ پوندي اَٿم. مان جهنگ ۾ نڪري ويندو آهيان ۽ کُنڀين تي گذارو ڪندو آهيان يا جهنگلي ٻيرن تي، پر هتي، هُو ماني کان سواءِ گذارو نہ ٿا ڪري سگهن. هُو شيطان جي قبضي ۾ آهن. اڄ ڪلهہ تہ هيءُ پليت انڪار بہ آهي تہ اِهڙي روزي جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. سندس فيصلو نِنر ۽ ناپاڪ آهي."

راهب، ٿڌو ساهہ کڻي چيو، "اوهان سچ ٿا چئو."

فيراپونٽ کائنس پڇيو، "تو، اُنهن ۾ شيطان ڏٺو آهي!؟"

"اُنهن ۾، ڪَن ۾!" راهب بزدليءَ سان پڇيو.

"مان گذريل سال، مقدس آچر تي، وڏي پادريءَ وٽ ويو هوس. پوءِ وٽس ڪونہ ويو آهيان. مان ڏٺو تہ شيطان هڪ ماڻهوءَ جي ڇيلهہ تي ويٺو هو. هُو سندس قبا ۾ لڪل هو. سندس سڱَ فقط ظاهر هئا. ٻيو سندس کيسي مان تيزنگاهن سان نهاري رهيو هو. هن کي مون کان خوف پئي ٿيو. ٻيو وري هڪ شيطان ڪنهن جي غليظ پيٽ تي سوار هو. هڪڙو ڪنهن ٻي جي گردن ۾ چنبڙيو پيو هو. هُو، هن کي هيڏي هوڏي گهليندو پئي رهيو."

راهب ڪانئس پڇيو ”اوهان روح ڏسي سگهو ٿا؟“

”مان توکي ٻڌايائين ٿو، تہ مان ڏسي سگهان ٿو. مان اُنهن مان سنئون سڌو ڏسي سگهان ٿو. مان جڏهن وڏي پادريءَ وٽان ٻاهر ٿي آيس، تہ هڪڙو مون کي ڏسي، پاڻ کي لڪائڻ لڳو. هو دروازي جي پويان لڪي ويو. هُو ڇگو وڏو هو. ڏيڍ وال يا اُن کان بہ مٿي هو. ڪيس ڇگو ٿلهو، ڊگهو ۽ پورو پڇ هو. سندس پڇ جو ٿورو حصو، دروازي جي چير ۾ هو. مون جلديءَ ۾ دروازي کي زور سان ٻيڪڙيو، جنهن ڪري سندس پڇ مروڙجڻ لڳو. هُو چين چين ڪري، ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. مان اُن جي مٿان ٽي پيرا، صليب جي شڪل ناهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو هُو اُتي جو اُتي مري ويو، ڇڻ تہ ڪوريئڙو پيرن ۾ چيپائجي ويو هو. هُو اُتي ڪنهن ڪنڊ ۾ لڪي پوي ها ۽ بَدبوءِ ڏئي ها، پر هيءُ، نہ اُن کي ڏسي ٿي سگهيا. ۽ نہ ئي اُن جي بوءِ کي سنگهي ٿي سگهيا. هڪ سال اڳ ۾ اُتي هوس. مان توکي هيءُ تڏهن ٿو ٻڌايان، ڇاڪاڻ تہ تون اَجنبي آهين.“

”تنهنجون ڳالهيون بيحد خطرناڪ آهن! پر مقدس ۽ برڪت وارا پيءُ! راهب وڌيڪ همت وارو ٿيندو ويو هو ۽ چوڻ لڳو تہ، ”ڇا هيءُ سچ آهي تہ اوهان جي پرامن ملڪن ۾ هي شهرت آهي، تہ اوهان هميشه مقدس روح سان لاڳيتو ملاقاتون ڪندا ٿا رهو؟“

”هو، ڪن وقتن تي برابر اُڏامي، اَچي ٿو؟“

”هُو ڪيئن هيٺ اُڏري اَچي ٿو؟ سندس ڪهڙو نمونو آهي؟“

”پکيءَ وانگر.“

”تُنهنجي معنيٰ، تہ مقدس روح، هڪ ڪبوتر جي شڪل جهڙو آهي؟“

”هائو سندس صورت ڪبوتر جهڙي آهي، پر ڪڏهن ابابيل جي شڪل ۾ اَچي ٿو ۽ ڪڏهن جهرڪيءَ جي صورت ۾.“

”توهان، هن کي ڪهڙيءَ ريت، جهرڪيءَ جي شڪل مان سڃاڻي وٺو ٿا؟“

”هو، ٻولي ٿو.“

”هُو ڪهڙي ٻوليءَ ۾ ٻولي ٿو؟“

”انساني زبان ۾.“

”هو توکي ڇا چوي ٿو؟“

”چو؟ اڄ مون کي، هُن ٻڌايو هو تہ، هڪڙو بيوقوف منهنجي ملاقات لاءِ ايندو ۽ مون کان عجيب سوال پڇندو. راهب! ٻولي تون شايد گهڻو ڪجهہ ڄاڻڻ گهرين ٿو؟“

”تنهنجا لفظ خوف ڏياريندڙ آهن، مقدس ۽ برڪتن وارا پيءُ!“ راهب پنهنجي مٿي کي ڌوڏيو، پر سندس ڊنل اکين ۾، اَجا خوف پريل هو.

"تون، هُو وڻ ڏسين ٿو!؟" راهب فيراپونٽ ٿورو وقت دم ونئي ۽ پڇيس.

"هائو، برڪتن ڀريا پيءُ!"

"تون سمجهين ٿو، تہ اِهو نم جو وڻ آهي، پر منهنجي لاءِ، اُن جي ڪا ٻي صورت آهي."

راهب ٿوري ويرم ڪان پوءِ، فضول اُميد جي سهاري، ڪيس چيو تہ، "اُها ڪهڙي قسم جي صورت آهي؟"

"اِهو رات جي وقت ڏسڻ ۾ اَچي ٿو. تون هنن ٻن ٽارين کي ڏسين ٿو؟ رات جي وقت حضرت عيسيٰ عليہ السلام، اِنهن کي جهلي، پنهنجي ٻانهن کي پکيڙي، اُنهن ۾ اَچڻ جي دعوت ڏئي ٿو. مان اُن کي صاف ڏسندو آهيان ۽ ڏڃندو بہ آهيان. هيءُ نظارو ڏيڄاريندڙ آهي، هُو ڏيڄاريندڙ آهي."

"اِهو ڏيڄاريندڙ ڇو ٿيندو، جڏهن حضرت عيسيٰ، پاڻ اُتي موجود آهي؟"

"ڇو؟ هُو مون کي هتان کڻي، مٿي وٺي وڃڻ گهري ٿو."

"جيئري حالت ۾؟"

"پيغمبر جي شاندار روح جي صورت ۾. تو اُن کي ٻُڌو هوندو؟ هُو مون کي پنهنجين ٻانهن ۾ وٺي، خبر نہ آهي تہ اَلائي ڪاڏي کڻي ويندو؟"

جيتوڻيڪ راهب، هن گفتگوءَ کان پوءِ پنهنجي حجري ۾ موٽي آيو هو، پر ڪيترو وقت پنهنجي راهب - پائرن کي، چڱي چوکي دلي پريشانيءَ سان، اُهو گفتگو ٻُڌائيندو رهيو. سندس دل ۾ اَجا بہ مربي زوسيما کان وڌيڪ راهب فيراپونٽ جي محبت ٿي ڏني. هُو سختيءَ سان روزي رکڻ جي فائدي ۾ هو. سوئي اِهڙو عجيب ۽ سختيءَ وارو روزو، جنهن کي راهب فيراپونٽ اختيار ڪيو هو. هيءَ ڪيس ڪرامت تہ نظر ٿي آئي پر ڪيس هيءُ بہ يقين ايندو ويو، تہ هُو ضرور اِهڙيون عجيب شيون ڏسندو هوندو. جيتوڻيڪ سندس لفظ اَڏنگا هئا پر خدا بهتر ٿي ڄاتو، تہ سندس لفظن ۾ ڪهڙو راز مخفي هو. سندس ڪي بيڇڙا لفظ نہ هئا نہ وري سندس عمل ڪو رواجي هو. جو اَڪثر اُنهن م ڏٺو ويندو آهي. جي پنهنجي ذهن کي، خدا جي شان ڪبريائي تي قربان ڪري ڇڏيندا آهن. شيطان ۽ اُن جي پيچ جي حقيقت تي ڪيس پوري ريت اعتبار هو. هن کان سواءِ، خانقاهہ جي زيارت کان اڳ ۾ ڪيس وڏن راهبن جي اَداري بابت گهڻائي شڪ ۽ شبها موجود هئا، جن کي هن خاصي غور سان ٻُڌو هو. اُنهن مان هُن هيءُ نتيجو ڪڍيو هو، تہ اهي بدعتون، مذهب لاءِ وڏي خطري جو باعث ٿي سگهن ٿيون. خانقاهہ ۾ ڪجهہ وقت رهڻ بعد، هُن هيءَ حقيقت بہ ڳولي ورتي هئي، تہ ڪم ظرف راهبن ۾ هن اَداري جي لاءِ، ناپسندي موجود هئي. هن کانسواءِ هيءُ

راهب، سڀ ڳالهه ۾ تنگ آڙائڻ وارو ۽ جاسوس طبعيت وارو هو. جنهن ڪري سڀ ڪنهن ڳالهه ۾ دخل اندازي ڪري رهيو هو. اهوئي سبب هو، جو زوسيما جي تازي ڪرامت جي خبر، ڪيس سخت حيرانيءَ ۾ وجهي ڇڏيو هو. اليوشا بعد ۾ ياد ڪيو، تہ ڪيئن نہ سندن جاسوس فطرت اودورسڪ جو مهمان هيڏي هوڏي ڦري رهيو هو ۽ راهبن جي وچ ۾، هڪ ٽولي کان ٻي ٽولي ڏي، جي مربي جي حجري جي ٻاهر ۽ اندر اچي گڏ ٿيا هئا. سرگوشين ٻڌڻ ۽ سوالن ڪرڻ لاءِ تي رُليو. هُن اُن وقت تہ اُن ڏي ڪو ڌيان نہ ڏنو هو، پر بعد ۾ اُن کي ياد تي ڪيائين.

بروقت وٽس سچ پچ ايترو وقت ئي ڪونہ هو، جو اِنهن خيالن کي ويچاري ها. جو تہ مربي زوسيما، جڏهن وري پاڻ کي ڪمزور سمجهيو ۽ بستري تي ليٽي پيو، تڏهن ڪيس اکيون ٻوٽينديءَ ئي، اليوشا جو خيال آيو ۽ ڪيس گهرائڻ لاءِ ماڻهو موڪليو. اليوشا هڪدم ڊوڙي آيو. اُن وقت حجري ۾ راهب پائيسي کان سواءِ ٻيو ڪوبہ موجود نہ هو. ٿورو پريرو راهب ايوسف ۽ نئون آيل راهب پورفيري موجود هئا. مربي پنهنجون نماڻيون اکيون مٿي ڪنيون. ۽ سنئون سڌو اليوشا ڏي نهاريندو رهيو. اوچتو هُن ڪانئس پڇيو تہ:

”ڇا تنهنجا ماڻهو، تنهنجيءَ ملاقات جي اُميد رکن ٿا پُٽ!؟“

اليوشا، اٽڪڻ ...؟ ۾ پئجي ويو.

”ڪين تنهنجي گهرج ڪانہ آهي ڇا؟ تو ساڻن ڪالهہ، اَڄ جي ملڻ جو واعدو نہ ڪيو آهي ڇا؟“

”هائو، مان پنهنجي پيءُ، ڀاءُ ۽ ٻين سان بہ اهڙو واعدو ڪيو آهي.“

”تہ پوءِ توکي ضرور وڃڻ گهرجي. يقين رک، مان توسان ڪجهہ ڳالهائڻ کانسواءِ ڪونہ مرندس. مان توسان ڪي آخري لفظ ڳالهائيندس، جو تنهنجي لاءِ انعام هوندو. ڇاڪاڻ تہ توکي مون سان بيحد محبت آهي، پر توکي هاڻي وڃي پنهنجو واعدو پورو ڪرڻ گهرجي.“

اليوشا جي لاءِ، جيتوڻيڪ اُن وقت ٻاهر وڃڻ ڏاڍو ڏکيو هو، پر هُن، سندس حڪم جي تعميل هڪدم ڪئي. اِن اُميد تي تہ هُو پنهنجي پير جا آخري لفظ، جي هن جي لاءِ انعام هئا، زمين تي ٻيهر ٻڌي سگهندو. سندس روح ۾ هڪ قسم جي خوشي پيدا ڪئي. هُو تڪڙ ڪرڻ لڳو تہ جيئن هُو شهر ۾ پنهنجو ڪم جلد پورو ڪري، موٽي اچي. راهب پائيسي بہ سندس ڪَن ۾، اهڙي اَڻ ٿيڻي ڳالهہ بابت ڪجهہ چيو، جنهن ڪيس نہ فقط عجب ۾ وڌو پر مٿس وڏو اثر بہ پيدا ڪيو. هُو حجري کان ڳالهائيندا ٻاهر نڪتا.

راهب پايسي، ڪنهن بہ تمهيد ڪان سواءِ، ساڻس ڳالهائڻ شروع ڪيو. تہ نوجوان پٽ. هن نقطي کي ياد رک! موجوده دنيا جي سائنس (علم) خاص ڪري هن پوئين صديءَ واري هڪ وڏي طاقت بڻجي وئي آهي. هُـن اُنهن ڳالهين جي، جيڪي اسان کي مقدس ڪتابن ۾ ملن ٿيون، وڏي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي. دنيا جي هنن عالمن ايتري تہ بي رحم ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي، جو قديم پاڪيزگي جي لاءِ، ڪجهہ بہ نہ ڇڏيو ويو آهي. پر هنن، اُنهن جي ڪن حصن جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي، سڄي جي نہ. اها سندن نابينائي ڏسڻ وٽان آهي، پر سچي حقيقت پنهنجي جاءِ تي سندن سامهون مضبوطيءَ سان قائم آهي ۽ دوزخ جا دروازا ڪڏهن بہ کُلي، اُن تي فتحمندي حاصل ڪري نہ سگهندا. ڇا سڄين سارين اڻويهہ صدين کان هيءَ حقيقت زندهہ نہ رَهي آهي؟ هيءَ انفرادي روحن ۽ ماڻهن جي گروهن ۾، هيءَ ڇا متحرڪ طاقت نہ آهي؟ هيءَ دهرين جي دلين ۾ بہ. جن سڀ ڪجهہ برباد ڪري ڇڏيو آهي، اَجا بہ مضبوط ۽ زندهہ آهي. اُهي جي عيسائيت جا مرتد آهن ۽ مٿس حملا ڪندا رَهن ٿا، اَجا تائين عيسائي خيالن جي تابعداري ڪن ٿا . هن ڳالهہ تي غور ڪرڻ سان خبر پوي ٿـي، تہ سندن دلين جي بلندي ۽ ذهنيت قديم حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي پيدا ڪيل شرافتمند انسان جهڙو. اخلاقي طور تي ڪوبہ معياري ۽ شرافتمند انسان پيدا ڪري نہ سگهي آهي. جڏهن اهڙي ڪوشش ڪئي وئي آهي. تہ اُن جو نتيجو ڪوبہ نہ نڪتو آهي. منهنجا نوجوان! هن ڳالهہ کي خاص طرح ياد رک. جيئن تہ توکي دنيا ۾ موڪليو وڃي ٿو، سو بہ پنهنجي وداع ڪندڙ پير جي طرف کان، اُنڪري هن عظيم ڏينهن جي يادگيري ۾، تنهنجي رهبري لاءِ، جو ڪجهہ منهنجي دل مان نڪتو آهي، اُن کي تون نہ وساريندين. تون اَجا نوجوان آهين. ڇڱو موڪلاڻي ڪانهي منهنجا يتيم!"

هنن لفظن چوندي، راهب پايسي کيس دعا ڪئي. جيئن اليوشا، خانقاهہ کي ڇڏيو، ۽ ڳالهين تي غور ڪيو، کيس اوچتو احساس ٿيو، تہ اُهو سخت مزاج راهب، جو ساڻس سختيءَ سان پيش ايندو هو، هاڻي اُميد جي خلاف سندس دوست ۽ پيارو رَهبر بڻجي ويو آهي. هن سمجهيو ڄڻ تہ، زوسيما مرڻ کان اڳ ۾ سندس هٿ، کيس حوالي ڪيو آهي ۽ انهيءَ سبب جي ڪري ئي، هيءُ سڀ ڪجهہ ٿي گذريو آهي. فلسفي سان ڀريل خيالات، جيڪي هُـن هاڻي اُميد جي خلاف ٻڌا هئا، اُنهن مان هن راهب پيسي جي قلبي گرم جوشيءَ جو اَندازو لڳائي ورتو. هُو ڄڻ تہ تڪڙ ۾ هو ڇو هن ٻار جي دل کي پنهنجي آغوش ۾ وٺي، جنهن کي دنيائي حوس سان مقابلو ڪرڻو هو ۽ سندس ننڍڙي روح جي حفاظت ڪري، جنهن سرتي بچاءَ جو اِهڙو بار رکيو ويو هو، جنهن جو تصور ئي نہ ٿو ڪري سگهجي.

باب پيو

# پيءُ وٽ

سڀ کان اڳ ۾ اليوشا پيءُ ڏانهن ويو. ڪيس رستي ۾ ياد آيو، ته سندس پيءُ، هڪ ڏينهن اڳ ۾ هن ڳالهه تي زور ڏنو هو، ته هُو ساٽس اهڙيءَ ريت ملي، جيئن سندس ياءُ ايون ڪيس نه ڏسي. "ايئن ڇو؟" اليوشا اوچتو عجب ۾ پئجي ويو. جيڪڏهن مون کي منهنجو پيءُ ڪجهه اڪيلائيءَ ۾ به چوڻ وارو آهي، ته مان اَڻ ڏٺو ڇو وڃان؟" هن خيال ڪيو، ته تي سگهي ٿو، هُن ڪالهه جوش ۾، ڪجهه ٻي طرح ڳالهايو هجي. هُن کي هي ڏسي خوشي ٿي، جو مارفيا ايجنا تيوينيا، اَچي باغ جي دروازي کي کوليو. (هن مان ظاهر هو، ته گريگري بيمار آهي ۽ پنهنجي ڪمري ۾ بستري تي آهي.) هن ڪيس سندس سوال جي جواب ۾ ٻُڌايو، ته ايون فيودوروِوچ به ڪلاڪ اڳ ۾ ٻاهر نڪري ويو آهي.

"۽ منهنجو پيءُ؟"

"هُو متي آهي ۽ ڪافي پي رهيو آهي." مارفيا ڪجهه خشڪ ٿي ڪيس جواب ڏنو.

اليوشا اندر ويو. پوڙهو ميز جي سامهون اڪيلو ويٺو هو. سندس پيرن ۾ سليپر هئا ۽ سندس بدن تي ننڍڙو اَوور ڪوٽ پهريل هو. هُو ڪنهن حساب ڪتاب کي ڏسي، پاڻ کي وندرائي رهيو هو، جيتوڻيڪ هيءُ سڀ ڪجهه ٻي اختياريءَ سان هو. جيتوڻيڪ هُو ننڊ مان سويري اُٿيو هو ۽ پنهنجي چهري کي خوشگوار ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو، پر حقيقت ۾ سندس چهرو ٿڪيل ۽ ڪمزور ٿي نظر آيو. سندس پيشانيءَ تي گذريل رات جيڪي گهرا ۽ نارنگي رنگ جا زخم آيا هئا، اُنهن تي هڪ ڳاڙهي رنگ جي رومال جي پٽي ٻڌل هئي. رات ۾ سندس نڪ به خطرناڪ طرح سان سُڄي ويو هو ۽ ڪن ننڍڙن زخمن جي باعث اُن ۾ داغ ٿي نظر آيا. اُنڪري سندس سڄو چهرو، بغض ۽ ڪاوڙ سان ڀريل ٿي نظر آيو. پوڙهو، هن ڳالهه کان پوريءَ ريت باخبر هو ۽ جيئن ئي اليوشا اندر آيو، هُن ڪيني ڀريل نگاهه سان ڪيس ڏٺو.

"ڪافي ٿڌي ٿي وئي آهي." هُن گهرائيءَ سان چيو. "مان، توکي ڪنهن به شيءِ جي آڇ نه ڪندس. مان اڄ ڪنهن به شيءِ جي گهرائڻ جو حڪم نه ڏنو آهي، پر مڇي جو رَس تيار ڪرڻ لاءِ چيو اٿم. مان اڄ ڪنهن کي به دعوت نه ڏيندس، پر تون ڇو آيو آهين؟"

"اهو ڏسڻ ته تون هاڻي ڪيئن آهين؟"

"هائو. انهيءَ ڪانسواءِ، مان توکي اڄ اچڻ لاءِ چيو به هو. سڀ جي نتيجي، ۾ توکي بيسود اَچڻ جي تڪليف ڏني آهي. مان هيءُ به ڄاڻو ٿي، ته تون جلدي هليو ايندين!"

هن ڪجهه به چيو. اُن مان سندس ڪينو ۽ وير تي نظر آيو. ساڳي وقت هُو اُٿيو ۽ ڏاڍي شوق مان آئيني کي ڏسڻ لڳو. (صبح کان وٺي شايد چاليهه دفعا اُن کي ڏٺو هئائين) هن نَڪ کي خاص طرح ڏٺو. هُن پنهنجي پيشانيءَ تي ڳاڙهي رومال کي وڌيڪ زور سان ڇَڪي ٻڌو ۽ چوڻ لڳو ته، "مون کي ڳاڙهو رنگ پسند آهي. ڇاڪاڻ ته سفيد رنگ جي پٽي، ماڻهوءَ کي اسپتال جي يادگيري تي ڏياري. ڇڳيءَ طرح ٻڌاءِ ته خانقاهه جي ڪهڙي حالت آهي ۽ تنهنجي مربي جو ڇا حال آهي؟"

"سندس حالت خراب آهي، ٿي سگهي ٿو، ته هُوءَ رات ئي مري وڃي."

پر سندس ٻيءُ، ڇڻ هيءُ ٻڌو ئي نه. معلوم اِيئن پئي ٿيو، ته ڪانئس تَڏي تي سندس سوال وسري ويو آهي.

هُن اوچتو چيو، "ايون ٻاهر هليو ويو آهي ۽ هُو پوري ڪوشش ٿو ڪري، ته مِتيا جي مڱينديءَ کي هٽ ڪري. هُو انهيءَ ڪري ئي، هتي رهيو پيو آهي." سندس چهري مان بدنيتي ظاهر ٿيڻ لڳي ۽ پنهنجو وات چٻو ڪري، اليوشا ڏي نهاريائين.

"ڪيئن ڀلا؟ هن اوهان سان اها ڳالهه ڪئي آهي ڇا؟"

"هائو، گهڻو وقت گذريو، هُن مون سان اِها ڳالهه ڪئي هئي. تون اعتبار ڪندين، ٽي هفتا اڳ به هُن مون سان ساڳي ڳالهه ڪئي هئي. هُو به مون کي ٻين وانگر قتل ڪرڻ لاءِ آيو هجي. سندس اَچڻ جو ڪو مقصد ٿي سگهي ٿو."

اليوشا بيحد تڪليف مان ڪيس چيو ته، "تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ ۽ اِهي ڳالهيون تون ڇو ٿو ڪرين؟"

"هيءُ سچ آهي، ته هُو مون کان پيسا نه ٿو گهري، پر اُن هوندي به ڪيس مون کان ٽَڪو به نه ملندو. مان چاهيان ٿو، ته جيتري قدر ٿي سگهي، مان جيئرو رهان. جنهن کي اليڪسي فيودوروچ تون به ڇاڻين ٿو تنهنڪري مون کي پيسي جي ضرورت آهي. جيتري قدر منهنجي ڊگهي حياتي هوندي، مون کي پيسي جي ضرورت پوندي رهندي." هُو گفتگو کي جاري رکندي، ڪمري جي هڪ طرف کان ٻي طرف تائين گهمندو رهيو. سندس هٿ سٽيءَ لڳل اوورڪوٽ جي کيسن ۾ هئا. جو پيلي سوٽي ڪپڙي جو ٺهيل هو. منهنجي هاڻي پنجونجاهه ورهيه عمر آهي پرمان ويهه ورهيه وڌيڪ جيئرو رهڻ گهران ٿو. جيئن مان پوڙهو ٿيندو ويندس، منهنجي صورت ۽ شڪل اُها ته نه رهندي. اِهي رنون پوءِ مون ڏي، پنهنجو پاڻ ڇڪجي ته نه اينديون. انهيءَ ڪري منهنجا پيارا پٽ اليڪسي فيودوروچ، مان پنهنجي لاءِ، ڪوڏي ڪوڏي ڪري گڏ ٿو ڪريان. توکي ڄاڻڻ کپي، ته مون کي پڇاڙيءَ تائين گناهن ۾ رهڻو آهي. مان توکي ٻڌايان ٿو، ته گناهه ڏاڍي لذت واري شيءِ آهي. ماڻهو هن کي بڇڙو

سمجهن ٿا پر سيني جو گذارو هن تي ئي آهي. ٻيا هيءُ ڪم رياڪاريءَ سان ڪن ٿا، پر مان اهو ڪليل ڪريان ٿو. اُن ڪري ٻيا سيئي گنهگار، مون کي سادو سمجهي حملو ڪري اَچن ٿا. اليڪسي فيودوروچ، مان توکي ٻُڌائڻ گهران ٿو، تہ تنهنجو بهشت، منهنجي مذاق وٽان آهي. هُو ڪنهن شائستہ ماڻهوءَ جي جاءِ تي نہ ٿو سگهي. منهنجو اعتقاد آهي، تہ مان سمهي پوندس ۽ وري نہ جاڳندس ۽ بس. تون جيڪڏهن چاهين، تہ منهنجي روح لاءِ دُعا ڪري سگهين ٿو. جيڪڏهن تون نہ ٿو چاهين، تہ ڪڏ ۾ وڃهينس. اِهائي منهنجي فلاسافي آهي. جيتوڻيڪ اسان سيئي شراب پيتل هئاسين، پر ايون ڪالهہ چڱو ٿي ڳالهايو. هو واتوڙي ۽ لباڙي آهي ۽ وٽس ڪوبہ علم ڪونہ آهي ...... نہ وري ڪا باقاعده تعليم. هُو خاموش ويهي، بنا ڪنهن ڳالهائڻ جي، ماڻهن کي ڏسي کِلندو آهي. اِهوئي سبب آهي، جو هو ماڻهن تي قبضو ڪري وٺندو آهي."

اليوشا، خاموشيءَ سان، ڪيس ڏيان ڏئي ٻُڌندو رَهيو.

"هو منهنجي صحبت ڪان ڇو ٿو ٿهي؟ جيڪڏهن هُو ڳالهائي بہ ٿو، تہ پاڻ کي پڏائي ٿو. تنهنجو ايون بدمعاش آهي. جيڪڏهن مان چاهيان، تہ گروشينڪا سان هڪ منٽ ۾ شادي ڪري سگهان ٿو. اليڪسي فيودوروچ، جيڪڏهن تو وٽ پيسو آهي، تہ تون جنهن شيءِ جي خواهش ڪندين، اُها توکي ملي ويندي. ايون اِنهيءَ ڪان ئي تہ ڏجي ٿو. هُو اُن ڪري مون تي نگاهہ ٿو رکي تہ جيئن مون کي شادي ڪرڻ کان روڪي. اِهوئي سبب آهي جو هو مِتيا تي زور آڻي ٿو تہ جيئن گروشينڪا سان شادي ڪري. اِهڙيءَ ريت هُو مون کي، گروشينڪا کان پري ڪرڻ گهري ٿو. (هو سمجهي ٿو تہ جيڪڏهن مان شادي نہ ڪئي تہ اُن لاءِ ورثو ڇڏي ويندس.) اُن ڪانسواءِ، گروشينڪا سان مِتيا جي شادي هئڻ سبب، ايون، اُن جي شاهوڪار مگيندي تي قبضو ڪري سگهندو. اِهوئي سندس منصوبو آهي. سچ تہ تنهنجو ڀاءُ ايون وڏو رذيل ۽ عيار قسم جو ماڻهو آهي."

"ڪيترا نہ تنگ مزاج آهيو. هيءُ سڀ ڪالهوڪي حالت جي باعث آهي. چڱو آهي، تہ اوهان سمهي آرام ڪريو." اليوشا کيس چيو.

"ها، تون بہ ايئن ٿو چوين!؟" پوڙهي ڇڻ تہ اوڇتي، هن جي ڳالهہ کي سمجهي ورتو. ان مان معلوم اِئين پئي ٿيو، تہ ڇڻ کيس اِهو پهريون ڀيرو ڏک لڳو آهي. هُو چوڻ لڳو تہ "مون کي تہ توتي ڪاوڙ نہ آهي، پر جيڪڏهن ايون ايئن چوي ها، تہ مون کي ڪاوڙ لڳي ها. مان توسان ئي چڱو هلندو آهيان، نہ تہ تون ڄاڻين ٿو، تہ مان ڪيڏي نہ خراب طبعيت وارو آهيان."

"خير، اوهان بدطبعيت تہ نہ آهيو، پر بدگمان ضرور آهيو." اليوشا مشڪندي ڪيس چيو.

"ڏيان ڏيئي ٻُڌ. مان اَڄ چاهيو ٿي، تہ چور دمتريءَ کي گرفتار ڪرايان، پر مان هاڻي سمجهي نہ ٿو سگهان، تہ اُن بابت ڪهڙو فيصلو ڪريان؟ بيشڪ هن فيشن واري زماني ۾ ماءُ ۽ پيءُ جي عزت ناليِ ماتر وڃي رَهي آهي، پر اُن هوندي بہ اَڄ، قانون ڪنهن کي بہ هيءَ اِجازت نہ ٿو ڏئي، تہ ڪو پنهنجي پوڙهي پيءُ کي وارن کان وٺي گهليندو رَهي ۽ سندس ئي گهر ۾ سندس منهن ۾ لتون هڻندو رَهي ۽ شاهدن جي سامهون کيس خون ڪرڻ جا دڙڪا بہ ڏئي. جڏهن مان چاهيو، تہ کيس برباد ڪري ڇڏيندس. هن ڪالهہ جو ڪجهہ ڪيو آهي. اُن لاءِ کيس جيل اُماڻائي ڇڏيندس."

"تڏهن، تون هن بابت ڪو بہ قدم کڻڻ نہ ٿو گهرين؟"

"ايون، مون کي روڪيو آهي، مون کي ايون جي تہ پرواهہ ڪانہ آهي، پر مون کي ٻي شيءِ روڪيو آهي."

هُو اليوشا جي مٿان نوڙيو ۽ کيس سرگوشيءَ طرح، ڪا راز جي ڳالهہ ڇوڻ لڳو.

"جيڪڏهن، مان هن چور کي جيل ۾ موڪليندس، تہ هوءَ اها ڳالهہ ٻڌي، اُن ڏانهن ڊوڙي ويندي، پر جڏهن هوءَ ٻُڌندي تہ هن مون کي ماريو آهي، سوبہ هڪ پوڙهي ۽ ڪمزور کي تہ ٿي سگهي ٿو، تہ هوءَ هن کي ڇڏي ڏي ۽ مون ڏي هلي اَچي - ڇو تہ هي سندس عجيب طريقا آهن. سي ڪجهہ اُبتڙ. سي ڪنهن طرح، کيس سڃاڻان! ڇا توکي برانڊيءَ جو ڇُڪو نہ کپي؟ ٿوري ڪافي ئي پيءُ. اُن ۾ مان برانڊيءَ جي گلاس جو فقط ٽيون حصو ملايان ٿو. نهايت مزيدار شيءِ اَٿئي منهنجا پٽ!"

"نہ، اوهان جي مهرباني، اوهان جيڪڏهن اِجازت ڏيو، تہ مانيءَ جو ڳيو کڻان!؟" اِيئن چئي اليوشا، اُن ٽڪي واري فرينچ مانيءَ جو ڪجهہ حصو ڪنيو ۽ اُن کي پنهنجي قبا جي کيسي ۾ رکيائين. پوءِ پوڙهي جي چهري ۾، پريشانيءَ سان ڏسندي، کيس صلاح ڏنائين تہ، "اوهان کي بہ شراب پيئڻ نہ گهرجي."

"تون سچ ٿو چوين. هيءُ منهنجي رڳن کي ٺارڻ جي بجاءِ منجهن جوش ٿو پيدا ڪري، پر فقط هڪڙو گلاس! جنهن کي مان ڪٻٽ مان ڪڍي ٿو وٺان. هُو اُٿيو ۽ ڪٻٽ کي کوليائين. گلاس کي ڀَري ۽ پي ويو. ڪٻٽ کي ورِي بند ڪيائين ۽ اُن جي ڪُنجي کيسي ۾ رکيائين."

"هيءُ بس آهي. هڪڙو گلاس مون کي نہ ماريندو."

"نيڪ آهي، هاڻي اوهان خوش طبع نظر ٿا اَچو." اليوشا، کيس مشڪندي چيو.

"هون! مان توکي برانڊيءَ ڪانسواءِ بہ. پيار ڪري سگهان ٿو. پر بدمعاش سان

بدمعاش آهيان. ايون شرماشينا ڏانهن نہ ويندو. هُو جاسوسي ڪرڻ گهري ٿو، تہ جڏهن گروشينڪا مون وٽ ايندي، تہ آئون کيس ڪيترو ڏيان ٿو. هي سڀئي بدمعاش آهن! مان ايون کي ڪونہ سڃاڻو هو، مان کيس پوريءَ ريت نہ سمجهيو. هيءُ آلائجي ڪٿان آيو؟ هُو روحاني طرح اَسان مان نہ آهي. هو سمجهي ٿو، تہ مان هن جي لاءِ سڀ ڪجهہ ڇڏي ويندس. مان ڪوبہ وصيت نامو ڇڏي نہ ويندس، اِها توکي بہ خبر هئڻ گهرجي. مان مِتيا کي هڪ جيت وانگر مهٽي ڇڏيندس. مان رات جو ڪيترن ڪارن ٽنڊڻن کي پنهنجي جتيءَ جي هينان ڇيپاٽي ڇڏيندو آهيان. تون جڏهن اُنهن کي لتاڙيندين، تہ هُو تنهنجي پيرين ۾ پيا ڦٽڪندا. تنهنجو مِتيا بہ اِئين ئي ڦٽڪندو. مان تنهنجو مِتيا! تون ساڻس محبت ڪرين ٿو. هائو، تون هِن سان محبت ڪرين ٿو، پر مون کي تنهنجي، هن محبت کان ڪوبہ خوف نہ آهي، پر جيڪڏهن ايون ساڻس محبت ڪرڻ چاهي، تہ مون کي سندس پيار کان خوف کائڻ گهرجي، پر ايون ڪنهن سان بہ محبت نہ ڪندو آهي. ايون اَسان مان آهي ئي نہ. ايون جهڙا ماڻهو، اسان جي گروهہ مان ٿي نہ ٿا سگهن. هيءُ مٽي جي ڪکر وانگر آهن. جڏهن هوا لڳندي، تہ دز رهندي ئي ڪانہ. ڪالهہ جڏهن مان توکي اَچڻ لاءِ چيو ٿي تہ هڪ احمقاڻو خيال اَچي منهنجي مغز ۾ وينو هو. مان توکان مِتيا جي بابت ڪي ڳالهيون ٻڌڻ ٿي گهريون. پلا، جيڪڏهن هاڻي مان کيس هزار يا ٻہ هزار روبل ڏيان، تہ هُو بدبخت پينو، هتان جي پچر ڇڏي، پنجن سالن يا اَجا بہ پنجٽيهن سالن لاءِ هليو ويندو ۽ گروشينڪا سان ڪوبہ واسطو نہ رکندو ۽ هميشہ لاءِ اُن کي ڇڏي ڏيندو؟"

"مان، مان، هن کان پڇندس." اليوشا هٻڪندي چيو. "جيڪڏهن اوهان کيس ٽي هزار روبل ڏيو تہ شايد ....."

"هيءَ بيوقوفي آهي. هن جي ڪابہ ضرورت نہ آهي، تہ هاڻي، هن کان تون ڪجهہ پڇين؟ ڪابہ ضرورت نہ آهي. مان پنهنجي راءِ کي بدلايو آهي. هيءُ منهنجو بيوقوفي وارو خيال هو. مان هن کي ڪجهہ بہ نہ ڏيندس، ڪوڏي بہ نہ. مون کي پيسو پنهنجي لاءِ کپي." پوڙهي ڪاوڙ مان پنهنجي هٿ کي لوڏيندي چيو، "مان هن کي ٽنڊڻ وانگر ڇيپاٽيندس. تون هن وٽ نہ وڃ. توکي ڏسي، هن کي اُميد پيدا ٿيندي. تنهنجي لاءِ بہ هاڻي، هت ڪجهہ نہ رهيو آهي. توکي هاڻي هتي وڌيڪ ترسڻ نہ گهرجي. ڇا هُو ڪيترينا ايونونا، پنهنجي مڱيندي سان، جنهن کي هن نهايت چالاڪيءَ سان، مون کان لڪائي رکيو آهي، شادي ڪندو بہ يا نہ؟ مان سمجهان ٿو تہ ڪالهہ تون هن سان، ملڻ ويو هئين؟"

"هِن کي ڪابہ شيءِ هرڪائي نہ ٿي سگهي، تہ هوءَ هِن کي ڇڏي ڏي."

"واقعي! هيءَ ڏسڻ جهڙي ڳالھ آهي، تہ ڪيئن نہ هيءُ نوجوان معزز عورتون، بدمعاش ۽ بدنام ماڻهن سان محبت ڪن ٿيون. مان توکي ٻُڌايان ٿو تہ هيءُ پيليون نوجوان عورتون ڏاڍيون ساديون آهن .... افسوس، جيڪڏهن منهنجي جوانيءَ ۾ اُها صورت هجي ها، ڇاڪاڻ تہ مان اَناويهن سالن جي عمر ۾ دمتريءَ کان وڌيڪ سهڻو هوس، هن وانگر ڪيترين عورتن کي شڪار ڪريان ها. هيءُ ڪمزور فطرت آهي. هُو ڪنهن بہ صورت ۾ گروشينڪا تي قبضو حاصل ڪري نہ سگهندو. هُو ڪڏهن بہ ڪري نہ سگهندو. مان کيس مهتي ڇڏيندس."

پوين لفظن کي چوندي، هُو ڪاوڙ ۾ پرجي ويو ۽ اليوشا کي سختيءَ سان رڙ ڪري چيائين، "تون هليو وڃ! تنهنجي لاءِ هتي ڪوبہ ڪم نہ رهيو آهي."

اليوشا کيس خدا حافظ چوڻ لاءِ ويو ۽ کيس ڪلهي تي چمي ڏنائين.

"هيءُ وري ڇاجي لاءِ؟" پوڙهي کيس عجب مان چيو. "اَسان وري بہ هڪ ٻئي سان ملنداسون. ڇا اسين وري نہ ملنداسين؟"

"نہ، منهنجو اِهو مطلب نہ هو."

"نہ، منهنجو بہ تہ ڪو ٻيو مطلب نہ هو." پوڙهي کيس نهاري چيو،"ڏيان ڏيئي ٻڌ، جلدي وڃ. سڀاڻي وري اَچج. سڀاڻي تنهنجي لاءِ وٽندڙ مڇيءَ جو رس تيار هوندو. پَڪَ سان اَچج. سڀاڻي ٻڌين ٿو نہ، سڀاڻي.....!"

جيئن ئي اليوشا هليو ويو، هن اُتي ڪبٽ کي کوليو، ٻيو اَڌ گلاس شراب جو چاڙهي ويو. "مون کي وڌيڪ پيئڻ نہ گهرجي." هن ڪنگهندي، پنهنجو سينو صفا ڪيو ۽ وري ڪبٽ کي بند ڪري ڪنجي پنهنجي کيسي ۾ رکيائين. اُن کان پوءِ هُو پنهنجي سمهڻ واري ڪمري ۾ ويو ۽ ٿڪي پوڻ سبب ليٽي پيو. کيس جلد ئي ننڊ ڪٽي وئي.

❦

باب ٽيون

# اسڪول جي ڇوڪرن سان ملاقات

جيئن ئي اليوشا، پيءُ جو گهر ڇڏي بيگم هائلڪوف جي گهر ڏانهن ٽي ويو، واٽ تي خيال آيس ته، "خدا جو شڪر آهي، جو هن مون کان گروشينڪا جي بابت ڪجهه نه پڇيو. جيڪڏهن پڇي ها، ته مون کي گروشينڪا سان ڪالهوڪي ملاقات جو ذڪر ڪرڻو ئي پوي ها. اليوشا ڏاڍي درد سان محسوس ڪيو ته ڪالهه کان ٻنهي مقابلي ڪندڙن پنهنجي ڪوششن کي وري نئين سَر جاري رکيو آهي ۽ سندن دليون نهايت سخت ٿي ويون آهن." پيءُ وٽ نفرت ۽ ڪاوڙ آهي. هن کي رَٽون سوچيون آهن ۽ اُن تي سختيءَ سان عمل ڪندو ۽ دمتري؟ هُو ته ڪالهه کان به سخت ٿي ويندو. هن وٽ به نفرت ۽ ڪاوڙ آهي. هن به ضرور ڪي رٿون رٿيون آهن. ڪجهه به ٿي پوي، مون کي اَڄ اُهي معلوم ڪرڻ گهرجن."

پر اليوشا، گهڻو وقت هنن خيالن ۾ مشغول رَهي نه سگهيو. اُن وقت رستي تي هڪ عجيب واقعو ٿي گذريو. جيتوڻيڪ اُن کي ڪا ايڏي وڏي اهميت ڪانه هئي، پر اُن سندس دل تي وڏو اَثر ڇڏيو. جيئن ئي هُو چؤسول کان گذري ميمووسڪيءَ جي گهٽيءَ جي ڪنڊ تي آيو. جا هڪ کڏجي سبب مکيه گهٽيءَ کان ٻن حصن ۾ ورهايل آهي (اسان جو شهر ڪيترين ئي کڏن جي باعث بدنام آهي.) هن ڏٺو ته اسڪول جي ٻارن جو هڪ ٽولو، جنهن ۾ نــوَن کان وٺي ٻارهن ورهن جا ٻار هئا، پل جي مٿان موجود هئا. هُو اسڪول کان موٽي گهر وڃي رهيا هئا. اُنهن مان ڪن کي ٿيلها ڪلهن تي هئا، ته ڪن کي چمڙي جون ڦونڊڙيون، ڳچيءَ ۾ پيئي لڙڪيون. ڪن کي جئڪيٽ پاتل هيون، ته ڪن کي ننڍڙا اوورڪوٽ. ڪن کي قيمتي بوٽ هئا، جن جا پٺا مـُـرن جي چوڌاري ڦريا پئي، جن کي اَڪثر پيار مان شاهوڪار ماڻهو، خريد ڪري، پنهنجي ننڍن ٻارن کي ڏيندا آهن. سيئي ٻار ڪنهن ڳالهه تي نهايت شوق مان ڳالهائيندا ٿي آيا. ڇڻ ته ڪا صلاح يا مشورو ٿي رهيو هو. ماسڪو کان پوءِ اليوشا، ڪڏهن به اسڪول جي ٻارن وٽان نه گذريو هو. نه وري ڪيس اُنهن کي ڏسڻ جو موقعو مليو هو. جيتوڻيڪ کيس ٻارن سان پيار هو، خاص ڪري ٽن سالن يا اُن کان ٿوري وڏي عمر وارن لاءِ، پر هــو اسڪول جي ڏهن ۽ ٻارهن سالن وارن ٻارن کي به پسند ڪندو هو. اڄ ايڏو ته هُو جذبات جي رَوءَ ۾ هو، جو هُن چاهيو ٿي، ته هڪدم وٽن وڃي ڪجهه ڳالهائي. هـن سندس جوش ڀريل گلابي چهرن ڏي نهاريو ۽ ڏٺائين، ته سيني ڇوڪرن کي هٿن ۾ پٿر آهن. کڏ جي هينان ٽيهن قدمن جي پنڌ تي، لوڙهي جي

پرسان هڪ ٻيو ڇوڪرو بيٺو هو. ڪيس پڻ چمڙي جي ڪوٽري واڱڻ سان ڳچيءَ ۾ پيل هئي. هُو ڏهن ورهين جو ٿـي ڏنو. ڏسڻ جهڙو. سندس اکيون ڪاريون ۽ چمڪندڙ هيون. هُو وڏي خيال ۽ انتظار سان اُنهن ڇهن اسڪول جي هم جماعت ڇوڪرن کي نهاري رهيو هو. جن سان گڏ هو اسڪول کان ٻاهر نڪتو هو. پر اُنهن سان سندس ڪو نزاع هو.

اليوشا، اُنهن ڇوڪرن ڏي ويو ۽ اُنهن مان هڪ سان ڳالهائڻ گهريائين. جو موچارو ٿي ڏنو. سندس چهرو گلابي، وار گهنڊيدار هئا ۽ ڪيس هڪ ڪاري جئڪيٽ پهريل هئي.

"جڏهن مان اوهان وانگر چمڙي جي ڪوٽري، واڱڻ سان ڪٽندو هوس. تـه اُن کي پنهنجي کٻي پاسي کان پائيندو هوس. جيئن منهنجو سڄو هٿ آزاد هجي. پر اوهان کي سڄي پاسي کان آهن. جي، چڱا نـه ٿا لڳن ۽ اوهان جا هٿ بـه بند ٿي ويا آهن."

اليوشا وٽ هن عملي راءِ ڏيڻ لاءِ، شروع ۾ ٿي ڪو فن يا اڳ جي سوچ ڪانـه هئي. هيءُ فن فقط وڏيءَ عمر وارن وٽ ٿئي ٿو. جي هڪدم ٻار کي پنهنجي راز داراڻي لاڳاپي ۾ وٺي سگهن ٿا. ڇوڪرن جـي هڪ جماعت کي پنهنجي رازداريءَ ۾ وٺڻ لاءِ، اُجا بـه وڏيڪ فن جي ضرورت پوي ٿي. اهڙي ماڻهوءَ کي ڏنڏي واري وانگر اهڙو رستو اختيار ڪرڻ گهرجي، جيئن هُـو اُنهن سان برابريءَ ۾ هڪجهڙو بيهي سگهي. اليوشا هن حقيقت کي فطري قابليت سان سمجهي ورتو هو.

"پـر هيءُ ڪاٻڙو آهي!" هـڪ خوبـرو ۽ تندرسـت يـارهن ورهيـن جـي ڇوڪـري ڳنڀيرائيءَ سان چيو. ٻيا اليوشا کي عجب مان نهارڻ لڳا.

ايتري ۾ هڪ پٿر زور سان اَچي لڳو. جنهن کي فقط انهيءَ ڪاٻڙ ٻارئي ڏنو. اهو پٿر. ڪڏ تي بيٺل ڇوڪري، اُڇليو هو.

سيني ڇوڪرن گڏجي، رڙيون ڪري چيو تـه. "سميوروف. تون بـه اهو پٿر زور سان موٽائي هڻينس." پر ڪاٻڙي ڇوڪري سميوروف کي چوڻ جي ڪابـه ضرورت نـه هئي. هن پاڻ ئي هڪدم بدلو وٺڻ گهريو. ڪڏ وٽ بيٺل ٻي طرف واري ڇوڪري، جو ڪيس صاف ٿي نظر آيو. سندس چوڏاري پٿرن جو ڍير رکيل هو. هن ٻيو پٿر بـه اُتان ڪٿي اُن ٽولي ڏي اُڇلايو. هن ڀيري اِهو پٿر سنئون سڌو اليوشا کي ڪلهي ۾ اچي لڳو ۽ ڪيس سور ٿيڻ لڳو.

"هن تـه تنهنجي صحيح شست ورتي آهي. هن توکي ڏڪ هڻڻ گهريو ٿي. تون ڪرامازوف آهين ڪرامازوف!" ڇوڪرا کلندا بـه رهيا ۽ واڪا بـه ڪندا رهيا. "اَچو تـه سڀئي گڏجي، ڪيس پٿر هڻون." ڇهه پٿر اُن ڇوڪري ڏي تيزيءَ سان وڌيا. هڪڙو وڃي اُن ڇوڪري جي مٿي ۾ لڳو ۽ هُو ڪري پيو. هن هڪدم ٽپو ڏنو ۽ نهايت جوش مان،

تاڙيون وڄائڻ شروع ڪيون. هاڻي ٻنهي ڌرين ٻنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي پٿر هڪ ٻئي تي وسائڻ شروع ڪري ڏنا. هن ٽولي مان ٻه ڪيترن جا ڪيسا پٿرن سان ڀريل هئا.

"توهان ڇا ڪري رهيا آهيو. اوهان کي ڪو ٻه شرم نه ٿو اچي. هوڏانهن هڪ آهي ۽ اوهان ڇهه. ڇا اوهان، هن جو خون ڪندا؟" اليوشا زوردار آواز ۾ چيو.

هو اڳتي ڊوڙي پيو ۽ اڏرندڙ پٿرن ۾ وڃي پيو. جيئن اُن اڪيلي ڇوڪري جو بچاءُ ڪري سگهي. ٽن ڇئين ڇوڪرن ٿوري وقت لاءِ پٿر اُڇلائڻ بند ڪيا. هڪ ڇوڪري، جنهن کي ڳاڙهي رنگ جي قميص پهريل هئي، ٻاراڻي ڪاوڙ ڀريل آواز ۾ چيو ته، "هن ئي ته اڳرائي ڪئي آهي. هو وحشي آهي. هن ئي ته ڪراسوٽڪن کي ڪالهه ڪلاس ۾ قلم گهڙڻ وارو چاقو هنيو هو. هُن جو رتُ وهي نڪتو هئو. ڪراسوٽڪن ته چپ ڪري ويو پر هن کي ضرور سزا ملڻ کپي."

"پر آخر هن جهيڙي جو سبب ڇا آهي، اوهان هن کي ڇيڙائيندا هوندا."

"اِجهو، هُن وري تنهنجي پٺ تي پٿر اُڇلايو آهي. هُو توکي سڃاڻي ٿو." ٻارن واڪو ڪري چيو. "هُو هاڻي توڏي پٿر اُڇلائي رَهيو آهي، نه اسان ڏي. اچو ته سڀئي وري هن کي پٿر هڻڻ شروع ڪريون. سميوروف متان گسين!" هڪ ڀيرو وري پٿر بازي شروع ٿي وئي. اڳي کان ٻه خطرناڪ. ڪڏ وٺ بيٺل ڇوڪري کي، هڪ پٿر وڃي سيني تي لڳو. هن ڪان دانهن نڪري وئي ۽ هُو رئندو ۽ ڊوڙندو، ميخائيلوسڪايا جي گهٽي ڏي ويو. هنن رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون.

"هو، ڀڳو، هُو ڀڳو، بزدل جو پٽ!"

هڪ ڇوڪرو، جو سيني ۾ وڏو ٿي نظر آيو. ۽ جنهن جون اکيون تيز هيون ۽ جڻڪيٺ پيل هوس، چوڻ لڳو ته. "توکي خبر نه آهي ڪرامازوف، هيءُ وحشي آهي. هن کي مارڻ ئي ڇڳو آهي."

"پر هُن ڪهڙو غلط ڪم ڪيو آهي؟" اليوشا پڇيو. "ڇا هُو گِلا خور آهي؟"

ڇوڪرن، هِن ڏانهن اهڙيءَ ريت نهاريو، ڄڻ ته هو ساٽس چرچا ڪري رهيا آهن.

"توهان ميخائيلوسڪايا ڏانهن ٿا وڃو؟" ساڳي ڇوڪري ڪيس چيو. "هن کي وڃي جهليو .... ڏسو، هُو وري بيهي رهيو آهي. هُو ترسي. اوهان ڏي نهاري رهيو آهي."

ٻار پاڻ ۾ اِهو دهرائيندا رَهيا، "هُو توهان ڏي ٿو نهاري، توهان ڏي!"

"توهان، هن ڪان پڇجو، ته هُو ڇـُـڙيل وارن جي جهنڊ کي ڇڪڻ پسند ڪري ٿو. ٻُڌو ٿا. اِهو هن ڪان ضرور پڇجو."

هُو سڀئي ٽهڪ ڏيڻ لڳا. اليوشا ڪين ڏسڻ لڳو ۽ هُو اليوشا کي.

هن جي پرسان نه وڃجو. هُو اوهان کي ايذاءُ پهچائيندو. سميوروف ڪيس

تاڪيد ڪندي چيو.

"مان ڪانئس وارن جي ڇڪڻ بابت ڪجهہ نہ پڇندس. مان سمجهان ٿو، تہ اوهان کيس ايئن ڇئي ڇيڙائيندا آهيو. پر مان هيءُ ڪانئس ضرور پڇندس، تہ اوهان هن کي نفرت سان ڇو ٿا ڏسو؟"

"هان ضرور پڇجو." سيئي ڇوڪرا کلڻ لڳا.

اليوشا، پُل کي پار ڪيو، لوڙهي جو پاسو ڏئي، ٽڪريءَ ڪان مٿي چڙهي، سڌو اُن ڇوڪري ڏي هلڻ لڳو.

"چڱو آهي، تہ تون پاڻ کي سنڀال." ڇوڪرن کيس پوئتان سڏ ڪري چيو. "هو توکان ڪونہ ڊڄندو. هو نهايت چالاڪيءَ سان، ڪراسوٽڪن وانگر بي خبريءَ ۾ توکي بہ چاقو هڻي ڪڍندو."

ڇوڪرو بنا ڪنهن ڇُرڻ پرڻ جي، سندس انتظار ۾ هو. اليوشا جڏهن سندس ويجهو ويو، تہ ڏٺائين، تہ هُو نون سالن جو ٿي نظر آيو. قد جو بندرو ۽ جسم جو لاغر ٿي ڏٺو. سندس چهرو ڊگهو هو ۽ اکيون وڏيون ۽ ڪاريون هئس، جن سان هُن، کيس غور سان ٿي ڏٺو. کيس هڪ پراڻو ۽ ڦاٽل ڪوٽ پهريل هو، جو سندس قد ڪان لُنديو هو. ڪوٽ جون ٻانهون ويڙهيل هئس، جنهن ڪري سندس ٻانهون، نمايان طور اگهاڙيون ٿي نظر آيون. سندس پتلون تي گوڏي وٽ، هڪ وڏي چتي لڳل هئي. سندس سَڄي بوٽ ۾ هڪ وڏو سوراخ ٿي نظر آيو، جنهن جي مٿان خبرداريءَ سان مس هاريل ٿي نظر آئي. سندس ڪوٽ جا ٻئي کيسا پٿرن سان پريل ٿي نظر آيا. اليوشا بہ قدم، اُن ڪان پري وڃي بيٺو. کيس ڇتائي ڏسڻ لڳو. ڇوڪري اليوشا جي نگاهن مان سمجهي ورتو، تہ هن کي مٿس حملي ڪرڻ جو ڪو بہ ارادو ڪونہ آهي، اُنڪري کيس تسلي ٿي وئي ۽ پاڻ ڳالهائڻ جي ابتدا ڪيائين:

"مان اَڪيلو آهيان ۽ هُو ڇهہ.مان اَڪيلو، هنن سيني کي ماريندس." اوچتو سندس اکيون چمڪڻ لڳيون.

"مان خيال ڪريان ٿو، تہ هڪ پٿر توکي ڏاڍو زوردار لڳو هو."

پر ڇوڪري رڙ ڪري چيو تہ، "مان بہ سميوروف کي مٿي وارو ڏڪ هنيو هو."

"هنن چيو پئي، تہ توُن مون کي سڃاڻين ٿو. ڇاڪاڻ تہ تو ڪنهن مقصد سان مون ڏي پٿر ٿي اُڇلايا."

اليوشا کيس چيو.

ڇوڪري کيس نااُميدي مان ڏٺو.

پر اليوشا ڳالهائيندو رهيو "مان تہ توکي ڪونہ ٿو سڃاڻان، ڇا توُن مون کي

سجاڻين ٿو؟"

ڇوڪري اوچتو ڪاوڙ مان رڙ ڪري چيو تہ، "مون وٽان هليا وڃو." هُن جيتوڻيڪ سمجهيو ٿي، تہ هن جو نتيجو ڪو چڱو نہ نڪرندو پر هُو پنهنجي جاءِ ڪان چريو پريو ڪونہ. سندس اکين ۾ شرارت ٿي چمڪي.

"چڱو مان وڃان ٿو." اليوشا ڪيس چيو. "مان توکي ڪونہ سڃاڻان. اُنڪري توکي نہ چيڙائيندس. هنن مون کي ٻڌايو هو، تہ هُو توکي ڪيئن چيڙائيندا آهن پر مان توکي چيڙائڻ نہ ٿو گهران. خدا حافظ."

ڇوڪري. اليوشا کي غصي مان تي ڏنو ۽ سندس نگاهون اُن جو پيڇو ڪرڻ لڳيون. واکو ڪري چيائين، "ريشمي پتلون وارا راهب." ايئن چئي هُو بچاءَ جي لاءِ سنبري بيٺو. هن کي پَڪ هئي، تہ هاڻي اليوشا مٿس ضرور حملو ڪندو. پر اليوشا ڦريو، هن ڏي نهاريائين ۽ هلڻ لڳو. هُو اَجا ٽي قدم مس ويو هو، تہ ڇوڪري پنهنجي کيسي مان وڏي ۾ وڏو پٿر ڪڍيو ۽ سندس پٺي ۾ زور سان هنيو.

"نهيو، تون ماٺهن تي پٺ ڪان حملوڪندو آهين.هنن سچ ٿي چيو، تہ تون مڪاريءَ سان ڏڪ هڻندو آهي." ايئن چئي اليوشا ڦريو ۽ اڳتي وڌيو. هن پيري ڇوڪري نهايت وحشياڻي انداز ۾، سنئون سڌو، اليوشا جي منهن ۾ پٿر اُڇلايو. اليوشا هن پيري خبردار هو، اُن ڪري پٿر سندس منهن ۾ تہ نہ لڳو، پر سندس نونٽ ۾ وڃي لڳو.

"توکي شرم نہ ٿو اَچي، مان توکي ڪهڙو نقصان پهچايو آهي؟"

ڇوڪرو بچاءَ جي لاءِ خاموش بيٺو رهيو. کيس پَڪ هئي، تہ هاڻي اليوشا ضرور حملو ڪندو، پر جڏهن هن ڏٺو، تہ هاڻي بہ ڪجھ نہ ٿيو، تڏهن ننڍڙي وحشي جانور وانگر جوش ۾ پرچي ويو. هن پاڻ اليوشا تي حملو ڪري ڏنو. انهيءَ ڪان اڳي جو اليوشا چُري، نفرت سان پريل ڇوڪري پنهنجي ٻنهي هٿن ۾، هن جي کٻي هٿ کان ورتو ۽ سندس وچين آڱر ۾ چَڪُ پاتو. سندس ڏند اُن ۾ کٿڙي ويا ۽ ڏهہ سيڪنڊ، اُن کي جهلي بيٺو. سور کان اليوشا جي دانهن نڪري وئي ۽ هن زور سان پنهنجي آڱر ڇڏائي، ڇوڪري کيس ڇڏيو ۽ پنهنجي اصلوڪي جاءِ ڏي هٽي آيو. اليوشا جي آڱر ۾ چَڪُ سندس هڏي تائين وڃي پهتو هو ۽ ذري گهٽ ننهن ٻڇي ويو هو. اُن مان رت ٽمي رَهيو هئو. اليوشا پنهنجي رومال کي ڪڍيو ۽ اُن کي آڱر جي چوڌاري ويڙهي ڇڏيائين. هُو برابر هڪ منٽ اُن کي ٻُڌندو رهيو. ڇوڪرو سڄو وقت ترسيو بيٺو هو. اليوشا پنهنجي پيار پريل اکين کي مٿي کنيو ۽ کيس ڏٺائين.

"چڱو ڪئي، پٽ!" هن چيس، "ڏسين ٿو، تو مون کي ڪيڏو نہ بي رحمي سان چَڪُ

پاتو آهي. هيءُ بس آهي، ڪيئن؟ هاڻي مون کي بُڏاءِ ته مان توکي ڇا ڪيو آهي؟"

ڇوڪري عجب مان ڪيس، ڇرڪ ڀري ڏنو.

اليوشا ڪيس ساڳي دلسوزيءَ سان چيو ته، "مان سمجهان ٿو، ته مان توکي ڪو نقصان پهچايو آهي. ڪجهه نه هئڻ جي حالت ۾ تون مون کي، جيڪر هيئن ڇو ايذاءِ پهچائين ها!؟ مون کي ٻڌاءِ ته مان توکي ڇا ڪيو آهي؟ ضرور مان کو غلط ڪم ڪيو آهي. ٻُڌاءِ، ٻُڌاءِ."

جواب ڏيڻ جي بجاءِ، ڇوڪرو روئڻ لڳو ۽ سُڏڪن ۾ پئجي، ڀڄي ويو. اليوشا، هن جي پويان آهستي آهستي ميخائيلووسڪايا جي گهٽيءَ تائين ويو. هو گهٽيءَ ۾ ڀري تائين ڇوڪري کي ڏسندو رهيو، جو ڇڳي پنڌ تي زور سان ڊوڙندو تي ويو. هُو اَجا به روئندو تي ويو. هُن پختو ارادو ڪيو، ته جيئن ڪيس وقت مليو، هُو هن راز تائين پهچندو. هاڻي، ته ڪيس ڪو وقت ئي نه هو.

باب چوٿون

# هائلڪوف وٽ

اليوشا جلدئي بيگم هائلڪوف جي گهر پهچي ويو، جو سهڻي پٿر جو نهيل هو ۽ ٻه ماڙ هو. هيءَ عمارت پنهنجي آڏاوت جي باعث، اسان جي شهر ۾ عمدي سمجهي ويندي آهي. جيتوڻيڪ بيگم هائلڪوف پنهنجو گهڻو وقت ٻي ڪنهن پرڳڻي ۾، جتي سندس زمينون آهن يا ماسڪو ۾ گذاريندي آهي، جتي ٻه ڪيس پنهنجو گهر آهي، اُن هوندي ٻه ڪيس اسان جي شهر ۾ گهر آهي، جو ڪيس پنهنجي وڏن کان ورثي ۾ مليو آهي. سندس ملڪيت اسان جي ضلعي ۾، تنهي ملڪيتن کان گهٽي آهي پر اُن هوندي ٻه هن دفعي کان اڳ، هت تمام ٿورو رهندي آهي. هُو اليوشا کي ڏسي، ڊوڙي هال ۾ آئي ۽ جلد اتي ۽ بي صبريءَ مان ڪيس چيائين:

”نئين ڪرامت بابت توکي منهنجو خط مليو آهي؟“

”هائو!“

”تو اُهو سڀ ڪنهن کي ٻُڌايو آهي. هن ماءُ کي پُٽ موٽائي ڏنو آهي.“

”هو اڄ مرڻ وارو آهي،“ اليوشا چيو.

”مان ٻه ٻُڌو آهي. او، مان ڪيترو وقت، هن ڳالهه بابت توسان يا ڪنهن ٻئي سان ڳالهائڻ گهران ٿي، نہ، نہ توسان، توسان. ڪيتري قدر مون کي ڏک ٿو ٿئي، جا مان هُن کي ٿي ڏسان. سڄي شهر ۾ مايوسي آهي ۽ سڄو ڪاروبار بند ٿي ويو آهي. پر توکي خبر آهي - ڪيٽرينا ايونونا، هينئر هتي آهي؟“

”هي ڏاڍو چڱو ٿيو،“ اليوشا چيو، ”مان ساڻس هينئر ئي ملندس. هن مون کي ڪالهہ چيو هو، تہ مان اڄ وٽس وڃي ضرور ملان.“

”مان ڄاڻان ٿي، مون کي سڄي حال جي خبر آهي، مان سڀ ڪجهہ ٻُڌو آهي، تہ ڪالهہ ڇا ٿي گذريو هو، مان اُن حيثيت جي ظالماڻي روش کي ڄاڻان ٿي. هي هڪ وڏو الميو آهي. جيڪڏهن مان اُن جي جاءِ تي هجان ها، تہ آلائي ڇا ٿي پوي ها؟ اوهان پنهنجي پاءُ دمتري فيودوروِوچ لاءِ، ڪهڙو تا خيال ڪريو؟ خدايا! اليڪسي فيودوروِوچ، مان پنهنجي حيرت کان، اهو توکي ٻڌائڻ وساري ويٺي آهيان، تہ تنهنجو پاءُ ٻہ اُن سان گڏ آهي. تنهنجو ظالم پاءُ نہ، جو ڪالهہ هن ايذاءَ جو سبب بڻيو هو، پر ٻيو پاءُ ايون فيودوروِوچ. هُو هُن سان ويٺو ڳالهائي. هُو پاڻ ۾ ڪنهن نازڪ مسئلي تي ضرور گفتگو ڪري رهيا آهن. اُنهن جي وچ ۾، جو ڪجهہ هاڻي وَهي واپري رهيو آهي، اُن بابت جيڪڏهن تون فقط تصور ڪرين، تہ نهايت خطرناڪ

آهي. دل آزاري آهي. جيڪڏهن تون باور ڪرين، ته اهي ڪنهن خوف ڏياريندڙ، حيرتناڪ ڳالهه وانگي ٿي لڳي. هُو بنا ڪنهن سبب جي، جنهن کي ڪو ڏسي ئي نه ٿو سگهي، پنهنجي زندگين کي برباد ڪري رهيا آهن. جيتوڻيڪ کين هن بربادي جي خبر به آهي، پر اُن کي اختيار ڪرڻ مان کين مزو ٿو اَچي. مان تنهنجي انتظار ۾ هيس! مان ڇڻ ته تنهنجي لاءِ اُڃايل هيس. مان هنن حالتن کي سَهي نه ٿي سگهان. مان توکي هاڻي ئي سڀ ڪجهه ٻُڌائيندس، پر هاڻي مان ڪنهن ٻي ڳالهه لاءِ ڳالهايان ٿي، جا نهايت ضروري ڳالهه آهي. مان اُن شيءِ کي وساري ڇڏيو آهي، جا نهايت ضروري آهي. مون کي ٻڌاءِ ته لزيءَ جي مٿان، جذبات جي شدت ايڏي ڇو آهي؟ جيئن جو هُن ٻُڌو ته تون هتي آيو آهين، هُو جذبات جي شدت ڪان مغلوب ٿي وئي آهي."

"اَما، هاڻي ته تون جذبات جي شدت ۾ ونجي وئي آهين نه." لزيءَ جو ملاحت ڀريو آواز ٻي پاسي ڪان در جي ڇير مان ٻڌڻ ۾ آيو. سندس آواز ايئن ٻڌڻ ۾ آيو، ڇڻ ته هُن کلڻ تي گهريو پر اُن کي ضابطي ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهي آهي. اليوشا جي نگاهه هڪدم دروازي جي ڇير ڏانهن کڄي وئي. اِنهيءَ ۾ ڪوشڪ نه آهي ته لزيءَ ڇير مان ليٽا تي پاتا، پر اليوشا کي نظر نه آئي.

"لزي، هن ۾ ڪو به عجب نه آهي ته وهمي حالت، مون کي به جذبات جي شدت ۾ گرفتار ڪري ڇڏي. اليڪسي فيودوروچ، هيءَ بيمار آهي. ايڏي ته بيمار آهي، جو سڄي رات بخار هوس ۽ دانهون ڪندي رَهي آهي! مان ته صبح تائين به ترسي نه ٿي سگهيس، ته هر زينسٽيوب اَچي، هُو هميشه چوندو آهي، ته "مان ڪجهه نه ٿو ڪري سگهان ۽ مون کي ترسڻ گهرجي." هر زينسٽيوب هميشه اَچي، ايئن ئي چوندو آهي. جيئن ئي تون گهر ۾ گهڙين، ته هُن رڙ ڪئي. هُو شدت جذبات ڪان مغلوب ٿي وئي ۽ هُن مجبور ڪيو ته هن ڪونيءَ ۾، کيس گاڏيءَ ۾ ڪٽي آڻجي."

"اَما، مون کي هن جي اَچڻ جي ڪابه خبر نه هئي، مان هن جي ڪري اوهان کي ڪونه ٿي ڇيو، ته مون کي گاڏيءَ ۾ ڪٽي هتي پهچايو."

"تون سچ نه ٿي ڳالهائين لزي! يوليا توکي ڊُڪي ٻڌايو هو، ته اليڪسي فيودوروچ اَچي ٿو، هُن ته تنهنجي لاءِ ٻاهر جي خبر ٿي رکي."

"منهنجي عزيز ماءُ! اها تون عقل جي ڳالهه نه ٿي ڪرين، پر جيڪڏهن تون سياڻپ جي ڪنهن ڳالهه کي ٻڌائڻ به گهرين ٿي، ته چڱو ايئن آهي ته تون پنهنجي عزت واري ملاقاتي کي اها ڳالهه ٻڌاءِ، ته هو اسان کي پنهنجي جوکم ڀري سمجهه واري حقيقت ٻُڌائي، جا ڪالهه تي گذري هئي، جنهن کيس سيني اڳيان کلڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو آهي.

”لزي، تنھنجي گستاخي، حد ٽپي وئي! مان ظاھر ٿي ڪريان، تہ مان توتي ھاڻي سخت ٿينديس. ھن تي ڪير ٿي کليو؟ مون کي تہ خوشي ٿي آھي، جو ھيءُ آيو آھي. مون کي ھن جي ضرورت ھئي، مان ھن کان سواءِ، ڪجھ نہ ٿي ڪري سگھان. او، اليڪسي فيودوررووچ مان حد کان وڌيڪ بدنصيب آھيان!“

”پر، پياري ماءُ، توکي ڇا ٿي ويو آھي؟“

”اڙي لزي! تنھنجي ھيءَ وَھمي حالت، بي قراري، بيماري، خوفائتي بخار جي رات، خوفائتو ھردم حاضر ھرزينسٽيوب، ھردم حاضر، ھردم حاضر، نھايت بڇڙيون شيون آھن. سڀ کا شيءِ، حقيقت ۾، توڙي جو اھا ڪرامت .... پيارا اليڪسي فيودوررووچ، اِنھيءَ ڪرامت، ڪيڏو نہ مون کي پريشان ڪري ۽ لوڏي ڇڏيو آھي. اُن انتظارگاھہ ۾ جو الميو ٿي گذريو آھي، اُھو برداشت ڪرڻ کان مٿي آھي. مان توکي آگاھہ ٿي ڪريان، تہ اھو سيڪجھ سَھي نہ ٿي سگھان. حقيقت ۾ اھا ڏک جي ڳالھہ نہ آھي، پر ڪـل جي ڳالھہ آھي. بذاءِ تہ مربي زوسيما، سياڻي تائين جيئرو رَھي سگھندو.... او خدايا! مون کي ڇا ٿي رھيو آھي؟ ھر منٽ ۾ جڏھن مان پنھنجون اکيون بند ٿي ڪريان، تہ مون کي سڀ اونداھي ٿي نظر اَچي.

اوچتو اليوشا ھن گفتگوءَ جي وچ ۾ ٽپي پيو ۽ چيائين تہ، ”مان بيحد شڪر گذار ٿيندس، جي اوھان مون کي ڪو صاف اڳڙيءَ جو ٽڪر ڏيندا. مان اُن کي آڱري جي مٿان ٻـڌندس، جا بُـريءَ طرح سان زخمي ٿي پئي آھي ۽ ڏاڍو سور اَٿس.“

اليوشا اُن چَـڪَ پاتل آڱر کي کوليو. سڄو رومال رَت سان پرجي ويو ھو. بيگم ھائلڪوف رڙ ڪري پنھنجون اکيون ٻوٽي ڇڏيون.

”خدايا! ڪيڏو نہ خطرناڪ زخم آھي!“

پر جيئن ئي لزي، چير مان، اليوشا جي آڱر کي ڏٺو، ھُن دروازي کي کولي ڇڏيو.

”ھيڏي اَچ، ھيڏي اَچ!“ ھُـن بيتابيءَ مان رڙ ڪري چيو. ھاڻي ڪابہ بيوقوفي نہ ٿيندي. خدايا! ڇو؟ تون اِتي بيھي، سموري وقت ۾ ڪجھ بہ ٻڌايو ئي نہ آھي. اَما، ٿي سگھي ٿو تہ ھيءُ رت وھائي مَـري وڃي ھا. توکي اِھو زخم ڪيئن لڳو آھي. توکي پھريائين ھيءُ زخم ڌوئڻ کپي. ھن کي ٿڌي پاڻيءَ ۾ ڪجھ وقت جھَـل، تہ سور گھٽجي وڃي..... اما ڪنھن اونھي ٿانوَ ۾ جلدي پاڻي ڏئي. پر جلدي ڏئي.“ ھن جذبات جي شدت ۾ اَچي چيو. ھوءَ اليوشا جي زخم کي ڏسي، ڊڄي وئي ھئي.

بيگم ھائلڪوف واڪو ڪري چيو:

”ڇا اسان کي ھرزينسٽيوب ڏي ماڻھو نہ موڪلڻ گھرجي؟“

”اَما، تون منھنجي موت جي ڪَـد آھين. تنھنجو ھرزينسٽيوب، اَچڻ سان

چوندو، تہ هُو ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهي. پاڻي!پاڻي! هن جي پلاٽيءَ لاءِ توکي پاڻ وڃڻ گهرجي. يوليا، جلدي ٿيءُ، هيءَ وري اهڙي سست آهي، جو ڪڏهن بہ تڪڙ نہ ڪندي! جلدي ٿيءُ اَما، نہ تہ مان مري ويندس!

لزيءَ جي دانهن کي ٻڌي ڊڄندي اليوشا چوڻ لڳو تہ، "چو، هيءَ تہ ڪا خاص ڳالهہ نہ آهي؟"

يوليا، پاڻي کڻي ڊوڙندي آئي. اليوشا، آڱر اُن ۾ وڌي.

"اما ڪا پٽي؟ ڇا توکي رحم نہ ٿو اچي؟ هان ڪا پٽي ڏئي ۽ هُو تيزاب وارو لوشن بہ، جو زخمن جي لاءِ مفيد آهي. اُن کي ڇا سڏبو آهي؟ اسان وٽ اُن جو ڪجهہ ذرو آهي. اَما توکي چڱيءَ طرح خبر آهي، تہ اُهو ڪٿي رکيو آهي؟ اِهو تنهنجي سمهڻ واري ڪوٺيءَ ۾ ساڄي هٿ واري ڪٻٽ ۾ رکيو آهي. اُتي اُها وڏي شيشي بہ رکي آهي ۽ پٽيون بہ."

"لزي، مان هڪ منٽ ۾ سڀ ڪجهہ کڻي ٿي اچان. فقط تون رڙيون نہ ڪر ۽ تماشو نہ بڻاءِ. ڏسين نہ ٿي تہ اليڪسي فيودوروچ، ڪيئن نہ بهادريءَ سان هن سور کي سهي ٿو. پر توکي هيءُ خطرناڪ زخم لڳو ڪٿان؟

ميڊم هائلڪوف، تڪڙي تڪڙي نڪري وئي. اِهائي ڳالهہ هئي، جنهن کي لزي چاهيو ٿي.

"پهريائين، مون کي اهو جواب ڏئي تہ هيءُ زخم توکي ڪٿان لڳو آهي؟ هن جلديءَ مان اليوشا کان پڇيو، "اُن کان پوءِ مان ڪنهن ٻي ڳالهہ بابت توسان ڳالهائيندس. چڱو؟"

اُن وقت اليوشا بہ سمجهيو، تہ سندس ماءُ جي غير حاضريءَ جو وقت نهايت ٿورو آهي، تنهنڪري جلدي مان، اسڪول جي ڇوڪرن سان پنهنجي ڳجهارت جهڙي ملاقات جو ذڪر ڪرڻ شروع ڪيو. هُن نهايت مختصر لفظن ۾ اُن کي بيان ڪيو. لزي سندس ڪهاڻي ٻُڌي هٿ مهٽڻ لڳي.

"پر تو، ڪيئن هن لباس ۾ اسڪول جي ڇوڪرن سان ملاقات ڪرڻ گهري؟" هُن اهي لفظ ڪاوڙ مان چيا، چڻ تہ ڪيس حق هو، تہ هوءَ مٿس ضابطو رکي. تو جيڪڏهن ايئن ڪيو آهي، تہ تون پاڻ ٻار آهين! پر تون منهنجي ڪري ٿي. اُن خطرناڪ ٻار کي ڳولي هٿ ڪر ۽ مون کي ٻڌاءِ تہ هُو ڪير هو؟ ڇاڪاڻ تہ هن جي پويان ڪو راز آهي. هاڻي ٻي شيءِ. پر پهريائين منهنجو سوال ٻُڌ. توکي ايڏو، تہ سور نہ آهي، جو معمولي ڳالهيون تہ نہ ڪري سگهين پر ضروري بہ؟"

"بيشڪ نہ. هاڻي تہ مون کي ايترو سور آهي بہ نہ."

اِهو، اِنهيءَ ڪري آهي، جو تنهنجي آگر پاڻيءَ ۾ آهي. جيڪڏهن اِها توري گرم ٿي تہ وري سندس ساڳي حالت ٿي ويندي. يوليا توري برف، تهخاني مان ڪٿي اچ ۽ پاڻيءَ جو ٻيو ٿانءُ بہ آڻ. هوءَ وئي، هاڻي مان توسان ڳالهائي سگهنديس. پيارا فيودورووچ اليڪسي، ڪالهہ جو مون خط توڏئي موڪليو هو، اُهو مون کي موٽائي ڏئي. جلدي ٿي، اَما منٽ ۾ جاڻ آئي، تہ مان نہ ٿي چاهيان تہ اُن ۾ دير پوي ...."

"مون وٽ هتي تہ خط ڪونہ آهي."

"تون سچ نہ ٿو ڳالهايائين. تو وٽ آهي. مون کي خبر آهي تہ تون ايئن چوندين. اِهو جو تنهنجي کيسي ۾ موجود آهي!؟ مان اِنهيءَ مذاق تي سڄي رات ڏک ڪندي رهيس. مون کي هڪدم اِهو خط موٽائي ڏئي."

"مان اُن کي گهر ۾ ڇڏي آيو آهيان."

"پر مان توسان، جيڪو بيوقوفيءَ جو مذاق ڪيو آهي، تون اُن کي هڪ ٻار جو يا ننڍيءَ ڇوڪريءَ جو مذاق تہ نہ سمجهندو هوندين؟ مان توکان پنهنجي بيوقوفيءَ جي معافي ٿي گهران. جيڪڏهن تو وٽ اِهو خط هاڻي موجود نہ آهي، تہ ضرور ڪٿي اَڄ. اڄ ئي، ضرور، ضرور."

"اڄ! شايد ٿي نہ سگهي؟ ڇاڪاڻ تہ مان هاڻي سڌو خانقاهہ ڏي هليو ويندس ۽ ٻن ٽن ڏينهن تائين توکي ڏسي نہ سگهان - اَجا بہ، چار پنج ڏينهن لڳي وڃن - ڇاڪاڻ تہ مربي زوسيما ....."

"چار ڏينهن، ڪيڏي نہ بيوقوفي! ڏيان ڏيئي ٻُڌ. تون مون تي ڏاڍو کلندو هوندين؟"

"مان ڪونہ کليو آهيان."

"ڇو؟"

"ڇاڪاڻ تہ تو جو ڪجهہ چيو آهي، اُن تي مون کي يقين آهي."

"تون منهنجي بي عزتي ٿو ڪرين!"

"ڪڏهن نہ. ڇو تہ جڏهن مون پڙهيو تہ مون خيال ڪيو تہ سڀ ڪجهہ ايئن ئي ٿيندو. ڇو تہ جيئن ئي مربي زوسيما گذاري ويندو، مان خانقاهہ ڇڏي ڏيندس. اُن کان پوءِ مان وڃي پنهنجي تعليم مڪمل ڪندس. تون جڏهن قانوني عمر کي پهچندين، تہ مان توسان شادي ڪندس. مان توکي پيار ڪريان ٿو. جيتوڻيڪ مان اُن بابت ڪو خيال، تہ نہ ڪيو آهي، پر اُن هوندي بہ سمجهان ٿو، تہ توکان بهتر ٻي زال مون کي ملي نہ سگهندي. مربي زوسيما بہ مون کي شادي ڪرڻ لاءِ چيو آهي."

"پر منهنجون ٽنگون تہ بيڪار آهن. مون کي ڦيٿن واري ڪرسيءَ ۾ گهمايو ٿو

وجي." لزي ڪلڻ لڳي ۽ سندس چهري جو رنگ سرخ ۽ گلابي ٿي ويو.

"مان توکي پاڻ سان گاڏيءَ ۾ گهمائيندس. پر مون کي يقين آهي، تہ تون ايستائين تندرست ٿي ويندين." لزي سندس شديد جذبات کان متاثر ٿي ڪيس چيو تہ.

"پر تون پاڳل آهين. تون مون سان بيوقوفيءَ جهڙو مذاق ڪري رهيو آهين. هُوءَ اَما! ڪاوڙ ۾ ٿي ڏسجي. اما تون هميشه سست آهين. ڪيترو وقت اِيئن رهندين. اِجهو يوليا بہ برف کڻي آئي."

"اَڙي لزي! چيٽون نہ ڪر. بيءَ ڳالهہ کي ڇڏ. چيٽون نہ ڪر. اِهي چيٽون مون کي تنگ ٿيون ڪن. جڏهن تہ پنهنجي بي هنڌ رکيون هيون تہ مان ڇا ٿي ڪري سگهيس؟ مان تہ ڳولهيندي رهيس. مان سمجهان ٿي تہ هيءُ ڪم تو، ڪنهن مقصد سان ڪيو آهي."

"پر مان هن کي اِيئن تہ ڪونہ چيو هو تہ پنهنجي آگر وڍائي اَچي. يا مان ڪنهن بي مقصد کي سوچيو هجي. منهنجي ماءُ تون هميشه عجيب نقطہ سنجي ڳالهين کي سوچيندي آهين."

"تون ڀلي مون کي نقطہ سنج سمجهہ. پر مان اِيئن ضرور چونديس تہ تو اليڪسي فيودوروچ جي تڪليف لاءِ چڱو احساس ڏيکاريو آهي. او منهنجا پيارا اليڪسي فيودوروچ، ڪا خاص هڪڙي ڳالهہ تہ نہ آهي، جا مون کي ماري ٿي، نہ وري هر زينسٽيوب. مطلب تہ سڀيئي ڳالهيون گڏجي، مون کي تڪليف ٿيون ڏين. اِهي ئي منهنجي لاءِ آزار جو سبب آهن."

"اَما اهو بس آهي، هر زينسٽيوب جي لاءِ ڪافي آهي." لزي ڏاڍي خوشيءَ مان کلڻ لڳي. اَما پٽي ۽ لوشن جلدي کڻي ڏئي. اليڪسي فيودوروچ، هي فقط گولارڊ جو پاڻي آهي. مون کي هن جو نالو هاڻي ياد اَچي ويو، پر ڏاڍو عمدو لوشن آهي. اَما توکي شايد يقين نہ اَچي، رستي جي هڪ گهٽي ۾، هيءُ ڇوڪرن سان وڙهيو آهي ۽ هڪ ڇوڪر سندس آگر ۾ چَڪُ پاتو آهي. ڪيئن ٿي سمجهين. هيءُ پاڻ بار آهي نہ بار! اِهڙيءَ حالت ۾ هيءُ شادي ڪري سگهي ٿو. هيءُ شايد ڏيکاءَ لاءِ کڻي شادي ڪري. هيءُ چاهي ٿو تہ شادي ڪري اَما! سندس شادي ڪرڻ جو خيال ڪيڏو نہ مذاق ڀڃي ويندو ۽ ڪيڏو نہ خطرناڪ!؟

لزي، اڳي وانگر، اليوشا ڏي وهمي طور تي نهاري، بدتميزيءَ سان کلندي رَهي.

"پر هيءُ ڇو شادي ڪري، لِزي؟ ڪهڙو سبب آهي، جو تون اِهي ڳالهيون ڪري رهي آهين؟ اهڙي تہ ڳالهہ ئي ڪانہ آهي - ڇوڪرو شايد ڇريو هوندو!؟"

"ڇو اَما، اُتي فقط ڇريا ڇوڪرا ئي هئا ڇا؟"

"تي سگهي ٿو لزي. تون سمجهين ٿي، تہ مان شايد بيوقوفيءَ ۾ ڳالهايو آهي! ٿي سگهي ٿو تہ اِنهيءَ ڇوڪري کي، ڪنهن ڇتي ڪُتي ڇَڪ پاتو هجي ۽ هو پاڳل بڻجي ويو هجي ۽ ماڻهن کي ڇَڪَ پائيندو هجي. اليڪسي فيودورووچ، ڪهڙي نہ مزيدار ڳالهہ ٿي پئي آهي! آتائين؟ مان شايد ايئن نہ ڪري سگهان ها! ڇا توکي اَجا سور ٿئي ٿو؟"

"هاڻي ڪو خاص نہ آهي."

"توکي پاڻيءَ کان خوف تہ نہ ٿو ٿئي،" لزي ڪانئس پڇيو.

"لزي، نهيو، اِهو ڪافي آهي. حقيقت ۾ مان، اٽڪل سان، ٻار کي ڇتو بڻائي وئي آهيان. جنهن کي تو هڪدم ڪٽي ڳنڍ ڏني آهي. ڪيٽرينا ايونونا کي بہ هاڻي خبر پئي آهي، تہ هتي آهين. اليڪسي فيودورووچ، هُو، هي ٻُڌي مون ڏي ڊوڙي پئي. هُو تنهنجي ملڻ لاءِ ڇڻ تہ مري پئي!"

"اَما، هن کي ڏاڍو سور آهي، هيءُ اُن ڏي ڪونہ ويندو. تون ٿي ڪٽي وجينس."

اليوشا کيس چيو، "نہ، نہ مان هاڻي پوري ريت خوش آهيان."

"ڇا تون وڃڻ ٿو گهرين. شايد تنهنجو مطلب اِهوئي آهي؟"

"هائو، مان اُن جي ملاقات ڪانپوءِ، هيڏي موٽي ايندس. پوءِ جيڪو وقت ڳالهائڻو هوندو، ڳالهائيندا سين. پر مان چاهيان ٿو، تہ ڪيٽرينا ايونونا سان هڪدم ملاقات ڪريان. ڇاڪاڻ تہ مون کان جيتري قدر جلد ٿي سگهي، خانقاهہ ڏي موٽي وڃان. اُن جو سخت انتظار آٿم."

"اما! هن کي جلد وني وڃ! اليڪسي فيودورووچ وري موٽي اَچڻ جي تڪليف نہ ڪج! توکي سِڌو خانقاهہ ڏي وڃڻ گهرجي. جتي توکي چڱو ڇوٽڪارو ملي ويندو. مون سڄي رات ننڊ نہ ڪئي آهي. اُن ڪري ننڊ ڪرڻ گهران ٿي."

"او لزي، هي تنهنجو سچو پوڳ آهي. منهنجي ڪيڏي نہ خواهش آهي، توکي ننڊ اَچي!" بيگم هائلڪوف واکو ڪري چيو.

"مان نہ ٿو سمجهي سگهان، تہ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي .... مان بہ چار منٽ وڌيڪ جيترو، تنهنجي طبعيت چاهي ترسان ٿو. تورڙي ڪٽي ڇو نہ پنج منٽ لڳي وڃن." اليوشا آهستگيءَ سان چيو.

"چار پنج منٽ! اَما هن کي جلدي وني وڃ! هي راڪاس آهي."

"لزي، تون وهمي آهين. اليڪسي فيودورووچ! اڄ تہ هلون. اڄ هيءَ گهڻي بيوقوف ۽ پاڳل ٿي نظر اَچي. مون کي هيڏي تپي اَچڻ کان خوف ٿيندو آهي! هڪ اعصابي بيماري واري ڇوڪريءَ کي سنڀالڻ ڪيڏو نہ مشڪل ڪم آهي! تنهنجي ڏسڻ کان پوءِ، هوءَ شايد ننڊ ڪري سگهي. تو ڪيڏو نہ جلديءَ ۾ هن کي ننڊاڪڙو بڻائي

ڇڏيو ۽ اِها ڪيڏي نه خوش نصيبي آهي.“

”اڙي اما! تون ڪيڏو نه منڙو ٿي ڳالهائين. اِنهيءَ قرب لاءِ توکي چمڻ گهرجي.“

”لزي، مان به توکي چمڻ گهران ٿي. اليڪسي فيودوررووچ، ڏيان ڏئي ٻُڌ. بيگم هائلڪوف تڪڙي پڻ پڻ سان، رازداراڻو ۽ ضروري ڳالهائڻ شروع ڪيو. مان ڪوبه مشورو ڏيئي نه ٿي سگهان. مان نه ٿي چاهيان. تہ راز تان پردو کڻان. جو ڪجهه اُتي وَهي واپري ٿو، اُن کي تون اُتي پاڻ ڏسندين. جو ڪجهه اُتي ٿي رهيو آهي، سو ڏيڇاريندڙ آهي. اِهو نهايت بي ڍنگو ناٽڪ آهي. هوءَ تنهنجي ڀاءُ ايون کي پيار ڪري ٿي، پر سندس ٻاهريون ڏيکاءُ هيءَ آهي، ته هُوءَ دمتري کي چاهي ٿي. اِهو خطرناڪ آهي! مان توسان هلان ٿي. جيڪڏهن ڪين. منهنجو اُتي ترسڻ وٽيو، ته مان آخر تائين اُتي ترسنديس.

باب پنجون

# نشستگاهہ ۾ دل آزاري

نشستگاهہ ۾ گفتگو اڳ ۾ ئي پورو ٿي چُڪو هو. جيتوڻيڪ ڪيٽرينا ايونونا مستقل مزاج ٿي نظر آئي پر نهايت جوش ۾ هئي. اُن وقت اليوشا ۽ بيگم هائلڪوف اندر گهڙيا. ايون فيودوروروچ رخصت وٺڻ لاءِ، اُٿي بيٺو. سندس چهرو زرد ٿي ويو هو. اليوشا هن ڏي انتظار مان ڏٺو. هيءَ اصل گهڙي هئي، جڏهن ڪنهن شڪ کي حل ڪرڻو هو. جو هڪ ڊيڄاريندڙ ڳجهارت وانگر ۽ جنهن ڪجهہ وقت لاءِ اليوشا کي خيالن جي گهاٽي ۾ وجهي ڇڏيو هو. هلندڙ مهيني ۾ ڪيترائي ڀيرا، کيس آگاهہ ڪيو ويو هو تہ ايون، ڪيٽرينا ايونونا کي محبت ڪري رهيو آه ي، جنهن جو مطلب صاف هو تہ هُو اُن کي دمتري کان کسي وٺي. هيءُ فعل اليوشا جي لاءِ بلڪل حيوان ٿي نظر آيو، جنهن کيس بيحد پريشان ڪري ڇڏيو هو. هُو ٻنهي ڀائرن کي پيار ڪندو هو ۽ کيس هيءَ رقابت نهايت خطرناڪ ٿي لڳي. هن وچ ۾ اڳئين ڏينهن تي، دمتري صاف چئي ڏنو هو، تہ هُو خوش آهي، جو ايون سندس رقيب آهي. ڇاڪاڻ تہ هُو سندس مقصد حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري رَهيو آهي. آخر هُو سندس ڪهڙي مدد ڪري رهيو آهي؟ اهائي تہ هُو گروشينڪا سان شادي ڪري سگهي، پر اليوشا هن کي خراب ۾ خراب ڪم ٿي سمجهيو. هنن جي ڳالهين جي هوندي بہ اليوشا، اڳئين شام تي سمجهي ورتو هو، تہ ڪيٽرينا ايونونا کي، دمتريءَ سان بي پناهہ محبت آهي. پر هاڻي سندس هيءُ خيال، گذريل شام تائين محدود ٿي ويو هو. هُن هي پڻ عجب ٿي ڪاڏو، تہ هُوءَ ايون جهڙي ماڻهو سان محبت ڪرڻ جي لائق نہ آهي، اُنڪري کيس دمتريءَ سان ئي محبت ڪرڻ گهرجي، جو بي تعلقيءَ جي باوجود بہ سندس پيار جي لائق آهي.

پر ڪالهوڪي گروشينڪا جي نظاري کان پوءِ، کيس ٻيو خيال بہ ستائي رهيو هو. بيگم هائلڪوف جي ڪم آندل لفظ 'دل آزاري' ڪانئس ڇرڪ ڪڍي ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ تہ ڏينهن جي اَڌ سجاڳيءَ واري حالت کان پوءِ، هن رات جو 'دل آزاري'، ۽ 'دل آزاري' تي اُچاريو. ڇڻ تہ هُو ڪو خواب ڏسي رهيو هو. هُو ڪيٽرينا ايونونا وٽ، اڳئين ڏينهن جي هئڻ جو خواب سڄي رات ڏسندو رَهيو. هاڻي بيگم هائلڪوف، بنا ڪنهن احساس جي ثابت قدميءَ سان مٿس اثر وڌو هو، تہ ڪيٽرينا ايونونا، ايون سان محبت ڪري رَهي آهي ۽ هُو دل آزاري جي ڪري، ظاهر داري جي نموني سان پاڻ کي ٺڳي رَهي آهي. دمتريءَ سان پنهنجي شڪر گذاري ڏيکاريندي، دوکي بازي ۽

ڪوڙي محبت جو اظهار ڪري، پاڻ کي عذاب ۾ وجهي رهي آهي. "هائو"، هن خيال ڪيو، "سچي صداقت، انهن لفظن ۾ رڪيل آهي." پر انهن حالتن هيٺ ايون جو ڪهڙو مقام ٿي سگهي ٿو. اليوشا هڪدم سمجهي ورتو، تہ ڪيٽرينا ايونونا جي شخصيت اهڙي طاقت واري آهي، جو قابض ٿي وڃي. مگر هُو دمتري جهڙي ماڻهو تي قابض ٿي سگهي ٿي، پر ايون جهڙي ماڻهو تي نہ. ٿي سگهي ٿو، تہ دمتري پنهنجي راحت خاطر، سندس قبضي کي تسليم ڪري. (هيءَ ئي ڳالهہ هئي، جنهن کي اليوشا چاهيو ٿي.) پر ايون - نہ ايون، ڪڏهن بہ سندس تابعداري کي قبول نہ ڪندو. جيڪڏهن، هُن تابعداري قبول بہ ڪئي تڏهن بہ هُو خوش رهي نہ سگهندي. اليوشا، ايون جي باري، ڪڏهن بہ اِهي ڳالهيون اعتبار ۾ آڻي نہ ٿي سگهيو. هُو جنهن وقت نشستگاهہ ۾ گهڙيو تہ اِهي سيئي شڪ ۽ شبها سندس دل ۾ چيڪي رهيا هئا. هڪ بي خيال بہ کيس منجهائي وڌو هو تہ، "جيڪڏهن هُو دمتري ۽ ايون، ٻنهي مان، ڪنهن کي پيار نہ ٿي ڪري، تہ اُن جو نتيجو ڇا نڪرندو؟"

هيءَ ياد رکڻ گهرجي، تہ اليوشا، هنن خيالن جي ڪري، پنهنجي ذهن ۾، شرمندگيءَ جو احساس ئي محسوس ڪيو. هن پاڻ کي ملامت ٿي ڪئي ۽ چيو ٿي، تہ "عشق ۽ زال جي بابت مون کي ڪهڙي خبر؟ ڪهڙي سبب ڪان مون کي هيءُ حق ٿو پهچي تہ مان انهن مسئلن بابت پنهنجو فيصلو ڏيان." اُن هوندي بہ پنهنجي خوداري جي ڪري، هُن، اِنهن مسئلن سان جيتري قدر نياڻ ٿي گهريو، اوتري قدر اُن کي حل نہ ٿي ڪري سگهيو. اُن هوندي بہ هي ناممڪن هو، جو هُو اُن بابت خيال نہ ڪري. کيس جلد احساس ٿيو، تہ سندس ڀائرن جي وچ ۾ هيءَ رقابت وڏي اهميت ٿي رکي، ۽ سندس حياتيءَ جي لاءِ وڏي جوکي واري شيءِ آهي.

ڪالهہ ايون بہ تہ، ڀيءُ ۽ دمتريءَ جي معاملي متعلق ڪاوڙ ۾ چيو ٿي، تہ "آخر هڪ نانگ، ٻي نانگ کي ڳهي ويندو." ظاهر هو، تہ ايون دمتريءَ کي بہ نانگ ٿي سمجهيو ۽ گهڻي وقت ڪان وٺي. سندس هيءُ خيال هو. يا اِيئن بہ ٿي سگهيو پئي، تہ جنهن وقت ڪان هن ڪيٽرينا ايونونا کي ڏٺو هو. اُن وقت ڪان هُن، هيءُ پنهنجو خيال قائم ڪيو هجي. اِهو جملو بي احتياطيءَ مان، ڪالهہ ايون جي منهن مان نڪري، تہ ويو هو پر هاڻي ڏاڍو فڪر وارو بڻجي پيو هو. جيڪڏهن سچ پچ اُن جو اهو خيال آهي، تہ پوءِ صلح جو ڪو طريقو ئي ڪونہ رهيو. پر اُن جي اُبتڙ سندس خاندان ۾ هاڻي تہ فقط نفرت ۽ دشمنيءَ جا اسباب ٿي ڏٺا. هاڻي اليوشا لاءِ مشڪل هو، تہ هُو ڪنهن سان همدردي ڪري. هُو شيءِ ئي ڪهڙي هئي، جو اُنهن مان ڪنهن هڪ جي لاءِ پنهنجي رضامنديءَ جو اظهار ڪري. هُن ٻنهي کي پيار ڪيو ٿي پر هُو، هرهڪ

جي هيڏي ساري متضاد دلچسپيءَ جي وچ ۾ ڪهڙي اُميد رکي ٿي سگهيو. ٿي سگهيو پئي ته هُو هن پيچ درپيچ ڳالهين ۾ پنهنجي راهه وڃائي ويهي. اليوشا جي دل ڪڏهن به بي اعتبار ڪي سَهي نه ٿي سگهي. ڇاڪاڻ ته سندس شخصيت جي محبت وڏي ۾ وڏي جز هئي. هُو ڪنهن بي حرڪت محبت جي لائق نه هو. جيڪڏهن هُو ڪنهن کي پيار ڪندو هو، ته هڪدم اُن جي مدد لاءِ تحرڪ ۾ اچي ويندو هو. پر ڪم ڪرڻ کان اڳ ۾، اِهو هن لاءِ ضروري هو، ته هُو سمجهي، ته هُو ڪهڙي شيءِ کي نشان ڪرڻ ٿو گهري؟ اِهو هن لاءِ ڄاڻڻ لازمي هو، ته هرهڪ لاءِ، ڇا فائدي وارو ٿي سگهي ٿو؟ جڏهن هُن ڄاڻي ورتو هو ته هن لاءِ فطري هو، ته هُو ٻنهي جي مدد ڪري، پر هڪ واضح نشان جي هوندي به، ڪيس ڪجهه به حاصل نه هو. اڻلو ڇوڏاري بي اعتباري ۽ پريشاني هئي. جيئن مٿي چيو ويو آهي ته هيءَ دل آزاري هئي. پر آخر هن دل آزاريءَ جي هوندي، به اُن جو مقصد ڇا هو؟ درحقيقت، هُو هن ڳالهه جي پيچ درپيچ پريشاني کي سمجهي ئي نه ٿي سگهيو.

ڪيٽرينا ايونونا، اليوشا کي ڏسي، خوشيءَ ۾ ايون کي چيو ته، ”هڪ منٽ! هڪ منٽ وڌيڪ ترسو! مان هن ماڻهوءَ جي راءِ کي ٻڌڻ گهران ٿي، جنهن تي مون کي ڪامل يقين آهي!“ بيگم هائلڪوف ڏي نهاري چيائين ته، ”اوهان به نه وڃجو.“ هن اليوشا کي پاڻ سان گڏ ويهاريو ۽ بيگم هائلڪوف، ايون جي سامهون ويٺي.

”جيڪي مان دنيا ۾ دوست رکان ٿي، سي سڀ اوهان هتي موجود آهيو، منهنجا پيارا دوستو!“ ڪيٽرينا ايونونا، محبت مان اهڙي ڏڪندڙ آواز ۾ چيو، ڇڻ ته هوءَ پنهنجي مصيبت تي ڳوڙها ڳاڙي رَهي آهي. اليوشا جي دل ۾ هن لاءِ فوري محبت پيدا ٿي وئي. ”اليڪسي فيودوررووچ، ڪالهوڪي بدنام واقعي جو شاهد آهي. ايون تو هُن کي نه ڏٺو هو، پر هن پنهنجي اکين سان ڏٺو. تو اِهو به ڏٺو ته مان ڇا ڪيو هو؟ ڪالهه هُن پنهنجي لاءِ، ڪهڙو خيال ڪيو هوندو، مان نه ٿي ڄاڻان. مان فقط هڪڙي ڳالهه ڄاڻان ٿي، اُها هيءَ آهي، ته جيڪڏهن اڄ به اِهڙو معاملو ٿي پوي، يعني هن گهڙيءَ ته مان پنهنجي جذبات جو اهڙوئي اظهار ڪنديس، جهڙو ڪالهه ڪيو هيم. ساڳيائي جذبا، ساڳيائي لفظ ۽ ساڳيو ئي عمل. اليوشا، اوهان منهنجي حرڪتن کي ياد ڪريو ..... تو ته مون کي روڪيو به هو. (ايئن چوندي، هن جومنهن ڳاڙهو ٿي ويو ۽ اکيون چمڪڻ لڳيون.) مان توکي ٻڌايان ٿي، ته مون کان صبر ڇڏائي ويو هو. اليڪسي فيودوررووچ ڏيان ڏيئي ٻُڌ، مان اِهو به نه ٿي سمجهي سگهان ته مان ڪو ڪيس، اَجا به پيار ٿي ڪريان. مون کي مٿس رحم ٿو اَچي ۽ هيءَ محبت جو نهايت مقيم درجو آهي. جيڪڏهن مان ساڻس محبت ڪندي هجان ها ۽

اَجا محبت ڪريان ها، تہ هاڻي اُن لاءِ ڪوبہ ڏک نہ ڪريان ها.“

سندس آواز ڏڪي رهيو هو ۽ سندس اکين ۾ ڳوڙها چمڪي رهيا هئا. اليوشا اندر ئي اندر ڏڪي ويو هو. ”جوڪري صداقت واري ۽ وفادار تي نظر اچي.“ هن خيال ڪيو. ”هوءَ دمتريءَ کي هاڻي وڌيڪ محبت نہ ڪندي!“

”اِهو سچ آهي. سچ آهي.“ بيگم هائلڪوف چيو.

”ترس پيارا! مان توکي، اُهو مڪيہ ۽ آخري فيصلو ٻڌايو آهي، جو رات جي وچ واري وقفي ۾ ڪيو اٿم. مان اِيئن سمجهان ٿي، تہ منهنجو فيصلو شايد خطرناڪ هجي - منهنجي لاءِ، پر مان اڳ ۾ ئي ڏسي ڇڏيو آهي تہ ڪابہ لالچ اُن کي ڦيرائي نہ ٿي سگهي. - ڪابہ نہ. مان سڄي حياتي اُن تي قائم رهنديس. منهنجي پياري، مهربان، هميشہ وفادار، نيڪ صلاحڪار، جيڪو منهنجو دنيا ۾ اَڪيلو دوست آهي، ايون فيودوروووچ گهڻي غور کان پوءِ، منهنجي فيصلي کي قبول ڪيو آهي ۽ ساراهيو آهي. هُو ڄاڻي ٿو.“

”هائو. مان اُن جي پنيرائي ٿو ڪريان!“ ايون آهستي پر يقين ڀري آواز سان قبوليت ڏني.

”پر، مون کي اليوشا کي بہ پيار ڪرڻ گهرجي. (اليڪسي فيودوروووچ مون کي معاف ڪجانءِ جو مان توکي فقط اليوشا سڏيو آهي) مان اليڪسي فيودوروووچ کي بہ پسند ڪريان ٿي، تہ هُو منهنجي ٻن دوستن جي سامهون، جا سندس راءِ هجي، اُن کي ٻُڌائي تہ مان صحيح آهيان يا نہ؟ اليوشا منهنجا پيارا ڀاءُ (ڇاڪاڻ تہ تون منهنجو پيارو ڀاءُ آهين)“ هن وري بہ چيو ۽ سندس ٿڌن هٿن کي پنهنجي گرم هٿن ۾ ورتائين. ”مان سمجهان ٿي، تہ تنهنجو فيصلو ۽ تنهنجي قبوليت مون ۾ سڪون آڻي ڇڏيندي ۽ منهنجي مصيبتن ۾ گهٽتائي اَچي ويندي. ڇاڪاڻ تہ مان تنهنجي راءِ کي قبول ڪندس ۽ خاموش ٿي وينديس - مون کي اُن جو احساس آهي.“

اليوشا جو چهرو، هيءُ ٻڌي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ڪيس چيائين تہ ”مون کي ڪابہ خبر نہ آهي تہ تون، مون کان ڇا پڇڻ گهرين ٿي؟ مان فقط اِهو ڄاڻان ٿو تہ، مان توکي پيار ڪريان ٿو. هن گهڙيءَ بہ مان تنهنجي خوشيءَ جي خواهش رکان ٿو ۽ پنهنجي خوشيءَ کان بہ وڌيڪ! پر مون کي اِنهن ڳالهين جي ڪابہ خبر نہ آهي. هن جلديءَ ۾ پنهنجي خواهش کي پورو ڪري ڇڏيو.“

”اِنهن معاملن ۾، اليڪسي فيودوروووچ، اِنهن معاملن ۾ مڪيہ آهي، عزت فرض. اَجا بہ ڪاشيءِ، هنن کان مٿي آهي، جنهن کي مان نہ ٿي ڄاڻان. پر فرض کان بہ مٿانهين آهي. مان دل م اِنهيءَ زبردست جذبي کان پوريءَ ريت آگاهہ آهيان ۽ اِهو

مون کي بي پناهه قوت سان مجبور ڪري ٿو. پر سچي ڳالهه ڪي فقط بن لفظن ۾ هيئن وجهي سگهجي ٿو. تہ مان اڳ ۾ فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. تہ جيڪڏهن هُو هن سان شادي ڪري ٿو. (هُو ڳنڀير ٿي وڃي ٿو) جنهن کي مان ڪڏهن بہ معاف ڪري نہ ٿي سگهان. اُن هوندي بہ مان اُن کي ڇڏي نہ ڏينديس. ها. ها مان اُن کي ڇڏي نہ ڏينديس!" هُن دانهن ڪري چيو ۽ جذبات جي شدت کان ڦڪي ٿي وئي. "مان هن جي پويان مسلسل ڪونہ ڊوڙنديس. نہ وري هن جي رستي ۾ اٽڪاءُ ٿينديس ۽ نہ کيس ڪا تڪليف ڏينديس. نہ نہ مان ڪنهن ٻئي شهر ڏي هلي وينديس - جنهن کي تون پسند ڪرين - پر مان سڄي حياتي. سندس نگهباني ڪنديس - هميشہ سندس نگهباني ڪندي رهنديس. جڏهن هُو. اُن عورت کان تنگ ايندو ۽ ايئن جلدي ٿيندو. تڏهن هُو مون ڏانهن موٽي ايندو. تڏهن کيس هڪ دوست ۽ ڀيڻ ملي ويندي .... بيشڪ هڪ ڀيڻ ۽ هميشہ لاءِ. پوءِ کيس خبر پوندي تہ هيءَ ڀيڻ - سچ پچ سندس ڀيڻ هئي. جنهن کيس پيار ڪيو ٿي ۽ سڄي حياتي اُن جي مٿان قربان ڪري ڇڏي. ايئن مان پنهنجي سَرسي ڪري وينديس. مان هُن تي زور آڻينديس. تہ هُو مون کي سمجهي ۽ بنا ڪنهن سوچ ويچار جي مون ۾ اعتماد رکي." هي ڳالهيون هوءَ اهڙيءَ ريت چئي وئي. ڄڻ تہ مٿس جنون جو دورو هو. "مان هڪ خدا وانگر ٻڌجي وينديس. جنهن جي هُو عبادت ڪندو - جو ڪجهہ مان ڪالهہ. هن جي ڪري سَٺو آهي. اُن مڪاريءَ جو کيس مون وٽ حساب ڏيڻو پوندو. پلي تہ هُو ڏسي تہ مان پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ ساڻس ڪيتري وفادار رَهي آهيان. اُن جي بيوفا ۽ ننگ هئڻ جي باعث بہ. مان ساڻس پنهنجو واعدو ڪريان ٿي. مان پاڙينديس. مان ڪجهہ بہ نہ هونديس پر اُن کي راحت پهچائڻ جو ذريعو. يا ايئن ڪٿي چوان. تہ سڄي حياتي. مان سڄي حياتي. سندس خوشيءَ جي لاءِ. هڪ اوزار ۽ مشين جي حيثيت ۾ ٿي رهنديس. هو پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ ايئن ئي ڏسندو! اِهو منهنجو فيصلو آهي. جنهن کي ايون فيودورووچ بہ قبول ڪيو آهي."

سندس دم چڙهي ويو هو. چاڪاڻ تہ هن اِرادو ڪيو هو. تہ پنهنجي خيال کي. مرتبي فن ۽ اصليت جي رنگ ۾ ظاهر ڪري. پر سندس تقرير ۾ تڪڙ ۽ سختي هئي. اُن ۾ جوانيءَ جي جذبن جي شدت هئي ۽ معلوم پئي ٿيو. تہ ڪالهوڪي بي عزتيءَ جو اَڃا مٿس اَثر هو ۽ سندس غرور تسلي جو محتاج هو. شايد اُن جو کيس بہ احساس هو. اوچتو سندس منهن ڪاراٽجي ويو ۽ سندس اکين مان اَڻ وڻندڙ نگاهہ نڪرندي نظر آئي. اليوشا هڪدم اُن کي ڏسي ورتو ۽ پنهنجي اندر همدرديءَ جي جذبي کي اُڀرندي ڏٺائين. سندس ڀاءُ ايون. هن خيال جي اظهار کي وڌيڪ بدترين بڻائيندي چيو:

"اهڙا منهنجي پنهنجي راءِ هئي، اهي ڳالهيون شايد ڪنهن ٻي، جي طرفان ٻَناوتي ۽ حد کان گهڻو بار سمجهيون وڃن. مگر تو کان نه - ٻي عورت هن خيال جي اظهار ۾ غلط ٿي سگهي ٿي پر تون صحيح آهين. مان هن جي وضاحت نه ڪَري نه ٿو سگهان، پر ڏسان ٿو، ته تون مڪمل اَصيل آهين، اُن ڪري تون صحيح آهين."

بيگم هائلڪوف جي خواهش نه هئي، ته هن گفتگوءَ ۾ هوءَ حصو وٺي پر ڪيس مجبوراً ڳالهائڻو پيو. چيائين، "پر هيءُ سڀ ٿوري وقت لاءِ آهي، ۽ هيءَ گهڙيءَ جو اثر، هميشه ڪونه ٻيهي سگهندو. هيءُ ڪجهه به نه آهي پر ڪالهوڪي توهين جو اثر آهي."

"بيشڪ، بيشڪ!" ايون، خاص شوق مان ۽ پنهنجي گفتگو کي قلع ٿيندو ڏسي، ناخوش ٿيندي چيو، "ٻي ڪنهن عورت ۾ ته شايد هيءَ گهڙيءَ جو اَثر، ڪالهوڪي واقعي جي باعث ٿي سگهي ٿو، پر ڪيٽرينا ايونونا جي شخصيت کي ڏسي، ايئن چئي سگهجي ٿو، ته هيءُ گهڙيءَ جو اَثر وٺس سڄي حياتي قائم رهندو. ٻي عورت جي لاءِ، شايد هي فقط واعدو هجي پر هن جي لاءِ دائمي، ڏکيو وحشتناڪ پر جاوداني رهندو. هيءَ پنهنجي فرائض جي احساس جي بار کي کڻندي ۽ پورو ڪندي ڪيٽرينا ايونونا. اُن ڪري پنهنجي حياتي توکي پنهنجي جذبات تي ڳڻتيون ڪائيندي، نهايت عذاب سان گذارڻي پوندي، جنهن کي تون پنهنجي بهادري سمجهين يا پنهنجي مصيبت!! پر آخر ۾ اهي مصيبتون هلڪيون ٿي شيرين ۽ تحسين جهڙيون بڻجي پونديون ۽ فخر ۽ همٿ جون تصويرون ٿي پونديون. بيشڪ هيءَ فخر جي ڳالهه آهي ۽ ڪنهن حد اندر نااُميديءَ جي حالت به، پر تنهنجي لاءِ فخر ۽ خوشيءَ جي ڳالهه آهي. هيءَ ضمير جي پوئواري آخر تنهنجي لاءِ مڪمل تسليءَ جو سبب بڻجي پوندي ۽ توکي ٻين شين کان تارڪ بڻائي ڇڏيندي."

هيءُ سڀ ڪجهه بنا ڪنهن غلطيءَ جي چيو ويو، جنهن ۾ توڪ به هئي ۽ بدنيتي به. چاڪاڻ ته هن چاهيو ٿي، ته سندس طنزيه گفتگوءَ کان، هُن جو مقصد ظاهر ٿي پوي.

بيگم هائلڪوف وري به رڙ ڪري چيو ته، "پيارا، هيءُ ڪيترو نه غلط آهي!؟"

"اليڪسي فيودورووچ تون ڳالهاءِ، مون کي تنهنجي راءِ جو سختيءَ سان انتظار آهي. ڪيٽرينا ايونونا جا لڙڪ ڪري پيا ۽ اليوشا ڪوچ تان اُٿي ڪڙو ٿيو.

هن ڳوڙها ڳاڙيندي چيو، "ڪجهه به نه آهي، ڪجهه به نه آهي. مان رات ننڊ نه ڪئي آهي اُن ڪري پريشان آهيان ! پر پنهنجي پاسي ۾ به دوست ڏسي، يعني تون ۽ تنهنجو ڀاءُ، مان پاڻ کي اَجا به مضبوط ٿي سمجهان - چاڪاڻ ته مان سمجهان ٿي، ته تون ۽ تنهنجو ڀاءُ، مون کي ڪنهن به قيمت تي نه ڇڏيندا."

بدقسمتيءَ سان مون کي مجبوراً ماسڪو ڏي وڃڻو پيو ٿو. شايد مان سياڻي هليو وڃان ۽ توکان گهڻو وقت پري رهان - جنهن کي مان روڪي نہ ٿو سگهان.“ ايون کيس اچانڪ ڇڏي ڏنو.

”سياڻي ماسڪو ڏانهن؟“ ڪيٽرينا جو چهرو بدلجي ويو. ”پر، پر پيارا! مان ڪيڏي نہ خوش نصيب آهيان.“ سندس آواز ۾ بہ تبديلي اچي وئي. سندس چهري تي هاڻي ڳوڙهن جو ڪوبہ نشان ڪونہ هو. سندس حالت هڪدم بدلجي وئي ۽ اليوشا کي هن تبديليءَ تي عجب لڳو. هڪ ستم ڪاڌل ۽ توهين زده ڇوڪريءَ جي بجاءِ، جا هاڻي پنهنجي دل آزاريءَ تي روئي رَهي هئي، هن کيس حد کان گهڻو خوش ڏٺو. ڄڻ تہ ڪا خوشي ڏيندڙ شيءِ سندس سامهون اچي بيٺي هئي.

”مان، انهيءَ لاءِ خوش قسمت نہ آهيان، تہ توکي وڃايان ٿي، قطعي نہ!“ هن پنهنجي جملي جي وضاحت ڪندي چيو. سندس منهن تي مرڪ اچي وئي. ”تو جهڙو دوست ڪڏهن بہ ايئن خيال نہ ڪندو.“ هوءَ بي اختيار ڊوڙي پئي ۽ ايون جي هٿن کي گرم جوشيءَ سان جهليائين. ”پر خوش - قسمتيءَ جي ڳالهہ اها آهي، تہ ماسڪو ۾ تون منهنجي پيءُ سان ملندين ۽ آگافيا سان بہ. ڪين هن موجوده خطري کان خبردار ڪج. تون آگافيا سان کُلي ڳالهائي سگهين ٿو. پر منهنجي پڦيءَ سان ذرا احتياط سان ڳالهائج. مان سمجهان ٿي، تہ تو ۾ اها اهليت آهي. تون سمجهين سگهين ٿو، تہ ڪالهہ ۽ اَڄ صبح مان ڪيڏي نہ عذاب ۾ گذاريو آهي. تون عجب نہ ڪاءِ. مان ڪين ايڏو خطرناڪ خط، ڪيئن ٿي لکي سگهيس - ڇو تہ ڪوبہ اهڙيون خبرون خط ۾ نہ لکندو آهي ..... هاڻي مون لاءِ آسان ٿيندو، تہ مان ڪين خط لکان، ڇو تہ انهن ڳالهين جي تون وضاحت ڪري سگهندين. او! مان ڪيڏي نہ خوش آهيان. تون اعتبار ڪر، مان انهيءَ لاءِ ئي خوش آهيان. ٻي حالت ۾ ڪوبہ تنهنجي جاءِ پُري نہ ٿو سگهي. مان هاڻي وڃي، هڪدم خط لکنديس.“ هُن گفتگوءَ کي پورو ڪندي، هڪ قدم اڳتي کنيو، ڄڻ تہ هُو ڪمري کي ڇڏي رَهي هئي.

”پر، تو اليوشا جي راءِ تہ نہ ٻڌي، جنهن لاءِ توکي ايڏو انتظار هو؟“ بيگم هائلڪوف کيس چيو ۽ سندس آواز طنز وارو ۽ ڪاوڙ سان ڀريل هو.

”مان اُن کي نہ وساريو آهي.“ ڪيٽرينا ايونونا رڙ ڪري چيو. هُو اُتي ئي بيهجي وئي. ”توهان ايتري ۾ مون تي ايڏا نامهربان ڇو بڻجي ويا آهيو؟“ هُن گرم ٿي ۽ ڪاوڙ جي انداز ۾ چيو. جو ڪجهہ مون چيو آهي، اُن کي ورائي بہ چوان ٿي. مان هن جي راءِ کي ٻڌڻ گهران ٿي، راءِ کي نہ پر فيصلي کي. جيئن هُو چوندو تيئن ٿيندو. اليڪسي فيودوروچ، مان تنهنجي لفظن لاءِ ڪيڏي نہ انتظار ۾ آهيان ....

توکي ڇا ٿي ويو آهي؟"

اليوشا ڏکويل آواز ۾ واڪو ڪري چيو. "مان هن ڳالهه تي اعتبار نه ٿو ڪري سگهان. مان ڄاڻان ٿو. مان هن کي سمجهي ئي نه ٿو سگهان."

"ڇا......؟ ڇا!......؟"

"ته هُو ماسڪو وڃي رهيو آهي ۽ تو دانهون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. ته تون خوش آهين. تنهنجو مطلب به ته اهوئي هيو نه! تو وري هيءَ به تشريح شروع ڪري ڏني. ته تون خوش نه آهين ۽ پنهنجي دوست جي وڃڻ تي توکي ڏک آهي. پر هيءُ ته سڄو سانگ پريو ويو آهي. تون ڄڻ ڪنهن ٿيٽر ۾ حصو وٺي رَهي هئين."

"ٿيٽر ۾. ڇا؟ تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ ڪيٽرينا ايونونا عجب ۾ پئجي وئي. سندس منهن ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ناراضگيءَ جو اظهار ڪندي رَهي."

"جيتوڻيڪ تو. هن کي يقين ڏياريو. ته هڪ دوست کي وڃائيندي ڏاڍو ڏک ٿيو آهي. تو سندس منهن تي هيئن به چيو ته. تون خوش قسمت آهين. جو هُو وڃي ٿو."

اليوشا بنا ڪنهن دم ڪڻڻ جي چوندو ويو. هُو ميز جي پرسان بيٺو رَهيو ۽ ويٺو نه.

"تون ڪهڙي ڳالهه ٿو ڪرين. مان اُن کي سمجهي ئي نه سگهي آهيان!؟"

"مان اُن کي پاڻ به سمجهي نه ٿو سگهان. مون کي ڪجهه الهام ٿي رهيو آهي ..... جنهن کي مان پوريءَ ريت اَدا ڪري نه ٿو سگهان پر مان اُن کي چئي ڇڏيندس. اليوشا ساڳئي ڏڪندڙ ۽ گهبرايل آواز ۾ ڳالهائيندو رهيو." مان جو ڪجهه ڏسان ٿو. اُن مان خبر پوي ٿي، ته تون دمتريءَ سان محبت نه ٿي ڪرين ..... ۽ نه وري شروع ۾ ئي. اُن سان تنهنجي محبت هئي. تو فقط هن کي چڙهايو ٿي. دمتريءَ جي به توسان محبت ڪانه هئي .... مون کي خبر نه آهي ته مون کي ڪيئن همت ٿي آهي، جو توسان اِهڙيءَ ريت ٿو ڳالهايان. پر ڪنهن کي ته سچ ڳالهائڻ گهرجي .... مان ڏسان ٿو ته هتي سچ ڳالهائڻ وارو ڪونه آهي."

"ڪهڙو سچ..!؟" ڪيٽرينا ايونونا. واڪو ڪري چيو. سندس آواز. جذبات جي شدت ڪان پرجي ويو هو.

"مان توکي ٻُڌايان ٿو." اليوشا نااُميدي پريل تڪڙ سان ڳالهائيندو رهيو. معلوم ايئن پئي ٿيو. ڄڻ ته هُو گهرجي ڇت تان ٽپو ڏيئي ڇڏيندو. "تون دمتريءَ کي گهراءِ. مان کيس وٺي ايندس. پلي ته هُو اَچي. تنهنجي هٿ کي وٺي. ايون جي هٿ سان ملائي. ڇاڪاڻ. ته تو ايون کي عذاب ۾ وجهي ڇڏيو آهي. اُن جو سبب هيءُ آهي ته تون اُن کي محبت ڪرين ٿي. تو دمتريءَ کي به عذاب ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ڇاڪاڻ جو تون پنهنجي دل آزاريءَ جي ڪري ساڻس محبت ڪرين ٿي ..... جنهن کي ڪوڙي

محبت ڇٽي سگهجي ٿو. تو ڀاڻ کي اُن جي ترغيب ڏني آهي."

اليوشا پنهنجي ڳالهائڻ کي روڪيو ۽ خاموش ٿي ويو.

"تون ...... تون .... تون هڪ مذهبي قسم جو بيوقوف آهين. اهوئي تہ تون آهين." ڪيٽرينا ايونونا، چڙ تہ ڪيس ڇَڪ پائڻ تي گهريو. سندس منهن ڏک کان هارجي ويو ۽ ڪاوڙ مان سندس چپ ڦڙڪڻ لڳا.

ايون اوچتو ڪـليو ۽ اُٿي بيٺو. ٽوپي سندس هٿ ۾ هئي، "توکي غلطي ٿي آهي، پيارا اليوشا!" هُن، هي لفظ اِهڙي تہ ڪيفيت، جا ڪيفيت سان چيا. اليوشا، ڪڏهن بہ سندس منهن ۾ نہ ڏٺو هو. هن اظهار ۾ سندس جوانيءَ جي صداقت ۽ احساس جي مضبوط صراحت ۽ صفائي موجود هئي. "ڪيٽرينا ايونونا، ڪڏهن بہ منهنجي پرواهہ نہ ڪئي آهي! ڪيس خبر آهي. تہ مان ئي سچو وقت سندس پرواهہ ڪيندو رهيو آهيان - جيتوڻيڪ مان ڪيس محبت جو هڪ لفظ بہ نہ چيو آهي. جنهن کي هُوءَ ڄاڻي ٿي، پر ڪڏهن بہ هن منهنجي پرواهہ نہ ڪئي آهي. مان سندس دوست ڪيئن ٿي سگهيس. ڇاڪاڻ تہ هوءَ بيحد ضروري آهي ۽ ڪيس منهنجي دوستيءَ جي ڪابہ ضرورت ڪانہ آهي. هُن مون کي پنهنجي پاسي ۾ فقط انتقام وٺڻ لاءِ ٿي رکيو. پهرئين ملاقات کان وٺي، مسلسل، دمتريءَ کان جا سندس بي عزتي ٿيندي رهي آهي. اُن جو بدلو مون کان وٺندي رهي آهي ۽ مون کي بي عزت ڪندي رهي آهي. ڇاڪاڻ تہ هوءَ پهرئين ملاقات، سندس دل ۾ بي عزتيءَ وانگر چُڪي ٿي. انهيءَ مان ئي اوهان سمجهي سگهو ٿا. تہ سندس دل ڇا هوندي! هُن مون سان ڪڏهن بہ بيو گفتگو نہ ڪيو آهي، پر هُن جي محبت جون ڳالهيون. مان هاڻي وڃان ٿو. پر ڪيٽرينا ايونونا، تون هن حقيقت جو اقرار ڪر. تہ تون هن کي پيار ڪرين ٿي - اِها تنهنجي دل آزاري ڇٽبي. جهڙو بہ آهي، تون ڪيس محبت ڪرين ٿي. هُو جيترو گهڻو تنهنجي بي عزتي ڪري ٿو، تون ايترو گهڻو ڪيس پيار ڪرين ٿي. تون ڪيس پنهنجي بي عزتيءَ جي ڪري محبت ڪرين ٿي. جيڪڏهن هُو پاڻ ۾ اصلاح آڻيندو، تہ تون هن کي پيار ڪرڻ ئي ڇڏي ڏيندينءَ. سندس موجودگيءَ جي، توکي بيحد ضرورت آهي. ڇاڪاڻ تہ تون چاهين ٿي، تہ تون پنهنجي بهادري ۽ وفاداريءَ جي تعريف ٻُڌين ۽ هن جي بيوفائيءَ ۽ خيانت تي پڻ ملامت ڪرين. يعني پنهنجي وفاداريءَ ۾ سندس بيوفائيءَ کي ڏسين. هي سڀ تنهنجي غرور جو نتيجو آهي. ها هن لاءِ نياز ۽ نوڙت ۽ خودداريءَ جي گهڻي ضرورت آهي، جيڪڏهن اُها آهي بہ تہ، غرور جي پيدائش آهي .... مان نوجوان آهيان ۽ توکي گهڻو پيار ڪيو اٿم. مون کي اِيئن چوڻ نہ گهرجي، تہ هيءُ منهنجي طرف کان عزت پريو قدم ٿيندو، تہ توکي ڇڏي وڃان ۽ اُن ۾ تنهنجي لاءِ ڪابہ توهين نہ آهي، پر مان پري هليو ويندس ۽ وري موٽي نہ ايندس .... هيءُ فيصلو هميشہ لاءِ آهي. مان دل آزاريءَ جي پرسان

ويهڻ نہ ٿو گهران .... مون کي خبر نہ ٿي پئي، تہ مان هاڻي وڌيڪ ڇا ڳالهايان ....؟ مون سڀ ڪجهہ چئي ڇڏيو آهي .... خدا حافظ ڪيٽرينا ايونونا. توکي مون تي غصي ٿيڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن هن حقيقت کي ڏسندين، تہ مان وري توکي نہ ڏسندس، تو وٽ سـئُ پيرا وڌيڪ سزا جو مستحق ٿيڻ کان بچي پوندس. خدا حافظ! مون کي تنهنجو هٿ نہ گهرجي. تو ڄاڻي واڻي مون کي گهڻو ايذاءُ ڏنو آهي، اُن ڪري هن گهڙيءَ ۾ توکي معاف ڪري نہ سگهندس. شايد وقت اچي وڃي، توکي معاف ڪري ڇڏيان. پر هاڻي ٿي نہ سگهندو. مان تو سان شادي نہ ڪندس. هن جرمن زبان ۾ ڪجهہ چيو ۽ هروپرو ڪـلي، هـُـن ڏيکارڻ گهريو تہ هـُو شلر جي شعر کي پڙهي سگهندو آهي ۽ ايتري قدر جو سندس شعر جو ڪجهہ حصو ڪيس ياد بہ آهي. پر اليوشا کي هن حقيقت تي ڪوبہ اعتبار نہ هو. هـُـو پنهنجي ميزبان کي خدا حافظ چوڻ کان سواءِ ئي ٻاهر هليو ويو. اليوشا هٿن کي مهٽڻ لڳو.”

هـُـن نااميديءَ مان ڪيس پويان سڏ ڪيو ”ايون، موٽي اَچ ايون.” هن پڻ پڻ ڪندي چيو. هاڻي ڪابہ شيءِ ڪيس موٽڻ تي مجبور نہ ٿي ڪري سگهي.”اليوشا جنون ۾ چوندو رهيو، اها منهنجي غلطي هئي، منهنجي غلطي! مان ئي اُن ڪي شروع ڪيو. ايون ڪاوڙ مان، غلط ۽ بي انصافيءَ سان ڳالهايو. پر هن کي موٽي اَچڻ گهرجي. ها موٽي اَچ.”

ڪيٽرينا ايونونا، هڪدم ٻي ڪوٺيءَ ۾ هلي وئي.

بيگم هائلڪوف، جا پنهنجي عادت موجب خوش ٿي ڏٺي، آهستي چيو ”تو، ڪابہ خراب ڳالهہ ڪانہ ڪئي آهي. تو، هڪ ملائڪ وانگر، نيڪ ڪم ڪيو آهي. مان ايون فيودوروچ کي ٻاهر وڃڻ کان روڪڻ لاءِ، پوري پوري ڪوشش ڪنديس.”

اليوشا جي انهيءَ وڏي غم کي ڏسي سندس منهن خوشيءَ کان چمڪڻ لڳو. ايتري ۾ ڪيٽرينا ايونونا اوچتو موٽي آئي. سندس هٿ ۾ بہ سـئُ روبل جا نوٽ هئا.

”اليڪسي فيودوروچ، مان توکان هڪ وڏي مهرباني گهران ٿي.” هن اليوشا کي اهڙي ڳنڀير ۽ دلڪش آواز ۾ چيو، ڄڻ تہ ڪجهہ ٿيو ئي نہ هو. ”هڪ هفتو .... ها مان سمجهان ٿي، تہ هڪ هفتو گذريو - دمتري فيودوروچ، ڪان هڪ تڪڙو ۽ بي انصافيءَ جو ڪم ٿيو آهي. هڪ خراب ڪم. هتي هڪ هيناهين درجي وارو شراب خانو آهي، جتي هـُو هڪ اِهڙي آفيسر سان مليو. جنهن کي ملازمت مان برطرف ڪيو ويو آهي. هـُو ڪئپٽن آهي، تنهنجي پيءُ پاڻ وٽ ملازمت ۾ رکيو هو. دمتري فيودوروچ کي ڪنهن طرح ڪاوڙ اَچي وئي ۽ هـُو متئين ڪئپٽن کي ڏاڙهي کان وٺي رستي ۾ گهليندو رهيو. بي عزتيءَ سان. هـُو اِهڙيءَ ريت، ڪيتري پنڌ تائين ڪيس گهليندو رهيو. جيئن مون کي ٻڌايو ويو آهي، ساڻس ننڍڙو پٽ هو، جو بلڪل ٻارآهي. هـُـن ڪيس، جڏهن، اِهڙيءَ حالت ۾ ڏٺو تہ

ڊوڙي پيو ۽ کيس منٿون ڪرڻ لڳو ۽ واڪا ڪري روئڻ لڳو. بيٺل ماڻهن کي ستائڻ لڳو، ته هو سندس پيءُ جو بچاءُ ڪن. پر هو سڀ بچاءَ ڪرڻ جي بدران، مٿس کلندا رهيا. هيءُ ڇوڪرو اسڪول ۾ پڙهي ٿو. اليوشا مون کي معاف ڪر! مون کي جنهن وقت به اها ڳالهه ياد اچي ٿي، ته شرمندگي ٿئي ٿي. افسوس، جو مان هن شرمندگيءَ کان ڪنڌ مٿي ڪڍي نه ٿي سگهان. هن حقيقت کي ڏسي، هيئن قبول ڪرڻو پوي ٿو، ته دمتريءَ جهڙو ماڻهو، ڪاوڙ ۾ شهوت جي جذبي جو شڪار آهي ..... مان اُن کي بيان به ڪري نه ٿي سگهان ..... مون کي اهڙا لفظ ئي نه ٿا ملن، جو اُن حقيقت کي ٻڌائي سگهان. مان سندس شڪار جي باري ۾ جاچ ڪئي آهي ۽ مون کي معلوم ٿيو آهي، ته هُو نهايت غريب ماڻهو آهي. سندس نالو اسنيگريوف آهي. ڪانئس فوج ۾ ڪجهه غلطي ٿي هئي، جنهن ڪري کيس ملازمت مان برطرف ڪيو ويو هو. جنهن بابت مان ڪجهه به ٻڌائي نه ٿي سگهان. هُو هاڻي پنهنجي ڪٽنب سميت ڏاڍي تڪليف ۾ آهي. ٻار بيمار اٿس ۽ جيئن معلوم ٿيو آهي، سندس زال ديواني ٿي پئي آهي. هُو هت گهڻو وقت رهيو آهي. هُو نقل نويسيءَ جو ڪم ڪندو هو پر هاڻي ته بي روزگار آهي. اُن ڪري مون خيال ڪيو هو، ته جيڪڏهن تون ..... مان جيڪو خيال ڪيو هو، اُن کي هاڻي نه ٿي سمجهان. ڇاڪاڻ ته ڏاڍي منجهي پئي آهيان. اليڪسي فيودوروويچ، مان چاهيو ٿي، ته توکي چوان، ته تون وٽس وڃي ڪانئس معافي وٺ. منهنجو مطلب ڪئپٽن آهي. خدايا، ڪيتري نه بُريءَ طرح هن حقيقت جي وضاحت ڪري رَهي آهيان. ڇاڪاڻ ته تون ئي هن معاملي کي چڱيءَ ريت ۽ خبرداريءَ سان پورو ڪري سگهين ٿو (اليوشا جو چهرو ڳاڙهو ٿي ويو.) هي ٻه سَوُ روبل وٺُس امداد طور پهچاءِ. مون کي يقين آهي، ته هُو توکان وٺندو. تون کيس هنن پيسن جي وٺڻ لاءِ راضي ڪر. ٻيءَ حالت ۾ منهنجو بيو ڪوبه مطلب ٿي سگهي ٿو. هي عيوضي طور کيس ڏنو ٿو وڃي. جيئن هُو ٻئي ڪنهن قدم کڻڻ کان رڪجي وڃي. (مان خيال ڪريان ٿي ته هُو شايد ائين سوچيندو هجي.) هي دمتري فيودوروويچ کان نه پر سندس مڱيندي‌ءَ جي طرف کان، اظهار همدردي ۽ مدد جو هڪ ناچيز تحفو آهي. مان جيڪر پاڻ وڃان پر هيءُ ڪم تون مون کان بهتر طريقي سان ئي ڪري سگهين ٿو. هُو ليڪ اسٽريٽ ۾، عالميڪوف نالي هڪ عورت جي گهر ۾ رَهي ٿو. اليڪسي فيودوروويچ، خدا جي واسطي، هيءُ مون تي مهرباني ڪر ۽ هاڻي ... هاڻي مان ٿڪجي پئي آهيان. خدا حافظ."

هُوءَ ايڏو ته تڪڙو، پنئين در کان نڪري وئي، جو اليوشا کي وقت ئي نه مليو، جو ساڻس ڪجهه ڳالهائي سگهي. جيتوڻيڪ سندس مرضي هئي، ته ساڻس ڪجهه ڳالهائي. هن چاهيو ٿي، ته ڪانئس معافي وٺي ۽ پاڻ کي ڏوهاري ٺهرائي ڪجهه چوي، ڇاڪاڻ، ته سندس دل، اهڙي جذبات سان پرجي وئي هئي ۽ هُن نه ٿي چاهيو، ته هو

اُنهن جي وضاحت ڪرڻ کان سواءِ ڪوني ڇڏي وڃي، پر بيگم هائلڪوف ڪيس هٿ کان ورتو ۽ ڪيس پاڻ سان گڏ ڇڪيندي هلي. هوءَ هال ۾ اڳي وانگر وچي ويهي رَهي.

هن ڪيس آهستگيءَ سان چيو ته، "هيءَ ڏاڍي مغرور آهي ۽ پنهنجي لاءِ ڪڏ ڪوٺيندي رَهي ٿي، پر ساڳي وقت وڏنڊڙ ۽ رحم دل عورت به آهي. مان خاص موقعن تي ڪيس ڏاڍو پيار ڪندي آهيان ۽ حالتن جي بهتري ٿيڻ لاءِ، ڪيڏي نه مان منتظر آهيان. اليڪسي فيودوروووچ! توکي خبر نه آهي، پر مان توکي ٻڌائڻ گهران ٿي، ته اسان سڀئي - سندس ڀئي ڦڦيون، مان، توڙي جولزي - هميشه هيءَ اُميد ڪندا آيا آهيون ۽ دعا گهرندا رهيا آهيون، ته هُو تنهنجي طرفدار دمتري کي ڇڏي ڏي. جو نه اُن ڏانهن توجهه تو ڏئي ۽ نه وري اُن جي ڪا پرواهه تو رکي ۽ ايون فيودوروووچ سان شادي ڪري. هُو عمدو ۽ تهذيب يافته نوجوان آهي ۽ ڪيس دنيا جي ٻين شين کان وڌيڪ محبوب تو سمجهي. اَسان اِنهيءَ منصوبي کي ناهيندا رَهيا آهيون ۽ مان هتي فقط اِنهيءَ ئي ڪم جي ناهڻ لاءِ رَهي پئي آهيان."

اليوشا واڪو ڪري چيو ته، "پر اوهان ڏنو، ته هوءَ زاروزار روئي رَهي هئي. ڪيس وري ٻيو زخم به لڳي ويو."

"اليڪسي فيودوروووچ، ڪڏهن به عورت جي لُڙڪن تي اعتبار نه ڪج. مان انهن حالتن ۾ عورتن جي خلاف ۽ مردن جي فائدي ۾ هوندي آهيان."

"اَما! تون، هن کي خبرڪري رَهي آهين." لزيءَ جو ٻاراڻو آواز دروازي کان آيو.

"نه. اِها سڄي منهنجي غلطي هئي. مان پاڻ تي ڏوهه ڏيان تو." اليوشا، پنهنجي ندامت جو سخت اظهار ڪرڻ لڳو، ايتري قدر جو پنهنجو چهرو ٻنهي هٿن ۾ لڪائي ڇڏيائين.

"بلڪل برعڪس. تنهنجي روش ملائڪ جهڙي هئي. مان اِها ڳالهه هڪ ڀيرو نه پر هزار بار چونديس."

"اما، هن ڪيئن ملائڪ جي روش ورتي؟" لزيءَ جو آواز ري ٻُڌڻ ۾ آيو.

اليوشا لزيءَ ڏي ڪنهن به توجهه ڏيڻ کانسواءِ چوندو رَهيو، "مان هڪدم ايئن سمجهيو، ته هوءَ اَيون سان محبت تي ڪري. انڪري ئي مان اِها بيوقوفيءَ جي ڳالهه چئي ڏني ...... هاڻي ڇا ٿيندو؟"

"ڪنهن سان، ڪنهن سان؟" لِزيءَ رڙ ڪري چيو. "اما، تون سچ پچ منهنجو موت آڻيندينءَ. مان توکان، جو ڪجهه پڇان ٿي ۽ تون اُن جو جواب نه ٿي ڏين!"

اُن وقت سندن ملازمه ڊوڙي آئي ۽ ڪين چوڻ لڳي:

"ڪيٽرينا ايونونا بيمار آهي .... هوءَ روئي ٿي ۽ پٽ ڪوهه ۾ آهي ... جنوني

حالت ۾ آهي.“

”ڇا آهي؟“ لزيءَ، سچ پچ انتظار جي حالت ۾ واڪو ڪري چيو. ”اما منهنجي جنوني حالت آهي، ۽ نہ اُن جي.“

”لزي بس ڪر. چيٽون نہ ڪر. مونکي اُنهن جو نشان نہ ٻڌاءِ. هن عمر ۾، توکي اُنهن ڳالهين جي سمجهڻ جي ڪوشش نہ ڪرڻ گهرجي، جن کي عمر رسيده ئي سمجهي سگهن ٿا. مان موٽي اَچي توکي سڀ ڪجهہ ٻڌائيندس، جو تون ٻُڌڻ گهرين ٿي. اَسان تي رحم ڪر ! مان اَچان ٿي، مان اَچان ٿي .... اليڪسي فيودوروچ، جنون سُٺي شيءِ آهي. اِها ڏاڍي چڱي ڳالھہ آهي، جو هوءَ جنوني بڻجي وئي آهي. اُهوئي ٺيڪ، جو ٺيڪ هو. هنن حالتن ۾ مان عورت جي خلاف هوندي آهيان، يعني زناني ڳوڙهن ۽ جنوني حالت ڪان. يوليا ڊوڙ ۽ ڪيس چئُو، تہ مان جلدي پهچي ٿي وڃان. ايون فيودوروچ، جهڙي ريت هليو ويو آهي، اِها اُن جي پنهنجي غلطي هئي. لزي! اسان تي رحم ڪر ۽ چيٽون نہ ڪر. ها ها، تون چيٽون نہ ٿي ڪرين، پر مان ڪري رهي آهيان. پنهنجي ماءُ کي معاف ڪر. مان بيحد خوش آهيان، خوش آهيان ۽ خوش آهيان. اليڪسي فيودوروچ تو ڏٺو تہ ايون فيودوروچ، وڃڻ وقت ڪيڏو نہ ننڍو ٿي لڳو. مان ڪيس دانشمند ۽ لائق ٿي سمجهيو، اوچتو هن ايتري تہ گرم جوشيءَ، سادگي ۽ جوانيءَ جي حرارت کي ڏيکاريو، جنهن کي نوجوانيءَ جي ناتجربيڪاري ئي چئي سگهجي ٿو. پر اِهي شيون تو وانگر وٽندڙ ٿي لڳيون ... جنهن نموني سان هن جرمن زبان جي شعر کي پڙهيو، اُهو بلڪل تو جهڙو هو! پر مون کي جلدي وڃڻ کپي، ها جلدي وڃڻ کپي. اليوشا فيودوروچ، جلدي سندس ڪم کي پورو ڪري ۽ موٽي اَچ. لزي، توکي هن وقت ڪجهہ کپي؟ خدا جي واسطي، اليڪسي فيودوروچ کي، هڪ منٽ بہ نہ ترساءِ. هُو هڪدم تو ڏي موٽي ايندو.“

بيگم هائلڪوف آخر ٻاهر نڪري وئي. اليوشا، لزيءَ کي ڏسڻ لاءِ دروازي کي کولڻ چاهيو، پر لزيءَ واڪو ڪري چيو، تہ ڪنهن بہ قيمت تي هاڻي نہ. جيڪڏهن ڳالهائڻو اَٿئي، تہ دروازي مان ڳالهاءِ. تون ڪهڙيءَ ريت ملائڪ بڻجي پيو آهين؟ اُهائي ڳالھہ آهي، جا مان سمجهڻ گهران ٿي.“

”هڪ خطرناڪ بيوقوفيءَ جي باعث لزي! خدا حافظ!“

”اهڙي ريت وڃڻ جي ڪوشش نہ ڪر، لزي ڳالهائڻ ٿي گهريو.“

”لزي مون کي حقيقي غم آهي! مان سڌو هيڏي موٽي ايندس، پر مون کي بيحد غم آهي!“ هُو ڊوڙندو، ڪونيءَ کان ٻاهر نڪري ويو.

❦

باب ڇهون

# جهوپڙيءَ ۾ جهيڙو

هيءُ سچ پچ تہ ايڏو غم هو، جنهن کي هُن اڳي ورلي ڏٺو هو. هُو هڪ بيوقوف وانگر ڊوڙي پيو هو. پر ڇا جي لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو هو؟ محبت جي معاملي ۾ هو سَوَ دفعا ورائي ورائي هيءُ ڳالهہ پاڻ سان چوندي. ڳاڙهو ٿيو پئي تہ. ”محبت جي مون کي ڪهڙي خبر؟ مان اهڙي شيءِ جي لاءِ ڇا ڄڻي سگهان ٿو؟ شرمندو ٿي ٿيڻو پوي ٿو. اها شرمندگي سزا آهي، جنهن جو مان لائق آهيان. هيءُ منهنجي لاءِ عذاب نہ آهي، تہ مان هن کان وڌيڪ ڪلفت جو باعث ٿي پئي سگهيس. مربي زوسيما تہ مون کي انهيءَ لاءِ موڪليو هو، تہ مان هنن ۾ ناهہ آڻي يڪجا ڪريان.“ ڪيس اوچتو ياد آيو. تہ هن سندن هٿن کي ملائڻ جي ڪوشش بہ ڪئي هئي. هن خيال ڪندي، هُو وري شرمندو ٿي ويو ۽ پاڻ کي چوڻ لڳو تہ. ”منهنجي ڪوشش مخلصاڻي هئي پر آئنده مون کي وڌيڪ سمجهہ وارو ٿيڻ گهرجي.“ هُن پنهنجي خيالن جي اوچتي پڄاڻي ڪئي ۽ اُنهن تي کلڻ کان سواءِ رَهي نہ سگهيو.

ڪيٽرينا ايونونا جي حوالي ڪيل ڪم سان ڪيس ليڪ اسٽريٽ وڃڻو پيو، جتي موڙ وٽ سندس ڀاءُ دمتري ٿي رهيو. اليوشا ارادو ڪيو، تہ ڪئپٽن وٽ وڃڻ کان اڳ ۾، ڪنهن بہ حالت ۾ پنهنجي ڀاءُ سان ملندو وڃي. جيتوڻيڪ سندس خيال هو، تہ هُو اُتي ڪيس مشڪل سان ملي سگهندو. جيتوڻيڪ هيءُ بہ ڪيس شڪ هو، تہ هُو ساڻس ارادتاً نہ ملڻ چاهيندو، پر اُن هوندي بہ هُن ساڻس ملڻ تي چاهيو. وقت گذرندو ٿي ويو. مربيءَ جي موت جو خيال، جو ڪيس خانقاهہ کي ڇڏيندي لڳو هو. اُهو ڪانئس هڪ منٽ بہ پَري ٿي نہ سگهيو.

ڪيٽرينا ايونونا جي حوالي ڪيل ڪم تي وڃڻ لاءِ، ڪيس هڪ ٻي ڳالهہ لاءِ بہ تيار ڪيو هو. جا هئي، تہ ڪئٽرينا ساڻس هڪ اسڪول جي ڇوڪري جي ڳالهہ ڪئي هئي، جو پنهنجي پيءُ جي پرسان دانهون ڪري رهيو هو. اليوشا کي هڪدم خيال آيو تہ ٿي سگهي ٿو، تہ هيءُ ساڳيو ڇوڪرو هجي، جنهن سندس آڱر ۾ چَڪ پاتو هو، جنهن کي هُن هيئن بہ پڇيو هو تہ. ”آخر مان توکي ڪهڙي تڪليف ڏني آهي!؟“ اليوشا کي عملي طرح هيءُ تہ پڪ ٿي، پر اُجا بہ منجهيل هو، تہ ايئن ڇو ٿيو؟ ٻي حقيقت کي سوچيندي ڪيس ڇوٽڪارو ملي ويو ۽ هُن خيال ڪيو، تہ ڇوڪري جي شرارت کي وساري ڇڏي ۽ پاڻ کي عذاب ۾ نہ وجهي پر جو ڪجهہ ڪيس ڪرڻو آهي، اُهو ڪَري، پوءِ اُن جو ڪهڙو بہ نتيجو نڪري؟ هن خيال ايندي، ڪيس ڇڻ تہ تسلي

اَچي وئي. گهٽيءَ کان ڦرندي، هُو اُتي پهتو، جتي دمتري تي ويو. هُن اُتي ٻک محسوس ڪئي ۽ ڪيسي مان ماني ڳيي کي ڪڍيائين، جو پيءُ وٽان ڪٺي آيو هو. ماني ٽڪر کائي پاڻ کي وڌيڪ طاقتور محسوس ڪيائين.

دمتري گهر ۾ ڪونہ هو. گهر جي ٻين ماڻهن، جن ۾ هڪ پوڙهو، ڊڪڻ، سندس زال ۽ پٽ هئا، اليوشا کي شڪي نگاهن سان ڏٺو. "هو هتي ٽن راتين کان سمهيو ئي نہ آهي. ٿي سگهي ٿو، تہ هُو شايد ڪاڏي هليو ويو هجي." پوڙهي، اليوشا جي پڇا تي چيو. اليوشا سمجهي ويو، تہ هُو ڪن هدايتن جي زير اَثر ڳالهائي رهيو آهي. جڏهن اليوشا ڪانئس پڇيو، تہ هُو گروشينڪا ڏي، تہ نہ ويو آهي يا فوما ڏي تہ نہ ويو آهي، (اليوشا هي سڀ ڪجهہ ڪنهن مقصد سان چيو) تڏهن هُو ٽيئي خوف مان ڪيس نهارڻ لڳا. اليوشا سمجهيو تہ، "هيءُ سندس خير خواهہ آهن ۽ هُو سندس بهتري ئي سوچين ٿا. اهو ڏاڍو چڱو ٿيو.

آخر هن ليڪ اسٽريٽ ۾ گهر کي ڳولهي لڌو. هُو نهايت ننڍو گهر هو. هڪ طرف کان پٽ جهڪي آئي هئي، جنهن ۾ ٽي دريون هيون، جي گهٽيءَجي طرف ٿي کليون. اڱڻ ۾ گپ چڪ ٿي ڏٺي، جتي هڪ ڳئون ٻڌل هئي. هُو اُن صحن کان اڳتي وڌي ويو ۽ هڪ در ڏٺائين جو گهٽيءَ جي طرف هو. اُن گهٽيءَ جي ٻئي پاسي، کٻي رُخ، گهر جي پوڙهي عورت، هڪ ڪرڙوڊ ڏيءُ سان ٿي رهي، ٻئي ٻوڙيون ٿي نظر آيون. ڪئپٽن جي باري ۾ ورائي ورائي پڇڻ تي، آخر هڪ سمجهي ورتو ۽ اُن ڪيس گهٽيءَ ڏانهن اِشارو ڪيو. ڪئپٽن جو گهر، فقط هڪ سادي جهوپڙي هئي. اليوشا، در جي لوهي ڪُنڊي تي هٿ رکي، اُن کي کولڻ گهريو، پر ڪيس گهرجي اندر خاموشي ڏسي عجب لڳو. ڪيترينا ايونونا تہ ڪيس ٻُڌايو هوتہ ڪئپٽن ڪٽنب سان ٿو رَهي. شايد هُو ننڊ ۾ آهن يا ڪيس ڏسي هُو خاموش ٿي ويا هجن، تہ هيءُ پاڻهي دروازو کوليندو. اليوشا خيال ڪيو، تہ پهريائين ڪيس دروازو کڙڪائڻ گهرجي. هُن دروازو کڙڪايو. جواب يڪدم تہ نہ آيو، پر ڏهن سيڪن جي وقفي کان پوءِ مليو."

"ڪير آهي؟" ڪنهن رڙ ڪري، ڏاڍي ڪاوڙيل آواز ۾ چيو.

هي ٻُڌي اليوشا دروازو کوليو ۽ چائنٺ کان ٽپي اڳتي ٿيو. هن پاڻ کي هڪ رواجي ڪڙميءَ جي ڪوٺيءَ ۾ ڏٺو. جيتوڻيڪ ڪوٺي وڏي ٿي نظر آئي ۽ گهريلو شين سان سَٿي پئي هئي ۽ ڪيترائي ماڻهو اُن ۾ موجود هئا. ڪوٺيءَ جي کٻي پاسي، هڪ وڏي روسي چُلهہ رکي هئي. اُن چلهہ کان وٺي دريءَ تائين هڪ نوڙي ٻڌل هئي، جنهن تي ڪي ڪپڙا پيل هئا. پٽ جي کٻي ۽ ساڄي پاسي بہ پلنگ رکيل هئا، جن جي مٿان چارين واريون پٽڙيون پيل هيون. هڪ تي کٻي پاسي، چئن چيٽ جي

ڇُريل وهاڻن جو ڍڳ، هڪ ٻي جي مٿان رکيل هو. وهاڻا هيٺ وڏا ۽ مٿي ننڍا ٿي نظر آيا. ٻي تي فقط هڪ ننڍو وهاڻو ٿي نظر آيو. سامهون واري ڪنڊ کي هڪ پردي سان جدا ڪيو ويو هو. اِهو پردو هڪ ڪپڙي جو هو، جو، هڪ ڏور تي پئي تي لَٽڪيو. پردي جي پويان هڪ بسترو ٿي نظر آيو، جو هڪ بينچ تي وڇايل هو ۽ اُن جي پرسان هڪ ڪرسي تي نظر آئي. وچئين دريءَ جي پرسان، هڪ ڪاٺيءَ جي چورس ميز رکيل تي ڏٺي. ٽنهي درين کي ننڍڙا چار شيشا لڳل هئا، جي ايڏا تہ اونداها هئا، جو اُنهن مان مشڪل سان روشني ٿي آئي. جيئن تہ دريون بند هيون، اُن ڪري ڪوٺي وڌيڪ اونداهي ۽ بدبودار ٿي ڏٺي. ميز تي ترڻ جي ڪٽيجي هئي، جنهن ۾ تريل بيضن جا ٽڪرا پيل هئا ۽ اڌ کان ڪاڌل مانين جا ٽڪرا. هڪ ننڍڙي شراب جي شيشي بہ هئي، جنهن ۾ ڪي ٿورا ڦڙا موجود هئا.

هڪ عورت، جنهن کي سوٽي ڀهراڻ هو ۽ مهربان ٿي ڏٺي، پلنگ جي ڪبي پاسي ڪرسي تي ويٺي هئي. سندس چهرو زرد ۽ سنهون هو. سندس اندر پيٺل ڳل صاف ٻڌائي رهيا هئا، تہ هُوءَ بيمار آهي، پر جنهن شيءِ وڌيڪ اليوشا جو ڌيان ڇڪيو، سي اُن غريب عورت جون اکيون هيون.

جن مان عجب ۾ وجهندڙ ۽ گستاخيءَ جهڙو فخر ٿي نظر آيو. جڏهن هُو سندس مڙس سان گفتگو ڪرڻ لڳو، تہ سندس اکيون هڪ ڳالهائڻ واري ڪان، ٻي ڳالهائڻ واري ڏي ڦريون ٿي، جن ۾ ساڳي سوال ڪرڻ وارا ۽ گستاخي جهڙا جذبا هئا. اُن جي پرسان دريءَ ڪان هڪ نوجوان نينگري بيٺي هئي، سادي ۽ گهاٽن سرخ وارن واري، جنهن کي غريباڻي پر صاف پوشاڪ پهريل هئي. اُن نينگر اليوشا کي نفرت ڀَري نگاهہ سان ڏٺو. اليوشا جيئن ڪجهہ اندر پرو ٿيو، تہ هن ٻي بستري تي هڪ عورت کي ويٺل ڏٺو. سندس نگاهون حسرت ڀريون ۽ سندس عمر بہ ويهن ورهين کان مٿي نہ ٿي لڳي. هوءَ ڪُبي هئي ۽ سندس ٽنگون بيڪار ٿي ڏنيون. جيئن پوءِ اليوشا کي معلوم ٿيو تہ فالج جي سبب، ڇوڪريءَ جون ٽنگون خراب ٿي ويون هيون. سندس ڪاٺ‌جي گهوڙي بستري جي پرسان ڪُنڊ ۾ رکيل هئي. اُن غريب ڇوڪريءَ پنهنجي حسين ۽ مهربان اکين سان اليوشا کي ڏٺو. اٽڪل پنجيتاليهہ ورهين جو هڪ مرد، ميز جي سامهون ويٺو هو، جنهن تريل بيضن کي تازو ڪائي بس ڪئي هئي. هو ننڍي ۽ ضعيف ڇهري وارو هو. سندس ڳاڙها وار هئا. ڏاڙهي ڇدي ۽ ڀوري رنگ جي هئس. جنهن کي گاهہ جي جهَنڊ چئجي تہ بجا ٿيندو. (هي ڀيٽ ۽ اصطلاح ڪنهن سبب ڪان اليوشا جي دل ۾ آيو هو. جنهن کي هُن پوءِ ٻڌايو هو.) هن ئي ماڻهوءَ شايد ڪيس رڙ ڪري جواب ڏنو هو، ڇاڪاڻ تہ ٻيو ڪو بہ مرد ڪوٺيءَ ۾ نظر نہ ٿي آيو. جيئن ئي

اليوشا اڳتي وڌيو، اُهو ماڻهو جو بينچ تي ويٺو هو. پنهنجي منهن کي ميري رومال سان اُگهي، تڪڙو تڪڙو اليوشا ڏي وڌيو.

"هي راهب آهي، جو خانقاهہ جي لاءِ خيرات وٺڻ لاءِ آيو آهي ۽ ڏاڍي چڱي جاءِ تي آيو آهي. "ڪٻي ڪنڊ ۾ بيٺل ڇوڪري، وڏي آواز سان چيو. هُو ماڻهو جلدي وٺس ڦري آيو ۽ ڪيس جوشيلي آواز ۾ جواب ڏنائين تہ: "نہ وارَ وارا، تون غلط آهين. ڇڏ تہ مان ڪانئس پڇان. "هُو وري اليوشا ڏي ڦريو. "تون ڇالاءِ، هن اسان جي پناهہ گاهہ ۾ آيو آهين؟"

اليوشا ڪيس ڏيان سان ڏسندو رهيو. هي پهريون ڀيرو هو، جو هن ڪيس ڏٺو هو. سندس چهرو، غصيلو ۽ چيڙاڪ تي نظر آيو. جيتوڻيڪ هُو شراب پيئڻ لاءِ تيار ويٺو هو، پر اڃا پيتو نہ هئائين. ڏسڻ ۾ هُو گستاخ ۽ سست طبيعت تي نظر آيو. پر هيءَ عجب جهڙي ڳالهہ آهي، جو ساڳي وقت منجهائنس خوف زده بہ پئي معلوم ٿيو. هُو اهڙي ماڻهوءَ وانگر تي ڏٺو، جنهن کي گهڻو وقت غلاميءَ ۾ رکيو ويو هجي ۽ هُن اُن کي قبول ڪيو هجي ۽ بعد ۾، پنهنجي هستي جو اظهار ڪندو هجي. اڃا بہ اُن ماڻهوءَ وانگر هو، جو خوفناڪ طريقي سان ڪنهن کي ڌڪ هڻڻ لاءِ تيار هجي پر ساڳي وقت ڪيس اهو بہ خوف هجي تہ متان هُو ڪيس بہ ڌڪ هڻي وجهي. سندس لفظن ۽ تيز آواز جي نموني مان معلوم پئي ٿيو تہ منجهس جنوني مذاق موجود آهي، جو سندس آواز جي تبديلي سان بعضي بغض ۽ ڪيني ڀريل ۽ بعضي خوشامدي مڪاريءَ سان ڀريل تي ڏٺو. "اسان جي پناهہ گاهہ" جي لفظ تي، جو هُن چيو هو، هو ڏڪيو بہ تي ۽ سندس اکيون پئي تي ڦريون ۽ گهريون ۽ اليوشا جي قريب ايڏو تہ اچي ويو هو، جو ڪيس هڪ قدم پوئتي هٽڻو پيو. ڪيس هڪ پراڻو سوٽي ڪوٽ پيل هو، جنهن کي ڪيتريون ڇتيون لڳل هيون ۽ منجهس گهڻائي سوراخ هئا. سندس سوٽ چيڪ جو ۽ هلڪي رنگ جو هو ۽ هاڻي رواج کان ٻاهر هو. سندس لباس ايڏو تہ گهنجيل ۽ ننڍو هو جو اِئين پئي معلوم ٿيو، تہ هُو اُنهن جي بدولت ڇوڪرو بڻجي پيو آهي.

اليوشا ڪيس جواب ڏيڻ شروع ڪيو تہ مان "اليڪسي ڪرامازوف آهيان."

"مان هي سمجهان تو سائين، ماڻهو يڪدم چئي ڏنو، بلڪل اهڙي ريت، جيئن تہ هُو ڪيس اڳ ۾ ئي ڄاڻندو هو. "مان ڪئپٽن اسنيگيريوف آهيان، ۽ مان ڄاڻڻ ٿو گهران، تہ اوهان جي هتي اچڻ منجهان مدعا ڪهڙي آهي؟"

"مان ڪنهن خاص مقصد لاءِ نہ آيو آهيان. مون کي ڪجهہ اوهان کي چوڻو آهي، جيڪڏهن اوهان اُن جي اجازت ڏيو."

"جيڪڏهن ايئن آهي تہ اوهان هن ڪرسي تي ويهو. اڪثر مزاحي تمثيلن ۾ اهي ئي لفظ چوندا آهن تہ "مهرباني ڪري ويهو!" اهي لفظ چوندي، هُن تڪڙ مان ڪاٺ جي ڪرسي کڻي ورتي، ڪرسيءَ کي نہ ٻانهون هيون، نہ پٺ. ٻي اهڙي قسم جي ڪرسي کڻي، پهرئين جي بلڪل سامهون رکيائين ۽ هُو اليوشا جي، منهن جي سامهون ايترو، تہ ويجهو تي ويٺو، جو سندن گوڏا هڪ ٻي کي ڇُهي رهيا هئا.

"نڪولي اليچ اسنيگيريوف سائين، رومي پيادي فوج جو سابق ڪئپٽن. جنهن کي پنهنجو نالو ٻڌائيندي شرم ٿو اچي، پر اَجا بہ ڪئپٽن، جنهن طريقي سان مان ڳالهايان ٿو. مان هاڻي اُهو نہ آهيان. مان پنهنجي پوئين اڌ حياتيءَ ۾ "سائين" ئي چوڻ سکيو آهي. هيءُ اُهو لفظ آهي، جو حياتيءَ ۾ ايندي ئي اُچارڻ سکون ٿا."

"اِهو صحيح آهي." اليوشا مشڪندي چيو. "پر اهو لفظ ڪڏهن ٻنا مقصد جي، ڪڏهن مقصد سان چيو ويندو آهي."

"خدا مڃان آهي تہ اِهو ٻنا مقصد جي آهي ۽ مان اُن کي استعمال نہ ڪندو آهيان. مان "سائين" جو لفظ سڀي حياتيءَ ۾ استعمال نہ ڪيو هو. پر جڏهن مان زوال ۾ آيو آهيان تہ اِهو لفظ چوڻ شروع ڪيو اٿم. هي شايد ڪنهن مٿاهين قوت جو ڪم آهي. مان ڏسان ٿو تہ توکي هن سوال ۽ جواب ۾ دلچسپي آهي. مان جهڙي ريت پنهنجي زندگي گذاري رهيو آهيان، تنهنجي حيرت ۾ ڪهڙي ريت اضافو ڪري سگهان ٿو. اِنهيءَ ڪري ناممڪن آهي تہ مان ڪنهن جي همدردي حاصل ڪري سگهان."

"مان اِنهيءَ مقصد لاءِ تہ آيو آهيان".

"ڪهڙي مقصد لاءِ؟" ڪئپٽن بي صبريءَ سان سندس قطع ڪلام ڪندي چيو. "دمتري فيودوروِچ، منهنجي ڀاءُ سان، جيڪا تنهنجي ملاقات ٿي هئي." اليوشا غير سنجيده ٿي چئي ويٺو.

"ڪهڙي ملاقات سائين؟ تون اُن ملاقات جي ڳالهہ تہ نہ ٿو ڪرين، جنهن ۾ منهنجي جهنڊ لاٿي وئي هئي؟ هُو ايترو تہ ويجهو ٿي ويو هو، جو سندس گوڏا. اليوشا جي گوڏن سان ٽڪرڻ لڳا. سندس چپ عجيب طريقي سان پيڪوڙجي، ڏاڳي وانگر ٻٽجي ويا هئا.

"ڪهڙي جهنڊ لاهڻ؟" اليوشا جهيڻي آواز ۾ چيو.

"هيءُ منهنجي دانهن کڻي آيو آهي پيءُ." هڪ اهڙو آواز آيو. جو اليوشا جو سڃاتل هو. هي پردي جي پوئتان اسڪول جي ڇوڪري جو آواز هو. "مان هن جي اَگر کي هاڻي چڪُ پاتو هو، ايتري ۾ پردو پري ٿيو. اليوشا ڏٺو تہ سندس حريف. هڪ

بينچ تي پيل هو، جنهن تي بسترو وڇايل هو. سندس پرسان حضرت (عيسيٰ) مسيح جي تصوير هينان هڪ ڪرسي پئي هئي. چوڪري کي ڪوٽ پيل هو ۽ مٿس هڪ پراڻي سوڙ پيل هئي. هُو بيمار هو ۽ اِيئن ٿي ڏٺو ته ڪيس بخار آهي. هن اليوشا ڏي بنا ڪنهن خوف جي نهاريو. چاڪاڻ ته هُن سمجهيو ٿي، ته هُو گهر ۾ آهي، اُن ڪري ڪيس ڪو به ڇُهي نه ٿو سگهي.

"ڇا؟ هُن تنهنجي آڱر کي چڪُ پاتو هو؟ ڪئپٽن ڪرسيءَ تان ٽپو ڏيئي اُٿيو.

"ڇا اِيئن آهي ته هُن تنهنجي آڱر کي چڪُ پاتو هو." هُن اليوشا ڏي نهاري چيو.

"هائو، هيءُ ٻين ڇوڪرن سان گڏ، مون ڏي پٿر اُڇلائي رهيو هو. هن اَڪيلي جي خلاف هو ڇهه هئا. مان جڏهن وٽن ويس ته هن مون ڏي پٿر اُڇلايو ۽ ٻي وري هن جي مٿي کي نشان بڻايو. مان جڏهن وٽس ويس، ته هن منهنجي آڱر ۾ چڪُ پاتو. خبر نه آهي ته ڇو؟"

"سائين مان هن کي اُن جو سبق ٿو سيکاريان، هڪدم.... هاڻي." هُو پنهنجي جاءِ تان ٽپو ڏئي اُٿيو.

"پر مان هن جي خلاف توکي دانهن ڪٿي ڏني آهي؟ مان ته توکي فقط ڳالهه ٻڌائي آهي، مان نه ٿو چاهيان ته هن کي مار ملي، اُن ڪانسواءِ هُو بيمار به آهي.

"ڇا تون اِيئن سمجهين ٿو ته مان هن کي ماريندس؟ مان پنهنجي اِئلشيا کي، تنهنجي تسليءَ لاءِ، تنهنجي سامهون ماريندس؟ ڇا تون چاهين ٿو ته اهو هڪدم ٿيڻ گهرجي؟ ڪئپٽن اِيئن چوندي، ايڏو ته تڪڙ مان ڦريو، جو اِيئن پئي معلوم ٿيو ته هُو مٿس حملو ڪري ڏيندو. "مون کي تنهنجي آڱر جي بابت ڏک ٿو ٿئي، پر اِئلشيا جي مارڻ بجاءِ، تون هن ڪپ سان منهنجي آڱرين کي وڍڻ قبول ڪندين. جيئن تنهنجي انتقام جي آس پوري ٿي وڃي. مان سمجهان ٿو ته منهنجي چئن آڱرين جي وڍڪٽ، تنهنجي غصي کي ٺاري سگهي ٿي. مان سمجهان ٿو ته تون پنجين آڱر لاءِ نه چوندين؟"هُو ٿوري وقت لاءِ چپ ٿي ويو ۽ سندس سينو ڪڇيو ٿي ويو. سندس منهن جو هر حصو پئي بدليو ۽ ڦريو. ڄڻ ته ڪانئس مَت ڇڏائجي وئي هئي.

"مان هاڻي هيءَ سڄي ڳالهه سمجهي ورتي آهي." اليوشا ڪيس پيار ۽ ڏک ڀري آواز سان چيو. هُو پنهنجي جاءِ تي ويٺو رهيو. "ها تنهنجو ڇوڪرو، نيڪ ڇوڪرو آهي. ڪيس پنهنجي پيءُ سان محبت آهي. هُن مون تي حملو، اِن لاءِ ڪيو هو، ته مان سندس پيءُ جي حريف جو ڀاءُ آهيان..... مان هاڻي اِها ڳالهه سمجهان ٿو." هن ورِي به سوچي سمجهي چيو ته "پر منهنجو ڀاءُ فيودوررووچ، پنهنجي ڪئيءَ تي پشيمان آهي. اِها مون کي خبر آهي. جيڪڏهن هي ٿي سگهي ته هُو تو وٽ اَچي ۽ اَچا به اُن

جاءِ تي مليءَ توکان سيني ماڻهن جي سامهون معافي وتي. هُو سمجهي ٿو ته اِيئن ئي هن معاملي کي ختم ڪيو وڃي. ڇا هُو اِيئن نه ڪري؟"

"منهنجي ڏاڙهيءَ کي پَٽڻ ڪانپوءِ، تنهنجو مطلب آهي ته هُو مون کان معافي گهري؟ هُو سمجهي ٿو ته اِيئن ڪرڻ سان تسليءَ جهڙو فيصلو ٿي ويندو، اِيئن نه؟"

"نه، نه، اُن جي خلاف هُو چاهي ٿو ته هُو اُهو سڀ ڪجهه ڪندو، جو توکي پسند آهي. ڪو به رستو، جو تون چاهين؟

"مان توڙي جو اُن نواب صاحب کي چوان ته هُو اُن شرابجاني ۾، جنهن کي "ميٽرو پولس"چون ٿا، يا مارڪيٽ ۾، منهنجي اڳيان گوڏا کوڙي، هو اِيئن ڪندو؟"

"هائو، هُو ڪٿي به گوڏا کوڙيندو."

"سائين تو منهنجي دل کي ڌڪ هنيو آهي. تو مون کي ايڏو ته ايذائيو آهي، جو جيڪر ويهي روئان. مون کي تنهنجي پياءُ جي بلند حوصلي ۽ سخاوت جو احساس آهي. مون کي اِجازت ڏيو ته مان پنهنجي خاندان سان توهان جي واقفيت ڪرايان. هيءُ منهنجون ٻه نياڻيون ۽ هڪ پٽ آهي. جيڪڏهن مري پوان، ته هنن سان ڪير محبت ڪندو. ڪٿي جي مان جيئرو آهيان، ته مون جهڙي بدقسمت جي ڪير هنن منجهان پرواهه ڪندو؟ هيءَ وڏي شيءِ آهي، جو مون جهڙن ماڻهن جي لاءِ، قسمت سڀ ڪجهه لکي ڇڏيو آهي. ٿي سگهي ٿو، ته ڪو اِهڙو ماڻهو به هجي، جو مون جهڙي ماڻهوءَ جو دوست بڻجي وڃي؟

"ها، اِهو بلڪل صحيح آهي." اليوشا چيو.

"اِهي بيوقوفيءَ جون ڳالهيون نه ڪر. جڏهن به تو وٽ ڪو احمق اَچي ٿو، ته تون اسان کي شرمندو ٿو ڪرين." اُن ڇوڪريءَ اوچتو رڙ ڪري چيو. جا دريءَ جي پرسان بيٺي هئي. هن پنهنجي منهن کي پيءُ ڏانهن ڦيرايو، جنهن مان نفرت صاف ٿي ڏٺي.

"ترس نندڙن وارن وارا" پٽس واکو ڪري چيو. سندس گفتو چتر وارو هو پر هُو، اُن ڏي پنهنجي ڳالهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ نهاري رهيو هو. هُن اليوشا ڏي منهن ڪري چيو ته، "هيءُ ئي ته سندس ڪردار آهي." هي شعر ساڻس لڳي اَچي ٿو:

"هن سڄي ڪائنات ۾ ڪو به اهڙو ڪونه آهي،
جو سندس اکين ۾، مهر ۽ عنايت کي ڏسي سگهي."

توڙي جو عورت ڇو نه هجي، سندس اکين ۾ پاسداري ڏسي نه سگهندي. هاڻي توکي مان پنهنجي زال ارينا پيٽرو وينا سان ملايان ٿو. هوءَ اڌرنگي آهي ۽ ٽيتاليهن ورهين جي ٿيندي. هوءَ ڇُري ته سگهي ٿي پر ڏاڍو ٿورو. هوءَ غريب خاندان مان آهي.

ارينا پيٽرو وينا پنهنجي ڇهري کي محبت آميز بڻايو. هي اليڪسي فيودوررووچ ڪرامازوف آهي. اليڪسي فيودوررووچ اُت." هن ڪيس هٿ ڪان ورتو ۽ توقع جي خلاف ڪيس چڪيائين. "توکي هڪ عورت سان متعارف ٿيڻ لاءِ اُٿي بيهڻ گهرجي. هيءُ اُهو ڪرامازوف نه آهي، جنهن منهنجي بي عزتي ڪئي هئي، پر سندس ڀاءُ آهي، جنهن ۾ گهڻيون خوبيون ۽ نيڪيون آهن... ارينا پيٽرو وينا، ڀهريائين اجازت ڏي ته مان تنهنجي هٿ کي چمان."

هن پنهنجي زال جي هٿ کي پيار مان چميو. ڇوڪري، جا دريءَ وٽ ويٺي هئي، نهايت نفرت سان هن نظاري کان منهن ڦيرائي ڇڏيو. سوالن پڇڻ واري صورت ۾ گستاخ بيگم استيگيريوف اوچتو محبت آميز بڻجي وئي ۽ اليوشا کي چيائين:

"صبح بخير! مسٽر شرنامازوف ويهو."

"ڪرامازوف، بيگم، ڪرامازوف." "(اَسان ماڻهو ئي سادا آهيون، ڇا ڪجي)". هن آهستگيءَ سان چيو.

نيڪ آهي، ڪرامازوف آهي يا ڪو ٻيو، پر مان هميشه شرنامازوف جو خيال ڪندي آهيان، هن توکي ڇڪي اُتاريو آهي ۽ مون کي اڏرنگي تو سڏي، پر مان اِيئن ته نه آهيان. منهنجون ٽنگون، ڪانيءَ جي دَٻي وانگر سُڄي پيون آهن ۽ مان عاجز آهيان. ڪڏهن ته مان چڱي ڀلي متاري هيس پر هاڻي سُئيءَ جي ڏاڳي وانگر سنهڙي ٿي وئي آهيان."

"اسان سادا ماڻهو آهيون"، ڪئپٽن وري به چيو.

"او بابا، بابا" ڪُٻي ڇوڪريءَ اوچتو دانهن ڪري چيو. هوءَ سمورو وقت گفتگوءَ دوران، ڪرسيءَ تي خاموش ويٺل هئي. هن پنهنجون اکيون رومال سان ڍڪي ڇڏيون. دريءَ وٽ ويٺل ڇوڪريءَ زور سان چيو، "باندري".

پنهنجي ڌيئرن ڏي اِشارو ڪندي ماءُ چيو ته، "اسان جي گهر جو حال ڏسُئي. هيءُ ڪکرن وانگر آهن، جي ڀيا اَچن ۽ وڃن ٿا. هيءَ موسيقي پئي هلندي. جڏهن اسان فوج ۾ هئاسون، ته اسان وٽ اِهڙا گهڻا ئي مهمان ايندا ويندا هئا. مان ڪا به ڀيٽ نه ٿي ڪريان ۽ هر ڪنهن کي پنهنجي مذاق تي ڇڏي ڏيان ٿي. ننڍي پادريءَ جي زال اسان وٽ گهڻي ايندي هئي ۽ اُها چوندي هئي ته اليگزينڊر اليگزينڊرووچ، شاندار دل وارو ماڻهو آهي پر ناسٽسيا پيٽرووينا جهنمي آهي. پر مان ان کي مذاق سمجهندي هيس. پر تون به ته ڪوتاه قد ۽ باهه جي چڻنگ آهين. تڏهن هوءَ مون کي چوندي هئي ته تون پنهنجي جاءِ تي رهي، پنهنجو ڪم ڪر. مان ڪيس چوندي هيس ته او ڪَٽ لڳل ترار، ڪنهن توکي چيو آهي ته اِهي ڳالهيون ويهي مون کي ٻُڌاءِ؟ هو مون کي

چوندي هئي تہ مان هتي خوشبوءِ واري هوا آڻيندي آهيان. ڇاڪاڻ تہ هتي بدبودار هوا آهي. مان پنهنجي دل ۾ چيو تہ هيءُ آفيسرن کان پڇڻ گهرجي تہ ڇا منهنجي ساهہ جي هوا انهن وٽندڙ آهي. گهڻو وقت نہ گذريو، جيئن مان هت ويني آهيان، اُتي بہ اِيئن ويني هيس. تہ خود جنرل آيو، جو ايسٽر جا ڏينهن گذارڻ لاءِ آيو هو. مان کانئس پڇيو تہ جناب اعليٰ ڪنهن عورت جي ساهہ کڻڻ جي هوا بدبودار ٿي سگهي ٿي؟"

"هائو" هن جواب ڏنو، "توکي پنهنجي دريءَ جا طاق کولڻ کپن يا دروازو، ڇاڪاڻ تہ هتي تازي هوا نہ آهي. هيءُ سڀ اِهڙي ريت هلي رهيا آهن. هنن جي لاءِ منهنجو ساهہ کڻڻ اَلائجي ڇا آهي؟ مُردي جي بدبوءِ کان بہ وڌيڪ! مان هتان جي هوا زياده خراب نہ ڪندس. مان جتيءَ جو آرڊر ڏينديس ۽ اُن جي ملڻ کان پوءِ هلي ويندس. منهنجون پياريون، پنهنجي ماءُ جي عيب جوئي نہ ڪريو. نڪولائي اِليوچ، مان توکي ڪهڙي ريت راضي ڪريان؟ هتي ائلشيا ئي آهي، جو جڏهن اسڪول کان موٽي گهر ايندو آهي، تہ مون کي پيار ڪندو آهي. ڪالهہ هن منهنجي لاءِ هڪ صوف آندو هو. اوهان جي پنهنجي ماءُ کي معاف ڪريو. هڪ غريب ۽ تنها عورت کي منهنجو ساهہ کڻڻ اوهان جي لاءِ ڇو ناپسند ٿي پيو آهي." ايئن چوندي هوءَ غريب عورت سڏڪن ۾ پئجي وئي ۽ سندس ڳلن تان ڳوڙها ڳڙڻ لڳا. اُن وقت ڪئپٽن اُن ڏانهن ڊوڙي ويو.

"منهنجي پياري، ڇوڪرين جي ماءُ، هيءُ ڪافي آهي. تون اَڪيلي نہ آهين ۽ توکي هر ڪوئي پيار ڪري ٿو ۽ پوڄي ٿو." هن سندس ٻنهي هٿن کي چميون ڏيڻ شروع ڪيون ۽ پيار مان سندس منهن تي نرم ڏک هڻڻ لڳو. هن رات جي مانيءَ ۾ ڪم آيل رومال کي کڻي سندس ڳوڙهن کي اُگهڻ شروع ڪري ڏنو. اليوشا ڏٺو تہ هن جي اکين ۾ بہ ڳوڙها هئا. اُن وقت هو غصي مان، اليوشا جي طرف مڙيو ۽ بيمار عورت ڏي اشارو ڪيائين.

"مان ڏسان ٿو ۽ ٻڌان ٿو؟" اِليوشا چيو.

"بابا! بابا، هي ڇا آهي...؟ هن کي اڪيلو ڇڏي ڏيو." اُن تختي جي بستري تان ڇوڪري چيو. جو اُن تي اُٿي وينو هو. هُو پنهنجي چمڪيلي اکين سان پيءُ کي گهُوري رهيو هو.

"پنهنجي مسخري کي ڇڏي ڏيو ۽ پنهنجي ناداني‌ءَ کي ترڪ ڪريو. اِنهيءَ مان اوهان کي ڪو بہ فائدو نہ ٿيندو!" وارن واري. پنهنجو پير جوش مان زمين تي هڻي زور سان چيو.

"تنهنجي ڪاوڙ هن وقت صحيح آهي وارن وارا. مان توکي راضي رکڻ لاءِ تڪڙ

ڪندس. اليوشا فيودوروچ اَڄو ۽ پنهنجي ٽوپي کڻو. مان پنهنجي کڻان ٿو. اسان ٻاهر هلنداسون. مان توکي ٻاهر ڪا ضروري ڳالهه ٻڌائڻ گهران ٿو. هيءَ ڇوڪري جا هتي وينل آهي، منهنجي ڌيءَ نينا آهي. مون ڪان سندس تعارف ڪرائڻ وسري ويو هو. هوءَ حقيقي معنيٰ ۾ هڪ آسماني فرشتو آهي، جو اُتان لهي اسان فاني انسانن وٽ آيو آهي.... جيڪڏهن تون اُن کي سمجهي سگهين."

"هيءَ ته مٿي ڪان پيرن تائين ڏڪي رهيو آهي. ڇڻ ته ڪيس ڏڪڻي وٺي وئي آهي." وارن واري نهايت نفرت ڀري آواز ۾ چيو.

"هيءَ منهنجي ڪري ٿي، زمين تي پير هڻي رهي آهي. هن تازو مون کي احمق تي سڏيو ۽ ڪيس اهڙي طرح سڏڻ جو حق به آهي. هي به آسماني فرشتو آهي. اَچ، اَچ! اليڪسي فيودوروچ، اسان کي اهي ڳالهيون ختم ڪرڻ گهرجن."

هن اليوشا جي هٿ کي ورتو ۽ کيس ڇڪي، ڪوٺيءَ کان ٻاهر وٺي ويو.

باب ستون

# ڪليل فضا ۾

”هتي تازي هوا آهي، پر منهنجي ڪمري ۾ ڪنهن بہ لحاظ ڪان هوا چڱي آهي. اڄ تہ آهستگيءَ سان هلون. مون کي اوهان سان گڏ گهمندي بيحد خوشي حا تيندي.“

”مون کي پڻ اوهان سان ڪنهن اهم ڳالهہ تي ڳالهائڻو آهي.“ اليوشا ڪيس چيو، ”مگر خبر نہ ٿي پئي تہ مان اُن کي ڪهڙيءَ ريت شروع ڪريان!؟“

”مون کي يقين آهي تہ اوهان جو مون ۾ ڪو ڪم آهي. ڪنهن بہ مطلب ڪان سواءِ، تون ڪڏهن بہ مون ڏي نہ نهارين ها. اهو اعتبار ۾ ئي نہ ٿو اچي تہ تون ڪو فقط ٻار جي دانهن ڪٺي مون وٽ آيو آهين. پر ٻار جي متعلق مان توکي اُتي ڪجهہ بہ سمجهائي نہ ٿي سگهيس. هتي مان اُن سڄي منظر کي بيان ڪري سگهندس. منهنجي بُڇي ڏاڙهيءَ، هفتو ڪن اڳي چڱي گهاٽي هئي. گهڻو ڪري اسڪول جي ٻارن منهنجي ڏاڙهي کي اِهو لقب ڏنو آهي. تنهنجي ڀاءُ دمتري فيودوررووچ، منهنجي ڏاڙهيءَ کي ڇڪيو، هُو سخت غصي ۾ مون تي حملو ڪري آيو. هُو مون کي قهوه خاني مان ڇڪي، مارڪيٽ جي چوئنڪ ۾ گهلي آيو. عين اُن وقت اسڪول جا ڇوڪرا ٿي آيا. اُنهن ۾ ائلشيا بہ هو. جيئن ئي منهنجي ويجهو آيو، مون کي ڳرانٽڙيون پائي، ڪوشش ڪيائين تہ مون کي ڇڏائي. هن حملي آور کي رڙيون ڪري چيو، تہ هيءُ منهنجو پيءُ آهي، هن کي ڇڏي ڏي، ڇڏي ڏي. هن کي معاف ڪر. هُن سچ پچ رڙيون ڪري ٿي چيو تہ معاف ڪر. هُو سندس هٿ کي چنبڙي پيو، ساڳي هٿ کي، جنهن سان هن مون کي جهليو هو. اُن کي هُن پنهنجن ننڍڙن هٿن سان چميو.... سندس، اُن وقت جو ڏکايل چهرو مون کي ياد آهي. مان اُن کي نہ وساريو آهي نہ وري اُن کي وساري سگهندس.“

”مان قسم کڻي ٿو چوان،“ اليوشا رڙ ڪري چيو تہ، ”منهنجو ڀاءُ، نهايت گهرائيءَ مان ۽ پوري خلوص سان، اُن تي افسوس جو اظهار ڪندو. توڙي جو ڪيس مارڪيٽ جي چوئنڪ ۾ گوڏن ڀَر ٿيڻو پوي.... مان ايئن ڪرڻ لاءِ ڪيس چوندس ۽ ٻيءَ حالت ۾ هُو منهنجو ڀاءُ ئي نہ رهندو!“

”مطلب تہ اِها فقط تجويز آهي! اها هُن جي طرف ڪان نہ آهي، پر تنهنجي محبت واري دل جي طرف ڪان مهرباني آهي. تون ايئن اڳ ۾ ٻڌائين ها. اهڙيءَ حالت ۾ مون کي اِجازت ڏي، تہ مان تنهنجي ڀاءُ جي اُن ڏينهن جي، سورهيائپ ۽ فوجي

پاڪبازيءَ کي ڀڏايان. هُن منهنجي ڏاڙهيءَ کان وٺي ڇڪڻ کي ڇڏي ڏنو ۽ مون کي آزاد ڪيو. ”تون هڪ آفيسر آهين ۽ مان به هڪ آفيسر آهيان. توکي جيڪڏهن ڪو بيو بهتر ماڻهو هٿ اچي، ته مون ڏي مقابلي جي لاءِ دعوت ڏياري موڪل. جيتوڻيڪ تون بدمعاش آهين پر مان توکي اها تسلي ڏيان ٿو.“

هن جو ڪجهه چيو، سچ پچ، اُن مان سندس سورهيائپ وارو رويو ظاهر پئي ٿيو. مان ائلشيا سان گڏجي موٽيس. هيءُ منظر اسان جي خاندان جي تاريخ ۾ رهجي ويو ۽ ائلشيا جي دل تي هميشه لاءِ نقش ٿجي ويو. نه، اهو اسان لاءِ نه آهي ته اسان اَمير ماڻهن جي حقن جهڙا دعويدار ٿجون. تون پاڻ انصاف ڪر. تون هاڻي اسان جي گهر مان ٿي آيو آهين، تو اُتي ڇا ڏٺو؟ ٽي زالون، هڪ اذرنگي ۽ ضعيف دل واري، ٻي ڪُبي ۽ اذرنگي، ٽئين اذرنگي ته نه آهي، پر گهڻي چالاڪ. هوءَ طالب علم آهي ۽ چاهي ته سينٽ پيٽرسبرگ وڃي، نيوا جي ساحل تي، روسي عورتن جي حقن جي آزاديءَ لاءِ وڃي ڪم ڪري. مان ائلشيا لاءِ ڪجهه نه چوندس. هُو اَجا نون ورهين جو آهي. مان دنيا ۾ تنها آهيان. مان جيڪڏهن مري پوان ته هنن سڀني جو ڇا ٿيندو؟ مان فقط توکان اهو پڇان ٿو. مان کيس مقابلي جي دعوت به ڏيان، پر جيڪڏهن هُو مون کي ماري وجهي ته پوءِ ڇا؟ هنن جو ڇا ٿيندو؟ اَجا به بدترين هي آهي، ته هُو مون کي جيڪڏهن منڊو ٽنڊو ڪري وجهي، ته مان ڪو به ڪم ڪري نه سگهندس. منهنجو ڪارائڻ به وڃي ٻين تي پوندو. ڪير مون کي ۽ هنن سڀني کي کارائيندو! پوءِ مون کي ايئن ڪرڻو پوندو ته ائلشيا کي ڪڍي، کيس در در پنڻ لاءِ موڪلي ڏيان. اهي ڳالهيون آهن، جي مون کي ساڻس دوبدو ڪرڻ کان روڪين ٿيون. اِها هڪ بيوقوفيءَ جي ڳالهه ٿيندي ۽ ٻيو ڪجهه به نه.“

”هُو توکان معافي وٺندو. هُو مارڪيٽ جي چوڪ وٽ تنهنجي پيرن ۾ ڪرندو.“ اليوشا وري به کيس چمڪندڙ اکين سان نهاريندي چيو.

”مان مٿس مقدمي ڪرڻ لاءِ خيال ڪيو“. ڪئپٽن ڳالهائيندو رهيو. ”پر تون اسان جي قانون جي ڪتاب ۾ ڏس. مان پنهنجي شخصي زخمن لاءِ عيوض وٺي سگهان ٿو؟ اُن ڪانسواءِ اگريفينيا اليگزينڊر روينا مون کي گهرائي ورتو ۽ مون کي دڙڪو ڏيئي چيائين ته هُن ڳالهه جي خواب لهڻ جي به ڪوشش نه ڪر. جيڪڏهن تو. هن جي لاءِ ڪو به قدم کنيو ته مان اخبارن ۾ هيءَ ڳالهه شايع ڪرائي، دنيا کي ٻڌائينديس ته هن توکي، تنهنجي بدديانتيءَ جي سبب کان ماريو آهي ۽ پوءِ تون اُن ۾ قابو ٿي ويندين.“ مان خدا کي گواهه ٻڌائي چوان ٿو

تہ بددیانتي ڪنهن جي هٿي ۾ مان ڪنهن جي حڪم جي تعميل تي ڪئي. ڇا اهو هن جو پنهنجو ۾ فيودوروروچ جو ڇوڙ نہ هو؟ اَڃا هن ڪان بہ وڌيڪ هوءَ چوندي رَهي تہ "مان توکي گهر مان ڪڍي ڇڏيندس ۽ پوءِ هڪ ڪوڏيءَ جي بہ مون ۾ اُميد نہ رک. مان پنهنجي سوداگر کي بہ چونديس تہ (هوءَ ايئن ئي هن پوڙهي کي سڏيندي آهي) توکي ملازمت مان ڪڍي ڇڏي." جيڪڏهن هُو مون کي ملازمت مان ڪڍي ڇڏي تہ مان پوءِ ڪٿان ڪمائي سگهندس؟ اهي ئي بہ آهن، جن جي مون کي ڪاڻ ڪڍڻي تي پوي. فقط ملازمت جي ڪري نہ، پر ٻيو سبب هيءُ آهي تہ فيودوروروچ، مون ڪان اهڙا ڪاغذ بہ صحيح ڪرايا آهن، جن جي روشنيءَ ۾ هُو مون تي مقدمو ڪري سگهي ٿو. انهيءَ ڪري ئي مان خاموش ٿي ويو آهيان. تو منهنجي هيءَ شڪست ڏٺي آهي. هاڻي مان توکان پڇڻ گهران ٿو تہ ائلشيا توکي تنهنجي آڱر جي باعث گهڻي تہ تڪليف نہ پهچائي آهي؟ مان ايئن نہ ٿي چاهيو تہ پنهنجي گهر ۾، اُن بابت اوهان ڪان ڪجهہ پڇان."

جيڪو گذريو آهي، اوهان اُن کي ڏسو ٿا. هو وڏي جوش ۾ هو. هُو تنهنجو انتقام، مون ڪان، ڪرامازوف سمجهي وٺي رهيو هو. مان هاڻي ايئن سمجهان ٿو. پر جيڪڏهن تون ڏسين تہ ڪيئن هُو پنهنجي اسڪول جي ڇوڪرن تي پٿر اُڇلائي رهيو هو، اهو نهايت خطرناڪ هو. هو شايد ڪيس ماري وجهن ها. هُو ٻار آهن ۽ بيوقوف! هڪ ڦٽي ڪيل پٿر، ڪنهن جو متو ڦاڙي ٿي سگهيو."

"هان، اهو ئي اڄ ٿي گذريو آهي. هڪ پٿر کيس زخمي ڪري ڇڏيو آهي. اُهو کيس متي ۾ نہ لڳو آهي، پر دل ڪان ٿورو متيرو سيني ۾. هُو گهر ۾ دانهون ڪندو ۽ ڪنجهندو آيو ۽ هاڻي بيمار آهي."

"توکي ڄاڻڻ کپي تہ هن ئي ٻهريائين حملو ڪيو هو. تنهنجي احوال موجب کيس سخت تڪليف پهتي آهي. اسڪول جي ڇوڪرن مون کي ٻڌايو هو تہ هن ڪراسٽوڪن نالي ڇوڪري کي قلم گهڙڻ وارو چاڪو هنيو هو."

"مان اهو بہ ٻڌو آهي. اها ڳالهہ خطرناڪ آهي. ڪراسٽوڪن هتي آفيسر آهي ۽ اسان کي، اُن جي لاءِ بہ ڪجهہ ڏسڻو پوندو."

"مان توکي صلاح ڏيندس، اليوشا گرم جوشيءَ مان چيو "تہ جيستائين سندس جوش ڍرو ٿئي، اسڪول ۾ کيس نہ موڪليو.... جڏهن سندس غصو لهي وڃي تہ پوءِ پلي."

"ڪارڙا" ڪئپٽن ورائي چيو. "اُها ايئن ئي رهندي، جيئن آٿس. جيتوڻيڪ

هُـو نديو ٻار آهي، پر سندس غصو وڏي جوش وارو آهي. سائين توکي اِها خبر نـه آهي. مان توکي اَڃا ڪجهه وڌيڪ ٻڌائينـدس. هُـن واقعـي ڪـان پـوءِ، ٻـار ڪيس ٻُـچي ٻُـچي چئي چيڙائيندا رهيا آهن. اسڪول جا ڇوڪرا، هڪ بـي رحم قـوم آهن. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نـه آهي تـه انفرادي طرح فرشتا آهن، پر جڏهن اسـڪول ۾ گڏجن ٿا، اُهي اَڪثر بي رحم بڻجي وڃن ٿا. اُنهن جي چيڙائڻ، ائلشيا جي بهادر روح کي تحرڪ ۾ آندو آهي. هڪ رواجي ڇوڪرو ۽ ڪمزور پٽ تـه تابعدار بڻجي وڃي ها ۽ پنهنجي پيءُ جي ڪري شرمندو بڻجي وڃي ها پر هُـو پنهنجي پيءُ جي بچاءَ ۾، سڀ جو مخالف ٿي بيٺو. ڇاڪاڻ تـه جڏهن هن تنهنجي ڀاءُ جي هٿ کي چمي ڏئـي چيـو هـو تـه، "منهنجي پيءُ کي معاف ڪر، هن کي معاف ڪر". تڏهن هن گهڻو سَنو هو. اِهـو تـه خدا ڄاڻي اسان جا ٻار - اوهان جا ٻار نـه پر اسان جا ٻار، يعنـي غريـب مـاڻهن جـا ٻار. اُنهن کي هر ڪو نظر انداز ڪري ڇڏيندو آهي. ڇـو نـه نـون ورهيـن جـو ٻار هجـي سائين. پـر انصاف جي تقاضا ڇا آهي؟ اُن کـي شاهوڪار ڄاڻي بـه سگهندو؟ هُــو پنهنجي حياتيءَ ۾، هڪ دفعـو بـه اِنهـن گهرايـن ۾ وڃي نـه ٿـا سگهن. پـر اُن گهڙيءَ ۾ جوئنڪ وٽ، جڏهن هن سندس هٿ کي چميو هو، منهنجي ائلشيا اُهو سڀ ڪجهه پنهنجي قبضي ۾ ڪري ورتو هو، جنهن کـي انصاف چاهـي ٿـو. اِهـا صداقت، وٽس لنگهـي آئـي آهي، ۽ هن کي هميشـه لاءِ پائمال ڪري ڇڏيو اَٿس." ڪئپٽن وري گرم تـي جنونـي انـداز ۾ ڳالهائڻ لڳو. هن پنهنجي سڄي مُـٺ پيڪوڙي ڪبي هٿ تـي هڻيـن، ڄڻ هـن ڏيکـارڻ ٿي گهريو تـه ڪهڙيءَ ريت صداقت ائلشيا کي پائمال ڪيو آهي.

"اُن ساڳي ڏينهن هُـو بيمار ٿي پيو. ڪيس تپ ظاهر ٿـي پيـو ۽ سڄي رات وڪلندو رهيو. اُن سڄي ڏينهن ۾ هن مون سان هڪ لفظ بـه نـه ڳالهايو. پـر مـان ڏٺـو ٿـي، تـه هُــو مون کي دريءَ جي ڪنڊ مان جاچيندو ٿي رهيو. جيتوڻيڪ هُـو دريءَ جي طرف ڦـري ويـو ۽ ايئن ڊونگ ڪري رهيو هو، ڄڻ تـه سبق پڙهي رهيـو آهي، پـر حقيقت ۾ سندس دل پڙهڻ ۾ نـه ٿي لڳي. ٻي ڏينهن مان ان غم کي وسارڻ لاءِ شراب پيتو. مان گنهگار مـاڻهو تـه آهيان، مون کي پوءِ ڪجهه بـه ياد نـه رهيـو. سندس ماءُ بـه روئـڻ لڳي. هوءَ مـون کي بيحد پيـاري آهي. خير، مـان سمورن پيسـن جو شراب پي، پنهنجو غـم غلـط ڪنـدو رَهيس. مون کي هن لاءِ طعنو نـه ڏي سائين. رشيا ۾ جو مـاڻهو شراب پيئـندو آهي، اُن کي بهتر سمجهيو ويندو آهي. اسان وٽ جي بهترين مـاڻهو آهن، اُهي وڏا شرابي آهن. مان سمهي پيس ۽ مون کي ائلشيا جي بابت ڪا بـه خبر نـه رَهي. جيتوڻيڪ اسـڪول ۾ ڇوڪرا ڪيس چيڙائيندا رهيا. ٻُـچي ڏاڙهي. "تنهنجي پيءُ کـي قهـوه خـاني ۾ ٻچـي ڏاڙهيءَ کان وٺي ڇڪيو ۽ گهليو ويو هو ۽ تو ڏِٺي ۽ معافي لاءِ ٿي ليلايو؟

”تئين ڏينهن جڏهن هُو اسڪول کان آيو تہ اداس ۽ غمگين ٿي ڏنو. مان کانئس پڇيو تہ ڇو ڀلا؟ هُن ڪو بہ جواب نہ ڏنو. خير اسان جي گهر ۾ ڪو بہ ڳالهائڻ نہ هوندو آهي پر جڏهن منهنجي زال ڳالهائيندي آهي، تہ اُن ۾ ڇوڪريون بہ حصو وٺنديون آهن. جو ڪجهہ گذري چُڪو هو، اُن کي اُنهيءَ ئي ڏينهن منهنجون نينگريون ٻُڌي چُڪيون هُيون. وارن واري غصي مان ٻڙ ٻڙ ڪرڻ لڳي تہ، ”اوهان بيوقوفن ۽ مسخرن، ڪڏهن ڪو ڪم عقلمنديءَ سان بہ ڪيو آهي؟“ مان کيس جواب ڏنو تہ تون صحيح ٿي چوين. اسان ڪڏهن ڪو ڪم عقلمندي سان ڪري بہ سگهون ٿا؟ ڪجهہ وقت لاءِ مون کيس اِهڙيءَ ريت ٺاري ڇڏيو. شام جو مان ٻار کي وٺي گهمڻ لاءِ نڪتس. هر شام جو اسان گهمڻ لاءِ نڪرندا آهيون. هن ساڳي رستي تي، جتي هاڻي اَسان هلي رهيا آهيون. پنهنجي گهر جي دروازي کان وٺي، هن پٿر تائين، جتي ڪانيءَ جو جهنگلو لڳل آهي ۽ جتان شهر جو چراگاهہ شروع ٿئي ٿو. هيءُ نهايت شاندار ۽ سُڪون وارو حصو آهي. ائلشيا ۽ مان دستور موجب هٿ ۾ هٿ ڏئي، گهمندا رهياسين. هن جا ننڍڙا هَٿَ آهن ۽ سندس آڱريون سنهيون ۽ ٿڌيون هيون. تون ڄاڻين ٿو تہ هُن کي سيني ۾ سور هو. هُن مون کي چيو، ”بابا، بابا“. مان کيس چيو تہ خير تہ آهي؟ مان ڏٺو تہ سندس اکيون چمڪي رهيون هيون ۽ هن وري چيو تہ ”بابا، هُو توهان سان ڪيڏو نہ بُرو هليو آهي!“ مان کيس چيو تہ ائلشيا، ان لاءِ ڪجهہ بہ ڪَري نہ ٿو سگهجي.

”بابا، هن کي معاف نہ ڪج. هن کي معاف نہ ڪج! اسڪول ۾ هُو چون ٿا، تہ هُن بيعزتيءَ جي لاءِ اوهان کي ڏهہ روبل ڏنا ويا آهن.“ مان کيس چيو تہ نہ ائلشيا، مان هن کان عيوض ۾ ڪجهہ بہ نہ وٺندس. هُو اُن وقت ڏڪڻ لڳو ۽ منهنجي هٿ کي پنهنجي ٻنهي هٿن ۾ وٺي وري چُمڻ لڳو. ”بابا“ هن چيو تہ، ”هن کي مقابلي جي دعوت ڏيو، اسڪول ۾ هُو چون ٿا تہ تون بي همت آهين ۽ هن کي مقابلي جي دعوت نہ ڏيندين ۽ تو، کانئس ڏهہ روبل ورتا آهن.“ مان کيس چيو تہ ائلشيا، مان هن کي مقابلي جي دعوت نہ ٿو ڏئي سگهان. اُن کان پوءِ مون کيس اُهو سڀ ڪجهہ سمجهايو، جو هاڻي توکي ٻڌايو اٿم. هن ڌيان ڏئي ٻڌو ۽ چوڻ لڳو تہ نہ ڇا بہ هجي پر هن کي معاف نہ ڪجو. مان جڏهن وڏو ٿيندس تہ کيس مقابلي جي دعوت ڏيندس ۽ اُن کي ماري ڇڏيندس.“ هن جون اکيون غصي ۾ لال ٿي ويون. جيئن تہ مان سندس پيءُ آهيان، مان کيس تورا لفظ چوڻ مناسب سمجهيا. ڪنهن کي مارڻ گناهہ آهي، پوءِ چو نہ دوبدو مقابلو هجي. ”بابا“ هن چيو ”مان جڏهن وڏو ٿيندس تہ هن کي زمين تي ڪيرائيندس ۽ سندس هٿن مان ترار کسي وٺندس. مان هن جي مٿان چڙهي

ويهندس ۽ پنهنجي تلوار متائنس رکي چوندو مانس تہ مان توکي قتل کري سگهان ٿو، پر توکي معاف ڪريان ٿو! ان مان توکي خبر پوندي تہ اُنهن بہ ڏينهن ۾، هن ننڍڙي ٻار جي دل تي ڇاڇا نہ پئي گذريو آهي. هُو سڄو ڏينهن انتقام بابت سوچيندو ٿي رَهيو ۽ رات جو اُن جا خواب ٿي ڏسندو رهيو.

پر هُو اسڪول مان وڏي مار کائي آيو آهي. اِها مون کي ڪالهہ خبر پئي آهي ۽ اوهان صحيح آهيو. مان ڪيس اِنهيءَ اسڪول ۾ وڏيڪ وقت لاءِ نہ موڪليندس. مان اِهو بہ ٻُڌو آهي تہ هُو سيني چوڪرن جي مقابلي ۾ اڪيلو هو ۽ سندس دلِ پوري طاقت سان سندن مقابلي لاءِ راضي هئي. منهنجي دل خوف سان پرجي وئي آهي. اَسان اڳتي گهمندا وياسون. هُن مون کان پڇيو تہ "بابا، ڇا دولتمند ماڻهو، زمين تي سڀ کان طاقتور تين ٿا؟" مان ڪيس چيو تہ هائو ائلشيا، زمين تي دولتمند ماڻهن کان وڌيڪ بيو ڪو بہ طاقتور ٿي نہ ٿو سگهي. هن چيو "بابا مان شاهوڪار ٿيندس. آفيسر بڻجي ويندس ۽ سيني تي سوپ حاصل ڪندس. زار مون کي انعام ڏيندو ۽ اُن کان پوءِ ڪنهن کي بہ طاقت نہ ٿيندي...." هُو اوچتو چپ ٿي ويو ۽ سندس چَپ ڏڪڻ لڳا. هن وري چيو "بابا هي ڪيڏو نہ خطرناڪ شهر آهي." مان چيومانس، هائو پٽ! هيءُ ڪو چڱو شهر نہ آهي. "تڏهن تہ بابا اسان کي لڏي، ڪنهن چڱي شهر ۾ وڃڻ کپي." هن چيو: "جيئن اسان کي اُتي ڪو بہ نہ سڃاڻي." هائو اسان هتان لڏينداسون، مان چيومانس پر اُن لاءِ ڪجهہ پيسو بچائي ونان. مان خوش هوس، جو سندس، دل کي غمگين خيالن مان ڦيرائي ورتم. اُن کان پوءِ اسان خواب لهڻ لڳاسون تہ ڪهڙيءَ ريت ٻي شهر ڏي لڏي هلنداسون ۽ اُن جي لاءِ ڪيئن اسان هڪ ٽانگو خريد ڪنداسون. مان ڪيس ٻڌايو تہ تنهنجي ماءُ ۽ ڀينرن کي ٽانگي ۾ اندر ويهارينداسون ۽ اسان ٻئي پنڌ ڪندا هلنداسون. ڪڏهن ڪڏهن توکي بہ اُنهن سان گڏ ويهاري ڇڏيندس پر مان پنڌ ڪندو ئي هلندس. چاڪاڻ تہ اَسان کي گهوڙي جي خبرداري ڪرڻي پوندي. سيئي تہ اُن تي سواري نہ ڪري سگهنداسون. اهڙيءَ ريت اسان کي هلڻو پوندو. هن گفتگوءَ کان هُو بيحد مسرور ٿي ويو. خاص ڪري هُو گهوڙي ۽ اُن جي سواريءَ جي خيال کان خوش ٿي ويو. چاڪاڻ تہ هڪ روسي ٻار هميشہ گهوڙن جي وچ ۾ پيدا ٿئي ٿو. اسان ڪيترو وقت پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا رهياسين. مان خدا جو شڪر ڪيو جو سندس دل جي حالت کي ڦيرائي ورتو هيم ۽ ڪيس آرام ميسر ڪري ڏنم.

هيءَ ڪالهہ جي شام جي ڳالهہ هئي. پر گذريل رات سڀ ڪجهہ تبديل ٿي

ويو. هُو صبح سان اسڪول ويو هو. جڏهن موٽي آيو تہ بيحد ملول هو ۽ خوفناڪ طريقي سان ملول هو. شام جو مان هن کي هٿ کان ورتو ۽ گهمڻ وياسون. هُو گهمي نہ ٿي سگهيو. هوا زور سان لڳي رهي هئي ۽ سج ظاهر نہ هو. ايئن معلوم پئي ٿيو تہ ڄڻ خزان جي موسم آهي. شفق آسمان تي چڙهندي ٿي آئي. اسان گهمندا رهياسون، پر ٻئي ملول هئاسون. مان کيس چيو تہ، پٽ، اسان کي پنهنجي سفر لاءِ ڇا ڇا ڪرڻو پوندو؟ مان خيال ڪيو تہ ايئن ڪرڻ سان، مان کيس ڪالهوڪي گفتگوءَ ڏي موڙي سگهندس. هن ڪو بہ جواب نہ ڏنو پر محسوس ڪيم تہ سندس آڱريون منهنجي هٿ ۾ ڏڪي رهيون آهن. مان خيال ڪيو تہ. هيءُ ڪو ڏکيو معاملو آهي ۽ ڪا نئين ڳالهہ آهي. اَسان هن پٿر تائين پهچي وياسون، جتي هاٺي آهيون. فضا ۾ ڪيئي لغڙ، اُڏامي ۽ چڪر هڻي رهيا هئا. گهٽ ۾ گهٽ ٽيهہ تہ نظر ۾ تي آيا. بيشڪ اها لغڙن اُڏائڻ جي موسم آهي. مان کيس چيو تہ ائلشيا هيڏي نهار. وقت آيو آهي تہ اسان پنهنجي گذريل سال واري لغڙ کي باهر ڪڍون. مان اُن کي ڦاٽل جاءِ وٺان ڳنديندس، پر تو، اُن کي ڪٿي رکيو آهي؟ منهنجي ڇوڪري ڪو بہ جواب نہ ڏنو. هُن ٻي طرف نهاريو ۽ مون کي پاسيرو ڏسڻ لڳو. اوچتو هوا جي سخت جهٽڪي واريءَ کي مٿي اُڇلايو. هُو اوچتو منهنجي مٿان ڪِري پيو ۽ پنهنجون ٻئي ننڍڙيون ٻانهون، منهنجي ڳچيءَ جي چوڌاري وڌائين ۽ مضبوطيءَ سان جهليائين. توکي معلوم آهي تہ جڏهن ٻار خاموش هوندا آهن ۽ فخر ۾ پرچي ويندا آهن تہ هُو پنهنجي ڳوڙهن کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، تڏهن هُو ڏاڍي تڪليف ۾ هوندا آهن. اوچتو هُو جهڄي پوندا آهن ۽ سندن اکين مان ڳوڙهن جا نارَ وهي هلندا آهن. هن پنهنجي ڳوڙهن جي گرم ڌارن سان منهنجي چهري کي آلو ڪري ڇڏيو. هُو روئڻ ۽ ڏڪڻ لڳو، ڄڻ تہ ڪنهن وڏي مونجهاري ۾ هو. مان جيئن پٿر تي ويٺو هوس، هُو مون کي چنبڙي پيو. هن روئندي چيو تہ، "منهنجا پيارا بابا، هُن ڪيڏي نہ تنهنجي بي عزتي ڪئي آهي!" مان بہ سڏڪا ڀري روئڻ لڳس. اسان ٻئي هڪ ٻي جي ٻانهن ۾ ڏڪندا ۽ روئندا رهياسون. مان کيس چيو تہ ائلشيا، عزيز ائلشيا، ڪنهن بہ اسان ڏي نہ نهاريو پر خدا تہ سڀ ڪجهہ ڏٺو ٿي. مون کي اُميد آهي تہ هُو مون کي اُن جو اُجورو ڏيندو. اليڪسي فيودورووچ تون پنهنجي ڀاءُ جو شڪريو اَدا ڪر. مان تنهنجي راضپي لاءِ پنهنجي ٻار کي ڪڏهن بہ نہ ماريندس."

هُو پنهنجي احمقاڻي ۽ ناراضپي ڀريل گفتگوءَ طرف موٽي پيو هو. اليوشا

سمجهي ورتو هو، تہ هن جو متس اعتبار آهي. جيڪڏهن سندس جاءِ تي ڪو ٻيو هجي ها، تہ هُو ڪڏهن بہ ايترو کُلي نہ ڳالهائي ها، نہ وري ڪيس اُهي ڳالهيون ٻڌائي ها، جي هاڻي ٻڌايون هئائين. هن حالت اليوشا کي همٿ ڏياري، جنهن جي دل ڳوڙهن ڳاڙڻ جي حد تائين ڏکي رَهي هئي.

"آهہ، ڪيترو نہ مان تنهنجي ڇوڪري سان دوستي رکڻ چاهيان ٿو. جيڪڏهن تون اُن لاءِ ڪجهہ ڪري سگهين-"

"يقيناً سائين"، ڪئپٽن چيو.

"هاڻي ڪجهہ ٻي قسم جي ڳالهہ ڏيان ڏئي ٻڌ." اليوشا ڳالهائيندو رهيو."مون کي تنهنجي لاءِ هڪ پيغام آهي. اِنهيءَ ساڳي منهنجي ڀاءُ دمتري، پنهنجي مڱينديءَ جي بہ بي عزتي ڪئي آهي، جا نهايت شاندار قسم جي ڇوڪري آهي. تو شايد هن لاءِ ٻُڌو بہ هجي. مان توکي سنئون سڌو ٻڌائڻ گهران ٿو، تہ هن کهڙي غلطي ڪئي آهي؟ مون کي اِيئن ڪرڻو پوي ٿو. حقيقت ۾ هن کي جڏهن تنهنجي بي عزتي جي خبر پئي ۽ ڪيس تنهنجي بدقسمتي واري حالت معلوم ٿي، تڏهن هن مون کي پنهنجو هڪدم عيوضي مقرر ڪيو. بلڪل هاڻي، تہ مان تنهنجي مدد ڪريان. فقط هن جي طرف کان نہ دمتري کان، جنهن هُن کي ڇڏي ڏنو آهي. نہ مان سندس ڀاءُ کان مدد گهري آهي نہ ڪنهن ٻئي کان، فقط هُن کان. هن عرض ڪيو آهي، تہ هيءُ مدد ڪانئس قبول ڪر.... توهان ٻنهي جي هڪ ئي ماڻهو وٽان بي عزتي ٿي آهي. هُن، هيءُ خيال اُن وقت ڪيو، جڏهن هُن، سندس ساڳي قسم جي بي عزتي ڪئي. ساڳي ظالماڻي حرڪت! هوءَ هڪ ڀيڻ جي حيثيت ۾، پنهنجي ڀاءُ جي مدد ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌي آهي... هن مون کي چيو آهي تہ مان اوهان تي زور آڻيان تہ هيءُ بہ سؤ روبل اوهان اُن ڀيڻ جي طرفان قبول ڪريو، ڇاڪاڻ تہ اوهان گهرجائو آهيو. ڪنهن کي بہ هيءَ خبر نہ پوندي ۽ اوهان کي ناانصافي واري ڪنيل واقعي کان بہ تسلي ملي ويندي. هيءُ آهن ٻہ سؤ روبل ۽ قسم ٿو کڻان تہ هنن کي قبول ڪيو. تي سگهي ٿو تہ دنيا دشمنن سان ڀريل هجي! پر هن زمين تي ڪي ڀائر بہ آهن... تنهنجي نيڪ دل آهي ۽ توکي اِهو ڏسڻ گهرجي." اليوشا اندلڻ جهڙي رنگ جا بہ نوان ٻن سَون جا نوٽ پنهنجي هٿ ۾ ورتا.

هُو ٻئي اُن وقت لوڙهي جي ڀرسان پٿر وٽ بينا هئا ۽ ٻيو ڪو بہ ماڻهو ڪو نہ هو. نظر اِيئن پئي آيو، تہ نوٽن ڪئپٽن تي گَهرو اثر وڌو آهي. هن ڇِرڪ ڀريو ۽ اِهو سندس ڀهريون ۽ حيرت وارو هو. سندن گفتگوءَ مان جيڪڏهن

ڪو نتيجو نڪري پئي سگهيو، تہ اِهو هو تہ هُو ان کي قبول ڪري. اهڙي خواب ڏسڻ ڪان شايد، ڪوئي بہ پاڻ کي روڪي نہ سگهي، سو بہ ايتري رقم!

هن نوٽن کي ورتو، هڪ منٽ لاءِ هُو ڪنهن جواب ڏيڻ جهڙو ئي نہ رَهيو. سندس چهري تي حيراني پکڙجي وئي.

"هيءُ منهنجي لاءِ آهن؟ ايتري رقم - بہَ سَوُ روبل! خدايا مان پنهنجي آخري چئن سالن ۾ ايترو پيسو ڪڏهن نہ ڏٺو آهي. اسان تي رحم ڪر! هوءَ اِيئن بہ چوي ٿي، تہ هوءَ منهنجي ڀيڻ آهي. ڇا اِهو سچ بہ ٿي سگهي ٿو؟"

"مان قسم سان چوان ٿو تہ مان توکي جو ڪجهہ بہ چيو آهي، سو سڀ سچ آهي." اليوشا زور سان چيو. ڪئپٽن جي منهن جو رنگ سرخ ٿي ويو.

"ڏيان ڏئي ٻُڌ، منهنجا پيارا ڏيان ڏئي ٻُڌ! جيڪڏهن مان اهڙيءَ ريت توکان پيسا ونان تہ مان بدمعاش تہ نہ سڏيو ويندس؟ اليڪسي فيودوررووچ! تنهنجي نگاهن ۾ بدمعاش تہ نظر نہ ايندس." هُو تڪڙو چوندو ويو ۽ اليوشا کي ٻنهي هٿن سان ڇهڻ لڳو. "تون ظاهر ۾ مون کي هيئن چوين، تہ هي پيسا مون ڏي منهنجي ڀيڻ موڪليا آهن، مون تي ونڻ لاءِ زور ٿو ڀرين، پر هنن پيسن کي قبولڻ سان تنهنجي اندر ۾ منهنجي لاءِ نفرت تہ پيدا نہ ٿيندي؟"

"نہ، نہ، مان هن جي لاءِ قسم ٿو کڻان. هن جي لاءِ ڪنهن کي بہ خبر نہ پوندي. فقط مون کي، توکي، هن کي ۽ هڪ ٻي بيگم کي، جا سندس بهترين دوست آهي."

"اُن بيگم جو ڪو بہ خيال نہ اٿم. پر اليڪسي فيودوررووچ ڏيان ڏئي ٻُڌ! هن عجب جهڙي گهڙيءَ ۾ ڌيان ڏيئي ٻُڌ! ڇاڪاڻ تہ تون هيءَ ڳالهہ سمجهي ئي نہ ٿو سگهين، تہ هيءُ بہ سَوُ روبل منهنجي لاءِ هن وقت ڇا آهن؟" بدقسمت انسان جي پريشاني گهڙي گهڙي وڌندي ٿي وئي ۽ جا وحشياڻي خوشي ٻڻجي وئي هئي. هُو پنهنجو توازن وڃائي چُڪو هو ۽ نهايت جوش مان ڳالهائي رَهيو هو. ڇڻ تہ هن کي خوف پئي ٿيو. تہ هن کي جو ڪجهہ چوڻو آهي. اُن جي ڪيس اِجازت نہ ڏني ويندي.

"هن ڪانسواءِ. جيڪڏهن ايمانداريءَ سان. هنن پيسن کي. "ڀيڻ" کان قبول ڪيو وڃي، جا نهايت عزت ۽ احترام واري آهي. توکي خبر آهي تہ مان هاڻي پنهنجي گهر واري، نينا ۽ فرشتي جهڙي ڪُبي نياڻيءَ جي چڱيءَ ريت خبر گيري ڪري سگهندس. ڊاڪٽر هرزينسٽيوب مهرباني ڪري مون وٽ آيو ۽ ٻنهي کي ڪلاڪ ڪن تپاسيندو رَهيو. "مان هنن ۾ ڪا بہ اصلاح آڻي نہ ٿو سگهان". هن

چيو، پر ... ڪي دوائون لکي ڏيئي وڃان ٿو، جي هتي دوا فروش وٽ رکيل آهن." هن ٻڌايو تہ اِهي وڏي فائدي واريون آهن. هُن ڪن دوائن سان غسل ڪرڻ لاءِ بہ چيو آهي. اِنهن دوائن مان هڪ شيشي ٿيهن ڪاپيڪس ۾ ملي ٿي، اهڙيون ڇاليھ شيشون کپنديون. مان هن ڪان اهو نسخو ورتو آهي جيڪو حضرت مسيح جي تصوير هينان ڪبٽ ۾ رکيو اٿم. هن نينا جي لاءِ گرم پاڻيءَ سان غسل ڪرڻ لاءِ چيو آهي، جن ۾ ڪي دوائون ملايون ويندڀون ۽ اِهو غسل صبح ۽ شام ٿيندو رهندو. پر مان هيءُ علاج گھر ۾ نوڪرن جي مدد کانسواءِ، ۽ غسل پاڻي جي بغير ڪيئن عمل ۾ آڻي سگھندس؟ نينا مڪمل طرح اڌ رنگي آهي. شايد مان توکي اِها ڳالھ اڃ ۾ نہ ٻڌائي آهي. هن جي سڄي پاسي ۾ رات جو سور پيدا ٿئي ٿو. اُن عذاب ۾، جيڪڏهن تون اعتبار ڪرين، هوءَ اسان کي جاڳائڻ کانسواءِ، فرشتہ سيرت سمورو وقت ڪنجهندي گذاريندي آهي. اسان کي جو ڪجھ بہ ملندو آهي کائيندا آهيون، پر هن کي اوبر نصيب ۾ هوندي آهي، جا شايد ڪتو بہ نہ کائي. اُن فرشتي جون اکيون، هن ٻڌائڻ لاءِ ڪوشش ڪنديون آهن تہ "مان هن جي لاءِ، جو ڪجھ بہ اوهان کان ملي ٿو، اُن جي بہ لائق نہ آهيان. اسان سندس خدمت لاءِ تيار هوندا آهيون، پر هوءَ، هيءُ پسند نہ ڪندي آهي. "مان هڪ فالج زده ۽ بيڪار آهيان ۽ ڪنهن جي بہ ڪم جي نہ آهيان."
جڻ تہ هوءَ اُن اوبر جي بہ لائق نہ آهي. هوڏانهن هُو فرشتہ خصلت ڪيترو نہ اَسان کي بچائي ڏئي ٿي. سچ تہ اُن کانسواءِ، اُن جي پيار پريل لفظن کان سواءِ، هيءُ گھر جيڪر دوزخ نظر اَچي. هوءَ وار ويرا کي بہ نرم بڻائي ٿي. وارويراکي چڱيءَ طرح سان ڏس، هوءَ پڻ فرشتہ آهي. هن گھٽي ئي سختيون سنيون آهن. هوءَ اونهاري ۾ اَسان وٽ آئي هئي، وٽس سورنهن روبل هئا، جي هُن اُتان ڪنهن کي سبق ڏئي ڪمايا هئا. هُن بچت مان سندس اِرادو هو تہ سيپٽمبر ۾ پيٽرسبرگ موٽي وڃي. پر اسان سندس ميڙي چوندي ڪٺي ورتي ۽ اُن تي گذران ڪريون ٿا. هاڻي وٽس ڪجھ بہ نہ آهي، جو موٽي وڃي. سچ پڇ تہ هوءَ پوئتي وڃي بہ نہ ٿي سگھي. چو تہ هُن کي اسان جو ڪم ڪار هڪ غلام وانگر ڪرڻو پوي ٿو. هوءَ اُن گھوڙيءَ وانگر آهي، جنهن تي سندس طاقت کان وڌيڪ بار رکيو ويو هجي. هوءَ اسان سڀني کي پنهنجي پنيءَ تي کنيو تي وتي. هوءَ اسان جي خدمت ٿي ڪري. ڪپڙن کي سبي ٿي ۽ ڌوئي ٿي. فرش کي صفا ڪري ٿي ۽ ماءُ کي هنڌ ۾ سمهاري ٿي. سندس ماءُ بهانہ گير، هميشہ روئندڙ ۽ ديواني آهي! هاڻي مان اِنهن پيسن مان ڪا خادمہ رکي سگھندس. اليڪسي فيودوروچ، تون

سمجهي سگهين ٿو، تہ مان انهن پيسن مان پنهنجي پيارن لاءِ دوائون خريد ڪري سگهندس ۽ مان پنهنجي شاگردياڻي کي پيٽرسبرگ موڪلي سگهندس. مان گوشت خريد ڪندس ۽ هنن کي پوري غذا ڏئي سگهندس. پر خدايا، هي سڀ خواب آهي!"

اليوشا خوش هو، تہ هن کيس اها خوشي مهيا ڪري ڏني آهي ۽ بدقسمت انسان پاڻ کي خوش رکڻ قبول ڪيو آهي.

"ترس اليڪسي فيودوروووچ ترس!" ڪئپٽن ديوانگيءَ واري انداز ۾ ڳالهائڻ لڳو. چڻ تہ هُو ڪنهن نئين ڏينهن جي خواب ڏي گهلجي ويو آهي. تون سمجهي سگهين ٿو ائلشيا ۽ مان پنهنجي خواب جي تعبير کي چڱيءَ ريت ڏسي سگهنداسون. اسان هڪ ٽانگو خريد ڪنداسون. بگيءَ لاءِ هڪ ڪاري رنگ جو گهوڙو ڳنهنداسين. ڇاڪاڻ تہ هن جو زور آهي تہ ڪارو گهوڙو هجي. جيئن اسان خيال ڪيو آهي. ٻي ڏينهن، هتان روانا ٿي وينداسين. ڪي - پرڳڻي ۾ منهنجو هڪ پراڻو وڪيل دوست آهي. مان هڪ اعتبار جهڙي ماڻهو کان ٻُڌو آهي، تہ جيڪڏهن مان وٽس ويندس تہ هُو مون کي منشيءَ جي جاءِ ڏيندو. ڪنهن کي خبر آهي تہ هُو ائين ڪري بہ. مان پنهنجي گهر واري ۽ نينا کي گاڏيءَ ۾ ويهاريندس. ائلشيا ٽانگو هلائيندو ۽ مان پنڌ ڪندس.... جيڪڏهن مان قرض وٺي سگهان ٿو، تہ مون کي بيو بہ ملي سگهندو.

"ڪافي آهي. ڪافي آهي." اليوشا واڪو ڪري چيو. ڪيٽرينا ايونونا، تنهنجي ضرورت آهر، توکي وڌيڪ ڏئي سگهجي ٿو، توکي اها بہ خبر هجي تہ مون وٽ بہ پيسو آهي. توکي جو بہ گهرجي، هڪ ڀاءُ ۽ دوست جي حيثيت ۾ وٺي سگهين ٿو ۽ جڏهن تون چاهين پوءِ موٽائي سگهين ٿو... (تون شاهوڪار ٿي ويندين، شاهوڪار ٿي ويندين). تون چاڻين ٿو، تہ ٻئي ڪنهن پاسي وڃڻ کانسواءِ بيو ڪو بہ عمدو خيال ٿي نہ ٿو سگهي. انهيءَ ۾ تنهنجي گهڻي سلامتي آهي، خاص طرح تنهنجي ڇوڪري جي. توکي تڪڙو وڃڻ کپي. سياري جي ٿڌ کان اڳ ۾. جڏهن تُون اتي پهچين تہ اسان ڏي لکجانءِ. اَسان هميشہ ڀائرن وانگر ٿي رهنداسون... نہ نہ، هيءُ خواب آهي!"

اليوشا هن کي ڀاڪرائي پائڻ ٿي گهري، پر جڏهن هُن کيس ڏٺو، تہ تورو وقت ترسيو. هو ماڻهو اهڙي ريت بيٺو هو. جو سندس ڳچي اڳتي وڌيل هئي، سندس چپ ڏڪيا ٿي ۽ سندس پيلي چهري ۾ پريشانيءَ جون نشانيون ظاهر ٿي ڏنيون. سندس چپ اِهڙي ريت چُر پُر ۾ ٿي ڏنا، چڻ تہ هن ڪجهہ چوڻ ٿي

گھريو پر لفظ سندس نڙيءَ ۾ اٽڪي پيا آهن. ڪو بہ آواز نہ آيو. پر اَجا بہ سندس چپ چُريا ٿي. نظارو ڏاڍو ڏڪائيندڙ هو.

”ڇا آهي؟“ اليوشا ڇرڪ ڀَري ڪائنس پڇيو.

”اليڪسي فيودوروِوچ.... مان.... تون“ ڪئپٽن پٽڪيو ۽ ان ڏانهن پرسوز، وحشي ۽ عجب ۾ وجهندڙ نگاهہ سان ڏٺو، جنهن مان سندس نراسائي ٿي بکي. ساڳي وقت سندس چپن تي زهريلي، ڪِل نظر آئي. ”مان .... تون سائين.... ڇا توهان پسند ڪندا تہ مون کي ڇا هڪ اٽڪل بازي اَچي ٿي، مان اوهان کي اُها ڏيکاريان.“ هن اوچتو، تکڙي آواز ۾ ڳالهائڻ شروع ڪيو. سندس آواز هاڻي جھَڪو نہ هو.

”ڪهڙي اٽڪل؟“

”نهايت وڻندڙ اٽڪل“. ڪئپٽن رازداريءَ سان چيو. سندس وات ڪبي پاسي کان پيڪوڙيل هو ۽ سندس ڪبي اک بند هئي. هن اَجا بہ اليوشا کي عجب مان ٿي ڏٺو.

”ڇا آهي؟ ڪهڙي اَٽڪل؟“ اليوشا جو هاڻي تڪليف ۾ هو، اُن واڪو ڪري چيو.

ڪئپٽن اوچتو بگڙجي ويو. هن ڪيس بہ نوٽ ڏيکاريا، جي ڳالهائڻ جي وقت سندس آڱوٺي ۽ ڏسٽي آڱر جي وچ ۾ هئا، اُنهن کي ڪاوڙ ۾ مروڙيو ۽ سڄي هٿ ۾ اُنهن کي مضبوطيءَ سان جهلي بيٺو. ”تون ڏسين ٿو، تون هيءُ ڏسين ٿو؟“ هن رڙ ڪري چيو. هُو جوش ۾ پرجي ويو ۽ سندس رنگ پيلو ٿي ويو. اوچتو هُن پنهنجو هٿ مٿي ڪيو ۽ مروڙيل نوٽن کي واريءَ تي ڦٽو ڪيو. هن نوٽن ڏي اشارو ڪندي چيو، ”هنن کي ڏسين ٿو، هيڏي نهار!“ هن غصي مان نوٽن کي پيرن هيٺ لتاڙيندي چيو:

”تنهنجي پيسن جي اِها ئي سزا آهي، تنهنجي پيسن جي اِها سزا آهي. تنهنجي پيسن جي اها سزا آهي!“

اِيئن چوندي هُو پوئتي ڊوڙيو ۽ اليوشا کان پري هليو ويو. اُن وقت سندس چهري مان، بي پناهہ غصو ٿي نظر آيو.

”جن توکي موڪليو آهي، اُنهن کي چئج تہ ٻچي ڏاڙهي پنهنجي عزت نہ وڪڻندو آهي.“

اُن کان پوءِ هُو ڦريو ۽ ڊوڙندو ويو. اَجا ٿورو ڊوڙيو هو، تہ هـو وري ڦريو ۽ اليوشا کي چمي ڏنائين. هـو بہ چار قدم وڌيڪ ڊوڙي وري ڦريو. هن پيري سندس منهن مان ڪو بہ فخر يا خوشي ڪا نہ ٿي ڏني. هُو ڏڪيو ٿي ۽ سندس

ڳلن تي ڳوڙها هئا. هُن رئندڙ آواز ۾ واڪو ڪري چيو تہ:

”جيڪڏهن مان پنهنجو شرم وڃائي ڇڏيان، تہ ڀلا وري سوچيو تہ پنهنجي بار مون کي ڇا چوندو؟“

تنهن کان پوءِ هُو ورائي ڏسڻ کان سواءِ ڊوڙندو ويو. اليوشا غم ۾ ڏک مان کيس پوئتان ڏسندو رَهيو. هن کي آخري گهڙيءَ تائين بہ اِها خبر نہ هئي، تہ هُو نوٽن کي مروڙيندو ۽ اهڙيءَ ريت ڦٽو ڪري ڇڏيندو. هُو وري نہ موٽيو. اليوشا سمجهيو، تہ هُو وري موٽي نہ ايندو. هن سندس پوئتان وڃڻ ۽ سڏ ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو. جڏهن هُو سندس نظر کان غائب ٿي ويو، تہ اليوشا نوٽن کي کنيو. اُهي سڀ مروڙجي ۽ خراب ٿي ويا هئا. مٽن واري اُچي وٺي هئي. پر هُو ڦاٽا يا خراب نہ ٿيا هئا ۽ اُجا بہ نوان ٿي نظر آيا. اليوشا اُنهن جي گهنجن کي سڌو ڪري ۽ تهہ ڪيو. پنهنجي کيسي ۾ اُنهن کي رکڻ کان پوءِ هُو ڪيٽرينا ايونونا، کي پنهنجي سونپيل ڪم جي ڪاميابيءَ جي خبر ڏيڻ لاءِ روانو ٿيو.

باب پهريون

# مگٽو

بيگم هائلڪوف وري بہ پهرئين هئي، جا اليوشا سان ملي. هوءَ ويڳاٽي هئي. ڪا ضروري ڳالهہ تي گذري هئي. ڪيترينا ايونونا جي جنون جي پڄاڻي، بيهوشي سان ٿي هئي. اُن ڪان پوءِ ڪيس خطرناڪ ڪمزوري پيدا ٿي چڪي هئي. سندس اکيون ڦري ويون هيون ۽ پريشانيءَ جي عالم ۾ مبتلا هئي. ڪيس بخار چڙهي ويو هو. ڊاڪٽر هرزينسٽيوب ڏي ماڻهو موڪليو ويو هو، سندس پڦين ڪي گهرايو ويو هو، جي اُتي موجود هيون پر هرزينسٽيوب اَڃا نہ آيو هو. سڀئي سندس ڪوٺيءَ ۾ انتظار ۾ هيون. هوءَ بيهوش هئي ۽ معلوم پئي ٿيو، تہ بخار سندس دماغ تي چڙهي ويو آهي.

بيگم هائلڪوف سڀ ڪان وڌيڪ انتظار ۾ هئي. ”هيءُ خطرناڪ آهي، هيءُ خطرناڪ آهي.“ هن هر جملي جي پڇاڙيءَ ۾ لفظ تي چيا. اليوشا ڏاڍي درد مان سندس گفتگوءَ ڪي تي ٻڌو. هن پنهنجي حقيقت ڪي ٻڌائڻ شروع تي ڪيو، جو هوءَ سندس پهرين ئي لفظن ۾ ٽپي پئي. وٽس وقت ئي ڪو نہ هو، جو سندس ڳالهہ ڏي ڌيان ڏئي. هن ڪيس عرض ڪيو، تہ هُو لِزي وٽ وڃي ويهي ۽ سندس اَچڻ جو انتظار ڪري.

”لزي“ جو لفظ ڪي هُن نهايت آهستي ۽ سندس ڪَن وٽ چيو. ”لزي تہ هاڻي هاڻي مون ڪي تعجب ۾ وجهي ڇڏيو آهي، اليڪسي فيودوروچ. هن مون ڪي متاثر ڪيو آهي ۽ مان ڪيس سڀ ڪجهہ بخشي ڇڏيو آهي. مون ڪي هيءُ ڏسي حيرت ٿي، تہ جيئن ئي تون هليو وئين، هوءَ جا توتي مزاحيہ اَنداز ۾ ڪالهہ ۽ اڄ ڪلي رهي هئي، بيحد پشيمان بڻجي وئي. جيتوڻيڪ هوءَ توتي ڪِلي نہ ٿَي، پر سندس اِهو سچو مذاق هو. مان ڏٺو تہ هوءَ اُن تي سخت شرمندي هئي. هوءَ روئڻ لاءِ تيار ٿي ڏٺي. مان سچ پچ حيرت ۾ پئجي ويس. هوءَ مون تي بہ ڪلندي آهي، پر هوءَ ڪڏهن بہ اُن تي پيشمان نہ ٿي آهي. ڇو تہ اهو سندس مذاق هوندو آهي. هوءَ تہ مون تي هر منٽ ۾ ڪلندي آهي. پر هن دفعي مستقل مزاج تي نظر آئي. هوءَ تنهنجي راءِ ڪي وڏي عزت تي ڏئي. جيڪڏهن تنهنجي دل ڪانئس ڏکي آهي يا توکي هن جي لاءِ ڪا شڪايت آهي، تہ اُن ڪي پاڻ وٽ جاءِ نہ ڏي. ڇاڪاڻ تہ هوءَ سمجهو ننڍو ٻار آهي - جيڪڏهن تون اعتبار ڪري سگهين، تہ هن مون ڪي هاڻي ٻڌايو آهي، تہ تون سندس ننڍپڻ جو دوست آهين. سندس ننڍپڻ جو وڏي ۾ وڏو رفيق.....! تون هن تي خيال ڪر. ”وڏي ۾ وڏو“ ۽ ها

منهنجي بابت هن جو ڪهڙو خيال آهي؟ ڪيس منهنجي لاءِ وڏا جذبا ۽ يادگيريون آهن. ننڍپڻ جي زماني ۾، اسان جي باغ ۾ انناس جو هڪڙو وڻ هو. اُهو اَڃا تائين بہ آهي. اُن ڪري هن بابت زمان ماضيءَ ۾ ڳالهائڻ نہ گهرجي. انناس جا وڻ ماڻهو نہ آهن. اهي جلدي تبديل نہ ٿيندا آهن. هڪ ڏينهن هن مون کي چيو تہ، ”اَمان مون کي ياد تو اَچي تہ مان هن وڻ کي خواب ۾ ڏٺو هو.“ هن اُن بابت اهڙيون تہ اصليت واريون ڳالهيون ٻڌايون، جن کي مان دهرائي نہ ٿي سگهان. ڪجهہ مون کان وسري بہ ويو آهي. چڱو خداحافظ! مان ايتري تہ پريشان آهيان، جو سمجهان ٿي تہ منهنجي دل ويهجي ويندي. او، اليڪسي فيودوررووچ، منهنجي مٿان اهڙو اَثر سڄي حياتيءَ ۾ بہ پيرا ٿيو آهي. لزي ڏي وڃ اُن کي پنهنجي هميشہ جي دستور موجب راحت پهچاءِ.“ هن دروازي وٽ وڃي ۽ اُن کي چيو تہ، ”تون جنهن جي بي عزتي ڪندي آهين، اُن اليڪسي فيودوررووچ کي تو وٽ وني آئي آهيان. مان توکي يقين ٿي ڏياريان، تہ هو توتي ڪاوڙيل نہ آهي. پر اُن جي خلاف، هُو حيران ضرور آهي، تہ تون ايئن ڇو سمجهي ويني آهين.“

”اما تنهنجي مهرباني! اليڪسي فيودوررووچ اندر اَچ.“

اليوشا اندر ويو. لزي جي مٿان خود فراموشي ٿي نظر آئي ۽ سندس چهري جو رنگ هڪدم گلابي ٿيڻجي ويو. ڪيس ڪجهہ شرمساريءَ جو احساس بہ هو. اهڙيءَ حالت ۾ جيئن اَڪثر ماڻهو ڪندا آهن، هن هڪدم بين شين تي ڳالهائڻ شروع ڪري ڏنو. جڻ تہ اهي شيون اُن وقت سندس دلچسپيءَ جو باعث هيون.

”اليڪسي فيودوررووچ، منهنجي ماءُ بلڪل هاڻي ٻڌايو هو، تہ تون بہ سَوُ روبل اُن غريب آفيسر ڏي کڻي ويو آهين... اُن کان پوءِ مون کي هن خوفناڪ ڪهاڻي بہ ٻڌائي تہ ڪيئن اُن کي بي عزتو ڪيو ويو هو.... توکي هيءَ بہ خبر آهي، تہ منهنجي ماءُ، هر ڳالهہ کي ڪٽي ڇڏيندي آهي ۽ هُو هڪ شيءِ کان ٻي شيءِ ڏي هلي ويندي آهي. مان جڏهن اِها ڳالهہ ٻُڌي تہ ڏاڍو ڏک ٿيو. خير تہ، هن کي رقم پهچائي ڏني ۽ ٻُڌاءِ تہ هُو غريب هاڻي ڪهڙي حالت ۾ آهي؟“

”حقيقت هيءَ آهي، تہ مان اِها رقم، هُن کي ڏئي نہ سگهيس. اِها هڪ دُکهي ڪهاڻي آهي.“ اليوشا ڪيس جواب ڏنو. اِيئن پئي معلوم ٿيو، تہ هُو بہ جڻ پاڻ اُن تي ڪو بہ خيال نہ ٿو ڪري سگهي. پر ڪيس پنهنجي ناڪاميابي تي بيحد افسوس آهي. لزي پوريءَ طرح ڏٺو تہ اليوشا هن موضوع تي ڳالهائڻ نہ ٿو گهري پر ڪن ٻين ڳالهين تي ڳالهائڻ گهري ٿو.

اليوشا ميز جي سامهون ويهي رَهيو ۽ پنهنجي ڪهاڻي ٻڌائڻ شروع ڪيائين.

پر هن پهرين ئي لفظن ۾ پنهنجي ناراضگيءَ کي ظاهر ڪيو ۽ لزيءَ جي سچي ڏيان کي پاڻ ڏي ڇڪي ورتائين. هن اُن مضبوط اَثر ڪان جو تازو متس پيو هو، نهايت گهرو تي ڳالهايو ۽ پنهنجي ڪهاڻيءَ کي چڱيءَ ريت ۽ تفصيل سان ٻڌائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. گذريل زماني ۾ هـُـو ماسڪو ۾ لزيءَ وٽ وڃڻ جو عادي هو ۽ جو ڪجهه بہ گذرندو هو، اُن جي ڳالهہ کيس اَچي ٻڌائيندو هو، جو ڪجهہ پڙهندو هو يا ننديڻ جون ڪيس ٻيون ڳالهيون ياد ايندريون هيون، اُهي بہ کيس ٻڌائيندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ سچو ڏينهن ڪنهن خواب ۾ تي گذاريائين ۽ اُنهن مفصل داستانن کي، جي طبعيت کي پسند اَچن ۽ ڪل خوشي آڻين، هڪ ٻئي سان پئي تي اوريائون. اِنهن ڳالهين کي جن کي قريباً بہ سال گذري ويا هئا، وري اُنهن کي تازي ڪرڻ جي ڪوشش تي ڪيائون. لزيءَ تي سندس ڪهاڻي جو وڏو اَثر پيو. اليوشا، ائلشيا جي حقيقت کي پيار واري جذبي سان تي بيان ڪيو. جڏهن هـُـن کيس ٻڌايو تہ ڪهڙي ريت اُن بدقسمت انسان نوٽن کي مروڙي ۽ ڦٽو ڪيو، تڏهن لـِـزي پاڻ کي روڪي نہ سگهي. هوءَ پنهنجي هٿن کي مهٽڻ لڳي ۽ روئڻ لڳي.

"ها، تڏهن تو هن کي پيسا نہ ڏنا؟ تو هن کي ڊوڙندي ڇڏي ڏنو؟ پيارا توکي سندس پويان ڊوڙڻ کپندو هو!"

"نہ لزي، اِهو چڱو ڪيم، جو اُن جي پوئتان نہ ڊوڙيس." اليوشا اِيئن چوندي ڪرسيءَ تان اُٿي بيٺو ۽ ڪنهن خيال ڪان ڪمري جي اندر، هڪ طرف ڪان ٻي طرف تائين گهمڻ لڳو.

"ڪيئن ڀلا؟ اِهو ڪيئن چڱو هو؟ وٽن تہ کاڌو بہ نہ هوندو ۽ سندن حالت نااُميديءَ جهڙي هوندي؟"

"نہ، نااُميدي جهڙي نہ چئو. اِهي بہ سَوَ روبل اَجا بہ اُنهن جا آهن. هـُـو سڀاڻي اهي پيسا قبول ڪندو. مون کي يقين آهي تہ هُو سڀاڻي وٺندو." اليوشا ڳالهائيندي، ڪنهن خيال ۾، هيٺ متي قدم تي ڪنيو. "لزي" چوندي، هـُـو اوچتو وچي سندس پرسان بيٺو ۽ چوڻ لڳو، "مون کان هڪ غلطي تي آهي، پر اُن هوندي بہ اُها فائدي واري آهي."

"اُها ڪهڙي غلطي آهي ۽ ڪيئن فائدي واري آهي؟"

"مان توکي ٻڌايان ٿو. هُو ڪمزور ۽ ڊڄڻي طبعيت جو ماڻهو آهي. هن گهڻو سَنو آهي، ٻي صورت ۾ تمام چڱو ماڻهو آهي. مون کي تعجب ٿو ٿئي، تہ اُن هيءُ اوچتو قدم ڇو ڪنيو. مان توکي يقين ٿو ڏياريان تہ پوئين گهڙيءَ بہ هيءُ ڏسڻ ۾ نہ ٿي آيو، تہ هُو ڪو، نوٽن کي اِهڙيءَ ريت مروڙيندو. هاڻي مان خيال ڪريان ٿو، تہ هـُـن

کي اِيئن ڪرڻ لاءِ سبب هو... ٻيءَ حالت ۾ اِيئن ڪرڻ سندس درجي کي نٿو سونهي.. شروع ۾ هُو بيحد پريشان هو ۽ منهنجي سامهون هُو رقم کي ڏسي بيحد خوش ٿي ٿيو ۽ اُن خوشيءَ کي هُو مون کان لڪائي به نه سگهيو. پر هُو ڪنهن حد تائين ايترو خوش به نظر نه ٿي آيو. جيئن ٻيا ماڻهو پيسن وٺڻ وقت پنهنجي مصيبتن ۽ مشڪلاتن کي بيان ڪرڻ کان ڪيٻائيندا آهن. جيڪڏهن هيءُ به اِيئن ڪري ها ته هُو پيسا وٺي وجهي ها. پر هُن پوري سچائيءَ سان پنهنجي جذبات کي پڌايو هو ۽ نهايت خوش هو. جنهن مان سندس نفس ڪُشي ۽ رياضت ٿي نظر آئي. ها لزي، هُو نيڪ ۽ سچو ماڻهو آهي. اهي شيون ئي اسان جي ڪم لاءِ خراب آهن. سڄو وقت هُو ڳالهائيندو رهيو. سندس آواز اِيڏو ته ڪمزور ۽ سست جهيڻو هو ۽ هن ايترو ته تڪڙو ٿي ڳالهايو ۽ ايترو ڪليو ٿي، ڇڻ اِيئن معلوم پئي ٿيو ته هُو روئي ٿو. هائو، مان يقين سان چوان ٿو ته هُو رُنو ٿي. هُو ايترو ته خوش هو ۽ پنهنجي نياڻين ۽ شهر جي مقامي حالتن تي ڳالهائيندو ٿي رهيو... هُو جڏهن پنهنجي دل جا سيئي راز ٻُڌائي چُڪو، تڏهن کيس پنهنجي دل جي گهراين جي انڪشاف تي شرمندگي ٿي. اُن ڪري هن مون کي هڪدم نفرت سان ڏسڻ شروع ڪري ڏنو. هو حساس ۽ مفلس ماڻهن مان آهي. کيس گهڻي شرمندگي، هن تي ٿي هوندي، ته هن پنهنجي حقيقت جلد کولي ڏني ۽ مون کي دوست ڪري ورتو. شروع ۾ هُو مون تي ڪاوڙيو ۽ منهنجي بي عزتي ٿي ڪرڻ گهريائين پر جيئن ئي هن رقم کي ڏنو، مون کي ياڪر پاڻڻ شروع ڪري ڏنائين ۽ پنهنجي هٿن سان مون کي ڇهڻ لڳو. اِهي ئي ڳالهيون هيون، جن، کيس، سندس بي عزتيءَ جو احساس ڏياريو هوندو ۽ اها ئي مون کان غلطي ٿي، جا نهايت اهم هئي. مان اوچتو کيس هيئن به چيو ته هُو جيڪڏهن، ڪنهن ٻي شهر ۾ وڃڻ گهري ٿو ۽ وٽس پيسو ڪو نه آهي، ته اَسان کيس مهيا ڪري ڏينداسون. مان پاڻ به کيس، جيترو هُو چاهي ٿو، پنهنجي پيسن مان ڏئي سگهندس. هن ڳالهه مٿس هڪدم اَثر ڪيو. هُن خيال ڪيو هوندو، ته ڇا مون کي هن جو محتاج ٿيڻ کپي. لزي، هيءُ خطرناڪ حد تائين ڏکيو آهي. جو جنهن ماڻهوءَ کي ايذايو ويو هجي، اُن کي ٻيا ماڻهو ڏيکارين، ته هُو سندس خير خواهه آهن... مان اِيئن ٻڌو به آهي. مربي زوسيما مون کي اِيئن ٻُڌايو آهي. مون کي خبر نه آهي ته مان اُن جي ڪيئن وضاحت ڪريان، پر اَڪثر مان اِيئن ڏٺو آهي ۽ مان به اِيئن ئي خيال ٿو ڪريان. سڀ کان وڏيڪ خراب ڳالهه اِها هئي ته هُن ڇپاڙي جي گهڙيءَ تائين به هيءُ نه ٿي ڄاتو، ته هُو ڪو نوٽن کي مروڙي ۽ ڦٽو ڪندو. کيس آئنده پيش اچڻ وارن معاملن جو احساس پيدا ٿيو. مون کي اُن جي پڪَ آهي، اِهو ئي سبب هو، جنهن کيس نئر ٻڌائي ڇڏيو. ها! اِهو ئي

آئنده پيش اچڻ واري معاملي جو احساس. جيتوڻيڪ ڏاڍو خوفائتو آهي پر چڱو ٿيو. تحقيق مان ايئن سمجهان ٿو، هن کان وڌيڪ بيو بهتر ٿي نہ سگهي ٿا."

"چو، چو، هن کان وڌيڪ چو بيو بهتر ٿي نہ سگهي ها." لزي رڙ ڪري چيو ۽ عجب مان اليوشا ڏي نهاريو.

"چاڪاڻ تہ هُو جيڪڏهن پيسا کڻي وڃي ها تہ گهر ۾ پهچڻ کان ڪلاڪ پوءِ پنهنجي ذلت ۽ خواريءَ تي روئي ها ۽ اِها ئي ڳالهہ ٿئي ها. ايئن بہ ٿي پئي سگهيو، تہ هُو صبح جو سوير مون وٽ اچي ها ۽ نوٽن کي مروڙي، ايئن ڦٽو ڪري ها، جيئن هاڻي ڪيو اٿائين. پر هاڻي هُو پوري فخر سان گهر ويو آهي ۽ ڏاڍو خوش هوندو. جيتوڻيڪ هُو اهو بہ خيال ڪندو هوندو تہ ايئن ڪرڻ سان هن خود کي برباد ڪري ڇڏيو آهي. سياڻي ڪيس انهن نوٽن کي ڏيڻ نهايت آسان لڳندو. چاڪاڻ تہ هن اڳئي پنهنجي عزت جو انتقام ورتو آهي، نوٽن کي ڦٽو ڪيو آهي ۽ پنهنجي پيرن هيٺ لتاڙيو آهي... هن کي ڪهڙي خبر تہ هُن جو ڪجهہ بہ ڪيو آهي، اُن هوندي بہ مان وٽس اهي وري صبح سان کڻي ويندس ۽ ڪيس پيسي جي سخت ضرورت آهي. ڀانئيان هُو هاڻي پنهنجي روش تي فخر ڪندو هوندو، پر سياڻي هُو خيال ڪندو تہ هن ڪهڙي نہ امداد پنهنجي هٿن مان وڃائي آهي. اَجا بہ هُو رات جو گهڻو سوچيندو ۽ اُن جا خواب لهندو. سياڻي صبح سان ئي هُو مون کان معافي وٺڻ لاءِ ڀڄندو ايندو. اُن وقت مان ڪيس ملڻ سان چوندس، تون واقعي وڏي شان وارو ماڻهو آهين، جنهن کي تون ڏيکاري چڪو آهين پر هاڻي هيءُ پيسا وٺ ۽ اسان کي معاف ڪر." اُن کان پوءِ، هُو پيسا وٺندو."

اليوشا، جنهن وقت هي پويان لفظ چيا، تہ هُو بيحد خوشيءَ ۾ پرجي ويو." ۽ پوءِ هُو پيسا وٺندو!" انهن لفظن تي لزي تاڙيون وڄائڻ شروع ڪري ڏنيون.

"ها!، هي سچ آهي! مان هاڻي پوري ريت توکي سمجهان ٿي، اَڙي اليوشا، توکي هنن ڳالهين جي ڪهڙي ريت واقفيت ٿي؟ نوجوان هوندي بہ تون ڄاڻين ٿو تہ دل ۾ ڇا آهي؟... مان تہ ڪڏهن بہ اهو خيال نہ ڪري سگهان ها."

اليوشا جوش ۾ چوندو ويو تہ. "هاڻي عظيم شيءِ اِها آهي تہ هُن تي اِهو اثر وڌو وڃي، تہ پيسن وٺندي بہ. هُو اسان جي درجي جو ماڻهو آهي، نہ فقط هُو اسان جي درجي جو آهي پر اُن کان بہ مٿي آهي."

"اليڪسي فيودوروچ، هُو اسان کان مٿاهون آهي، هيءَ نهايت دلڪش آهي. ها، ڳالهاءِ، ڳالهاءِ."

"تنهنجو مطلب آهي تہ هن فقري جهڙو تہ "هُو وڏي مرتبي وارو"، بيو فقرو ٿي

نہ ٿو سگهي. اِنهيءَ ۾ ڪو بہ حرج نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ..... "

"نہ، نہ هن ۾ ڪو بہ حرج نہ آهي. پيارا اليوشا مون کي معاف ڪر.... توکي معلوم آهي تہ مان تنهنجي مشڪل سان اڄ تائين عزت تي ڪئي. يعني مان تنهنجي عزت مساوي درجي تائين تي ڪئي، پر هاڻي مان تنهنجي عزت مٿانهين درجي تائين ڪنديس. منهنجي مذاق تي ناراض نہ ٿيندو ڪر پيارا!" هُوءَ سخت جذباتي ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي وئي. "مان پريشان ۽ نندڍيءَ وَهيءَ جي آهيان پر تون! ڏيان ڏيئي ٻڌ اليڪسي فيودوررووچ، هيءَ سڄي اسان جي جاچ پڙتال نہ آهي - منهنجو مطلب آهي تہ تنهنجي جاچ پڙتال... چڱو ايئن آهي تہ مان چوان، اَسان جي جاچ پڙتال، ايئن نہ آهي تہ اَسان اُن غريب ماڻهوءَ جي روح جي جاچ پڙتال ڪندي، اِهڙي ريت ساڻس نفرت جو اظهار تا ڪريون؟ ڇڻ ايئن معلوم تو ٿئي تہ هيءُ سڀ ڪجهہ مٿان تي رهيو آهي؟ خاص ڪري هن حالت ۾ جڏهن اسان اهو ارادو ڪريون تا تہ پَڪَ سان پيسا وٺندو."

"نہ لزي، هيءَ نفرت نہ آهي." اليوشا هيءُ جواب، هُن کي اِهڙي ريت ڏنو، ڇڻ تہ هُو، هن سوال لاءِ آماده هو. مان رستي تي اهو خيال ڪندو تي آيس. اُها نفرت ڪيئن ٿي سگهي ٿي، جڏهن اسان سڀ هڪجهڙا آهيون ۽ ڇڱا بہ نہ. جيڪڏهن اَسان ڇڱا هجون ها، تہ اُن وانگر اِنهيءَ ئي مقام تي هجون ها... لِزي مون کي تہ تنهنجي لاءِ ڪا بہ خبر نہ آهي، پر مان خيال ڪريان ٿو، تہ منهنجو روح، ڪيترن ئي طريقن ۾ خسيس آهي، پر سندس روح اِيئن نہ آهي پر اُن جي ابتڙ نيڪ جذبن سان ڀريل آهي... نہ لِزي مون کي هن لاءِ ڪا بہ نفرت نہ آهي. لزي توکي خبر آهي، تہ هڪ پيري منهنجي مربي مون کي چيو هو تہ ڪن ماڻهن جي خبرداري پنهنجي ٻارن وانگر ڪرڻ کپي ۽ ڪن جي اِهڙي ريت سنڀال ڪرڻ گهرجي، جيئن اسپتال ۾ مريضن جي."

"اڙي اليڪسي فيودوررووچ، اسان کي ماڻهن جي اِهڙيءَ ريت سنڀال ڪرڻ گهرجي، ڇڻ تہ هُو مريض آهن."

"هائو لزي، مان تيار آهيان. جيتوڻيڪ منهنجي دل، اُن لاءِ اڳ ۾ تيار نہ آهي. ڪڏهن ڪڏهن مان ڏاڍو بي صبر هوندو آهيان ۽ ڪڏهن ڪڏهن شين کي ڏسي ئي نہ سگهندو آهيان. پر توسان ايئن نہ هوندو؟"

"اليڪسي فيودوررووچ، مان هن تي ڪو بہ اعتبار نہ ٿي ڪريان. مان ڪيتري نہ خوش آهيان."

"لزي، تون جو ڪجهہ چوين ٿي، مان اُن کي ٻُڌي ڪيترو نہ خوش ٿيان ٿو."

اليڪسي فيودوررووچ تون، حيرت جي حد تائين چڱو آهين، پر ڪڏهن ڪڏهن

تو ۾ تڪلف آهي... پر اُن هوندي بہ تو ۾ تڪلف جو ذرو بہ ڏسڻ ۾ نہ ايندو آهي. دروازي ڏي وڃ ۽ اُن کي آهستي کولي ڏس تہ منهنجي ماءُ. اسان جون ڳالهيون تہ نہ ٿي ٻُڌي." لزي اهو سڀ ڪجهہ پريشانيءَ ۽ تکڙ سان رازداريءَ واري لهجي ۾ چيو.

اليوشا ويو ۽ دروازو کولي ڏنائين ۽ ڪيس اَچي ٻڌايائين تہ اُتي ڪو بہ ڪونہ آهي. "اليڪسي فيودوروورچ هيڏي اَچ." لزي ڳالهائڻ شروع ڪيو ۽ وڌ کان وڌ سرخ ٿيندي وئي. "مون کي پنهنجو هٿ ڏي - هيءُ صحيح آهي. مون کي پنهنجي عظيم قبوليت ڏيڻي آهي. مان توڏي ڪالهہ مذاق مان نہ لکيو هو. پر اِها انتظاري هئي." هُن پنهنجي اکين کي هٿن سان ڇپيائي ڇڏيو. هيءُ ظاهر هو تہ هوءَ پنهنجي قبوليت کان بيحد شرمندي هئي.

اوچتو هن پنهنجي هٿن کي ڇڏي ڏنو ۽ هن جي هٿن کي ڇڪيو ۽ بي اختياريءَ مان اُن کي ٽي ڀيرا چميائين.

"اڙي لزي، ڪهڙي نہ عجيب ڳالهہ." اليوشا خوشيءَ مان چيو. "توکي خبر هجي تہ مون کي هن جو پورو پورو يقين هو تہ تون انتظار ۾ هئين"

"پَڪ؟ قسم سان!" هُن هن جي هٿ کي پاسيرو ڪيو پر اَجا سندس قابو ۾ هو. جذبات جي گرميءَ کان سندس رنگ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ خوشيءَ مان کلندي چيائين. "مان هن جي هٿ کي چمي ڏني ۽ هن چيو تہ ڪهڙي نہ چڱي ڳالهہ آهي".

مگر لزيءَ جو هي گفتو اڻپورو هو، پر اليوشا ۾ بہ وڏو جوش هو.

هُن سرخ ٿيندي چيو "مان هميشہ اِيئن چاهڻ گهران ٿو، تہ توکي سدائين خوش رکان، لِزي، پر مون کي اِها چاڻ نہ آهي تہ اِيئن ڪيئن ڪري سگهجي ٿو."

"پيارا اليوشا تون سرد ۽ ڪُندبو آهين. تو، مون کي پنهنجي زال ڪري چونڊيو آهي ۽ اُن تي مطمئن آهين. توکي اها بہ پَڪ آهي تہ مان بيقراريءَ ۾ هيس. ان تي ڇا ڳالهائجي!؟ هيءَ گستاخي نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي؟"

"ڇو، اهو غلط احساس هو تہ مان اُن کي پَڪ سمجهان؟" اليوشا اوچتو کلندي چيو.

"اڙي اليوشا، واقعي اهو خوشي ڏيندڙ حد تائين صحيح هو." لزي، هن ڏانهن مرڪندي ۽ خوشيءَ مان نهاريندي رڙ ڪري چيو.

اليوشا، اَجا تائين سندس هٿ کي جهليو بيٺو هو. اوچتو هُو هيٺ جهڪيو ۽ هِن جي چپن کي چُمي ڏنائين.

"اَڙي، ڇا ٿو ڪرين؟" لِزي رڙ ڪري چيو. اليوشا بيحد شرمندو ٿي ويو.

"اڙي، مون کي معاف ڪر. مون کي اِيئن نہ ڪرڻ کپندو هو... مان سخت بيوقوف آهيان... تو چيو تہ مان ٿڌو آهيان، اِن ڪري ئي، مان اِيئن ڪيو آهي... پر

مان ڏسان ٿو ته اِها بيوقوفيءَ واري حرڪت هئي."

لزي ڪلي ۽ هن پنهنجي هٿن ۾ منهن کي لڪائي ڇڏيو. "هن لباس ۾؟"

اوچتو خاموش ٿي وئي ۽ ڳنڀير ٿي وئي ۽ ٿوريءَ دير کان پوءِ سخت لهجي ۾ چوڻ لڳي: "اليوشا، ڪجهه وقت لاءِ اسان کي ڇمڻ ڇڏي ڏيڻ گهرجي. اسان اُن لاءِ اَجا تيار نه آهيون ۽ اسان کي هن لاءِ گهڻو وقت ترسڻ گهرجي." هن جملي کي پورو ڪيو ۽ وري چوڻ لڳي، "مون کي اهو ٻڌاءِ ته تون ايڏو ڇو هوشيار آهين، ذهين ۽ دوربين آهين. اِنهن ڳالهين هوندي به تو هڪ بيوقوف ڇوڪريءَ جو انتخاب ڪيو آهي، جا تنهنجو جوڙ ٿي نه ٿي سگهي؟ اليوشا، مان ٿورو به تنهنجي لائق نه آهيان."

"تون ايئن پَلي سمجهه لِزي، مان ٿورن ڏينهن ۾ خانقاهه ڇڏي ڏيڻ وارو آهيان. جيڪڏهن مون کي دنيا ۾ رهڻو آهي، ته مون کي شادي ڪرڻ کپي. مان اهو ڄاڻان ٿو. هن (مربي) به مون کي شادي ڪرڻ لاءِ چيو آهي. ڪنهن ٻيءَ سان شادي ڪريان، اُنهيءَ کان چڱو ٿيندو، ته توسان ڪريان. تو کان سواءِ مون کي ٻيو ڪير پسند ڪندو؟ مان هن تي گهڻو خيال ڪيو آهي. ٻهريون ته تون مون کي ننڍپڻ کان وڻي سجاڻين ۽ تو ۾ ايتريون ته خاصيتون آهن، جي مون ۾ نه آهن. تون مون کان وڌيڪ نرم طبعيت آهين. سڀ کان وڌيڪ، تون مون کان وڌيڪ معصوم آهين. مان اڳ ۾ گهڻين شين سان ميل ميلاپ ۾ اَچي چُڪو آهيان... اڙي، تون هنن کي نه ٿي ڄاڻين. پر مان ته ڪرامازوف به آهيان. اِنهيءَ ۾ ڪجهه به نه آهي، جو تون مون تي کلين ٿي ۽ مون تي مذاق ٿي اُڏائين. تنهنجي اِيئن ڪرڻ تي مان بيحد خوش ٿيان ٿو. تون کلندي رهه. تون هڪ ننڍڙي ٻار وانگر کلين ٿي. تون پاڻ کي هڪ شهيد وانگر سمجهين ٿي."

"هڪ شهيد وانگر؟ اِهو ڪيئن؟" گهڙي کن اڳي، تو جو سوال ڪيو هو، اُن کي ياد ڪر. ڇا اَسين اُن غريب ماڻهوءَ جي روح کي ڪپيندي، نفرت جو اظهار نه پئي ڪيوسين. هي سچو سوال، هڪ تڪليف جي برداشت ڪندڙ جو هو... مان اُن جو، جيئن ڏسين ٿي، بيان پوري ريت ڪري نه ٿو سگهان. پر جيڪڏهن ڪو به هن سوال تي غور ڪرڻ وارو ٿي سگهي ٿو، ته هيءَ اُهو ٿي سگهي ٿو، جو پاڻ تڪليف کي برداشت ڪندڙ هجي. تون پنهنجي پريشانيءَ واري ڪرسي تي ويهندي، اِنهن ڳالهين بابت گهڻو ئي سوچيو هوندو؟"

"اليوشا، مون کي پنهنجو هٿ ڏي، تون هن کي ڇو ٿو پَري ڪرين." لزي پنهنجي جهيڻي ۽ ڪمزور آواز ۾ خوشيءَ مان چيو. "ٻڌ، اليوشا! تون جڏهن خانقاهه مان ٻاهر نڪري ايندين، ته ڪهڙي قسم جو لباس پهريندين؟ توکي ڪهڙي قسم جو

سوٽ هوندو؟ ڪل نہ؟ ڪاوڙ نہ ڪَر. اِهو منهنجي لاءِ بيحد ضروري آهي."

"مان پنهنجي لباس لاءِ ڪو بہ خيال نہ ڪيو آهي. لڙي، پر مان اُهو ئي پهريندس، جو توکي پسند ايندو."

"مان چاهيان ٿي، تہ توکي گهري نيري رنگ جي بخمل جو ڪوٽ هجي، سفيد رنگ جي صدري هجي ۽ ڀوري رنگ جي فيلٽ هئٽ. هاڻي مون کي ٻڌاءِ تہ مان جو ڪجهہ توکي لکيو آهي. اُن مان اِهو مطلب نہ ٿو نڪري، تہ مون کي تنهنجي لاءِ ڪيڏي نہ تانگهہ آهي."

"نہ مان. ايئن تہ خيال نہ ٿو ڪريان."

"اڙي، ڪيڏو نہ نااصلاح پذير ۽ غلط ڪار آهين."

مان ڏسان ٿو ۽ ڄاڻان ٿو تہ تون منهنجي ڪيڏي نہ خاطر خواهي ٿي ڪرين. پر مان ظاهر ۾ ايئن ٿي ڏيکاريو، تہ توکي منهنجي لاءِ ڪا بہ پرواهہ ڪانہ آهي."

"اِها تہ وڏيڪ خراب ڳالهہ آهي. خراب پر سڀ کان بهتر! اليوشا مون کي توسان بي پناهہ محبت آهي. جيئن تون اَڄ صبح جو آئين، مان پنهنجي قسمت آزمائي ڪرڻ گهري. مان فيصلو ڪيو، تہ توکان خط لاءِ پڇنديس، جيڪڏهن تو اُن کي آندو هوندو ۽ مون کي موٽائي ڏنو (۽ اِها ئي اُميد مون تو ۾ ٿي رکي) تہ مان سمجهنديس تہ تون مون کي پيار نہ ٿو ڪرين. توکي ڪو بہ احساس ڪونہ آهي ۽ بيوقوف ڇوڪرو آهين ۽ ڪنهن بہ ڪم جو نہ. پوءِ منهنجي بربادي هئي. پر تون خط گهر ڇڏي آئين، جنهنڪري مون کي بيحد خوشي حاصل ٿي. تون اُن کي ڪنهن مطلب لاءِ ڇڏي آيو هوندين، توکي خبر هئي تہ مان اِهو توکان واپس گهرنديس ۽ تون اُن کي موٽائڻ نہ ٿي گهريو. ايئن آهي نہ؟"

"اڙي لڙي ايئن نہ آهي. خط تہ مون سان هاڻي بہ ساڻ آهي. اِهو صبح کان وٺي منهنجي کيسي ۾ آهي. اِجهو هيءُ آهي."

اليوشا کلندي، کيسي مان خط ڪڍيو ۽ پَري کان اُن کي ڏيکاريائين.

"پر مان توکي هيءُ موٽائي ڏيڻ نہ ٿو گهران. تون هتان ڏسي سگهين ٿو."

"ڇو؟ تڏهن تو ڪوڙ ڳالهايو؟ تون تہ هڪ راهب آهين ۽ ڪوڙ ٿو ڳالهائين!

جيڪڏهن تون هيءُ پسند ڪرين ٿي تہ مان ڪوڙ ڳالهايو آهي." اليوشا کلي وينو. "مان ڪوڙ اِنهيءَ ڪري ڳالهايو. جو مون کي خط موٽائي ڏيڻ جي نيت ڪا نہ هئي. اِهو منهنجي لاءِ قيمتي آهي." هُن اوچتو چئي ڏنو. اُن وقت ڪيس عجيب جذبات هئا ۽ سندس منهن جو رنگ وري ڳاڙهو ٿي ويو. "اِهو مون وٽ هميشہ رهندو ۽ مان ڪنهن کي بہ نہ ڏيندس."

لزي هن ڏانهن خوشيءَ مان نهاريو. "اليوشا!" هن وري پڻ پڻ ڪئي. "دروازي ڏي نهار. منهنجي ماءُ بڌي ته نه ٿي؟"

"نيڪ آهه لزي، مان ڏسان ٿو، پر اهو چڱو نه ٿيندو ته نه ڏسان؟ مان تنهنجي ماءُ ۾ اهڙي حقير شيءِ جي بدگماني ڇو رکان؟"

"ڪهڙي حقير شيءِ؟ اها نه ته. هوءَ پنهنجي ڌيءَ جي جاسوسي ڪري رهي آهي. اِهو، هن جو حق آهي نه ناپسندي جهڙي حرڪت." لزي جوش مان چيو. اليڪسي فيودوروويچ، توکي يقين رکڻ گهرجي ته مان جڏهن ماءُ بڻبيس ۽ مون کي مون جهڙي ڌيءَ ٿي پوي، مان ته جيڪر اُن جي ضرور جاسوسي ڪريان."

"سچ پچ لزي، پر اِهو صحيح ته نه آهي؟"

"او خدايا، ان سان ناپسندي جو ڪهڙو واسطو! جيڪڏهن هُو ڪي دنياداري جون ڳالهيون ٻيهي ٻُڌي ته اِها واقعي ناپسندي جهڙي ڳالهه آهي. پر جڏهن ته هن جي پنهنجي ڇوڪري، ڪنهن نوجوان سان گڏ هجي... ڏيان ڏيئي ٻُڌ اليوشا، ته جيئن ئي اسان جي شادي ٿيندي ته مان توتي جاسوسي شروع ڪري ڏينديس. مان توکي اهو به ٻڌائڻ گهران ٿي، ته مان ته تنهنجا خط کولي پڙهنديس. جنهن جي لاءِ توکي تيار رهڻ کپي."

"هائو، بيشڪ. جيڪڏهن اِيئن آهي ته" اليوشا چيو. "فقط اِها ڳالهه آهي ته اِهو صحيح نه آهي."

"آهه ڪيڏي نه بغض ڀري ڳالهه پيارا اليوشا! اسان کي پهرئين ڏينهن تي وڙهڻ نه گهرجي. چڱو آهي ته مان توکي سچي ڳالهه ٻُڌايان. بيشڪ اِها غلط ڳالهه آهي ته ڪنهن به ماڻهوءَ جي جاسوسي ڪجي. بيشڪ مان غلط آهيان. پر تون هڪڙو ماڻهو آهين، جنهن جي مان جاسوسي ڪندي رهنديس".

"ڀلي ڪر. پر تون ڪجهه به نه ڏسندينءَ." اليوشا کلي وينو.

"اليوشا ته پوءِ منهنجي هر راءِ کي مقدم رکندين؟ اِهو به اسان کي فيصلو ڪرڻ گهرجي."

"لزي، مون کي اِيئن ڪندي بيحد خوشي ٿيندي. پر نهايت ضروري ڳالهين ۾ نه. جيڪڏهن تون، مون سان اتفاق نه به ڪرين، مان اهم ڳالهين ۾ به پنهنجو فرض پورو ڪندو رهندس."

"اِهو صحيح آهي. مان توکي ٻُڌايان ٿي ته نه فقط اهم مسئلا پر معمولي شيون به تنهنجي هٿن ۾ ڏيئي ڇڏينديس. مان تنهنجي سامهون قسم ٿي کڻان ته سڄي حياتي مان تنهنجي رضامندي کي چاهينديس. "لزي جوش مان چيو." اهو سڀ ڪجهه مان نهايت خوشيءَ مان ڪنديس. وڌيڪ اِهو به مان قسم ٿي کڻان ته ڪڏهن به

تنهنجي جاسوسي نہ ڪنديس. هڪ پيرو بہ نہ. مان تنهنجو هڪ بہ خط نہ پڙهنديس. ڇاڪاڻ تہ تون صحيح آهين ۽ مان نہ آهيان. جيتوڻيڪ مون کي ڏاڍي خواهش ٿيندي تہ جاسوسي ڪريان پر جيئن تہ تون اُن کي بي عزتي سمجهندين، مان ايئن ڪڏهن بہ نہ ڪنديس. تون منهنجو هاڻي ضمير آهي... اليڪسي فيودوروِوچ ڏيان ڏيئي ٻڌ. تون ايترو ڇو غمگين ٿو نظر اَچين، ڪالهہ ۽ اَڄ؟ مون کي خبر آهي تہ توکي ڏاڍي تڪليف ۽ انتظار آهي. پر مان ڏسان ٿي تہ اِنهن ڪان سواءِ، ڪو توکي خاص ڏک بہ آهي. شايد ڪو ڳجهو درد آهي."

"هائو لزي، منهنجو هڪ راز بہ آهي." اليوشا ڪيس درد ڀري آواز ۾ جواب ڏنو. "مان ڏسان ٿو، تہ تون مون سان محبت ٿي ڪرين ۽ اُن جي قبوليت بہ ڏني اَٿئي."

"ڪهڙو ڏک! ڇا آهي؟ تون مون کي ٻڌائي سگهندين؟ لزي ڊڄندڙ آواز ۾ ڇيو.

اليوشا، قبوليت ڏيندي ڇيو تہ "لزي، مان توکي اهِا حقيقت پوءِ ٻڌائيندس. تون هاڻي شايد نہ سمجهي سگهين ۽ شايد مان بہ سمجهائي نہ سگهان."

"مان ڄاڻان ٿي تہ تنهنجا ڀائر ۽ تنهنجو پيءُ بہ توکي گهڻو پريشان ڪن ٿا؟"

اليوشا خيال ڪندي پڪڪيو، "هائو، منهنجا ڀائر بہ".

"مان تنهنجي ڀاءُ ايون کي ناپسند ڪندي آهيان." اوچتو لزيءَ ڇيو.

هُن، لزيءَ جي راءِ کي تعجب سان ٻُڌو، پر ڪو بہ جواب نہ ڏنائين.

هُو ڇوڻ لڳو تہ منهنجا ڀائر پاڻ کي برباد ڪري رهيا آهن ۽ منهنجو پيءُ بہ. افسوس اِهو آهي، تہ هُو پاڻ سان گڏ ٻين کي بہ تباهہ ڪري رهيا آهن. هي قديم ڪرامازوف جو اَثر آهي. مون کي اڳئين ڏينهن ٿي راهب پايسي ٻڌايو هو تہ اها هڪ خطرناڪ ۽ خانہ خراب زميني قوت آهي. ڇا خدائي طاقت، هن وقت ٿي ڪو اَثر وجهي سگهي ٿي؟ مان تہ اِهو بہ نہ ٿو ڄاڻان. مان تہ فقط اهو ٿو ڄاڻان تہ مان ڪرامازوف آهيان... مان هڪ راهب آهيان ۽ راهب! لزي مان راهب آهيان؟ تو هاڻي ٻڌايو هو تہ مان آهيان."

"هائو، مان اهو ڇيو ٿي."

"۽ مان شايد خدا ۾ بہ اعتبار نہ ٿو رکان!"

"تون سچ پچ خدا ۾ اعتبار نہ ٿو رکين؟ حقيقت ڇا آهي؟ لزيءَ نهايت آهستگيءَ سان ڪيس پيار مان ڇيو. پر اليوشا ڪيس ڪو بہ جواب نہ ڏنو. ڪو راز ٿي نظر آيو. پويان لفظ جي هن خود ڇيا هئا. ڪيس بہ سمجهہ ۾ نہ ٿي آيا. پر اِيئن نظر ٿي آيو تہ هُو ڪيس دلي عذاب ڏيئي رهيا هئا.

"منهنجي عزيز، هاڻي سڀ ڪان وڌيڪ هيءَ ڳالهہ آهي تہ بهترين اِنسان دنيا ڪان

موڪلائي رهيو آهي! لزي تون جيڪر چاڻي سگهين ته منهنجو روح ساڻس ڪيڏو نه وابسته آهي! اُن ڪان پوءِ مان اڪيلو رهجي ويندس... لزي مان توڏي ايندس.... مستقبل ۾ گڏجي رهنداسون."

"هائو. گڏجي، گڏجي! هن ڪان پوءِ اسان هميشه گڏ هونداسون. پنهنجي سڄي حياتي! ٻُڌ. مون کي پيار ڪر. مان توکي اُن جي اجازت ٿي ڏيان."

"اڄ ۽ پوءِ وچ.... سچ توسان گڏ هوندو!" هُن متانئس صليب جي نشاني ناهيندي چيو ته. "جلدي هُن ڏي موٽي وڃ. جيستائين هُو جيئرو آهي. مان ڏسان ٿي ته توکي زور سان روڪي رکيو اٿم. مان اَڄ هن جي لاءِ ۽ تنهنجي لاءِ دعائون گهرندي رهنديس. ته اَسين خوش گذاريون! ڇا اَسين خوش رهنداسون؟"

"مون کي يقين آهي لزي. ته خوش رهنداسون."

اليوشا خيال ڪيو ته چڱو اِيئن ٿيندو. ته هُو بيگم هائلڪوف ڏي نه وڃي ۽ کيس خدا حافظ چوڻ ڪانسواءِ گهر مان نڪري وڃي. پر جيئن ئي هن دروازو کوليو. بيگم هائلڪوف کي پنهنجي سامهون بيٺل ڏٺائين. اليوشا پهرئين ئي لفظ مان سمجهي ورتو ته هُو ڪنهن مطلب ۽ مقصد جي گفتگو لاءِ اُن جي انتظار ۾ هئي.

"اليڪسي فيودوروچ. هيءَ نهايت خطرناڪ آهي. هيءَ منجهائيندڙ ۽ ٻاراڻي بيوقوفي آهي. مان توکي يقين سان چوان ٿي ته اهو خواب نه لَـهه... هي بيوقوفيءَ ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه نه آهي. صاف بيوقوفي!" هُن. هي لفظ کيس اِهڙي ريت چيا. ڄڻ ته متس حملو ڪرڻ تي گهريائين.

اليوشا کيس چيو ته. "فقط هن کي نه ٻڌاءِ. هوءَ پريشان ٿي ويندي. جو هُن لاءِ بيحد نقصانڪار آهي."

"هڪ سمجهه ڀَري نوجوان جي سمجهه ڀَري صلاح! مون کي اِيئن سمجهڻ گهرجي. ته تو هن سان جا قبوليت ڏني آهي. سا سندس پريشان حالت کي ڏسي رعايت ڪئي آهي. ڇاڪاڻ ته چاهيو ٿي. ته سندس خلاف وڃي کيس جوش ۾ نه آڻين."

"نه. نه اِيئن نه آهي. مان جو ڪجهه به چيو آهي. سو ڳنڀير ٿي چيو اٿم." اليوشا نهايت مضبوطيءَ سان اُن جو اعلان ڪيو.

"هن حقيقت بابت يقيني طور تي اظهار ڪرڻ. اڻ ٿيڻي آهي ۽ اُن تي خيال ئي نه تو ڪري سگهجي. مان پهريائين اِيئن ڪنديس ته تون منهنجي گهر ۾ ئي نه اَچين. مان پوءِ اُن کي ڪنهن ٻي پاسي وٺي وينديس. توکي اُن جو يقين هئڻ گهرجي."

اليوشا کيس چيو "پر اِيئن چو؟ اِهي سڀ ڳالهيون گهڻيون پري آهن. اسان سال ڏيڍ ترسي سگهون ٿا."

”اڙي اليڪسي فيودوروورچ، اِن ۾ بيشڪ سچ آهي. ڏيڍ سال ايترو گهٽ آهي، جو اُن ۾ توکي هزارين ڀيرا وڌيڪ ۽ جدا ٿيڻو پوندو. پر مان ايتري ته بدقسمت آهيان، جو هيءَ جيتوڻيڪ بيوقوفي آهي پر منهنجي لاءِ ڪاري ضرب آهي. مان پاڻ کي ”ظرافت جي غم“ واري ڊرامي جو فاموسوف ٿي سمجهان. مان توکي چانڪي ۽ هُن کي صوفيا ٿي سمجهان. مان توسان ڊوڙي اچي ڏاڪڻ تي ملي آهيان. ڊرامي ۾ به ته اها خطرناڪ سين، ڏاڪڻ کان شروع ٿئي ٿي. مان سڀ ڪجهه ٻڌو آهي. پر لَنوائي وئي آهيان. پر اِها سندس خطرناڪ رات ۽ اُن جي جنون جي ڪهاڻي آهي. هن جو مطلب آهي، ته ڏيئرن سان ته عشق آهي پر اِهو مائرن لاءِ موت آهي. مان ته هڪدم قبر ۾ پهچي ويندس. پر هن کان وڌيڪ ڳنڀير اَجا ٻيو مسئلو آهي. اُهو ڪهڙو خط آهي، جو هن توڏي لکيو آهي. مهرباني ڪري اُهو مون کي ڏيکار؟“

”نه، اُن جي ڪا به ضرورت نه آهي، مون کي ٻڌاءِ ته ڪيٽرينا ايونونا، هاڻي ڪيئن آهي، اِهو مون کي معلوم ڪرڻو آهي؟“

”هوءَ اَجا بيهوشيءَ جي حالت ۾ آهي. هن کي اَجا هوش ڪو نه آيو آهي. سندس ٻڻيون هتي آهن. پر هُو ٿڌي ساهه کڻڻ ۽ هوائي قلعن ٺاهڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به ڪري نه ٿيون سگهن. هرزينسٽيوب آيو پر هُو ايڏو ته پريشان ٿي ويو، جو مان منجهي پيس ته وري هن لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي. مان ڪنهن ٻئي ڊاڪٽر کي هن جي علاج واسطي گهرائڻ لاءِ ٿي سوچيم. ڪيس منهنجي گاڏيءَ ۾ وجهي، گهر ڇڏي آيا آهن. پر سڀ کان وڌيڪ ڳالهه آهي، تون ۽ هُو خط. اِهو به صحيح آهي ته ڏيڍ سال ۾ ڪجهه به ظهور ۾ نه ايندو. اُن پاڪ نالي جي صدقي ۽ پنهنجي مرندڙ مربي جي نالي جي صدقي، اليڪسي فيودوروورچ مون کي اِهو خط ڏيکار. مان، هن جي ماءُ آهيان. جيڪڏهن تون اِهو پسند ڪرين ته پنهنجي هٿ ۾ جهل، مان پري کان ئي پڙهي ڏسنديس.“

”جيڪڏهن، هوءَ اِهو منظور به ڪري، مان توکي اِهو خط نه ڏيکاريندس. مان سڀاڻي ايندس. جيڪڏهن تون چاهين ته مان توسان اِنهيءَ ڳالهه بابت ڳالهائيندس، پر هاڻي خدا حافظ!“

اليوشا، ڏاڪڻ تان ڊوڙندو لهي، گهٽيءَ ۾ هليو ويو.

باب ڇهون

# سمير ڊيا ڪوف ۽ ستار

هن کي به وقت وڃائڻ نه ٿي گهريو. اُن وقت به جڏهن هو لِـزيءَ کان موڪلائي رهيو هو، هن کي دل ۾ خيال ٿي آيو، ته اهڙو ڪو جادو هٿ ڪجي، جنهن جي وسيلي ڪيس سندس ڀاءُ دمتري هٿ اَچي. هُو ڪانئس هرو ڀرو نٽائي رهيو هو. ڏاڍي دير ٿي وئي هئي. تقريباً لڳا هئا. اليوشا جو روح - سميتجي، خانقاهه جي طرف وڃي لڳو هو ۽ هُو مرندڙ درويش جي فڪر ۾ هو. پر دمتريءَ جي ملاقات جي ضرورت سيني ڳالهين تي پردو وجهي ڇڏيو هو. ساعت به ساعت، سندس ذهن ۾ ڪنهن حادثي جو خيال مضبوط ٿيندو ٿي ويو. اُهو ڪهڙو حادثو هوندو ۽ هُو اُن وقت ڀاءُ کي ڇا چوندو، هُو آخري ڪلام ۾ ڪجهه به چئي نه ٿي سگهيو.

”توڙي جو منهنجو خير خواه، منهنجي غير موجودگيءَ ۾ مري به وڃي، مان پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾، هن خيال کان پاڻ کي ملامت نه ڪندس ته گهر ڏي تڪڙي پهچڻ بجاءِ، مان ڪنهن جي زندگي بچائي ورتي آهي. جيئن منهنجو اِرادو آهي ۽ مان ايئن ڪري سگهيس، ته اها ڄڻ اُن عظيم رتبي جي پيروي ٿيندي.“

سندس رٿ هئي، ته هُو پنهنجي ڀاءُ دمتري کي بي خبريءَ ۾ پڪڙي. سندس اِرادو هو، ته جيئن هُن اڳئين ڏينهن تي ڪيو هو، لوڙهي کان ٽپي، باغ ۾ داخل ٿي سرد خاني ۾ ويهي رَهي. جيڪڏهن دمتري اُتي نه هوندو ته اليوشا سوچيو ته هو نه فوما سان ملندو نه گهر جي مالڪياڻي سان. پر هُو سرد خاني ۾ لڪي پوندو ۽ جيڪڏهن ضرورت پئي ته هُو شام تائين اُتي رهندو. جيئن اڳ ۾ ٿي گذريو هو، دمتريءَ کي جيڪڏهن گروشينڪا جي اَچڻ جو انتظار هوندو. ته هُو اُن سرد خاني ۾ ضرور ايندو. اليوشا پنهنجي هن رٿ جي تفصيل تي ڪو گهڻو ڌيان نه ڏنو، پر فيصلو ڪيائين ته اِيئن ڪبو، پوءِ ڪٿي خانقاهه ڏي نه به وڃڻو پوي.

بنا ڪنهن رڪاوٽ جي، هُو سڀ ڪجهه ڪري ڇُڪو. هُو ڪالهوڪي جاءِ کان، لوڙهي کان ٽپي، هُو بنا ڪنهن جي ڏسڻ جي، وڃي سرد خاني ۾ پهتو. هُــن نه ٿي چاهيو ته ڪيس ڪو ڏسي. هُن اِهو به نه ٿي چاهيو ته فوما يا گهر جي مالڪياڻي کي ڪا سندس موجودگيءَ جي خبر هجي. ڇو ته هُن ڄاتو ٿي ته هو وفادار هئڻ جي حالت ۾، سندس هدايتن تي عمل ڪنديون. ممڪن آهي ته ڪيس باغ ۾ داخل ٿيڻ کان منع ڪن يا دمتريءَ کي واقف ڪن ته سندس جاسوسي ۽ ڳولا ڪئي وڃي ٿي.

سردخاني ۾ ڪو به ڪو نه هو. اليوشا ويهي انتظار ڪرڻ لڳو. هُن، اُن جاءِ کي

چتائي ڏٺو ۽ اهِا ڪيس اڳي کان وڌيڪ قديم نظر آئي. جيتوڻيڪ ڏينهن ڪالهه وانگر دلڪش هو، پر اُن هوندي بہ هيءَ جاءِ ڪيس اُداس اُداس تي لڳي. ميز تي هڪ دائري جو نشان تي نظر آيو، جو ڪالهوڪي گلاس جو هو. جنهن مان برانديءَ جو ٿورو ڇُڪو، ڇلڪجي هيٺ ڪريو هو. هڪ بيوقوفيءَ وارو ۽ بي بنياد خيال سندس دل تي تري آيو، جو اَڪثر واندڪائي ۾ سخت انتظار ۾ پيدا ٿيندو آهي. هو ٿوريءَ دير لاءِ سوچ ۾ پئجي ويو، تہ هُو ڇو هرويرو اڳي وانگر، ساڳي جاءِ تي اَچي وينو آهي. ڇو نہ ڪنهن ٻي جاءِ تي وڃي ويهي. آخرڪار هن ڪي شديد غم جو احساس پيدا ٿيو. اهو غم جو احساس ڪيس ناموافق حالت جي باعث پيدا ٿيو هو. هُو اُتي پاءُ ڪلاڪ کان وڌيڪ مُسي نہ سگهيو. اوچتو هن ستار جو ڪٽان هلڪو آواز ٻڌو. ڪي ماڻهو اُتي اَڳ ۾ ئي وينا هئا، يا تازو ٻوٽن ۾ ڪانئس ويهه قدم پري اَچي وينا هئا. اليوشا کي اوچتو خيال آيو تہ هُو ڪالهه جيئن سرد خاني کان ٻاهر تي آيو تہ ڪيس لوڙهي جي پرسان، ڪٻي پاسي وارن ٻوٽن ۾ هڪ پراڻي، سائي ۽ هيناهين باغ جي ويهڻ واري جاءِ نظر آئي هئي. اهِي ماڻهو اِتي ئي وينا هئا پر اُهي ڪير هئا؟

اوچتو هڪ ماڻهو هڪ شيرين گيت کي ستار جي آواز سان گڏ ڳائڻ شروع ڪيو:

هڪ لازوال قوت سان،
مان پنهنجي محبوب سان وابستہ آهيان،
خدايا مون تي رحم ڪر،
مون تي ۽ هُن تي!
مون تي ۽ هُن تي!
مون تي ۽ هُن تي!

اُن وقت آواز ختم ٿي ويو ۽ ساڻ ئي هڪ زنانو ۽ نفيس آواز ٻڌڻ ۾ آيو، جنهن جي اندر ڪجهہ حجاب بہ معلوم پئي ٿيو.

”فيودورپاولووچ، تون اسان وٽ تمام ٿورو ڇو ٿو اَچين ۽ تو اَسان کي پنهنجي نظرن کان ڇو ڪيرائي ڇڏيو آهي؟“

ٻِڪڏهن بہ نہ!ءِ هڪ مرادڻو آواز نرميءَ سان آيو، جنهن مان وقار نظر تي آيو. هي صاف تي ڏٺو، تہ مرد جو مقام متاهون هو، ۽ عورت ڪيس ترغيب ڏيندي تي رَهي. اليوشا خيال ڪرڻ لڳو تہ، ٻِماڻهو کي سميردياڪوف وانگر ٿيڻ کپي. هن جي آواز مان ايئن معلوم ٿئي ٿو تہ اهِا عورت هن ئي گهر جي آهي. تي سگهي ٿو تہ هوءَ گهر جي مالڪياڻيءَ جي ڌيءَ هجي. ماسڪو کان تازي آئي هجي. شايد اهِا اُها عورت هجي، جيڪا پيچ وارو لباس پهري ٿي ۽ مارفا کان آب گوشت وٺڻ لاءِ وڃي ٿي.

ٻمون کي اُهي سيئي شعر گهڻا پسند ايندا آهن. جن ۾ ڪي لفظ وري وري ٿا اچن.
"تون پيانو ڇو نہ ٿو ٻڌائين."
مرد وري ڳائڻ شروع ڪيو:
"مان بادشاهيءَ جي خزاني جي ڇو پرواهہ ڪريان،
جيڪڏهن منهنجي دوست جي صحت پوري آهي.
خدايا اسان تي رحم ڪر،
هُن تي ۽ مون تي!
هُن تي ۽ مون تي!
هُن تي ۽ مون تي!"
"اڳئين ڀيري ڪان هيءَ وڌيڪ بهتر هو." عورت ڪيس چيو تہ "جڏهن تو ڳاتو هو، "تہ جيڪڏهن منهنجي دوست جي صحت عمدي هجي". اُن مان وڌيڪ مزو ٿي آيو. مان سمجهان ٿي تہ اَڄ توڪان اِهو وسري ويو آهي.
سميرڊياڪوف ڪيس جواب ڏنو، "شعر هميشہ منجهائيندڙ ٿيندو آهي."
"نہ نہ. شاعري مون کي بيحد پسند آهي."
"جيتري قدر شاعريءَ جو سوال آهي، اِها احمقپائي آهي. تون پنهنجي بابت خيال ڪر. ڪو بہ وزن ۽ قافيي سان ڪو نہ ڳالهائيندو آهي. جيڪڏهن اسان سيئي وزن ۽ قافيي سان ڳالهائڻ شروع ڪري ڏيون، توڙي سرڪار اُن لاءِ قاعدو بہ ڇو نہ جوڙي، پر اسان اِهڙي نموني گهڻ ڳالهائي سگهنداسون. ڪيئن آهي نہ اِيئن؟ ماريا ڪندراتيوينا. شاعري ڪا چڱي شيءِ نہ آهي."
"ڪيترو نہ تون عقلمند آهين! ڪيترو نہ هر هڪ ڳالهہ ۾ گَهرو ٿو وڃين." عورت جي آواز مان وڌيڪ ڪان وڌيڪ محبت جهلڪندي ٿي ڏٺي.
"مان هن ڪان اَڄا وڌيڪ اظهار ڪري ٿي سگهيس. مان هن ڪان ڪجهہ وڌيڪ حاصل ڪري سگهان ها. جيڪڏهن نديپڻ ۾ قسمت منهنجو ساٿ ڏئي ها. مان اُن ماڻهوءَ کي جيڪر مقابلي ۾ گولي هڻي ماري ڇڏيان، جي هُو مون کي پنهنجي اَصلي خاندان جي نالي سان سڏڻ جي ڪوشش ڪري. ڇاڪاڻ تہ مان هڪ غليظ ۽ پينو عورت جي پيدائش آهيان، ۽ پيءُ جي ڪا بہ خبر نہ آهي."
ماسڪرم مون کي حقير سڏيندا هئا. ڇو تہ ڪين اِها خبر هتان ملي چُڪي هئي. گريگري وسيسلووچ جا مان ٿورا ٿو مڃان. هن مون کي، منهنجي پيدائش جي خلاف بغاوت ڪرڻ تي تنبيهہ ٿي ڪئي. پر مان جيڪر اِهو منظور ڪريان ها. تہ هُو مون کي ڄمڻ وقت ماري ڇڏين ها. جيئن مان هن دنيا ۾ اَچي ئي نہ سگهان ها. بازار

۾. خواهه تنهنجي ماءُ جي زباني مون ٻڌو آهي، تہ منهنجي ماءُ جا وار سندس مٿي تي تڏي وانگر هوندا هئا ۽ هُن ڪڏهن بہ ڦٽي نہ ڏني هئي. هوءَ قد ۾ پنجن فوٽن ڪان بہ ننڍي هئي ۽ ٿوري ڀاتي بہ هئي. پر هُن ڪي ڀاتو ڇو چيو وڃي، جڏهن هُو ڳالهائيندي ٿورو هئي. جيئن ٻيا ڪن ٿا؟ هوءَ پنهنجي گفتگوءَ کي اَثر وارو بڻائيندي هوندي، جيئن ٻيون رواجي ڳوناٺي عورتون ڪَن ٿيون. ڇا هڪ روسي هاري کي اسان جذبي ۾ هڪ تعليم يافتہ جي پيٽ ۾ آٽي سگهون ٿا؟ هن کي سندس اَڻ ڄاڻائي جي سبب، اسان ڇئون ٿا، تہ وٽس ڪو بہ جذبو موجود نہ آهي. مان پنهنجي ننڍپڻ ڪان وٺي، هن ڪي ڀاتي ٻڌندو ٿو اَچان ۽ بيحد غصو ٿو اچي. ماريا ڪندراتيوينا مان سڄي روس کي نفرت جي نظر سان ٿو ڏسان."

ڄيڪڏهن تون فوج جو سپاهي هجين ها يا شرافت وارو آفيسر، تہ تون جيڪر ايئن نہ ڳالهائين ها، پر اُن جي بجاءِ تون تلوار کي ڪڍي، سڄي روس جو بچاءُ ڪرين ها.ءِ

"ماريا ڪندراتيوينا، مان شريف آفيسر ٿيڻ نہ ٿو چاهيان ۽ اَجا وڌيڪ مان چاهيان ٿو تہ سپني سپاهين کي موقوف ڪري ڇڏيان."

"پر جيڪڏهن ڪو دشمن اَچي تہ اَسان جو ڪير بچاءُ ڪندو؟"

"بچاءَ جي ڪا بہ ضرورت ڪا نہ آهي. سن 1802ع ۾ روس تي نيپولين جو وڏو حملو ٿيو. پهريون فرينچ شهنشاهہ، موجوده بادشاهہ جو پيءُ. چڱو ٿئي ها، هُو جيڪر اَسان کي فتح ڪن ها. هڪ متمدن قوم، هڪ بيوقوف قوم کي فتح ڪري، پاڻ سان ملائي ڇڏي ها. اُن جي ڪري اڄ اَسان جو ٻيو مرتبو هجي ها."

"ڇا هُو پنهنجي ملڪ ۾، اسان ڪان وڌيڪ بهتر آهن؟ مان تہ جيڪر پنهنجي ملڪ جي هڪ نوجوان کي، تن انگريز نوجوانن جي عيوض ۾ بہ نہ ڏيان." ماريا ڪندراتيونيا نهايت نرمائيءَ سان ڪيس جواب ڏنو. پر سندس نگاهہ مان ملامت جو اظهار صاف ٿي نظر آيو.

"اِهو سڀ ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو خيال آهي."

"مون کي ايئن معلوم ٿو ٿئي تہ تون ڄڻ اجنبي آهين. هڪ مهربان اَجنبي! مان توکي هيءُ تہ چوان ٿي پر شرم ٿو اَچي."

"جيڪڏهن تون ٿورو خيال ڪري. هيءُ ڄاڻ گهرين تہ اُتان جا ۽ هتان جا ماڻهو ڳالهائڻ ۾ تہ هڪجهڙا آهن. هنن کي بہ لباس آهي. پر اسان ۽ اُنهن جي وچ ۾ تفاوت هيءُ آهي تہ اُتان جي بدمعاشن کي بہ چمڪندڙ بوٽ آهن. پر اسان جي ماڻهن کي غلاظت ۾ ليٽڻ لاءِ بہ ڪا خالص مٽي نہ آهي. روس جي ماڻهن کي گوشمالي کپي. جيئن فيودورپالووچ ڪالهہ چيو ٿي، اُهو سڀ سچ آهي. جيتوڻيڪ هو ۽ سندس سڀ ٻار پاڳل آهن."

"تو تہ اِيئن چيو هو تہ توکي ايون فيودوررووچ جي لاءِ بيحد عزت آهي."

هائو، پر اُن بہ تہ مون لاءِ اِيئن چيو آهي تہ مان هڪ بدبودار نوڪر آهيان. هُو سمجهي ٿو تہ مان ضابطي کان ٻاهر آهيان. پر هُو غلط آهي. مون کي جيڪڏهن پيسو هجي ها تہ مان هتان ڪڏهن جو هليو وڃان ها. دمتري فيودوررووچ پنهنجي سمجهہ ۽ رفتار کان، پنهنجي طبعيت ۽ مفلسيءَ کان گهڻو بدنام آهي. هن کي هي بہ سليقو نہ آهي تہ ڪهڙو بہ ڪم ڪيئن ڪجي، پر اُن هوندي بہ سندس عزت ڪئي ٿي وڃي. جيتوڻيڪ مان آب گوشت ٺاهڻ وارو ڇو نہ هجان، پر مان پنهنجي محنت سان ماسڪو جي پيٽروڪا واري حصي ۾، ڪيفي ۽ هوٽل کولي سگهان ٿو، ڇاڪاڻ تہ مان هڪ خاص قسم جو بورچي آهيان. ماسڪو ۾ اجنبين کان سواءِ ڪو بہ خاص قسم جو بورچي ڪو نہ آهي. دمتري فيودوررووچ هڪ پينو آهي، پر هوءُ ملڪ جي ڪنهن وڏي نواب جي پٽ کي مقابلي لاءِ دعوت ڏيندو، تہ هيءُ ساڻس وڙهڻ کان نہ گسندو. آخر هُو مون کان ڪهڙي ڳالهہ ۾ چڱو آهي؟ ڇاڪاڻ تہ هُو مون کان وڌيڪ بيوقوف آهي. سندس پيسي ڏانهن نهار، هُن ڪيئن نہ اُن کي برباد ڪري ڇڏيو آهي."

ماريا ڪندراتيونيا اوچتو چئي ڏنو تہ "اِهو مقابلو بہ ڏاڍو مزيدار ٿيندو."

"اِهو ڪيئن؟"

"اِهو، خطرناڪ ۽ بهادراڻو ڪارنامو بڻجي وڃي ٿو. جڏهن بہ نوجوان آفيسر پنهنجي هٿن ۾ پستول کڻي، ڪنهن عورت جي لاءِ هڪ ٻئي تي حملو ڪن ٿا. هڪ دلڪش تصوير! جيڪڏهن ڇوڪرين کي اُن منظر جي ڏسڻ جي اجازت هجي ها، تہ مان جيڪر سڀ ڪجهہ ڏئي بہ اُن کي ڏسان ها!"

اِهو نيڪ آهي، جڏهن تون ڪنهن تي گولي هلائين. پر جڏهن ڪو تنهنجي سيني کي نشانو بنائي، تڏهن توکي پنهنجو قدم احمقاڻو نظر ايندو. ماريا ڪندرا تيوينا، تون جيڪر اُتان ضرور ڀڄي وڃين؟"

"تنهنجو اِهو مطلب تہ نہ آهي تہ تون ڀڄي ويندين؟"

پر سميردِياڪوف، هن کي ڪو بہ جواب نہ ڏنو. ٿوري وقت جي خاموشيءَ کان پوءِ ستار جي ٽڻ ٽڻ جو آواز آيو ۽ هن وري گيت ڳائڻ شروع ڪيو:

"تون ڪجهہ بہ چوين،
مان هليو ويندس،
حياتي خوشنما ۽ خوشي واري بڻجي ويندي،
ڪنهن شهر ۾ ۽ پري،
مان ڪو بہ ڏک نہ ڪندس،

مان، ڪڏهن بہ ڏک نہ ڪندس،

نہ وري مون کي خيال آهي تہ ڏک ڪندس."

اُن وقت ڪجهہ اُميد جي خلاف ٿي گذريو. اليوشا اوچتو آواز ڏنو ۽ هُو ٻئي خاموش ٿي ويا. اليوشا اُٿيو ۽ هنن ڏي هليو. هن سميرڊياڪوف کي چڱي لباس ۾ ڏٺو ۽ سندس بوٽ چمڪي رهيو هو. ڪيس پائوڊر لڳل هو ۽ وارن کي گهُنڊي دار ٺاهيو هئائين. ستار باغ جي بينچ تي رکي هئي. سندس ساٿياڻي، گهر جي مالڪياڻيءَ جي ڌيءُ هئي. ڪيس هلڪي نيري رنگ جو لباس هو ۽ اُن جو دامن بہ وال ڊگهو هو. هُوءَ نوجوان هئي ۽ ڏسڻ ۾ بُري نہ هئي. سندس چهرو حد کان وڌيڪ گول هو ۽ مٿس هلڪي پوري رنگ جا داغ هئا.

اليوشا کان جيتري قدر ٿي سگهيو، هن آرام سان کائنس پڇيو تہ، "ڇا دمتري منهنجو ڀاءُ جلدي موٽڻ وارو آهي؟"

سميرڊياڪوف آهستگيءَ سان اُٿيو. ماريا ڪندراتيوينا پڻ اُٿي بيٺي.

"مون کي دمتري فيودورووچ بابت ڪا بہ خبر نہ آهي. ايئن تہ نہ آهي تہ مان اُن جو نگهبان آهيان." سميرڊياڪوف، ڪيس آهستگيءَ ۽ رازداراڻي نموني ۾ جواب ڏنو.

"پر مان تہ فقط اِهو ئي پڇيو، تہ اوهان کي اُن جي ڪا خبر آهي." اليوشا کين سمجهائيندي چيو.

"مون کي اُن جي بابت ڪا بہ خبر نہ آهي ۽ نہ وري اُن جي ضرورت آهي."

"پر منهنجي ڀاءُ مون کي ٻُڌايو هو، تہ اسان جي گهر ۾ جو بہ وَهي ۽ واپري ٿو، تون اُن کي ٻُڌائيندو آهين. تنهنجو هن سان واعدو آهي، تہ جڏهن اگرافينا اليگزينڊروينا اَچي تہ هن کي اُن جي خبر ڏئين."

سميرڊياڪوف پنهنجي سرد نگاهہ سان ڪيس ڏٺو ۽ ڪيس چيائين تہ "تون هتي ڪهڙيءَ ريت آيو آهين، جڏهن ٿورو وقت اڳ ۾ اسان توکي مقفل ڪري ڇڏيو آهي."

"مان پٺ واري گهٽيءَ مان لوڙهي کي ٽپي آيو آهيان ۽ سڌو سردخاني ۾ پهتو آهيان. مون کي اُميد آهي تہ اوهان مون کي معاف ڪندا." هن ماريا ڪندرا تيوينا ڏي منهن ڪري چيو تہ "مون کي پنهنجي ڀاءُ سان ملڻ جي ڏاڍي خواهش هئي."

ماريا ڪندراتيوينا، اليوشا جي معافي کان راضي ٿي وئي ۽ چوڻ لڳي تہ "اسان تنهنجو اِهڙي ريت اَچڻ بي موقع نہ ٿا سمجهون. ڇاڪاڻ تہ دمتري فيودورووچ، پاڻ بہ اَڪثر اِنهيءَ رستي سان سردخاني ۾ ايندو آهي. هُو شايد سرد خاني ۾ ويٺو هجي، پر اَسان کي اُن جي ڪا بہ خبر نہ آهي."

"مان اُن جي لهڻ لاءِ ڏاڍو پريشان آهيان. گهٽ ۾ گهٽ مون کي اِهو ئي معلوم

تئي تہ هُو هاڻي ڪٿي آهي؟ مون تي اعتبار ڪيو. مون کي هن جي ئي ضروري ڪم لاءِ ساڻس ملڻو آهي.“

”هُو اسان کي پنهنجي بابت ڪا بہ ڳالهہ نہ ٻڌائيندو آهي.“ ماريا ڪندراتيوينا جواب ڏنو.

سميرديا ڪوف، وري ڳالهائڻ شروع ڪيو تہ ”مان هتي هميشہ هڪ دوست جي حيثيت ۾ ايندو آهيان پر دمتري فيودورووچ، مون کي بيحد بي رحميءَ سان دَٻائيندو رهندو آهي ۽ عجيب بي جوڙ سوال پڇندو رهندو آهي. خصوصيت سان منهنجي مالڪ لاءِ سوال هوندا آهن يا چوندو آهي تہ ڪهڙي خبر آهي؟ گهر ۾ ڇا وَهي واپري ٿو؟ ڪير اَچي ٿو ۽ ڪير وڃي ٿو؟ جيڪڏهن مان ڪيس وڌيڪ ٻڌائي نہ سگهندو آهيان، تہ مون کي مارڻ جا دڙڪا ڏيندو آهي. ۽ پيرا تہ اهڙا دڙڪا ڏيئي چُڪو آهي.“

اليوشا ڪيس عجب مان ڇيو تہ ”موت جا دڙڪا ڏيندو آهي؟“

”تون اڳ ۾ ئي ڄاڻين ٿو، تہ هُو پنهنجي طبعيت جي باعث ايئن نہ ڪندو هوندو. ڪالهوڪي اتفاق مان تو اَندازو لڳايو هوندو. هُن مون کي چيو آهي تہ جيڪڏهن اگرافينا اليگزيندرووچ کي مون گهر ۾ اَچڻ ڏنو ۽ هُن رات اُتي گذاري تہ مان پهريون ماڻهو هوندس جو اُن لاءِ سزا ڀوڳيندس. مون کي هن کان بيحد خوف ٿو تئي. مان چاهيان ٿو، تہ پوليس کي اِها خبر ڪري ڇڏيان. خدا بهتر ٿو ڄاڻي تہ هُو اَلائي ڇا ڪري وجهي!“

ماريا ڪندراتيوينا ڪيس چيو تہ ”ڪالهہ هُن جناب، هن کي چيو پئي تہ مان توکي اُکريءَ ۾ وجهي ڪٽيندس.“

”هُو. هن کي اُکريءَ ۾ وجهي ڪُٽي ڇڏيندو! هن مذاق ۾ چيو هوندو. مان جيڪڏهن اُن سان مليس تہ اِها ڳالهہ بہ ڪيس چوندس.“ اليوشا همدرديءَ جي لهجي ۾ ڪيس جواب ڏنو.

سميرديا ڪوف ٿوري وقت جي سوچڻ کان پوءِ چيو تہ ”نيڪ آهي، مان اوهان کي فقط هي ڳالهہ ٻـُڌائي سگهان ٿو. تہ مان هتان جو هڪ پراڻو دوست ۽ پاڙيسري آهيان ۽ هيءُ بُرو لڳندو آهي، تہ مان هيڏي نہ اَچان. پر ٻي ڳالهہ بہ آهي. اُها هيءَ آهي تہ مون کي اڄ صبح جو ايون فيودورووچ تنهنجي ڀاءُ جي رهڻ واري جاءِ ليڪ اسٽريٽ ڏانهن موڪليو هو. مون وٽ ڪو بہ خط نہ هو پر پيغام موت هو، ساڻس مارڪيٽ واري هوٽل ۾ گڏ ماني کائي. مان ويس پر دمتري فيودور پاولوچ اُتي موجود نہ هو. جيتوڻيڪ اُن وقت اَٺَ لڳا هئا. گهر جي مالڪياڻي ٻـُڌايو. تہ هُو هتي هيو. پر هاڻي اَلائجي ڪاڏي نڪري ويو آهي. جيئن مان سمجهيو. هنن ٻنهي جي وچ ۾ ڪو نهراءُ آهي. شايد هُو هاڻي ايون فيودور پاولوچ سان گڏ هوٽل ۾ هجي.

چاڪاڻ تہ ايون فيودوررووچ رات جي ماني تي گهر ۾ نہ هو ۽ فيودور پاولوچ. ڪلاڪ ڪن تيو، اڪيلي ماني کاڌي هئي ۽ سمهي پيو هو. مان اوهان کي خاص طرح سان عرض ڪندس تہ منهنجي بابت ساڻس ڪو بہ گفتگو نہ ڪندا. جو ڪجهہ مان اوهان کي ٻڌايو آهي، ڪيس نہ ٻڌائيندا. هُو اَچايو مون کي ماري وجهندو."

اليوشا جلديءَ مان اماڻيو تہ "مون پنهنجي ڀاءُ ايون. دمتري کي دعوت ڏئي هوٽل ۾ گهرايو آهي."

"برابر".

"مارڪيٽ وٽ ميٽرو پولس هوٽل ۾؟"

"هائو اِنهيءَ ۾ ئي."

"اها عجيب ڳالهہ آهي." اليوشا جوش مان رڙ ڪري چيو. "سميرڊياڪوف تنهنجي مهرباني. هيءُ نهايت ضروري آهي ۽ مون کي اوڏاهين هڪدم وڃڻ گهرجي."

سميرڊياڪوف سندس پٺيان واڪو ڪري چيو تہ، " مون سان نڳي نہ ڪجانءِ!"

"نہ، نہ مان اِيئن ڏيکاريندس تہ اُتي چڻ اتفاقي پهچي ويو آهيان. توکي اُن جو انتظار نہ ڪرڻ کپي."

ماريا ڪندراتيوينا ڪيس سڏ ڪري چيو تہ "هڪ منٽ لاءِ ترس، مان دروازو تنهنجي لاءِ کوليان تي."

"نہ، هيءُ ويجهو رستو آهي، مان وري بہ لوڙهي ڪان ٽپي ويندس"

اليوشا جو ڪجهہ ٻُڌو هو، اُن ڪيس ڪشمڪش ۾ وجهي ڇڏيو. هُو هوٽل ڏي ڊوڙي پيو. هُن لاءِ ناممڪن هو تہ هُو راهب جي لباس ۾ هڪ شرابخاني ۾ پهچي. پر اهو تي پئي سگهيو، تہ هُو پائرن جي لاءِ دروازي تي ترسي پڇي، ڪين هيٺ لاهي ۽ ملاقات ڪري. پر جيئن ئي هُو شرابخاني وٽ پهتو، هڪ دَري کُلي پئي ۽ سندس ڀاءُ ايون ڪيس ڏسي ورتو ۽ ڪيس سڏ ڪيو:

"اليوشا، تون مون ڏي مٿي نہ تو اَچين ڇا؟ مٿي اچڻ لاءِ مان تنهنجو بيحد شڪر گذار ٿيندس."

"مان تہ جيڪر اَچان، پر مون کي خبر نہ آهي تہ هن لباس ۾ مٿي اَچي بہ سگهان تو يا نہ؟"

"پر مان تہ جدا ڪونيءَ ۾ آهيان. تون ڏاڪڻ ۾ اَچ، تہ مان توکي هيٺ لهي وٺڻ لاءِ اَچان تو."

هڪ منٽ پوءِ، اليوشا پنهنجي ڀاءُ جي پاسي ۾ ويٺو هو ۽ اُن سان گڏ کائي رهيو هو.

باب ٽيون

# پائرن ۾ ميلاپ

ايون ڪنهن جدا ڪمري ۾ ته نه هو پر اُن جاءِ کي پـَردي سان جدا ڪيو ويو هـو، جنهنڪري ڪونيءَ جا ٻيا ماڻهو، اُن جاءِ کي ڏسي نـه ٿـي سگهيا. هيءُ دروازي وٽ پهريون ڪمرو هو ۽ پت تائين پردو لڳل هو. ٻاهر ماڻهو هيڏي هوڏي پئي ٿـي گهميا ۽ ڦري. پر هن ڪوني ۾ فقط هڪ اَجنبي گراهڪ وينل هو، جو هڪ پينشن بـردار فوجي سپاهي ٿي ڏٺو. هڪ ڪنڊ ۾ هُو چانهه پي رَهيو هو. پر ٻين ڪوٺين ۾ حسب معمول چڱو گوڙ ۽ شور هو. خادمن کي سَڏ ٿي ڪيا ويا. شيشين جي ڀُڄين ڪلڻ جا نڪاءَ هئا. بليئرڊ کيڏڻ وارن جا آواز ۽ ڪنهن ساز جي به صدا ٿي آئي. اليوشا کي خبر هئي ته عام طرح اِهڙن شرابخانن ۾ نه ويندو آهي ۽ خاص طرح اِهڙين جاين کي پسند نـه ڪندو آهي. هــن مان هُــن سمجهيو، تـه هُــو پنهنجي بندوبست موجب، دمتريءَ سان ئي هت ملڻ لاءِ آيو آهي. پر دمتري اُتي موجود ڪو نه هو.

ايون پنهنجو ڪاڏو ڪائي بس ڪيو هو ۽ هاڻي چانهه پي رهيو هو. هُــن اليوشا کي جهلي ڏاڍي خوشيءَ مان چيو ته، ”مان تنهنجي لاءِ مَڇيءَ جي رَس گهرايان يا ٻيو ڪجهه. تون فقط چانهه تي ته گذارو نه ڪري سگهندين؟“

”منهنجي لاءِ پهريائين رَس گهراءِ ۽ پوءِ چانهه. مون کـي ڏاڍي بـک لڳي آهي.“ اليوشا به ڪيس خوشيءَ مان چيو.

”مربو به اچي؟ اِهو به هتي موجود آهـي. مـون کـي ياد تـو اَچي، تـه توکـي ننـڍي هوندي مربو ڪيڏو نه وڻندو هو؟“

”تڏهن توکي اِهو ياد آهي؟ چڱو مربو بـه گهرائـي ڏي، مـون کـي اِهـو اَجا تـائين پسند ايندو آهي.“

ايون، خادم جي طرف ڊوڙي پيو ۽ ڪيس مربي، رَس ۽ چانهه آڻڻ لاءِ چيائين.

”مون کي سڀ ڪجهه ياد آهي اليوشا، مون کي اهو به ياد آهي تـه اُن وقت تـون يارهن ورهين جو هُئين ۽ مان قريباً پندرهن ورهين جو هـوس، هيءُ يـارهن ۽ پندرهـن ورهين جو اُهو تفاوت آهي، جڏهن اِنهيءَ عمر ۾ پيائر هڪ ٻئي جا رفيق بڻجي نـه سگهندا آهن. مون کي ڪا به خبر نه ٿي پوي، تـه مون کي اُن وقت توسان محبت هئي يا نه؟ مان جڏهن پهريائين ٽورن سالن لاءِ ماسڪو ويـو هـوس، تـه تنهنجي لاءِ ڪـو بـه خيال نه هيم. پوءِ جڏهن تـون ماسڪو ۾ آئيـن ۽ جيئـن مـون کـي يـاد اَچي ٿـو، اسـان ڪٿي هڪ پيرو ئي پاڻ ۾ مليا هئاسين. هتي به مون کي ٽي مهينـا آئـي گذريا آهـن،

پر مشڪل سان اسان ڀاڻ ۾ ڪي ٿورا لفظ ڳالهائي سگهيا آهيون. مان سياڻي ٻاهر وڃي رَهيو آهيان. مون خيال تي ڪيو، تہ مان هت وينو آهيان ۽ اهڙيءَ حالت ۾ توسان ڪيئن الوداع ڪري سگهندس. انهيءَ خيال ۾ هوس تہ تون هتان گذرين."

"تون تڏهن منهنجي ڏسڻ لاءِ انتظار ۾ هئين؟"

"هائو. مان چاهيو ٿي، تہ توکي هڪ ڀيرو. هميشہ لاءِ سجاڻان ۽ تون بہ مون کي سجاڻين. اُن کان پوءِ ئي توکي خدا حافظ چوان. منهنجي خيال ۾ اِها چڱي ڳالهہ آهي تہ ماڻهو هڪ ٻئي کان جدا ٿيڻ کان اڳ ۾، هڪٻئي کي چڱيءَ ريت سجاڻين. مان ڏٺو ٿي تہ تون هيءُ ٽي مهينا، ڪيئن نہ مون کي انتظار سان نهاري رهيو هئين. تنهنجي اکين ۾ ڪنهن اُميد جي مسلسل نگاهہ نظر ايندي رَهي آهي ۽ مان اُن کي برداشت ڪري نہ ٿو سگهان. اِهو ئي سبب هو، جو مان توکان ڏور ٿي رهيس. پر آخر ۾ مان هن نتيجي تي پهتس تہ مان تنهنجي عزت ڪريان. مان خيال ڪيو تہ هي نوجوان پختي اِرادي وارو آهي. جيتوڻيڪ مان کلان ٿو پر مان هن راءِ تي مضبوط آهيان، تہ تون پنهنجي اِرادي تي مضبوط آهين. ڪيئن آهي نہ ايئن؟ مان اُنهن ماڻهن کي پيار ڪندو آهيان، جي ڪجهہ بہ ٿي پوي، پنهنجي اِرادي تي پختا هوندا آهن. پوءِ اُهي ڇو نہ ننڍيءَ عمر وارا هجن. تنهنجون پُر اُميد اکيون، ڇو نہ مون کي ڇينڀ ڪرڻ کان روڪجي وڃن، مان اُنهن کي محبت ڪريان ٿو. تون مون سان ڪن ڳالهين جي سبب کان ضرور پيار ڪرين ٿو اليوشا؟"

"ايون، مان توسان واقعي محبت ڪريان ٿو. دمتري تنهنجي لاءِ چوندو آهي تہ تون قبر وانگر آهين! پر مان چوان ٿو تہ تون هڪ ڳجهارت وانگر آهين. پر مان توکي سمجهڻ گهران ٿو. چاڪاڻ تہ مان اڄ صبح ٿائين بہ اُن کي سمجهي نہ سگهيو آهيان."

"اُهو ڇا آهي؟" ايون کلي ڏنو.

"تون ڪاوڙ نہ ڪندين؟" اليوشا بہ کلي وينو.

"چڱو."

"تون اِهڙو ئي نوجوان آهين، جيئن ٻيا ٽيويهن ورهين جا نوجوان ٿين ٿا. تون اَجا بہ ننڍڙو، تازو توانو ۽ وڻندڙ ڇوڪرو لڳين ٿو. سادي چوڻ سان، مان تنهنجي بي عزتي تہ نہ ڪئي آهي؟"

اُن جي ابتڙ مان، هيءُ ٻڌي حيران ٿي ويو آهيان." ايون گرمجوشي ۽ مذاق جي طور تي چيو. شايد تون اعتبار ڪرين تہ اُن ڏينهن جڏهن ڪيٽرينا جي گهر ۾ مليا هئاسون، اُن وقت کان وٺي، مان ڪنهن ٻي ڳالهہ تي نہ ٿي سوچيو. مان ساندهہ انهيءَ فڪر ۾ آهيان، تہ ڪيترو نہ سادو نوجوان آهيان. اتفاقاً تو بہ اِتان ئي ڳالهہ شروع

ڪئي آهي. توکي خبر آهي تہ مان هتي بہ ويني اِهو ئي تي سوچيو تہ جيڪڏهن منهنجو زندگيءَ ۾ يقين نہ آهي، اُن عورت مان اعتبار وڃايو اٿم. جنهن کي پيار ڪريان ٿو، شين جي تنظيم ۾ ڪو بہ يقين نہ اَٿم ۽ اِيئن سمجهان ٿو تہ تحقيق ڪنهن شيءِ جو ڪو نظام ئي نہ آهي ۽ هُوءَ مردود ۽ اُها افراتفري آهي، جنهن تي شيطان سوار آهي، تہ اِهو انساني وهم کان چوٽڪاري جو سبب تي نہ ٿو سگهي. مون کي جيئرو رهڻو آهي ۽ جنهن پيالي کي چکيو اٿم، اُن کي جيستائين پي نہ ويندس، اُن کي ڪو نہ موٽائيندس. ٽيهن ورهين جي عمر ۾، جيڪڏهن اُن پيالي کي خالي نہ ڪري سگهيس تہ ضرور موٽائڻو پوندو. پر اُن جو نقطو نامعلوم رهندو، پر جيستائين مان ٽيهن ورهين جو ٿيان، منهنجي جوانيءَ جي مسرت سڀ تي ڇانئجي ويندي. زندگيءَ جي هر افراتفري ۽ هر نااُميديءَ تي قبضو ڪري وٺندي. ڪيترائي ڀيرا مان پاڻ کان پڇيو آهي، تہ ڇا دنيا جي اندر اِهڙي بہ ڪا نااُميدي آهي، جا منهنجي هن زندگي جي بدحواسي، اَجا بہ اَڻ ڏٺل اُج تي غالب اَچي سگهي ٿي؟ مان هن نتيجي تي پهتو آهيان. تہ اِهڙي شيءِ ڪا بہ نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ مان اَجا ٽيهن ورهين جو نہ آهيان ۽ جڏهن ٿيس تہ پنهنجو پاڻ سڀ ڪجهہ وڃائي ويهندس. ڪن ڪوتاهہ نظر، بي ربط اخلاق جي ماهرن ۽ خاص طرح شاعرن، هن اُج کي زندگيءَ جي بنيادي شيءِ ڪري سڏيو آهي. البت هيءُ سچ آهي، تہ هيءَ پياس ڪرامازوف وارن جي خصوصيت آهي، جا زندگيءَ ۾ ڪنهن بہ ريت عزت ۽ شرف جي لائق نہ آهي. توکي بہ اِهائي آهي، پر اُن کي بنيادي ڇو ٿو چيو وڃي؟ هن اسان جي زمين جي مرڪز ڏي مائل رهڻ وارو زور اَجا بہ ڪافي طاقتور آهي اليوشا. مون کي پنهنجي زندگيءَ لاءِ بيحد انتظار آهي، ۽ مان اُن کي ڪنهن بہ منطق کان سواءِ گذارڻ جو تمنائي آهيان. جيتوڻيڪ مان هن جهان جي نظام جو قائل نہ آهيان، پر مان اُنهن تازن پنن سان محبت ڪريان ٿو، جي بهار جي موسم ۾ ڦٽندا آهن. مان نيري آسمان کي پيار ڪريان ٿو ۽ اُنهن ماڻهن کي بہ، جن کي ناواقف هوندي بہ پيار ڪيو وڃي ٿو ۽ اِها خبر نہ ٿي پوي تہ اِيئن ڇو ڪيو وڃي ٿو؟ مان اُنهن عظيم ماڻهن جي ڪارنامن سان بہ پيار ڪريان ٿو. جيتوڻيڪ گهڻي وقت کان اِنهن ۾ منهنجو ڪو بہ ايمان نہ رهيو آهي. پر قديم عادت موجب، دل اُنهن کي انعام جو مستحق ٿي سمجهي. هنن تنهنجي لاءِ شوروو آندو آهي. هن کي پيءُ. اِهو تنهنجي لاءِ چڱو ٿيندو. اِهو لذت وارو شوروو آهي. اهو ڇاڻن ٿا، تہ ڪيئن تيار ڪيو ويندو آهي. اليوشا مان يورپ ڏي سفر ڪرڻ گهران ٿو ۽ هتان نڪري ويندس. پر مان اُن هوندي بہ ڄاڻان ٿو مان فقط هڪ قبرستان ڏي وڃي رهيو آهيان. پر اِهو نهايت قيمتي قبرستان آهي. قيمتي آهن، اُهي مئا، جي اُتي دفن ٿيل آهن.

اُنهن جو هر هڪ پٽر، سندن شاندار ماضيءَ جي حياتي جو ذڪر ڪندو ته رهي. ڪيڏو نه هنن جو پنهنجي عمل ۾ بيتاب اعتقاد هو. سندن صداقت، سندن ڪشمڪش ۽ سندن علم ۽ فضل، جن کي مان چاڻان ٿو، ايتري قدر ته لائق آهن، جو مان زمين تي ڪري، انهن پٿرن کي چمان ۽ اُنهن جي مٿان روئان. جيتوڻيڪ مان هيءُ به ڄاڻان ٿو ته منهنجو اهو روئڻ نااُميديءَ ڪان نه هوندو، پر مان پنهنجي هنن ڳوڙهن کان خوشي حاصل ڪندس. مان پنهنجي روح کي اُن جذبي ۾ گم ڪري ڇڏيندس. مان نوخيز پنن کي بهار ۾ پيار ڪريان ٿو ۽ نيري آسمان کي به ۽ اهو ئي سڀ ڪجهه آهي. هيءُ ڪو ذهني يا منطقي مواد نه آهي. اهي ڪنهن جي پنهنجي باطن سان محبت آهي. ڪنهن جي پنهنجي شڪم سان محبت آهي. هڪ، ٻي جي جوانيءَ جي اولين طاقت سان پيار ڪري ٿو. اليوشا تون منهنجي طويل تقرير کي سمجهي به سگهين ٿو؟" ايون اوچتو ٺهڪ ڏئي کِليو.

"ايون مان چڱيءَ ريت سمجهيو آهي. هڪ ماڻهو، ٻي جي اندر سان محبت ڪرڻ لاءِ منتظر آهي. ٻي جي شڪم سان محبت ڪري ٿو. تو جو ڪجهه به چيو آهي، اُهو وڻندڙ آهي ۽ مون کي بيحد خوشي ٿي آهي، ته توکي پنهنجي زندگيءَ سان وڏي محبت آهي." اليوشا ڪيس وري وڏي آواز سان چيو ته "مان خيال ڪريان ٿو ته هر ڪنهن ماڻهوءَ کي هن دنيا ۾، ٻي سڀ ڪنهن شيءِ کان مٿي، پنهنجي زندگيءَ سان پيار ڪرڻ گهرجي."

"ڇا حياتيءَ کي سندس مقصد ۽ غرض کان به مٿي پيار ڪيو وڃي؟"

بيشڪ، تون اُن کي منطقي طريقي کان ٻاهر ٿي پيار ڪر، جيئن تو چيو ٿي. هيءَ منطق کان جدا شيءِ آهي ۽ پوءِ ئي ڪو ماڻهو اُن جي مقصد ۽ غرض کي سمجهي سگهي ٿو. مان اُن تي گهڻو وقت غور ڪيو آهي. ايون تنهنجو اَڌ ڪم ته هتي پورو ٿيو. تون زندگيءَ کي ته پيار ڪرين ٿو. هاڻي باقي هيءُ رهيو آهي ته تون ٻي اَڌ کي به پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪر. جيڪڏهن تو ايئن ڪيو ته بچي ويندين."

"تون مون کي بچائڻ جي ڪوشش ته ڪرين، پر مان گم ته نه ٿيو آهيان! تنهنجو ٻي اَڌ کان ڪهڙو مطلب آهي؟"

"جو، ڪنهن کي تنهنجي مُردن کي اُٿارڻو آهي. شايد هُو مري ئي نه ويا هجن. اَڄ ته چانهه پيئون. ايون تنهنجي گفتگو مان مون کي بيحد مزو اَچي رهيو آهي."

"مان ڏسان ٿو ته تون جذبات سان پرجي ويو آهين. مان تو جهڙي وسيع نظر راهب کي پيار ڪندو آهيان. اليڪسي تون اڏول طبعيت وارو ماڻهو آهين. ڇا اهو سچ آهي ته تون خانقاهه ڇڏي رهيو آهين؟"

"هائو مربي مون کي دنيا ڏي موڪلي رهيو آهي."

"پوءِ اَسين هڪ ٻي کي دنيا ۾ ڏسنداسون. مان ٽيهن سالن تي پهچڻ کان اڳ توسان ملندس. اُن وقت جڏهن پيالي کي پوئتي موٽائڻ جي ڪوشش شروع ڪندس، اسان جو پيءُ ته ستر تائين به پيالي جي جند نه ڇڏي. هُو اَسي تائين رَڙهڻ جا خواب ڏسي رهيو آهي. سندس گفتگو مان به ايئن معلوم ٿئي ٿو. هُو هن حالت کي نهايت گنڀير ٿي ڏسي ٿو. جيتوڻيڪ هُو مسخرو بڻجي ويو آهي. هُو هڪ مضبوط پهاڙ تي قائم آهي. هُو پنهنجي شهواني حرڪت تي قابو آهي. جيتوڻيڪ اسان سمجهون ٿا ته ٽيهن سالن کان پوءِ ڪا اهڙي شيءِ نه رهندي، جنهن تي اسان قائم ٿي سگهون. ستر ورهين تائين لَڙڪڻ احمقاڻي حرڪت آهي. مان وڌ ۾ وڌ ٽيهه ورهيه. ماڻهو ڪي ڪجهه نه ڪجهه ته نجابت جو عڪس رکڻ گهرجي ۽ فريب کائڻ نه گهرجي. اڄ تو دمتريءَ کي ڏٺو آهي؟"

"نه، پر مان سميرڊياڪوف سان مليو آهيان." اليوشا هيءَ تڪڙ ۾ چئي ويو ۽ سميرڊياڪوف سان ملاقات جو احوال هڪ منٽ ۾ پورو ڪري ورتائين. ايون هيءَ ڌيان ۽ انتظار سان ٻڌندو رَهيو ۽ ڪيس سوال ڪرڻ شروع ڪيائين:

"پر هُن مون کي عرض ڪيو ته مان ڪيس اِهو نه ٻڌايان ته مان هن سان ڪو مليو آهيان." ايون هيءُ ٻڌي تڪجي ويو ۽ گهري ويچار ۾ پئجي ويو.

"تون سميرڊياڪوف جي احوال تي تڪجي ويو آهين؟ اليوشا ڪائنس پڇيو.

"هائو سندس حقيقت تي. ڪڏ ۾ وجهينس. مان چاهيان ٿو، ته ڪنهن ريت دمتريءَ سان ملان. پر هاڻي ڪا به ضرورت نه آهي."

"پر، ياءُ. تون ايترو جلدي وڃڻ وارو آهين ڇا؟"

"هائو."

"پوءِ اسان جي پيءُ ۽ دمتري جو ڇا ٿيندو؟ آخر اِها ڪِٿي پڄاڻي ٿيندي؟" اليوشا انتظار مان ڪائنس پڇيو.

"تون هميشه اِهو ئي سُر ٿو آلاپين. مان هن لاءِ ڇا ٿو ڪري سگهان؟ مان پنهنجي ياءُ دمتريءَ جو نگهبان ته نه آهيان." ايون جوش مان ڇَپَ ۾ چڪ وڌو ۽ بعد زهر خند سان ڪلي ويٺو. "هيءُ قابيل جو پنهنجي خون ٿيل ياءُ هابيل جي بابت جواب تي سگهي ٿو. ايئن آهي نه؟"

شايد اِهڙو ئي خيال هجي، جنهن کي تون هن وقت سوچيندو هجين؟ ڇگو سيني کي ڪڏ ۾ وجهه. مان جو ڪجهه ڪري سگهيو آهيان، اُن کي ختم ڪيو اَٿم ۽ هاڻي وڃان ٿو. تون شايد اِهو خيال ڪندو هجين ته دمتريءَ سان مون کي حسد آهي ۽ مان

ڪوشش ڪو ڪريان ته حسين ڪيٽرينا ايونونا کي ڪائنس ڪسي ونان. جنهن ڪشمڪش کي ٽي مهينا گذري ويا آهن. سڀ بيوقوفي آهي. منهنجو ته عمل ئي پنهنجو هو. مان اُن کي ختم ڪيو ۽ مان وڃان ٿو.

”مان اُن کي جهڙي ريت ختم ڪيو آهي، تون اُن جو شاهد آهين.“

”هان ڪيٽرينا ايونونا بابت؟“

هائو. مان سيني کان هڪ ڀيرو وري آزاد ٿي ويو آهيان. اُن ڪري هاڻي منهنجو دمتري سان واسطو ئي ڪهڙو رهيو آهي. دمتري جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. ڪيٽرينا ايونونا سان تعلق رکڻ، اهو منهنجو پنهنجو فعل هو. مگر اُن جي برعڪس دمتري اهڙي طرز اختيار ڪئي، اِئين معلوم پئي ٿيو ته اسان ٻنهي ۾ ڄڻ ته ڪو نهراءُ ٿيل هو. مان ڪيس ڪڏهن به نه چيو هو ته هيئن ڪر يا هونءَ ڪر. پر هن پنهنجي رغبت سان، هُن کي منهنجي سپرد ڪري ڇڏيو ۽ اَسان کي دعائون ڏنيون. ڪيڏي نه ڪِلَ جهڙي شيءِ! اڙي اليوشا، جيڪڏهن تون ڄاڻي سگهين ته هاڻي منهنجي دل ڪيڏي نه هلڪي ٿي وئي آهي! تون يقين ڪندين ته مان جڏهن هتي ماني ڪائي وينس ۽ شئمپين آڻڻ لاءِ حڪم ڏنم، تڏهن اِيئن سمجهيم ته مان پنهنجي آزاديءَ جي پهرئين گهڙيءَ کي ملهائي رهيو آهيان. جنهن ڳالهه جي لاءِ ڇهه مهينا انتظار ٿي ڪيم. اُن کي يڪايڪ اُڇلائي ڦٽو ڪيو اٿم. جنهن ڳالهه تي شايد ڪلهه تائين اعتبار ئي نه اَچي ها، اُن کي مان جيڪڏهن چاهيان ها، ته ڪيڏو نه آسانيءَ سان پورو ڪري سگهان ها.“

”تون پنهنجي عشق جي لاءِ ڳالهائي رهيو آهين ايون؟“

”هائو پنهنجي عشق جي لاءِ، جيڪڏهن تون اُن کي پسند ڪرين. مان هڪ نوجوان عورت جي محبت ۾ ڦاسي پيس. مان هن کي انتظار ۾ وڌو ۽ هُن مون کي انتظار ۾ وڌو. مان ويهي هُن کي جاچيندو رهيس.... پر سيئي خيال هڪ گهڙيءَ ۾ تباهه ٿي چڪا! مان صبح جذبات مان ٿي ڳالهايو، پر جڏهن مان دور ٿي ويس، تڏهن پُر شور ٽهڪن سان کلڻ لڳس. تون اعتبار ڪندين مان توکي عين حقيقت ٻڌائي رهيو آهيان.“

اليوشا سندس منهن ۾، جو هاڻي گهڻو روشن ٿي ويو هو. نهاريندي چيو ته، ”تون هاڻي، هن حقيقت بابت ڏاڍو خوش ٿو نظر اَچين؟“

”هائو. پر مان اِهو ڪيئن ٿو چئي سگهان ته مون کي اُن جي ذري جي به پرواهه نه آهي. اُن هوندي به هُن مون کي ڪيڏي نه ڪشش ڪئي آهي ۽ هاڻي به جڏهن مون پنهنجي تقرير ٿي ڪئي، هوءَ ڪيڏي نه پرڪشش ٿي ڏٺي! تون ڄاڻين ٿو ته هوءَ

منهنجي لاءِ هاڻي بہ ڪيڏي نہ ڪشش واري آهي. پر اُن هوندي بہ ڪيس ڇڏي وڃڻ ڪيڏو نہ آسان آهي. تون ايئن تہ نہ ٿو سمجهين تہ مان لاف هڻي رَهيو آهيان؟"

"نہ پر مان سوچيان ٿو تہ اِها محبت نہ هئي."

"اليوشا" ايون ڪليو. "محبت جي لاءِ پنهنجا وهمي خيال نہ سوچ. اِها تنهنجي لاءِ اَڻ ڏٺل شيءِ آهي. تون اڄ صبح بحث ۾ ڪيئن دوڙي پيو هئين! مون ڪي اِنهيءَ جي لاءِ توکي چمڻ وسري ويو هو... پر ڪيئن نہ هوءَ مون کي عذاب ڏيئي رَهي هئي! اهِا سچي دل آزاري هئي. آهہ! هوءَ ڄاڻي سگهي تہ مان ڪيئن نہ ڪيس پيار ٿي ڪيو! هن مون کي پيار ٿي ڪيو نہ دمتريءَ کي." ايون هنن لفظن تي زور ڏنو. دمتري جي لاءِ سندس جذبا محض سندس دل آزاري هئي. مان ڪيس اُن وقت جو ڪجهہ بہ چيو، اُن ۾ مڪمل صداقت هئي. پر اُن مان بچڙائي هيءَ نڪتي تہ ڪيس هن ڳالهہ جي سڃاڻڻ لاءِ تہ دمتريءَ ساڻ سندس محبت نہ هئي، هاڻي پندرنهن ۽ ويهہ سال لڳي ويندا ۽ ايترو ئي وقت ڪيس هن کي سمجهڻ ۾ لڳي ويندو تہ جنهن کي هوءَ عذاب ڏيئي رَهي هئي، اُن ساڻس محبت ٿي ڪئي. اڄ ڪيس جو سبق مليو آهي. شايد اُن مان بہ هيءَ ڳالهہ سمجهي نہ سگهي. پر هر صورت ۾ مان اُن کي هاڻي ترڪ ٿو ڪريان. پر هيءَ ڳالهہ تہ ٻڌاءِ تہ هاڻي هوءَ ڪيئن آهي؟ منهنجي وڃڻ کان پوءِ ڇا ٿيو؟

اليوشا ڪيس چيو تہ "تنهنجي وڃڻ کان پوءِ مٿس اعصابي حملو ٿيو آهي ۽ هوءَ دَٻُري رَهي آهي."

"ايئن تہ نہ آهي تہ بيگم هاڻلڪوف ڪوڙ ٿي ڳالهائي."

"مان نہ ٿو سمجهان."

"مان اُن جي ڄاچ ڪندس. ڪو بہ ماڻهو، اعصابي حملي ۾ ڪو نہ مرندو آهي. هيءَ ڪا خطرناڪ بيماري نہ آهي. خدا عورت ذات کي اعصابي بيماري، سندس نجات لاءِ ڏيندو آهي. مان وٽس ڪنهن بہ حالت ۾ نہ ويندس. مان ڇاجي لاءِ هن ۾ وڏيڪ دخل ڏيان؟"

"پر تو تہ هن کي چيو هو تہ هوءَ تنهنجي ڪا بہ پرواهہ نہ ٿي ڪري."

"مان اِهو ڪنهن مطلب لاءِ چيو هو. اليوشا مان ٿورو شئمپين گهرايان. اَڄ تہ منهنجي آزاديءَ جي خوشيءَ ۾ اُن کي گڏجي پيئون. ڪاش توکي خبر پوي تہ مان ڪيترو نہ خوش آهيان!"

پر اليوشا ڪيس چيو تہ "نہ ڀاءُ، چڱو آهي تہ نہ پيئون. ڇاڪاڻ تہ مان پاڻ کي ڪجهہ ڏکويل ٿو محسوس ڪريان."

"هائو، مان توکي گهڻي وقت کان ڏکويل ٿو ڏسان."

"تڏهن تو فيصلو ڪيو آهي تہ هتان سپاڻي صبح جو هليو ويندين؟"

"صبح؟ مان اِيئن ڪو نہ چيو آهي تہ صبح سان: هليو ويندس.... پر اهو صبح ئي هوندو. توڪي هن ڳالھ تي اعتبار ايندو تہ مان هتي اڄ اِنهيءَ لاءِ ڪاڌو آهي، تہ جيئن اُن پوڙهي سان گڏ کائڻو نہ پوي. مان هن کي ايتري نفرت سان ڏسان ٿو. جيتري قدر هن سان تعلق آهي، مان ڪيس گهڻو اڳي ڇڏي وڃان ها. پر تون منهنجي وڃڻ لاءِ ايترو ڇو منتظر آهين. اسان وٽ منهنجي وڃڻ کان اڳ ۾ گهڻو ئي وقت موجود آهي ۽ لامحدود!"

"جيڪڏهن تون سپاڻي وڃي رهيو آهيان، تہ اُن کي لامحدود ڇو ٿو چوين؟"

"پر اِنهيءَ ۾ اسان کي نقصان ڪهڙو آهي؟" ايون ڪليو. "جنهن ڳالھ جي لاءِ اسان هت گڏيا آهيون، اُن جي ڳالهائڻ لاءِ تہ گهڻو ئي وقت موجود آهي. تون عجب ڇو ٿو کائين، جواب ڏي تہ اَسان هت ڇو گڏيا آهيون؟ ڪيٽرينا ايونونا ۽ منهنجي محبت جي ڳالھ ڪرڻ لاءِ. پوڙهي ۽ دمتري جي ڳالهين سوچڻ لاءِ؟ منهنجي ڏورانهين سفر لاءِ؟ رشيا جي بدنصيب مقام لاءِ يا شهنشاھ نيپولين لاءِ آخر ڪهڙي ڳالھ لاءِ گڏ ٿيا آهيون؟"

"نہ، انهن ڳالهين لاءِ نہ."

"تڏهن تہ اِها توکي ئي خبر هئڻ کپي، ٻين کي ڪهڙي سُڌ. پر اسان کي پنهنجي نوجوانيءَ ۾ پهريائين پنهنجي دوامي مسئلن کي ناهڻ گهرجي. اِنهيءَ لاءِ اَسان گڏيا آهيون."

نوجوان رشيا ڪجھ نہ تي ڳالهائي پر هاڻي اسان جو دَوامي سوال ڳالهائي رهيو آهي. جهڙيءَ ريت پوڙها، اِنهن مسئلن کي عملي جامو پهرائيندا آهن. تون مون کي ڪهڙيءَ اُميد سان ساندھ ٽي مهينا ڏسندو رهيو آهين؟ اِنهيءَ سوال لاءِ تہ تو وٽ منهنجي لاءِ ڪو اعتبار آهي يا ڪو اعتبار ئي نہ آهي؟ اها ئي ڳالھ آهي، جنهن لاءِ تنهنجون اکيون ٽي مهينا مون کي ڏسنديون رهيون آهن. اَيئن آهي نہ؟

اليوشا مشڪي چيو، "شايد ائين هجي، ايون تون هاڻي مون تي تہ نہ ٿو کلين؟"

"مان کلان ٿو. پر مان پنهنجي اُن ننڍڙي ڀاءُ جي دل ڏکوئڻ نہ ٿو گهران، جو ٽن مهينن کان ڪنهن اُميد سان مون کي نهاري رهيو آهي. اليوشا، مون ڏي نهار! مان بہ اِيئن ننڍڙو ڇوڪرو آهيان، جيئن تون. پر مان نو آموز راهب نہ آهيان. ڏسڻو اِهو آهي تہ روسي ڇوڪرا، منهنجو مطلب آهي، اُنهن مان ڪي هاڻي ڇا ڪري رهيا آهن؟ مثال لاءِ، هن ڪِني شرابخاني ۾ هُو ڪنهن ڪنڊ ۾ اَچي ويهن ٿا. هُو پنهنجي حياتيءَ ۾ هڪ ٻئي سان ڪڏهن بہ نہ مليا هوندا ۽ جڏهن هُو شراب خاني کان ٻاهر نڪرندا تہ وري چاليهن سالن ۾ بہ هڪ ٻي سان نہ ملندا. هن شرابخاني ۾ جو هي اَچي ترسندا

آهن تہ اِنهيءَ گهڙيءَ ۾ هُو ڪهڙو گفتگو ڪندا آهن؟ هُو دوامي سوالن ڏي ڊوڙي پوندا آهن. هُو خدا جي لازوال هستيءَ بابت سوال ڪندا آهن. اُهي جي خدا ۾ ويساهہ نہ رکندا آهن، اُهي سوشلزم ۽ انارڪزم ۽ سڄي انسانيت ڪي اصلاح جي نون اُصولن تي آڻڻ لاءِ بحث ڪندا آهن. اِها حالت سڀ هنڌ موجود آهي ۽ اِهي ئي سوال اُنهن ڪان نڪرندا رهن ٿا. پر عوام يعني روس جي اصلي رهاڪن جا بار ٻيو ڪجهہ بہ نہ ٿا سوچين پر اِنهن جاوداني مسئلن تي ڳالهائيندا رَهن ٿا. ڇا اِيئن نہ آهي؟"

"هائو، اَصل روسين لاءِ خدا جي لازوال هستي يا جيئن تون چوين ٿو اهڙا ئي سوال، اُنهن جي اندر پيا ٿا ڦرن. بيشڪ اِهي سوال ابتدائي ۽ ضروري آهن، اُن ڪري اِهي هئڻ بہ گهرجن." اليوشا ڳالهائيندي، پنهنجي ڀاءُ ڪي ساڳي پيار ڀري نگاهن سان مشڪندي ڏٺو. سندس نظر مان ڪي سوال تي ڏٺا.

"هائو اليوشا، ڪنهن وقت روسي ٿيڻ بہ وڏي ناداني آهي، پر اُن ڪان وڌيڪ بيوقوفي وارو اُهو طريقو آهي، جنهن سان روسي بار پنهنجو وقت وڃائيندا رهن ٿا. هن تي ماٺهو مشڪل سان غور ڪري سگهن ٿا. پر هڪڙو روسي بار اليوشا نالي آهي، جنهن کي مان بيحد پيار ڪريان ٿو."

"ڪهڙو نہ عمدي طرح سان تو، هن کي نڀايو آهي." اليوشا کلي چيو.

"نيڪ آهي، هاڻي مون کي ٻڌاءِ، تہ مان پنهنجي گفتگو ڪي ڪٿان شروع ڪريان. تون حڪم ڪر. خدا جي موجودگي يا ٻيو ڪجهہ؟"

"جتان بہ وڻئي اُتان شروع ڪر. تو ڪالهہ پيءُ وٽ اظهار ڪيو هو تہ خدا جو ڪو وجود ئي نہ آهي." اليوشا ڀاءُ ڪي تجسس جي نگاهن سان ڏٺو.

مان ڪالهہ رات جي ماني تي، توکي چيڙائڻ لاءِ اِيئن چيو هو ۽ مان ڏٺو تہ تنهنجون اکيون چمڪي رهيون هيون، پر هاڻي مون کي توسان بحث ڪرڻ لاءِ ڪو بہ اعتراض نہ آهي. مان هاڻي ضروري ڳالهائيندس. اليوشا مان تنهنجو دوست ٿيڻ گهران ٿو. ڇاڪاڻ تہ مون کي ڪو بہ دوست نہ آهي، اُن ڪري توکي آزمائڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. تون هن تي عجب نہ کاءُ، مان خدا کي مڃان ٿو." اِيئن چوندي ايون کليو. "توکي هن تي عجب لڳندو."

"نيڪ آهي، جيڪڏهن تون مذاق نہ ڪندو هجين."

"مذاق؟" ڪالهہ مون کي مربي وٽ چيو ويو هو، جنهن کي تون چاڻين بہ ٿو تہ مان مذاق ڪري رهيو هوس. پيارا ڀار توکي خبر آهي تہ ارڙهين صديءَ ۾ هڪ پوڙهو گنهگار ٿي رَهيو، جنهن اظهار ڪيو هو تہ جيڪڏهن خدا نہ آهي تہ اُن کي ڳوليو ويندو. انسان سچ پچ خدا کي ڳولي لڌو آهي. وڌيڪ تعجب جهڙي ڳالهہ ڪهڙي آهي

تہ خدا واجب الوجود نہ آهي، پر اُن کان وڌيڪ حيرت انگيز ڳالھ اها آهي، اِهو تصور، يعني خدا جي هستيءَ جو تصور، انسان جھڙي وحشي ۽ زيانڪار جانور جي دل ۾ ضرور هئڻ گھرجي. اِهو تصور ايڏو تہ پاڪيزه، ايڏو تہ اَثر وارو ۽ دانشمنديءَ وارو آهي، جنھن مان انسان کي عظيم فائدا حاصل ٿيندا رهيا آهن. مان پاڻ اِنھيءَ لاءِ ڪڏهن بہ خيال نہ ڪيو آهي تہ انسان خدا کي پيدا ڪيو يا خدا انسان کي. مان اُنھن سيني دليلن کي بيان نہ ڪندس، جن کي روسي ڇوڪرا بيان ڪندا رهن ٿا، جي يورپي تخيل جي پيداوار آهن. جا هُو فرضي ڳالھ ڪن ٿا. اُها روسي ٻارن لاءِ ثبوت بڻجي وڃي ٿي. فقط ڇوڪرن لاءِ پر سندن اُستادن لاءِ بہ. آخر هُو بہ تہ ساڳيا ئي ڇوڪرا آهن. اُن ڪري مان اِهي فرضي ڳالهيون ترڪ ٿو ڪريان. هاڻي اسان جو نقطي نظر ڪھڙو هئڻ گھرجي؟ مان چاهيان ٿو تہ پنھنجي طبعيت جي لوازمات جي مدنظر، جيتري قدر جلد ٿي سگھندو، مان هن حقيقت جي تشريح ڪرڻ گھران ٿو. جنھن مان توکي خبر پوندي تہ مان ڪھڙي قسم جو ماڻھو آهيان، ڪھڙي اعتقاد رکان ٿو ۽ مون وٽ ڪھڙيون صلاحيتون آهن. ان ڪري مان توکي سادگيءَ سان ٻڌايان ٿو، تہ مان خدا جي هستيءَ کي مڃان ٿو. پر توکي ياد رکڻ گھرجي تہ جيڪڏهن، سچ پچ، هُن جھان پيدا ڪيو آهي تہ جيتري قدر اَسان کي خبر آهي تہ هن جھان کي اقليدس جي جاميٽري جي اُصولن تي پيدا ڪيو آهي. يعني فضا جي ٽن اُصولن موجب، ڊيگھہ، ويڪر ۽ ڇوڙائيءَ موجب. پر اِهڙن فيلسوفن ۽ جاميٽري ڄاڻڻ وارن جو وجود اڳ بہ هو ۽ هاڻي بہ آهي، جن کي شڪ هو ۽ آهي تہ هيءُ جھان ڪو اقليدس جي جاميٽريءَ جي اُصولن مطابق ناهيو ويو آهي. ڪي وري هيءُ خواب ٿا لھن، تہ بہ پور وڃوٽ ليڪون آهن، جي اقليدس جي اُصول موجب هڪ ٻي سان زمين تي ملي نہ ٿيون سگھن پر اُهي، ڪٿي بي پايان فضا ۾، جنھن جي ڪا انتھا نہ آهي، اُن ۾ وڃي ملن. مان هن نتيجي تي پھتو آهيان تہ جيئن مان هن پوئين ڳالھ کي بہ سمجھڻ ۾ قاصر آهيان، ڪھڙي ريت خدا جي هستيءَ کي سمجھي سگھندس. مان اِها قبوليت ٿو ڏيان، تہ مون وٽ ايتري سمجھ ئي ڪانہ آهي، جو اِهڙن سوالن جو فيصلو ڪري سگھان. مون وٽ زمين واري اقليدس جي دل آهي، اُن ڪري مان ڪھڙي ريت اُنھن مسئلن کي حل ڪري سگھان ٿو، جي هن دنيا جا ئي نہ آهن؟ اُن ڪري منھنجا پيارا اليوشا، مان توکي صلاح ٿو ڏيان تہ اِهڙين ڳالهين بابت سوچيندو ئي نہ ڪر. خاص طرح خدا جي بابت تہ هُو موجود آهي يا نہ؟ هي سيئي سوال جي اقليدس جي ٽن فضائي حقيقتن (ڊگھائي، ويڪرائي ۽ اونھائي) تي رکيا ويا آهن، اِيئن نہ آهي. اِهڙي طرح جيئن تہ اسان خدا جي وجود ڏي لاڙو رکون ٿا، جنھن جي بابت اسان جو عقل ۽ ذهن ڪا بہ خبر

نہ ڏيندو. ان تي ايمان آڻيون ٿا ۽ اها منهنجي لاءِ خوشي آهي. مان وڌيڪ سندس دانائي ۽ سندس مقصد تي بہ ايمان آڻيان ٿو. جي اسان جي عقل جي پهچ کان گهڻو مٿي آهن. مان سندس زندگيءَ جي مقصد تي بہ ايمان رکان ٿو. مان اُن غير فاني ڪتاب تي بہ اعتقاد رکان ٿو. جنهن ۾ چيو ويو آهي تہ هڪ ڏينهن اسان جو فيصلو ٿيندو. مان هن جهان ۾ اعتقاد رکان ٿو. جنهن ۾ هيءَ ڪائنات روان دوان آهي ۽ جا خدا سان گڏ آهي. ۽ پاڻ خدا آهي. وغيره وغيره. اُن بابت گهڻائي اصطلاح ٿي سگهن ٿا. مان صراط المستقيم تي نظر اَچان ٿو. ايئن آهي نہ؟ پر اُن هوندي بہ جيڪڏهن تون اعتبار ڪرين تہ آخري نتيجي موجب. مان خدا جي هن جهان کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيان. جيتوڻيڪ مون کي خبر آهي تہ هيءُ موجود آهي. پر مان اُن کي قبول نہ ٿو ڪريان. هن جو مطلب اهو نہ آهي تہ مان خدا کي نہ ٿو مڃان. تون هن کي چڱيءَ ريت سمجهہ. هيءَ دنيا جا هُن پيدا ڪئي آهي. اُن کي مان قبول نہ ٿو ڪريان. مان اُن جي وضاحت ٿو ڪريان. منهنجو اعتقاد اُن ٻار وانگر آهي تہ مصائب ۽ تڪليفن جي پڄاڻي ٿيندي ۽ سيئي انساني زخم ميٽجي ويندا. هي انساني فضول خيال ۽ اختلاف جي رُج وانگر معلوم ٿين ٿا. هڪ دوکي ڪاڏل دردمند نگاهہ کان غائب ٿي ويندا. انساني عقل جي هيءَ تار ۽ پور يعني اقليدسي عقل. جنهن کي ذري جيتري بہ اهميت نہ آهي. نيست ۽ نابود ٿي ويندو.

اُن وقت اُن غير فاني ڪتاب جون بي بها شيون ظهور ۾ اينديون. جي هر ڪنهن جي دل لاءِ ڪفايت ڪنديون. آزردگي، آسودگي بڻجي ويندي. انسانيت جي سڀني گناهن لاءِ. ڪفارت ٿيندي. جو رت هاريو ويو آهي. اُن جو ڪفارو ڏنو ويندو. نہ فقط عفو ۽ بخشش وجود ۾ ايندو پر انسان سان جو ڪجهہ ٿي گذريو آهي. اُن کي صحيح يا حق بجانب ثابت ڪيو ويندو. جيتوڻيڪ هي سڀ شيون ظهور ۾ اينديون. پر اُن هوندي بہ مان هنن کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيان. جيتوڻيڪ پور وڃوٽ ليڪون پاڻ ۾ گڏجن بہ ۽ مان اُنهن کي ڏسان بہ تہ هُو پاڻ ۾ مليون آهن. پر تڏهن بہ اُنهن کي مان قبول نہ ڪندس. مان اُنهن کي ملندو ڏسي، فقط ايترو چوندس تہ هُو پاڻ ۾ مليون آهن. اليوشا اِهي ئي شيون مون وٽ بنيادي آهن ۽ اهي ئي شيون منهنجا عقاعد آهن. مان جو ڪجهہ چوان ٿو. اُن جي ذوق ۾ محو آهيان. مان پنهنجي گفتگوءَ جي ابتدا بيوقوفيءَ سان ڪئي آهي پر اُن کي پنهنجي اعتراف تائين پهچايو اٿم. اهي ئي شيون هيون. جن جي توکي گهرج هئي. تو خدا جي بابت تہ ڪجهہ بہ ٻڌڻ نہ ٿي گهريو پر اِهو ڄاڻڻ ٿي گهريو تہ تنهنجو ڀاءُ ڪهڙي زندگي کي پيار ٿو ڪري. اهو مان توکي ٻڌايو آهي."

ايون پنهنجي گفتگوءَ کي وڏي ذوق ۽ شوق ۽ عجيب جذبات سان پورو ڪيو.

اليوشا ڪيس خواب وانگر ڏسندي چيو تہ، ”اوهان پنهنجي گفتگوءَ کي چالاڪيءَ بيوقوفيءَ سان شروع ڪيو.“

”اهڙيءَ ريت شروع ڪرڻ ڪان منهنجو مطلب هو تہ مان روسي آهيان. اهڙن مضمونن تي روسي گفتگو هميشه اِهڙيءَ ريت بيوقوفيءَ جي انداز ۾ شروع ٿيندي آهي. بيو سبب هيءُ هو، تہ بيوقوف هميشہ صداقت جي قريب هوندو آهي. بيوقوف جي مدعا هميشہ صاف هوندي آهي. بيوقوفي مختصر ۽ فريب ڪان سواءِ هوندي آهي. عقل هميشہ نٽائيندو رهندو آهي ۽ پاڻ کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. عقل سست بنياد ۽ اَفسون گر آهي، پر حماقت سچائي واري ۽ ڪنهن ڪان ڊڄڻ واري شيءِ نہ آهي.

مان هن گفتگوءَ کي پنهنجي نااُميديءَ سان پيش ڪيو آهي. جيتري قدر ٿي سگهيو آهي، مان پنهنجي بيوقوفيءَ کي پيش ڪيو آهي، جنهن کي مان پنهنجي بهتري سمجهان ٿو.“

”تون هيءُ مفصل طرح بيان ڪري سگهندين، تہ چو تون دنيا کي قبول نہ ٿو ڪرين؟“ اليوشا ڪيس چيو.

”مان تفصيل سان ٻڌائي سگهندس. هيءَ ڪا ڳجهارت تہ ڪانہ آهي. منهنجا پيارا ننڍڙا ڀاءُ، مان نہ ٿو چاهيان، تہ توکي منحرف ڪريان ۽ تنهنجي ايمان کي سست ڪريان. منهنجي خواهش آهي تہ تنهنجي رهنمائي هيٺ، مان شفا حاصل ڪريان. ايون اوچتو هڪ پياري ۽ معصوم ٻار وانگر کِلي ويو. اليوشا اِهڙي مُرڪ سندس منهن تي اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺي هئي.“

باب چوٿون

# بغاوت

ايون ڳالهائڻ شروع ڪيو ته، ”مون کي تو وٽ هڪ اعتراف ڪرڻ گهرجي. مان سمجهي نه ٿو سگهان، ته ڪهڙيءَ ريت هڪ پاڙيسري کي پيار ڪري سگهجي ٿو. منهنجي عقيدي موجب هڪ پاڙيسريءَ سان دوستي رکڻ نهايت محال آهي. جيتوڻيڪ کو هنن کي پري کان پيار ڪندو هوندو. مان هڪ دفعي، ڪٿي ”جان“ جي بابت پڙهيو هو. جو نهايت باجهارو ولي ٿي گذريو آهي، ته جڏهن وٽس هڪ بکايل ۽ سَرديءَ جو ماريل فقير آيو، ته هُن کيس پنهنجي بستري ۾ سمهاري پنهنجي بانهن ۾ ورتو ۽ اُن جي وات ۾ ساهه کڻڻ شروع ڪيو. اُن فقير جي وات ۾ ڪنهن خوفناڪ بيماري جي باعث زخم هئا ۽ اُنهن مان سخت بدبوءِ ٿي آئي. مون کي يقين آهي، ته هُن سڀ ڪجهه پاڻ کي تڪليف ۾ وجهي، ٻئي کي فائدي پهچائڻ لاءِ ٿي ڪيو. هي جڻ سندس گناهه جو ڪفارو هيو، ڇاڪاڻ ته ڪنهن به ماڻهوءَ سان محبت لِڪائي ڪجي، جيئن ئي محبت ظاهر ٿي ته هوءَ گم ٿي ويندي.“

”مربي زوسيما، هڪ ڀيري، هن حقيقت بابت گهڻو ڪجهه ٻُڌايو هو.“ اليوشا جواب ڏنو. ”هن پڻ چيو ٿي ته انساني چهرو، اُنهيءَ ماڻهو جي لاءِ، جنهن کي محبت جو تجربو ئي نه هجي، سندس محبت جي عمل لاءِ روڪ ثابت ٿئي ٿو. پر اُن هوندي به بني نوع انسان ۾ محبت جو وڏو ذخيرو آهي، جنهن کي اَسان مسيح جهڙو عشق چئي سگهون ٿا. ايون اُن کي مان پاڻ ڄاڻان ٿو.“

”هائو، مون کي اُن جي لاءِ ڪا گهڻي خبر نه آهي. مان اُن کي سمجهي به نه ٿو سگهان. مون سان گڏ، مون جهڙا لاتعداد بني نوع انسان جا افراد موجود آهن. پر سوال تو اُتي ته هيءُ سڀ ڪجهه ماڻهوءَ جي بُرين خاصيتن کان پيدا ٿو ٿئي يا سندس فطرت ۾ هي ورثي ۾ آيو آهي. منهنجي خيال ۾ مسيح جهڙو عشق، هن زمين تي انسان ذات لاءِ ناممڪن ۽ معجزو ٿي سگهي ٿو. هُو خدا جو پيغمبر هو پر اَسين نه آهيون. ٿوري وقت لاءِ اِيئن سمجهه ته مان ڪنهن عذاب کي سهان ٿو. پر ٻي کي هيءَ خبر ڪا نه پوندي ته مان ڪيترو سور سَنو آهي. ڇاڪاڻ ته هُو غير آهي ۽ مان نه آهيان. هن ڪانسواءِ، هڪ ماڻهو ڪڏهن به ٻي جي سور سهڻ واري حقيقت کي قبول نه ڪندو. (توڙي ڪٿي عذاب جي آخري حد ڇو نه هجي.) ڇو، هُو اُن کي ڇو نه قبول ڪندو. تنهنجو اُن بابت ڪهڙو خيال آهي؟ ڇاڪاڻ ته مون مان اَڻ وڻندڙ بوءِ ٿي اَچي. ڇاڪاڻ ته منهنجو چهرو بيوقوفن جهڙو آهي. ڇاڪاڻ ته مان هڪ ڏينهن اُن جي پير

سان وچڙيو هوس. اُن ڪانسواءِ هتي عذاب ئي عذاب آهي. بي عزت ۽ شرمسار ڪندڙ عذاب، جي مون کي هميشه جهڪائيندا رهن ٿا. مثال طور: بک، هو دنيادار اُن کي قبول ڪندو، پر جڏهن، هن کان به ڪا مٿانهين مصيبت ايندي. ڪا به فرض ڪيو، هُو اُن کي مشڪل سان قبول ڪندو. ڇاڪاڻ ته منهنجي صورت اُن جي نظر ۾ اهڙي نه ايندي، جنهن مان هُو منهنجي رنج جو پوريءَ ريت اندازو ڪري سگهي. اُن ڪري مان سندس طرفداريءَ کي وجائي ويهندس. جيتوڻيڪ هُو دل سان بدي ڏي راغب به نه هوندو. پينو خاص طرح شريف پينو، پاڻ کي روبرو نه ڏيکاريندا آهن، پر اخبارن جي ذريعي خيرات جي طلب ڪندا آهن. اِهڙي ريت، ڪنهن پاڙيسري سان غائباڻي ۽ مبهم طرح ته محبت ٿي سگهي ٿي پر قريب هجڻ ۾ ذرا ناممڪن آهي. پر جيڪڏهن رقص جي محفل ۾ اسٽيج تي جيڪڏهن ڪو پينو، ڇتين لڳل پَٽ جي پوشاڪ پهري ۽ وڏي ذوق سان رقص ڪري ۽ خيرات گهري ته ڪيئي ماڻهو اُن ڏانهن نهارڻ شروع ڪندا. پر اُن هوندي به اُنهن سان اسان جي محبت ڪانه پيدا ٿيندي. هيءُ ڪافي آهي. مان توکي پنهنجو نقطهٔ نظر سمجهائڻ ٿي گهريو. مان عام طرح انساني مصيبتن تي ڳالهائڻ ٿي گهريو. چڱو آهي ته اسان ننڍڙن ٻارن جي مصائب تائين پاڻ کي محدود رکون. هي منهنجي دليل جي حد کي اُن جي ڏهين حصي تائين گهٽائي ڇڏيندو.

اُن هوندي به پاڻ کي ٻارن تائين محدود رکندس، جيتوڻيڪ هيءُ منهنجي دليل کي ڪمزور ڪري ڇڏيندو. پهرئين ڳالهه اِها آهي ته ٻارن کي قريب کان به پيار ڪيو وڃي ٿو. پوءِ هُو ڪٺي ڇو نه غليظ ۽ بدنُما هجن. (جيتوڻيڪ ٻار ڪڏهن به بدنما نه هوندا آهن.) مان وڏي عمر وارن بابت نه ٿو ڳالهايان، اُن جو ٻيو سبب هيءُ آهي ته ڪرامت ۽ پيار جي لائق نه هئڻ ڪان سواءِ، هُو بدلي ۽ اُجوري جا شايق هوندا آهن. هُو صوف کائيندا ئي رهندا آهن. پر ٻار اهڙي ڪنهن به شيءِ جي تمنا نه ٿا رکن ۽ معصوم آهن. اليوشا توکي ٻار پسند آهن؟ تون کين ضرور پيار ڪرين ٿو. تون هاڻي سمجهي سگهندين ته پنهنجي گفتگوءَ کي مان، هنن کي ڇو مٿانهين جاءِ ڏني آهي، جيڪڏهن هُو زمين تي ڪنهن وڏي مصيبت ۾ مبتلا ٿين ٿا ته هُو پنهنجي والدين جي گناهن جي باعث پوڳين ٿا. جن صوف کي ڪاڌو آهي. پر هيءُ دليل ٻئي جهان جو آهي ۽ هيءُ ادراڪ زمين تي رهڻ وارن لاءِ نه آهي. هڪ معصوم کي ٻي جي گناهه لاءِ ڇو لوڙڻو پوي، ۽ خاص طرح اِهڙا معصوم! اليوشا تون مون تي حيرت کائيندو هوندين، پر مان ٻارن سان بيحد محبت ڪندو آهيان. مان ڏسان ٿو ته ظالم، سنگدل، خونخوار ۽ ڪرامازوف جي خاندان جهڙا به ڪڏهن ڪڏهن ٻارن سان بيحد محبت ڪن ٿا. ٻار اُهي جي ننڍڙا آهن ۽ ستن ورهين جي عمر تائين ٿين ٿا. هي وڏي عمر وارن

ڪان گهڻو دور ٿين ٿا. هُو ٻي قسم ۽ ٻي نموني جا آهن. مون کي هڪ ڏوهاري جي خبر آهي، جو جيل ۾ هو. هن هڪ ڌاڙيل جي حيثيت ۾ ڪيترن خاندانن کي قتل ڪيو. جن ۾ ٻار ٻه هئا. پر قيد ۾ ڪيس معصوم ٻارن لاءِ بيحد محبت هئي. هُو ڪيترو وقت دريءَ ۾ بيهي ٻارن کي نهاريندو هو. جي جيل جي ميدان ۾ بيهي رانديون ڪيڏندا هئا. هن هڪڙي ٻار کي ريبي دريءَ وٽ آندو ۽ اُن سان دوستيءَ جو رشتو قائم ڪيائين..... تون پڇندين ته ڇو؟ مان توکي سڀ ٻڌايان ٿو اليوشا. مون کي خبر نه آهي ته مان هي سڀ توکي ڇو ٿو ٻڌايان. منهنجو مٿو ڦري ٿو ۽ مان اُداس آهيان."

"تون عجيب حوس سان ڳالهائي رهيو آهين." اليوشا عجب بي آراميءَ سان ڳالهائي رهيو هيو. ايئن معلوم ٿو ٿئي ته تون پنهنجي هوش ۾ نه آهين."

"گهڻو وقت ٿيو، اتفاقاً مان ماسڪو ۾، هڪ بلگيريا جي ماڻهو سان مليس." ايون ڳالهائيندو ويو، ڄڻ ته هُو پنهنجي ڀاءُ جو گفتگو ٻُڌي ئي نه رَهيو آهي. "مان هن کان پڇيو ته سلاف جي بغاوت ۽ بيداريءَ جي خوف کان، ترڪن ۽ سرڪشي ماڻهن بلگيريا جي هر حصي ۾ کهڙيون حرڪتون شروع ڪري ڏنيون آهن. هن ٻڌايو ته هنن ڳوٺ ساڙيا آهن. قتل ۽ غارت ڪندا رَهيا ۽ ٻارن ۽ زالن کي اغوا ڪندا رهيا آهن. هُو جنگي لوڙهن جي اَندر قيدين کي سخت سزائون ڏيندا رهيا آهن. صبح سان کين ميخون هنيون ويندون آهن ۽ شام جو کين ڦاهيءَ تي لڙڪايو ويندو آهي. ساڻن اُهو سڀ ڪجهه ڪيو ويندو، جو ڪجهه خيال ڪري سگهجي ٿو. ماڻهون ڪڏهن ڪڏهن وحشياڻي ظلم جون ڳالهيون ڪندا آهن. پر اِها جانورن سان بي انصافي ۽ سندن بي عزتي آهي. جانور ڪڏهن به ماڻهو جهڙو ظالم نه هوندو آهي. وٽس ظلم جو ڪو به فن نه هوندو آهي. چيتو ڦاڙي ۽ چيري ٿو. اِهو ئي آهي، جو هُو ڪري سگهي ٿو. هُو ڪڏهن به ماڻهوءَ کي ڪنن ۾ ميخون نه هڻندو آهي. ترڪن کي ٻارن کي به ڇيچلائڻ ۾ مزو ايندو آهي. هُو مائرن جي ڪک مان ٻار ڪڍي ماري ڇڏيندا آهن ۽ ٻارن کي هوا ۾ اُڇلائي، ترارن جي ڌار تي جهليندا آهن. هيءُ سڀ اُنهن بدنصيب مائرن جي سامهون ڪيو ويندو آهي ۽ اُن مان کين بيحد مزو ايندو آهي. مون کي هڪ اِهڙو بيو به منظر ياد ٿو اَچي، جو نهايت دلچسپ آهي. فاتح ترڪن جي وچ ۾، هڪ ٻار سان گڏ هڪ ماءُ جو خيال ڪر. هنن کي هڪ عجيب چال ويچار ۾ آئي آهي. هُو ٻار جي پنيءَ کي ٿپڪي، پاڻ کلي، هن کي کلائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. آخر ٻار کلي ٿو ۽ کلڻ واري حالت ۾ هُو ڪيس ماري وجهن ٿا. هن ۾ فن جو ڪيڏو نه مظاهرو آهي. ترڪ خاص طرح اِنهن شيرين ڳالهين جا شايق آهن."

"ڀاءُ آخر تنهنجو مطلب ڇا آهي؟" اليوشا ڪيس ڇيو.

”مان خيال ڪريان ٿو تہ شيطان جو ڪو بہ وجود ڪونہ آهي پر ماڻهوءَ ئي ڪيس پيدا ڪيو آهي. هُن، ڪيس پاڻ تي ۽ پنهنجو عڪس پيدا ڪيو آهي.“

”جيئن هن خدا جي لاءِ ڪيو آهي؟ ائين نہ؟“ اليوشا ڪانئس پڇيو.

”هيءُ ڪيڏو نہ عجيب آهي، جو تون لفظن کي ڦيرائي سگهين ٿو. مان خوش آهيان. تنهنجو خدا بيحد وڻندڙ آهي، جيڪڏهن ماڻهو، ڪيس پنهنجي خواهش موجب پيدا ڪيو آهي. تو، هاڻي پڇيو آهي تہ منهنجو مطلب ڪهڙو آهي؟ توکي خبر هئڻ گهرجي تہ مون کي ڪن حقيقتن جي گڏ ڪرڻ جو ڏاڍو شوق آهي. نہ فقط ايترو پر مون کي ڪن آکاڻين، خبرن ۽ ڪتابن جي نقل ڪرڻ جي بہ عادت آهي. اِنهن شين جو مون وٽ خاصو ذخيرو موجود آهي. بيشڪ ترڪ بہ اُنهن کي پڙهندا هوندا، پر هُو اجنبي آهن. مون کي اِهي نمونا گهر ۾ موجود آهن ۽ ترڪن کان وڌيڪ عمدا آهن. توکي خبر آهي تہ اسان مار موچڙي، ڏنڊي ۽ لڪڙ سان مارڻ پسند ڪندا آهيون. اِهي اسان جون قومي سزائون آهن. ميخون هڻڻ اسان وٽ ڪو نہ آهن. آخر تہ اسان يورپي آهيون. اِهي لنيون ۽ لڪڻ اسان وٽ هميشہ رهندا ۽ اِهي اسان کان ڪو بہ ڪسي نہ ٿو سگهي. اَسان جي ملڪ کان پريان، هاڻي مشڪل سان ڪنهن کي ماريو وڃي ٿو. عادتن ۾ وڌيڪ انسانيت اَچي وئي آهي يا اهڙا قانون تيار ڪيا ويا آهن، جو هاڻي ڪنهن بہ ماڻهو کي لڪڻ هڻڻ جي همت ئي نہ ٿي ٿئي. هنن جو ڪجهہ بڻايو آهي، سو سڀ قومي نقطئہ نگاہ کان آهي، جيئن اَسان وٽ، هيءُ هُتي ايڏو تہ قومي بڻايو ويو آهي، جو اسان وٽ عملي طرح ناممڪن آهي. جيتوڻيڪ مون کي يقين آهي تہ اِهي ٽُڪا اسان کي بہ لڳندا، ڇو تہ اَسان جي حڪومت ۾ مذهب ضرور داخل ٿي ويندو. مون وٽ هڪ دلچسپ رسالو آهي، جو فرينچ زبان مان ترجمو ڪيو ويو آهي. اُن ۾ ڏيکاريو ويو آهي، تہ تازو، جنهن کي پنج ورهيہ مس گذريا آهن، ڪهڙيءَ ريت هڪ خوني، رچرڊ کي ڦاسي ڏني وئي هئي. هُو ٽيويهن ورهين جو نوجوان هو. هن ڦاسي چڙهڻ کان ٿورو اڳ عيسائيت کي قبول ڪري پنهنجي پڇتاءَ جو اظهار ڪيو هو. رچرڊ حلالي ٻار هو ۽ ڇهن ورهين جي عمر ۾ سندس والدين ڪيس سوئٽزرلينڊ جي جبلن ۾، هڪ ريڍار کي ڏئي ڇڏيو هو. هنن ڪيس پنهنجي ڍنڍي لاءِ پالي وڏو ڪيو. هُو اتان جي رهندڙن ۾ هڪ وحشي جانور وانگر پلجي وڏو ٿيو. ريڍار ڪيس ڪجهہ بہ نہ سيکاريو ۽ مشڪل سان ڪيس ڪاڏو ۽ ڪپڙو ڏنو ويندو هو. ستن ورهين جي عمر ۾ ڪيس سردي ۽ رطوبت ۾ ڌڻ سان ٻاهر موڪليو ويو. اِهڙيءَ ناروا هلت جي بابت ڪنهن بہ سندس پرواهہ نہ ڪئي، پر اُن جي برعڪس، هنن جو خيال هو تہ هُو پنهنجي هلت ۾ هر طرح حق بجانب آهن. ڇاڪاڻ تہ رچرڊ کين هڪ منتقل ٿيل ملڪيت جي

حيثيت ۾ مليو هو ۽ کيس ڪارائڻ بہ ضروري نہ تي سمجهيو ويو. رچرڊ جو پنهنجو بيان آهي تہ هن اُنهن سالن ۾، سوئرن جي اوبر ڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، جن کي وڪري جي لاءِ گڏ ڪيو ويو هو پر ريڍارن کيس اِها اوبر بہ ڏيڻ نہ تي چاهي. جڏهن جڏهن هُن چورائي ڪائڻ جي ڪوشش تي ڪئي تہ کيس ماريو تي ويو. اِهڙي حالت ۾ هُن پنهنجو ننڍپڻ ۽ جواني تي گذاري. هُو جڏهن جوان تيو تڏهن چور تيڻ لاءِ پڇي ويو. هي وحشي ڏينهن جي وقت ۾ جنيوا ۾ مزور تي گذارڻ لڳو. هن جو ڪجهہ ڪمايو تي، شراب ۾ وڃائي تي ڇڏيو ۽ سنگدل تي گذارڻ لڳو. هڪ پوڙهي جي خون ۽ ڏاڙي سان سندس پڇاڙي تي، کيس گرفتار ڪري کيس هلايو ويو ۽ مٿس قاسيءَ جي سزا جڙي. چاڪاڻ تہ عدالت ۾ ڪي جذباتي تہ ڪو نہ تين. قيد ۾ پهچندي، سندس چوڌاري، ڪيئي راهب، عيسائي برادريءَ جا ارڪان ۽ خير واريون بيگمون سندس چوڌاري گڏ تي ويون. هنن کيس جيل ۾ پڙهڻ ۽ لکڻ سيکاريو ۽ انجيل جي تلقين ڪرڻ لڳا. واعظ ۽ نصيحت کي وٽس جاري رکيو ويو. جنهن جو نتيجو اِهو نڪتو، جو هن دل سان گناهہ جو اعتراف ڪيو ۽ کيس عيسائي بنايو ويو. هن پاڻ عدالت کي لکي موڪليو، تہ هُو هڪ بڇڙي بلا هو، پر آخر ۾ خدا کيس هدايت ڪئي آهي ۽ سندس روشني ۽ رحم کيس نصيب تيو آهي. سڄي جنيوا هن جي لاءِ جوش ۾ هئي. سڄي خير واري ۽ مذهبي جنيوا. سيئي اَمير ۽ شهر جا سماجي تنيا، قيدخاني ڏي ڊوڙي پيا ۽ رچرڊ کي چمڻ ۽ ڀاڪر پائڻ لڳا. ؟"تون اَسان جو ڀاءُ آهين، چو تہ توکي نجات مليو آهي." رچرڊ بيو تہ ڪجهہ نہ تي ڪيو، پر ڏک کان رئندو تي رهيو. هائو مون کي نجات ملي آهي. مان پنهنجي سڄي جواني ۽ ننڍپڻ مِرُن جي اوبر تي گذاري آهي، پر اُن هوندي بہ هاڻي مون کي نجات ملي وئي آهي. مان هاڻي پنهنجي مالڪ جي خدمت ۾، هڪ فرشتي جي حيثيت ۾ پهچندس . هائو رچرڊ، مالڪ جي خوشنودي حاصل ڪري مري ويو. تو پرائو رت هاريو آهي ۽ توکي مرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ اِها تنهنجي غلطي نہ هئي، چو تہ توکي خدا جي ڪا بہ خبر نہ هئي ۽ تون مِرُنُ جي اوبر چورائيندو تي رهين ۽ اُن لاءِ مار کائيندو تي رهين. (اِها تنهنجي وڏي غلطي هئي، چو تہ چوري وڏو ڏوهہ آهي.) پر تو پرائو خون هاريو آهي. اُن ڪري توکي مرڻ گهرجي. آخري ڏينهن تي رچرڊ نهايت ناتوانيءَ جي حالت ۾ بيو تہ ڪجهہ ڪري نہ سگهيو پر زاروزار رئندو رهيو ۽ هر منٽ کان پوءِ چوندو رهيو تہ هيءُ منهنجي حياتيءَ جو بيحد خوشيءَ جو ڏينهن آهي. مان پنهنجي مالڪ ڏي تو وڃان. سيني راهبن، جڄن ۽ خيرات ڪندڙ عورتن واڪا ڪري چيو تہ، "هائو، هي تنهنجي حياتيءَ جو خوش ترين ڏينهن آهي، چاڪاڻ تہ تون پنهنجي مالڪ ڏي وڃي رهيو

آهين. هُو سرڳس جي صورت ۾، قيديءَ جي گاڏي جي پويان قتل گاهه ڏانهن هليا. قتل گاهه ۾ هنن رچرڊ کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ کيس چيو تہ: ڀاءُ مرڻ لاءِ تيار ٿي، ڇو تہ تون پنهنجي خدا جي لاءِ مري رهيو آهين، ڇو تہ توکي سندس رحمت حاصل آهي. اهڙي ريت هو ڀائرن جي چمين ۾ اچي ويو. آخر رچرڊ کي قتل جي جاءِ تي گهلي ويا ۽ هن کي گلوٽين تي آندو ويو. جتي سندس سسي کي، ڀائپي ۽ برادري جي نموني ۾ ڪهاڙيءَ سان وڍيو ويو. ڇاڪاڻ تہ هن رحمت کي لڌو هو. هائو هيءَ مخصوص حالت هئي. اهو رسالو روسي زبان ۾ امير طبقي جي ڪنهن انسان دوست ۽ انجيل جي تبليغ جي خواهشمند ترجمو ڪيو آهي ۽ اهو ماڻهن ۾ روشن خيالي پيدا ڪرڻ لاءِ مفت تقسيم ڪيو ويو. رچرڊ جو مقدمو دلچسپي وارو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو قومي آهي. اسان جي ملڪ ۾ اها ڪلڻ جهڙي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن ماڻهوءَ جو مٿو انهيءَ لاءِ ڪپيو وڃي تہ هُو اسان جي برادريءَ ۾ آيو آهي ۽ خدا جي رحمت جو حقدار آهي. اُن هوندي بہ اسان وٽ ڪا خصوصيت آهي، جا سڀ ڪنهن طرح سان بدنما آهي. اسان جو تاريخي واندڪائيءَ جو مشغلو سنئون سڌو هڪ گَهري سور واري تسلي آهي. نيڪروسوف جي اشعار ۾ هي سٺون ڏسڻ جي لائق آهن تہ ڪيئن نہ هڪ هاري گهوڙي کي سندس اکين تي ڇهبڪ تو هڻي. سندس نماڻين اکين تي. سڀ ڪنهن ماڻهو هي تماشو ڏٺو هوندو. هي خاص روسين جو ڪم آهي. ننڍڙو ڪمزور گهوڙو، جنهن کي بار گهڻو آهي، چري نہ ٿو سگهي. هاري هن کي ماري ٿو ۽ وحشياڻي طور سان ماري ٿو. هُو ظلم جي نشي ۾ هي مطلق نہ ٿو ڄاڻي تہ هُو ڇا ڪري رهيو آهي. هُو هن کي ورائي ۽ ورائي ڇهبڪ ٿو هڻي ۽ کيس غصي مان چوي ٿو تہ. ”ڪيڏو نہ تون ڪمزور آهين، توکي هي بار ڇڪڻ گهرجي، توڙي جو تون مري وڃين.“ بدبخت گهوڙو اُن جي لاءِ ڪوشش ٿو ڪري ۽ هو وري غير محفوظ غريب کي سندس رئندڙ اکين تي ڏک هڻڻ شروع ڪري ٿو ڏئي. سندس نماڻين اکين تي. بدبخت حيوان نااُميدي ۾ اُن بار کي ڇڪي ٿو. سڄو ڏڪي ٿو ۽ دم ڪڻڻ لاءِ بہ سگهي ٿو. هُو تشنجي حالت ۾، غير فطري حرڪت سان ڪڏهن هيڏي ڪڏهن هوڏي بار کي ڦيرائيندو رَهي ٿو. نيڪرو سوف جو هيءُ ذڪر نهايت هيبتناڪ آهي. پر هُو هڪ گهوڙو آهي. خدا گهوڙن کي انهيءَ لاءِ پيدا ڪيو آهي تہ هُو مار کائيندا رهن. تاتارين اسان کي اهو ئي سيکاريو هو. اهو ئي سندن ورثو يادگار رَهجي ويو آهي. پر ماڻهو بہ مار کائي سگهي ٿو. هڪ پڙهيل ڪڙهيل ۽ مهذب مرد ۽ اُن جي زال پنهنجي ڪانيءَ جي لڪڻ سان پنهنجي ٻار کي ماريندا رَهن ٿا. توڙي جو اُها ستن ورهين جي ڇوڪري ڇو نہ هجي. مون کي اِها صحيح صحيح معلومات آهي. پيءُ انهيءَ ڳالهہ ۾ خوش هوندو

آهي. برج ڪانيءَ جي لڪڙ ڪي شاخون بہ آهن. هُو چوندو آهي تہ. ”هيءَ ڏک ڪائيندڙ کي وڏيڪ تڪليف ڏينديون آهن.“ اهڙيءَ ريت هُو پنهنجي نياڻيءَ کي وڏيڪ ڏنگ هڻڻ پسند ڪندو آهي. مون کي خبر آهي تہ بعض حالتن ۾ ماڻهو ڏک هڻڻ جي حالت ۾ جنوني ڪيفيت اختيار ڪندا آهن. مان اُن کي اَدبي حيثيت ۾ جنوني ئي چوندس. جا حالت هر هڪ ڏک هڻڻ سان وڌندي ويندي آهي. هُو هڪ منٽ، پنج منٽ، ڏهہ منٽ يا اُن کان وڏيڪ وقت لاءِ ماريندا آهن ۽ وڌندي وڌندي وحشي بڻجي ويندا آهن. ٻار دانهون ڪندو آهي. آخر سندس دانهون بند ٿي وينديون آهن ۽ هُو اَبا، اَبا ئي چوندو رهندو آهي. هڪ عجيب ظالماڻي ۽ ناگهاني اتفاق سان اهڙو مقدمو عدالت ۾ داخل ٿيو. اُن لاءِ مشيرن جي جماعت ويهاري وئي. روسي ماڻهو گهڻو اڳي هڪ وڪيل کي، ڪرائي تي ورتل ضمير، سڏيندا رهيا آهن. مشيرن جي جماعت پنهنجي طرف جي موڪل جي بچاءَ ۾ اعتراض ورتو تہ. ”هيءَ هڪ سادي ڳالهہ آهي ۽ روزانو گهرو ڳالهين ۾ شامل آهي. هڪ پيءُ هميشہ پنهنجي ٻار جي اصلاح ڪرڻ چاهيندو آهي. هيءَ شرم جي ڳالهہ آهي، جو اُن کي عدالت ۾ آندو ويو آهي.“ ججن جي جماعت اُن کي پسند ڪيو ۽ سندن ئي فائدي ۾ فيصلو ڏنو. ماڻهن خوشيءَ مان نعرا هنيا، ڇو تہ هڪ ظالم آزاد ٿيو. افسوس! مان اُتي ڪو نہ هوس. مان جيڪڏهن اُتي هجان ها، تہ سندس عزت ۾ چندو ڪريان ها!.... ڪيڏيون نہ وڻندڙ تصويرون.

پر مون وٽ ٻارن جي بابت اَجا بہ عمديون شيون موجود آهن. اليوشا، مان روسي ٻارن جي بابت ڳالهين جا انبار گڏ ڪيا آهن. هڪڙي پنجن ورهين جي ننڍڙي ڇوڪري هئي، جنهن کي پيءُ ۽ ماءُ نفرت سان ڏسندا هيا. نهايت عزت وارا ۽ شريف ڪافي تعليم يافتہ ۽ مهذب. مان وري بہ دهرايان ٿو تہ ڪن ماڻهن ۾ هي خاص طرح عادت هوندي آهي تہ ٻارن کي عذاب ڏيڻ ۾ ڪين مزو ايندو آهي ۽ فقط ٻارن کي. ٻين قسمن جي شخصيتن کي هي عذاب ڏيندڙ نهايت نرمي ۽ فياضي ڏيکاريندا آهن. جيئن مهذب ۽ انسان دوست يورپي ماڻهن جو دستور آهي، پر هيءُ ٻارن کي عذاب ڏيڻ جا شوقين هوندا آهن. ٻارن کي صحيح پيار ڪرڻ وارا بہ هن عادت ۾ مبتلا آهن. شايد ٻارن جي ڪنهن بہ بچاءَ نہ هئڻ سبب. عذاب ڏيندڙ جي خواهش وڌي وڃي ٿي. ڇاڪاڻ تہ ٻارن وٽ فقط فرشتي جو ضمير آهي ۽ ڪا بہ پناهہ ۽ التجا ڪا نہ آهي. جنهن جي ڪري عذاب ڏيندڙ جي بيهودي خون ۾ باهہ پيدا ٿي وڃي ٿي. بيشڪ سڀ ڪنهن ماڻهوءَ ۾ شيطان لڪل ٿئي ٿو. غصي جو شيطان، نفساني خواهش جي حرارت وارو شيطان، جو عذاب ۾ ورتل شڪار جي دانهن تي خوش ٿئي ٿو. لاقانونيت جو شيطان جو پنهنجي زنجيرن کي ٽوڙي ڇڏي ٿو. بيمارين جو شيطان، جو

بديءَ جو تابعدار آهي ۽ ڪوڙهہ ۽ ٻڪين جي مرضن کي وڌائيندو اڳتي ٿو وڃي.

اهو غريب ٻار جو پنجن ورهين جو هو. پنهنجي مهذب والدين جي سڀ ڪنهن تي سگهڻ جهڙي عذاب ۾ مبتلا هو. هُو کيس بنا سبب ماريندا هئا، ڇنبا هڻندا هئا ۽ لتون هڻندا هئا. تان جو هُن جو سڄو بدن ناڪارو ٿي ويو. اُن کان پوءِ هُو عظيم ظلمي ڪارروائيءَ جي طرف هليا ويا. هنن کيس سڄي رات هڪ سَرد ۽ برفيلي ڪاڪوس ۾ بند ڪرڻ شروع ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ٻار کين، هتان ڪڏهن لاءِ نہ ٿي چيو (ڇڻ تہ پنجن سالن جو فرشتہ صفت ٻار، جو گهري ننڊ جو هيراڪ آهي، اهڙي تربيت ورتل هو، جو کين جاڳائي ۽ ڪجهہ چوي) هُو سندس منهن تي داغ ڏيندا ٿي رهيا ۽ سندس وات کي غلاظت سان ڀريندا ٿي رهيا. ها اِها سندس ماءُ هئي جا ايئن ڪندي ٿي رَهي ۽ اها ماءُ، ٻار جو ڪنجهڻ ٻڌي بہ آرام سان ننڊ ڪندي ٿي رَهي. ڇو، تون سمجهي سگهين ٿو تہ اُهو ننڍڙو ٻار، جنهن کي اِها ڪا بہ خبر نہ آهي تہ ساڻس ايئن ڇو ڪيو وڃي ٿو ۽ ڇا ڪيو وڃي ٿو. فقط مُسنيون پيڪوڙي، سردي ۽ اونداهيءَ ۾ پنهنجي ننڍڙي درد واري دل جي دَڪَ دَڪَ کي جاري رکي ٿي. ۽ نماڻين ۽ صابر اکين مان ڳوڙها ڳاڙيندي، پنهنجي محبوب ۽ مهربان خدا کي پناهہ لاءِ واجهائي ٿي. تون تہ هن کي سمجهين ٿو منهنجا پيارا ڀاءُ ۽ دوست، نيڪ ۽ نماڻا راهب. تون هن کي سمجهين ٿو تہ ڇو هن کي اجازت ڏني وڃي ٿي. مون کي ٻڌايو ويو آهي، انسان اهڙين حرڪتن کانسواءِ، هن ڌرتي تي ئي گذاري نہ ٿو سگهي. ڇاڪاڻ تہ کيس نيڪي ۽ بَديءَ جي خبر پوڻ کپي. پر ڪهڙي ضرورت آهي اِهڙي نيڪي ۽ بديءَ جي ڄاڻڻ جي، جنهن جي قيمت ايتري گهڻي هجي؟ ڇا سڄي دنيا جي معلومات، پياري ۽ رحيم خدا وٽ، هن ٻار جي دعا جي قيمت جي برابر ٿي سگهي ٿي؟ مان عمر رسيده ماڻهن جي مصائب لاءِ ڪجهہ نہ چوندس. هنن صوف کي کاڌو آهي، ڪڏ ۾ وجهہ انهن کي. ڀلي شيطان انهن سڀني کي ڪٽي وڃي. پر هيءُ ٻارڙا! اليوشا مان توکي تڪليف ڏيئي رهيو آهيان. ڏسان ٿو تہ تون پنهنجي حال ۾ نہ آهين. جيڪڏهن تون چاهين تہ مان پنهنجي گفتگو کي بند ڪري ڇڏيان."

اليوشا آهستي چيو تہ، "پرواهہ نہ آهي، مان چاهيان ٿو تہ انهيءَ تڪليف کي برداشت ڪريان."

"فقط هڪ تصوير فقط، ڇاڪاڻ تہ اُها هڪ عجيب شيءِ آهي ۽ مزي جهڙي. مان اُن کي تازو هڪ پراڻي روسي تاريخ جي مجموعي ۾ پڙهيو آهي. مون کان اُن جو نالو وسري ٿو. مان اُن کي وري ڏسندس. هن حقيقت جو، غلاميءَ جيَ تاريڪ دور سان تعلق آهي، يعني هن صديءَ جي آغاز جي ڳالهہ آهي. زنده باد انسانن کي آزاد

ڪندڙ! اُن زماني ۾، اَمير طبقي جو هڪ جنرل تي رهيو. ڪيس وڏو املاڪ هو ۽ ڪيترائي دوست هيس. مان ڪيس اُنهن ماڻهن مان تو سمجهان، جي ملازمت کان سبڪدوش ٿيڻ ڪانپوءِ، فرست جي حياتي ۾ ايئن سمجهندا آهن ته هنن پنهنجي رعايا جي حياتيءَ تي ڪامل اختيار حاصل ڪيو آهي. هيءُ به اهڙن ماڻهن مان هو. سو اَسان جي جنرل جي هٿ ۾ به ٻه هزار جانين جي ملڪيت هئي. هو وڏي شان ۽ شوڪت سان ٿي رهيو. هُو ايڏو ته مغرور هو، جو پنهنجي غريب پاڙيسرين کي پنهنجو زيردست ۽ مسخرا سمجهندو هو. وٽس سوين شڪاري ڪتا هئا ۽ اُنهن جي خدمت لاءِ سَوُ کن خدمتگار ٻار هئا. سيئي گهوڙي سوار ۽ هڪ جهڙي لباس وارا. هڪ ڏينهن هڪ غلام ڇوڪري، جنهن جي عمر اٽڪل آٺ سال هئي، راند ۾ پٿر اُڇلائيندي، جنرل جي هڪ پياري ڪتي جي پير کي زخمي ڪري ڇڏيو. هن پڇيو ته "منهنجي پياري ڪُتي جو پير ڇو مَندو آهي؟" جواب مليس ته "هڪ ٻار پٿر اُڇلائيندي، ڪتي جي پير کي زخمي ڪيو آهي. جنرل اُن ٻار کي مٿي کان هيٺ تائين ڏسي چيو ته "ڇا، هي توکان ٿيو آهي؟ وٺوس." هن کي ورتو ويو. هن کي پنهنجي ماءُ کان جدا ڪيو ويو ۽ سڄي رات ڪيس ڪنهن جاءِ ۾ بند ڪيو ويو. سويرو صبح جو هُو جنرل گهوڙي جي پٺ تي سوار ٻاهر آيو. ساڻس شڪاري ڪتا، سندس نوڪر، خدمتگار ٻار ۽ شڪاري هئا. هُو سيئي گهوڙن تي سوار هئا، ڄڻ ته ڪنهن شڪار تي وڃي رهيا هئا. هُن عبرت ڏيارڻ لاءِ سيني ماڻهن کي جمع ڪيو. اُن گنهگار ٻار جي ماءُ کي سڀ کان اڳ ۾ بيهاريو ويو. ٻار کي بند مان ٻاهر آندو ويو. هُو اُداس، بيحد سرد ۽ ڪوهيڙي وارو خزان جي موسم جو ڏينهن هو، جو شڪار جي لاءِ بيحد موزون سمجهيو ويندو آهي. جنرل حڪم ڏنو ته ڇوڪري کي اُگهاڙو ڪيو وڃي. ڇوڪرو اُگهاڙو ڪيو ويو. هُو خوف ۽ سرديءَ کان ڏڪي رهيو هو... ڪيس دانهن ڪرڻ جي به طاقت نه پئي ٿي. جنرل حڪم ڏنو ته ڪيس ڊوڙايو. ڪتن جي خدمتگار ڇوڪرن ڪيس واڪا ڪري چيو ته ڊوڙ! ڊوڙ! ڇوڪرو ڊوڙڻ لڳو..... جنرل رڙ ڪري چيو ته شڪاري ڪُتن کي هن تي ڇڏيو ۽ ڪتن جو سڄو وَلر مٿس ڇڏيو ويو. شڪاري ڪتن سندس بدقسمت ماءُ جي اکين جي سامهون، ڪيس ٽُڪر ٽُڪر ڪري ڇڏيو!.... مان سمجهان ٿو ته بعد ۾ ڪيس ملڪيت جي سنڀالڻ جو وڏو منتظم قرار ڏنو ويو. نيڪ آهي. هُن جي ڪهڙي سزا هئڻ گهرجي؟ گولي هڻڻ؟ اسان جي اخلاقي جذبن کي تسلي ڏيڻ لاءِ گولي هڻڻ؟ ڪجهه ته ڳالهاءِ، اليوشا!"

اليوشا آهستي چيو "ها، ڪيس گولي هڻڻي وڃي." هُن پنهنجون اکيون مٿي ڪڻي تلخ ۽ اُداسي واري کل سان ايون کي ڏنو.

"شاباس"، ايون خوشيءَ مان چيو. "جيڪڏهن تنهنجي اِها راءِ آهي ته تون بهترين راهب آهين! معلوم ٿئي ٿو ته اليوشا ڪرامازوف تنهنجي دل جي اَندر ڪو ننڍڙو شيطان وينو آهي؟"

"مان جو ڪجهه به چيو، اُهو اَجايو هو، پر - اِهي اَجايون ڳالهيون زمين تي بيحد ضروري آهن. دنيا اِنهيءَ فضوليات تي بيٺل آهي. شايد دنيا اِنهن کانسواءِ هلي نه سگهي. اسان اُهو ئي ڄاڻون ٿا، جو ڄاڻون ٿا."

"تون ڇا ٿو ڄاڻين؟"

"مان ڪجهه به سمجهي نه ٿو سگهان." ايون ڳالهائيندو ويو. ڄڻ ته مٿس جنون سوار هو. هاڻي مون کي ڪنهن به حقيقت جي سمجهڻ جي ضرورت ڪا نه آهي. مان حقيقت سان چنبڙي رهندس. مان گهڻو اڳي ارادو ڪري چُڪو آهيان ته ڪجهه به نه سمجهندس. جيڪڏهن مان ڪجهه سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي به ته مان پنهنجي حقيقت ڏانهن ڪاذب ٿي ويندس. مان پَڪو اِرادو ڪيو آهي ته حقيقت سان چنبڙي رهندس."

"مون کي تون ڇالاءِ آزمائي رهيو آهين؟" اليوشا ڪنهن درد کان اوچتو رڙ ڪري چيو، "ڇا توکي جو آخري ڇوٽو آهي. اُن کي ڇوڻ گهرين ٿو ؟"

"بيشڪ، اِيئن ڇاهيان ٿو. مان جنهن ڳالهه ڏي توکي وني وڃڻ گهران ٿو، اُها مون کي بيحد پياري آهي. مان توکي ڇڏڻ نه ٿو گهران نه وري تنهنجي زوسيما ڏي توکي موٽائڻ گهران ٿو." ايون ٿوري وقت لاءِ خاموش ٿي ويو ۽ سندس چهرو هڪدم ڏکايل ٿي ويو.

"ٻڌ، مان ٻارن جي حالات کي انهيءَ لاءِ پيش ڪيو آهي، ته مان پنهنجي طرف کي وڌيڪ صاف ڪري سگهان. انسانيت جا اُهي بيا لُڙڪ، جن سان زمين جي مٿئين تهه کان وٺي اُن جي مرڪز تائين کيس تَر ڪيو ويو آهي، مان ڪجهه به نه چوندس. مان پنهنجي مضمون کي پنهنجي مطلب موجب بيان ڪيو آهي. مان هڪ پَسون کان وڌيڪ نه آهيان ۽ مان نهايت نيزاريءَ سان هي اعتراف ٿو ڪريان ته هن دنيا جي نظام مان ڪجهه به نه ٿو سمجهان، جنهن کي اِهڙيءَ ريت ناهيو ويو آهي. ماڻهوءَ کي پاڻ کي ڏوهه ڏيڻ گهرجي. مثال لاءِ کين بهشت ڏنو ويو هو ۽ هنن کي آزاد ڇڏيو ويو. هنن آسمان مان باهه کي چورايو. جيتوڻيڪ هنن ڄاتو ٿي ته اِيئن ڪندي هُو ناخوش ٿي ويندا. هاڻي هنن تي ڪهڙو ويهي غم ڪجي. منهنجي غمزده، زميني ۽ اقليدسي سمجهه، سموري، جنهن کي مان ڄاڻان ٿو، فقط هيتري آهي ته هتي مصيبتون ئي آهن. جن جي لاءِ ڪو به ڏوهي نه آهي. سبب اِهو آهي، جو پنهنجي سادگي سان سنئون سڌو اَثر ڏيکاري ٿو، هر ڪا شيءِ وهندي رَهي ٿي ۽ پنهنجي سطح

ڳولهي تي، پر اها فقط اقليدي بي سمجهي آهي. مان اُن کي ڄاڻان ٿو ۽ اُن سان شامل ٿي رهڻ نه ٿو چاهيان. مون لاءِ فقط هيءَ تسلي آهي ته هتي ڪو به ڏوهي ڪو نه آهي ۽ اُهو ئي سبب، انهيءَ اَثر لاءِ جوابدار آهي، جو سادو ۽ سنئون سڌو آهي، جنهن کي مان ڄاڻان ٿو. مون کي انصاف کپي، نه ته مان پاڻ کي تباهه ڪري ڇڏيندس. مان اهو انصاف پرانهين لامحدود وقت ۽ جاءِ تي ڏسڻ نه ٿو گهران پر هن زمين تي، جنهن کي مان پاڻ ڏسي سگهان. مان هـن ۾ اعتبار رکان ٿو ۽ اُن کي ڏسڻ گهران ٿو. جيڪڏهن مان مري به وڃان ته وري جيئرو ٿي اُٿڻ گهران ٿو. ڇاڪاڻ ته اهي سيئي شيون مون کان پوءِ وجود ۾ آيون ته اهو ڪو چڱو نه ٿيندو. يقيناً مان ڪا به تڪليف ڪا نه سَني آهي. فقط هيءَ ته منهنجا گناهه ۽ منهنجون مصيبتون، جنهن زمين کي آلوده بڻايو آهي، آئنده نسل جي لاءِ نفعي جو باعث ۽ استفادي جو سبب بنائڻ نه ٿو گهران. پر هيءُ ڏسڻ گهران ٿو ته سرخ هرڻي شينهن سان گڏ آرام ڪري سگهي ۽ شڪار اُٿي پنهنجي قاتل سان ڀاڪر پائي سگهي. مان هيءُ ڏسڻ چاهيان ٿو ته سيڪو هي سمجهي ته هيءُ سڀ ڪجهه ڇاجي لاءِ سَٽيو ويو آهي. سيئي مذهب انهيءَ آرزو تي جوڙيا ويا آهن ۽ مان مذهب ۾ ايمان ٿو رکان. پر وري به ٻارن جو سوال ٿو اُٿي ۽ اُنهن جي لاءِ مان ڇا چوان؟ اهو ئي ته سوال آهي، جنهن کي مان حل ڪري نه ٿو سگهان. مان سَوَ ڀيرا هن کي دهرايان ٿو پر اَجا به لاتعداد سوال موجود آهن. اُن هوندي به مان ٻارن تي ئي سوچيان ٿو، ڇو ته ٻار ئي آهن، جي اِنهن ڳالهين کي وڌيڪ روشن ٿا ڪن. ٻُڌ، مان توکان پڇڻ گهران ٿو ته جيڪڏهن سيني کي جاوداني هم آهنگي جي لاءِ ڏيڻو پوي ٿو ته ٻارن کي اُن لاءِ ڇا ڪرڻو پوندو، مهرباني ڪري اهو ٻُڌاءِ؟ اِهو هر ڪنهن فهم کان بالاتر آهي ته ڇو هنن کي مصائب برداشت ڪرڻا پون ۽ ڪين ڇو هم آهنگي لاءِ عيوض ڏيڻو پوي. اُنهن کي پڻ ڇو، اهڙو مواد تيار ڪرڻ گهرجي، جنهن سان مستقبل جي هم آهنگي واري زمين کي هُـو شاهوڪار ۽ سرسبز بڻائين؟ گناهه جي لاءِ مان ماڻهن ۾ احساس ۽ عمل کي چڱيءَ ريت سمجهان ٿو. مان هن احساس ۽ عمل جي مڪافات کي به ڄاڻان ٿو. پر هن احساس ۽ عمل جو ٻارن سان ڪو به واسطو نه آهي. جيڪڏهن اِهو سچ پچ صحيح آهي ته ڪين پيءُ جي گناهه جي جوابدارين ۾ حصو ڏيڻو آهي ته پوءِ اِها صداقت هن جهان جي نه ڇٽبي ۽ اها منهنجي سمجهه کان بالاتر آهي. ڪو مسخرو ئي ايئن چئي سگهي ٿو ته ڪو ٻار وڏو ٿي ۽ گناهه ڪندو، پر هيءُ ڏسڻ گهرجي، ته اُهو ٻار جوان ئي نه ٿيو هو، جو ڪيس ڪتن ڦاڙي ۽ چيري ڇڏيو. اُن وقت اُن جي عمر اَٺ ورهيه قياس ڪرڻ گهرجي. اڙي اليوشا، مان ڪفر نه ٿو ڳالهايان! مان سمجهان ٿو ته بيشڪ هن جهان جو عظيم

معاشرتي انقلاب ڪهڙو نہ عمدو هوندو. جڏهن زمين ۽ آسمان جو ترانو ۽ ترنم تعريف ۾ يڪسان ٿي ويندو ۽ سڀڪو جو اُنهن ۾ رَهي ٿو. يڪ زبان ٿي پُڪاريندا تہ ”خدايا حق تنهنجو آهي، تو جو ڪجهہ بہ فرمايو هو، اُهو پورو ٿي رهيو.“ جڏهن ماءُ اُن ظالم کي ڀاڪر ۾ وٺندي، جنهن سندس ٻار کي ڪتن ۾ اُڇلايو هو. تڏهن ٽنهي جون اکيون اشڪبار ٿي وينديون. ”او خدا تون انصاف وارو آهين ۽ تنهنجا طريقا الهامي آهن.“

بيشڪ اُن وقت، ڄاڻ کي تاج پهرايو ويندو ۽ هر ڪا شيءِ ظاهر ٿي پوندي. پر هتي جي ڳالهہ مون کي ڀاڻ ڏي چِڪي ٿي، اُها هيءَ آهي تہ مان هن هم آهنگي کي قبول ڪري نہ ٿو سگهان. ڇاڪاڻ تہ مان زمين جي رهڻ وارو آهيان ۽ مون کي پنهنجي تور تڪ ڪرڻ ۾ جلدي ۽ تڪڙ آهي. اليوشا، جيڪڏهن ايئن سچ پچ ٿي پوي تہ مان اُن گهڙيءَ تائين زنده رهان. يا وري اُٿاريو وڃان ۽ جنهن جو مٿي ذڪر ڪيو اٿم. اُن کي ڏسان تہ ماءُ ڪيئن نہ اُن ٻار جي عذاب ڏيندڙ کي پنهنجي آغوش ۾ وٺي رَهي آهي تہ مان بہ جيڪر ٻين سان گڏ واڪا ڪري چوان تہ ”خدايا، تون بيشڪ انصاف ڪندڙ آهين!“ پر مان زور سان واڪا ڪرڻ پسند نہ ڪندس. مون لاءِ اَڃا بہ وقت آهي تہ مان پنهنجي بچاءَ لاءِ جلدي ڪريان ۽ اهڙي ريت عظيم هم آهنگي کان قطعي دست بردار ٿي وڃان. ڇاڪاڻ تہ هيءَ سچي هم آهنگي ۽ نظام ابدي، اُن مظلوم ٻار جي هڪ لُڙڪ جي برابر بہ ٿي نہ ٿو سگهي، جنهن هڪ تنگ ۽ تاريڪ ڪوٺڙيءَ ۾ خدا تعاليٰ کان مدد ٿي گهري. هائو، هي لُڙڪ بخشجي نہ ٿا سگهجن ۽ انهن لُڙڪن جو ڪو بہ عيوض ٿي نہ ٿو سگهي. منهنجي عقيدي موجب، اِنهن ڳوڙهن کي خريد ڪيو وڃي. جو تہ اِنهيءَ ڪانسواءِ نظام ۽ عدالت اَبديءَ جي ڪا بہ معنيٰ ٿي نہ ٿي سگهي. پر ڪيئن ۽ ڪهڙيءَ ريت اوهان اُنهن کي خريد ڪري سگهندا؟ اِهو ٿي بہ سگهي ٿو؟ ڇا اِهو انتقام سان ٿي سگهندو؟ پر مون کي انتقام وٺڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ ظالمن جي لاءِ مون کي جهنم جي ڇو پرواهہ ڪرڻ کپي؟ اُهي ٻار جن کي عذاب ملي چُڪو آهي، اُنهن لاءِ جهنم ڪهڙو فائدو پهچائي سگهندو؟ جهنم جي موجودگي ۾ هم آهنگي ۽ نظام ابديءَ جو ڇا ٿيندو؟ مان عفو چاهيان ٿو. مان تہ ڀاڪر پائڻ گهران ٿو. مان وڌيڪ مصيبتون نہ ٿو گهران. جيڪڏهن ٻارن جون مصيبتون وڌنديون رهنديون. جي حق ۽ صداقت جي عيوض لاءِ ضروري آهن تہ پوءِ منهنجو احتجاج آهي، تہ صداقت جي قيمت هڪ پائي بہ نہ آهي. مان نہ ٿو چاهيان مظلوم ماءُ پنهنجي ظالم کي آغوش ۾ وٺي، جنهن سندس لال کي ڪتن ۾ ڦٽو ڪيو هو! هُن کي ڪيس ڪڏهن بہ معاف نہ ڪرڻ گهرجي. هن کي پنهنجي دل لاءِ جو عذاب مليو آهي، اُن کي تہ هوءَ بخشي سگهي ٿي، پر ٻار جي عذاب کي بخشڻ جو ڪيس

كو بہ حق نہ آهي. ايستائين جو ٻار هُن كي معاف بہ كري پر ماءُ كي اِهو حق نہ ٿو پهچي تہ هوءَ هُن كي معاف كري. جيكڏهن اِئين آهي تہ كنهن كي بہ بخشش جو حق حاصل نہ آهي تہ پوءِ هن هم آهنگي ۾ نظام اَبديءَ جو ڇا ٿيندو؟ ڇا هن جهان جي اندر كنهن كي بہ هيءُ حق نہ آهي تہ هو كنهن كي بخشي. جيكڏهن بخشڻ گهرُي؟ مون كي هيءَ هكجهڙائي ۾ يك رنگي نہ كپي. انسانيت سان محبت جي باعث هيءُ نہ كپي. مون كي مصيبتون بنا كنهن انتقام جي پسند آهن. مان انتقام بغير مصيبتن ۾ پنهنجي نامكمل بي عزتي كي بہ پسند كندس، توڙي جو اِهي ڇو نہ غلط هجن. اُن كان سواءِ هن هك رنگي ۾ هك جهڙائي جي وڏي قيمت ٻڌائي ٿي وڃي. اِهو اسان جي مذاق كان بالاتر آهي، جو اَسان اُن جي لاءِ حد كان زياده اُجورو ڏئي، اُن ۾ داخل ٿيون. اُن كري مان تكڙ مان داخلا جي هن ٽكيٽ كي واپس ڏيڻ گهران ٿو. جيكڏهن مان ايماندار ماڻهو آهيان تہ مون كان جيتري قدر جلد ٿي سگهندو، مان اِها ٽكيٽ واپس كري ڇڏيندس اليوشا."

اليوشا هيٺ ڏسندي، نهايت آهستگيءَ سان چيو تہ "هيءَ تہ بغاوت آهي؟"

"بغاوت، مون كي ڏک آهي، جو تون اِيئن ٿو چوين؟" ايون انتظار مان چيو. "شايد كو بغاوت ۾ مشكل سان رَهي سگهي ٿو پر مان رهڻ گهران ٿو. تون پنهنجي لاءِ ٻُڌاءِ. مان توكي دعوت ڏيان ٿو. ٻُڌاءِ. خيال كر تون انساني قسمت جي تاجي پيٽي كي اِهڙي ريت اُڏين ٿو تہ كيس آخرت ۾ وَڃي راحت نصيب ٿئي. كيس تون آرام ۾ مسرت، آخرت ۾ ڏيڻ گهرين ٿو. جنهن جي لاءِ هيءُ لازمي ۾ اَشد آهي تہ هك ننڍڙي جيوَ كي عذاب ڏئي مارجي. جڏهن اُهو ٻار پنهنجي مُٺ سان پنهنجي سيني كي پٽيندو رَهي. پنهنجي روحاني عمارت اُنهن ڳوڙهن تي ركي. جنهن جو كو بہ انتقام نہ آهي. تون اِهڙين حالتن هيٺ، اُن جو معمار ٿيڻ قبول كندين. ٻڌاءِ، ٻڌاءِ، مون كي سچي حقيقت ٻُڌاءِ."

"هائو، مان اِها شيءِ قبول نہ كندس" اليوشا هٻكندي چيو.

"ڇا تون هيءَ ڳالهہ قبول كندين تہ ماڻهو جنهن لاءِ تون هيءَ جوڙ جوڙين ٿو، هُو پنهنجي خوشيءَ كي هن بنياد تي قبول كندو تہ هكڙي معصوم شكار جو اُن لاءِ رت هارجيّ وڃي؟ ڇا اِيئن كرڻ سان هُو دائمي خوشي حاصل كري سگهي ٿو."

"نہ ڀاءُ، مان هن كي قبول كري نہ سگهندس." اليوشا چيو. اوچتو چمكندڙ اكيون كڻي چيو. "تو هيءُ هاڻي صحيح ٻُڌايو تہ سڄي دنيا ۾ كو هكڙو اِهڙو ماڻهو ملي سگهندو، جنهن كي معاف كرڻ جو حق هجي ۾ معاف كري سگهي؟ مگر فقط هكڙي شيءِ آهي، جا سڀ كجهہ معاف كري سگهي ٿي، ڇاكاڻ تہ هن پنهنجي

معصوم رت، سڀ ڪنهن لاءِ ڏنو. تو هن کي وساري ڇڏيو آهي ۽ اُن تي ئي تہ روحاني عمارت کي کَڙو ڪيو ويو آهي ۽ اُن کي ئي تہ هي واڪا ڪري پُڪارين ٿا تہ، ”تون انصاف وارو آهين. اي مالڪ! ڇاڪاڻ تہ تنهنجا رستا اِلهامي آهن.“

”اڙي، هڪ انسان گناهہ کان سواءِ ۽ اُن جو رت! نہ مان هن کي نہ وساريو آهي. پر اُن جي برعڪس مان عجب ۾ آهيان تہ هن سڄي وقت ۾ تو، هن کي پنهنجي سامهون آندو ئي نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ رواجي طرح سڀئي دليل، اُن جي سامهون ڪري ٿا. اِليوشا، تون اِهو ڄاڻين ٿو. کِلِ نہ، سال کن ٿيو، مان هڪ نظم جوڙي هئي. جيڪڏهن تون منهنجي لاءِ وڌيڪ ڏهہ منٽ ضايع ڪرين تہ مان توکي اُها ٻڌايان.“

”تو، هڪ نظم لکي آهي؟“

ايون کلندي چيو، ”مان اُن کي نہ لکيو آهي. مان پنهنجي حياتيءَ ۾ شعر جون ٻہ سٽون بہ نہ لکيون آهن. پر مان هن نظم کي نثر جي اَنداز ۾ لکيو آهي ۽ مون کي ياد آهي. تون هن جو پهريون پڙهڻ وارو ۽ ڏيان سان ٻڌڻ وارو هوندين. هڪ مصنف کي، هڪ ٻڌڻ واري جي لاءِ ڀري ڇو وڃڻ گهرجي. ڇا تون اُن کي ٻُڌڻ گهرين ٿو؟“

”منهنجو ڪَن توڏانهن آهي.“ اليوشا ڪيس چيو.

”منهنجي نظم جو عنوان آهي، ’ديول جي حساب جو عظيم محقق‘. اِها مونجهاري پيدا ڪندڙ شيءِ آهي، پر مان توکي ٻڌائيندس.“

❦

باب پنجون

# ديول جي حساب جو عظيم محقق

"هن کي بہ هڪ تمهيد هئڻ کپي - يعني هڪ اَدبي تمهيد." ايون ڪلندو رَهيو. "پر مان اڻ ڄاڻ آهيان، جو اُن کي لکي سگهان. توکي معلوم هئڻ کپي تہ منهنجو هي اَثر سورهين صديءَ سان تعلق ٿو رکي. اُن زماني ۾ جيئن تو اسڪول ۾ سکيو هجي، هي رواج هو تہ شعر جي ذريعي آسماني طاقتن کي زمين تي آڻي ڏيکارجي. مان "دانتي"[1] جي ڳالهہ نہ ٿو ڪريان. فرانس ۾ ڪلارڪ، توڙي مٺهين ۾ راهب، اهڙا تمثيل ڏيکاريندا هئا، جن ۾ هُو حضرت مريم، سنتن، ملائڪن، حضرت عيسيٰ ۽ خود خدا کي اسٽيج تي آڻيندا هئا. اُن زماني ۾ هيءَ سڀ ڪجهہ سادگي سان ڪيو ويندو هو. "وڪٽر هيوگو"[2] جي تصنيف "نوٽري ڊيم ڊي پيرس" ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ لوئي يارهين جي زماني ۾ "پيرس" جي "هوٽل ڊي وائلي" ۾، اهڙا اخلاقي اصلاح ڪرڻ وارا بي دليل تماشا ڏيکاريا ويندا هئا. اُنهن کي "سنتن ۽ حضرت مريم جي فيصلي جون مــِـنيون گوريون" ڪري سڏيندا هئا. اهڙن تماشن ۾ هـُـو پاڻ اَچي، پنهنجي فيصلي جي شيرينيءَ جو اعلان ڪندي هئي. ساڳيءَ ريت اهڙا تمثيل خاص ڪري "توريت" مان وٺي روس ۾ بہ پيٽراعظم جي زماني تائين ڏيکاريا ويندا هئا. هنن ڪانسواءِ ڪيترائي تمثيل، گيت ۽ وهمي داستان دنيا ۾ هر هنڌ پکڙيل هئا، جن ۾ سنتن، ملائڪن ۽ آسماني طاقتن جو حصو هو ۽ ضرورت جي وقت هنن حصو ٿي ورتو. اَسان جي مٺهين ۾ راهب، هميشہ اُنهن جي ترجمن، نقل ڪرڻ ۽ اهڙن نظمن جي ناهڻ ۾ مشغول ٿي رهيا. تاتارين جي دور ۾ ايئن ٿيندو رهيو. مثال لاءِ اُنهن نظمن مان، هڪ اهڙو نظم آهي (يوناني مان ورتل آهي) "دوزخ جي اندر اسان جي عزت ماب بيگم جو سير". اُن جو تفصيل بہ ايترو همت وارو آهي، جيترو دانتي جو. عظيم فرشتو ميڪائيل.عذاب واري جاءِ ڏانهن سندس رهنمائي ڪري ٿو. هوءَ گنهگارن ۾ سندن سزائن کي ڏسي ٿي. اُتي هوءَ ٻين گنهگارن جي درميان هڪ خاص گنهگارن جي گروهہ کي ڏسي ٿي، جي هڪ باهہ جي ڍنڍ ۾ پيل آهن. اُنهن مان ڪي ڍنڍ جي تري ۾ غرق هئا، جنهن ڪري هُو ٻاهر تري نہ ٿي سگهيا. هي "خدا فراموش شد" غير معمولي طاقت ۽ گهرائي جو اظهار ڪندڙ هئا. هيءُ ڏسي اسان جي عزت ماب بيگم کي وڏو صدمو پهچي ٿو ۽ هوءَ روئڻ شروع ڪــري ٿي ۽ خدا جي تخت

[1] دانتي - وينس جو مشهور شاعر، ڊوائين "ڪاميڊي" جو مصنف.
[2] وڪٽر هيوگو: فرانس جو مشهور ناول نگار ۽ شاعر.

جي سامهون، جهنم جي عذاب وارن لاءِ رحم جي درخواست ڪري ٿي. چاڪاڻ تہ اُتي هن، سيني بي جوڙ ڳالهين ڪي ڏٺو هو. سندس گفتگو اُپائٽهار سان بيحد دلچسپيءَ واري آهي. هوءَ ڪيس عرض ڪري ٿي تہ هُو هن عذاب ڪان دستبردار ٿي وڃي. جڏهن خدا ڪيس سندس فرزند جي طرف اِشارو ڪري ٿو، جو صليب تي آهي ۽ سندن هٿن ۽ پيرن ۾ ميخون لڳل آهن، تڏهن ڪيس فرمائي ٿو تہ مان ڪهڙي ريت سندس عذاب ڏيندڙن کي معاف ڪريان؟ هُو سڀيئي ساٿس گڏجي سجدي ۾ ڪري پون ۽ رحم جي لاءِ درخواست ڪن. آخر هوءَ خدا ڪان ڪاميابي حاصل ڪري ٿي تہ هر ڪنهن سال "گڊ فرائيڊي" جي هفتي لاءِ سيني گنهگارن کي، سزا ڪان مُهلت ڏني ويندي. اُن وقت جهنم مان سيني گنهگارن جو گڏجي شڪر گذاريءَ جو آواز آيو تہ "اي مالڪ تون، هن فيصلي ۾ انصاف وارو آهين" خير منهنجي نظم جيڪڏهن اُن وقت ۾ لکيو وڃي ها تہ اِهڙيئي قسم جو هجي ها. هُو منهنجو نظم ۾ بہ ظاهر ٿئي ٿو، پر هُو خاموش آهي. هُو ظاهر ٿئي ٿو ۽ هليو وڃي ٿو. پندرهن صديون گذري ويون آهن، جڏهن هُن انجام ڪيو هو تہ هُو موٽي ايندو. پندرهن صديون اڳ هن پيشنگوئي طرح لکيو هو تہ "ڀڄو، مان جلدي ايندس." اُن ڏينهن ڪان وني هن گهڙيءَ تائين ڪو بہ ماڻهو نتيجو نہ ٿو ڇاٽي پر فقط هُو، چاڪاڻ تہ هن، زمين تي هيءَ پيشنگوئي ڪئي هئي، پر انسانيت ساڳي عقيدي سان اَجا تائين سندس انتظار ڪندي رَهي آهي. ها! عظيم اعتقاد سان. چاڪاڻ تہ پندرهن صديون گذريون، انسان آسماني شهادت ڪان محروم آهي.

ڪي بہ نشانيون آسمان ڪان اڄ نہ ٿيون اَچن،

جن مان معلوم ٿي سگهي تہ روح کي ڇا ڇوٽو آهي.

اعتقاد ڪان سواءِ، ٻيو ڪجھ بہ باقي نہ آهي، جنهن لاءِ دل ڪجھ چئي سگهي. اِنهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ اُن زماني ۾ گهٽيئي معجزا هوندا. اُنهيءَ زماني ۾ اِهڙا بہ ولي هوندا، جي معجزاٽي طريقي مشڪلاتون حل ڪندا هوندا. جيئن سندن سوانح حيات مان معلوم ٿئي ٿو، ڪي اِهڙيون بہ مقدس شخصيتون هيون، جن سان آسماني ملڪ خود ملاقاتون ٿي ڪيون، پر شيطان سُتو نہ آهي. انهن ڪراما تن وارن ماڻهن جي صداقت ۾ بہ شڪ ۽ شبها جاڳندا رهيا. تورو اڳ جرمني جي اُتر ۾ هڪ خطرناڪ افواه پکڙيو. "هڪ عظيم ستارو مشعال جهڙو (اِهو ديول جي راءِ تي آهي) پاڻي پيئڻ جي ذريعن جي مٿان ڪريو ۽ سڄو پاڻي ڪارو بڻجي ويو. هيءُ راهبن جون اُتاريل ڳالهيون ۽ سندن انڪار ڪفر بڻجي ويو. پر جن هنن ڳالهين ۾ پنهنجي ويساه رکيو، اُهي زياده معتقد بڻجي ويا. انسانيت جا ڳوڙها، اڳي وانگر وٽس پيش

تيا. ماڻهو سندس آمد جو انتظار ڪرڻ لڳا. ڪيس پيار ڪرڻ لڳا ۽ پنهنجي اُميدن کي تر ۽ تازه رکڻ لڳا ۽ اڳي وانگر هن جي لاءِ آرزو ۾ رهيا ۽ سندس لاءِ هر تڪليف کي برداشت ڪرڻ ۽ مَرڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ڪيترن زمانن کان انسانيت اشتياق ۽ عقيدي سان دعائون گهرندي رَهي آهي، "اسان جا مالڪ، اَسان جا خدا، اَسان ڏي جلدي اَچ. ڪيس پُڪاريندي ايئن زمانا گذريا. سندس لامحدود رحم ۽ ڪرم هوندي بہ، هُو پنهنجي خادمن ڏي لَهي نہ آيو.

چون ٿا تہ گهڻو اڳي، هُو هيٺ لهي آيو ۽ مقدس انسانن، شهيدن ۽ راهبن سان مليو هو، جيئن اُنهن جي حياتيءَ جي احوال ۾ لکيل آهي. يوڃيف اسان ۾ اُهو ماڻهو آهي، جنهن لفظن ۾ هن حقيقت جي صداقت سمايل آهي:

**"صليب کي ڪنيو، غلاماڻي لباس ۾ آسمان جو بادشاهہ خستہ ۽ ٿڪايل اسان جي مادرِ وطن رشيا کي دعا ڪرڻ آيو ۽ اسان جي سڄي ملڪ ۾ گهمندو رهيو."**

۽ ايئن پڪ سان هو، مان توکي اُن جو يقين ٿو ڏياريان.

ترس، هن ٿوري وقفي لاءِ ارادو ڪيو تہ ظاهر ٿئي. هُن عوام، مصيبت زده ۽ عذاب ۾ ورتل انسانن کي، جي يڪسانيت کان دور پيل هئا، پر ڪيس ٻارن وانگر پيار ٿي ڪيائون، ڏيکاري ڏني. منهنجي ڪهاڻي اسپين سان تعلق رکي ٿي. سيول ۾، مذهبي عدالت جي سزائن واري هيبتناڪ زماني تي، جڏهن هر روز خدا جي شان ۽ شوڪت کي روشن ڪرڻ لاءِ باهيون جلايون وينديون هيون، اُنهن ۾ بدڪار راهبن کي جلايو ويندو هو. بيشڪ اهڙين حالتن ۾ سندس آمد تيئن ڪپندي هئي، جيئن سندس واعدو هو. تہ هُو وقت پوري تيئن تي آسماني شان ۽ شوڪت سان ظاهر ٿيندو. هيءَ آمد ايڏي، تہ اوچتو هوندي، جيئن اوڀر کان اولهہ تائين کنوڻ جو چمڪاٽ. نہ هن پنهنجي ٻارن سان گهڙي کن لاءِ ملاقات ڪئي. اُن جاءِ تي جتي، راهبن جي چوڏاري باهہ جا شعلا نڪاءَ ڪيئي رهيا هئا. هُو پنهنجي لامحدود ٻاجهہ سان، هڪ ڀيرو وري بہ انساني صورت ۾ ماڻهن جي وچ ۾ آيو. جنهن صورت ۾ هُو پندرنهن سؤ ورهيہ اڳي، ٽي سال ساندهہ انسانن جي وچ ۾ گهُمندو رهيو. هُو هڪ ڏاڪڻي شهر جي آتش فروش وٽ آيو، جتي هڪ ڏينهن اڳ ۾، سَوَ کن راهب، آتشڪده ۾، اُتان جي وڏي مذهبي عهديدار (ڪارڊنيل) جي حڪم سان زندهہ جلايا ويا هئا. هيءُ سڀ ڪجهہ ديول جي حساب جي عظيم محقق جي طرفان هو ۽ بادشاهہ جي سامهون، جتي ڪيترائي درباري، بهادر، نواب ۽ ڪيئي مذهبي پيشوا موجود هئا. دربار ۾ ڪيئي دلڪش عورتون بہ هيون.

اِيئن ڪٽي ڇئجي، تہ سيول جي سڄي آدمشماري موجود هئي.

هُو آهستگيءَ سان آيو ۽ ڪيس ڪنهن بہ نہ ڏٺو. مون کي هيئن چوندي تعجب ٿو لڳي، تہ ڪيس سڀ ڪنهن سڃاتو. هي ٽڪرا شايد نظم ۾ بهترين هجن. منهنجو مطلب آهي، تہ ڪيس هنن ڇو سڃاتو. ماڻهو بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي اُن ڏي ڇڪجي ويا. هُو سندس چوڌاري گڏ ٿي ويا. هُو گروهہ درگروهہ سندس پويان لڳي پيا. هُو سندن وچ ۾ لامحدود رحم سان گڏ مشڪندو ٿي ويو. محبت جو سج سندس دل ۾ چمڪندو ٿي رهيو ۽ سندس روشني ۽ طاقت سندس اکين مان صاف پئي بَکيون. روشني ماڻهن تي پئجي رَهي هئي ۽ سندن دليون محبت جي موجودگيءَ کان پئي ٿي ڇُريون. هُن پنهنجي دعائن جي هٿن کي ڊگهيريو ۽ کين دعائون پئي ڏنيون. سندس موجودگيءَ جي باعث شفا اَچي وئي. ميڙ ۾ هڪ پوڙهو ماڻهو موجود هو، جو ننڍپڻ کان اَنڌو هو. هُن رڙ ڪري چيو: "اي مالڪ! مون کي اِهڙي شفا ڏي، جو توکي ڏسي سگهان." پوءِ اِيئن ٿيو. اُن جي اکين جي ڇپرن مان ڪجهہ ڪِري پيو ۽ اَنڌي کيس ڏٺو. ماڻهو روئڻ لڳا ۽ زمين جو ٽڪرو جو سندن پيرن جي هيٺان هو، اُن کي چمڻ لڳا. ٻارن مٿس گُل اُڇلايا ۽ سندس سامهون حمد جي نغمي کي ڳاتو. سيني ورائي ورائي چيو، تہ اِهو ئي آهي، اِهو ئي آهي. هيءُ ٻيو ٿي نہ ٿو سگهي، پر اُهو ئي آهي. هُو سيول جي ديول جي ڏاڪن تي بيهي رهيو. اُن وقت روئندڙ ماتمين هڪ اَڇي ڏوليءَ کي آندو، جنهن ۾ هڪ ستن ورهين جي ٻار جو لاش هو، جا هڪ معزز شهر واسي جي ڌيءَ هئي. مئل ٻار جو لاش گُلن سان ڍڪيل هو. ماڻهن جي گوڙ، روئندڙ ماءُ کي رڙيون ڪري چيو تہ هي، هن کي زندهہ ڪندو. پادري اُن لاش جي ڏوليءَ جي قريب اَچي پهتو. هُو منجهيل ۽ غصي ۾ پريشان ٿي ڏٺو. پر مئل ٻار جي ماءُ، پار ڪڍندي سندس پيرن ۾ ڪري پئي. سندس هٿن کي هن جهلي چيو تہ، "جيڪڏهن تون اُهو آهين تہ هن ٻار کي جيئرو ڪر." جلوس بيهي رهيو. لاش جي ڏولي سندس پيرن ۾ ڏاڪي تي رکي هئي. هن رحم ڀَري نگاهن سان ڏٺو ۽ سندس چپن مان آهستگيءَ سان نڪتو، تہ نوخيز نينگر اُٿي، هُوءَ اُٿي. ننڍڙي نينگر، اُن لاش جي ڏوليءَ مان اُٿي ويٺي. هيڏي هوڏي ڏسڻ لڳي. سندس اکيون پوريءَ ريت کلي پيون ۽ هُو مشڪندي نهارڻ لڳي. سندس هٿن ۾ سفيد گلاب جي شاخ هئي، اُها اُنهن گلن مان هئي، جي مٿس وڌا ويا هئا.

هاڻي واڪا ۽ اُوچنگارون هيون. ماڻهن ۾ عجيب مونجهارو هو. عين اُن موقعي، وڏو پادري، ديول جي حساب جو عظيم محقق، پاڻ اُتان اَچي گذريو. هُو نوي ورهين جو پوڙهو هو. ڊگهو ۽ پريل بدن وارو. سندس منهن ۾ گهنج هئا. ۽

ڪوڙيون اکيون، جن ۾ اڃا بہ ڪجھہ روشني نظر ٿي آئي. ڪيس اڄ اُهو شاندار وڏي پادري وارو لباس نہ هو، جو ڪالھہ هُن رومن چرچ جي مخالفن کي باهہ ۾ ساڙڻ لاءِ پهريو هو. هن وقت ڪيس آڳاٽن راهبن جهڙو لباس پيل هو. سندس پويان ٿوري مفاصلي تي، سندس نائب، غلام ۽ محافظ دستو تي آيو. هُو ماڻهن جو گوڙ ڏسي اُتي ترسي پيو ۽ اُنهن کي جاچي ڏسڻ لڳو. هُن اُتي سڀ ڪجھہ ڏٺو. هُن هيءُ بہ ڏٺو، تہ لاش جي ڏوليءَ کي هن جي پيرن ۾ رکيو آهي ۽ ڇوڪري اُٿي ويٺي آهي. سندس منهن ڪارو ٿي ويو. هُو پنهنجي گهاٽي ڏاڙهيءَ کي ڇنڻ لڳو. سندس اکين ۾ خباثت جي باهہ جي روشني پيدا ٿي. هن پنهنجي آڱر جي اِشاري سان پنهنجي محافظ دستي کي حڪم ڏنو، تہ ڪيس گرفتار ڪن. طاقت عجيب شيءِ آهي. ماڻهو اهڙا تہ سندس تابعداريءَ ۾ محڪم ۽ مجتا ۾ دِنا ٿي، جو هن ماڻهن جا گوڙ فوريءَ طرح هٽي ويا ۽ محافظ دستي کي جاءِ ڏنائون. اُن موت جهڙي خاموشيءَ ۾ هنن، ڪيس ورتو ۽ پاڻ سان وٺي ويا. ماڻهن جو گوڙ اُن وقت جهڪي ويو ۽ واحد ماڻهوءَ جي صورت ۾ سيني پوڙهي حساب جي عظيم محقق کي سلامي ڏني. محافظ پنهنجي قيدي کي هڪ قريبي اونداهي قبي واري بنديخاني ۾ قيد ڪيو، جو هڪ پراڻي مذهبي سزا ڏيڻ واري محلات جي اندر هو. ڏينهن گذري ويو ۽ اُونداهي رات اچي وئي. سيول جي گهُٽ ۽ حَبس واري گرم رات؛ هوا ۽ ساوڪ ۽ ليمي جي خوشبو هئي. سخت اونداهيءَ ۾، اوچتو قيدخاني جا لوها دروازا کُلي پيا ۽ ديول جي حساب جو عظيم محقق پاڻ پنهنجي هٿن ۾ فانوس کڻي آيو. هُو اَڪيلو هو. دروازو هن جي پٺيان يڪدم بند ڪيو ويو. هُو دروازي وٽ هڪ بہ منٽ ترسيو ۽ سندس چَهري ۾ نهارڻ لڳو. آخر هُو، هوريان هوريان وٽس ويو. فانوس کي ميز تي رکي، ساڻس ڳالهائڻ لڳو.

”تون اُهو آهين نہ، اُهو“. پر ڪيس کو بہ جواب نہ مليو. هن يڪدم ڳالهائڻ شروع ڪيو، پلي جواب نہ ڏي ۽ خاموش رَهہ. تون سچ پچ چوندين بہ ڇا؟ مان چڱيءَ ريت ڄاڻان ٿو، تہ توکي ڇا چَوڻو آهي؟ توکي هيءُ حق بہ نہ ٿو پهچي تہ تو، اڳ ۾ جو ڪجھہ چيو آهي، اُن ۾ بيو ڪجھہ گڏي سگهين. تون اَسان کي ڇو، رُڪاوٽون وجهڻ لاءِ آيو آهين؟“ تُون اُن کي ڄاڻين بہ ٿو، پر توکي هيءَ خبر آهي، تہ سڀاڻي ڇا ٿيندو؟ مون کي خبر نہ آهي، تہ تون ڪير آهين؟ هن ڄاڻڻ جي پرواهہ بہ نہ اٿم، تہ تون اُهو آهين يا اُن جو عڪس، پر سڀاڻي مان توکي سزا ڏيندس. راهبن ڪان بہ وڌيڪ سخت! توکي ٿنڀي سان ٻڌي جلايو ويندو. اَڄ جن ماڻهن تنهنجي پيرن کي چميون ڏنيون آهن، سڀاڻي اُهي ماڻهو منهنجي ڪمزور اشاري تي، بہ تنهنجي جلائڻ لاءِ، ڪاٺين جي ڍِڳ مان شعلن کي تيز تر ڪندا. تون هن کي ڄاڻين ٿو؟ تون هن کي

ڇاڪاڻ تہ ... هونديون. هيءَ سڀ ڪجهہ گهڙي خيال جي روڪ ٽوڪ کان سواءِ چوندو ويو.
هُن ٿوري وقفي لاءِ بہ قيديءَ کان اکيون ٻاهر نہ ڪڍيون."

"مان ڪجهہ بہ نہ سمجهيو ايون. هن جو مطلب ڇا آهي؟" اليوشا، جو خاموشيءَ سان ڪيس ڏيان ڏئي ٻُڌي رهيو هو، مشڪندي ڪيس چيو. "هيءَ تہ وحشياڻو جُنون آهي، يا اُن پوڙهي جي غلطيءَ جو قسم. هي اڻ ٿيڻ جهڙو مبالغو آهي."

ايون، کيس کلندي چيو تہ، "هن جي تون پوئين ڳالهہ سمجهہ. تون جيڪڏهن جديد ماديت جي عقيدي کان خراب ٿي ويو آهين ۽ ڪنهن جنوني ڪيفيت سان متفق ٿي نہ ٿو سگهين ۽ تون هن کي سچائپ جي غلطي ٿو شمار ڪرين، تہ ايئن ئي سمجهہ. اِهو سچ آهي، "هُن کلندي چيو. پوڙهو نَوي ورهيہ جو هو، هُو پنهنجي خيال ۾ شايد سودائي بڻجي ويو هو. هُو شايد قيدي جي ڏسڻ کان متاثر ٿيو هجي. نَوي ورهيہ جو پوڙهو، شايد، هذيان ۽ مونجهاري ۾ مبتلا هجي، ڇاڪاڻ تہ هُن، هڪ ڏينهن اڳ ۾ سَوَ راهبن کي مارايو هو. ڪيئن بہ هجي، پر اسان جي لاءِ هيءَ حقيقت خيال ڪرڻ جي لائق آهي، تہ هن کان سچائپ غلط ٿي هئي يا هيءُ سچو جنوني تعصب هو؟ حقيقت هيءَ هئي تہ اُن پوڙهي کي ڳالهائڻ کپندو هو ۽ کيس اُهو وضاحت سان چَوڻو هو، جنهن تي هُن خاموشيءَ سان نَوي ورهيہ گذاريا هئا."

"قيدي بہ خاموش هو ڇا؟ ڇا هن، کيس فقط ڏسڻ تي گهريو ۽ ڪجهہ بہ ڪچڻ نہ ٿي گهريو؟"

"اِهو ڪنهن بہ حالت ۾ ناگزير آهي." ايون وري بہ کليو. "پوڙهي کيس چيو ٿي تہ، هُن کي ڪو بہ حق نہ آهي تہ پراڻيون ڳالهيون، جي هن چيون ٿي، اُنهن ۾ ڪا بہ درستي ڪري نہ ٿو سگهي. منهنجي راءِ ۾ گهٽ ۾ گهٽ، رومن ڪئٿولڪ جي مذهب ۾، اها ڳالهہ شايد ڪو چوي تہ نهايت بنيادي آهي. هُو چون ٿا تہ هُن سڀ ڪجهہ پوپ جي هٿن ۾ ڏيئي ڇڏيو آهي ۽ سڀ ڪجهہ اَجا تائين سندس هٿ ۾ آهي، ۽ هاڻي اُن جي موٽڻ جي دنيا ۾ ڪا بہ ضرورت ڪا نہ آهي. اُن ڪري کيس وقت جي رفتار جي مناسبت سان ڪو بہ تڪرار ڪرڻ نہ گهرجي. اِهو ئي سبب آهي جو حضرت عيسيٰ جا پوئلڳ يعني يسوعي، پنهنجي نوعيت سان لکن ۽ ڳالهائين ٿا. مان پاڻ انهن جي فقهي تصنيفن کي پڙهيو آهي. ڇا هاڻي هُن کي اِهو حق پهچي ٿو، تہ هُو اُنهن اسرارن کي ظاهر ڪري، جي ٻيءَ دنيا جا آهن، جن مان هُو آيو آهي. منهنجي پوڙهي، هن کان اِهي سوال پڇيا ۽ پاڻ ئي اُن جا جواب ڏنا. هُو کيس چوڻ لڳو تہ: "نہ، توکي ڪو بہ حق نہ ٿو پهچي. جو ڪجهہ پراڻي زماني ۾ چيو ويو آهي، اُن ۾ تون ڪجهہ بہ وڌائي نہ ٿو سگهين ۽ تون انسان کان اُها آزادي نہ کَسِ، جنهن کي تون،

جڏهن ڏرتي تي هئين، چڱو شان ۽ مرتبو ڏنو هو. ڪيئن بہ هجي، جيڪڏهن تو، ڪا نئين ڳالهہ ظاهر ڪئي تہ اُها انسان جي آزاديءَ جي عقيدي ۾ وڏي مداخلت ٿيندي. ڇاڪاڻ تہ هن ڪي، هڪ معجزو ظاهر ڪيو ويندو، هوڏانهن هنن جي عقائد جي آزادي، توڪي ٻين سيني شين کان وڌيڪ پياري هئي، جڏهن پندرنهن سَوَ ورهيہ اڳي، تون هن دنيا ۾ موجود هئين. تو اَڪثر اِيئن نہ ٿي چيو تہ "مان اوهان کي آزاد ڪندس." پر هاڻي تو ڏنو تہ اِهي آزاد انسان ڇا آهن. پوڙهي اِهي لفظ درد ڏيندڙ ڪلَ سان چيا. هائو، اَسان هن لاءِ ڳرو عيوض ڏيندا رهيا آهيون. هُن سخت نگاهن سان ڪيس ڏنو ۽ ڳالهائيندو رهيو. پر تنهنجي نالي ۾ آخرڪار اَسان پنهنجو ڪم پورو ڪري ورتوسون. ڇاڪان تہ پندرهن صديون ساندهہ اَسان توهان جي آزاديءَ سان مقابلو ڪندا رهيا آهيون. پر هاڻي هيءُ ڪم چڱائيءَ جي نالي ۾ ختم ٿي چُڪو آهي. ڇا توکي هن ڳالهہ تي اعتبار نہ ٿو اَچي، تہ هيءُ سڀ چڱائيءَ لاءِ ڪيو ويو آهي؟ تون مون کي نماڻائيءَ سان نهاري رهيو آهين پر منهنجي ڪا بہ ڪاروائي عزت اَفزائيءَ جي لائق ئي نہ سمجهي وئي آهي. پر مان توکي ٻُڌايان ٿو تہ هاڻي انسان، آزادي ڏي، اڳي کان گهڻو مائل آهي پر اُن هوندي بہ هُو پنهنجي آزادي اَسان وٽ کڻي آيو آهي ۽ اوهان جي قدمن ۾ عاجزيءَ سان ڦٽي ڪئي اَٿس. پر اِهي اَسان جا پنهنجا اعمال آهن. ڇا اِهو ئي عمل هو، جنهن کي اوهان اختيار ڪيو هو؟ اِها ئي اوهان جي آزادي هئي؟

"مان تنهنجي ڳالهين کي وري بہ سمجهي نہ ٿو سگهان". اليوشا ڪيس چيو. "هي طعني بازي آهي يا مذاق؟"

ڙتورو ذرو بہ اُنهن جو نہ. هُو اِهڙي عمل لاءِ دعويٰ ٿو رکي تہ اِهو اُن جي لاءِ ۽ ديول لاءِ وڏو مرتبو آهي ۽ آخرڪار هنن آزادي تي فتح لڌي آهي ۽ اُهو ڪجهہ ڪيو اَٿن، جو انسان ذات کي خوشي ميسر ٿي ويندي، ۽ هاڻي (هُو خونريز محاسبي لاءِ ڳالهائي ٿو) پهرئين دفعي لاءِ هيءَ ٿيڻ جهڙي ڳالهہ بڻي آهي تہ انسان جي خوشنودي تي ڳالهائي سگهي. انسان باغي پيدا ٿيو هو ۽ باغي ڪهڙيءَ ريت خوش رَهي سگهي ٿو. توکي خبردار ڪيو ويو هو. هُو هن کي چوڻ لڳو. تو کي تنبيهہ ۽ تاڪيد جي ڪا بہ کوٽ موجود نہ هئي، پر افسوس جو تون اُنهن تاڪيدن کي ڪو نہ ٻُڌو. ڇا تون انهيءَ هڪڙي ئي رستي کي رد ڪرڻ گهرين ٿو، جنهن سان ماڻهو خوشي حاصل ڪري سگهي ٿو. پر خوشنصيبي سان، جڏهن تون جدا ٿئين ٿو، تون هن ڪم ۾ پنهنجو هَٿ نہ وجهين. تو اَسان سان انجام ڪيو هو، پنهنجي واعدي سان مقرر ڪيو هو، تو اَسان کي هيءُ حق ڏنو آهي، تہ ڪنهن کي ٻَڌون يا ڇوڙيون؟ هاڻي تون اَسان کان اِنهيءَ حق جي کسڻ جو

خيال به نه ٿو ڪري سگهين. پوءِ تون اسان کي هتي ڇو پريشان ڪرڻ آيو آهين؟

”تنبيهه ۽ تاڪيد جي ڪوٺ ڪان، تنهنجو ڇا مطلب آهي؟“ اليوشا ڪانئس پڇيو.

”ڇو؟ هيءُ ته اُن جو وڏو حصو آهي، جنهن کي جيڪر پوڙهو چوڻ گهرجي.“

”داناءُ ۽ مهيب روح خود برباد ۽ محروم حيات روح“ پوڙهو چوندو رهيو عظيم رفع توسان سچ ڳالهايو ۽ اسان کي ڪتابن ۾ ٻڌايو ويو آهي، ته هــُن توکي خواهش ڏياري. ڇا ائين برابر آهي؟ ڇا هن ڪان وڌيڪ ڪا بي صداقت واري شيءِ چئي سگهجي ٿي، جا الهامي طور تي توکي ٽن سوالن ۾ ٻڌائي وئي. اِنهن مان ڪهڙن جو انڪار ڪيو هو ۽ ڪتابن ۾ ”خواهشات“ ڇاڪي سڏيو وڃي ٿو؟ اَجا به جيڪڏهن زمين تي ڪا سچ پچ عظيم ڪرامت ٿي سگهي ٿي، ته اُها اُن ڏينهن عمل ۾ آئي هئي، يعني ٽن خواهشن واري ڏينهن تي. اِنهن ٽن سوالن جي حقيقت، خود هڪ ڪرامت هئي. جيڪڏهن اِهو دليل جي طور تي تصور ڪرڻ جائز ٿي سگهي ٿو، ته اُن روح جا هي ٽي سوال ڪتابن ۾ بلڪل منجي چُڪا آهن ۽ هاڻ اَسان کي وري اُنهن کي قائم ڪرڻ گهرجي، ۽ نئين طرح ڳولڻ گهرجي ته پوءِ اَسان کي سڄي دنيا جي عقلمندن کي يڪجا ڪرڻ گهرجي. حاڪم، مکيه راهب، پڙهيل، فلاسافر ۽ شاعر. هنن جي مٿان هي ڪم رکيو وڃي ته هُو اُنهن ٽن سوالن جي ڳولا ڪن. بلڪل اِهڙي ريت، جيئن موقعي آهر هجن. پر اُنهن جو ٽن لفظن ۽ ٽن اصطلاحن ۾ اظهار هجي. هان ٽن انساني اصطلاحن ۾ سڄي انسانيت ۽ دنيا جي مستقبل جي تاريخ سمائجي وڃي. ڇا تون اِيئن وسهين ٿو، ته زمين جي سڄي عقلمندي، گڏجي، اُنهن ٽن سوالن جي برابر گهرائي ۽ طاقت ڳولهي سگهي ها، جو توکي اُن طاقتور ۽ عقلمند روح ويرانيءَ ۾ عطا ڪئي هئي؟ فقط اِنهن سوالن مان پر اُنهن جي حقيقت جي ڪرامت مان، اَسان ڏسون ٿا ته هتي اسان کي انساني ذهن سان گڏ غائب ٿي نه وڃڻو آهي، پر اسان کي لامحدود ۽ غير فاني سان گڏ رهڻو آهي. اِنهن ٽن سوالن ۾ انسان ذات جي سڄي مسلسل تاريخ اَچي ٿي وڃي. ڇاڪاڻ ته اُها سموري يڪجا ڪئي وئي هئي ۽ اڳ ۾ ٻڌائي وئي هئي ۽ اُن ۾ اُهي سڀيئي انسانيت جي تاريخ جا سيئي نه حل ڪيل اختلافي مسئلا موجود آهن. اُن وقت شايد اِهي ايترا واضح نه هئا. ڇاڪاڻ ته مستقبل جي ڪا به خبر نه هئي. پر هاڻي جڏهن پندرنهن صديون گذري چُڪيون آهن، اَسان ڏسون ٿا ته اِنهن ٽن سوالن ۾ سڀ ڪا شيءِ ايترو، ته منصفاڻي ۽ غير فاني اڳ ۾ ٻڌائي وئي آهي ۽ اُنهن کي ايترو، ته صداقت سان معمور ڪيو ويو آهي جو هاڻي اُنهن ۾ ڪنهن به بي اضافي جي گنجائش ئي نه رَهي آهي.

تون پاڻ انصاف ڪر ته ڪير صحيح آهي - تون يا هُو، جنهن توکان اُن وقت

سوال ڪيا هئا. ڀيرئين سوال کي ياد ڪر. اُن جي معنيٰ ٻـن لفظن ۾ هئين ٿينـدي: تون دنيا ۾ ايندين ۽ خالي هٿـن سان. تـو وٽ فقط آزادي جـو واعـدو هونـدو. اُن کي ماڻهو پنهنجي سادگي ۽ بي قاعدگيءَ ڪان سمجهي بـ نـ سگهيا آهن. هُـو فقط اُن کـان خوف کـائيندا رهن ٿـا. ڇاڪـاڻ تـ انسان ذات ۽ اُن جي سوسـائٽي لاءِ آزادي ۽ نجات کان سـواءِ ٻي ڪـا بـ شيءِ وڌيـڪ تسلي ڏيندڙ نـ آهي. پـر توکي هيءُ ڏسڻ گهرجي تـ هيءُ پٿر، هن ساڙيندڙ ۽ ويران آوارگيءَ ۾؟ هنـن پٿـرن کي مـانيءَ ۾ بـدلاءِ. انسان ذات تنهنجي پويان تابعداري ۽ شڪر گذاريءَ، جي حالت ۾ رڍن جـي ڌڻ وانـگر ڊوڙي پوندي. جيتوڻيـڪ هوءَ هميشـه ڏڪندي رهندي تـ متان تـون پنهنجي هٿ کي ڪَـڍي وٺين ۽ کين ماني جو انڪار ڪرين. پر تون ماڻهن کان سندن نجات ۽ آزادي کي نـ کسيندين نـ وري سندن خواهشن کي روڪيندين. تون ضرور اِهو خيال ڪندين تـ هن آزادگي ۽ نجات جـو ڪهڙو قـدر ۽ قيمت آهي، جڏهن اُن کي مـاني جي عيـوض خريد ڪري سگهجي ٿو؟ تون جواب ڏي، تـ ماڻهو فقط مانيءَ سان تـ جهـان ۾ زنده رَهي نـ ٿو سگهي، پر تون چڱي ريت ڄاڻين ٿـو تـ مـانيءَ جي واسـطي، روح تنهنجي خلاف اُٿي بيهندو. توسان جهڳڙندو ۽ تنهنجي متـان قـابض ٿـي وينـدو. سڀئي اُن جي پنيان رڙيون ڪري چوندا تـ. "هن وحشيءَ سان ڪهڙي ڀيٽ؟ هن اسان کي آسمان کـان باهه بخشش ڪئي آهي!" توکي خبر آهي تـ زمانا گذرندا ۽ انسانيت پنهنجي عـالمن جي چپن مان، اعلان ڪندي، تـ هت ڪو بـ گناهه ڪو نـ آهي ۽ اُن جي ڪـري ڪـو بـ ڏوهه نـ آهي. تڏهن هتي فقط بـاک آهي؟ ماڻهوءَ کي پيٽ ڀري کـاراءِ ۽ ان کـان گـُـڻن جي تقاضا ڪر! اِها ئي ڳالهه آهي، جا هُـو پنهنجي جهنـڊي تـي لکي، تنهنجي خلاف اُن کي بلند ڪندا. جنهن سان هُـو تنهنجي مندر کي برباد ڪري ڇڏيندا. جتي تنهنجو مندر بيٺو آهي، اُتي هڪ نئين عمارت کي تعمير ڪندا. ۽ اتـي خوفنـاڪ منـارو وري تعمير ڪيو ويندو. اُهو جيتوڻيـڪ اڳئين وانـگر تڪميـل تـي پهچـي نـ سگهنـدو. تـون شايد اُن نئين مناري کي روڪين. ڇاڪاڻ تـ تون انسان ذات جي مصيبتـن کي هـزارن سالن کان رفع دفع ڪندو رهيو آهين. اُنهيءَ اُميد سان تـ هُـو هزارن سـالن جي عذابـن کان پوءِ مناري سان گڏ اسان ڏي موٽي ايندا . هو اَسان کي وري زميـن دوز مـردن جي تهخانن مان ڳولي هٿ ڪندا. ڇاڪاڻ تـ اَسان کي هو وري عذاب ڏيندا . هُـو اسان کي ڳولي، هٿ ڪري ۽ واڪا ڪري چوندا تـ. "اسان کي کارايو. ڇاڪـاڻ تـ جن اَسان سـان آسماني باهه ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو. اُنهن آسـان کي اُها نـ پهچـائي آهي. اُن ڪـري اَسان اُن مناري جي تڪميل ڪنداسون. ڇاڪـاڻ تـ جيڪو اَسان کي کارائيندو. اَسان اُن جي ئي ڪم جو پورائو ڪنداسون. آسان کيـن تنهنجي نـالي ۾ کارائينداسون ۽ ڪـوڙ

ڪري ايئن ظاهر ڪنداسون تہ اهو، تنهنجي ئي نالي جي صدقي ۾ آهي. ها ڪڏهن بہ نہ، ڪڏهن بہ نہ. هُو اَسان ڪان سواءِ پاڻ ڪي ڪارائي سگهندا. جيستائين هُو آزاد رهندا، تيستائين ڪين ڪا بہ سائنس ڪارائي نہ سگهندي. آخر ۾ هُو پنهنجي آزادي اَسان جي پيرن ۾ ڦٽي ڪري ڇڏيندا ۽ اَسان کي چوندا تہ، "ڀلي اسان کي پنهنجو غلام بڻايو، پر اَسان کي کارايو." هُو آخر ۾ پاڻ کي سمجهندا تہ آزادي ۽ پيٽ پري ماني، سڀ جي لاءِ گڏ ۽ گڏ، تصور ۾ اَچڻ واريون شيون ئي نہ آهن. ڇاڪاڻ تہ ڪڏهن بہ هيءُ بہ شيون هڪ ٻي سان ياڳي پائيوار ٿي نہ ٿيون سگهن. هُو ڪڏهن بہ اُنهن ۾ ڪا تقسيم نہ ڪري سگهندا. هنن کي آخر مڃڻو پوندو، تہ هُو ڪڏهن بہ آزاد ٿي نہ ٿا سگهن. ڇاڪاڻ تہ ضعيف آهن، ڳڻ چور آهن، بي قيمت ۽ ٻاغي آهن. تو ساڻن آسمان جي مانيءَ جو واعدو ڪيو آهي، پر مان وري بہ دهرايان ٿو تہ ضعيفن جي اکين سان زميني ماني جي پيٽ ڪري سگهجي ٿي. بني آدم جي گنهگار ۽ ذليل قوم ذات! جيڪڏهن آسماني ماني واسطي، لکين تنهنجي پٺ ونن تہ پوءِ اُنهن لکن ۽ ڪروڙن حيوانن جو ڇا ٿيندو، جن وٽ ايتري قوت ڪا نہ آهي جو آسماني ماني جي لاءِ زميني ماني جو سهارو ونن؟ يا تہ توکي اُنهن ڪروڙن جي سنيال ڪرڻي پوندي، جي مٽي ۽ مضبوط آهن. پر اُهي لکين ۽ لاتعداد، سمنڊ جي واريءَ جي ذرڙن جيترا انسان، جي توسان محبت ڪن ٿا، اِنهن طاقتور ۽ عظيم انسانن جا فقط طفيلي ٿي رهندا؟ نہ اسان کي ڪمزورن جي بہ خبر رکڻ گهرجي. هُو جيتوڻيڪ گنهگار ۽ باغي آهن، پر آخر ۾ هُو بہ تابعدار بڻجي ويندا. هُو حيرت ۽ عجب مان اسان کي ڏسندا ۽ اَسان کي خدائن وانگر نهاريندا. ڇاڪاڻ تہ اسان اُن آزاديءَ کي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهيون، جنهن کي اُنهن ايڏو خوفائتو سمجهيو آهي. ڪين آزاد ڇڏڻ نهايت خطرناڪ ٿيندو، هنن تي حڪومت ئي ڪرڻ گهرجي. پر اسان ڪين ٻڌائيندا سون تہ اَسان تنهنجا خادم آهيون ۽ تنهنجي نالي ۾ حڪومت ڪنداسون. اسان ڪين نڄيندا سون، ڇاڪاڻ تہ توکي وري اَچڻ نہ ڏينداسون. هيءُ مڪاري اَسان جي لاءِ مصيبت بڻبي، جو تہ اَسان کي ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ زور ڀريو ويندو.

هيءُ پهرئين سوال جي تشريح آهي، جا توکي آوارگيءَ ۾ حاصل ٿي هئي ۽ هيءَ ئي تو آزادي جي خاطر رد ڪري ڇڏي آهي. جنهن کي تو هر شيءِ ڪان برتر ٿي سمجهيو. هن سوال ۾ دنيا جو وڏو راز مخفي آهي. "مانيءَ" جي انتخاب سان تون جيڪر ڪائنات کي ۽ انسانيت جي هميشہ رهندڙ آرزو کي راضي ڪري سگهين ٿو، جيئن توکي ڪو تنهنجي بندگيءَ لاءِ حاصل ٿي سگهي ها. پر جيستائين انسان آزاد آهي، هُو لاحاصل جهڳڙندو رَهي ٿو. ايترو تہ لڳاتار ۽ دڪدائڪ، جو ڪيس ضرورت

پوي ٿي تہ هُو ڪنهن جي عبادت ڪري. پر ماڻهو هميشہ عبادت لاءِ هڪيءَ جستجو ڪري ٿو تہ هو ڪنهن جهڳڙي کان بالاتر هجي. جيئن سڀ ماڻهو اُن بندگي کي هڪدم قبول ڪري وٺن. ڇاڪاڻ تہ هيءَ غمزده انسان فقط اِنهيءَ سان واسطيدار نہ آهن تہ ڪو ڪيئن ٿو عبادت ڪري، پر هُو اِهڙي شيءِ کي لهڻ گهرن ٿا تہ اُن ۾ سيني جو اعتقاد هجي، ۽ اُن جي عبادت ڪن. ضروري اِهو آهي سڀئي اُن تي متفق هجن. هي عبادت ڪندڙ برادري جي آرزو، هر هڪ ماڻهوءَ جي انفرادي طرح مکيہ پريشاني آهي ۽ سڄي انسانيت جي ابتدائي زماني کان مصيبت آهي. هن يڪسانيت جي عبادت واسطي، هنن هڪٻئي کي تلوار سان پيئي ماريو آهي. هنن پنهنجي خدائن کي بڻايو آهي ۽ هڪ ٻئي کي مقابلي جي آڇ پيئي ڪئي آهي، تہ پنهنجي خدائن کي ڇڏيو ۽ اچي اسان جن جي عبادت ڪريو. ٻي صورت ۾ اسان اوهان کي ۽ اوهان جي خدائن کي قتل ڪري ڇڏينداسون. اِهڙي ريت دنيا جي پڇاڙيءَ تائين ٿيندو رهندو. توڙي جو خدا زمين کان غائب بہ ٿي ويندا. هُو بتن جي اڳيان ساڳي ريت ڪري پوندا. تون هيءُ ڄاڻين ٿو. تون انساني فطرت جي هن بنيادي راز کي ڄاڻين ٿو پر ڇا تون اُن هڪ معصوم جهنڊي کي رد ڪري ڇڏيندين. جو توکي اُنهيءَ لاءِ آڇيو ويو هو تہ سڀئي ماڻهو فقط تنهنجي اڳيان جهڪي وڃن. اِهو آهي زميني مانيءَ جو جهنڊو. پر تو اُن کي آزادي ۽ آسماني ماني جي عيوض ۾ رد ڪري ڇڏيو. هاڻي ٻڌاءِ تہ وڌيڪ توکي ڇا ڪرڻو آهي، هاڻ وري بہ سڀ ڪجهہ آزاديءَ جي نالي ۾ ڪرڻ گهرين ٿو! مان توکي ٻڌايان ٿو تہ انسان کي هن انتظار کان وڌيڪ ٻيو ڪو بہ عذاب نہ آهي تہ هُو جيتري قدر جلد ٿي سگهي، هُو اُن آزاديءَ جي انعام کي، ڪنهن اِهڙي شيءِ کي ڏيئي ڇڏي، جنهن سان هي بدقسمت حيوان دنيا ۾ پيدا ٿيو آهي. پر فقط اُهو ئي هن کان آزادي وٺي سگهي ٿو، جو پنهنجي ضمير کي گهٽ ڪري سگهي ٿو. مانيءَ ۾ توکي اُهو جهنڊو آڇيو ويو هو، جو ڪڏهن بہ شڪست کائي نہ ٿو سگهي. ماني ڏي ۽ ماڻهو تنهنجي عبادت ڪرڻ شروع ڪندا. ڇاڪاڻ تہ مانيءَ کان وڌيڪ ٻي يقيني شيءِ ٿي ئي نہ ٿي سگهي. پر جيڪڏهن ڪو پنهنجي ضمير تي قبضو ڪري وٺي تہ هُو تنهنجي مانيءَ کي ڇڏي ڏيندو ۽ هُو اُن جي پوئتان لڳي پوندو، جنهن اُن جي ضمير کي دام ۾ آڻي وڌو آهي. هن حقيقت ۾ تون صحيح هئين. ڇاڪاڻ تہ ماڻهوءَ جي هستيءَ جو راز فقط هن ۾ نہ آهي تہ هُو فقط جيئرو رَهي پر ڪنهن جي لاءِ جيئرو رَهي. حياتيءَ جي مضبوط ذهني تصور ۽ مقصد کانسواءِ ماڻهو پنهنجي زندگي کي گذارڻ قبول نہ ٿو ڪري. هُو زمين تي رهڻ جي بجاءِ، پاڻ کي تباهہ ڪرڻ بهتر سمجهندو. توڙي ڪٿي کيس ماني ڪثرت سان ميسر هجي. اِهو سچ آهي. پر ڇا

ٿيندو؟ بجاءِ اِنهيءَ جي، جو ماڻهن کان سندس آزادي کسي وجي، تون اُن کي هميشه کان بہ عظيم تر بڻائي ڇڏيندين! توکان شايد اِهو وسري ٿو تہ ماڻهن کي صلح ۽ سانت پسند آهي ۽ موت بہ. فقط ڪيس هيءُ ڪپي ٿو تہ نيڪي ۽ بديءَ جي علم جي انتخاب ۾ ڪيس آزادي هجي. انسان جي لاءِ سندس ضمير جي آزادي کان وڌيڪ ٻي بغاوت ٿي نہ ٿي سگهي. اِنهيءَ کان وڌيڪ ٻيو مصيبتن جو ڪارڻ ٿي نہ ٿو سگهي. هاڻ، انهيءَ جي بجاءِ جو انسان جي ضمير کي هميشه آرام ڏيڻ لاءِ، ڪنهن پختي بنياد تي قائم ڪيو وڃي، پر اُنهن شين کي انتخاب ڪيو آهي، جي غير معمولي، نڪميون ۽ ڳجهارت جهڙيون آهن. تو اُنهن شين کي انتخاب ڪيو، جي تون کان انساني طاقت کان مٿي آهن. اِنهن سان تون اِيئن ٿو ڏيکارين، تہ توکي هنن سڀني جي لاءِ ڪا بہ محبت ڪا نہ آهي ۽ تون جي هتي، هنن لاءِ حياتي ڏيڻ آيو آهين. انساني آزادي تي قبضي ڪرڻ بجاءِ، تون اُن کي وسيع ڪري رهيو آهين ۽ انسان ذات جي روحاني بادشاهت کي، هميشه جي مصيبتن سان ڀري رهيو آهين. توکي انسان جي آزاد محبت جي خواهش آهي، تہ هو آزادي سان تنهنجي پُٺ وني، جيئن تون اُن کي ورغلائي پنهنجو قيدي بڻائين. قديم سخت تر قانون جي بجاءِ، انسان کي هن کان پوءِ آزاد دل سان، پنهنجي لاءِ فيصلو ڪرڻو پوندو تہ ڇا نيڪ آهي ۽ ڇا بد. تنهنجو بت فقط سندس رهنما ٿي سگهندو، پر توکي شايد هي خبر نہ آهي تہ تنهنجو بت ۽ تنهنجي صداقت رد ڪيا ويندا. هو آخر رڙيون ڪري چوندا تہ تو ۾ ڪا بہ صداقت ڪا نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ اُنهن جي لاءِ، هن کان وڌيڪ عظيم مونجهارو ۽ مصيبت ٻي ٿي نہ ٿي سگهي، جنهن کي تو مٿن، تڪليفن ۽ نہ جواب ڏيندڙ مسئلن جي صورت ۾ نازل ڪيو آهي. ڏسڻ ۾ اِيئن ٿو اچي تہ تون پاڻ پنهنجي هٿن سان پنهنجي سلطنت جي بربادي آڻي رهيو آهين. اِنهيءَ لاءِ ڪنهن ٻئي کي ڏوهہ ڏئي نہ ٿو سگهجي. اُن هوندي بہ توکي ڇا آڇيو ويو؟ ٽي طاقتون آهن فقط ٽي طاقتون، جي هنن نامردود باغين جي ضمير کي، فتح ڪري قيدي رکي سگهن ٿيون. هي طاقتون ڪرامت آهن. اسرار آهن ۽ سَنَد آهن. تون اِنهن ٽنهي کي روڪيو آهي ۽ اُن جو مثال قائم ڪيو آهي. جڏهن دانشمند ۽ مهيب روح، توکي مندر جي بلند ڪُنگري تي پهچائي، خطاب ڪيو تہ، "جيڪڏهن تو چاهڻ گهرين ٿو تہ تون خدا جو فرزند آهين، تہ پاڻ کي هيٺ آڻ. ڇاڪاڻ تہ اِهو ئي مقدس ڪتاب ۾ لکيو ويو آهي. فرشتا توکي سنڀاليندا، جو تہ متان تون پاڻ کي هيٺ ڪيرائي زخمي نہ ڪري وجهين. اِن ڪري توکي ڄاڻڻ کپي، تہ خدا جو پٽ آهين يا نہ ۽ توکي ثابت ڪرڻو پوندو، تہ تنهنجو پنهنجي مالڪ ۾ ڪيڏو نہ عظيم عقيدو آهي." ڇا پوءِ تون اُن جو انڪار ڪندين ۽ هيٺ لهي نہ

ايندين. ها توکي بيشڪ پنهنجي مالڪ وانگر فخر ۽ برتري سان اِيئن ڪرڻو پوندو. ڇا هيءُ ڪمزور ۽ باغي انسان خدا بہ ٿي سگهن ٿا؟ ها تڏهن تہ توکي خبر هئڻ گهرجي تہ تون هڪ قدم کڻڻ سان ۽ ٿوري ڇُرپُر ڪرڻ سان، تون پاڻ کي هيٺ آڻي وجهندين، تون گويا خُدا مان پنهنجو ايمان وڃائي وينو آهين. توکي اِنهيءَ ئي زمين تي ٽڪرن جي صورت ۾ اُڇلايو ويندو، جنهن کي تون بچائڻ لاءِ آيو آهين ۽ اُهو دانشمند روح جنهن توکي هن خيال تي اُڀاريو آهي، خوشي ملهائيندو. پر مان توکان وري پڇان ٿو تہ ڇا تو جهڙا بيا بہ ڪي آهن؟ ٿوري گهڙيءَ لاءِ تون اِهو اعتبار ۾ آڻي سگهين ٿو تہ ڇا انسان بہ اِهڙي حرص ۽ ترغيب جو مقابلو ڪري سگهي ٿو؟ ڇا انسان جي اِها فطرت ٿي سگهي ٿي تہ ڪرامتون پهچائيندڙ تڪليفن جي گهڙين ۾ هو فقط قلب جي آزاد فتويٰ کي ڇهتي پوي. ها توکي اِهو ڄاڻڻ گهرجي، تہ تنهنجا ڪارناما ڪتابن ۾ لکيا ويندا. اِهي پرانهين زماني ۾، زمين جي پڇاڙيءَ تائين پهچايا ويندا. توکي اُميد آهي تہ انسان تنهنجي تابعداري ۾، خدا کي ڇهتي پوندو ۽ ڪنهن بہ ڪرامت يا معجزي جي طلب نہ ڪندو. پر توکي خبر نہ آهي تہ جڏهن انسان معجزن ۽ ڪرامتن جو اَنڪار ڪري ٿو، هُو خدا جو بہ انڪار ڪري ٿو. ڇاڪاڻ تہ ماڻهوءَ کي ايتري جستجو ڪٿي آهي، جيترو خدا پُراسرار آهي. هوڏانهن جيئن تہ ماڻهو ڪرامتن کان سواءِ رَهي نہ ٿو سگهي، هُو پنهنجي لاءِ، پاڻ نيون ڪرامتون ايجاد ڪندو ۽ پنهنجي جادو ۽ طلسم جي ڪارنامن جي عبادت ڪندو، پوءِ ڇو نہ هُو هزار مرتبا باغي، بدعتي ۽ بيوفا هجي. هُن ڪيتريون ئي دانهون ڪيون ۽ توکي طعنيٰ بہ ڏنائون، پر تون صليب تان هيٺ لهي نہ آئين. هنن توکي رڙيون ڪري چيو تہ ”صليب کان هيٺ لهي اَچ ۽ اسان هاڻي يقين ٿا ڪريون تہ تون اُهو ئي آهين.“ پر تون هيٺ لهي نہ آئين. هاڻي وري تون بيهر، ماڻهن کي ڪرامتن ۾ نہ ڦاسائيندين. اِها تنهنجي آرزو آهي تہ ماڻهن کي اِهڙو عقيدو ڏيندين، جو ڪنهن ڪرامت تي رکيل نہ هجي. توکي آزاد محبت جي لاءِ آرزو هئڻ کپي، تہ اِها خواهش، جيئن هڪ غلام ڪنهن طاقتور جي سامهون، جنهن کي ڊيڄاريو ويو هجي، بيخودي ۾ گذاري ٿو. اُن ڪري توکي انسان جي لاءِ مٿانهون سوچڻ گهرجي. جيتوڻيڪ غلام آهن ۽ پنهنجي فطرت کان باغي ڇوڏاري نهاري انصاف ڪر. پندرهن صديون گذري ويون آهن ۽ اُنهن کي ڏس، تو ڪنهن کي ڪٿي پاڻ تائين پهچايو آهي؟ مان قسم کڻي چوان ٿو تہ انسان فطرتاً ڪمزور ۽ بزدل آهي. تو اُن لاءِ ڇا ڪيو آهي؟ اُن جي لاءِ ايتري عزت ڏيکاريندي بہ، تو اُن جي لاءِ اِهو ئي ڪيو آهي تہ جيئن اڳ ۾ هيو، اُئين ئي آهي. هاڻي اُن جي لاءِ احساس نہ رک. ڇاڪاڻ تہ تون اُن کان گهڻو ڪجهہ ونڻ جو

خواهشمند آهين. تون جنهن اُن کي پاڻ کان وڌيڪ پيار ڪيو آهي پر عزت گهٽ، اُن ڪري توکي اُن جي لاءِ پيڇڻ بہ ٿورو ٿي ڪپندو هو. اِها شايد وڌيڪ محبت ٻڌجي ها، جو تہ اُن جو بار ڪجهہ هلڪو ٿئي ها. هيءُ ڪمزور ۽ اَڻ گهڙيو آهي. هُو جو ڪجهہ بہ آهي، پر هاڻي جتي ڪٿي، اسان جي طاقت جي خلاف بغاوت ڪندو رَهي ٿو، ۽ پنهنجي بغاوت تي بيحد مغرور آهي. اِهو غرور، جڻ تہ هڪ بار ۽ اسڪول جي ڇوڪري جو آهي. جڻ تہ ڪي ننڍڙا ٻار آهن، جي اسڪول ۾ اُستاد جي خلاف شر ۽ شورش پيدا ڪندا رهن ٿا. پر هيءُ سندن ٻاراڻي خوشي نہ رهندي. هوءَ ڪين ڏاڍي مهانگي پوندي. هُو مندرن کي ڊاهي ڇڏيندا ۽ زمين کي رت سان پَسري ڇڏيندا. پر آخر هي بيوقوف ٻار ڏسندس تہ جيتوڻيڪ هُو باغي آهن پر نامرد باغي آهن ۽ پنهنجي بغاوت کي جاري رکي نہ سگهندا. پنهنجي بيوقوفي جي ڳوڙهن ۾ وهنجي، هُو آخر هن ڳالهہ کي قبول ڪندا تہ جنهن ڪين باغي پيدا ڪيو هو، سو ساڻن گويا مذاق ڪري رهيو هو. هُو نااُميدي ۾ تہ اِيئن چوندا، پر سندن اظهار اڳتي هلي، هن کان بہ بدتر ٿيندو. هُو ڪفر بڪيندا، جو اُنهن کي اَڃا وڌيڪ ناخوش بڻائيندو. ڇاڪاڻ تہ انساني فطرت ڪفر کي گهڻو وقت برداشت نہ ڪري سگهندي آهي ۽ پڇاڙيءَ ۾ اُن جو بدلو پاڻ کان ئي وٺندي آهي. هي بي آرامي، مونجهارو ۽ ناخوشي، هنن بدقسمت انسانن جو هاڻي لاڳ آهي، جن جي آزاديءَ لاءِ، تو گهڻو ڪجهہ برداشت ڪيو آهي. تنهنجي عظيم پيغمبر "روياءِ صادقہ" ۾ ٻڌايو آهي تہ هُن اُنهن ماڻهن کي تنهنجي پهرئين جشن ۾ ڏٺو تہ اُهي هر هڪ قبيلي مان ٻارنهن هزار هئا. جيڪڏهن هو سچ اَنداز ۾ ايترا هئا تہ هُو انسان نہ هئا پر ديوتائون هئا. وٽن تنهنجو صليب هو. هنن ڪيئي صديون ويران ۽ بک واري آوارگيءَ ۾ ماڪڙ ۽ گاهہ تي پئي گذارو ڪيو. يقيناً توکي هنن آزادي جي ٻارن تي فخر ڪرڻ گهرجي. جي آزاد محبت وارا هئا ۽ تنهنجي نالي تي آزاد ۽ خوشگوار قربانيون ڏيندا ٿي رهيا. پر توکي هي ياد رکڻ گهرجي تہ اِهي ڪي هزار مس هئا ۽ باقي ٻين جو ڇا ٿيو؟ باقي اِنهن ڪمزورن کي کهڙو ڏوهہ ڏئي سگهجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هُو برداشت نہ ڪري سگهيا، جو مضبوط ۽ طاقتور برداشت ڪري سگهيا. ڪمزور روح کي کهڙو ڏوهہ ڏئي سگهجي ٿو؟ ڇاڪاڻ تہ اِهو سندن وس کان ٻاهر آهي تہ هُو اهڙا خطرناڪ انعام حاصل ڪري سگهن. اِيئن نہ آهي تہ تون فقط اِنهيءَ لاءِ آيو آهين تہ انتخاب ڪرين ۽ بس. جيڪڏهن اِيئن آهي تہ اِهو هڪ راز آهي، جنهن کي اَسان سمجهي نہ ٿا سگهون. جيڪڏهن اِهو راز آهي تہ اسان کي بہ حق آهي تہ ڪنهن راز جو واعظ ڪندا رهون ۽ ڪين سمجهايون تہ اِها سندن دل جي آزاد فتويٰ نہ آهي، نہ وري حقيقت جي محبت

آهي، پر اُهو راز، جنهن جي اَنڌي تقليد ڪرڻي آهي، پوءِ ڇو نہ ضمير جي خلاف هجي. سو اَسان اهڙي ريت ڪندا رهون ٿا. اسان تنهنجي عمل ۾ اصلاح آندي آهي ۽ اُن جو بنياد ڪرامتن تي رکيو آهي، ها راز ۽ سند! ماڻهو خوش آهن تہ هو ٻيهر رڍن وانگر هڪليا وڃن ٿا ۽ اُن خطرناڪ انعام جنهن مٿن اِهي مصيبتون آنديون آهن، آخرڪار سندن دلين مان ڪڍيو ويو آهي. ڇا اَسان اِهو صحيح سيکاري رهيا آهيون ڳالهاءِ، ڇا اَسان انسانيت سان پيار نہ ٿا ڪريون. ڇا اسان نماڻائي سان پنهنجي ڪمزوري قبول نہ ٿا ڪريون. پيار سان سندن بار کي هلڪو نہ ٿا ڪريون. سندن ڪمزور فطرت جي باعث، ڪين گناهہ ڪرڻ جي اجازت نہ ٿا ڏيون؟ پوءِ تون ڇو وڏيڪ مونجهارو پيدا ڪرڻ لاءِ آيو آهين؟ تون ڇو خاموش ۽ جستجو انداز ۾ مون کي نهاري رهيو آهين؟ پلي غصي ٿيءُ. مون کي تنهنجي محبت نہ ٿي گهرجي، ڇاڪاڻ تہ مان توسان محبت نہ ٿو ڪريان. پوءِ ڪهڙي ضرورت پئي آهي، جو توکان مان ڪا شيءِ لڪايان؟ مون کي اِها خبر نہ آهي، تہ ڪنهن سان ٿو ڳالهايان؟ جو ڪجهہ مان توکي چوڻ گهران ٿو، اُهو توکي اڳ ۾ ئي معلوم آهي ۽ اِهو منهنجو ڪم آهي، تہ مان توکان پنهنجو راز مخفي رکان. شايد اِها تنهنجي خواهش هجي تہ اِهو تون منهنجي چپن مان ٻڌڻ گهرين. تڏهن تہ ڏيان ڏيئي ٻُڌُ. اَسان توسان سرگرم ڪار نہ آهيون پر هُن سان. اِهو ئي اَسان جو راز آهي. هي طويل آهي. اَٺ صديون گذريون. اُن وقت کان اَسان هُن جو طرف ورتو آهي نہ تنهنجو. اَٺ صديون گذريون، اَسان ڪانئس اُهو ورتو، جنهن کي تو نفرت سان رد ڪري ڇڏيو هو. اُهو پويون انعام، جو هُن توکي آڇيو هو ۽ زمين جون سيئي سلطنتون توکي ڏيکاريون هئائين. اَسان ڪانئس روم ۽ سيزر (قيصر) جي تلوار ورتي سون ۽ پاڻ کي زمين جو تنها حاڪم مشهور ڪيوسون. پوءِ ڪٿي اَسان پنهنجي ڪم کي پورو نہ ڪري سگهياسون پر اِها ڪنهن جي غلطي آهي؟ هاڻ ڪم جي ابتدا آهي پر شروع ٿي ويو آهي. تڪميل جي لاءِ گهڻو وقت ترسڻو پوندو ۽ زمين کي اَڃا گهڻو ڪجهہ سهڻو آهي. پر اسان ڪاميابي حاصل ڪنداسون ۽ سيزر بڻجي ويندا سون. پوءِ تون پويون انعام ڇو ٿو رد ڪرين. جيڪر تون اُن طاقتور روح جي پوئين صلاح قبول ڪرين ها. تون اُنهن سيني ڳالهين جي پورائي ڪرين ها. جي انسان زمين تي چاهي ٿو. يعني ڪو عبادت ڪري ها. ڪو پنهنجي ضمير کي بجا رکي ها ۽ ڪي، بنا ڪنهن اختلاف جي، ماڪوڙي جي ڍڳ وانگر بنا ڪنهن اختلاف جي، ڪائناتي اتفاق لاءِ ڪوشش ڪن ها، ڇاڪاڻ تہ اِها ٽيون نمبر ۽ آخري انسان جي آرزو آهي. انسانيت هميشہ سراسري طرح اِيئن چاهيندي آهي تہ ڪائناتي طريقن کي ترتيب ڏئي. هتي ڪيترين قومون پنهنجي عظيم تاريخ سان گذريون آهن پر جيتري

قدر هنن ترقي ڪئي، اوتري قدر ناخوش رهيون. ڇاڪاڻ تہ هُو ٻين جي نسبت تنگ دل هيون. ٻين اهو ٿي چاهيو تہ بين الاقوامي اتفاق قائم ڪيو وڃي. عظيم فاتح تيمور ۽ چنگيز خان، زمين تي طوفان وانگر آيا ۽ انسانن کي تابع بڻائڻ لاءِ وڙهندا رهيا، پر اُهي بہ ساڳيءَ ريت ڪائناتي اتحاد جا بي ضمير آرزومند نڪتا. جيڪڏهن تون دنيا تي قبضو ڪرين ها ۽ سيزر جو پڙڪيدار لباس پهرين ها تہ تون ڪائناتي سلطنت جو بنياد رکي، دنيا کي ڪائناتي آرام ڏئين ها. ڇاڪاڻ تہ دنيا تي اهڙي حڪومت ڪير ڪري سگهي ٿو. جنهن کي سندن ضمير بہ هٿ ۾ هجي ۽ ماني بہ؟ اسان سيرز جي شمشير تہ هٿ ۾ ورتي آهي. اُن کي ڪٽندي، اسان توکي رد ڪري، اُن جي پٺ ورتي آهي. هاڻي اَجا بہ زمانا ڪپن، جو آزاد خياليءَ جي لاءِ مونجهارو لهي. يعني سندن سائنس ۽ اُن جي آدمخوري گهٽجي وڃي. جيڪڏهن هنن اسان کان سواءِ بابل جو منارو تعمير ڪيو تہ يقيناً اُن جي پڇاڙي آدمخوريءَ تي ختم ٿيندي. پر پوءِ هي وحشي جانور اسان ڏي چُرڻ شروع ڪندا، اسان جي قدمن کي چٽيندا، مٿن غلاظت جا ڇندا اڇرندا ۽ رت جا ڳوڙها ڳاڙيندا. اَسان اُن جانور تي چڙهي ويهنداسون ۽ پيالي کي هٿ ۾ ڪٽنداسون، جنهن تي لکيل هوندو "راز". پر پوءِ صلح، سانت، خوشي ۽ مسرت جو راڄ انسان لاءِ اَچي ويندو. تون پنهنجي انتخاب تي فخر وٺين ٿو، پر تون فقط انتخاب تي خوش آهين، حقيقت ۽ صحيح مسرت تہ انسان کي اَسان ڏيون ٿا. هن کان سواءِ، هنن منتخب ٿيل انسانن مان، اُهي طاقتور جي انتخاب ٿي سگهيا آهن، ڪيترو نہ تنهنجي لاءِ ترسي ترسي ٿڪجي پيا آهن. هنن پنهنجي روح جي طاقت ۽ گرميءَ لاءِ، اَلائجي، ڪيترين جاين تي پاڻ کي ڦيرايو آهي ۽ اَجا ڦيرائيندا رهندا. آخر ۾ سندن پڇاڙي هيءَ ٿيندي جو تنهنجي خلاف ئي پنهنجي جهنڊي کي بلند ڪندا. تو پنهنجي هٿن سان جهنڊي کي بلند بہ ڪيو آهي؟ جيڪڏهن تون اَسان سان گڏجي رهندين تہ خوش رهندين، ڪو بہ باغي نہ رهندو ۽ تنهنجي آزادي جي اندر ڪو بہ وري برباد ٿي نہ سگهندو. ها اسان ڪين ترغيب ڏينداسون تہ هُو صحيح آزادي تڏهن حاصل ڪري سگهندا، جڏهن هُو پنهنجي آزادي صحيح ريت اَسان جي هٿن ۾ ڏيندا. پوءِ اَسان حق تي هجون يا ڪوڙ تي. هُو مڃي ويندا تہ اَسان حق تي آهيون. ڇاڪاڻ تہ هنن کي اُهي خطرا ياد ايندا، جي غلامي ۽ مونجهاري جي صورت ۾، تنهنجي آزاديءَ مٿن آندا آهن. آزادي، آزاد خيالي ۽ سائنس، ڪين اهڙي تہ پيچ ۽ خم ۾ وٺي ويندي ۽ اهڙن عجائبات ۽ رازن سان منهن ڏيندي، جو اُن مان ڪي، جي خوفناڪ باغي هوندا، پاڻ کي برباد ڪري ڇڏيندا ۽ ٻيا ڪمزور باغي هڪ ٻئي کي ناس ڪري ڇڏيندا. باقي جي ڪمزور باغي هوندا، اَسان جي قدمن ۾ اَچي ڪرندا ۽ ليلائي چوندا، تہ

توهان صحيح هئا. توهان تنها فقط اُن جي راز کي ڄاڻو ٿا. اسان توهان ڏي موٽي آيا آهيون ۽ اسان کي بچايو.

اسان کان ماني وٺندي، هُو صاف ڏسندا ته جا ماني اَسان کين ڏني آهي، سا اُنهن جي هٿن جي ئي تيار ٿيل آهي. بنا ڪنهن ڪرامت جي کين اهڙي ريت مانيءَ جو ملڻ، کين شڪر گذار بڻائيندو ۽ هُو سمجهندا ته اَسان ماني کي پٿر ۾ نه ٿا بدلايون، تنهنڪري هُو ماني کان وڌيڪ اَسان جي رويي لاءِ شڪر گذار ٿيندا. کين ياد ايندو ته ماضي ۾، اسان جي مدد کان سواءِ، توڙي جو ماني، هُو تيار ڪندا هئا، سندن هٿن ۾ پٿر بڻجي ويندي هئي. پر جڏهن ته هُو اَسان ڏي موٽي آيا آهن ته پٿر به سندن هٿن ۾ ماني بڻجي ويا آهن. آهستي آهستي هُو مڪمل طرح تابعداريءَ جي قيمت سمجهندا! پر جيستائين انسان هِن کي نه سمجهيو آهي، هُو ناخوش ٿي رهندا. پهرين ته هاڻي سندن بيخبري لاءِ ڪنهن کي ڏوهه ڏئي سگهجي ٿو. ڳالهاءِ، ڳالهاءِ. ڪنهن هنن ڏٽن کي بي راهه ڪيو ۽ اڻ ڄاتل رستي تي موڪلي ڏنو؟ پر هيءَ ڏڻ وري اَڇي ڪَڏبا ۽ تابعداري جو اظهار ڪندا ۽ اهو آخري موقعو هوندو. پوءِ اسان کين نماڻن ساهوارن وانگر، جيئن سندن فطرت آهي، خوشي ڏينداسون. آخرڪار اَسان کين ترغيب ڏينداسون ته هُو مغرور نه ٿين. ڇاڪاڻ ته تو هنن کي مٿي کنيو آهي ۽ مغرور بڻايو آهي. اَسان کين ديکا ڏينداسون ته هُو ڪمزور آهن ۽ فقط غمزده ٻار آهن. پر ٻاراڻي خوشي سڀ کان شيرين ٿيندي آهي. هُو بزدل ٿي پوندا ۽ اَسان ڏي نيڻ کڻي واجهائيندا ۽ خوف کان اسان کي قريب ٿين جي ڪوشش ڪندا. جيئن چوزا ڪڪڙ جي حالت ۾ ڪندا آهن. هُو اَسان کي عجب مان نهاريندا ۽ اَسان جي سامهون خوفزده ٿي رهندا. اسان جي مٿان، اسان جي طاقتور ۽ عقلمند هئڻ سبب فخر وٺندا ته اسان هزارن ۽ لکن شورش پسند ڏٽن کي ڪيئن تابع ڪيو آهي. هُو اسان جي غصي جي اڳيان نامردي کان ڏڪندا، سندن دليون خطري سان پرجي وينديون ۽ هُو رنن ۽ ٻارن وانگر ڳوڙها ڳاڙيندا رهندا، پر هُو هن لاءِ به تيار رهندا ته اسان کان نشاني ملندي ئي، کلڻ شروع ڪري ڏين، خوشيون ڪن ۽ ٻاراڻا گيت ڳائن. هائو اَسان کين ڪم تي لائينداسون، پر سندن واندڪائي جي گهڙين ۾ اسان سندن زندگي کي ٻاراڻي راند بڻائينداسون، جن ۾ ٻاراڻا گيت، ۽ معصوم رقص هوندو. اَسان کين گناهه ڪرڻ جي اجازت ڏينداسون، ڇاڪاڻ ته هُو ڪمزور ۽ بي يار آهن. هُو اَسان کي ٻارن وانگر پيار ڪرڻ شروع ڪندا، ڇاڪاڻ ته اَسان کين گناهه ڪرڻ جي اِجازت ڏينداسون. اَسان کين ٻڌائينداسون ته اُهو گناهه جو اسان جي اِجازت سان ڪيو ويندو، اُن جو ڪفارو ڏنو ويندو. اسان کين گناهه جي اِجازت انهيءَ ڪري ڏينداسون جو ساڻن اَسان جي

محبت آهي ۽ انهن گناهن جي سزا، اسان پنهنجي ونڊاسون. اهڙي ريت خدا جي سامهون، سندن گناهن جي ذميداري ونڻ سبب، هُو اسان کي پنهنجي لاءِ شفاعت ڪرڻ وارا سمجهندا ۽ پوءِ ڪو بہ ڳجهہ اسان کان لڪيل نہ رکندا. اسان کين اجازت ڏينداسون تہ هُو پنهنجي زالن ۽ داشتہ عورتن سان گڏ رهن. پوءِ کين ٻار ٿئي يا نہ. اهو سندن تابعداري ۽ نہ تابعداري تي منحصر هوندو. هُو اسان وٽ وڏي خوشي ۽ راحت مان پيش پوندا. اُهي اسان وٽ پنهنجي ضمير جي پُر درد ڳُجهن کي آڻيندا ۽ اَسان کين انهن سڀني ڳالهين جا جواب ڏينداسون. هُو خوشي مان اَسان جي جوابن تي يقين آڻيندا، ڇو تہ اهي کين وڏي انتظاري ۽ خطرناڪ مصيبت کان بچائي ونندا، جي هُو، هاڻي پنهنجي آزاد راءِ جي باعث برداشت ڪندا رَهن ٿا. هُو سڀيئي خوش هوندا، اهي لکين ساهوارا، سواءِ ٿورن هزارن جي، جي مٿن حڪومت ڪندا. فقط اسان جي اُن راز جي نگهباني ڪريون ٿا، ناخوش هونداسون. لکين ڪروڙين انسان خوش هوندا، فقط ٿورا هزار ناخوش هوندا، جن پنهنجي سَر تي نيڪي ۽ بدي جي علم جي ڄاڻ جو پٽَ پاراتو ڪنيو آهي. اُهي تنهنجو نالو وٺي، آرام ۽ سانت سان جهان مان موڪلائي ويندا ۽ پوءِ قبر جي پريان ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڏسندس، پر موت! پوءِ بہ اَسان اُن راز کي سانديينداسون ۽ سندن خوشي جي لاءِ، کين آسماني انعامن ۽ حيات جاوداني سان پرچائيينداسون. جيڪڏهن ٻئي جهان ۾ ڪا شيءِ هوندي بہ تہ يقيناً هنن جهڙي نہ هوندي. هي پيشنگوئي موجود آهي تہ تون وري فاتحا ٿي ايندين. تون پنهنجي منتخب ۽ طاقتور گروهہ سان ايندين، پر اسان چونداسون تہ هنن فقط پاڻ کي بچايو آهي، پر اَسان سڀني کي. اسان کي ٻڌايو ويو آهي تہ اُها فاحشہ جا وحشي جانور جي مٿان سوار آهي ۽ ڳجهن کي پنهنجي هٿن ۾ جهلي ٿي، اُن کي ندامت ۾ وڌو ويندو. يعني ڪمزور وري اُٿي بيهندا ۽ پنهنجي شاهي جوڙي کي لاهي ڇڏيندا ۽ پنهنجي مڪروهہ ۽ عريان جسم جي نمائش ڪندا. اُن وقت مان اُٿي بيهندس ۽ توکي ظاهر ڪري ڏيکاريندس تہ ڪروڙين اهڙا خوشنصيب بہ آهن، جن گناهہ ڄاتو ئي نہ آهي ۽ اَسان، جن سندن گناهن کي پنهنجي سر ورتو آهي، توکي چونداسون تہ، "جيڪڏهن تون ڪجهہ بہ نہ ٿو ڪري سگهين ۽ همٿ ڪا نہ اَٿئي تہ اَسان جي بابت غور ڪر." توکي هيءَ خبر هئڻ گهرجي، تہ توکان مون کي ڪو بہ خوف نہ ٿو ٿئي. توکي هيءَ بہ خبر هئڻ گهرجي تہ مان تو وانگر آوارگيءَ ۾ رُليو آهيان. مان پاڻ وٽن جي پاڙن ۽ پنن ۽ ماڪڙ تي گذران ڪيو آهي. مون کي پاڻ اُها آزادگي انعام ۾ حاصل ٿي آهي، جنهن مان تو انسانن کي نوازيو آهي. مان پاڻ تنهنجي منتخب ٿيل انسانن سان جهڳڙندو رهيو آهيان. اُنهن طاقتور ۽ مضبوط انسانن جي وچ ۾ عدد کي وڌائڻ لاءِ

ڪوشش ڪندو رهيو آهيان. مان ماڻهن کي جاڳايو آهي، ۽ ڪنهن بہ جنون جو مظاهرو نہ ڪيو اٿم. مان پوئتي موٽي، اُن رتبي وارن سان شامل ٿيو آهيان، جن تنهنجي عمل جي اصلاح ڪئي آهي. مان معذور کي ڇڏي نماز وارن ڏي ويس، انهيءَ لاءِ تہ نماڻن کي راحت حاصل ٿئي. جو ڪجهہ مان توکي چوان ٿو، اُهو گذري ويندو ۽ اسان جي سلطنت تيار ٿي ويندي. مان وري دهرايان ٿو تہ سڀاڻي تون اُهو نيازمند ڌڻ ڏسندين، جو مون کان حڪم ملڻ تي، هُو توکي باهہ جي ڍڳ تي آڻي، لوهي شيخن سان جلائيندا. اُها توکي انهيءَ جي لاءِ سزا هوندي، جو تو، اسان جي ڪم ۾ اَچي رڪاوٽون وڌيون آهن. سڀاڻي مان توکي باهہ ۾ جلائيندس."

ايون خاموش ٿي ويو. هُو، ڳالهائيندي ڳالهائيندي جوش ۾ پرجي ويو هو، جڏهن هن پنهنجي گفتگو پورا ڪئي تہ مُشڪڻ لڳو.

اليوشا ڪيس خاموشيءَ سان ڏيان ڏيئي ٻُڌندو رهيو. گفتگوءَ جي آخر ۾ متس بيحد اَثر پيو. هُن ڪيترائي دفعا وچ ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر پاڻ کي روڪي ٿي ورتائين. هاڻي سندس الفاظ تيزيءَ سان نڪرڻ لڳا.

"پر هي سڀ واهيات هو." ايئن چوندي هُو ڳاڙهو ٿي ويو. تنهنجو نظم حضرت مسيح جي ساراهہ ۾ آهي نہ سندس خلاف. جيڪڏهن اُن جو ڪو مطلب ٿي سگهي ٿو تہ. پر توتي نجات ۽ آزادي جي بابت يقين ئي ڪير ڪندو؟ ڇا اُن جي سمجهڻ جو اِهو ئي طريقو آهي؟ مذهبي ديول جو اهو تہ مطلب نہ آهي.... اهو روم آهي، پر سچو روم تہ ايئن نہ هوندو. هي سڀ ڪوڙ آهي. هُو ڪئٿولڪ بيحد بدنام آهن. ديول جا انتقام وٺندڙ آهن ۽ يسوعي آهن. انهيءَ ۾ ڪو عجب نہ آهي پر تنهنجي ديول جي حساب جي عظيم محقق جهڙو، ڪو جنوني ڪو نہ هوندو. انسانيت جا اُهي ڪهڙا گناهہ آهن، جي هُو پنهنجي سر تي وٺڻ گهري ٿو؟ اُهي ڪهڙا رازدان آهن، جن پنهنجي مٿان، انسانيت جي خوشي لاءِ سڀ مصيبتون ورتيون آهن؟ اُنهن کي ڪڏهن ڏٺو ويو آهي؟ مان يسوعين کي سڃاڻان ٿو، اُنهن بابت ٻُرو ڳالهايو ويندو آهي پر اُهي اهڙا بڇڙا نہ آهن. جيئن تو سندن بيان ڪيو آهي؟ اُهي ايئن نہ آهن. قطعي ايئن نہ آهن. هُو فقط رومي سپاهين وانگر آهن. جي دنيا جي آئنده شهنشاهت لاءِ پاڻ پتوڙين ٿا. اِهو انهن جو اصول ٿي سگهي ٿو، مگر اها ڪا رازداري نہ آهي، نہ وري ڪا انهيءَ جي بابت ڪا مٿانهين افسردگي موجود آهي. اِهو فقط طاقت جو هوس آهي ۽ غليظ حڪومت جي منور ٿي جو فائدو. هڪ ڪائناتي غلامي جي اندر پاڻ کي ملڪ جو مالڪ سمجهڻ. فقط انهن ڳالهين لاءِ ئي هي ڪوشان آهي. هو شايد خدا ۾ بہ ايمان نہ ٿا رکن. تنهنجو مصيبت زده حسابدان صحيح معنيٰ ۾ جنوني آهي."

ايون کلندي چيو تہ، ”ترس، ترس، ڪيترو نہ تون گرم ٿي ويو آهين! تون هن کي جنون سڏين ٿو، تہ ايئن هوندو. بيشڪ اِهو جنون آهي. پر مون کي هيئن چوڻ جي اجازت ڏي، تہ ڇا تون هن کي ايئن سمجهين ٿو، تہ رومن ڪئٿولڪ تحريڪ، گذريل صدين کان ڪجهہ بہ نہ آهي، پر طاقت جو هوس ۽ زمين جي قوت جو فائدو؟ اِها ئي راهب پاڀسي جي سکيا آهي؟“

ءِ نہ، پر اُن جي خلاف راهب پاڀسي، هڪ ٻيري ڪجهہ ايئن چيو ٿي، جيئن تون.... بيشڪ اِها ايتري ساڳي ڳالهہ نہ هئي. ۽ اليوشا جلديءَ ۾ پاڻ کي صحيح ڪيو.

”نهايت قيمتي قبوليت، جيتوڻيڪ اُن سان گڏ، هي لفظ بہ آهن، تہ ايتري ساڳي حقيقت نہ هئي. مان توکان پڇان ٿو، تہ ڇو تنهنجا يسوعي ۽ ديول جو حسابدان، بيهوده مادي فائدي لاءِ، پاڻ ۾ متفق ٿيا آهن؟ ڇو اِنهن جي اندر ڪو بہ اِهڙو قرباني ڏيندڙ موجود نہ آهي، جو ڪنهن وڏي غم جو ايذايل هجي ۽ انسانيت کي پيار ڪري؟ تون اِهو سوچ، تہ جيڪڏهن اِنهن ۾ هڪڙو ئي ماڻهو اِهڙو هجي، جو مادي طاقت جي هوس کان عليحده هجي ۽ منهنجي قديم حسابدان وانگر، هن رڻ پٽ جيان سندس پاڙون ڪاڏل هجن ۽ پنهنجي گوشت ۽ پوست کي ايذو تہ سُکايو هج ي، جو پاڻ کي مڪمل ۽ آزاد بڻائي سگهي. جيتوڻيڪ هُو سچي حياتي انسانيت سان پيار ڪندو رهيو ۽ اوچتو سندس اکيون پنجي وجن تيون ۽ هُو ڏسي ٿو، تہ آزادي ۽ تڪميل تہ ڪا وڏي اخلاقي جرئت ڪانہ آهي. ساڳي وقت ايئن بہ ڪو خيال ڪري تہ هي ڪروڙين خدا جا پيدا ڪيل ساهوارا، ڪي عبث شيون نہ آهن پر هُو ڪڏهن بہ پنهنجي آزاديءَ کي استعمال ڪري نہ سگهندا ۽ جي غريب باغي انسان ڪڏهن بہ ديون ۾ بدلجي نہ سگهندا، جو مناري جي تڪميل ڪري سگهن. هنن بدڪن جي لاءِ جن عظيم با اُصول شخصيتن خواب ڏٺو هو، تہ هي راحت جا حقدار آهن، سي هي نہ آهن. هي سڀ ڪجهہ ڏسي بہ هنن کان هُن منهن مٺايو ۽ چالاڪ ماڻهن سان وڃي گڏيو. ڇا سچو قصو ايئن نہ ٿئي ها.“

”هو ڪنهن سان وڃي گڏيو ۽ اِهي ڪهڙا چالاڪ ماڻهو هئا؟“ اليوشا هوش ڪان نڪري رڙ سان چيو. هنن وٽ ايڏي عظيم چالاڪي، راز ۽ اسرار ڪٿي آهن. ڪجهہ نہ پر لاديني، اِهوئي سندن سچو راز آهي. تنهنجي ديول جو حسابدان، خدا جو انڪاري آهي ۽ اِهو ئي سچو راز آهي!“

”ڇا ايئن آهي! آخرڪار تو اِها قبوليت ڏني. اِهو صحيح آهي ۽ اِهو ئي سچو پڇو راز آهي. پر اِهو عذاب نہ آهي، سو بہ اُن ماڻهو لاءِ، جنهن پنهنجي سچي حياتي رڻ پٽ ۾ وڃائي هجي ۽ اُن هوندي بہ سندس انسانيت جي صحتمند محبت ۾ ڪو بہ

لوڏو نہ آيو هجي؟ هُو هن صحيح فيصلي تي پهچي ٿو، تہ عظيم پوائٽن روحن جي مشوري سان، هُو ڪنهن بار ڪٽندڙ جهڙي حياتي ڪمزورن، فسادين ۽ غير مڪمل ساهوارن لاءِ تيار ڪري سگهي ٿو، جي مذاق ۾ پيدا ڪيا ويا هئا. اُن ڪري هُو قبول ڪري ٿو، تہ هن ڪي داناءَ روحن، يا بربادي ۽ خوف جي روحن جي صلاح جي پٺ ونڻ گهرجي. اُن ڪري هُو ڪوڙ ۽ نڱيءَ کي چاهي ٿو ۽ انسانن کي چاٽي بجهي موت ۽ بربادي ڏي وني وجي ٿو. ڪين ايڏو تہ نڱي ٿو، جو سچي واٽ ۾ هي غريب انڌا ساهوارا اهو سوچي ئي نہ ٿا سگهن، تہ ڪين گمراهہ ڪيو وجي ٿو. هُو تہ پاڻ کي سُکيا ٿا سمجهن. اهو بہ خيال ڪر تہ هيءَ سچي نڱي اُن جي نالي سان ڪئي وجي ٿي، جنهن جي اُصولن ۾ پوڙهو سچي حياتي وڏي شوق مان يقين رکندو ٿي آيو. چا اها المناڪ حقيقت نہ آهي. جيڪڏهن هڪڙو ئي سچي فوج مان طاقت جي هوس سان باهر نڪري اُچي ۽ ناپاڪ فائدي کي حاصل ڪري گهري تہ اُهو هڪ المئي کي بٺائڻ لاءِ ڪافي نہ آهي؟ اِنهيءَ وڌيڪ، هڪ اِهڙو ئي ماڻهو، اهڙن ئي خيالن سان ۽ رومي چرچ جي اعتقادن، پنهنجي فوجن ۽ يسوعين سان اِهڙي فضا پيدا ڪري نہ ٿو سگهي. مان توکي صاف ٻڌايان ٿو تہ منهنجو يقين آهي تہ هر تحريڪ ۾ جي ماڻهو شامل ٿين ٿا، اُنهن ۾ ڪي اِهڙا ماڻهو ضرور آهن. ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ خود رومي پوپن جي اندر اهڙا ماڻهو هجن. ڪنهن کي ڪهڙي خبر تہ اُن چاچي پوڙهي روح وانگر، جنهن انسانيت کي پنهنجي طريقي سان ننر تي پيار ڪيو ٿي، موجوده پوڙهن جي گروهہ ۾ موجود هجن. اهي اتفاقي نہ آهن پر پنهنجي قبوليت وارا آهن. هنن گهٽو اڳي، اُن راز جي حفاظت لاءِ پنهنجي جماعت بٺائي هوندي تہ، جيئن ڪمزورن ۽ ناخوش انسانن کان لڪائي، اُن وسيلي سان ڪين خوش ڪيو وجي. بي شڪ ايئن آهي ۽ ايئن ئي ٿي سگهي ٿو. مون کي تعجب ٿو لڳي تہ فري ميسن (هڪ مذهبي فرقو) وارن جي تهہ ۾ بہ اِهڙو ئي راز آهي. اِهو ئي سبب آهي جو ڪئٿولڪ، فري ميسن کي پنهنجو رقيب سمجهي، سندن خيالن جي اتفاق کي ٽڪرا ڪندا رهن ٿا، هوڏانهن هيءُ بلڪل ضروري آهي، تہ ڌڻ هڪ ٿيڻ گهرجي ۽ ڌنار هڪ. پر جنهن رستي سان مان پنهنجي خيال جو بچاءُ ڪري رهيو آهيان، پنهنجي ۽ تنهنجي تنقيد لا، هڪ بي صبر مصنف هجان، بس اهو ڪافي آهي."

"تون پاڻ فري ميسن آهين!" اليوشا ڳالهائڻ شروع ڪيو. "تون خدا کي نہ ٿو مڃين." هُن نهايت ڏک مان اِهي لفظ چيا. هن کي عجب لڳو تہ سندس ڀاءُ ڪيس طنز مان ڏسي رهيو هو. هن منهن هيٺ ڪري چيو تہ "تنهنجو نظم ڪهڙيءَ ريت پورو ٿئي ٿو يا پوري ٿي وئي؟"

"مان جيڪر اُن کي هيئن پورو ڪريان. جڏهن ديول جي حسابدان، ڳالهائڻ پورو ڪيو تہ ڪجھ وقت جواب لاءِ قيديءَ کي نهارڻ لڳو. سندس خاموشي اُن جي لاءِ بار بڻجي پئي. هن ڏٺو هو تہ قيدي نهايت ڏيان سان اُن کي ٻـُـڌي رَهيو هو ۽ سندس چهري ۾ نهاري رهيو هو، پر هُو جواب ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو. پوڙهو ڪجھ وقت سندس انتظار ڪرڻ لڳو تہ ڪجھ چوي، پوءِ ڪٿي اُهو ڪوڙو يا منو هجي. اوچتو هو ماٺ ماٺ ۾ نهايت نرمائيءَ سان پوڙهي وٽ پهتو. ۽ سندس خون کان سواءِ چپن کي چميائين. اهو ئي سندس جواب هو. پوڙهو ڏڪي ويو. سندس چپ چُرڻ لڳا. هن دروازي کي کوليو ۽ کيس چيائين تہ وڃ ۽ وري نہ اچجانءِ. ڪڏهن بہ نہ اچجانءِ، ڪڏهن بہ نہ. هن کيس اونداهي شهر جي گهٽين جي ور وڪڙن ۾ ڇڏي ڏنو ۽ قيدي هليو ويو."

"۽ پوڙهو؟"

"اُها چمي، سندس اندر ۾ چمڪي، پر پوڙهو پنهنجي خيال کي جهٽيو رهيو."

"۽ تون بہ اُن سان گڏ." اليوشا غم مان چيو ۽ ايون کلندو رهيو.

"اليوشا، چو، هيءَ سڀ بيوقوفي جي ڳالھ آهي. هيءَ نظم ڪنهن بہ مطلب کانسواءِ، هڪ بنا مطب شاگرد جي تصنيف آهي، جو ٻہ سٽون بہ شعر جون لکي نہ سگهندو آهي. تون هن کي ايڏو معنيٰ دار ڇو ٿو سمجهين؟ تون يقين سان سمجھ تہ مان سڌو يسوعين ڏي ڪو نہ ٿو وڃان، جي هن جي عمل ۾ اصلاح آڻيندا رهن ٿا. خدا ڄاڻي ٿو تہ منهنجو اُنهن سان ڪو بہ واسطو نہ آهي. مان توکي ٻڌايو آهي تہ مان ٽيهن سالن تائين حياتي گذارڻ گهران ٿو. پوءِ اِهو پيالو زمين تي هٽي پچي ڇڏيندس."

"تون تہ تر ۽ تازه پنن، قيمتي قبرن، نيري آسمان ۽ عورت کي محبت ڪندو آهين! پوءِ تون ڪيئن رَهي سگهندين ۽ اُنهن کي ڪيئن پيار ڪندين؟" اليوشا ڏک مان کيس چيو."جڏهن تہ تنهنجي دل ۽ دماغ ۾ اِهو دوزخ موجود آهي تہ تون ڪيئن گذاري سگهندين؟ نہ، تون اِنهيءَ لاءِ ئي وڃي رهيو آهين تہ اُنهن سان وڃي گڏجين... جيڪڏهن تو ايئن نہ ڪيو تہ پاڻ کي ماري وجهندين ۽ پنهنجي پڄاڙي ايئن آڻيندين."

سڀ ڪنهن ڳالھ جي خاتمي آڻڻ لاءِ طاقت ڪپندي آهي." ايون ٿڪي ڪِلَ سان چيو.

"ڪهڙي طاقت؟"

"ڪرامازوف جي طاقت - ڪرامازوف جي بنيادي طاقت."

"يعني، زنا ۾ مبتلا ٿي وڃڻ ۽ پنهنجي روح کي غلاظت سان آلودو ڪرڻ، ايئن نہ."

"ايئن بہ ٿي سگهي ٿو.... هي فقط ٽيهن سالن تائين هوندو ۽ اُن کان پوءِ مان ترڪ ڪندس."

”پر تون اُن کي، ڪيئن ترڪ ڪندين؟ تہ تنهنجي خيالن موجب اِهو ناممڪن آهي.“

”وري بہ ڪرامازوف جي طريقي سان.“

”تنهنجو مطلب آهي تہ هر ڪا شيءِ قانون سان ٺڳل آهي - اِيئن نہ؟“

ايون بدمزاج بڻجي ويو ۽ اوچتو پيلو ٿي ويو.

”اڙي تو ڪالهہ واري اصطلاح کي هٿ ڪيو آهي، جنهن ميوسوف کي رنج ڏنو هو. جنهن کي دمتري، وسارڻ گهريو ۽ اُن جي تشريح ڪئي.“ هُو لرزندي مشڪيو هائو. جيڪڏهن تون چاهين ٿو تہ سڀ ڪا شيءِ قانون سان واسطو رکي ٿي. جنهن وقت کان ونی تو هيءُ لفظ چيو آهي، مون کي اُن کان انڪار نہ آهي ۽ مِتيا جي تشريح بہ ڪا خراب نہ آهي.“

اليوشا خاموشيءَ مان کيس ڏٺو.

”مان خيال ڪيو هو تہ هاڻ وڃڻ کان اڳ ۾ توسان ضرور ملان.“ ايون اوچتو اُميد جي خلاف، جذبات سان چيو. ”پر هاڻي مان ڏسان ٿو تہ پيارا سنياسي تنهنجي دل ۾ منهنجي لاءِ جاءِ ڪانہ آهي. اِها اُصولي ترڪيب تہ سڀ ”قانون پٽاندڙ“ آهي، مان اُن کي پاڻ کان جدا ڪري نہ ٿو سگهان. ڇا تون مون کي اِنهيءَ ڪري جدا ڪري ڇڏيندين. هائو؟“

اليوشا اُٿيو ۽ اُن ڏي ويو ۽ آهستگيءَ سان اُن جي چپن تي چمي ڏنائين.

هي ڏسي ايون بيحد خوش ٿي چيو تہ، ”هيءَ تہ منهنجي مضمون جي چوري آهي. تو هيءُ منهنجي نظم مان چورايو آهي. اُن هوندي بہ اوهان جي مهرباني. اليوشا اُٿي، اَسين ٻئي موڪلايون ٿا.“

ٻئي ٻاهر نڪري ويا. پر اُن تفريح گاهہ جي دروازي تي ٻئي بيهي رهيا.

ايون پنهنجي فيصلي ڪندڙ آواز ۾ چوڻ لڳو تہ ”ڏيان ڏيئي ٻُڌ اليوشا، جيڪڏهن مان ڪنهن سلسلي نندڙي پن جي سچ پچ ڪاڻ ڪڍڻ گهري بہ، تہ مان فقط توکي ياد ڪري، اُن سان محبت ڪندس. منهنجي لاءِ هي ڪافي آهي تہ تون هتي ڪاٿي منهنجي لاءِ موجود آهين. اُن جي ڪري، مان پنهنجي حياتيءَ جي هوس کي ڪو نہ وڃائيندس. ڇا اِهو تنهنجي لاءِ بہ ڪافي نہ آهي؟ تون هن کي، جيڪڏهن پسند اچيئي تہ محبت جو اعلان سمجهہ. هاڻي تون ساڄي وج ۽ مان کابي ويندس. اهو ڪافي آهي. ڇا تون اِهو ڪافي ٻڌين ٿو. منهنجو مطلب آهي تہ جيڪڏهن مان سياڻي نہ وجي سگهيس. (مان خيال ڪريان ٿو تہ سياڻي ضرور ويندس) تہ وري پاڻ ۾ ملنداسون. هن مضمون تي وري هڪ لفظ بہ وڌيڪ نہ ڳالهائج. مان توکي پنهنجي لاءِ ۽ دمتريءَ لاءِ اِهو ئي عرض ڪريان ٿو.“ اوچتو هن غصي ۾ اَچي وڌيڪ چيو تہ ”مان

توکي خاص طرح چوان ٿو تہ مون سان وري نہ ڳالهائج. هنن ڳالهين ڪي تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي ۽ ورائي ورائي، ڇا ائين نہ آهي؟ مان هن جي عيوض ۾ توسان هڪ انجام ڪريان ٿو. ٽيهن سالن جي عمر ۾ مان جڏهن پيالي کي زمين تي هٽندس، مان جتي بہ هوندس، توسان اچي هڪ دفعو وڌيڪ ڳالهائيندس. ڀلي ڪٿي مان آمريڪا ۾ ڇو نہ هجان، پر توکي هن جي بابت يقين هئڻ کپي. مان ڪنهن مطلب سان ايندس ۽ توسان ملاقات ڪرڻ دلچسپي جو باعث ٿيندي. هيءَ حقيقت ڏسڻ منهنجي لاءِ بيحد مزيدار ٿيندي تہ تون اُن وقت ڪهڙي حال ۾ آهين. توسان منهنجو اهو مضبوط واعدو آهي، پوءِ ڀلي اسان هڪبئي کان ست سال يا ڏهہ سال جدا ٿي وڃون. اچ، تون هاڻي پنهنجي مربي ڏي وڃ، جو هاڻي مري رَهيو آهي. جيڪڏهن هُو تو کان سواءِ مري ويو تہ تون مون تي انهيءَ لاءِ ڪاوڙ ڪندين تہ مان توکي هت ترسائي ڇڏيو. خدا حافظ. هڪ دفعو وڌيڪ مون کي پيار ڪر. اِجهو هي ساڄو پاسو آهي ۽ هاڻي وڃ."

ايون اوچتو ڦريو ۽ پوئتي ڏسڻ کانسواءِ هليو ويو. هي ساڳيو وقت هو، جڏهن دمتري کان اليوشا جدا ٿيو هو. سندن اُها علحدگي ٻي قسم جي هُئي. پر اُن جي مشابهت ۾ هاڻي، عجيب قسم جو تير، موقعي جي مناسبت سان اليوشا جي دل ۾ لڳي، سور ۽ غم پيدا ڪري رهيو هو. هُو ٿورو ترسيو ۽ پنهنجي ڀاءُ کي ڏسندو رَهيو. هن اوچتو ڏٺو تہ ايون جڻ گهمڻ ۾ لڏندو وڃي ٿو ۽ سندس سڄو ڪلهو، ڪبي کان گهٽي هيٺ ٿو ڏسڻ ۾ اَچي. هن ڪيس ڪڏهن بہ اڳي ائين نہ ڏٺو هو. پر اوچتو هي بہ ڦريو ۽ ڊوڙندو خانقاهہ ڏي ويو. هاڻي اوندهہ ٿي چُڪي هئي ۽ هُو خوفزده ٿي ويو هو. ڪا نئين ڳالهہ سندس قلب ۾ پيدا ٿي رَهي هئي، جنهن جو هُو اَندازو لڳائي نہ ٿي سگهيو. اڳئين شام وانگر هوا وري لڳڻ شروع ٿي هئي، ۽ قديم بلوط جو وڻ، هڪ ٻي سان ڄڻ تہ اُن بابت، اُداسائي ۾ ڳالهيون ڪري رهيا هئا. عين اُن وقت هُو سنياسين جي جاءِ ۾ گهڙيو. هُو پيٽر سيرافيڪوس جي طرف ڊوڙيو، جو نالو هن پنهنجي مربي لاءِ، ايون کان ٻُڌو هو. اليوشا عجب ۾ پئجي ويو.

"ايون، غريب ايون، وري الائجي مان هن کي ڪڏهن ڏسندس....؟ هي آهي سنياس. ها ها هي پيٽر سيرافيڪوس آهي. هُو مون کي بچائي وٺندو، سنياس کان ۽ هميشہ لاءِ."

هن پوءِ ڪيترائي دفعا هن ڳالهہ تي عجب کاڌو تہ هن ايون کان جدا ٿيندي، پنهنجي ڀاءُ دمتريءَ کي مڪمل طرح وساري ڇڏيو هو. جيتوڻيڪ هن اڄوڪي صبح جو پورو اِرادو ڪيو هو تہ هن کي ڳولهي لهندو ۽ جيستائين ساڻس نہ ملندو، تيستائين خانقاهہ ڏي نہ موٽندو، پوءِ ڀلي تہ رات ٿي وڃي.

باب ڇهون

# ٽورو اونداهون وقت

ايون، اليوشا کان جدا ٿي، سڌو فيودور پاولوچ جي گهر ڏانهن روانو ٿيو. پر هيءَ عجب جي ڳالهه هئي، جو راهه ۾ منجهس اڻ سهڻ جهڙي پريشاني پيدا ٿي، جا گهر ڏانهن ويندي، سندس هر قدم تي گهٽجي ٿيندي وئي. هيءَ پريشاني، هن جي لاءِ ڪا نئين نه هئي. پر عجب جهڙي ڳالهه هيءَ هئي ته ايون اُن جو ڪو به سبب ٻُڌائي نه ٿي سگهيو. هُو اڳ به ڪيئي ڀيرا گهر ويندي، پريشانيءَ ۾ مبتلا رَهيو هو. اُن ڪري هِن وقت به سندس انتظار جو ڪو به سبب نه هو. جيتوڻيڪ هُو دل شڪسته ٿي موٽيو هو ۽ اُن ڏينهن هڪ اڻ ڄاتل نئين مستقبل ۾ داخل ٿيڻ لاءِ تياري ڪري رَهيو هو. جيتري قدر ٿي سگهيو ٿي، هن وري پاڻ کي تنهائي ۾ رکڻ گهريو ٿي. جيتوڻيڪ کيس پنهنجي حياتي بابت ڍِڏيون اُميدون هيون، پر هُو پنهنجي اُميدن ۽ خواهشن بابت ڪو به واضح حساب ڪتاب لڳائي نه سگهيو.

جيتوڻيڪ اُن گهڙيءَ ۾ نين ۽ اڻ ڄاتل اُميدن سندس دل ۾ گهر ڪري ورتو هو، پر جا شيءِ کيس تڪليف ڏئي رَهي هئي، سا ڪجهه علحده پئي لڳي. هن عجب ڪائي پاڻ کي چيو ته ”مون کي پنهنجي پيءُ جي گهر کان نفرت آهي. بيشڪ مان هن کان ايترو ته بيزار آهيان، جو جيتوڻيڪ هيءُ آخري ڀيرو آٿم، اُن هوندي به مان هن کان نفرت ٿو ڪريان.... پر ايئن به نه آهي. ڇا هيءَ سڄي ناخوشي اليوشا جي سبب کان آهي، سندس گفتگو ۽ موڪلائڻ جي سبب. مان ڪيترن سالن کان سڄي دنيا سان خاموش رهيو آهيان ۽ ڪو به گفتگو اُن سان ڪرڻ نه ٿي گهريم ۽ هاڻي اوچتو هڪ واهيات داستان ۾ پاڻ کي سرگردان ڪري وڌم. يقيناً هيءَ جواني جي بي راهه روي ۽ ناتجربيڪاري ۽ خودپسندي ٿي سگهي ٿي. خاص ڪري اليوشا جهڙي ماڻهوءَ سان. جنهن جي لاءِ سندس دل يقيناً اعتماد سان ڀريل آهي.

بيشڪ اها ڪوفت ٿي سگهي ۽ منهنجي ناخوشي ۾ اُن جو اَثر هجي، پر هيءَ پريشاني اُن ڪان نه آهي. مان هن پريشاني کان تنگ آيو آهيان، اُن هوندي به مان ٻڌائي نه ٿو سگهان ته مون کي ڇا کپي؟ چڱو آهي ته هن تي ڳالهه ئي نه ڪريان.“

ايون ڪوشش ڪئي ته اُن ڏي ڌيان نه ڏي، پر اِهو به ڪارآمد نه ٿيو. جنهن نڪتي سندس پريشاني ۽ ناخوشي کي وڌايو ٿي، ايئن ٿي ڏٺو ته هيءَ سڄي ڪوفت ڪنهن ٻاهرين ۽ اوچتي سبب جي ڪري پيدا ٿي آهي. هُو هن حقيقت کي پوري ريت محسوس ڪري رهيو هو. سندس مقابلي ۾ هڪ اِهڙي شيءِ جو وجود هو، جنهن کيس

بيحد تي آزاريو. ڪڏهن ڪڏهن اِهڙو به اتفاق ٿيندو آهي، جو ڪي ماڻهو يا شيون ڪنهن جاءِ تي بيٺلي نظر اينديون آهن، جي نگاهن ۾ نخل ٻڻجي وينديون آهن. ماڻهو ڪم ۾ مشغول هئڻ باعث يا گفتگوءِ سبب گهڻي وقت تائين اُنهن ڏي ڌيان ڏيئي نه سگهيو هجي، پر هُو ڪين جڏهن محسوس ڪندو آهي، ته اِهي ڪيس جوش ڏياريندا يون آهن يا عذاب ۾ وجهنديون آهن. پوءِ اُهو چو نه رومال هجي، يا ڪتاب، جو پنهنجي جاءِ کان ڪنهن ٻي جاءِ تي اُڇلايو ويو هجي. بهرحال ايون ڪشيده طبعيت ۽ اَڻ وڻندڙ جذبات سان پيءُ جي گهر پهتو. اوچتو هن پندرهن قدمن جي پنڌ تي باغ جي دروازي وٽ، اوچتو اُن شيءِ ڪي ڏٺو، جنهن جي ڏسڻ سان هن پنهنجي پريشاني ۽ ناخوشي جي سبب کان سمجهي ورتو.

دروازي جي بينچ تي ملازم سميرڊياڪوف ويٺو هو، جو شام جي سرديءَ جو مزو وٺي رهيو هو. هڪڙي ئي نگاهه ۾ ايون سمجهي ويو ته سميرڊياڪوف ئي سندس دل تي بار آهي ۽ اِهو ئي ماڻهو آهي، جنهن کان سندس دل کي ڪوفت آهي. اوچتو سندس دل تي سيني ڳالهين جو انڪشاف ٿي ويو ۽ وٽس سڀ ظاهر ٿي پيون. ٿورو اڳ اليوشا ڪيس سميرڊياڪوف سان سندس ملاقات جي ڳالهه ٻڌائي هئي، ۽ مٿس اوچتو اُداسي ۽ ڪوفت ڇانئجي وئي هئي، جن سندس دل ۾ غصي کي پيدا ڪيو هو. اُن کان پوءِ جيئن هن پنهنجي پاءُ سان گفتگو ڪئي ٿي، سميرڊياڪوف ڪانئس ٿوري وقت لاءِ ڪانئس وسري ڇُڪو هو. پر هُو اَجا به سندس دل تي پئي تي تريو. جيئن ئي ايون اليوشا کان جدا ٿيو ۽ گهر ڏانهن هلڻ لڳو ته اُهو وسريل جذبو وري پنهنجو پاڻ سندس دل ۾ داخل ٿيڻ لڳو. ”تي سگهي ٿو ته هي بدبخت ۽ نفرت جهڙو انسان مون کي ايتري پريشاني ڏئي سگهي؟“ هُو اَڻ سهڻ جهڙي غصي جي حالت ۾ عجب کائڻ لڳو.

هيءَ حقيقت آهي ته پوين آخري ڏينهن ۾، ايون شدت سان هن کي ناپسند ڪرڻ لڳو هو. هن پاڻ ۾ اِهڙا جذبا اُڀرندي ڏٺا هئا، جن مان اُن جي لاءِ نمايان نفرت پئي ظاهر ٿي. شايد هن نفرت جو باعث هيءُ هيو، ته جڏهن ايون پهريائين هن کي انڪار ڪيو هو، ته هُن ڪيس ٻي طرح ٿي سمجهيو. تنهن کان پوءِ هن سميرڊياڪوف ۾، خاص دلچسپي ورتي ۽ اُن ۾ ڪجهه اصليت ڏٺائين. هن ڪيس جرئت ڏياري، ته هُو ساڻس گفتگو ڪندو رَهي. جيتوڻيڪ هُو سندس پريشاني، اَجا به بيقراري کي سندس اندر ۾ ڏسي عجب کائيندو تي رهيو ۽ سمجهي نه ٿي سگهيو ته اُها ڪهڙي شيءِ آهي جا مسلسل هن زندگي جي گيان ۽ ڌيان واري انسان جي دماغ ۽ ذهن کي پريشان ڪري رَهي آهي. بحث ۾ آيل فلسفي جا سوال، هنن چڱيءَ ريت هڪ ٻئي ۾ پئي تي ويچاريا. هيءُ سوال به، ته پهرئين ڏينهن نور پيدا ڪيو ويو ۽ سج، چنڊ ۽ ستارا،

چوتين ڏينهن تي پيدا ڪيا ويا. ڇا ايئن بہ ٿي سگهي ٿو؟ پر ايون جلدي ڏٺو تہ جيتوڻيڪ سج، چنڊ ۽ ستارا، دلچسپ مضامين ٿي سگن ٿا پر هي شيون سميرڊياڪوف لاءِ ثانوي حيثيت رکندڙ هيون. هُو مڪمل طرح ڪنهن ٻي خيال ۾ آهي. هن هڪ طرح يا ٻي طرح پنهنجي نفس جي عزت واري حس کي سڀ ڪان مٿي تي سمجهيو. هن پنهنجي شڪستہ عزت کي قائم رکڻ لاءِ، فريب کان ڪم پئي ورتو. جنهن کي اڳتي هلي ايون ناپسند ڪيو. هن شيءِ ڀهريائين سندس دل ۾ ڪراهت پيدا ڪئي. اُن کان پوءِ گهر ۾ فساد پيدا ٿيو. گروشينڪا موقعي تي ظاهر ٿي ۽ سندس ڀاءُ دمتريءَ سان ناجائز تعلقات قائم ٿيا هئا. هنن ٻنهي هن حقيقت تي بہ بحث مباحثو تي ڪيو. جيتوڻيڪ سميرڊياڪوف، هن ڳالهہ تي نهايت جوش مان ڳالهائيندو هو، پر هيءَ ناشدني هئي، تہ ڪو ڳولي سگهي تہ سندس خواهش ڪهڙي آهي. هيءَ حيرت انگيز حقيقت هئي تہ سندس ميل غير منطقي ۽ غير مسلسل ڳالهين سان هيو. سندس سڀيون خواهشون گمراهہ ڪندڙ ۽ ٻي تُڪيون هيون. سميرڊياڪوف هميشہ حالات کي جاچڻ لاءِ اَڻ سڌا ۽ ظاهري پيشبندي سان پريل سوال پڇندو هو. پر سندس مطلب ڪهڙو هو، اُن جي وضاحت نہ ڪندو هو. سندس دستور هوندو هو تہ ضروري گهڙيءَ تي گفتگو کي ڪَپي ڇڏيندو هو يا وري ڪنهن ٻي مضمون ڏي هليو ويندو هو. آخري طرح ايون کي جنهن ڳالهہ وڏيڪ غصو ڏياريو، ۽ ناپسندي پيدا ڪئي، سا اِها هئي، تہ منجهس خاص بغاوت جهڙي قربت پيدا ٿي پئي هئي ۽ سميرڊياڪوف ظاهر ظهور اُن کي ڏيکاريندو ٿي رهيو. ايئن نہ هو تہ هُن پنهنجي شخصيت کي وساري ڇڏيو يا ٻي مروت بڻجي ويو هو. پر اُن جي خلاف هُو هميشہ ايون سان بيحد عزت سان ڳالهائيندو هو، پر سندس هلت مان اِيئن پئي معلوم ٿيو تہ ڪنهن نامعلوم علت کان. هن پاڻ کي ڪن مسئلن ۾ ايون جو غمخوار تي سمجهيو. ساڻس اِهڙي نموني گفتگو تي ڪيائين، ڄڻ تہ هُو ڪنهن ڳجهي سازش ۾ هڪٻئي سان شامل آهن. هِن ڪانسواءِ، ڄڻ تہ سندن وچ ۾ جو گفتگو ٿئي ٿو. اُهو فقط هيءُ ٻئي سمجهي سگهن ٿا ۽ ٻئي کي اُن جي سمجهڻ جو ڪو بہ ادراڪ حاصل نہ آهي. اِهڙي ريت گهڻي وقت کان ايون فيودورووچ جي نفرت اِهڙي حالتن جي هوندي، سندس خلاف ڏينهون ڏينهن وڌندي رَهي، پر هُو اُن جي حقيقي سببن کي پوءِ بہ سمجهي نہ سگهيو هو ۽ گهڻو پوءِ، هُو اُن جي بنياد کي سمجهي سگهيو هو.

هن ناپسندي ۽ غصي جي جذبات کان، هُن چاهيو ٿي تہ سميرڊياڪوف کي ڏسڻ ۽ ڳالهائڻ کانسواءِ، دروازي کان گذري وڃي، پر سميرڊياڪوف بينچ کان اُٿي بيٺو ۽ سندس عمل مان ايون سمجهيو تہ هُو خاص طرح ساڻس ڳالهائڻ گهري ٿو.

ايون ڪيس ڏنو ۽ ٻيهي رهيو. حقيقت هيءَ هئي ته هُو اُتان گذرڻ جي بجا ترسيو هو. ٿورو وقت اڳ ۾ سندس اهو ئي ارادو هو. پر هن تبديليءَ جي باعث ڪيس غصو اچي ويو هو. غصي ۽ نفرت مان هن سميرڊياڪوف جي نامردي واري ۽ مريض چَهري کي ڏنو. سندس پيشاني تي گهنڊيدار وار هئا. جن کي ڦٽي ڏنل هئي. سندس ڪٻي اک شيطانيت سان چمڪي رَهي هئي، ڄڻ چئي رهي هئي ته، "تون هتان آساني ۽ سادگي سان گذري نه سگهندين ۽ تون ڏسين ٿو ته اَسان ٻه سياڻا ماڻهو ڪجهه هڪٻئي سان ڳالهائيندا سون."

ايون لــُڏيو ۽ ڇوڻ گهريائين تـه، "دور ٿي بدقسمت بيوقوف. منهنجو توسان ڪهڙو ڪم آهي." پر هُن اُن جي بدران ڪانئس پڇيو ته، "منهنجو پيءُ ننڊ ۾ آهي يا جاڳي ٿو؟"

هن ڪانئس هي سوال نرمي ۽ نماڻائيءَ سان ڪيو ۽ پاڻ تي عجب ڪائڻ لڳو ۽ هڪدم وري پاڻ تي عجب ڪائيندي ٻينچ تي ويهي رهيو. ٿوري وقت لاءِ هُــن پاڻ کي ڊنل سمجهيو. جو پوءِ ڪيس چڱيءَ ريت ياد تي آيو. سميرڊياڪوف سندس سامهون بيٺو رهيو. سندس پٺيءَ پويان هٿا ۽ هُو ڪيس سخت نظر سان نهاري رهيو هو.

"هو عزت ماب اَجا تائين ننڊ ۾ آهي." ڄڻ ته هن غصي مان ڇاڻي واٽي ڇوڻ ٿي گهريو ته "تو ئي پهريائين مون سان ڳالهايو آهي نه مان." هن پوءِ چيو ته، "اوهان کي ڏسي سائين مون کي عجب ٿو لڳي". ٿورو وقت چپ ٿي ويو ۽ پنهنجون اکيون مڪاريءَ سان زمين ۾ هنيائين ۽ پنهنجي سڄي پير کي وڌائي، پنهنجي پالش ٿيل بوٽ جي نوڪ سان کيڏڻ لڳو.

ايون دخل ڏيندي ۽ غصي مان ڪيس چيو ته، "مون کي ڏسي توکي ڇو عجب لڳو آهي." هُن پاڻ کي ضابطي ۾ رکڻ گهريو. اوچتو هن محسوس ڪيو، تــه اُن جي اَندر حيرت جهڙي حالت پيدا ٿي آهي ۽ هُو ڪڏهن ٻه ۽ ڪنهن ٻه حالت ۾، پاڻ کي تسلي ڏيڻ ڪانسواءِ اُتان نه چُري.

سميرڊياڪوف اوچتو پنهنجون اکيون مٿي ڪنيون ۽ اُنسيت مان مشڪندي ڪيس چيو ته "ڇو تون شرماشينا نه ٿو وڃين. مان ڇو مشڪي رهيو آهيان. تون اُن مان پاڻ کي چڱيءَ ريت سمجهي سگهين ٿو. جيڪڏهن ٿورو عقل رکين ٿو ته توتي هن حقيقت جي وضاحت ٿي ويندي."

"مان ڇو شرماشينا وڃان؟" ايون عجب مان ڪانئس پڇيو.

سميرڊياڪوف وري چُپ ٿي ويو.

ٿوري ويرم رکي، هن آهستگيءَ سان اِهڙي ريت ڳالهايو. ڄڻ تـه سندس جواب

ڪي ڪا بہ اهميت ڪانہ آهي، ”فيودورپاولوچ بہ تہ اوهان کي اهو ئي عرض ڪيو هو. بيو سبب اوهان جي ترسائڻ لاءِ اهو آهي تہ اوهان سان ڪجهہ ڳالهائڻو آهي.

”واهيات، ڳالهاءِ، توکي ڇا کپي!“ ايون غصي مان کيس جواب ڏنو. هُـو هاڻـي نهنائي کان گذري غضبناڪ بڻجي ويو هو.

سميرڊياڪوف پنهنجي سڄي پير کي ڪٺي کبي سان ملايو ۽ پاڻ کي متـي چڪيائين پر اَجا بہ مشڪندي، ساڳي ڳنڀير حالت سان کيس نهاريندو رهيو.

”مضمون جي لحاظ کان تہ ڪجهہ بہ نہ پر ڳالهہ ٻولهہ جي لحاظ کان ڪجهہ چوڻو آهي.“

وري چُپ ٿي ويا، هنن هڪٻئي سان منٽ کن ڪجهہ بہ نہ ڳالهايو. ايون چڱو سمجهيو تہ هُو اُٿي بيهي ۽ پنهنجي غصي جو اظهار ڪري. هوڏانهن سميرڊياڪوف اُٿي بيٺو هو ۽ ڏسڻ ۾ ائين پئي آيو تہ هُو اندازو لڳائي رهيو آهي تہ ايون ڪاوڙجي ٿو يا نہ. ايون جي بہ اهڙي حالت هئي. آخر هُو اُٿڻ لاءِ چُريو.

سميرڊياڪوف اُن گهڙيءَ کي وڃائڻ نہ گهريو.

”ايون فيودوروچ مان نهايت خطرناڪ حالت ۾ آهيان. مون کي ڪا بہ خبر نہ ٿي پوي تہ ڪهڙي ريت پنهنجي مدد ڪريان.“ هُن محڪم ارادي سان هي لفظ چيا ۽ آخري لفظ چوندي هن ٿڌو ساهہ کنيو. ايون فيودوروچ وري ويهي رهيو.

”هُــو ٻئي بلڪـل سـودائي ۽ جذبـاتي آهــن ۽ ننـڍڙن ٻـارن جهـڙا آهــن.“ سميرڊياڪوف ڳالهائيندو رهيو. ”مان تنهنجـي عزيـز والـد ۽ تنهنجـي ڀـاءُ دمتـري فيودوروچ جي متعلق ڳالهائي رهيو آهيان. هتي فيودوروچ جڏهن اُٿي ٿو تہ مون کي تڪليف ۾ وجهڻ شرع ڪري ٿو. هُو سوال ڪرڻ شروع ڪري ٿو تہ، هُـوءَ آئي هئي؟ ڇو نہ آئي؟ اهڙي قسم جا سوال اَڌ رات تـائين ۽ اُن کـان پـوءِ بـہ هلنـدا رهـن ٿـا. جيڪڏهن اگرافينا اليگزينڊروونا نہ ٿي اَچي (ظاهر آهي تہ هوءَ هيڏي اَچڻ پسند نـہ ٿـي ڪري) تہ هيءُ وري صبح ٿيندي ئي، مون تي حملو ڪري ڏيندو تہ، ڇو هو نہ آئي؟ هوءَ ڪڏهن ايندي؟. ڄڻ تہ هي سڀ ڪجهہ منهنجو ڏوهہ آهي. ٻيو پاسو بہ چڱو نہ آهي. جيئن ئي رات جي اونداهي ايندي آهي يا اُن کان اڳيـرو، تنهنجو ڀاءُ اَچي ظاهر ٿيندو. سندس هٿ ۾ بندوق هوندي آهـي. هُــو چـوڻ لڳنـدو آهـي تـہ ”هيـڏي ڏس بدمعاش، يخني ناهڻ وارا، جيڪڏهن تو، هن جي بابت ڪوڙ ڳالهايو ۽ مون کي هيءُ نہ ٻڌايو تہ هوءَ هتي آئي هئي يا نہ؟ تہ مان توکي ماري ڇڏيندس. جڏهن رات گذرندي آهي ۽ صبح ٿيندو آهي تہ هو بہ فيودوروچ وانگر مون کي تڪليف ڏيڻ شروع ڪندو آهي ۽ مارڻ تائين وڃي پهچندو آهي. هُو پڇندو آهي تہ هـوءَ ڇـو نـہ آئي؟ هوءَ جلدي

ايندي؟ هُو پڻ مون کي هن لاءِ گنهگار سمجهندو آهي تہ ڇاڪاڻ تہ سندس بيگم صاحبہ نہ آئي آهي. سڀ ڪنهن ڏينهن، سڀ ڪنهن ڪلاڪ ۾، هُو سخت غصي ۾ ڀرجي وڃن ٿا، ايتري قدر جو ڪنهن ڪنهن وقت مان ايئن سوچيندو آهيان تہ هن خوف کان پاڻ کي ماري نہ وجهان. مان هنن تي ڪو بہ اعتبار ڪري نہ ٿو سگهان، سائين."

ايون غصي مان ڪيس چيو تہ "تو ڇو تڪرار ڪيو؟ دمتري فيودوروِچ جي لاءِ تو ڇو جاسوسي شروع ڪري ڏني؟"

"مان هن تڪرار کان پاڻ کي ڪهڙي ريت بچائي ٿي سگهيس. جيتوڻيڪ، سچ پچ تہ مون ڪو بہ تڪرار ڪو نہ ڪيو هو. توکي تہ صحيح حقيقت جي خبر بہ آهي. مان شروع کان وٺي خاموش رهيو هوس. جواب ڏيڻ جي بہ توفيق نہ هيم. پر دمتري مون کي پنهنجو نوڪر ٿي سمجهيو. اُن وقت کان وٺي، هو لڳاتار منهنجي پوٺتان پيو آهي ۽ چوندو ٿو رَهي تہ "اي رذيل! جيڪڏهن هوءَ هن گهر ۾ داخل ٿي تہ توکي ماري ڇڏيندس. مون کي تہ خوف ٿو ٿئي سائين. مان سمجهان ٿو تہ سڀاڻي مون تي وڏو جنون جو حملو ٿيندو."

"جنون جي وڏي حملي کان تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟"

"جنون جو وڏو حملو - اُهو جو گهڻو وقت هلندو آهي، ڪيئي ڪلاڪ. اَجا بہ هڪ يا ٻہ ڏينهن. هڪ ڀيرو هي ساندھ ٽي ڏينهن هليو. مان اُن وقت مٿئين ڪمري کان هيٺ ڪِري پيو هوس. هيءَ ڇڪتاڻ ٻري ٿي تہ ٻي ڀيري وري ٽن ڏينهن تائين هوش ۾ اَچي نہ سگهيس. فيودورپاولووچ، هرزينسٽيوب کي گهرائي ورتو. ڊاڪٽر منهنجي مٿي تي برف رکرائي ۽ اُن کان سواءِ ٻيو بہ علاج ڪيائين.... مان شايد مري وڃان ها."

"پر ماڻهو چوندا آهن تہ جڏهن هي دماغي دورو پوندو آهي تہ ڪو بہ يقين سان اڳ ۾ اُن بابت ٻُڌائي نہ سگهندو آهي. تون ڪيئن ٿو چوين تہ سڀاڻي، توتي اُن جو اَثر ظاهر ٿيندو." ايون ڪانئس، خاص غصي ۽ حيرت جي ملاوٽ سان هي معلوم ڪرڻ گهريو.

هيءُ ظاهر آهي تہ تون اڳ ۾ ٻُڌائي نہ ٿو سگهين.

اُن ڪانسواءِ جڏهن تون وري ڪنهن مٿانهين ڪمري مان ڪِري پوين."

"مان ڏهاڙي مٿئين ڪوٺيءَ تي چڙهي ويندو آهيان. ٿي سگهي ٿو، تہ مان اُتان سڀاڻي وري ڪِري پوان. جيڪڏهن ايئن نہ تہ مان ڏاڪڻ جي ڪنهن ڏاڪي تان ڪِري پوان. ڇاڪاڻ تہ مان روزانو اُن تي لهان ۽ چڙهان ٿو."

ايون ڪيس گهڻو وقت گهوريندو رهيو.

"مان ڏسان ٿو تہ تون بيوقوفيءَ جون ڳالهيون ڪندو ٿو رَهين. مان تہ توکي

سمجهي ئي نہ ٿو سگهان." ايون کيس آهستي پر ڌمڪي ڏيندي چيو. "تنهنجو مطلب اهو تہ سياڻي تون مڪاريءَ سان تن ڏينهن لاءِ بيمار ٿي پوندين. واهہ."

سميرڊياڪوف جو وري زمين ڏي نهاري رهيو هو ۽ پنهنجي بوٽ جي اڳئين حصي سان کيڏي رَهيو هو. پنهنجي پير کي هيٺ کيائين ۽ کبي پير کي اڳتي وڌائي، مسخريءَ جي نموني ڏند ڪڍي چوڻ لڳو تہ:

"جيڪڏهن مون ۾ اهڙي فريب کيڏڻ جي طاقت هجي ها يعني اهڙي جنون جي دوري کي مڪاريءَ سان آڻي سگهان هان تہ اهو اُن ماڻهوءَ لاءِ نهايت آسان آهي، جو اُن جو هيراڪ ٿئي ٿو. مون کي تہ پورو پورو حق آهي تہ مان اهڙين ڳالهين کي استعمال ڪري، پاڻ کي موت کان بچايان. جيڪڏهن اگرافينا اليگزينڊرووينا ڪٿي پنهنجي پيءُ کي ڏسڻ بہ اچي، تہ هُو بيمار ماڻهو کان ڪجهہ بہ پڇي نہ سگهندو ۽ اهڙي سوال ڪرڻ وقت هُو شرمندو ٿيندو."

"ڪڏ ۾ وجهہ سيني کي." ايون رڙ ڪري چيو، سندس منهن مان ڪاوڙ بکڻ لڳي. "تون هميشه پنهنجي حياتيءَ لاءِ ايڏو ڇو ٿو ڊڄندو رهين؟ منهنجي ڀاءُ دمتري جون هي سيئي ڌمڪيون فقط زباني آهن، جن جو ڪو بہ مطلب نہ آهي. هُو توکي ڪونہ ماريندو."

"هُو سڀ کان اڳ ۾ مون کي مک وانگر مروڙي ڇڏيندو. مون کي اَجا بہ وڌيڪ هيءُ خوف ٿو ٿئي تہ هُو جڏهن پنهنجي پيءُ سان جنون جو ڪو فعل اختيار ڪندو تہ هُو اُن سان گڏ مون کي بہ شامل ڪندو."

"هُو توکي اُن سان گڏ ڏوهہ جو ڀائيوار ڇو سمجهندو؟"

"هُو مون کي ساڻس شريڪ جرم سمجهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ مان کيس ڳجهن اشارن جي خبر ڏيندو رهيو آهيان."

"ڪهڙيون نشانيون؟ ۽ تو، ڪنهن کي ٻڌايون آهن؟ خدا توسان سمجهي، ڪجهہ کُلي ڳالهہ ڪر."

"مان بَدل آهيان تہ حقيقت کي قبول ڪريان. سميرڊياڪوف منطقي ٺڄي، اطمينان سان ڇبي ڇتي چوڻ لڳو تہ. "هن ڪم ۾ منهنجي ۽ فيودورپاولووچ جي وچ ۾ هڪ راز آهي. جيئن تون ڄاڻين ٿو ۽ فقط تون ئي ڄاڻين ٿو، تہ هن پاڻ کي ڪيترن ڏينهن کان بند ڪري ڇڏيو آهي. خاص طرح شام کان. جڏهن رات اچي ٿي. گهڻن ڏينهن کان تون ماڙيءَ تي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ سويرو شام جو ويندو آهين. ڪالهہ تہ تون هيٺ لٿو ئي نہ هئين، اُن ڪري شايد توکي خبر نہ هجي تہ هن ڪهڙيءَ ريت خبرداريءَ سان رات جو پاڻ کي بند ڪرڻ شروع ڪيو آهي. جيڪڏهن گريگري

ويسلبووچ دروازي ڏي ايندو آهي تہ ايستائين ڪيس دروازو نہ کوليندو آهي، جيستائين اُن جو آواز نہ ٻڌندو آهي. پر گريگري هاڻي وٽس گهٽ نہ ايندو آهي، ڇو تہ مان اَڪيلو سندس ڪمري ۾ موجود هوندو آهيان. هيءُ بندوبست آهن، جي هُن اگرافينا اليگزيندوروينا جي لاءِ ڪري ڇڏيا آهن. پر رات جي وقت سندس حڪم سان مان پنهنجي رهائشگاهہ تي ويندو آهيان ۽ اَڌ رات تائين جاڳندو آهيان ۽ تُوهہ ۾ هوندو آهيان. مان اُٿڻ ۾ گهمندو رهندو آهيان تہ متان اگرافينا اليگزيندروروينا اَچي وڃي. تورن ڏينهن کان هُو جنوني ٿيڄي ويو آهي ۽ اُميد ٿو رکي تہ هُو وٽس ايندي. هُو اُن لاءِ جي دليل ڏئي ٿو، سي هيءُ آهن تہ هُوءَ دمتري فيودورووچ کان بيحد ڊڄي ٿو. (هُو ڪيس متيا ٿو سڏي.) اهڙي ريت هُو چوي ٿو تہ هوءَ پنئين پاسي کان ايندي، رات جو دير سان مون ڏي ضرور ايندي. تون ڪيس اَڌ رات تائين يا اَڃا بہ دير تائين ڏسندو ڪر. جيڪڏهن هُوءَ اچي تہ ڊوڙي اَچي دروازي کي ڪڙڪاءِ يا باغ کان منهنجي دريءَ تي ڪڙڪو ڪر. پهريائين ٻہ ڀيرا آرام سان ڪڙڪاءِ پوءِ ٽي ڀيرا تڪڙو تڪڙو ڪڙڪاءِ. مان يڪدم سمجهي ويندس تہ هوءَ آئي آهي ۽ مان آهستگيءَ سان دروازو کوليندس. ٻيو اِشارو جو هُن مون کي ڏنو آهي، اُهو اُميد جي خلاف هئڻ واري حالت بابت آهي. پهريائين ٻہ ڪڙڪا، ٿوري وقت ڪانپوءِ وري ڪجهہ وڏي آواز سان ڪڙڪا ۽ جنهن مان هُو سمجهي ويندو تہ اوچتو ڪجهہ ٿي پيو آهي. هُو پوءِ منهنجي لاءِ دروازو کوليندو تہ مان وڃي ساڻس ڳالهايان. هيءُ سڀ اِنهيءَ حالت ۾ هوندو تہ جي اگرافينا اليگزيندروروينا پاڻ نہ آئي هجي ۽ سندس ڪو پيغام آيو هجي. اُن کان سواءِ متان دمتري اَچي وڃي ۽ اگرافينا اليگزيندروروينا، اُن وقت وٽس موجود هجي تہ مان هن لاءِ ٻَڌل آهيان تہ اِهڙو اطلاع ڪيس هڪدم پهچايان. اُن حالت ۾ مون کي ٽي ڀيرا ڪڙڪا ڪرڻا پوندا. اِهڙي ريت پهرئين اِشاري موجب پنجن ڪڙڪن مان مطلب آهي تہ اگرافينا آئي آهي. ٻي اشاري موجب ٽن ڪڙڪن کان مطلب آهي تہ ڪا خاص ڳالهہ مون کي ٻڌائڻي آهي. هن جناب مون کي ڪيئي ڀيرا اِهو ٻُڌايو آهي ۽ سمجهايو آهي. جيئن، تہ سڄي ڪائنات ۾ ڪو بہ هنن اشارن کي، مون کان سواءِ ۽ هُن جناب کانسواءِ نہ ٿو ڄاڻي، اُن ڪري هُو دروازي کي بنا ڪنهن ٿوري هٻڪ جي بہ کولي ڇڏيندو. (هُو سڏ ڪرڻ کان بُري طرح خوفزده آهي). ها، هاڻي هي اِشارا بہ دمتري فيودورووچ کي معلوم ٿي ويا آهن."

"ڪيئن هن کي معلوم ٿيا آهن؟ ڇا توئي ڪيس ٻُڌايو آهي؟ توکي ايتري همٿ ڪيئن ٿي، جو تو، ڪيس اِهي ٻڌائي ڇڏيا آهن؟"

مان هيءُ سڀ ڪجهہ خوف کان ڪيو آهي. مون کي ڪهڙي طاقت هئي، جو

هيءُ مان اُن کان لڪائي سگهان ها؟" دمتري هر روز مون تي دباءُ آڻي رهيو هو ۽ چوي پيو تہ، "تون مون کي ٺڳين ٿو ۽ مون کان ڪجهہ لڪائي رهيو آهين. مان تنهنجون ٻئي ٽنگون ڀڃي ڇڏيندس. انهيءَ ڪري مان کيس اِهي رازداراڻا اشارا ۽ نشان، اِنهيءَ ڪري ٻڌائي ڇڏيا تہ هُو مون کي پنهنجو طرفدار سمجهي ۽ راضي ٿي خيال ڪري تہ مان کيس ٺڳي نہ رهيو آهيان پر اُٽلو جو ڪجهہ مون وٽ آهي، اُن کي ٻڌائڻ لاءِ تيار آهيان."

"جيڪڏهن تون سمجهين ٿو تہ اِنهن اشارن جو فائدو وٺندو ۽ اندر اَچڻ جي ڪوشش ڪندو تہ اُن کي اندر اَچڻ نہ ڏي."

"پر جيڪڏهن اُن وقت مون کي دورو ٿي پوي تہ مان کيس اندر اَچڻ کان ڪهڙي ريت روڪي سگهندس. توڙي ڪٿي مان روڪڻ جي کيس ڪوشش بہ ڪريان، پر اوهان کي خبر آهي تہ هُو ڪيتري قدر نہ خطرناڪ آهي."

"ڪڏ ۾ وجهينس! پر توکي اِهو ڪيئن ٿو يقين اَچي تہ توکي اُن وقت دورو پئجي ويندو؟ ڇا تون مون تي کلي رهيو آهين؟"

"مان اوهان تي ڪهڙي ريت کلڻ جي همت ڪري سگهان ٿو. هن خوف ۾ مون کي ڪيئن کلڻ ايندو. مان محسوس ٿو ڪريان تہ مون کي دورو اَچي رهيو آهي. مان سندس اظهار کي سمجهان ٿو. خوف ئي هن شيءِ کي منهنجي مٿان آڻي ٿو."

"هن دوري جي ستياناس ٿي! جيڪڏهن توکي دورو پئجي وڃي تہ گريگري نگهباني تي هوندي. کيس سيئي اشارا سمجهائي ڇڏ. مون کي پَڪَ آهي تہ هُو کيس ڪڏهن بہ اندر نہ ڇڏيندو."

مان پنهنجي مالڪ جي حڪم ڪانسواءِ، کيس ڪڏهن بہ اِهي اشارا نہ ٻڌائيندس. اُن ڪانسواءِ گريگري کي هيءُ ٻڌايان ۽ کيس آگاهہ ڪريان. هُو تہ اڳ ۾ بيمار آهي ۽ مارفا ايگنتيوينيا، سڀاڻي اِرادو ڪيو آهي تہ کيس دوا وني ڏئي. هنن پاڻ ۾ ٺورو وقت ٿيو آهي، جو اِها صلاح ڪئي آهي. مارفا جي علاج جو اِهو طريقو توجهہ جي لائق آهي. مارفا جا دوا استعمال ڪندي آهي، اُن کي پاڻ تيار ڪندي آهي ۽ پاڻ تائين محدود رکندي آهي. اِها هڪ عجيب شيءِ آهي. جا هوءَ جهنگلي ٻوٽين مان ٺاهيندي آهي. کيس اِهو راز معلوم آهي، ۽ سال ۾ ٽي ڀيرا گريگري کي اِها ڏيندي آهي، جڏهن جڏهن سندس ڪمر ۾ درد ٿيندو آهي ۽ اُن جي اَثر هيٺ ايندو آهي تہ هيءَ سندس اِهو علاج ڪندي آهي. هُوءَ ٽوال ڪئي اُن دوا ۾ ٻوڙيندي آهي ۽ سندس جي پٺيءَ کي مهٽيندي آهي، تان جو اَڌ ڪلاڪ کان پوءِ سندس سڄي پٺي ڳاڙهي ٿي ويندي آهي ۽ سُڄي پوندي آهي. جو ڪجهہ شيشيءَ ۾ بچندو آهي، اُهو کيس پياري

ڇڏيندي آهي. اُن لاءِ ڪا دوا بہ گهرندي آهي. اُن موقعي تي هوءَ دوا مان ڪجهہ پاڻ لاءِ بہ ڇڏيندي آهي ۽ پاڻ پي ويندي آهي. جيئن تہ هُو ڪڏهن بہ سخت نشي وارو شراب نہ پيئندا آهن، اُن دوا جي اَثر ڪان سمهي پوندا آهن ۽ ڪين جلد ننڊ وٺي ويندي آهي ۽ اُها گهڻي وقت تائين هلندي اَٿن. جڏهن گريگري ننڊ مان اُٿندو آهي تہ مڪمل ريت تندرست هوندو آهي. پر مارفا کي هميشہ اِهو مٿي جو سور رهندو آهي. جيڪڏهن سياڻي مارفا جو اهڙو ارادو هوندو تہ هُو ڪجهہ بہ نہ ٻڌندا، نہ وري دمتريءَ لاءِ رُڪاوٽ پيدا ڪندا. هُو تہ گهَري ننڊ ۾ ا."

"ڪيڏيون واهيات ڳالهيون ڇڻ تہ اِهي سڀ ڳالهيون هڪدم تي پونديون. ڇڻ تہ اهو سڀ ڪجهہ اڳ ۾ ئي رٿيو ويو آهي." ايون رڙ ڪري چيو تہ "توکي دورو پوندو ۽ هُو ٻئي بيهوش هوندا. اِئين ته نہ آهي تہ سڀ ڪنهن جو تون اڳ ۾ بندوبست ڪري رهيو آهين." هُن اوچتو ڪيس ڇڏي ڏنو ۽ غصي ۾ اَچي ڪيس دڙڪا ڏيڻ لڳو.

"مان اِئين ڪيئن ڪري سگهندس؟ مان اِئين ڇو ڪندس، جڏهن تہ سڀ ڪا ڳالهہ دمتري ۽ سندس منصوبن تي رکيل آهي؟ جيڪڏهن ڪيس ڪجهہ ڪرڻو هوندو تہ ڪندو. جيڪڏهن سندس مرضي نہ هوندي تہ مان زبردستي سان هن کي، سندس پيءُ جي مٿان ڦٽي نہ ڪندس."

"پر هُو ڇو پنهنجي پيءُ تي چڙهي وڃي، جڏهن تون چوين ٿو تہ اگرافينا اليگزيندرووينا ايندي ئي ڪونہ؟" ايون غصي ڪان ڳاڙهو ٿيندو ويو. "تون پاڻ چوين ٿو ۽ مان بہ هت سمورو وقت رهان ٿو. مون کي يقين آهي تہ هيءُ سڀ پوڙهي جو تماشو آهي ۽ هوءَ هن ڏي ڪڏهن بہ نہ ايندي. دمتريءَ کي ڪهڙي پئي آهي، جو جڏهن هوءَ موجود ئي نہ هجي تہ هُو هليو اَچي. ڳالهاءِ، مان هيءُ ڄاڻڻ گهُرُ ان ٿو تہ تون ڪهڙو خيال ڪري رهيو آهين؟"

"تون ڄاڻين ٿو تہ هُو ڇو ايندو؟ مان جو ڪجهہ خيال ڪريان ٿو، اُن مان ڪهڙو فائدو؟ هُو جناب فقط اِنهيءَ لاءِ ايندو، ڇاڪاڻ تہ هُو منهنجي بيماريءَ تي غصي ۾ هوندو يا شڪ ۽ شبهي ۾ مبتلا ٿي ويندو. هُو هڪدم اندر گهڙي پوندو، جيئن هن پنهنجي بي صبريءَ ڪان ڪالهہ ڪيو هو تہ جيئن ڪوئين کي ڳولهي پَڪ ڪري تہ هُوءَ چالاڪيءَ سان ڪانئس لڪي تہ نہ ويئي آهي. هن ڪانسواءِ ڪيس پوري ريت خبر آهي تہ فيودورپاولووچ وٽ هڪ وڏي لفافي ۾ ٽي هزار روبل آهن، جو لفافو، هڪ ڪپڙي جي سنهي پٽيءَ سان ٻڌل آهي، جنهن تي ٽي مهرون موج آهن، جنهن جي مٿان سندس هٿ اکرن سان لکيل آهي تہ "هي منهنجي ملائڪ گروشينڪا لاءِ آهن، جيڪڏهن هوءَ اَچي." ٽي ڏينهن پوءِ، هُن اُن تي وڌيڪ لکي ڇڏيو آهي. "منهنجي

چوزيءَ لاءِ. سچو خطرو هن ۾ آهي.“

ايون پاڻ کي سنڀاليندي رڙ ڪري چيو ته، ”بيوقوف، دمتري ڪڏهن پيسن چورائڻ ۽ منهنجي پيءُ کي قتل ڪرڻ لاءِ نه ايندو. ڪالهه هُو گروشينڪا جي ڪري، شايد ڪيس ماري ڇڏي ها. ڇاڪاڻ ته هُو جذباتي ۽ وحشي بيوقوف آهي، پر هُو چوري ڪڏهن به نه ڪندو.“

”ڪيس هاڻي پيسي جي ڏاڍي ضرورت آهي. تمام وڏي ۾ وڏي ضرورت ايون فيودورووچ. توکي خبر نه آهي ته هُو ڪهڙي ضرورت ۾ آهي.“ سميرڊياڪوف نهايت يقين ۽ پختگيءَ سان پنهنجي راءِ جو اظهار ڪيو. ”هُو انهن ٽن هزارن تي پنهنجو حق تو سمجهي. هُن مون کي چيو تي ته منهنجي پيءُ کي اڃا مون کي ٽي هزار روبل ڏيڻا آهن. پر هن ڪانسواءِ اڃا ٻي به ڳالهه آهي، جا وسهڻ جهڙي آهي. اگرافينا اليگزينڊرووينا، جيڪڏهن ڪيس هن لاءِ پرواهه آهي ته متس زور پريندي ته هُو ساڻس شادي ڪري. منهنجو مطلب پنهنجي آقا فيودورپاولووچ کان آهي. جيڪڏهن ڪيس هن لاءِ ڪاڻ آهي. مان سمجهان ٿو ته ڪيس اهو غرض هوندو. جو ڪجهه به مان چيو آهي، اُن مان مطلب هيءُ ٿو نڪري ته هوءَ نه ايندي. پر تي سگهي ٿو ته هوءَ هن کان به دور ڏسندي هجي. منهنجو مطلب آهي ته هوءَ متان گهر جي مالڪياڻي ٿيڻ گهري. مون کي خبر آهي سامسونوف سندس واپاري، ساڻس کلي، چٽي رهيو هو ته ڪا به اهڙي بيوقوفي جي ڳالهه نه ڪجان، ۽ هوءَ وڏي حساس عورت آهي. دمتري فيودورووچ جهڙي پينو سان هوءَ ڪڏهن به شادي نه ڪندي. هن ڳالهه کي ڌيان ۾ وٺڻ سان ايون فيودورووچ توکي خيال ڪرڻ گهرجي ته پوءِ نه دمتري فيودورووچ نه تون نه وري تنهنجو ڀاءُ اليگزي فيودورووچ، آقا جي موت کان پوءِ ڪجهه حاصل ڪري سگهندا. هڪڙي روبل به نه. ڇاڪاڻ ته اگرافينا اليگزينڊرووينا، هن سان فقط شادي ٿي انهيءَ لاءِ ڪندي ته سندس سڄي ملڪيت تي قبضو ڪري، پر جيڪڏهن اوهان جو پيءُ هاڻي مري وڃي ته مون کي پڪ آهي ته وٽس چاليهه هزار روبل ڪن تيندا. اُن مان دمتري فيودورووچ کي به حصو ملي ويندو، جنهن کي هُو بيحد ڌڪاري ٿو. هُن ڪا به وصيت ڪانه ڪئي آهي ۽ ...... دمتري فيودورووچ، هنن ڳالهين کي چڱي ريت ڄاڻي ٿو.“

ايون جي چهري تي نامعلوم خوف جا آثار پيدا ٿي ويا ۽ هُو هڪدم ڳاڙهو ٿي ويو.

هن سميرڊياڪوف جي گفتگوءَ ۾ مداخلت ڪندي چيو ته، ”پوءِ تون مون کي ڇو شرماشينا ڏي وڃڻ جي صلاح ٿو ڏئين؟ تنهنجو انهيءَ کان ڪهڙو مطلب آهي؟ جيڪڏهن بالفرض مان هليو وڃان ته هت ڪهڙو حال ٿيندو؟“ ايون ساهه به ڏکيائي سان ڪڍي رهيو هو.

"بلڪل اهڙيءَ طرح، اهو صحيح آهي." سميرڊياڪوف، بلڪل خبرداريءَ سان ايون ڏانهن نهاريندي، آهستگيءَ ۽ سمجهه سان چيو.

"اهو صحيح آهي ان ڪان، تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟" ايون ڪيس سوال ڪيو. سندس اکين مان ڏمڪي واضح طور تي نظر تي آئي ۽ هُو ڏاڍو مشڪل سان پاڻ ڪي ضابطي ۾ رکي سگهيو.

"مان توسان جو ڪجهه ڳالهايو آهي، اُهو اِنهيءَ لاءِ تہ مون کي تنهنجي لاءِ بہ ڏک تو ٿئي.

جيڪڏهن مان تنهنجي جاءِ تي هجان تہ جيڪر سڀ ڦٽو ڪري ڇڏيان.... اِنهيءَ ڪان جو هن حالت ۾ هجان." سميرڊياڪوف صاف گوئي سان ايون جي چمڪندڙ اکين ڏانهن نهاريندي چيو. هو ٻئي چپ تي ويا.

تون هڪڙو پورو پورو بيوقوف ٿو نظر اَچين ۽ اُن ڪان وڌيڪ هڪ.... خطرناڪ لُڇُ." ايون اوچتو بينچ تان اُٿي بيٺو. هُو سڌو دروازي مان لنگهي اندر وڃڻ وارو هو، پر هُو توري دير لاءِ بيهي رهيو ۽ سميرڊياڪوف ڏانهن مڙيو. اُن وقت هڪ عجيب ڳالهہ تي پئي. ايون غصي جي دوري ڪان، پنهنجي چَپَ ۾ چَڪُ وڌو، پنهنجي مُٺ کي پيڪوڙيو ۽ سميرڊياڪوف تي جيڪر چڙهي وڃي ها، پر هن ڪنهن ريت سندس اِرادي کي سمجهي ورتو. هُن ڇرڪ ڀريو ۽ پوئتي هَٽي ويو. اُها گهڙي سميرڊياڪوف کي ڪنهن نقصان پهچائڻ ڪانسواءِ گذري وئي. ايون خاموشيءَ سان، مونجهاري جي حالت ۾ دروازي ڏانهن مڙيو.

"مان سڀاڻي ماسڪو وڃي رهيو آهيان، جيڪڏهن تون ڄاڻڻ گهرين تو تہ سڀاڻي سويرو صبح سان. ختم." هن غصي مان رڙ ڪري چيو. جيتوڻيڪ هُو حيران هو، تہ هُن اها ڳالهہ سميرڊياڪوف کي ڇو ٻڌائي.

"اها سُٺي ڳالهہ آهي، جا تون ڪري رهيو آهين." هُن اِيئن ڏيکاريو ڄڻ تہ ڪيس اُميد هئي تہ هُو اِيئن ئي چوندو." هن ڪانسواءِ جيڪڏهن هتي ڪجهہ تي بہ پيو تہ تون ماسڪو ڪان آسانيءَ سان تار ڪري سگهندين."

ايون وري بيهي رهيو ۽ تڪڙو تڪڙو سميرڊياڪوف ڏي وڌي ويو. پر هن ۾ بہ هڪ عجيب تبديلي اَچي وئي هئي. سندس سڄي گهٻرائي ۽ بي پرواهي پوري ريت غائب تي چُڪي هئي. سندس چهري مان خبرداري ۽ اُميد ظاهر تي ڏني. پر توري بزدلي بہ نمايان هئي.

هن ايون جي چهري ۾ نگاهون کپائيندي چيو تہ "ڇا توکي ڪجهہ وڌيڪ بہ چوڻو آهي يا بس؟"

ايوان فيودوروچ، اوچتو بي اختيار ٿي چيو ته ”جيڪڏهن هت ڪجهه ٿي پيو ته ڇا مون کي شرماشينا مان گهرايو ويندو؟“

”هائو شرماشينا مان به توکي گهرايو ويندو. خدانخواسته، جيڪڏهن هت ڪجهه ٿي پيو ته.“ سميرڊياڪوف جواب ڏنو، پر ڇڻ ته پڪي رهيو هو. ظاهر ۾ بي تعلق ٿي نظر پر ڪنهن خيال کان، ايوان جي اکين ۾ نهاري رهيو هو.

”ماسڪو پري آهي ۽ شرماشينا ويجهي. تون شايد شرماشينا ڏي وڃڻ لاءِ انهيءَ ڪري زور پري رهيو آهين ته ايئن ڪندي مان پنهنجو ڀاڙو به بچائي سگهندس ۽ ويجهو به ٿيندس.“

”بلڪل ٺيڪ“. سميرڊياڪوف پڪيو سندس آواز شڪسته پئي معلوم ٿيو. هن ايون ڏي طنزيه مشڪندي ڏنو ۽ پوئتي هٽڻ لڳو. پر هن کي عجب لڳو، جڏهن هُن ڏٺو ته ايون وچي کِلَ ۾ پيو آهي ۽ دروازي ڏي به کلندو ويو. جيڪڏهن ڪيس ڪو اُن گهڙيءَ ڏسي ها ته سندس منهن مان معلوم ڪري ها ته هُو دل جي بار کي هلڪي ڪرڻ لاءِ نه کِلي رهيو آهي، پر ڪنهن ٻي خيال کان. هُو جيڪر سمجهائي به نه سگهي ها ته هُو اُن وقت ڪهڙن جذبن جي هيٺ هيو. هُو ڇُـريو ۽ ڇڻ ڪنهن اعصابي دوري سان گهمي رهيو هو.

❦

باب ستون

# عقلمند سان گفتگو چڱو آهي

اُن اعصابي دوري جي حالت ۾ هُو ڳالهائيندو ويو. ملاقات جي ڪمري ۾ ڪيس فيودورپاولووچ مليو پر هو سڌو اڳتي وڌي ويو. هٿن کي لوڏيندي ڪيس چوندو ويو تہ، ”مان توڏي نہ ٿو اچان، سڌو متي پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ ٿو وڃان. خدا حافظ“ هُو گذري ويو. هُن پيءُ ڏي نهاريو بہ نہ. ٿي سگهي ٿو تہ اُن وقت پوڙهو ڪيس حقارت جهڙو نظر آيو هجي. هي نفرت جهڙي دشمني ڏسي، خود فيودورپاولووچ حيرت ۾ پئجي ويو. پوڙهي چاهيو ٿي تہ فوري طور تي ڪيس ڪجهہ ٻُڌائي، اُن ڪري هُو ساڻس ملڻ لاءِ، ملاقات جي ڪمري ۾ هلي آيو هو، پر هن غير مناسب گڏجاڻيءَ جي حالت ۾ هُو خاموش بيهجي ويو ۽ ڪيس گهري نظر سان ڪوٺيءَ تي چڙهندو ڏسندو رهيو، تان جو هُو گذري ويو.

”هن کي ڇا ٿيو آهي؟“ هُن سميرديا ڪوف کان رعب مان پڇيو، جو ايون جي پويان آچي رهيو هو.“

”ڪنهن ڳالهہ تي غصي ۾ آهي، پر ڪنهن کي ڪهڙي خبر؟“ نوڪر جهيٺي آواز ۾ چيو.

”ڪڏ ۾ وڃهينس، پلي ڪاوڙ ۾ هجي. تون سماور کي اندر ڪٽي اچ. هيڏي نهار، ڪا بہ خبر ڪانہ آهي؟“

اُن ڪان پوءِ هن اُنهن سوالن جو سلسلو شروع ڪري ڏنو، جن بابت سميرديا ڪوف، ايون کي دانهن ڏني هئي. هي سيئي سوال اُن اُميد پري ملاقاتي لاءِ هئا. اُنهن سوالن کي هتي نہ ٿو ڏنو وڃي. اڌ ڪلاڪ کان پوءِ سڄي گهر کي بند ڪيو ويو ۽ جذباتي پوڙهو، اَڪيلو ڪوٺين ۾ ڦرندو ٿي رهيو، اِنهيءَ سوداءَ واري اُميد ۾ ڇاڻ پنج ڪڙڪا ٿيا. هر هر اونداهيءَ ۾ هُو جهاتيون پائيندو رَهيو، پر ڪيس ڪجهہ بہ نظر نہ ٿي آيو.

تمام گهڻي دير ٿي وئي هئي پر ايون اَجا جاڳيو ٿي ۽ خيالن ۾ مبتلا هو. هُو اُن رات اُتي ويهي رهيو ۽ ٻي بجي تائين اِنهيءَ حالت ۾ هو. پر اسان هتي سندس خيالن جي تشريح کي ڏيڻ نہ ٿا گهرون ۽ هيءَ مناسب جاءِ بہ نہ آهي تہ سندس روح ۾ نهاريون. اُن جو موقعو ايندو. جيڪڏهن سندس خيالن جي ڏيڻ جي ڪو، ڪوشش بہ ڪري تہ اِيئن ڇوٽو پوندو، تہ وٽس ڪو بہ خيال ڪو نہ هو پر اَجايون ڳالهيون، جن مان ڪڙ نہ ڪو نيل. فقط منجهس جوش ٿي ڏنو. هُن پاڻ محسوس ٿي ڪيو. تہ

وٽانئس سهڻ جي طاقت موڪلائي وئي آهي. حيرت ۾ وجهندڙ طرحين طرحين خواهشن جي قطار وٽس موجود هئي. مثلا=: اڌ رات جي وقت اوچتو کيس غصي ڏياريندڙ خواهش پيدا ٿي ته هيٺ وڃي دروازو کولي ۽ رهائشي ڪمري ۾ وڃي سميرڊياڪوف کي ڌڪ هڻي، پر جيڪڏهن ڪانئس ايئن ڪرڻ لاءِ سبب پڇيو وڃي ها ته هُو ٻڌائي نه سگهي ها. فقط اهو ئي سبب وسهڻ ۾ اَچي ها ته هُو اُن نوڪر جي خلاف اِن ڪري هو. جو هُن سندس بي عزتي اهڙي ته ڪئي هئي، جو دنيا ۾ اڳ ڪنهن به سندس نه ڪئي هئي. اُن کان سواءِ، اُن رات ڪيئي ڀيرا کيس اسرار جهڙي خوف جو احساس ٿيندو رَهيو، جنهن کان کيس شرمندي پئي ٿي. اِنهن حالتن هيٺ، هُن ايئن پئي سمجهيو ته سندس قوت جسماني زائل ٿي چُڪي آهي. سندس مٿي ۾ سور پيدا ٿي ويو هو ۽ هُن پاڻ کي پريشان ٿي سمجهيو. نفرت جو جذبو سندس دل ۾ پيدا ٿي چُڪو هو ۽ هُن ڪنهن کان اُن جو انتقام وٺڻ ٿي چاهيو. هُن اليوشا کي به نفرت سان ٿي ڏٺو. کيس سندس گفتگو ياد ٿي آيو، جو ساڻس ڪري آيو هو. اُن وقت هُو پاڻ کي به نفرت سان ڏسي رهيو هو. ڪيٽرينا ايونونا بابت ته سوچڻ ئي ڇڏي ڏنو هئائون. خاص ڪري هي کيس پوري ريت ياد هو، ته جڏهن هن ڪيٽرينا وٽ دليريءَ سان اعتراض ونندي ظاهر ڪيو هو ته هُو ٻي ڏينهن ماسڪو هليو ويندو، اُن وقت سندس دل ڪجهه پُٺڪي رَهي هئي. يعني "تون بيوقوف آهين، سڀاڻي تون نه ويندين، ايئن ڪونه ٿيندو، جيئن تون هتي لاف هڻي رهيو آهين."

گهڻو پوءِ هن رات کي ياد ڪندي، هن کي ناخوشيءَ ۾ ياد آيو ته هُو ڪيئن نه اوچتو صوفي کان اُٿي، چوري چوري، اِنهيءَ خوف کان ته ڇڻ ڪو کيس ڏسي رهيو آهي، دروازي کي کوليو هئائين ۽ ڏاڪڻ کان هيٺ لهي ويو هو، جتي فيودورپاولوچ ڦري رهيو هو. هُو ڪيترو وقت سندس قدمن جي آواز کي ٻُڌندو رهيو. پنج منٽ - هُو عجيب پريشانيءَ سان دم بخود هو ۽ سندس دل ٽپا ڏيئي رَهي هئي. هُن هي سڀ ڪجهه ڇو ڪيو هو ۽ ڪن ڇو ٿي ڏنائين. هن ڳالهه کي هُن پاڻ به نه ٿي ڄاتو. اُن کان پوءِ هُن پنهنجي سڄي عمر ۾ جڏهن به هن قدم بابت پئي ٿي سوچيو ته اُن کي پنهنجي عمر جو هڪ ناپسند ۽ بدترين عمل ٿي سمجهيو. خير اُن وقت کيس فيودورپاولوچ جي لاءِ نفرت جو ڪو به احساس نه هو. پر کيس فقط حيرت هئي ته هُو ڄاڻي سگهي ته هُو هيٺ ڪيئن نه اَچي وڃي ٿو ۽ هاڻي هُو ڇا ڪري رهيو هوندو. کيس هن تصور تي عجب ٿي لڳو ته هُو ڪيئن نه اونداهين درين مان جهاتيون پائي رَهيو آهي ۽ ڪوني جي وچ ۾ بيهي، ڪنهن آواز کي ڌيان ڏيئي ٻُڌي رهيو آهي ته ڪو اَچي ڪڙڪائي. ايون اِهڙي ريت ڌيان ڏيئي ٻڌڻ لاءِ، ٻه ڀيرا ڏاڪڻ کان هيٺ لهي ويو هو.

اٽڪل ٻہ بجي جڏهن چوڌاري چپ چپات هئي، ۽ فيودورپاولوچ بہ بستري ۾ هو، ايون بہ بستري ۾ داخل ٿيو ۽ فيصلو ڪيائين تہ هڪدم ننڊ ڪندو. چاڪاڻ تہ هُن پاڻ کي غير معمولي ٿڪيل ٿي سمجهيو. هُو گهري ننڊ ۾ پئجي ويو. ڪيس سوير ستين بجي جاڳ ٿي، جڏهن ڪافي ڏينهن جي روشني ٿي چُڪي هئي. اکيون کوليندي ئي، هن پاڻ کي، طاقتور ڏٺو. ٽپو ڏيئي پنهنجي جاءِ تان اُٿيو ۽ تڪڙو تڪڙو لباس پهريائين ۽ پنهنجي پيٽيءَ کي ڇڪي ورتائين ۽ پنهنجي سامان کي بند ڪرڻ لڳو. ڇاڪاڻ تہ اڳئين ڏينهن تي سندس ڪپڙا ڌوٻيءَ کان آيا هئا. ايون هن حقيقت تي کليو تہ هر ڪا شيءِ سندس اوچتي الوداع ۾ مدد ڪري رَهي آهي ۽ سندس هي الوداع بہ يقيناً اوچتو هو. جيتوڻيڪ ايون هڪ ڏينهن اڳ ۾، ڪيترينا، اليوشا ۽ سميرديا ڪوف کي ٻڌايو هو تہ هُو سڀاڻي وڃي رهيو آهي، پر جيئن ڪيس ياد ٿي آيو تہ بستري ۾ وڃڻ تائين ڪيس ٻاهر وڃڻ جو ڪو بہ ارادو نہ هو. گهٽ ۾ گهٽ ڪيس خواب ۾ بہ خيال نہ هو تہ صبح سان سندس پهريون ڪم اِهو هوندو تہ هُو پنهنجي پيٽي ۽ بئگ کي سفر لاءِ تيار ڪندو. نائين بجي جو وقت هو، جو دستور موجب مارفا ايگنٽيوينيا، ڪانئس پڇڻ آئي تہ، "هُو چانهہ پنهنجي ڪمري ۾ پيئندو يا هيٺ؟" هُو ڏاڍو سرهو ٿي ڏٺو پر سندس لفظن ۾ ۽ اُنهن جي اَدا ڪرڻ ۾ ڪجهہ تيزي ۽ انفراديت ٿي نظر آئي. پيءُ کي کُلي ڪيڪاريائين ۽ خاص طرح سندس صحت لاءِ پڇيائين، جيتوڻيڪ سندس جواب جو ڪو بہ انتظار نہ ڪيائين. هن کان پوءِ هن ظاهر ڪيو تہ هُو ڪنهن بهتريءَ جي لاءِ، ماسڪو وڃي رهيو آهي، اُن ڪري گهوڙن کي گهرايو وڃي. سندس پيءُ هن ٻڌرائيءَ کي ڪنهن بہ عجب کان سواءِ ٻُڌو ۽ ڪانئس انسانيت جي طور تي همدرديءَ جو اظهار وسري ويو ۽ ايئن بہ چئي نہ سگهيو تہ سندس جدائي ڏک ڏيندڙ آهي. اُن جي بجاءِ هُو پنهنجي ضروري ڪمن ڪارين کي ياد ڪرڻ لڳو.

"تون ڪهڙي قسم جو ماڻهو آهين، اِها حقيقت تو، مون کي ڪالهہ بہ نہ ٻُڌائي آهي. خيال نہ ڪر. سڀ ڳالهہ جو بندوبست ٿي ويندو. مهرباني ڪري، منهنجو هڪڙو ڪم ضرور ڪر. واٽ تي شرماشينا ڏي وڃج. ولوويا جي اسٽيشن کان فقط ٿورو ڪبي طرف ڦيرو آهي. فقط ٻارنهن فرلانگ کان پوءِ شرماشينا اَچي ويندو."

"مون کي افسوس آهي، جو مان ايئن نہ ڪري سگهندس. اِها جاءِ اسٽيشن کان اَسي فرلانگ پري آهي ۽ ماسڪو ڏانهن ويندڙ گاڏي، رات جو ستين بجي

تيار تئي تي، مون کي اُها هٿ ڪرڻي آهي."

"تون اها گاڏي سپاٽي يا ٻي ڏينهن ونج. پر اڄ تون شرماشينا وڃ. پيءُ کي آرام ڏيڻ لاءِ هن زحمت کي برداشت ڪر. جيڪڏهن مون کي هتي ڪو ضروري ڪم سوگهو نہ ڪري ها تہ مان پاڻ ڪڏهن جو اُتي پهچي وڃان ها. چاڪاڻ تہ مون کي اُتي بيحد ضروري ڪم آهي. پر مان هتي.... هيءُ وقت منهنجي ٻاهر نڪرڻ جو نہ آهي.... مون کي اُتي ڪاٺين جي جهنگ جا ٻہ ٽڪرا آهن. مئلوفس هڪ جهونو واپاري ۽ سندس پُٽ ديال جي ڪاٺين لاءِ اَٺ هزار روبل ڏيئي رهيا هئا. پر گذريل سال مون ڪان ٻيو واپاري گُسي ويو. جو ٻارنهن هزار روبل ڏيئي رهيو هو. هتي ڪو بہ ڪونہ آهي، جو اُن جو خريدار بڻجي. مئلوفس کي پنهنجي لالچ آهي. جو ڪجهہ هُو ڏيئي رهيو آهي، اُن کي ونڻو پوندو، چاڪاڻ تہ هتي ڪو بہ سندن خلاف واڪ ڏيڻ جي همت نہ ڪندو. اليانسڪو جي راهب گذريل خميس جي ڏينهن مون کي لکي موڪليو هو تہ هڪ واپاري، جنهن کي گورسٽڪن سڏين ٿا، جنهن کي مان سڃاڻان ٿو، اُنهن جي خريداري لاءِ تيار آهي. هُو جيئن تہ هتان جو نہ آهي، اُن ڪري کيس مئلوفس جو ڪو بہ خوف نہ آهي. هو چوي ٿو تہ مون کي جهنگ جي اِنهن ٻن ٽڪرن لاءِ يارنهن هزار روبل ڏيندو. تون ٻڌين ٿو نہ؟ راهب مون کي لکي موڪليو آهي تہ هُو اُتي فقط هڪ هفتو رهندو. سر تون هڪدم اوڏانهن وڃ ۽ اُن سان سودو ڪري ڇڏ."

"توهان راهب کي لکي ڇڏيو، هُو اُتي سودو ڪري ڇڏيندو."

"هو نہ ڪري سگهندو. وٽس ڏنڌي واريون اکيون ئي ڪو نہ آهن. هُو فقط خزانچي آهي. مان کيس ويهہ هزار روبل بنا ڪنهن رسيد جي ڏئي ڇڏيا آهن تہ هُو منهنجي ڪمن ڪارين جي خبر گيري ڪري. پر هُو ڏنڌي کان ناواقف آهي. هُو محض ٻار آهي ۽ کيس ڪانءُ بہ ٺڳي سگهي ٿو. اُن هوندي بہ جيڪڏهن تون اعتبار ڪرين تہ هُو عالم ۽ فاضل آهي. هي گورسٽڪن ڏسڻ ۾ ڪُڙمي آهي ۽ هيٺ نيري قبا پهريندو آهي. پر هو عوامي بدمعاش آهي. اُن جي لاءِ هيءَ عام دانهن آهي. اُن ڪانسواءِ هُو ڪوڙو بہ آهي. ڪڏهن ڪڏهن اهڙو تہ ڪوڙ ڳالهائيندو آهي، جو ٻڌندڙ کي عجب لڳندو تہ اهڙو ڪوڙ ڇو ٿو ڳالهائي. هڪ سال اڳ ۾ هُن مون کي ٻڌايو هو تہ "سندس زال مري وئي آهي ۽ هُن نئين شادي ڪئي آهي. حقيقت ۾ سندس هڪ بہ لفظ صحيح نہ هو. سندس زال اڄ ڏينهن تائين جيئري آهي ۽ هفتي ۾ ٻہ دفعا کيس موچڙا هڻندي آهي. اُن ڪري توکي ڏسڻو آهي تہ هُو جو ڪجهہ چئي رهيو آهي، اُهو سچ آهي يا ڪوڙ. چا

هُو سچ پچ چوي ٿو تہ اُنهن کي خريد ڪندو ۽ ٻارنهن هزار روبل ڏيندو.“

”مان هن معاملي ۾ ڪمائتو ٿي نہ سگهندس. مون وٽ بہ ڏنڌي واري اک ڪا نہ آهي.“

”ٿورو وقت ترس. تون ڪمائتو ٿي سگهندين. مان توکي ڪي نشانيون ٻڌائيندس، جنهن سان تون گورسٽڪن کي سمجهي ويندين. مان ساڻس گهڻو وقت ڏنڌو ڪيو آهي. تون سندس ڏاڙهيءَ کي ڏسج. سندس ڏاڙهي ننڍي، منجهيل ۽ مهيندي جي رنگ جهڙي آهي. جيڪڏهن سندس ڏاڙهي ڳالهائڻ وقت ڏڪي ۽ جذباتي بڻجي وڃي تہ نيڪ آهي. توکي سمجهڻ گهرجي تہ هُو جو ڪجهہ چوي ٿو، اُهو صحيح آهي ۽ ڏنڌو ڪرڻ گهري ٿو. پر جيڪڏهن هُو کٻي هٿ سان ڏاڙهيءَ کي ڏک هڻي ۽ ڪجهہ شوخي ڏيکاري تہ سمجهڻ گهرجي تہ هُو ٺڳي ڪري رهيو آهي. سندس اکين کي نہ ڏسجانءِ. سندس اکين مان توکي ڪجهہ بہ حاصل نہ ٿيندو. هُو ڏاڍو گهرو ۽ بدمعاش آهي. سندس ڏاڙهي کي ڏسج. مان توکي ڪجهہ لکي ڏيندس، اُهو اُن کي ڏيکارج. کيس گورسٽڪن سڏيندا آهن، جيتوڻيڪ سندس نالو ليا‌گوي آهي. پر کيس اِنهيءَ نالي سان نہ سڏج. کيس ڏک ٿيندو. جڏهن تون ساڻس ڪنهن ناهہ تي پهچي وڃين ۽ ڏسين تہ نيڪ آهي تہ مون کي هڪدم لکي موڪل. توکي فقط لکڻ جي تڪليف ڪرڻي پوندي تہ هُو ڪوڙ نہ ٿو ڳالهائي. ٻارنهن هزارن جو خيال ڪر. هڪ هزار تون ڪڻ، مٿي جو خيال نہ ڪجانءِ. ڪجهہ خيال ڪر، اَٺن هزارن ۽ ٻارهن هزارن جي تفاوت کي ڏس. ٺن هزارن جو فائدو ڪو ٿورو نہ آهي. ٻيو خريدار ملڻ بہ مشڪل آهي ۽ مون کي پيسي جي سخت ضرورت آهي. فقط مون کي اها خبر ڏي تہ هن ۾ صداقت آهي ۽ مان اُن ڏي ڊوڙي پوندس. مان ڪنهن ريت وقت ڪڍي وٺندس. پر جيڪڏهن راهب جو هي خيال آهي تہ اوڏانهن وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت اهي. ڪيئن تون ويندين نہ؟“

”مان ڪنهن بہ ريت وقت بچائي نہ ٿو سگهان. مون کي معاف ڪريو.“

”توکي پنهنجي پيءُ تي ٿورو ڪرڻ گهرجي. مان هن کي وساري نہ سگهندس. ڇا وٽس دل نہ آهي، جو تون هن لاءِ سوچي سگهين. هڪ يا ٻن ڏينهن جي ڪهڙي ڳالهہ آهي! تون هاڻي ڪاڏي وڃي رهيو آهين -وينس؟ وينس ۾ تون ڪٽي بہ ٻي ڏينهن وڌيڪ رهي پئجان. مان جيڪر اليوشا کي اوڏانهن موڪليان ها، پر اِهڙي معاملي ۾ اليوشا ڇا ڪري سگهندو؟ مان توکي اِنهيءَ ڪري ٿي موڪلي رهيو آهيان، جو تون سياڻو آهين. تون سمجهين ٿو تہ مان اِها ڳالهہ

ڇگّي ريتَ سمجهان ٿو. توکي ديال جي ڪانئين جي ڪا به خبر نہ آهي، پر تو وٽ اڪيون آهن. فقط هيءَ ڳالهہ ڏسڻي آهي تہ اُن ماڻهو وٽ انتظاري آهي. مان توکي جيئن چوان ٿو، تون فقط سندس ڏاڙهيءَ کي ڏسج. جيڪڏهن سندس ڏاڙهي ڏکي تہ ڄاڻج تہ ڪيس انتظار آهي."

تون مون کي پاڻ اُن واهيات جاءِ شرماشينا ڏي زور ڪري موڪلي رهيو آهين؟"

ايون ڪيني جي نموني مشڪندي چيو.

فيودورپاولووچ ڪيني واري نموني کي تہ نظر انداز ڪري ڇڏيو، پر سندس مشڪڻ کي خيال ۾ ورتائين.

"ها تڏهن تون ويندين ۽ ضرور ويندين، مان تنهنجي لاءِ نوٽ هاڻي ئي لکي وٺان ٿو."

"مون کي خبر نہ ٿي پوي تہ اوڏانهن ويندس يا نہ؟ مان اِهو رستي ۾ فيصلو ڪندس."

"بيوقوف! اِهو يڪدم فيصلو ڪر. منهنجا پيارا، اِهو هڪدم فيصلو ڪر. جيڪڏهن تون اِهو فيصلو ڪرين تہ مان هڪ سِٽَ لکي وٺان. تون لکي راهب کي ڏج، هُو پاڻيهي مون ڏي موڪلي ڏيندو. مان توکي گهڻو وقت نہ ٿو ترسايان، تون پوءِ وينس هليو وڃ. راهب توکي وولويا اسٽيشن تائين گهوڙو ڏيندو."

پوڙهو نهايت خوش هو. هُن خط لکي ورتو ۽ گهوڙن لاءِ ماڻهو موڪليائين. هلڪي ناشتي کي براندي سان پيش ڪيو ويو. جڏهن جڏهن فيودورپاولووچ خوشيءَ ۾ اَچي ويندو هو تہ خرچائو ٿيجي ويندو هو. هُن هڪ لفظ بہ نہ ڪچيو. هن جدائي جو مٿس ڪو بہ اَثر نہ هو، پر اُٿلو ڪانئس ڪجهہ چوڻ وسريو ٿي ويو. دمتريءَ لاءِ هن هڪ حرف بہ نہ چيو. ايون ڪيس خاص طرح ڏسندو ۽ سمجهندو رهيو. هن خيال ڪيو تہ "هو مون کان ڪڪ ٿي پيو هو." جڏهن پنهنجي پٽ سان گڏجي، ڏاڪن کان هيٺ لهي آيو تہ پوڙهي تي ڪجهہ اَثر پيو. هُو جيڪر ڪيس چمي ڏئي ها پر ايون تکڙ مان سندس هٿ کي جهلي ورتو. ظاهر ظهور سندس چمي کان پاسو ڪري ورتائين. سندس پيءُ هيءُ ڏٺو ۽ پاڻ کي پوئتي ڇڪي ورتائين.

"خوش قسمتي تنهنجو ساٿ ڏئي، خوش قسمتي تنهنجو ساٿ ڏئي." هُو ڏاڪن تان چوندو رهيو. "تون وري اڳي پوءِ موٽي ايندين ۽ ضرور اَچج. مان هميشہ توکي ڏسي خوش ٿيندس. خير، عيسيٰ مسيح تنهنجو حافظ هجي."

ايون گاڏيءَ ۾ وڃي ويٺو.

”خدا حافظ ايون. اُميد تہ تون مون کان ناراض نہ هوندين.“ پڻس ڪيس آخري ڀيرو واڪو ڪري چيو.

سڄو گهر جو گهر ڪانئس موڪلائڻ آيو. سميرڊياڪوف، مارفا ۽ گريگري. ايون هر هڪ کي ڏهہ روبل ڏنا. جڏهن هُو گاڏي ۾ ويٺو تہ سميرڊياڪوف اندر آيو ۽ سندس پيرن ۾ پيل غاليچي کي درست ڪيو.

”توکي خبر آهي، مان شرماشينا وڃي رهيو آهيان.“ ايون چوڻ شروع ڪيو. لفظ سندس زبان مان ڪرڻ لڳا، جيئن اڳئين ڏينهن پنهنجو پاڻ ڪري رهيا هئا ۽ هُو خاص اعصابي ۽ خاص ڪِل ڪلڻ لڳو. هن کي هُو پوءِ بہ گهڻو وقت ياد ڪندو رهيو.

”تڏهن اِهو سچ چئي ويا آهن تہ ”ڪنهن عقلمند سان گفتگو ڪرڻ چڱو آهي.“ سميرڊياڪوف، ايون کي وضاحت سان ڏسندي، پختگيءَ سان چيو.

گاڏي هلي پئي. ايون جي روح ۾ ڪا بہ ڳالهہ صاف نہ هئي، پر هُو نهايت شوق مان چوڌاري، زمينن، ٽڪرين، وڻن ۽ آڙين جي ولرن کي، جي سندس مٿان چمڪندڙ آسمانن ۾ اڏامي رهيون هيون، نهاري رهيو هو. اوچتو هُو خوشيءَ سان پرچي ويو. هن ڪوچبان سان ڳالهائڻ گهريو ۽ اُن هاري جي جواب کان بيحد خوش ٿيو. مگر هڪ منٽ کان پوءِ کيس محسوس ٿيو تہ اُن هاري جي جواب مان ڪا بہ عقلمندي ڪانہ ٿي ڏٺي، اُن ڪري چپ ٿي ويو. چڱو بہ اِيئن هو. هوا تازي ۽ ٿڌيري هئي ۽ آسمان چمڪندڙ. اليوشا ۽ ڪيٽرينا ايونونا جو تصور سندس دل تي تَري آيو. هُو فقط مشڪيو. هن آهستگي سان دوستاڻي ڳالهين تي غور ڪيو ۽ اِهي خيالَ ڪانئس موڪلائي ويا. هن خيال ڪيو تہ اِنهن جي سوچڻ لاءِ گهڻو ئي وقت پيو آهي. هُو اسٽيشن وٽ جلدي پهچي ويا. گهوڙا بدلايائون ۽ وولوينا ڏانهن هليا. ”چو ڪنهن عقلمند سان ڳالهائڻ چڱو آهي.“ هن کان سندس مطلب ڪهڙو هو؟ اوچتو هيءُ خيال چڻ تہ سندس ساهہ ڪٽڻ تي بہ قابض ٿي ويو. ”مان ڪيس هي چو ٻڌايو تہ مان شرما شينا ڏي وڃي رهيو آهيان.“ هيءُ وولوينا جي اسٽيشن تي پهچي ويا. ايون گاڏي کان ٻاهر نڪتو ۽ ڪوچبان، سندس چوڌاري ڦري آيا ۽ شرما شينا جي لاءِ، ڀاڙي جون ڳالهيون ڪرڻ لڳا. هن کين گهوڙن ٻڌڻ لاءِ چيو. هُو اسٽيشن جي جاءِ ڏانهن ويو ۽ چوڌاري ڏنائين ۽ هڪ اوور سيئر جي زال تي سندس نظر پئي. اوچتو هُو پوئتي موٽي ويو.

”مان شرماشينا ڪو نہ ويندس. ڀائرو مان ستين بجي ريل تي پهچي نہ سگهندس.“

"اسان ڀهچائي سگهنداسون. ڇا گاڏي ٻاهر ڪيون؟"

"اوهان مان ڪوئي سياڻي شهر ويندو؟"

"هائو دمِتري ويندو"

"دمتري تون منهنجو هڪڙو ڪم ڪندين. تون منهنجي پيءُ فيودورپاولووچ ڪرامازوف وٽ وڃ. ڪيس چئج ته مان شرماشينا نه وڃي سگهيس. ڇا تون اِيئن ڪندين؟"

"بيشڪ مان اِيئن ڪندس. مان گهڻي وقت کان فيودورپاولووچ کي سڃاڻان."

"ها هيءُ ڪجهه پيسا تنهنجي لاءِ آهن. ڇاڪاڻ ته مون کي يقين آهي ته هُو توکي ڪجهه به نه ڏيندو." ايون خوشيءَ مان کلندي چيو.

دمِتري به ساڳي ريت کلندي چيو ته "اُن تي آسرو ڪرڻ غلط آهي، هُو ڪونه ڏيندو."

"اوهان جي مهرباني، مان ڪيس پَڪ سان چوندس."

ستين بجي ايون ريل گاڏيءَ ۾ سوار ٿيو ۽ گاڏي ماسڪو رواني ٿي. گذري ڪي ياد نه ڪر، مان پراڻي دنيا کان هميشه لاءِ موڪلائي ڇڏيو. هاڻي نه اُن جي خبر هوندي نه پڙاڏو. هاڻي نئين زندگي ۽ نئون مقام هوندو. پوئتي نهارڻ جي ڪا به ضرورت نه پوندي!" مگر اُن هوندي به سندس روح کي ڪا به خوشي نه هئي پر اُداسائي هئي. سندس دل ڪنهن اندروني جَذبي کان ڏکي رَهي هئي. جنهن کان اڳي پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ دوچار نه ٿيو هو. هُو سڄي رات سوچيندو رَهيو. ريل گاڏي اُڏامندي ٿي وئي. پره ڦٽيءَ جو جڏهن هُو ماسڪو کي ويجهو ٿي رهيو هو. هُو انهن کي ڇڏي اتي بينو ۽ پاڻ کي چوڻ لڳو ته، "مان ته بدمعاش آهيان."

فيودورپاولووچ پنهنجي پٽ کي ويندو ڏسي، ڏاڍو خوش هو. ڇاڪاڻ ته ٻن ڪلاڪن کان پوءِ، هن پاڻ کي ڏاڍو خوش محسوس ڪيو ۽ برانڊي ڪولي پيئڻ لڳو. پر اوچتو هڪ اهڙو ناخوشگوار واقعو ظهور ۾ آيو، جنهن گهر جي سڀني ماڻهن کي پريشان ڪري ڇڏيو. فيودورپاولووچ جو سڪون قلب درهم برهم ٿي ويو. سميردِيا ڪوف جيئن تهخاني ۾ ڪنهن شيءِ جي ڪڻڻ لاءِ ويو ته ڏاڪڻ تان ڪري پيو. خوش قسمتي سان مارفا اگڻ ۾ هئي ۽ وقت تي سندس ڪرڻ جو آواز ٻڌائين. هُن ڪيس ڪرندو ته نه ڏٺو پر سندس چيخ ٻڌي هئائين. جا هڪ عجيب ۽ خاص چيخ هئي. هو چئي نه ٿي سگهيا ته اِهو دورو ڪيس ڪو ڏاڪڻ

تان لهندي ٿيو هو يا هُو اڳ ۾ بيهوش ٿي ڏاڪن تان ڪريو. پوءِ ڪيس ڏک کان مرگهيءَ جو دورو ٿيو هو. ڪيئن بہ ٺجي ڪيس بيهوشيءَ جي حالت ۾ ڏٺائون. هُو تهخاني جي ڏاڪن ۾ تَري ۾ پيو هو. هُو ڦٿڪيو ٿي ۽ سندس وات مان گِفَ ٿي نڪتي. پهريائين ايئن خيال ڪيو ويو تہ سندس ڪو عضوو ڀڳي پيو آهي. ٻانهن يا ٽنگ - يا ڪو ٻيو ڏک آٿس. پر مارفا جيئن اظهار ڪيو تہ، "خدا ڪيس بچائي ورتو آهي" ڪيس ڪو بہ ڏک لڳل نہ هو. پر هيءُ ڏکيو هو تہ ڪيس تهخاني مان ڪڍي ٻاهر آڻجي. هنن پاڙيسرين کي مدد لاءِ چيو ۽ ڪنهن بہ ريت ڪيس ڪڍي ورتائون. فيودورپاولووچ هن سڄي ڪم ۾ پاڻ موجود رَهيو. هن پاڻ ٻين کي مدد ٿي ڪئي ۽ پريشان ٿي نظر آيو. بيمار کي وري هوش نہ آيو. ٿوري وقت لاءِ اُن ۾ ڇڪتاڻ بند ٿي وئي هئي پر وري شروع ٿي ۽ سيني خيال ڪيو تہ هاڻي بہ اُهائي ساڳي حالت ٿيندي جا گذريل سال ظهور ۾ آئي هئي، جڏهن هُو ڪوٺي واري ڪمري کان ڪِري پيو هو. ڪين ياد آيو تہ اُن وقت سندس مٿي تي برف رکي وئي هئي. برف اَجا بہ تهخاني ۾ موجود هئي ۽ مارفا اُن مان ڪجهہ ڪڍي آئي. شام جو فيودورپاولووچ ڊاڪٽر هرزينسٽيوب کي گهرائي ورتو. جو هڪدم پهچي ويو. هُو وڏي عزت وارو پوڙهو هو ۽ اُن علائقي ۾ نهايت خبردار ۽ ڄاڻ وارو ڊاڪٽر هو. مريضن کي چڱيءَ ريت چڪاس ڪرڻ کان پوءِ، هن راءِ ڏني تہ هن تي شديد حملو ٿيو آهي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اُن جا نتيجا اُگرا نڪرن. اُن وقت تہ هرزينسٽيوب تہ حالتون چڱي ريت سمجهي نہ سگهيو. پر چيائين تہ جيڪڏهن هي علاج مفيد ثابت نہ ٿيو تہ سڀاڻي صبح سان وري ٻي ڪا ڪوشش ڪندو. بيمار کي سندس رهائش جي جاءِ ڏانهن نيو ويو. جا ڪوٺي، مارفا ۽ گريگري جي رهائش سان گڏ هئي.

پر فيودورپاولووچ کي هڪ بدقسمتيءَ جي پويان ٻي بہ آئي. مارفا سندس رات جي ماني ڪئي هئي. هُن جا يخني تيار ڪئي هئي، سا سميرڊياڪوف جي پيٽ ۾ پاڻيءَ کان وڌيڪ نہ هئي ۽ ڪُڪڙ کي ايڏو تہ سڪايو ويو هو ۽ ايترو تہ ڪچو هو. جو اُن کي چٻاڙڻ ئي ناممڪن هو. آقا جي سخت پر واجبي اعتراض تي، مارفا ڪيس جواب ڏنو تہ ڪڪڙ نهايت وڏي عمر جو هو ۽ اُن ڪانسواءِ هن اڳ ۾ ڪڏهن بہ بورچي جو ڪم نہ ڪيو آهي. رات جو ڪيس وري ٻي مصيبت پيش آئي. ڪيس معلوم ٿيو تہ گريگري جو ڪيترن ڏينهن کان بيمار هو. هاڻي بستري ۾ داخل آهي. فيودورپاولوچ کان جيتري قدر جلدي ٿي سگهيو. هُن چانهہ کي پيتو ۽ اَڪيلو جاءِ ۾ پاڻ کي بند ڪري ڇڏيائين. هُو سخت روحاني

پريشاني ۽ تڪليف ۾ مبتلا هو. اُن شام جو هُو گروشينڪا جي لاءِ بيحد منتظر هو، ڇو ته ڪيس اُن جي اَچڻ جي پَڪ هئي. صبح سان سميرديا ڪوف ڪيس پَڪَ ڏني هئي ته "هُن واعدو ڪيو آهي ته هُوءَ ضرور ايندي." پوڙهي جو قلب، اُن پريشانيءَ ڪان بُريءَ طرح دَڪ دَڪ ڪري رهيو هو ۽ اُن خالي جاءِ ۾ آواز جي ٻڌڻ لاءِ پٺي تي آيو ۽ ويو. هُو بلڪل خبردار هو ته متان دمتري ڪنهن جاءِ تي هجي ۽ دريءَ تي سندس ڪڙڪي جي آواز ڪي ٻُڌي. ڇاڪاڻ ته سميرديا ڪوف ٻه ڏينهن اڳ ۾ ڪيس ٻڌايو هو ته هوءَ ڪتان ۽ کهڙي ريت ڪڙڪا ڪندي. اِنهن ڪڙڪن ڪي ٻُڌي دروازي ڪي هڪدم ڪوليو ويندو. پر اِيئن نه ٿئي ته ساڻس هَو به هليو اَچي ۽ خدا نه ڪري هوءَ خوف ڪان ڀڄي وڃي. فيودورپاولووچ هنن ڳالهين تي غور ڪري رهيو هو ۽ خوف ۾ به ڪيس اُميدن جو ميناج تي نظر آيو. هن ڀيري هُو ڇئي رهيو هو ته هوءَ يقيناً ايندي!



باب پهريون

# مربي زوسيما ۽ سندس ملاقاتي

جڏهن اليوشا انتظار ۽ غم ڀَري دل سان مربي جي ڪمري ۾ گهڙيو تہ هُو عجب ۾ پئجي ويو. هن بيمار کي منجهيل ساهہ کڻندڙ ۽ بيهوش هئڻ جي بجاءِ، ڪرسيءَ تي ويٺل ڏٺو. هُو جيتوڻيڪ ڪمزور ۽ ٿڪايل ٿي ڏٺو، مگر سندس چهرو چمڪندڙ ۽ خوشيءَ ڀريو هو. سندس چوڏاري ملاقاتي هئا ۽ هُو اُنهن سان سنجيدگيءَ سان گفتگوءَ ۾ مشغول هو. هُو اليوشا جي پهچڻ کان فقط پندرنهن منٽ اڳ ۾ بستري تان اُٿي ويٺو هو. سنس ملاقاتي اڳ ۾ ئي سندس ڪمري ۾ جمع ٿيا هئا ۽ سندس جاڳڻ جي لاءِ انتظار ۾ هئا. راهب پائسي کان ڪين يقين مليو هو، تہ ”هُو معلم ٿيندو ۽ هُن پاڻ صبح سان واعدو ڪيو آهي، تہ هُو پنهنجي پيارن سان هڪ ڀيرو وڌيڪ گفتگو ڪندو. راهب پائسي، ڪي مرندڙ مربي جي واعدي ۽ سندس هر لفظ ۾ پورو پورو يقين هو. جيڪڏهن هُو ڪيس بيهوش بہ ڏسي ها يا مرڻ جي ڪنڌي تي چو نہ ڏسي پر ڪيس پنهنجي پير جي واعدي ۾ ايڏو تہ ايمان هو، تہ هُو ضرور اُٿندو ۽ ڪيس خدا حافظ چوندو. هُو سندس موت تي بہ اعتبار نہ ڪري ۽ ايئن چوي ها تہ هُو ضرور اُٿندو ۽ ساڻس گفتگو ڪندو. زوسيما سويرو صبح جو ڪيس سمهڻ کان اڳ بيهر چيو هو تہ ”مان اوهان پيارن سان ٻي خوشگوار گفتگو ڪرڻ کان سواءِ نہ مرندس. مان هڪ ڀيرو وڌيڪ اوهان جي پيارن چهرن کي ڏسندس ۽ پنهنجي دل جي اُمنگن کي اوهان وٽ پيش ڪندس.“ اُهي راهب جي سندس آخري گفتگو ٻڌڻ جي لاءِ اَچي جمع ٿيا هئا، سي سڀ ورهين کان سندس مخلص دوست هئي. هُو ڪل چار هئا. راهب ايوسف، راهب پائسي، راهب ميخائيل. ميخائيل اُن سنياس جي جاءِ جو وڏو شمار پئي ٿيو. هُو ڪرڙوڊ هو ۽ ايتري ڄاڻ وارو بہ نہ هو. هُو نماڻي طبعيت، مضبوط اِرادي، پختي اعتقاد وارو، سندس قلب مهر ۽ شفقت سان ڀريل هو. هُو اِنهن خاصيتن کي لڪائيندو ٿي رهيو، چو تہ ڪيس اِنهن جي اظهار کان شرمندگي محسوس ٿيندي هئي. چوٿون راهب انفيم، بيحد پوڙهو هو ۽ نهايت نماڻو. غربت زده هارين جي گروهہ مان هو. هُو اَڻ پڙهيل هو. نهايت خاموش، مشڪل سان ڪنهن سان گفتگو ڪندو هو. هُو نيازمندن جو بہ نيازمند هو ۽ ايئن ڏسڻ ۾ ايندو هو تہ هُو ڪنهن شاهين ادراڪ جي زير اَثر آهي. مربي زوسيما کي هن لاءِ بيحد احترام هو ۽ ڪيس بيحد عزت سان پيش ايندو هو. جيتوڻيڪ هُو مقدس روس ۾ سالن جا سال گڏ ساڻس سير ڪندو رَهيو، پر اُن هوندي بہ هڪ ٻي سان گهٽ ڳالهائيندا هئا. هن کي

گھڻو وقت گذريو. چاليهہ سال اڳ، جڏهن مربي زوسيما، پنهنجي راهباڻي زندگي جي سدي ۽ غريباڻي خانقاه ڪئسٽروما ۾ ابتدا ڪئي هئي. اُن ڪان تورو پوءِ هن راهب انفيم سان گڏ. اُن خانقاه جي لاءِ خيرات وٺڻ لاءِ ملڪ جو دورو ڪيو هو.

هيءَ سڄي جماعت خوابگاهہ ۾ هئي، جنهن لاءِ اَسان اڳ ۾ چئي چُڪا آهيون تہ نهايت ننڍي هئي ۽ مشڪل سان منجهس چئن ماڻهن جي ويهڻ جي جاءِ هئي. لاچار پر خير نئون سيڪڙاٽ راهب اُتي بينو هو. چئن ماڻهن جي ويهڻ لاءِ ڪرسيون، قيامگاهہ جي ڪونيءَ مان آنديون ويون هيون. ان وقت اونداهي پکڙندي تي رَهي. شمع ۽ فانوس مجسمن جي سامهون روشن ڪيا ويا هئا.

مربي زوسيما، اليوشا کي دروازي وٽ منجهيل بيٺل ڏسي مشڪيو ۽ پنهنجو هٿ متي ڪري، کيس ڪيڪارياڻين.

”سلام منهنجي عزيز دوست، سلام منهنجا پيارا. تون اَچي وئين. مان سمجهيو تي تہ تون ايندين.“

اليوشا وٽس وڏي ويو، ۽ سندس اڳيان زمين تي جهڪي، روئڻ لڳو. سندس دل شڪستہ هئي ۽ سندس روح لرزي رهيو هو. هن چاهيو تي، تہ خوب روئي.

”اڇ، مون تي اَچا نہ روءِ.“ مربي زوسيما، سندس متي تي سڄو هٿ رکي مشڪيو.“

”تون ڏسين تو تہ مان وينو آهيان ۽ ڳالهايان تو. تي سگهي تو تہ مان ويهہ ورهيہ وڌيڪ جيئرو رهان. ڪالهہ هڪ دشيگوري جي نيڪ عورت پنهنجي ننڍڙي نينگر لزاويٽا کي ياڪر ۾ جهلي، اِهڙي خواهش جو اظهار تي ڪيو. خدا اُن ماءُ ۽ ننڍڙي نينگر لزاويٽا تي پنهنجون برڪتون نازل ڪري.“ هن پاڻ تي صليب جو نشان بڻايو.“ پروفيسر، تو سندس نذرانو اُن جاءِ تي پهچايو، جنهن لاءِ توکي چيو هيم.

اُن نيڪ عورت اڳئين ڏينهن 60 ڪاپڪس(سڪا) اِنهيءَ لاءِ آندا هئا، تہ اُهي ڪنهن اِهڙي عورت کي ڏنا وڃن، جا ڪانئس وڌيڪ محتاج هجي. پيسن جو هي نذرانو، اِهڙي قسم جو ڪفارو آهي، جنهن کي هر ڪو ماڻهو، دل جي خوشيءَ سان قبول ڪندو آهي. مربي پرفيري کي اڳئين شام جو هڪ رن زال ڏي موڪليو هو، جنهن جو گهر تورو وقت اڳ ۾ باهہ ۾ سڙي ويو هو ۽ جا باهہ لڳڻ ڪان پوءِ بارن سميت خيرات پنڻ لاءِ نڪري پئي هئي. پرفيري تڪڙ مان جواب ڏنو تہ کيس جيئن هدايت ڪئي وئي هئي، اِهڙي ريت اُها رقم اُن کي هيئن چئي پهچائي وئي اهي تہ اها ڪنهن نامعلوم خيرات ڪندڙ جي طرفان آهي.“

”اي منهنجا پيارا ڇوڪرا!“ مربي، اليوشا کي چيو. ”مان توکي هڪ نظر سان ڏسڻ گهران تو. ڇا تون پنهنجي گهر وئين هئين ۽ پنهنجي ڀاءُ کي ڏسي آئين؟“ اليوشا

ڪي هن سوال تي تعجب لڳو جو رازداراڻي ۽ مخلصاڻي نموني ۾ فقط هڪ ڀاءُ لاءِ پڇيو ويو هو. پر ڪيس اِها خبر نہ پئي تہ هو ڪهڙي ڀاءُ لاءِ پڇي رهيو آهي؟ شايد اُنهيءَ ڀاءُ لاءِ، جنهن لاءِ ڪيس ڪالهہ ۽ اَڄ، اُن ڏانهن موڪليو ويو هو.

"مان پنهنجي ڀائرن مان هڪ کي ڏٺو آهي." اليوشا جواب ڏنو.

"منهنجو اشارو وڏي ڀاءُ ڏانهن آهي، جنهن کي مون جهڪي سلام ڪيو هو."

"مان هن سان ڪالهہ مليو هئس ۽ اُن کي اَڄ لَهي نہ سگهيس." اليوشا وراڻيو.

"جلدي ڪر ۽ ڪيس ڳولي وٺ. وري سڀاڻي بہ وڃ. جلدي وڃ. سڀ ڪجهہ ڇڏي، جلدي وڃ، شايد اَجا بہ توکي وقت ملي تہ ڪنهن امڪاني خطري کي روڪي وٺين. مان ڪالهہ ڪيس اِنهيءَ لاءِ جهڪي سلام ڪيو هو تہ اُن جي لاءِ ڪيترين ئي مصيبتون پيدا ٿي ويون آهن."

هُو اوچتو خاموش ٿي ويو ۽ اِيئن نظر ٿي آيو، تہ ڪجهہ سوچي رهيو آهي. سندس لفظ حيرت پيدا ڪندڙ هئا. راهب ايوسف جنهن ڪالهہ سڄي نظاري کي ڏٺو هو، راهب پائيسي سان اکيون ملائڻ لڳو. اليوشا پڇڻ ڪانسواءِ رَهي نہ سگهيو.

"مربي ۽ اُستاد!" هن انتهائي جوش مان چوڻ شروع ڪيو: "اوهان جا لفظ نهايت منجهيل آهن... اُها ڪهڙي تڪليف آهي، جا هُن لاءِ جمع ڪئي وئي آهي."

"اِهو مون ڪان معلوم ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪر. مون کي ڪالهہ ڪجهہ خوفناڪ حالت نظر آئي هئي.... ڄڻ تہ سندس سڄو مستقبل اکين ۾ سميٽجي آيو هو. سندس نگاهہ، اِهڙي قسم جي اکين مان اُتي هئي، جنهن کي ڏسي، مان اُن وقت ڏڄي ويو هوس. مان حيران ٿي ويو هوس تہ هيءُ ماڻهو پاڻ کي ڪهڙيءَ ڳالهہ لاءِ تيار ڪري رهيو آهي. پنهنجي حياتي ۾ هڪ يا بہ دفعا، ڪنهن ماڻهوءَ جي اهڙي نگاهہ ڏٺي اٿم ۽ سندس قسمت جو عڪس، اُن ۾ لَڌو هيم. افسوس سندس مستقبل ۾ اُها تقدير جي ڪاروائي گذرندي ڏٺي اٿم. اليگزي مان توکي اُن ڏي موڪليو هيم، تہ مَنَ تنهنجي ڀائپي جو چهرو، سندس مدد ڪري سگهي. اليگزي مان ڪيئي مرتبا، خاموشي ۾ تنهنجي لاءِ دعائون گهريون اٿم. پر اسان جي هر شيءِ، خدا جي تقدير ۾ آهي. جيستائين ڪڻڪ جو داڻو، زمين جي اندر نہ ويو آهي، اَڪيلو پيو رَهي ٿو، پر جڏهن هُو مٽي ۾ اندر وڃي ٿو، تڏهن ڪيترائي داڻا اُن کي ميسر ٿين ٿا. هن نقطي کي هميشہ پنهنجي ذهن ۾ رکج." مربي، مشڪندي ڪيس چيو، "مان تنهنجي لاءِ جيڪو سوچيو آهي. اُهو هيءُ آهي، تہ تون هنن ديوارين ڪان هليو ويندين، پر دنيا ۾ راهب وانگر ٿي رهندين. تنهنجا ڪيترائي دشمن آهن، پر تنهنجا دشمن بہ آخر ۾ توسان محبت ڪندا. زندگيءَ ۾ توکي ڪيترين بدنصيبين سان منهن ڏيڻو پوندو، پر

تون هميشه اُنهن ۾ راحت محسوس ڪندين. تنهنجي حياتي برڪتن واري حياتيءَ هوندي ۽ ٻين جي حياتيءَ کي به برڪتن وارو بڻائيندين. تنهنجي بابت منهنجو اهو ئي عقيدو آهي.“ هُن پوءِ پنهنجي دوستن کي مشڪندي خطاب ڪيو ته، ”مربيو ۽ اُستادو! مان هن کي اڄ ڏينهن تائين اهو نه ٻڌايو هو، ته ڇو سندس چهرو مون کي پيارو آهي. مان هاڻي اوهان کي ٻڌايان ٿو. هن جي چهري مان مون کي ڪي يادگيريون ۽ پيشگويون ٿي نظر آيون. منهنجي زندگيءَ جي صبح وقت، جڏهن مان اُڃا ٻار هوس، مون کي هڪ وڏو ڀاءُ هو، جو سترهن ورهين جي ڄمار ۾ مري ويو. وقت گذرڻ کان پوءِ، اڳتي هلي مان پنهنجي حياتيءَ ۾ سمجهيو، ته منهنجو ڀاءُ منهنجي رهبريءَ لاءِ خدائي نشان جي مثال هو. جيڪڏهن هُو نه هجي ها، ته مان بيشڪ راهب نه بڻجي سگهان ها ۽ نه وري هن واٽ تي قدم رکي سگهان ها. هُو منهنجي اڳاٽي زندگيءَ ۾ مون تي ظاهر ٿيو هو ۽ هاڻي منهنجي آخري وقت ۾ به مان سمجهان ٿو، ته هُو مون ڏي وري موٽي آيو آهي. مربيو ۽ اُستادو، هيءَ هڪ عجيب حقيقت آهي. اليگزي، جنهن جي چهري جي ٿوري مشابهت اُن سان آهي ۽ گهٽِ نه، مون کي روحاني طرح اُن وانگر نظر اچي ٿو. مان ڪيئي ڀيرا ڪيس پنهنجي نوجوان ڀاءُ وانگر پئي سمجهيو آهي ۽ ڇاڻندو رهيو آهيان، ته هيءُ پراسرار طور تي منهنجي آخري وقت ۾، منهنجي روحاني فيض لاءِ موٽي آيو آهي. مان يقيناً پنهنجي اندر، هن عجيب خواب تي عجب کائيندو رهيو آهيان. پرفيري تون هيءَ ڳالهه سمجهين ٿو؟“ هُو اُن سيڪڙاٽ راهب ڏي مڙيو، جو سندس پرسان بيٺو هو. ”ڪيئي دفعا مان تنهنجي چهري ۾ ريس جون نگاهون ڏٺيون آهن، ته مان اليڪسي کي توکان وڌيڪ پيار ٿو ڪريان. هاڻي توکي خبر پئي هوندي، ته مان ايئن ڇو ڪندو هوس. پر مان توسان به محبت ڪريان ٿو. توکي خبر هئڻ کپي، ته مان ڪيئي ڀيرا، تنهنجي هن ريس تي ڏک ۾ پَرجي ٿي ويس. منهنجا پيارا دوست، مان هاڻي چاهيان ٿو، ته مان اُن نوجوان ڀاءُ جي بابت ڪجهه ٻڌايان، ڇاڪاڻ ته منهنجي حياتيءَ ۾، هن کان وڌيڪ قيمتي، معنيٰ خيز ۽ پُر اَثر شخصيت ٻي ڪانه رَهي آهي. منهنجي قلب ۾، شفقت ڀريل آهي، ۽ مان پنهنجي گذريل زندگي ۾ اهڙو ته محوَ ٿي ويو آهيان، ڄڻ ته هن گهڙيءَ ۾ ٻيهر، گذريل عمر کي وري طيءَ ڪري رهيو آهيان.“

• مان هتي هيءُ ٻڌائڻ گهران ٿو، ته مربي زوسيما، پنهنجي حياتيءَ جي پوئين ڏينهن تي جا گفتگو پنهنجي ملاقاتين سان ڪئي هئي، اُن کي ياداشت جي طور لکيو ويو هو، اليڪسي فيودوروويچ، پنهنجي يادگيريءَ تان، مربي جي موت کان ٿورو پوءِ اُن کي قلمبند ڪيو هو. خبر نه ٿي پوي، ته هي سڀ اُن وقت جي گفتگو هئي يا اُنهن

گذريل گفتگوئن جا ٽڪرا ٻه گڏ ڪيا ويا هئا. جي وقت بوقت هُو ڪانئس ٻڌندو رهيو هو. مان هن بابت يقين سان چئي نه ٿو سگهان. هن ياداشت ۾ مربي زوسيما جي گفتگوءَ بنا ڪنهن قطع جي هلندي نظر اَچ ٿو. معلوم ٿئي ٿو ته هُو پنهنجي زندگيءَ جو احوال آڪاڻيءَ جي صورت ۾ ٻڌائي رهيو آهي. اِنهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي، ته هيءَ ياداشت، اُن شام جي گفتگو جي لحاظ ڪان نمايان هئي. جيتوڻيڪ ملاقاتي سندس گفتگوءَ ۾ دخل اَنداز نه هئا پر هنن به ڳالهايو ٿي. مربي زوسيما پاڻ اُن ڪي لاڳيتو ٻڌائي نه ٿي سگهيو. ڪڏهن ڪڏهن ساهه کڻڻ لاءِ دم ٿي ڪنيائين ۽ سندس آواز ڪمزور ٿي پئي ويو. اُن ڪري ڪجهه وقت آرام لاءِ ليٽي ٿَي پيو، پر ڪيس ننڊ نه ٿَي آئي ۽ نه وري ملاقاتين ئي پنهنجي جاءِ ٿَي ڇڏي. هڪ يا ٻه ڀيرا گفتگو، راهب پايسي جي انجيل پڙهڻ ڪري، ٻه رڪجي وئي هئي. هيءَ به ٻڌائڻ جهڙي ڳالهه آهي ته ڪنهن به اِيئن نه ٿي سمجهيو، ته هُو اُن رات مري ويندو. ڇاڪاڻ ته اُن شام جو، ڏينهن جي ننڊ سبب، سندس حياتيءَ ۾ نئين قوت ۽ شگفتگي اَچي وئي هئي. جنهن ڪيس سندس طويل گفتگوءَ دوران اُجاگر ٿَي رکيو. اِهو ڄڻ ته سندس محبت جو آخري اظهار هو، جنهن ڪيس عجيب قوت بخشي هئي. هيءُ سڀ ڪجهه ٿوري وقت لاءِ هو، ڇاڪاڻ ته ٿورو پوءِ جلد ئي سندس حياتيءَ جو رشتو ڪٽجي ويو.... مان هاڻي سندس گفتگوءَ جي باري ۾ ڪجهه چوندس. مان فقط هيءُ وڌيڪ ٻڌائيندس، ته مان پاڻ ڪي اليگري فيودورياوولووچ ڪرامازوف جي ياداشت تائين محدود رکيو آهي. اهو مختصر ۽ اَڻ ٽڪائيندڙ هوندو. بيشڪ مان اُن ڪي دهرائيندس، جنهن ڪي گذريل گفتگوءَ موجب اليوشا جمع ڪري ورتو هو.

متوفي پادري ۽ راهب، مربي زوسيما جي زندگي جي ياداشت، اليڪسي
فيودورپاوولوچ ڪرامازوف جي زباني بيان ڪيل

# سوانح حيات جي ياداشت

## مربي زوسيما جو پاءُ

عزيز راهبو ۽ اُستادو! مان اُتر جي ڏورانهين علائقي جي، وي شهر ۾ ڄائو هوس. منهنجو پيءُ نسلاً، هڪ سکر ماڻهو هو، پر سندس حيثيت ڪا ايڏي وڏي نه هئي. هو اُن وقت وفات ڪري ويو، جڏهن منهنجي عمر فقط ٻه سال هئي ۽ مون کي اُن جي ڪا به يادگيري ڪانه آهي. هُو منهنجي ماءُ جي لاءِ هڪ گهر ڇڏي ويو، جو ڪاٺيءَ جو ٺهيل هو ۽ ميراث، جا ايتري گهڻي ته نه هئي، پر سندس ٻارن کي آسودي رکڻ لاءِ ڪافي هئي. اسان ٻه ٻار هئاسون. هڪ منهنجو وڏو ڀاءُ مارخيل ۽ ٻيو مان. مارخيل مون کان عمر ۾ اٺ ورهيه وڏو هو. هُو جلد باز ۽ جوشيلي طبعيت وارو ضرور هو، پر دل جو نرم ۽ ڪڏهن به سخت نظر نه آيو. هُو غير معمولي طرح خاموش طبعيت وارو هو، پر خاص طرح گهر ۾، مون سان، ماءُ سان ۽ نوڪرن سان زياده خاموشيءَ سان هلندو هو. هُو اسڪول ۾ هوشيار هو، پر پنهنجي هم ڪلاسين سان ٺهي نه سگهيو. جيتوڻيڪ هن ڪنهن سان به جهيڙو ۽ جهڳڙو نه ڪيو، پر جيئن منهنجي ماءُ مون کي ٻڌايو هو، ته ڇهه مهينا سندس موت کان اڳ، جڏهن هُو سترهن ورهين جو هو، سندس هڪ سياسي ملڪ بدر ماڻهوءَ سان واقفيت ٿي، جنهن کي سندس آزاد خياليءَ جي سبب ماسڪو مان اسان جي شهر ۾ ملڪ نيڪالي ڏني وئي هئي. هُو چڱو تعليم يافته هو ۽ يونيورسٽي مان فلاسافيءَ ۾ امتياز سان ڪاميابيءَ حاصل ڪيائين. ڪنهن سبب جي ڪري هن مارخيل ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي ۽ کيس هميشه ملاقات جي لاءِ ترغيب ڪندو ٿي رهيو. هيءَ نوجوان اُن سياري جي شام جو سمورو وقت ساڻس گڏ گذاريندو ٿي رهيو. تان جو اُن شهر بدر آدميءَ کي سينٽر پيٽرسبرگ ۾ سندس درخواست موجب وري گهرايو ويو، ته هُو پنهنجي عهدي جي موٽي اَچي چارج ورتي. ڇاڪاڻ ته اُتي سندس وڏا طاقتور دوست موجود هئا. اُن ليڻٽ جي صحبت جو ابتدائي اَثر مارخيل تي اِهو پيو، جو هُو روزي جو منڪر ٿي ويو. منهنجي ماءُ، اَسان جا نوڪر ۽ مان، هيءُ ٻڌي ڏڇي وياسون. مان اُن وقت جيتوڻيڪ نون ورهين جو هوس پر اُن جا اهي لفظ ٻڌي مان به حيران ٿي ويس. اَسان وٽ چار نوڪر هئا، جي سڀ خريد ڪيل غلام هئا. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي، ته منهنجي ماءُ انهن مان هڪ کي، جا بورچياڻي هئي ۽ سندس نالو افيميا هو، سٺ روبل ۾

وڪٽي ڇڏيو هو. هوءَ منڊ ۾ پوڙهي هئي، اُن جي جاءِ تي هُن هڪ آزاد ۽ پگهاردار غلام کي رکيو.

لينٽ کان ڇهه هفتا پوءِ، منهنجو ڀاءُ جو نهايت ڪمزور هو ۽ سلهه جو مريض تي ڏنو، بيمار ٿي پيو. هُو قد جو ڊگهو، پر سنهو ۽ ڏسڻ جو موچارو هو. سندس چهرو ڏاڍو پيارو هو. مان ايئن سمجهيو، ته ڪيس زڪام ٿي پيو آهي. ڪجهه به هجي، جڏهن ڊاڪٽر آيو ته هُن ڏسندي ئي منهنجي ماءُ سان سرگوشي ڪئي، ته هن کي سلهه آهي ۽ بهار تائين مشڪل سان جيئرو رَهي سگهندو. منهنجي ماءُ روئڻ شروع ڪيو، پر نهايت خبرداري سان، جيئن ڪيس ڪا به خبر نه پوي. هن منهنجي ڀاءُ کي مشورو ڏنو، ته هُو ديول ۾ وڃي دعا گهري ۽ پنهنجي گناهن جو اعتراف ڪري. چاڪاڻ ته هُو اَجا گهمي ڦري سگهيو ٿَي. هو، هن ڳالهه تي چڙي ويو ۽ هُن ديول جي مذمت ۾ ڪجهه چيو. هُو فڪر ۾ پئجي ويو پر هن هڪدم سهي ڪري ورتو، ته هُو سخت بيمار آهي. اهو ئي ته سبب هو جو سندس ماءُ ڪيس دعا ۽ اعتراف لاءِ عرض ڪري رهي هئي. هُو گهڻي وقت کان سچ پچ خوش نه هو ۽ پنهنجي ناچاڪيءَ کان خبردار هو. هڪ سال اڳ ۾ هن رات جي ماني تي، منهنجي ماءُ کي چيو هو ته، ”منهنجي حياتي اوهان جي درميان ڪو گهڻو وقت نه آهي. ٿي سگهي ٿو، ته مان ٻي سال جيئرو نه رهان.“ اُها هاڻي ڄڻ ته پيشگوئي ٿي نظر آئي.

ٽي ڏينهن گذري ويا ۽ پاڪ هفتو آيو. اڱاري جي صبح جو منهنجو ڀاءُ ديول ڏي وڃڻ لڳو. هُو چوڻ لڳو ته، ”منهنجي ماءُ، مان هيءَ سڀ ڪجهه توکي راضي رکڻ ۽ آرام ڏيڻ لاءِ ڪري رهيو آهيان.“ منهنجي ماءُ خوشيءَ ۽ ڏک مان روئڻ لڳي. هن خيال ڪيو، ته سندس موت ويجهو آهي. تڏهن ته منجهس اها تبديلي اَچي وئي آهي، پر هُو گهڻو وقت ديول ڏي وڃي نه سگهيو. هُو بستري داخل ٿي ويو، سندس اعتراف ۽ دعا، اُن ڪري سندس گهر ۾ ئي ٿي.

ايسٽر اَچي وئي هئي، ڏينهن هاڻي روشن، وڻندڙ ۽ خوشبو سان ڀريل هئا. مون کي ياد آهي، ته هُو سڄي رات کنگهندو رهندو هو ۽ ٿورو سمهندو هو، پر صبح جو چڱيءَ ريت لباس پهري، آرام ڪرسيءَ تي ويهندو هو. مون کي هاڻي به سندس ويهڻ ياد آهي. شيرين ۽ تلفظ آميز مشڪڻ، سندس چهرو روشن ۽ خوشيءَ سان ڀريل، ڄڻ ته ڪيس بيماريءَ جو ڪو به اَثر نه هو. هڪ عجيب تبديلي منجهس اَچي وئي هئي. هن جو روح ڦٽيل ٿي ڏنو. پوڙهي دائي ايندي هئي ۽ چوندي هئي ته، ”منهنجا پيارا! مون کي اِجازت ڏئي، ته مقدس تصوير جي سامهون بتي روشن ڪريان.“ هڪ پيري ته اُن کي اجازت نه ڏني ۽ فانوس کي وسائي ٻاهر موڪلي ڇڏيائين.

”ها، هن کي روشن ڪر، روشن ڪر. مان هڪ ڪمبخت هوس، جو توکي هن کان روڪيندو رهيو آهيان. تون جڏهن فانوس کي روشن ڪرين ٿي ۽ دعائون گهرين ٿي ۽ جڏهن مان توکي دعائون گهرندو ڏسان ٿو، ته توسان شامل ٿي وڃان ٿو. اهڙيءَ ريت اسان هڪڙي ئي خدا جي عبادت ڪريون ٿا.“

هي سندس لفظ اسان کي نهايت عجيب لڳا. منهنجي ماءُ جڏهن پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ ويندي هئي، ته خوب روئندي هئي، پر جڏهن هن جي ڪوٺيءَ ۾ ويندي هئي ته هوءَ پنهنجي اکين کي ڳوڙهن کان صاف ڪري، خوشنما بڻجي ويندي هئي. هُو چوندو هو ته، ”منهنجي منڙي امڙ! تون نه روءُ. مان اڃا گهڻو وقت توسان جيئرو رهندس. حياتي ته خوشي ۽ مسرت آهي.“

”اڙي پيارا بار! تون ڪيڏيون نه خوشيءَ جون ڳالهيون ٿو ڪرين. هوڏانهن رات جو بخار آهي. ايترو ته کنگهين ٿو، جڻ ته تون ٻاڻ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندين.“

”امان دانهون نه ڪر!“ هُو جواب ڏيندو هو، ”حياتي جنت آهي ۽ اسان سڀ جنت ۾ آهيون. پر اسان اُن کي نه ڏسنداسون. توڙي ڪٿي چاهيون به. جڏهن اسان هن نقطي کي ڄاڻنداسون، تڏهن هيءَ سڄي زمين بهشت بڻجي ويندي.“

هُن جهڙي ريت مضبوطيءَ ۽ پختگيءَ سان ڳالهايو ٿي، اُن هر ڪنهن ماڻهوءَ کي عجب ۾ ٿي وڌو. اسان سڀ اُن کان غم ۾ پرجي ٿي وياسون ۽ رُناسون ٿي. اسان کي دوست ڏسڻ ٿي آيا. هن اُنهن کي چيو ٿي ته، ”مان اوهان جي ڪهڙي خدمت ڪئي آهي، جو اوهان سڀ مون کي پيار ٿا ڪريو. اوهان مون سان جا محبت ڪري رهيا آهيو، اُن کي مان اڳ ۾ نه ٿي ڄاڻو، نه ته جيڪر اُن جو قدر ڪريان ها.“

جيڪڏهن نوڪر وٽس ايندا هئا، ته هُو کين چوندو هو ته، ”منهنجا مهربان ۽ عزيزو، اوهان منهنجي ايتري خدمت ڇو ٿا ڪريو. مان اِن جي لائق به آهيان؟ جيڪڏهن خدا جي مرضي هوندي، ته مان جيئرو رهان، ته مان اوهان ۾ رهندس. ڇاڪاڻ ته ماڻهو هڪ ٻئي جي آسري تي ئي رهن ٿا.“

امڙ سندس اِهي ڳالهيون ڏيان سان ٻڌندي هئي ۽ متو لوڏيندي هئي. ”منهنجا پيارا، هيءَ تنهنجي بيماري آهي. جا توکي اِنهيءَ طرح جي گفتگو تي ڪرائي.“

هُو کيس جواب ڏيندو هو ته. ”پياري ماءُ! دنيا ۾ آقا به ٿيندا آهن ۽ خادم به. جيڪڏهن ايئن آهي، ته مان خادمن جو به خادم ٿيندس. بلڪل اهڙيءَ ريت جيئن هو منهنجا آهن. ٻي ڳالهه هيءَ آهي امڙ، ته دنيا ۾ هر ڪو انسان گناهه ڪري ٿو، پر مان سڀني کان وڏيڪ گنهگار آهيان.“

امڙ اِنهيءَ تي کلي ويهندي هئي. ڳوڙهن جي وچ ۾ کلندي هئي. ”ڇو ۽ ڪيئن

سيني کان وڌيڪ گناهه ڪيو آهي؟ اِهي تہ ڦورو ۽ قاتل تي سگهن ٿا. پر تو اهڙو، کهڙو گناهه ڪيو آهي، جو تون سيني کان وڌيڪ پاڻ کي گنهگار ٿو سمجهين."

"امڙ منهنجي نانڊڙي دل." (هو اُن وقت نهايت اُٽر وارا ۽ چيندڙ لفظ ڳالهائيندو هو.) "مان منهنجي نانڊڙي دل، ۽ منهنجي خوشي. مون تي اعتبار ڪر تہ هر هڪ ماڻهو، سيني انسانن لاءِ جوابدار آهي. مان سمجهي نہ ٿو سگهان، تہ ڪهڙيءَ ريت اُن جي تشريح توکي ڪري ٻُڌايان. پر مون کي هن جو احساس نهايت تڪليف ڏيڻ وارو آهي. هيءَ عجيب ڳالهہ آهي، تہ اسان رهون بہ گڏ ٿا ۽ غصي بہ ٿيون ٿا پر اُن هوندي بہ ڪجهہ نہ ٿا ڄاڻون؟"

اِهڙيءَ ريت هُو ڏينهون ڏينهن، وڌيڪ مٺو، پُر مُسرت ۽ محبت جو پيڪر بڻبو ويو. جڏهن پوڙهو جرمن ڊاڪٽر، جنهن کي سندس اسپنسر تي سڏيائون، وٽس تي آيو، تہ اُن کي مذاق طور چيائين تہ. "ڊاڪٽر، مان سياڻي هن جهان ۾ هوندس بہ؟"

"تون اَجا گهڻائي ڏينهن دنيا ۾ جيئرو رهندين، مهينا ۽ ورهيہ."

هن کيس جواب ڏنو تہ. "مهينا ۽ سال! هي ڏينهن جو شمار ڇو؟ ماڻهوءَ جي لاءِ راحت جو هڪ ڏينهن ئي ڪافي آهي. منهنجا عزيزو، اسان کي جهڳڙو ڇو ڪرڻ گهرجي. ڪوشش اِها ڪرڻ گهرجي تہ هڪ ٻئي کي ڪم اَچون. هيءَ هڪ ٻئي سان دل ۾ عداوت ڇو؟ اسان کي باغ ۾ سنئون سڌو وڃڻ گهرجي. گهمڻ ۽ رانديون ڪرڻ گهرجن. هڪٻئي کي پيار ڪرڻ گهرجي، هڪٻئي کي ساراهڻ گهرجي ۽ چُمڻ گهرجي. هن حياتيءَ کي مبارڪ بنائڻ گهرجي."

"تنهنجو پٽ گهڻو وقت جيئرو نہ رهندو." ڊاڪٽر منهنجي ماءُ کي چيو، جا ساڻس دروازي تائين ساڻ هئي. "مرض سندس دماغ تي اگرو اُٽر وجهي رهيو آهي."

سندس ڪمري جون دريون باغ ڏانهن ٿي کُليون ۽ اسان جو باغ سايي دار هو. منجهس پراڻا وڻ ڪثرت سان هئا، جي هاڻي ڦُٽي رهيا هئا. بهار جا پهريان پکي، ٿارين تي ٽپا ڏيئي رهيا هئا ۽ درين جي مٿان ٻوليون ڪري رهيا هئا. اُنهن ڏي نهاريندي ۽ پيار ڪندي، هُو اوچتو، اُنهن کان بہ بخشش جو طالب ٿي ويندو هو. "آسماني پرندؤ، راحت پريل پکيؤ، مون کي معاف ڪريو، اوهان جو ڪيترو ئي گناهہ ڪيو آهي!" ڪو بہ ماڻهو اُن وقت سندس گفتگوءَ کي سمجهي نہ سگهندو هو، پر هُو راحت مان لُڙڪ هاريندو رهندو هو. "هائو"، هُو چوندو هو تہ "خدا جي ڪيڏي نہ عظمت منهنجي سامهون هئي، هيءُ پکي، وڻ، ميدان ۽ آسمان. مان ڪيڏو نہ شرميلو ٿي رهيس ۽ هنن شين جو قدر نہ ڪيم. مان سندس نہ شان ڏسي سگهيم نہ جمال."

منهنجي ماءُ کيس چوندي هئي تہ. "پٽ، پاڻ کي حد کان وڌيڪ گنهگار ٿو سمجهين."

"منهنجي مٺڙي ماءُ، مان هي سيڪجهہ راحت جي باعث چوان ٿو، اهو ڏک نہ آهي، جنهن ڪان مان دانهون ٿو ڪريان. جيتوڻيڪ مان هن بابت ڪا بہ سمجهاڻي ڏئي نہ ٿو سگهان، مان پاڻ کي هنن جي اڳيان نماڻو ٿو سمجهان. ڇاڪاڻ تہ مان نہ ٿو ڄاڻان تہ ڪين پوريءَ ريت ڪيئن محبت ڪريان. جيڪڏهن مان هنن سڀني جو گناهہ ڪريان ها، تہ اهو بہ هُو مون کي بخشي ڇڏين ها. بهشت اِهو ئي تہ آهي. پوءِ ڇا مان بهشت ۾ نہ آهيان؟"

هن کان وڌيڪ بيون بہ ڳالهيون هيون، جي مون کي هاڻي ياد نہ آهن. مون کي ياد آهي، تہ مان هڪ پيري سندس ڪمري ۾ ويو هوس. اُن وقت وٽس بيو ڪو بہ ڪو نہ هو. هوءَ هڪ روشن شام هئي. سج غروب ٿي رهيو هو ۽ سڄي ڪوٺي منور ٿي وئي هئي. هن جي مون ڏانهن پٺ هئي ۽ مان وٽس ويس. هن منهنجي ڪلهن تي هٿ رکيا ۽ پيار مان منهنجي منهن ۾ ڏٺائين. هن هڪ منٽ لاءِ ڪجهہ بہ نہ چيو ۽ مون کي نهاريندو رهيو.

"هان"، هُن چيو. "وڃ، وڃي دوڙ ۽ راند ڪر. منهنجي بدران بہ حياتي جو اِهو مزو وٺ."

مان ٻاهر نڪري ويس ۽ وڃي ڪيڏڻ بيٺس. مان پوءِ پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪيئي ڀيرا، مون کي ڳوڙهن سان ياد ايندو رَهيو تہ هن ڪيئن نہ چيو ٿي تہ، مان حياتيءَ جو مزو اُن لاءِ بہ وٺان. هن جا ٻيا بہ ڪيترائي عجيب ۽ عمدا نقطا هئا، جن کي اسان اُن وقت سمجهي نہ ٿي سگهياسون. هُن ۾ پوئين گهڙيءَ تائين بہ ڪا تبديلي نہ آئي. هُو ايسٽر کان ٽي هفتا پوءِ گذاري ويو. ڪيس پورو هوش هو، جيتوڻيڪ هُو ڳالهائي نہ ٿي سگهيو. هُو خوش ٿي نظر آيو، سندس اکين ۾ چمڪ هئي، جنهن سان هُو اَسان کي ڏسندو ٿي رهيو. هُو اسان کي ڏسي مشڪيو ٿي ۽ آسان کي پاڻ ڏي سڏيائين ٿي. سندس موت بابت شهر ۾ چڱو چوبچو ٿي. مون تي سندس موت جو اَثر ڀيو پر ايترو نہ. جيتوڻيڪ مان سندس دفن تي رڙيون ڪري رُنس. مان اُن وقت ننڍو هوس ۽ بلڪل ٻار. پر ڳجهو اثر ۽ غم جو جذبو، منهنجي دل ۾ رهندو آيو. جڏهن وقت آيو، تہ اِهي بيدار ٿي پيا. اِهو واقعو اهڙي ريت گذري ويو.

## زوسيما جي حياتيءَ ۾ مقدس ڪتاب جو اَثر

مان پنهنجي ماءُ سان اَڪيلو رَهجي ويس. منهنجي ماءُ کي سندس دوست صلاحون ڏيڻ لڳا، تہ مون کي تعليم لاءِ سينٽ پيٽرسبرگ موڪليو وڃي، جيئن ٻين ٻارن جا والدين ڪَري رهيا آهن. "توکي هاڻي هڪ پٽ آهي،" اُنهن ڪيس چيو، "۽ توکي چڱي آمدني آهي. تون هن کي هتي رکين، ڪانئس مستقبل ۾ ترقي کسي رَهي

آهين.“ هنن ڪيس صلاح ڏني، ته مون کي سينٽ پيٽرسبرگ ۾ ابتدائي فوجي اسڪول ۾ موڪلي ڏي. جتان مان شايد شاهي گارڊ جي ملازمت ۾ داخل ٿي وڃان. منهنجي ماءُ گهڻي وقت تائين سوچ ويچار ڪندي رهي. ڇاڪاڻ ته ڪيس پنهنجي هڪڙي ئي ٻار کان جدا ٿيڻ مشڪل ٿي لڳو. پر آخر هُن پنهنجي دل ٻَڌي ۽ ڳوڙها ڳاڙيندي به هُن، هن مشوري کي منهنجي بهتري جي خيال کان قبول ڪيو. هوءَ مون کي پيٽرسبرگ وني آئي ۽ مون کي ابتدائي فوجي اسڪول ۾ داخل ڪرايائين. اُن کان پوءِ مان وري ڪيس نه ڏٺو. ڇاڪاڻ ته هُوءَ ٽن سالن کان پوءِ گذاري وئي. هُن اُهي ٽي سال، روئندي ۽ ماتم ڪندي گذاري ڇڏيا.

مان پنهنجي ننڍپڻ جي گهر مان فقط قيمتي يادگيرين کان سواءِ ٻيو ڪجهه به حاصل نه ڪَري سگهيس. ڇاڪاڻ ته ڪنهن به ماڻهوءَ کي سندس ٻهرئين گهَر جي ابتدائي يادگيرين کان مٿي ٻي ڪا به قيمتي شيءِ نه هوندي آهي. اهو به تڏهن، جڏهن محبت ۽ اخلاص ڪٽنب ۾ هوندو آهي. قيمتي يادگيريون ته بُري گهر جون به ياد رهنديون آهن. اهو فقط دل ئي ڄاڻندي آهي، ته اِهي يادگيريون ڇو قيمتي ٿين ٿيون؟ مان پنهنجي اُنهن يادگيرين سان گڏ، انجيل جي يادگيريءَ کي به شمار ڪري سگهان ٿو. ٻاراڻي عمر ۾ به مون کي اُن جي پڙهڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. مون وٽ اُن مقدس ڪتاب جي تاريخ جو هڪ بي بها تصويرن وارو نسخو هو. جنهن جو نالو هو، ”توريت ۽ انجيل جون هڪ سَوَ ڇار آکاڻيون.“ مان اُن مان پڙهڻ سکيو. مون وٽ هاڻي به اُهو ڪبٽ جي مٿان موجود آهي. مان هن کي ماضيءَ جي قيمتي يادگار ٿو سمجهان. مان جيتوڻيڪ اڳ ۾ پڙهڻ سکيو هو. مون کي ياد آهي، ته اَٺن ورهين جي عمر ۾ مان پهريائين قرباني واري جذبن جي احساس سان روشناس ٿيو هوس. منهنجي ماءُ مون کي اَڪيلو ديول ڏي وني وئي. (مون کي ياد نه آهي منهنجو پياءُ اُن وقت ڪٿي هو) اِهو ايسٽر کان اڳ وارو صبح هو. ڏاڍو وڻندڙ ڏينهن هو. مون کي اڄ به ياد ٿو اَچي، ته اِئين ٿو سمجهان، ته ڄڻ هاڻي ڏسي رهيو آهيان. ڪيئن نه لوبان جو دونهون لوبان داني مان اُٿي، آهستي آهستي مٿي ترندو ٿي ويو ۽ گنبذ تائين وڃي ٿي پهتو. جتي سج جي ترورن سان گڏجي، لهرين جي صورت ۾ درين مان ٻاهر ٿي نڪتو. مان اُن نظاري ۾ محو ٿي ويس ۽ پهريون دفعو حياتيءَ ۾ منهنجي دل ۾ خدائي لفظن اَچي جاءِ ورتي. هڪ نوجوان، ديول جي وچ ۾ آيو ۽ وٽس ايڏو وڏو ڪتاب هو، جنهن کي ڏسي مان عجب کاڌو، ته هُو اُن کي مس کڻي سگهيو هوندو. هُن اُن کي پڙهڻ واري ميز تي رکيو. اُن کي کوليائين ۽ پڙهڻ لڳ، پر اوچتو پهريون دفعو مان سمجهيو، ته خدا جي ديول ۾ ڇا پڙهيو ويندو آهي. اُن جي ملڪ ۾ هڪ

ماڻهو رهندو هو. نهايت نيڪ، خدا شناس ۽ خدا ترس. ڪيس تمام گهڻي دولت هئي. اُٺ، رڍون ۽ ڳَڏهه، جنهن کي ڏسي سندس ٻار ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. هُو ڪين ڏاڍو پيار ڪندو هو ۽ اُنهن جي لاءِ دعائون گهرندو هو. هُو خيال ڪندو هو، تہ ٿي سگهي ٿو، تہ منهنجي ٻارن کان هن خوشيءَ ۾ ڪو گناهہ ٿيو هجي. هاڻي شيطان خدا جي سامهون آيو ۽ کيس عرض ڪيائين، تہ "هُو زمين تي هيٺ ۽ مٿي ويو آهي." خدا کيس فرمايو تہ، "تو منهنجي ٻانهي حضرت ايوب عليہ السلام (Jole) کي ڏٺو آهي. خدا تعاليٰ شيطان سان اُن جي وڏي تعريف ڪئي. شيطان کليو ۽ چوڻ لڳو تہ، "اهو ٻانهو منهنجي قبضي ۾ ڏي. تون ڏسندين، تہ تنهنجو ٻانهو تنهنجي خلاف ٿي ويندو ۽ تنهنجو نالو ئي نہ وٺندو. خدا تعاليٰ اُن نيڪو ڪار کي، جنهن کي هُو پيار ڪندو هو، شيطان جي هٿن ۾ ڏئي ڇڏيو. شيطان سندس ٻارن ۽ ڍورن تي تباهي آڻي وڌي. سندس سموري دولت تباهہ ٿي وئي. ڄڻ تہ آسمان کان مٿن ڪنوڻ اَچي ڪري هئي. حضرت ايوب عليہ السلام پنهنجي قبا کي ڦاڙيو ۽ زمين تي ڪري پيو ۽ رڙيون ڪري چوڻ لڳو تہ، "مان پنهنجي ماءُ جي پيٽ مان اُگهاڙو آيو هوس ۽ اِئين ئي مان زمين جي پيٽ ۾ويندس. خدا هيءُ سڀ ڪجهہ ڏنو هو ۽ اُن ئي موٽائي ورتو. مبارڪ رهندو نالو خدا جو هميشہ ۽ هميشہ."

مربيو ۽ اُستادو! هن وقت منهنجي اکين مان ڳوڙهن کي ڳڙندو ڏسي، معاف ڪجو. ڇاڪاڻ تہ منهنجو ننڍپڻ وري منهنجي اکين جي سامهون سميٽجي آيو آهي. مان هاڻي اِهڙيءَ ريت ساهہ کڻي رهيو آهيان، جيئن اُن وقت کڻندو هوس. بلڪل اِهڙي ريت جيئن اَنن ورهين جي ٻار جو سينو تحرڪ ۾ هوندو آهي ۽ مان خوف، عجب ۽ خوشيءَ کي اِهڙيءَ ريت محسوس ڪريان ٿو، جيئن اُن وقت ڪندو هوس. اُن وقت اُنَ منهنجي تصوير ۾ ڦرڻ لڳا ۽ شيطان، جنهن اِهڙيءَ ريت خدا سان گفتگو ڪئي هئي ۽ خدا، جنهن پنهنجي نيڪ ٻانهي کي تباهي جي هٿن ۾ ڏنو هو ۽ سندس ٻانهي پُڪاريو ٿي تہ، "مبارڪ آهي تنهنجو نالو، پوءِ ڇو نہ مون کي سزا ڏني وڃي." اُن کان پوءِ ديول جو شيرين ۽ هلڪو گيت ٻُڌڻ ۾ آيو تہ، "مون کي پنهنجي عبادت ڪرڻ جي اجازت ڏي. وري راهب جي لوبان دانيءَ مان لوبان جو دونهون اُٿيو ۽ هُو عبادت لاءِ گوڏن ڀَر ٿي ويو. اُن کان پوءِ وري مان اُن کي پڙهيو ۽ پڙهندي ڳوڙهن کي روڪي نہ سگهيس. ڪيتري نہ عظيم، پُر اسرار ۽ عميق حقيقت اُن ۾ آهي. اُن کان پوءِ مان طعني ۽ شڪوي جا مغرور لفظ ٻُڌا تہ، "اِهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو، تہ خدا پنهنجي پيارن ولين کي شيطان جي سپرد ڪري ۽ تفريح سان ڏسي، تہ هُو سندس ٻانهن کي ڪيئن ٿو نابود ڪري ۽ سندس جان کي زخمي ڪري، اِئين ڏسي تہ ڇيچلائڻ سان

ڪيئن ته پاڻ کي پاڪ ڪري ۽ خدا هي سيئي قدم اِنهيءَ ڪري ٿي کنيا. ته هُو شيطان جي اڳيان پنهنجي خود نمائي ڏيکاري ۽ چوي ته، "ڏس ته هن مرد مقدس کي مون سان ڪيڏي نه محبت آهي ۽ هُو ڪيڏيون نه مشقتون ٿو برداشت ڪري." پر هن سڄي ڳالهه جي عظمت هن ۾ آهي، ته هيءُ هڪ اسرار آهي. هن ۾ زميني ڏيکاءَ کي هميشه واري حقيقت ۾ جمع ڪيو ويو آهي. زميني صداقت مان هميشه واري صداقت حاصل ڪيو ويو آهي. خالق جيئن پيدائش جي پهرئين ڏينهن تي، هن تڪميل جي ساراهه ۾ چيو ٿي ته، "جا شيءِ خلقي آهي، اُن ۾ چڱائي آهي،" اُن جي مد نظر هُو ايوب کي ڏسي ٿو ۽ پنهنجي پيدائش جي تعريف ڪري ٿو. حضرت ايوب عليہ السلام پنهنجي مالڪ جي تعريف ڪندي نه فقط سندس جلال ۽ عظمت جو ثبوت ڏنو، بلڪ سڄي ڪرم پري تقدير جو نسلاً بعد نسلاً اظهار ڪيو. ڇاڪاڻ ته سندس وجود جي فلسفي جو حاصل خدا جي تعريف ٿي هئي. خدايا، ڪهڙو عمدو هيءُ ڪتاب آهي ۽ ڪهڙا نه عمدا سبق اُن ۾ ڏنل آهن! انجيل ڪهڙو نه عمدو ڪتاب آهي. ڪهڙو نه معجزو آهي. هن سان انسان کي ڪيڏي نه قوت حاصل ٿي ٿئي. ڇڻ ته هڪ آئينو آهي، جنهن ۾ انسان، انساني فطرت ۽ اُن سان تعلق رکندڙ سيني شين، لاءِ قانون موجود آهن. اُن ۾ ڪهڙا ڪهڙا نه اسرار ۽ مسئلا، ظاهر ۽ حل ڪيا ويا آهن. خدا تعاليٰ وري حضرت ايوب عليہ السلام کي وڌايو ۽ کيس وري دولت عطا ڪئي. سال گذري ويا، کيس وري ٻيا ٻار ٿيا ۽ اُنهن کي محبت ڪرڻ لڳو. پر هُو ڪهڙي ريت نون ٻارن کي پيار ڪري ٿي سگهيو، جڏهن ٻيا ٻار وٽس نه رهيا هئا ۽ اُنهن کي وڃائي وينو هو. اُنهن کي ياد ڪندي، نون مان کيس ڪهڙي خوشي ايندي هئي، ڀوءِ چو نه کيس هي نوان پيارا هجن؟ پر کيس اِيئن ڪرڻو ٿي پيو. انساني زندگيءَ جو هيءُ وڏي ۾ وڏو راز آهي، ته پراڻو غم آهستي آهستي نئين خوشيءَ ۾ تبديل ٿي ويندو آهي. جوانيءَ جو جوش ۽ خروش، پيريءَ جي آرام سان تبديل ٿي ويندو آهي. مان هر هڪ ڏينهن تي طلوع ٿيندڙ سج کي برڪت وارو سمجهندو آهيان ۽ منهنجي دل اُن سان اڳ ۾ ئي ملڻ لاءِ خوشيءَ جا راڳ ڳائيندي آهي. پر مان هاڻي سندس غروب ٿيڻ کي وڌيڪ پيار ٿو ڪريان. ڇاڪاڻ ته اُن سان سندس طويل پاسيرن ڪرڻن ۾ هلڪيون ۽ نازڪ وقت جون گذريل يادگيريون اَچن ٿيون ۽ منهنجي طويل ۽ راحت پري زندگيءَ جون تصويرون اکين اڳيان ڦري وڃن ٿيون. اُن کان وڌيڪ اَبدي صداقت، خدا جي حقانيت ۽ عفو ياد ٿو اَچي. مان چڱيءَ ريت ڄاڻان ٿو، ته منهنجي حياتي پوري ٿي رَهي آهي. پر اُهي ڏينهن جي، منهنجي لاءِ بچيا آهن، اُنهن مان محسوس ٿو ڪريان، ته ڪيئن نه منهنجي زميني زندگي، هڪ نئين لامحدود ۽ اَڻ ڄاتل ايندڙ حياتيءَ سان

شامل ٿيندي وڃي ٿي، جنهن جي نزديڪي ڪان منهنجو روح، خوشيءَ ڪان لرزندو رَهي ٿو. منهنجو خيال روشن آهي ۽ منهنجي دل راحت ڪان روئي ٿي.

دوستو ۽ اُستادو! مان گهڻو ئي ٻڌو آهي ۽ گهٽي وقت ڪان اَڪثر ايئن ٻڌڻ ۾ ايندو آهي تہ راهب، خاص طرح ڳوناٺا راهب، سيني طرفن ڪان هيءَ شڪايت ڪندا رهن ٿا، تہ سندس آمدني نہ هئڻ برابر آهي ۽ سندن قسمت بدبختيءَ جهڙي آهي. هنن صاف طرح ظاهر ڪيو آهي، توڙي ڇپيل اشتهارن ۾، جن کي مون پڙهيو آهي، تہ هُو انجيل جي تعليم چڱيءَ ريت ڏيئي نہ ٿا سگهن، ڇاڪاڻ تہ سندن پيدائش نهايت ٿوري آهي. جيڪڏهن لوٿر جا پوئلڳ ۽ سنياسي ڪين اوجهڙ ۾ وڃي ويندا، تہ پلي وڃي وڃن، ڇاڪاڻ تہ سندن شڪايت واجبي آهي. پر جيڪڏهن مان سچ چوان تہ هن سچي معاملي ۾ ڏوهہ ڪنهن جو آهي، تہ هيءَ سچي غفلت اَسان جي آهي. ٿي سگهي ٿو، تہ هنن وٽ وقت جي ڪوتاهي هجي ۽ هي بہ سچ چوندا هجن تہ هُو سمورو وقت ڪم ۽ رسومات ۾ مشغول آهن، پر اُن هوندي بہ ڪين اَجا بہ وقت آهي ۽ هُو فقط هڪ ڪلاڪ ئي خدا جي يادگيري ڪري سگهن ٿا. هُو سڄو سال، تہ انهن ڪمن ۾ مشغول رَهي نہ ٿا سگهن. هُو شام جو ئي، هفتي ۾ هڪ پيرو ڪي ڪلاڪ ماڻهو پاڻ وٽ گڏ ڪن. پهريائين فقط ٻارڙا ئي سگهي، جڏهن اُنهن جا پيءُ هيءَ خبر ٻڌندا تہ هُو خودبخود ڇڪجي ايندا. هن لاءِ ڪن وڏن ڪمرن جي نهرائڻ جي ضرورت ڪانہ آهي، پلي، تہ هنن کي پنهنجي جهوپڙي ۾ وڃي وڃي. هُو اُتي فقط هڪ ڪلاڪ ئي هوندا. هُو سندس جهوپڙي کي خراب ڪونہ ڪندا. هنن کي ڪتاب کولي، ڏکين لفظن ۽ آب و تاب وارن جملن جي بغير اُهو پڙهڻ گهرجي. ڪين، خاص ڪرم نوازيون جي ڏيارڻ بجا، پيار ۽ مهربانيءَ سان، اِنهيءَ خوشيءَ کي نظر رکي تہ هُو سندن سامهون ڪتاب پڙهي رهيا آهن ۽ هُو ڏيان سان ٻڌي رهيا آهن، پنهنجي لفظن کي پيار ڪندي، هيءُ فقط اُتي ترسندا هلن، جتي هُو سمجهن، تہ هُو ڳوناٺا ۽ جاهل هاري اُنهن لفظن کي نہ ٿا سمجهن، پوءِ اُنهن جي سمجهاڻي ڏين. ڪو بہ انتظار نہ ڪرڻ گهرجي. هُو پاڻهي سڀ ڪجهہ سمجهندا. هڪ مذهبي رنگ جو قلب سڀ سمجهي ويندو! اُنهن جي اڳيان حضرت ابراهيم عليہ السلام ۽ بيبي ساران جي حقيقت پڙهڻ گهرجي، اسحاق ۽ ربيڪا بابت بيان ڪرڻ گهرجي. ڪين اِهو ٻڌائڻ گهرجي، تہ ڪهڙيءَ ريت حضرت يعقوب عليہ السلام لبنان ويو ۽ خواب ۾ خدا پاڪ کي ڇيو هئائين تہ، "هيءُ مڪان وحشت انگيز آهي." اِنهن ڳالهين جي ٻڌائڻ سان جاهلن جي دلين تي اَثر پوندو ۽ هُو قربانيءَ لاءِ تيار ٿي ويندا. اُنهن کي پڙهي ٻڌايو وڃي، خاص طرح ٻارن کي تہ ڪيئن حضرت يوسف عليہ السلام کي ڀائرن وڪيو هو.

ڪھڙيءَ ريت ھيءُ نازڪ ڀار. خواب جو تعبير ڪندڙ ۽ پيغمبر غلام بڻيو ۽ سندس ڀائرن پنھنجي پيءُ کي ٻڌايو، تہ ھڪ جھنگلي جانور کيس کائي ويو ۽ کيس اُن جا رت لڳل ڪپڙا ڏيکاريائون. ڪين ھيءُ بہ ٻڌائجي، تہ ڪيئن نہ سندس ڀائرن وري اَن ملڻ جي لاءِ مصر جو سفر ڪيو. حضرت يوسف عليہ السلام جو اُتي وڏو حاڪم ھو. اُن کي ھنن نہ سڃاتو. ڪين تھمت ھيٺ آندو ويو ۽ ايذاءُ ڏنو ويو ۽ پنھنجي ڀاءُ بن يامين کي حضرت يوسف عليہ السلام پاڻ وٽ اَمانت طور روڪي ورتو. ھيءَ سڄي ڪاروائي محبت جي باعث ھئي. ”مان توسان محبت ٿو ڪريان ۽ ھيءُ سڄو ايذاءُ محبت جي ڪري آھي. حضرت يوسف عليہ السلام پنھنجي سڄي حياتيءَ ۾ ھن ڳالھہ کي ياد ٿي رکيو، تہ سندس ڀائرن کيس ھڪ واپاريءَ وٽ وڪيو ٿي. صحرا ۾ ھڪ کوھہ جي ڀرسان، ھن ڪيئن نہ ھٿ مھٽي ۽ روئيندي، پنھنجي ڀائرن کي عرض ڪيو ھو تہ، اجنبي زمين ۾ بطور غلام کيس وڪڻي نہ موڪلين. ڪيئن نہ ڪيترن ورھين کان پوءِ، کين ڏسي، حد کان وڌيڪ ساڻن محبت ڪرڻ لڳو. ھن کين جو بہ ايذاءُ ڏنو ۽ ڏيڇاريو، سو سڀ محبت ڪان ھو. پنھنجي دل جي تڪليف کي ھُو سَھي نہ سگھيو ۽ آخر کين آزاد ڪيائين ۽ سڏدن بستري تي ڪِري ۽ رُنو. پنھنجي ڳوڙھن کي اُگھي، ھُو خوشيءَ مان وٽن ويو ۽ کين چيائين تہ. ”ڀائرو، مان اوھان جو ڀاءُ يوسف آھيان.“ ڪين ھيءُ بہ پڙھي ٻڌايو تہ ڪيئن نہ اڳتي ھلي، سندس پيءُ پوڙھي حضرت يعقوب عليہ السلام کي ٻڌي، ھيءَ خوشي حاصل ٿي، تہ سندس پٽ اَجا جيئرو آھي. ھُو ڪيئن نہ. پنھنجي ملڪ کي ڇڏي مصر ۾ ويو ۽ اُتي ئي وفات ڪيائين. اُن وقت ھن پنھنجي عظيم پيشنگوئي ڪئي ھئي، جا سندس معصوم دل ۾ سڄي حياتي پُراسرار طور مخفي رَھي ھئي، تہ سندس اولاد مان دنيا جي عظيم اُميد پيدا ٿيندي، جنھن جو نالو حضرت مسيح عليہ السلام ھوندو.

مربيو ۽ اُستادو! مون کي معاف ڪجو، ۽ غصي نہ ٿجو. مان ھڪ ننڍڙي ٻار وانگر بيبيندو رَھيو آھيان، جنھن کي اوھان گھڻي وقت ڪان ڄاڻو ٿا. مان اھو بہ ڄاڻان ٿو، تہ اوھان سوين ڀيرا وڌيڪ جوش ۽ خروش سان تربيت ڏيئي سگھو ٿا. اوھان خوشيءَ مان ڳالھايو ۽ منھنجي ڳوڙھن کي معاف ڪريو. ڇاڪاڻ تہ مان انجيل سان محبت ٿو ڪريان. خدا جي راھب کي، ڀڻ روئڻ گھرجي ۽ کيس يقين رکڻ گھرجي، تہ اُن جي عيوض ۾ سندس ٻڌندڙن جون دليون زور سان ڌَڪ ڪنديون. فقط ھڪ ننڍڙي، ٻج جي ضرورت آھي. اُن کي ھاريءَ جي دل ۾ وجھو. اُھو نہ مرندو. ھيءُ اُن جي روح ۾ وڌيڪ رھندو. اُھو گناھ جي اونداھيءَ جي وچ ۾ مخفي رھندو ۽ داغ وانگر پاڇيءَ جي صورت ۾ باقي رھندو. ڪنھن بہ گھڻي تربيت ۽ تشريح جي

ضرورت نہ آهي. هُو سڀ ڪجهہ سمجهي ويندا. توهان ايئن خيال ڪريو ٿا، تہ هاري نہ سمجهندا. ڪوشش ڪري ڪين حسين آستر ۽ وشتي مغرور جي پُر اثر آکاڻي ٻڌايو يا حضرت يونس جي مانگر مڇ جي پيٽ ۾ رهڻ واري ڳالهہ ڪين پڙهي ٻُڌايو. اَسان جي مالڪ (حضرت مسيح) جي فرمودن کي نہ وساريو. سينٽ ليوڪ جي انجيل مان، خاص طرح اُنهن کي چونڊيو (جيئن مون تي ڪيو) پڻ سائول جي سلطنت ۽ بي بي مريم مصري جي حقيقت، يعني اُن شهيد نيڪ بخت جو داستان، جنهن ۾ وڏي عظمت آهي، ٻڌايو ۽ اُنهن کي فراموش نہ ڪريو. اوهان اِنهن سادين آکاڻين جي رستي، سندن دلين ۾ پيهي ويندا. اوهان پنهنجي مفلسيءَ جي باعث، ڪين هفتي ۾ فقط هڪ ڪلاڪ ڏيو. اوهان پنهنجو پاڻ ڏسندا تہ اَسان جا ماڻهو نيڪ ۽ شڪر گذار آهن ۽ اُن جي عيوض ۾ سؤ بار وڌيڪ اوهان جا حق شناس ٿيندا. پنهنجي راهبن جي مهربانيءَ جي احساس ڪان ۽ سندن تاثير وارن لفظن ڪان، جي ڪائنڻ، هُو ٻڌندا هُو پنهنجو پاڻ ڪين ٻنين ۾ ۽ سندن گهرن ۾، اڳي ڪان وڌيڪ احترام سان مدد ڪندا. اُن ڪري سندن دنيائي حالت بہ سُڌري ويندي. هيءَ ڳالهہ ايتري تہ سادي آهي، جو ڪنهن وقت اُن کي لفظن ۾ وجهڻ ڪان بہ خوف ٿو ٿئي، تہ متان اُن تي ڪو کلي نہ ويهي. پر ڪيتري نہ هن ۾ صداقت آهي! هُو ماڻهو جنهن کي خدا ۾ اعتقاد نہ آهي، خدا جي انسانن ۾ بہ اعتماد نہ ٿو رکي. اُهو، جو خدا جي انسانن ۾ اعتماد ٿو رکي، اُن جي مقدس ذات کي بہ ڏسي ٿو. فقط انسان ۽ سندن روحاني مستقبل واري طاقت، خدا جي منڪرن کي بدلائي سگهي ٿي، جن پنهنجي وطني زمين ڪان پاڻ کي ڇني ڇڏيو آهي.

باقي حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي لفظن جي ٻڌڻ جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي، جو جيستائين، اُن کي پنهنجي لاءِ مثال نہ بڻايو ويو آهي. ماڻهو خدائي لفظن کانسواءِ گمراهہ ٿي ويندا، ڇاڪاڻ تہ سندن روح اُنهن لفظن جو پياسو آهي، جن ۾ فقط نيڪي ئي آهي.

گهڻو اڳي، جوانيءَ ۾، جنهن کي چاليهہ ورهيہ گذريا، مان راهب انعيم سان گڏ، هڪ مڙهيءَ واسطي، چندي گڏ ڪرڻ لاءِ، سڄي روس جو سفر ڪيو هو. هڪ رات اسان، هڪ وڏي آمدو رفت واري نديءَ جي ڪناري تي ڪن مهاڻن جي وچ ۾ گذاري سون. هڪ چڱي مهاندي وارو ڳوناٺو ڇوڪرو، ارڙهن ورهين جي عمر وارو، اَسان سان اَچي گڏيو. هُو تڪڙ ۾ هو، ڇاڪاڻ تہ ڪيس هڪ واپاريءَ جي ٻيڙيءَ کي ڇڪي، ڪناري تي آڻڻو هو. مان ڪيس سڌي نگاهہ وارو، صاف ۽ نازڪ اکين وارو ڏٺو. هوءَ هڪ جولاءِ جي، روشن، گرم ۽ خاموش رات هئي. ڪشادي ندي مان ٿڌو ڪوهيڙو ٿي اُٿيو. اَسان مڇين جي غوطا خوريءَ جو آواز

ٻڌي رهيا هئاسون ۽ پکي بہ خاموش هئا. سڀ کو سکوت ۾ هو ۽ ايئن معلوم پئي ٿيو، تہ ڪائنات خدا جي يادگيري ۾ مصروف آهي. اَسان ٻہ، هُــو ڀُوناٽو نوجوان ۽ مان پئي جاڳياسون ۽ ننڊ نہ ٿي آئي. شروع ۾ هر طرف ڪان جهان جوڙيندڙ جي جلال ۽ اُن جي اسرار تي بحث ڪيوسون. هن نقطي تي ويچار ڪيوسون تہ هر سبزي، هر حيوان، تان جو ڪٺلي ۽ سونهري ماکيءَ جي مک، جي عقل ۽ هوش ڪان محروم آهن، پاڻ کي سجاڻن تا ۽ اسرار الاهي جا مظاهر آهن ۽ پنهنجي پنهنجي ڪم ۾ مشغول آهن. مان ڏٺو تہ اُن عزيز ڇوڪري جي دل اُن ڪان متاثر ٿي. هُن مون کي ٻُڌايو تہ هُو ٻيلن ۽ ٻيلي جي پکين کي بيحد پيارو گهرندو آهي. هُو پکين کي ڦاسائيندڙ هو ۽ سندن لاتين کي چڱيءَ ريت ڄاڻندڙ هو ۽ اُنهن جي قسمن کي سڃاڻندڙ هو. هن چيو تہ، ”مان ٻيلي جي رهائش کي سڀ ڪان افضل سمجهندو آهيان، جيتوڻيڪ سڀئي جايون وڻندڙ آهن.“

مان کيس جواب ڏنو تہ، ”تون سچ ٿو چوين. سڀئي شيون عمديون آهن، ڇاڪاڻ تہ سڀني ۾ صداقت آهي.“ مان کيس چيو تہ، ”هيڏي نهار! گهوڙو جو عظيم جانور آهي ۽ انسان کي نهايت قريب آهي ۽ هيناهون ۽ نماڻو ڏاند، جو انسان کي ڪارائي ٿو ۽ اُن لاءِ وَهي ٿو، اِنهن ٻنهي جي چهرن ۾ ڏس! ڪيڏي نہ نماڻائي ۽ انسان لاءِ قرباني اَٿن، هو اَڪثر ڪين، ٻي رحميءَ سان ماري ٿو. ڪيڏي نہ نيڪي، ڪيڏي نہ محبت ۽ ڪيڏي نہ خوبي! ڪيڏي نہ هيءَ متاثر ڪندڙ حقيقت آهي، تہ منجهن ڪو بہ گناهہ نہ آهي، پر اُن هوندي بہ انسان پنهنجي روش ۾ ٻي گناهہ آهي. ڇاڪاڻ تہ اُنهن سان بہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام، اَسان کان اڳ ۾ گڏ هو.“

”ڇو“، ڇوڪري پڇيو تہ ”ڇا حضرت عيسيٰ عليہ السلام بہ اُنهن سان گڏ آهي؟“

”اِهو وسهڻ ۾ تہ نہ ٿو اَچي، پر ايئن آهي.“ مان کيس چيو. ”جيئن تہ لفظ سڀ سان شامل آهي جنهن مان مطلب آهي، سڀ جي مخلوقات ۽ سڀئي شيون. هرڪو پن بہ اُن لفظ سان گڏ آهي. هُــو خدا جي شان کي ڳائين تا ۽ حضرت مسيح وٽ روئن تا. هيءُ سڀ ڪجهہ، بنا ڪنهن سمجهہ جي ٿئي ٿو، ڇاڪاڻ تہ هُــو پنهنجي فرضن کي، پنهنجي گناهہ ڪانسواءِ واري حياتيءَ سان پُــراسرار طور پورو ڪن تا. ٻيلي ۾ خوفناڪ رڇ گهمي ٿو. وحشي ۽ انتقام وارو، پر اُن ۾ بہ معصوميت آهي.“ مان کيس ٻڌايو، تہ ڪيئن نہ هڪ پيري، هڪ رڇ، هڪ وڏي وليءَ جي جهوپڙيءَ ۾ گهڙي آيو، جتي هن پناهہ ورتي هئائين. هن عظيم وليءَ مٿس رحم جو اظهار ڪيو ۽ وٽس ويو ۽ کيس مانيءَ جو ٽڪر ڏنو. اِئين ڪندي

ڪيس ڪو بہ خوف نہ ٿيو. هن ڪيس چيو تہ، ”هليو وڃ، حضرت عيسىٰ عليہ السلام تنهنجو مددگار ٿيندو.“ وحشي جانور، نماڻائي ۽ اَدب سان هليو ويو ۽ ڪو بہ ايذاءُ نہ ڏنائين. ڇوڪري کي ڏاڍي خوشي ٿي، تہ هُو وليءَ ڪي بنا ڪنهن تڪليف ڏيڻ جي هليو ويو. ڇاڪاڻ تہ مسيح اُن سان گڏ هو. هن چيو تہ، ”هيءُ ڪيڏو نہ دلڪش آهي ۽ ڪيڏو نہ خدا جو هر عمل سهڻو ۽ دلڪش آهي.“ هُن وينئي اُن جي مناس ۽ محبت جو مزو ورتو. مان ڏنو تہ هن سچي حقيقت کي سمجهيو آهي. هُو پوءِ منهنجي پاسي ۾ سمهي پيو ۽ شيرين ۽ بي عيب ننڊ ۾ گهرجي ويو. خدا تعاليٰ نوجوانن کي برڪت وارو ڪري! مان ننڊ ۾ وڃڻ کان اڳ ۾ اُن لاءِ دعا گهري تہ، ”مالڪ پنهنجي اِنسان کي ساز ۽ سلوڪ بخش!“



باب پيون

# مربي زوسيما جي جوانيءَ جون يادگيريون انهيءَ کان اڳ ۾ جو هُو راهب بڻيو

مان وڏو عرصو، قريباً اٺ سال پيٽرسبرگ جي ابتدائي فوجي اسڪول ۾ گذاريا. تعليم وٺڻ جي دوران ۾، اُتي جي چوڌاري شيون نظر آيون. اِنهن جو اثر جيتوڻيڪ ٻاراڻي وَهيءَ جي سبب جهڪو ٿي ويو آهي، پر مان اُنهن کي وساري نه سگهيو آهيان. مان اُتي ڪيتريون ئي نيون عادتون ۽ رايا پرايا. مان هڪ سنگدل، وحشي ۽ ظالم بڻجي پيس. فقط سماج جي لاءِ مهرباني ۽ بيون رسمي ڳالهيون، مٺاڻري طور سکيم. اِهي به فرينچ زبان جي حاصل ڪرڻ کان پوءِ.

اَسين سڀ ۽ مان به، ملازمت جي زماني ۾ سپاهين کي ڍورن وانگر سمجهندا رهياسين. مان هن معاملي ۾ ٻين کان وڌيڪ خراب هوس. ڇاڪاڻ ته مان پنهنجي همراهن کان وڌيڪ حساس هوس. وقت گذرڻ تي اَسان آفيسر جي حيثيت ۾ اسڪول کي ڇڏيو. هاڻي اَسين فوج جي ناموس لاءِ، پنهنجي حياتين کي به قربان ڪرڻ لاءِ تيار هئاسون پر اَسان مان ڪنهن کي به صحيح عزت ۽ ناموس جي سُڌ نه هئي. جيڪڏهن ڪو اُنهن مان هن کي ڄاڻي به ها ته به هُو پهريون ماڻهو هجي ها، جو اُن جو مذاق اُڏائي ها. شراب، زنا ۽ شيطانيت، اُهي شيون هيون، جن تي اَسان فخر ٿي ڪيو. مان اِيئن نه ٿو چوان ته اَسان سيئي فطرتاً خراب هئاسون. هيءُ سڀ نوجوان چڱا ماڻهو هئا، پر سندن هلت خراب هئي ۽ مان ته اُنهن سڀني ۾ بڇڙو هوس. هن خرابيءَ جو ڪارڻ ڪهڙو هو، جو مون کي پنهنجي به دولت هئي، اُن ڪري مان عيش ۽ عشرت جي زندگي ۾ ڪِري پيس ۽ جوانيءَ جي سڀني بدڪارين ۾ ڪاهي پيس.

مان پڙهڻ جو ڏاڍو شوقين هوس. پر هيءَ عجب جهڙي ڳالهه آهي، ته اُن مطالعي جي شوق هوندي به مان ڪڏهن به انجيل کي نه کوليو. جيتوڻيڪ مان هميشه اُن کي پاڻ سان گڏ رکندو هوس ۽ اُن کان ڪڏهن به جدا نه ٿيس. حقيقت هيءَ آهي، ته مان اُن ڪتاب کي، ڪنهن گهڙي، ڪنهن مهيني ۽ ڪنهن سال جي لاءِ نگاهه ۾ ٿي رکيم. جيتوڻيڪ مان اُن کي نه ٿي سمجهيو.

چئن سالن جي هن زندگي کان پوءِ، مون کي "ڪي" شهر ۾ وڃڻ جو اتفاق ٿيو. جتي اَسان جي فوج جو دستو، اُن وقت اُتي مقيم هو. مان اُن شهر جي ماڻهن کي همدرد، شاهوڪار ۽ تفريح جو شوقين ڏٺو. مون کي اُتي جتي ڪٿي همدرداڻي آجيان

ملي. جيئن مان زندهہ دل طبعيت جو هوس ۽ دولتمند مشهور هوس، اُن ڪري وڏي مرحبا ٿي. ڇو تہ دولتمنديءَ کي دنيا ۾ وڏي عزت حاصل آهي. اُن کان پوءِ اهڙو اتفاق ٿيو، جنهن منهنجي لاءِ اهم حادثا پيدا ڪيا.

منهنجي هڪ حسين ۽ ذهين نوجوان ڇوڪريءَ سان واقفيت پيدا ٿي، جا هڪ اَميراڻي ۽ اعليٰ خاندان مان هئي. هوءَ اُن خاندان مان هئي، جنهن جي گهڻي عزت ٿي ڪئي وئي. هُو ماڻهو وڏي درجي ۽ اَثر وارا هئا. هُو هميشہ منهنجي همدرداڻي ۽ دوستاڻي مرحبا ڪندا هئا. مان عجب مان ڏسندو هوس، تہ اُها نوجوان سگهڙ ڇوڪري، مون کي هميشہ پيار سان ڏسندي هئي، ۽ منهنجي دل هن حالت کي ڏسي پڙڪي اُٿندي هئي. مون پوءِ ڏٺو ۽ چڱيءَ طرح محسوس ڪيو، تہ مان سندس محبت ۾ ايڏو بي تاب نہ هوس، پر مان سندس قلب جي گهَرائي ۽ اخلاق کان واقف ٿيڻ تي گهريو. ائين برابر آهي، تہ مان اِئين ڪرڻ کان پاڻ کي روڪي نہ سگهيس. مان پنهنجي خود مطلبيءَ جي باعث ڪيس پنهنجي خواهش کي پيش ڪرڻ کان بہ رڪجي ويس. ڇاڪاڻ، تہ مون کي هيءُ ڏکيو ٿي لڳو، تہ هن جوانيءَ ۽ اقبال جي زماني ۾، زندگيءَ جي لطف، آزاديءَ ۽ عيش عشرت کان، پاڻ کي پري رکان. مان پنهنجي جذبات جي لاءِ ڪي اِشارا ضرور ڪيا، جيتوڻيڪ مان پنهنجي آخري فيصلي جي ڏاڪي کي ڪجهہ وقت لاءِ مهمل ڪري ڇڏيو. اُن وقت اوچتو ئي اوچتو، اسان کي ٻن مهينن لاءِ، ڪنهن ٻئي ضلعي ۾ وڃڻ جو حڪم مليو.

جڏهن مان موٽي آيس، تہ اُن ڇوڪريءَ کي هڪ ڀاڙيسري، شاهوڪار زميندار سان پرڻيل ڏٺو. هو محبت جي لائق، ننڍي عمر وارو پر مون کان عمر ۾ وڏو هو. هُو پيٽرسبرگ جي اعليٰ سوسائٽي سان وابستہ هو، جنهن سان مان ڳنڍيل نہ هوس. هُو اعليٰ تعليم يافتہ هو ۽ مان نہ هوس. مان هن اُميد جي خلاف معاملي کان ايترو، تہ متاثر ٿيس، جو منهنجي دل ۾ غم جا ڪڪر ڇانئجي ويا. سڀ کان بڇڙي ڳالهہ هيءَ هئي، جيئن مان پوءِ ٻُڌو تہ، هُو نوجوان زميندار، ساڻس گهڻي وقت کان مڱيل هو ۽ سچ پچ مان ڪيئي ڀيرا، ساڻس، هن جي گهر ۾ مليو هوس. پر مان پنهنجي تصور ۾ ايڏو، تہ اَنڌو ٿي ويو هوس. جو مان ڪجهہ بہ نہ ٿي سمجهيو. مان هن کي خاص طرح پنهنجي لاءِ ذلالت سمجهي. اَڪثر سيني ماڻهن، هن کي سمجهيو ٿي پر مون کي ڪا بہ خبر نہ هئي. مان اوچتو سخت جوش ۾ اَچي ويس. منهنجي ڇهري جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ مون کي ياد آيو، تہ مان ڪيئن نہ، پنهنجي محبت کي پڌري ڪرڻ واري منزل تي پهچي چڪو هوس ۽ هُن ڪڏهن بہ اِها ڪوشش نہ ڪئي تہ مون کي اِئين ڪرڻ کان روڪي يا خبردار ڪري. مان هن نتيجي تي پهتس، تہ هوءَ سمورو وقت،

مون تي ڪلندي هوندي. گهڻو پوءِ، بيشڪ مان خيال ڪيو ۽ ياد آندو، تہ هوءَ منهنجي متان ڪلڻ ڪان گهڻو پري هئي. پر اُن جي خلاف هوءَ منهنجي محبت جي اظهار ڪي مذاق ۾ بدلائي ڇڏيندي هئي ۽ بين مضمونن تي ڳالهائيندي هئي، پر اُن وقت مان ايترو سوچي ئي نہ سگهيس ۽ مون ڪي فقط انتقام جو انتظار هو. مان اُن ڳالهہ ڪي ياد ڪري عجب ٿو ڪاوان، تہ منهنجي غصي ۽ انتقام وارا جذبا، منهنجي پنهنجي فطرت جي ڪيڏو نہ ابتڙ هئا. پنهنجي سادي ۽ عياش طبعيت جي باعث، مون لاءِ هيءَ ڏکيو هو، تہ ڪنهن سان گهڻو وقت ڪاوڙيو رهان، اُن ڪري مون نقلي ۽ هٺرادو طرح، پاڻ کي تيار ڪرڻ لڳس ۽ آخرڪار باغي ۽ عقل ڪان خارج بڻجي ويس.

مان موقعي جو منتظر رهيس ۽ هڪ وڏي مجلس ۾، پنهنجي رقيب جي بي عزتي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيس. مان سندس بي عزتي سندس راءِ تي، جا هڪ مکيہ عوامي واقعي بابت هئي، عذر طور وني، تمسخر ڪئي! هيءَ 1826ع جي ڳالهہ آهي، ماڻهن چيو ٿي، تہ منهنجو اِهو مذاق، نهايت ڪُليل ۽ اَثرائتو هو. اُن ڪان پوءِ مان معافي وٺڻ لاءِ مٿس ايڏو تہ زور وڌو ۽ ساڻس ايڏو تہ ناروا هليس، جو عمر جي وڏي تفاوت هوندي بہ هن منهنجي مقابلي جي سَـڏَ کي قبول ڪيو. مان ڪانئس عمر ۾ ننڍو هوس ۽ مرتبي جي لحاظ ڪان بہ مان اُن جي مقابلي جهڙو نہ هوس. مون کي پوءِ خبر پئي تہ سندس حاسداڻي جذبات ئي کيس منهنجي مقابلي جي سڏ جي جواب لاءِ تيار ڪيو هو. ڇاڪاڻ تہ هُو پنهنجي شاديءَ ڪان اڳ ۾ پنهنجي زال جي ڪري مون سان حسد ڪندو ٿي رهيو. هو هاڻي منجهي پيو تہ جيڪڏهن هُو مون ڪان دٻجي ويو ۽ پنهنجي بي عزتي جي باعث، منهنجي مقابلي جي سڏ کي نہ ٿو قبول ڪري تہ سندس زال اهو ٻڌي، متان ڪانئس نفرت ڪري ۽ اُن جي محبت ۾ غم اَچي وڃي. مون کي آسانيءَ سان شاهد ملي ويو، جو منهنجي فوجي دستي مان هو ۽ منهنجو دوست هو. اُن زماني ۾ هي شخصي مقابلا سخت ممنوع هئا ۽ اُنهن جي لاءِ سخت سزا هئي، پر اِهڙي قسم جا مقابلا، آفيسرن ۾ رسم ۽ رواج سمجهيا ويندا هئا. ڇاڪاڻ تہ سندن وحشياڻيون عادتون، منجهن گهريون هيون ۽ اُهي ڪڏهن ڪڏهن بُري طرح اُپري ايندڀون هيون.

جون جي پڇاڙي هئي ۽ اسان جو مقابلو هڪ ڏينهن، صبح جو ستين وڳي، شهر جي پسگردائيءَ ۾ رکيل هو. اُن وقت هڪ اِهڙو واقعو ٿي پيو، جنهن سچ پچ منهنجي حياتيءَ جي راهہ کي ئي بدلائي ڇڏيو. شام جو جڏهن مان گهر موٽي رهيو هوس ۽ اُن وقت جوش ۽ وحشانيت جي حالت ۾ هوس، مان پنهنجي اَردلي آفناسي تي غصي ۾ اَچي ويس ۽ وڏي زور مان سندس منهن تي بہ چماٽون وهائي ڪڍيم. اُهي ايڏيون، تہ زور واريون هيون جو سندس منهن مان رت نڪري آيو. هُو منهنجي ملازمت ۾ ڪو

گهڻي وقت کان نہ هو. مان کيس اڳي بہ ماريو هو، پر ايڏو جوشيلو ۽ ظالماڻو نہ. جيتوڻيڪ اُن کي چاليهہ ورهيہ گذري ويا آهن، پر جيڪڏهن اوهان مون تي اعتبار ڪريو، تہ اڄ بہ اُن واقعي کي ياد ڪري، ندامت ۽ درد ٿو ٿئي. مان بستري تي ويس ۽ ٽي ڪلاڪ کن ننڊ ڪيم. مان جڏهن جاڳيس تہ ڏينهن ٿي ويو هو. مان اُٿيس ۽ وڌيڪ وقت ننڊ ڪرڻ نہ چاهيم. مان دريءَ ڏي ويس ۽ ان کي کوليم. اُها باغ جي طرف ٿي کُلي. مان ڏٺو تہ سج اُڀري رهيو آهي. هُو گرم ۽ سهڻو ٿي لڳو ۽ پکي پنهنجون لاتيون ڪري رهيا هئا.

مان خيال ڪيو، تہ هن ڪائنات جو مقصد ڇا آهي؟ مان پنهنجي دل ۾ نفرت ۽ شرمندگيءَ کي محسوس ڪيو. ڇا هن جو مطلب ۽ مقصد اِهو آهي، تہ مان رت هارڻ ٿو وڃان؟ مان خيال ڪيو، تہ هن جو اِهو مقصد نہ آهي. ڇا اِيئن تي سگهي ٿو، تہ مان موت کان ڊڄان ٿو ۽ خوف ٿو ٿئيم، تہ ما. ىو ويندس؟ نہ نہ، ائين نہ آهي. اوچتو منهنجي سمجهہ ۾ اَچي ويو. هيءَ جذبات جي ڪشمڪش اِنهيءَ لاءِ هئي تہ مان گذريل شام تي، افناسي کي ماريو هو. منهنجي ذهن تي سيئي ڳالهيون تَري آيون ۽ اُهي اِيئن تي لڳيون، ڄڻ تہ وري دهرايون ٿيون وڃن. ڄڻ تہ هُو منهنجي اڳيان بيٺو آهي، ۽ مان سندس منهن تي سنئيون سڌيون چماٽون هڻي رهيو آهيان. هُن پنهنجي ٻانهن کي زور سان لڙڪائي ڇڏيو آهي ۽ سندس مٿو اهڙي ريت سنئون آهي، ڄڻ پيريڊ ۾ بيٺو آهي. هُو هر هڪ ڌڪ کي ٿاٻڙندي برداشت ڪَري رهيو آهي. ۽ کيس اِها بہ طاقت نہ رَهي آهي، تہ هُو هَٿ مٿي کڻي پنهنجو بچاءُ ڪري. هيءُ هڪ انسان جو ڪارنامو هو، جو پنهنجي همجنس کي اِهڙيءَ ريت ماري رَهيو هو. ڪيڏو نہ گناهہ جو ڪم ڪري رهيو هو. مان اِيئن سمجهيو، تہ ڪنهن منهنجي اندر ۾ ڄڻ تہ تيز ڌار وارو خنجر هڻي ڇڏيو آهي. مان اِنهيءَ خيال ۾ ائين بيهي رَهيس، ڄڻ تہ بلڪل بوڙو ٿي ويو آهيان. اُن وقت سج چمڪي رهيو هو، وڻن جي پنن مان خوشي ٿي نظر آئي ۽ پکي خدا جي ساراهہ پنهنجي لاتين ۾ ڪَري رهيا هئا. مان پنهنجي منهن کي هٿن ۾ لڪايو. بستري ۾ ڪِري پيس ۽ اکين مان ڳوڙهن جو طوفان جاري ٿي ويو. اُن وقت مون کي منهنجو ڀاءُ مارخيل ۽ سندس موت جي بستري ۾ چيل قول ياد آيو، جو هن پنهنجي ملازمن کي چيو هو:

”منهنجا عزيزو! اوهان منهنجي ايتري خدمت ڇو ٿا ڪريو ۽ مون سان ايڏي محبت ڇو ٿا ڪريو؟ ڇا مان ايتريقدر ۽ قيمت وارو آهيان، جو اوهان منهنجي ايڏي خدمت ٿا ڪريو؟“

”هائو. مان ايتري قيمت جو آهيان سهين؟ اِهو خيال منهنجي اندر ۾ جاڳيو. آخر مان ايتري قيمت جو آهيان سَهين جو بيو ماڻهو، منهنجو همجنس، جو مون وانگر خدا جو سايو آهي، منهنجي خدمت ڪَري؟ ڀهريون پيرو، منهنجي حياتيءَ ۾

هيءُ سوال، منهنجي اندر مان اُٿيو. مارخيل چيو هو: ”آما، مان ۽ منهنجي ننڍڙي دل، اَسين سڄ ٻيج سڀ جي لاءِ جوابدار آهيون. هي فقط انسان ئي آهي، جو ڳالهيون نہ ٿو ڄاڻي. جيڪر هُو اُنهن کي ڄاڻي تہ هيءَ دنيا هڪدم بهشت بڻجي وڃي.“

”خدايا هيءُ غلط ٿي سگهي ٿو؟“ جيئن مان رنس ٿي، تہ هيءُ خيال آيو: ”شايد مان سڀني شين جي لاءِ، سڀ کان وڌيڪ جوابدار هوس ۽ جهان ۾ سڀني کان وڌيڪ ڏوهاري.“ اوچتو سموري صداقت، پنهنجي مڪمل روشنيءَ سان، منهنجي سامهون ظاهر ٿي. مان ڇا ڪرڻ وارو هوس؟ مان هڪ نيڪ، قابل ۽ رئيس کي قتل ڪرڻ لاءِ ٿي ويس، جنهن مون کي ڪو بہ نقصان نہ پهچايو هو. مان هن جي گهر واريءَ کي سڄي زندگي جي خوشيءَ کان محروم ڪري رهيو هوس. مان ڪيس عذاب ڏئي رهيو هوس ۽ قتل ڪرڻ لاءِ تيار هوس. اِهڙيءَ ريت مان بستري ۾ پيو رهيس ۽ منهنجو منهن وهاڻي تي هو. بنا ڪنهن ڌيان جي وقت گذرندو ٿي ويو. اوچتو منهنجو شاهد، پستول سان گڏ، مون کي وٺڻ لاءِ آيو.

”اڙي!“ هن چيو، ”هيءُ ڏاڍو چڱو ٿيو جو تون سوير جاڳيو آهين. اسان کي وقت سر هلڻ گهرجي، اَچ.“

مون کي خبر نہ ٿي پئي، تہ ڇا ڪرڻ گهرجي. مان بنا ڪنهن فيصلي جي هيڏي هوڏي تڪڙو ڦرندو رهيس. ڪنهن بہ طرح، اَسان ٻاهر گاڏيءَ تائين وياسون.

مان ڪيس چيو تہ هڪ منٽ ترس. مان جلدي موٽي ٿو اَچان. مون کان پنهنجو ٻٽون ڪٽڻ وسري ويو آهي.

مان اَڪيلو، سڌو ئي سڌو، افناسيءَ جي ننڍڙي ڪمري ڏانهن ڊوڙيس.

”افناسي“ مان چيو مانس، ”ڪالهہ توکي مون منهن وارُيون چماٽون هنيون هيون، مون کي معاف ڪر.“

اهو ٻڌي، هُن اِهڙيءَ ريت ڇرڪ ڀريو، ڄڻ تہ ڊڄي ويو آهي ۽ مون کي ڏسڻ لڳو. مان ڏٺو، تہ اهو ڪافي نہ آهي، اُن ڪري اُتي جو اُتي، سندس پيرن تي ڪري پيس ۽ منهنجو مٿو، زمين ڏانهن جهڪي ويو. مون وري بہ ڪيس چيو تہ، ”مون کي معاف ڪر“.

اهو ڏسي هُو حيران ٿي ويو.

”جناب عالي.... سائين، هيءُ اوهان ڇا ٿا ڪريو. مان هن جي لاءِ لائق نہ آهيان.“

هُو پوءِ روئڻ لڳو. جهڙيءَ ريت مان اڳ ۾ رُنو هوس. هن پنهنجي هٿن ۾ پنهنجي منهن کي لڪايو، دريءَ ڏانهن ڦريو ۽ سڏڪا ڀريندي ڏڪي رهيو هو. مان پنهنجي همراهہ ڏي ڊوڙيس ۽ گاڏيءَ ۾ وڃي ويٺس.

مان ڪيس رڙ ڪري چيو تہ، ”مان تيار آهيان.“ ڪانئس پڇيم تہ، ”تو ڪڏهن

کو فاتح ڏنو آهي؟ اُنهن مان هڪ تنهنجي سامهون بيٺو آهي."

مان بيحد خوشيءَ ۾ هوس. ساڻس سڄي واٽ ڳالهائيندو ويس پر ياد نہ اٿم تہ ڇا.

هن مون ڏي نهاريو ۽ چيو تہ، "نيڪ آهي ڀاءُ! تون بهادر آهين ۽ مون کي اُميد آهي، تہ تون ورديءَ جوشان برقرار رکندين.

اِهڙيءَ ريت اَسان اُن جاءِ تي پهتاسون ۽ ٻيءَ ڌر کي اُتي بيٺل ڏٺو سون. اسان ٻارنهن قدم هڪ ٻئي کان پري بيٺاسون. هن کي پهريائين گولي هڻڻي هئي. مان راحت مان کيس ڏسندو رهيس. منهنجي نگاهہ سندس منهن ۾ هئي. منهنجي اک بہ نہ ڇنڀي. مان يڪ ٽڪ کيس پيار مان نهاريندو رهيس، ڇو تہ مان ڄاڻتو ٿي، تہ مون کي ڇا ڪرڻ گهرجي. هن جي گولي، منهنجي ڪن ۽ منهن جي پاسي کان گذري وئي.

مان رڙ ڪري چيو تہ، "خدا جو شڪر آهي، تہ ڪو بہ نہ مئو." مان ڪانئس پنهنجو پستول ورتو. ۽ مُڙي اُن کي پري جهنگ ۾ ڦٽو ڪيم.

مان وري بہ رڙ ڪري چيو، تہ اِنهيءَ جي اِها ئي جاءِ آهي.

مان پنهنجي مقابل ڏي مڙيس ۽ چيومانس:

"مون کي معاف ڪر. مان هڪ نادان نوجوان آهيان. مان ڪنهن جنون سبب تنهنجي بي عزتي ڪري، توکي مجبور ڪيم، تہ مون تي گولي هلائين. مان توکان ڏهہ ڀيرا وڌيڪ بڇڙو آهيان ۽ شايد اَڃا بہ وڌيڪ. اِها حقيقت تون اُن کي وڃي ٻڌاءِ، جا توکي سڄي جهان کان وڌيڪ پياري محبوبا آهي."

جيئن ئي مان هي لفظ چيا ۽ هُو ٽيئي منهنجي مٿان آواز ڏيڻ لڳا.

منهنجي حريف، غصي ۾ اَچي مون کي چيو تہ، "جيڪڏهن توکي وڙهڻو بہ نہ هو تہ تڪليف ڇو ڏني؟"

"ڪالهہ مان بيوقوف هوس ۽ اڄ بهتر ٿو ڄاڻان." مان خوشيءَ مان کيس جواب ڏنو.

"ڪالهہ لاءِ تہ ڪجهہ نہ ٿو چئي سگهان. پراڄ تنهنجي راءِ بابت اِيئن سمجهان ٿو تہ سياڻو ٿي ويو آهين."

"شاباس!" مان تاڙي وڄائيندي چيو. مان توسان اِنهيءَ ڳالهہ ۾ متفق آهيان."

تون گولي هڻندين يا نہ؟

"نہ. جيڪڏهن تون چاهين، تہ ٻيهر بہ مون تي گولي هلائي سگهين ٿو. پر چڱو ٿيندو تہ اِئين نہ ڪرين."

منهنجو همراهہ بہ رڙيون ڪري رهيو هو تہ، "ڇا تون فوجي دستي جي توهين ڪندين. تون پنهنجي مقابلي واري جي سامهون آهين ۽ اُن کان معافي گهري رهيو آهين! افسوس اِها خبر مون کي اڳ ۾ هجي ها."

مان هاڻي سيني کي منهن ڏئي بيهي رهيس پر ڪليم نہ ٿي.

”عزيزو!“ مان کين چيو تہ ”موجوده دور ۾ هي واقعي عجيب آهي تہ ماڻهو پنهنجي بيوقوفي تي پڇتائي ۽ عام ۾ پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪري؟“

”پر مقابلي جي دعوت ۾ ايئن نہ ٿيندو آهي.“ منهنجي همراهہ ۽ شاهد چيو.

”اها ئي تہ حيران ڪندڙ حقيقت آهي.“ مان کيس چيو. ڇاڪاڻ تہ مان پنهنجي غلطيءَ کي هتي ئي اُچي سمجهيو. هن جي گولي هڻڻ کان تورو اڳ ۾، جڏهن کيس وڏي گناهہ ۾ مبتلا ڪرڻ تي گهريم. اسان پنهنجي حياتي کي بي سروپا بڻايو ۽ اهڙي ريت هلياسون، جو ناممڪن هو. ڇاڪاڻ تہ ٻارهن قدمن جي فاصلي تي، سندس گولي هڻڻ کان پوءِ ئي منهنجن لفظن جي ڪا قيمت ٿي پئي سگهي. جيڪڏهن اهي لفظ مان اڳ ۾ چوان ها، تہ هي چوي ها، تہ هيءُ بزدل آهي. پستول کي ڏسي ڊڄي ويو آهي ۽ هن جي ڳالهہ ڏي ڌيان نہ ڏنو وڃي.

عزيزو! مان کين اوچتو چيو. لفظ چڻ، تہ منهنجي اندر مان چيرجي ٿي نڪتا. اوهان چوڌاري خدا جي نعمتن کي ڏسو. صاف آسمان، نرمل هوا، نازڪ گاهہ ۽ پکي. فطرت حسين ۽ بي داغ آهي، پر فقط اسان گنهگار ۽ بيوقوف آهيون ۽ سمجهي نہ سگهيا آهيون، تہ اسان جي حياتي بہ خدا جي نعمتن مان آهي. اَسان کي فقط سمجهڻ گهرجي ۽ اَسان جي حياتي هڪدم فطرت جي حسن سان پُرجي ويندي ۽ اسان هڪ ٻي کي ڀاڪر ۾ وٺنداسون ۽ روئنداسون.

مان وڌيڪ چوان ها پر چئي نہ سگهيس. منهنجو آواز جوانيءَ جي شيرين ۽ شگفتگيءَ کان رڪجي ويو. مان پنهنجي اندر ۾ لذت جي احساس کي اهڙيءَ ريت محسوس ڪيو، جنهن کي حياتيءَ ۾ اڳي ڪڏهن بہ محسوس نہ ڪيو هيم.

منهنجي حريف مون کي چيو تہ، ”هيءُ جو بہ ڪجهہ ٿي رهيو آهي، اُهو اخلاقي ۽ منطقي آهي. ڪيئن بہ هجي، تون هڪ اصليت واري شخصيت آهين.“

”تون ٺلي کِل“ مان بہ کلندي کيس چيو. ”پر پوءِ تون هن کي ضرور قبول ڪندين.“

”اڙي، مان تہ هاڻي بہ هن کي قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. ڇا تون مون سان هٿ ملائيندين، ڇاڪاڻ تہ مون کي، تون هر حيثيت ۾ سچو ٿو نظر اَچين.“

”نہ!“ چيومانس، ”هاڻي نہ. پوءِ جڏهن مان اُن جي لائق ٿيس ۽ تنهنجي مرتبي جهڙو ٿيس، تہ هٿ ملائينداسون. اهو چڱو ٿيندو.“

اسان گهر ڏانهن موٽياسين. منهنجو همراهہ گُر گُر ڪندو ٿي آيو ۽ مان کيس اُن وقت چميو. منهنجي سيني رفيقن هڪدم هن ماجرا کي ٻُڌو ۽ اُن ڏينهن ئي ئي سپ گڏ ٿيا، تہ منهنجي هلت بابت پنهنجو فيصلو ڏين.

هنن چيو تہ، ”هن فوجيورديءَ جي بي عزتي ڪئي آهي. ڪيس پنهنجي عهدي کان استعيفا ڏيڻ گهرجي.“

ڪي منهنجي طرف کان اُتي بيٺا ۽ چيائون تہ، ”هن گوليءَ جو مقابلو ڪيو آهي.“

”ايئن برابر آهي“، هنن چيو، ”پر هُو بي گوليءَ کان ڊنل هو ۽ اُن ڪري ئي معافي ورتي اٿائين.“

منهنجي طرفدارن کين چيو تہ، ”جيڪڏهن هُو بي گولي کان ڊنل تئي ها، تہ معافي وٺڻ کان اڳ ۾ پنهنجي گولي هڻي ها. مگر هُن اُن وقت پنهنجي گولين سان ڀريل پستول کي جهنگ ۾ ڦٽو ڪري ڇڏيو هو.“

مان کين ٻڌي رهيو هوس ۽ نهاري بہ رهيو هوس. سندن گفتگو کان لطف اندوز ٿي رهيو هوس. کين چيم تہ، ”دوستو ۽ رفيقو! اوهان کي منهنجي ڪميشن تان استعيفا ڏيڻ لاءِ مونجهہ نہ ڪرڻ گهرجي. مان اڳ ۾ ايئن ڪري ڇڏيو آهي. مان پنهنجي ڪاغذن سا گڏ پنهنجي استعيفا، صبح سويري ڏياري موڪلي آهي. جڏهن مون کي بيدخل ڪيو ويندو تہ مان، مڙهيءَ ۾ هليو ويندس. انهيءَ مقصد لاءِ مان فوجي دستي کي ڇڏي رهيو آهيان.“

مان جڏهن ايئن چيو تہ هر ڪو. اُنهن مان کلڻ لڳو ۽ چوڻ لڳا تہ، ”اها حقيت توکي اڳ ۾ ٻڌائڻ کپندي هئي، جنهن ڪري سڀ ڪا ڳالهہ واضح ٿي وڃي ها. اَسان کنهن بہ راهب بابت فيصلو ڏيئي نہ ٿا سگهون.“

هُو کلندا رهيا ۽ پاڻ کي روڪي نہ سگهيا. سندن کلڻ نفرت کان نہ پر ٻاجهارو ۽ خوشيءَ ڀريل هو. هُو هڪدم منهنجا دوست بڻجي ويا. اُهي بہ جي، منهنجي هلت کان سخت راءِ رکندڙ هئا. منهنجي بي دخليءَ کان اڳ وارا ۽ مهيني ۾، هُو مون تي بيحد مهربان رهيا.

هُو مون کي راهب ڪري سڏيندا هئا ۽ منهنجي لاءِ پيار جا لفظ ڪم آڻيندا هئا. هنن مون کي برغلائڻ شروع ڪيو ۽ منهنجي مٿان رحم کائي چوندا هئا تہ، ”تون ڪيڏو نہ پاڻ سان ناحق ڪري رهيو آهين؟“

هُو چوندا هئا تہ، ”نہ هيءَ بهادر انسان آهي. هُن گوليءَ کي منهن ڏنو هو ۽ پنهنجي پستول مان بہ گولي هڻي ها. پر هن هڪ رات اڳ خواب ۾ ڏٺو هو، تہ هُو راهب ٿيندو، اُن ڪري ئي، هن اِهو رخ ورتو هو.“

اها ساڳي حالت شهر واسين جي هئي. مون سان هُو مروت ۽ مدار سان تہ مليا ٿي، پر ڪو خاص ڌيان نہ ٿي ڏنائون. پر هاڻي يڪايڪ سڀني کي خبر پئي پئجي وئي ۽ هُو مون کي مدعو ڪرڻ لڳا. هُو مون تي کلندا هئا پر ساٿس گڏ محبت بہ ڪندا هئا. مون کي اهو ٻڌائڻ بہ ضروري آهي تہ جيتوڻيڪ اسان جي مقابلي بابت هر ڪو ظاهر ظهور

گفتگو ڪندو ٿي رهيو، پر حڪومت اُن جي بابت ڪو بہ قدم نہ کنيو. ڇاڪاڻ تہ منهنجو حريف، اسان جي جنرل سان قريبي عزازت رکندڙ هو. جيئن تہ ڪا بہ رتوڇاڻ نہ ٿي هئي ۽ نہ وري اُن مان ڪو اُگرو نتيجو نڪتو هو ۽ مان پنهنجي عهدي کان استعيفا بہ ڏئي ڇڏي هئي، اُن ڪري، حڪومت هن کي مذاق سمجهيو. هاڻي مان زور سان ۽ بيخوف سندن بي توقير مذاق تي ڳالهائڻ شروع ڪيو. ڇاڪاڻ تہ سندن اهو مذاق مهربانيءَ وارو هو ۽ اُن ۾ ڪا بہ نفرت نہ هئي. هيءَ گفتگو اَڪثر شام جي وقت، بيگمن جي مجلس ۾ ٿيندي هئي. عورتون خاص طرح منهنجي گفتگوءَ کي ڏيان ڏئي ٻڌنديون هيون ۽ مردن کي بہ ڏيان ڏئي ٻڌڻ لاءِ رغبت ڏياريندو هيون.

هُو مون ڏي نهاري کلندي چوندا هئا تہ، ”اِهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ ٻئي جي گناهہ لاءِ، اَسان پاڻ کي جوابدار سمجهون. مثال طور: مان تنهنجي لاءِ جوابدار ڪيئن ٿي سگهان ٿو؟“

مان کين جواب ڏيندو هوس تہ، ”اوهان شايد چڱيءَ ريت نہ ڄاڻندا هجو. جيئن تہ سڄي دنيا، عرصي کان راهہ ئي ٻي اختيار ڪئي آهي، اُن ڪري اَسان ڪوڙ کي سچ سمجهون ٿا، ۽ ٻين کان بہ ڪوڙ جي ئي طلب ڪريون ٿا. جڏهن تہ مان اتفاقاً پنهنجي حياتيءَ ۾ صداقت جو اظهار ڪيو آهي، تہ اوهان سڀ مون کي چريو ٿا سمجهو. جيتوڻيڪ اوهان مون سان دوستاڻي انداز ۾ پيش اَچو ٿا، پر اُن هوندي بہ مون تي کلندا رهو ٿا.

منهنجي ميزبان عورت کلندي چيو تہ، ”اسان دوستيءَ جي باوجود بہ تنهنجي ڪهڙي مدد ڪري سگهون ٿا.“ ڪمرو ماڻهن سان ڀريل هو. اوچتو هڪ نوجوان بيگم اُٿي بيٺي، جنهن جي باعث ئي، اِهو مقابلو ٿيو هو ۽ جنهن کي مان اڳي، پنهنجي ٿيڻ واري زال ٿي سمجهيو. مان کيس ڪمري ۾ ايندو نہ ڏٺو هو. هوءَ اُٿي بيٺي ۽ مون وٽ آئي ۽ پنهنجا هٿ جهلي بيٺي.

”مان توکي ٻڌائڻ ٿي گهران، “ هُن چيو، ”مان اُها پهرين عورت آهيان، جا توتي نہ کِلي آهيان. پر اُن جي بجاءِ، لُڙڪن سان تنهنجو شڪريو اَدا ڪريان ٿي ۽ تنهنجي لاءِ عزت جو اظهار ڪريان ٿي، تون ۽ تنهنجو ڪارنامو آفرين جي لائق آهي.“

هن جو مرد بہ هليو آيو ۽ ٻيا بہ اُن جي پٺيان ايندا ويا ۽ مون کي چُمڻ لڳا. منهنجي دل خوشيءَ سان ڀرجي وئي، پر منهنجو سڄو ڌيان وچي هڪ وچولي عمر واري ماڻهو ڏانهن ويو، جو ٻين سان گڏجي مون ڏي وڌي آيو هو. مون کي سندس نالو تہ اڳ ۾ ئي معلوم هو، پر ساڻس ڪڏهن بہ واقفيت نہ ٿي هئي، نہ وري اُن شام تائين هڪ ٻئي سان ڳالهايو هيوسين.

## پُر اسرار مهمان

هن گهٽيءَ وقت کان شهر جي عملداري طبقي ۾ گذاريو هو. هُو اعليٰ رتبي تي هو ۽ سيئي ماڻهو سندس عزت ۽ توقير ڪندا ئي رهيا. هُو ڪافي دولتمند هو ۽ پنهنجيءَ سخا کان مشهور هو. هُو چڱي رقم چندي طور، خيرات خاني ۽ يتيمن جي پرورش گاهه ۾ ڏيندو هو. اُن کانسواءِ هُو ڏاڍي ڳجهي ۽ لڪائي خيرات ڪندو هو، جنهن جي خبر سندس مرڻ کان پوءِ پئي. سندس عمر پنجاهه سالن جي قريب هئي، ڏسڻ ۾ بيحد سخت ۽ گهٽ ڳالهائو هو. ڏهه سال اڳ، هن شادي ڪئي هئي ۽ سندس گهر واري اڃا جوان هئي ۽ اُن مان ڪيس ٽي ٻار ٿيا هئا. خير، ٻي رات تي جيئن مان پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ اڪيلو ويٺو هوس، دروازو اوچتو کُليو ۽ اهو سگهڙ ماڻهو اندر گهڙي آيو.

مان هت، هيءُ ٻڌائڻ گهران ٿو ته مان هاڻي پنهنجي اڳئين جاءِ ۾ نه ٿي رهيس. جيئن ئي مان پنهنجي عهدي کان استعيفا ڏني، مان هڪ پوڙهي عورت کان ڪي ڪمرا وٺي اُن ۾ رهڻ لڳو هوس. هوءَ هڪ سرڪاري ڪلارڪ جي بيواهه هئي. جاءِ جي مالڪياڻيءَ جو خادم، منهنجي به خدمت ڪندو هو. مان هنن ڪمرن ۾ فقط هن لاءِ اچي رهيو هوس، جو هُن مقابلي کان موٽڻ بعد، مان افناسي کي فوج ڏي موٽائي ڇڏيو هو. ڇاڪاڻ ته ساڻس آخري ملاقات کان پوءِ، سندس موجودگيءَ کان مون کي شرمندگي پئي ٿي. ڇاڪاڻ ته هن دنيا جو انسان ايڏو ته ڪريل آهي جو صحيح قدم کڻندي به کيس ندامت ٿي ٿئي.

منهنجي ملاقاتيءَ مون کي چيو ته، ”مان تورن ڏينهن کان مختلف گهرن ۾ توکي ڳالهائيندو ٻڌو آهي. مان آخر هي فيصلو ڪيو، ته توسان شخصي واقفيت پيدا ڪريان. جيئن مان توسان وڌيڪ دوستاڻو گفتگو ڪري سگهان. منهنجا عزيز، ڇا تون مون کي اهڙي خدمت جي اجازت ڏئي سگهين ٿو؟“

”مان ته هن کي پنهنجي لاءِ وڏي راحت تو سمجهان ۽ عزت.“ مان جيتوڻيڪ منجهيل هوس، پر اُن هوندي به کيس اهو جواب ڏنم. ڇاڪاڻ ته هن ماڻهو جي آمد مون کي پهرئين ساعت ۾ ئي متاثر ڪيو هو. جيتوڻيڪ ٻين ماڻهن به مون کي دلچسپي ۽ ڌيان سان ٻڌو هو، پر مون وٽ ڪوبه ماڻهو اڳ ۾ اهڙي نازڪ، مضبوط ۽ خوشگوار چهري سان ڪو نه آيو هو. پر هيءُ ئي ماڻهو مون کي منهنجي ڪمري ۾ ڏسڻ آيو هو. هُو ويهي رهيو.

هن چيو ته، ”مان ڏسان ٿو ته تون ڪردار جي قوت وارو ماڻهو آهين. تو وڏي همت سان صداقت کي پيش ڪيو آهي. اِئين ڪندي تو ماڻهن جي نفرت جو بار به پنهنجي سر تي کڻڻ گهريو آهي.“

”اوهان جي هيءَ تعريف، شايد مبالغي سان ڀريل هجي.“ مون کيس چيو.

هن مون کي چيو، ”هن ۾ ڪو بہ مبالغو نہ آهي. مون تي اعتبار ڪر، اهڙي ڪاروائي، خيال ڪرڻ ۾ بہ ڏکي آهي. اِنهيءَ ئي مون کي متاثر ڪيو آهي. اِهو ئي سبب آهي، جو مان تو وٽ لنگهي آيو آهيان.“ هُو مسلسل ڳالهائيندو ويو. ”جيڪڏهن توکي منهنجي تحقيق جو شوق ناگوار نہ ٿو لڳي، تہ مهرباني ڪري مون کي ٻڌاءِ تہ جڏهن تو مقابلي جي وقت معافي ورتي هئي، تہ تنهنجي دل تي ڇا گذري رهيو هو؟ منهنجي سوال کي ٻاراڻو نہ سمجهہ. هن سوال سان، منهنجو پنهنجو بہ هڪ راز ڳنڍيل آهي. جيڪڏهن خدا گهريو ۽ اَسان هڪ ٻئي کي وڌيڪ قريب ٿياسون تہ اِهو توکي پوءِ ٻڌائيندس.“

سڄو وقت اَسان ڳالهائيندا رهياسون. مان سندس منهن ۾ سنئون سڌو نهاري رهيو هوس ۽ مان هڪدم پرکي ورتو تہ هيءُ ماڻهو اعتبار جي لائق آهي. منهنجي تحقيق جو شوق بہ وڌيڪ ٿي ويو. ڇاڪاڻ تہ مان سمجهي ورتو تہ هن جي سيني ۾ ڪو وڏو راز لڪل آهي.

”تو، مون کان پڇيو آهي تہ حريف کان معافي وٺڻ وقت منهنجي دل ۾ ڪهڙو احساس پيدا ٿيو هو.“ مان کيس جواب ڏنو. ”چڱو ايئن ٿيندو، تہ مان توکي شروع کان هي ڪهاڻي ٻڌايان، جا مون هن کان اڳي ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائي آهي.“ اُن کان پوءِ مون کيس سڀ ڪجهہ بيان ڪري ٻڌايو. افناسي ۽ منهنجي وچ ۾ جو ڪجهہ بہ گذريو هو، کيس ٻڌايم تہ ڪهڙيءَ ريت مان سندس سامهون زمين تائين جهُڪي ويو هوس ۽ سندس پيرن تائين وڃي پهتو هوس. ”اِنهيءَ مان اوهان خود پاڻ نتيجو ڪڍي سگهو ٿا.“ مان گفتگوءَ کي ختم ڪندي چيو تہ، ”مقابلي جي وقت اِيئن ڪرڻ بيحد آسان هو، ڇو تہ مان اڳ ۾، اِنهيءَ ڳالهہ جي ابتدا پنهنجي گهر ۾ ڪئي هئي. جڏهن تہ مان هڪ راهہ تي پنڌ پيو هوس، تہ اڳتي وڌان تہ پوءِ هيءُ منهنجي لاءِ مشڪل نہ هو. پر اُنلو منهنجي لاءِ خوشي ۽ راحت جو باعث هو.“

جيئن هو مون کي ٻُڌي رهيو هو، مان سندس نهارڻ جي طريقي کي پيار تي ڪيو. هن جواب ڏنو تہ، ”هي سڀ ڪجهہ، حد کان وڌيڪ دلچسپ آهي. مان توکي ڏسڻ لاءِ وري وري پيو ايندس.“

هن ملاقات کان پوءِ، هُو اَڪثر مون کي هر شام تي ڏسڻ ايندو هو. اَسان پاڻ ۾ دوست ٿي وياسون، پر هُن ڪڏهن بہ پنهنجي لاءِ ڪا بہ گفتگو نہ ڪئي. هُو هميشہ لاڳيتو مون کان منهنجي بابت ئي پڇندو رهندو هو. هن ڪانسواءِ، مان سندس مشتاق ٻڌڻ جي پيس ۽ ساڻس پنهنجي تمنائن بابت مڪمل وضاحت سان ڳالهائيندو

رَهيس. مون خيال ڪيو ٿي تہ هن جي راز جي ٻڌڻ جي آخر مون ڪي ضرورت بہ ڪهڙي آهي. مان ڏسان ٿو تہ هُو نيڪ مرد آهي. هن ڪان سواءِ مون خيال ڪيو تہ، جيتوڻيڪ هُو پڪو ماڻهو آهي، پر مون ڪان عمر ۾ وڏو آهي. اُن هوندي بہ هُو پاڻ ڪان گهٽ عمر واري کي ڏسڻ اَچي ٿو ۽ مون سان برابري جهڙي هلت وني ٿو ۽ مان ڪانئس گهڻيون ئي فائدي واريون ڳالهيون پرايان ٿو، ڇو تہ هُو مٿانهين دل وارو ماڻهو آهي.

هڪ ڏينهن هن مون کي اوچتو چيو، ”زندگي بهشت آهي، مان هن جي لاءِ گهڻو وقت خيال ڪندو رَهيو آهيان.“ هُن وري هڪدم چئي ڏنو تہ، ”منهنجو سڄو فڪر، اُن ڏانهن متوجهہ آهي.“ هن مون ڏي نهاريو ۽ مشڪيو. ”مان توکان وڌيڪ هن کان متاثر آهيان.“ اِهو مان توکي بعد ۾ ٻڌائيندس.“

مان کيس ڏيان ڏئي ٿي ٻُڌو ۽ سوچيم، تہ کيس ڪجهہ مون کي ظاهر ڪري ٻڌائڻو آهي.

”خدايا“، هن پنهنجي گفتگوءَ جي سلسلي کي جاري رکندي چيو تہ، ”اِهو بهشت اَسان سڀني جي اَندر ۾ لڪل آهي... اِجهو هاڻي مون وٽ بہ اِهو بهشت موجود آهي. جيڪڏهن مون کي اُن جي خواهش رَهي، تہ سياڻي بہ مون وٽ ظاهر ٿيندو ۽ هميشہ مون سان گڏ هوندو.“

مان هن ڏانهن نهاريو. هُو وڏي جوش سان ڳالهائي رهيو هو ۽ مون ڏانهن پُر اسرار نموني نهاري رهيو هو، ڄڻ تہ مون کان ڪي سوال ڪري رَهيو آهي.

”۽ اَسين سڀ ڪنهن شيءِ لاءِ، سڀ سان جوابدار آهيون ۽ اَسان جا گناهہ اسان سان آهن. تون اِنهن ڳالهين جي سوجهڻ ۾ ڪيڏو نہ صحيح هئين. هيءَ ڪيڏي نہ تعجب جهڙي ڳالهہ آهي، جو تو سڀ ۾ ڪيئن هڪدم اُن جي شناخت ڪري ورتي. حقيقت بہ اِهائي آهي، تہ جڏهن انسان آسماني شهنشاهيت ـِي سمجهي ٿو، تہ اُهو اُن جي لاءِ خواب نہ هوندو پر حقيقت.“

مان اُن جي تاثر کان رڙ ڪري چيو تہ، ”پر اِها آرزو ڪڏهن پوري ٿيندي.“ ڇا اِيئن نہ آهي تہ اِهو فقط اسان جو خواب آهي؟“

”ڇا تڏهن، تنهنجو هن حقيقت ۾ اعتبار نہ آهي؟“ هن چيو. تون هن فڪر کي، تہ رواج هيٺ آڻين ٿو، پر خود اُن ۾ اعتبار نہ ٿو رکين. مون ۾ يقين رک تہ جنهن کي تون خواب ٿو سڏين، بلاشبہ تڪميل تي پهچي ويندو. اِهڙن ٿيندو، پر هاڻي نہ. ڇاڪاڻ تہ هر ڪنهن عمل جو پنهنجو پنهنجو قانون ٿئي ٿو. هي روحاني ۽ معنوي عمل آهي. دنيا ۾ تبديلي آڻڻ ۽ اُن کي وري نئين سر تخليق ڪرڻ لاءِ، انسان کي ڪنهن ٻي رستي تي نفسياتي طرح هلڻو پوندو. جيستائين تون، اُن جي عملي حقيقت ۾ صادق

ٻڌجي، سڀ جو ڀاڱو نہ ٻڌيو آهين. ڀائپي ۽ برادري ڪڏهن بہ نہ ايندي. ڪا بہ سائنسي تربيت نہ ڪيپي، نہ ڪنهن عوامي دلچسپيءَ جي ضرورت آهي. اِهي شيون ڪڏهن بہ انسان کي، ملڪيت ۽ مساوات جي مطابق، حصي ونڊ جي لاءِ تيار نہ ڪنديون. هر ڪو اِيئن پيو سمجهندو، تہ سندس حصو اُبتو آهي ۽ هُو پيا اعتراض ڪندا. دانهون ڪندا ۽ هڪٻئي سان پيا وڙهندا رهندا. تو چيو آهي تہ اِها آرزو ڪڏهن پوري ٿيندي، اِها پوري ٿيندي، پر اسان کي پهريائين علحدگي جي دور کان گذرڻو پوندو.“

”علحدگيءَ کان تنهنجو ڪهڙو مطلب آهي؟ مون کانئس پڇيو.

”ڇا، علحدگي تہ سڀ جاءِ تي پئي ٿي ڏسجي. اَسان جي دور ۾ تہ عام آهي. جيتوڻيڪ هن اَجا تائين پوري ترقي نہ ڪئي آهي ۽ اَجا پنهنجي حدن تي نہ پهتي آهي. ڇاڪاڻ تہ هرڪو، ڪانئس جيتري قدر ٿي سگهي ٿو، پنهنجي انفراديت علحده سمجهي ٿو ۽ سندس خواهش اِها آهي، تہ جيتري قدر ٿي سگهي، هُو زندگيءَ جون رعايتون پنهنجي لاءِ مخصوص ڪري. پر ساڳي وقت سندس هي ڪوششون، زندگي جي مڪمل رعايتن حاصل ڪرڻ بدران سندس تباهي جو سامان بڻجي وڃن ٿيون. خودشناسيءَ جي بجاءِ هي تنها ٻڌجي وڃي ٿو. اسان جي دور ۾ انسانيت گروهن ۾ ورهائجي وئي آهي. هي هڪ ٻي کان جدا پنهنجي پنهنجي لڪير جا فقير آهن. هر ڪو هڪٻئي کان دور آهي ۽ پاڻ کي لڪائيندو رَهي ٿو. جو ڪجهہ بہ کيس ميسر آهي، اُهو ٻين کان لڪائي ٿو. سندس خاتمو ٻين جي ڌڪار سان ٿئي ٿو، جنهن ڪري هُو ٻين کي بہ ڌڪاري ٿو. هُو پنهنجي لاءِ دولت جا ڍير گڏ ڪري ٿو ۽ سمجهي ٿو تہ هُو ڪيڏو نہ طاقتور ۽ سلامت آهي. هن جنون ۾ هيءَ ڳالهہ هُو سمجهي ئي نہ ٿو، تہ جيئن جيئن وٽس دولت جا ڍير جمع ٿيندا وڃن ٿا، هُو پنهنجي نامردي جهڙي بربادي‌ءَ ۾ غرق ٿيندو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ تہ هُو پاڻ تائين محدود آهي ۽ پنهنجي اَڪيلائيءَ تي اعتماد ٿو رکي ۽ ٻين کان بلڪل جدا ٿي ويو آهي. کيس اِها تربيت ئي نہ ملي آهي، تہ هُو ٻين جي مدد ۾ يقين رکي. جڏهن تہ هُو انسان ۽ انسانيت کان بيزار آهي، هُو فقط اِنهيءَ خوف کان لَرزندو رَهي ٿو. تہ اِيئن نہ ٿئي، تہ هُو پنهنجي دولت وڃائي ويهي ۽ جي رعايتون هن حاصل ڪيون آهن، سي ڪانئس کسجي نہ وڃن. اڄ ڪلهہ پنهنجي حماقت کان انسان اِيئن نہ ٿو سمجهي، تہ صحيح طور تي سلامتي، فقط سماجي استحڪام ۾ آهي، نہ افرادي، اڪيلائپ ۾. ڇاڪاڻ تہ هن خطرناڪ انفراديت جو اَنت لازمي آهي. اوچتو هي سيئي سمجهي ويندا، تہ هيءُ ڪيڏو نہ غير فطري عمل هو، جو هڪٻئي کان جدا ٿي رهيا آهيون. هيءَ وقت جو روح ٻڌجي ويندو ۽ انسان حيرت ۾ پئجي ويندا، تہ هُو ڪيترو وقت نہ روشنيءَ کان دور

اونداهيءَ ۾ رهيا آهن. اُن وقت فرزندانِ انسان جي روشني آسمان تي طلوع ٿيندي....
پر اُن هوندي بہ اَسان کي اُن موقعي تي ڪپي، تہ پنهنجي ڪاميابي جي جهنڊي جي حفاظت ڪريون. ٿي سگهي ٿو، تہ ڪڏهن ڪڏهن، ڪنهن ۾ علحدگيءَ جو خيال اَچي وڃي ۽ سندس هلت ناروا ثابت ٿئي، اُن لاءِ ڪپي تہ ٻي ڪي اُن لاءِ مثال بڻجڻ گهرجي ۽ اُن جي روح کي علحدگي کان ٻاهر ڪڍي اَچي. ڪيس يائپي جو عمل پيش ڪري، جيئن اُهو عظيم مقصد فوت نہ ٿئي.

اَسان جي هر هڪ شام، هڪبئي پنيان اڪثر اِهڙي قسم جي خوشگوار ۽ وڻندڙ بحثن ۾ گذري ويندي هئي. مان ڪنهن بہ مجلس ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنو ۽ پنهنجي پاڙيسرين سان بہ گهٽ ملڻ لڳس. اُن ڪانسواءِ ماڻهن ۾ بہ مون بابت هاڻي چوپچو گهٽ ٿي وئي هئي. مان ڪين ڏوهاري سمجهي، هيءَ ڳالهہ نہ ٿو ڪريان، ڇاڪاڻ تہ هُو مون سان اَجا بہ محبت ڪري رهيا هئا ۽ نيڪ نيتيءَ سان ملندا ٿي رهيا. پر هن کان بہ انڪار ٿي نہ ٿو سگهي، تہ سماج ۾ وضعداري بہ هڪ وڏي طاقت آهي. مان پنهنجي پُراسرار ملاقاتيءَ کي پيار ۽ عزت سان ڏسڻ لڳس. ڇاڪاڻ تہ مان سندس قابليت کان بهره ور ٿيڻ ڪانسواءِ، ايئن سمجهڻ لڳس تہ سندس ذهن ۾ ڪا رٿ آهي، جنهن تي ويچار ڪندو رَهي ٿو ۽ هُو پاڻ کي ڪنهن عظيم عمل جي لاءِ تيار ڪري رَهيو آهي. شايد هن پنهنجي مونجهاري پريل راز بابت مون کي ڪجهہ بہ ٻڌائڻ پسند نہ ٿي ڪيو. نہ وري مان ائين چاهيو ٿي، تہ ڪانئس سنئون سڌو، اُن راز بابت پڇان. نہ وري اُن بابت ڪو اِشارو ڪرڻ بہ پسند ٿي ڪيم. پر مون آخر ڏٺو، تہ منجهس اِهڙا آثار اَچي موجود ٿيا آهن، جو مون کي ڪجهہ ٻُڌائي. پهرئين ملاقات کان هڪ مهينو بعد، هي اُن لاءِ سچ پچ لازمي بڻجي پيو هو.

هڪ ڀيري هُــن چيو تہ، ”خبر اَٿئي تہ ماڻهن ۾ اَسان جي بابت وڏي چوپچو آهي. هُو متعجب آهن تہ مان اَڪثر، چو اوهان وٽ ايندو رهندو آهيان. پر ڪين عجب ڪائڻ ڏي. جلد ئي سڀ ڪجهہ ظاهر ٿي ويندو.“

ڪڏهن ڪڏهن هُــو غير معمولي جوش ۾ پرجي ويندو هو. اهڙن موقعن تي گهڻو ڪري، هميشہ اُٿي بيهندو هو ۽ هليو ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن وري، طويل چيندڙ نگاهن سان مون کي نهاريندو هو ۽ مان سمجهندو هوس تہ هُــو، هاڻي ڪجهہ مون کي چوندو، پر هُــو اوچتو وري ڪن معمولي ڳالهين تي ڳالهائڻ شروع ڪري ڏيندو هو. اَڪثر هُو مٿي جي سور جي شڪايت ڪندو رهندو هو.

هڪ ڏينهن، سچ پچ، بلڪل اُميد جي خلاف، جڏهن هُو نهايت جوش مان گهڻو وقت ڳالهائيندو رهيو، مان ڏٺو تہ پيلو ٿي ويو آهي. سندس صورت بدلجي وئي ۽

پنهنجون اکيون مون ۾ کُپائي ڇڏيائين.

”خير تہ آهي“، مان پڇيومانس. ”اوهان بيمار آهيو؟ ٿورو وقت اڳ هُن مٿي جي سور جي شڪايت ٿي ڪئي.“

”مان...... توکي خبر آهي..... خون ڪيو آهي.“

هُو ايئن چئي مشڪيو ۽ سندس منهن چاڪ کان وڌيڪ سفيد ٿي ويو. ”شايد هُو انهيءَ ڪري مشڪي رهيو آهي.“ اِنهيءَ کان اڳي، جو مان پيو ڪجهہ محسوس ڪريان، اِهو خيال، منهنجي اندر، بجليءَ وانگر پکڙجي ويو. مان پاڻ پيلو ٿي ويس ۽ رڙ ڪري چيومانس:

”تون اِهو ڇا ٿو چوين؟“

هُن ڦِڪي مُشڪ سان چيو ”ها، مان ڪيڏي نہ تڪليف سان اِهي پهريان لفظ چيا آهن. هاڻي مان چئي وينو آهيان ۽ سمجهان ٿو تہ مان پهريون قدم کنيو آهي ۽ اڳتي وڌي سگهندس.“

مون کي ڪيتري وقت تائين سندس ڳالهہ تي اعتبار ئي نہ ٿي آيو. پر ٽن ڏينهن جي گذرڻ کان پوءِ، هُن مون کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي ڇڏيو. مان سمجهيو تہ هُو پاڳل آهي. پر آخر ۾ مان ڪانئس بيحد متاثر ٿيس ۽ اُن جي لاءِ غم ۽ حيرت کي محسوس ڪيم. سندس گناهہ عظيم ۽ خطرناڪ هو.

چوڏهن سال اڳ، هُن هڪ زميندار جي زال جو خون ڪيو هو. هُوءَ عورت دولتمند ۽ حسين نوجوان هئي. سندس گهر اَسان جي شهر ۾ هو. هيءُ سندس محبت ۾ ديوانو بڻجي ويو هو. هُن مٿس پنهنجي محبت جو اظهار ڪري، شادي ڪرڻ جي خواهش ڏيکاري. پر هُن عورت اڳ ۾ ئي پنهنجي دل ٻي ماڻهوءَ کي ڏئي ڇڏي هئي، جو هڪ لائق خاندان مان هو. ڪيس چڱي نوڪري هئي ۽ آفيسر هو. هُو اُن وقت پري جنگ جي ميدان ۾ هو ۽ هن عورت کي اُميد هئي، تہ هُو جلدي موٽي ايندو. هن سندس خواهش کان انڪار ڪيو ۽ ڪيس عرض ڪيائين تہ هُو ملاقات لاءِ وٽس نہ اَچي. جڏهن هن سان سندس ملاقات بند ٿي وئي، تہ هُن سندس گهر بابت خبرچار رکڻ شروع ڪئي. هُو رات جي وقت، باغ جي رستي، ڇت تان ٽپي، گهر ۾ داخل ٿيندو هو ۽ هن جاچ جوچ لاءِ وڏي خطري ۾ پئجي ويندو هو. پر جيئن اَڪثر ٿيندو آهي، تہ جڏهن گناهہ غير معمولي دليريءَ سان ڪيو ويندو آهي، تہ اُهو ٻين گناهن کان وڌيڪ ڪامياب ويندو آهي.

آسمان جي روشني ۾ دريءَ کان داخل ٿي، هُو ڏاڪڻ کان هيٺ لهي ويو ۽ هن اُميد تہ هيٺيون دروازو، نوڪرن جي غفلت کان شايد کُليل هجي، اُتي پهتو ۽ اُهو

كليل هو. هُو اونداهيءَ ۾ اُن جي بستري ڏانهن وڌيو، جتي روشني ٿي ڏني. اتفاقاً سندس ٻئي نوڪرياڻيون، سندس اجازت ڪانسواءِ، سالگره جي مجلس ۾ هليون ويون هيون. سندس ٻيا نوڪر، پنهنجي ڪوٺين ۾ يا رڌڻي ۾ ستل هئا. ڪيس ننڊ ۾ ڏسي هن جا وحشي جذبا جاڳي پيا. انتقام ۽ حاسداڻي غصي، سندس دل جي مٿان قبضو ڪري ورتو. هڪ شرابي ۽ نشئي وانگر، هن پنهنجي چاقو ڪوليو ۽ سندس دل ۾ اهڙيءَ ريت پيوست ڪيو، جيئن ڪا ٻه دانهن نه ڪري سگهي. تنهن ڪانپوءِ هن شيطانيت ۾ مڪاريءَ جيان، ڪوشش ڪئي ته شڪ جو سڄو بار نوڪرن تي وجي پوي. هُو ايڏو ته رذيل بڻجي ويو، جو سندس ٻٽون ڪڍي ورتو ۽ سندس وهاڻي جي هيٺان ڪنجي ڪڍي، سندس ٽجوڙي کي کولڻ گهريو ۽ اُن مان ڪن شين کي ڪڍڻ چاهيائين. اِهو اِنهيءَ لاءِ ته ڪيائين، ته جيئن اِئين معلوم ٿئي، ته هيءُ ڪم ڪنهن اَڻ ڄاڻ نوڪر جو آهي. قيمتي ڪاغذن کي ڇڏي ڏنائين ۽ نقدي رقم ڪڍي ورتائين. هُن سون جون وڏيون شيون ڪڍي ورتيون ۽ ننڍيون شيون ڇڏي ڏنائين. جيتوڻيڪ اُهي ڏهه دفعا وڌيڪ هنن شين کان قيمتي هيون. هن کي شيون، اُتان پنهنجي يادگيريءَ لاءِ به کنيون. هن پوائتي فعل کان پوءِ هو، ساڳيءَ واٽ کان موٽي آيو.

نه وري ٻئي ڏينهن، خطرو جاڳيو، نه وري سڄي حياتي ۾ ڪنهن خيال يا گمان ڪيو، ته هيءُ ئي ڏوهاري آهي. ڪنهن کي به سندس محبت جي خبر نه هئي، ڇاڪاڻ ته هُو هميشه گوشه نشين ۽ خاموش رهندو هو ۽ ڪيس دوست ئي ڪونه هو، جنهن وٽ پنهنجي دل جي روئداد کي کولي. مقتول عورت جو ڪيس فقط واقف ڪار سمجهيو ويو، نه قريبي دوست، ڇاڪاڻ ته هُو پوين ٻن هفتن ۾ ساڻس مليو ئي نه هو. عورت جي هڪ نوڪر تي جنهن جو نالو پيوتر هو، يڪدم شڪ رکيو ويو ۽ ارباب اِهڙا هئا، جو شڪ کي پختگي ٿي ملي. ماڻهن کي خبر هئي سندس مالڪياڻي، هن ڳالهه کي ڳجهو نه رکيو هو. سندس مرضي هئي، ته نوڪرن مان هڪ کي ڀرتي ۾ موڪلي ۽ هُن اِرادو ڪيو هو، ته هن کي موڪلي ڏي. ڇاڪاڻ ته ڪيس ڪو به مٽ مائٽ ڪونه هو ۽ سندس هلت به غير تسلي بخش هئي.

مئخاني ۾ شراب جي نشي ۾، ماڻهن ڪيس، هيئن دڙڪو ڏيندي ٻُڌو هو، ته هُو، هن کي قتل ڪندو. هن جي موت کان ٻه ڏينهن اڳ ۾، هُو ڀڄي ويو هو ۽ خبر نه آهي ته شهر ۾ ڪنهن وٽ وڃي رهيو هو. خون کان هڪ ڏينهن پوءِ، سخت نشي جي حالت ۾ ڪيس شهر ڏانهن ايندڙ رستي تي لڌو ويو هو. سندس کيسي ۾ چاقو هيو ۽ سندس سڄو هٿ رت سان ڀريل هو. هن ٻڌايو ته سندس نڪ مان رت وَهي رهيو آهي، پر ڪنهن به مٿس اعتبار نه ڪيو. مقتول عورت جي نوڪرياڻين، هن ڳالهه جو

اعتراف ڪيو ته هُو برابر دعوت تي ويون هيون ۽ گهڻي وارو دروازو. جيستائين هُو موتي آيون، ڪليل هو. ڪيترائي ٻيا ساڳي قسم جا تفصيل ظاهر ٿي پيا ۽ اُن معصوم بابت شڪ پيدا ٿي پيو.

ڪيس گرفتار ڪيو ويو ۽ مٿس خون جو مقدمو قائم ڪيو ويو. گرفتاريءَ جي هفتي ڪان پوءِ قيدي تپ جي سبب بيمار ٿي پيو ۽ اسپتال ۾ بيهوشيءَ جي حالت ۾ مري ويو. سندس موت جي باعث سڄو معاملو ختم ٿي ويو. ججن، حاڪمن ۽ شهر جي ماڻهن تي هيءُ پورو پورو اَثر پيو ته هيءُ سڄو ڪم اُن نوڪر جو هو، نه ڪنهن ٻئي جو. اُن بعد منهنجي لاءِ سزا شروع ٿي.

منهنجو پُر اسرار ملاقاتي، جو هاڻي منهنجو دوست هو، مون کي ٻُڌايو ته هُو ضمير جي آواز کان، پهريائين ڪنهن به تڪليف ۾ مبتلا نه هو. هُو گهڻي وقت تائين پريشانيءَ ۾ ضرور هو، پر اِنهيءَ واقعي جي باعث نه. فقط اِنهي ڏک ڪان ته هُن اُن کي ماريو هو، جنهن سان سندس محبت هئي. هاڻي هوءَ جهان ۾ ڪانه هئي. ڪيس مارڻ سان، هن پنهنجي محبت جو خون ڪيو هو. هوڏانهن سندس محبت جي آگ، اَجا سندس رڳن ۾ موجود هئي. پر سندس خيال هن طرف نه ٿي ويو ته، هُن هڪ معصوم جو رت هاريو آهي ۽ پاڻ جهڙي انسان کي خون ڪيو آهي. سندس هي تصور ته سندس شڪار ڪنهن ٻي جي زال ٿيڻ جي ها، ڪانئس نه ٿي وسريو. اُن ڪري گهڻي وقت تائين، هُو پنهنجي ضمير کان مطمئن هو ته هُو، ٻيو ڪري ئي ڇا ٿي سگهيو؟

هُو پهريائين نوڪر جي گرفتاري تي پريشان هو، پر اُن جي بيماري ۽ موت کان پوءِ، هُو مطمئن ٿي ويو هو. هُن خيال ٿي ڪيو، اُن جو موت گرفتاري يا سندس خوف جي باعث نه ٿيو هو، پر اُن سردي ڪان، ٿيو هو، جنهن ڏينهن، هُو ڀڄي ويو. سڄي رات شراب پيئڻ ۽ گهميل زمين تي هئڻ سبب، سندس موت ٿيو هو. چوريءَ جي ڏوهه ۽ چوري جي شين ڪيس گهڻ تڪليف ٿي ڏني. اُن لاءِ سندس دليل هو ته هُن هيئن، چوريءَ جي خيال ڪان نه ڪئي هئي، پر شڪ ۽ شبهي جي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي. شهر ۾ اسپتال نهرائڻ لاءِ ڏيئي ڇڏي هئي. هن اِهو اِنهيءَ لاءِ ڪيو هو، ته چوريءَ جي بابت سندس ضمير کي تسلي ملي وڃي ۽ اِها ٻڌائڻ جهڙي حقيقت آهي، ته هُو وڏي عرصي تائين مطمئن هو. هيءُ سڀ ڪجهه، هُن مون کي پاڻ ٻڌايو هو. هُو پوءِ پنهنجي قسمت ۽ زندگي کي ناهڻ لاءِ نوڪريءَ ۾ گهڙيو ۽ وڏا وڏا ڪارناما انجام ڏنائين. هُن پاڻ کي مشڪل ۽ محنت ڀريل فرائض لاءِ پيش ڪيو، جنهن ۾ سندس ٻه سال گذري ويا. جيئن ته هُو مضبوط ارادي جو ماڻهو هو، اُن ڪري ڪانئس ماضي وسري ويو. جيڪڏهن ڪيس ڪا يادگيري آئي به ٿي ته اُن کي ڪا به اهميت نه

تي ڏنائين. هُو حد کان وڌيڪ سخي بڻجي ويو هو. هُن شهر جي ڪيترن اِدارن کي قائم ڪيو ۽ ڪيترن کي امداد ڏني. هُن ٻنهي گادين جي هنڌن، پيٽرسبرگ ۽ ماسڪو ۾ گهڻو ڪجهه ڪري ڏيکاريو ۽ خيراتي جماعتن جو ميمبر چونڊيو ويو.

ڪيئن بہ هجي، آخر هُو ماضيءَ تي سوچڻ لڳو ۽ هي سلسلو اُن جي لاءِ پريشانيءَ جو سبب بڻجي ويو. اُن ڪانپوءِ، ڪيس هڪ حسين ۽ ذهين ڇوڪريءَ جي محبت ڇڪي ورتو، جنهن سان هن شادي ڪئي. ڪيس اُميد هئي تہ هيءَ شادي، سندس تنهائيءَ جي پريشانين کي دُور ڪندي. نئين حياتيءَ ۾ قدم رکڻ سان، ۽ پنهنجي فرضن کي پوري ڪرڻ سان، جي سندس زال ۽ ٻارن جي طرفان عائد پئي ٿيا. هُو ماضيءَ جي يادگيرين کي بلڪل فراموش ڪري ڇڏيندو، پر سڀ ڪجهہ اُن جي خلاف ٿي پيو. شاديءَ جي پهرئين مهيني ۾ هيءَ خيال ڪيس مسلسل ستائڻ لڳو. مان خيال ڪرڻ لڳس تہ منهنجي زال مون کي پيار ٿي ڪري، پر ڇا ٿيندو، جي ڪيس اِها خبر پئجي وڃي؟ هن جڏهن مون کي پهريون ڀيرو ٻڌايو تہ، ”هوءَ ٻار پيدا ڪري رَهي آهي تہ هُن کي بيحد روحاني تڪليف دربيش آئي“ ۽ چيائين تہ، ”مون وٽ هڪ زندگي اَچي رَهي آهي، مان تہ زندگي وَٺي چڪو آهيان. ٻارَ پيدا ٿيندا رهيا. مون کي همت نہ پئي ٿي تہ ساڻن محبت ڪريان، سندن تربيت ڪريان ۽ تعليم ڏياريان.“ مان سوچيو ٿي تہ ڪيئن ساڻن اخلاق جون ڳالهيون ڪريان. مان تہ رَتُ هاريو هو؟ هُو دلڪش ٻار هئا. هُو ڪين پيار ڪرڻ لاءِ سڪيو ٿي، پر سوچيائين ٿي تہ، ”مان هنن جي مخلص ۽ معصوم چهرن ڏانهن ڏسي نہ ٿو سگهان، مان اُنهن جي لائق نہ آهيان.“ آخر مقتول جي خون، دهشت انگيز ۽ ڊيڄاريندڙ نظارا ڏيکارڻ شروع ڪيا، جن ۾ انتقام جي طلب هئي. ڪيس هاٺي خوفناڪ خواب نظر اَچڻ لڳا. پر جيئن تہ هُو مصيبت ۾ تحمل ڪرڻ وارو هو، هن عذاب کي گهڻو وقت سهندو رَهيو ۽ خيال ڪرڻ لڳو تہ، ”مان هي عذاب سهندس، پر هُن راز کي ظاهر نہ ڪندس.“ پر هيءَ اُميد بہ اَجائي هئي، جيئن وقت گذرندو ويو، هيءَ روحاني تڪليف بہ وڌندي رَهي.

هُو سماج ۾ پنهنجي خيرات جي سبب، نهايت عزت سان ڏٺو ويندو هو. جيتوڻيڪ سندس تاريخ ۽ سخت گير طبعيت لاءِ، هر ڪنهن کي شڪايت هئي، جيئن جيئن سندس عزت وڌندي وئي، تيئن تيئن، اُها، اُن جي لاءِ ناقابل برداشت بڻجي وئي. هُن مون سان اِهو بہ قبول ڪيو تہ هُو خودڪشي لاءِ تيار ٿي ويو هو. پر ٻي انديشي، سندس ذهن ۾ اَچي جاءِ ورتي. جنهن انديشي کي هن پهريائين، تصور کان خارج ۽ اَڻ ٿيڻي پئي سمجهيو. آخر اُن انديشي سندس دل تي غلبو حاصل ڪري ورتو ۽ اُن کي لوڏي نہ ٿي سگهيو. هُن سوچيو تہ سيني ماڻهن جي سامهون وڃي، هيءَ

اقرار ڪري تہ هُن خون ڪيو آهي. ٽي سال تائين اِهو خيال مٽس قابض رهيو ۽ جدا جدا رنگن ۾ ڪيس ستائيندو رهيو. آخر ڪيس يڪدلي سان هيءُ يقين اَچي ويو. تہ جيڪڏهن هيءُ پنهنجي گناهہ جو اقرار ڪندو، تہ سندس روح کي تسلي اَچي ويندي ۽ هميشہ لاءِ ڪيس سُڪون حاصل ٿي ويندو. مگر هن اعتقاد ڪيس خوف سان پَري چڏيو تہ هُو ڪهڙي ريت اُن جي پوئواري ڪري سگهندو؟ تنهن ڪانپوءِ منهنجي مقابلي جو واقعو ٿي گذريو.

”توکي ڏسي، منهنجي اِرادي ۾ قوت اَچي وئي آهي.“

مان هن ڏي ڏٺو.

مان هٿن کي مهٽيندي چيو تہ، ”تي سگهي ٿو تہ اِهڙي غير معمولي واقعي، توکي اِهڙي محڪم فيصلي لاءِ تيار ڪيو هجي؟“

”ٽن سالن کان هي محڪم فيصلو، منهنجي دل ۾ وڌندو رَهيو آهي.“ هن جواب ڏنو. تنهنجي ڪهاڻي، هن کي آخري صورت ڏني آهي. توڏي نهاريندي مان پاڻ تائين پهتس ۽ پاڻ کي ملامت ڪيم ۽ توتي ريس آيم.“

”پر توتي ڪير اعتبار ڪندو؟“ مان ڪيس چيو. ”واقعي کي چوڏهن سال گذري ويا آهن.“

”مون وٽ ثابتيون آهن. گهڻيون ئي ثابتيون. مان اِهي ڪين ڏيکاريندس.“

مان اُن وقت دانهون ڪرڻ لڳس ۽ ڪيس چيم.

هن مون کي چيو، ”مون کي فقط هڪڙي ڳالهہ ٻڌاءِ. هڪڙي (جڻ تہ سڀ ڳالهہ مون تي رکيل هئي). منهنجي زال ۽ منهنجا ٻار! منهنجي زال غم کان مري ويندي. جيتوڻيڪ منهنجي ٻارن جي رتبي ۽ ملڪيت ۾ ڪو بہ تفاوت نہ پوندو. پر هُو هميشہ قاتل جا ٻار ٿي رهندا. مان سندن دلين ۾ پنهنجي لاءِ ڪيڏي نہ بُري يادگيري ڇڏي ويندس!“

مان ڪيس ڪجهہ بہ نہ چيو.

”ڪانئن هميشہ لاءِ جدا ٿيڻو پوندو ۽ هميشہ لاءِ ڇڏڻو پوندو؟ ها هميشہ لاءِ. تون ڄاڻين ٿو هميشہ لاءِ.“

مان خاموش ويٺو رهيس ۽ چپ چاپ دعا ڪرڻ لڳس. آخر مان اُٿيس ۽ مون کي خوف ٿيڻ لڳو.

”چڱو“. هُن مون ڏي نهاري چيو.

”وڃ“ مان ڪيس چيو، ”اعتراف ڪر. هر ڪا شيءِ گذرڻ واري آهي ۽ فقط صداقت باقي آهي. تنهنجا ٻار هن حقيقت کي سمجهندا. جڏهن وڏا ٿيا. تہ تنهنجي

محڪم فيصلي جي عظمت کي ڄاڻندا.“

هُن اُن وقت مون کي اِئين ڇڏيو، ڇڻ تہ اُن ارادي تي محڪم آهي. اُن ڪانپوءِ هُو يڪو ٻہ هفتا شام ڪانپوءِ، مون وٽ ايندو رهيو. جيئن تہ هُن پاڻ کي اَجا اُن منزل جي لائق نہ ٿي سمجهيو، اُن عرصي ۾ پاڻ کي تيار ڪندو رَهيو. منهنجي لاءِ هن دل جو درد پيدا ڪري ڇڏيو. مان ڏٺو تہ هُو هڪ ڏينهن محڪم ارادي سان آيو ۽ مون کي صاف طرح چيائين تہ:

”مان سمجهان ٿو، تہ اِهو منهنجي لاءِ بهشت هوندو، جڏهن مان پنهنجي قبوليت ڏني. چوڏهن سال مان دوزخ ۾ هوس. مون کي هاڻي سزا وٺڻي آهي. ۽ برداشت ڪرڻو آهي ۽ آزاد ٿي رهڻو آهي. اوهان دنيا ۾ غلط ڪم ڪري، گذري سگهو ٿا، مگر اُهو موٽي نہ ايندو. مون کي هاڻي نہ پنهنجي پاڙيسرين سان پيار ڪرڻ گهرجي نہ ٻارن سان. خدايا، منهنجا ٻار هن کي سمجهندا. تہ مون کي پنهنجي سزا وٺڻ لاءِ، ڪيتري قيمت اَدا ڪرڻي پئي ۽ پوءِ هُو مون کي اُن لاءِ ڪو بہ ڏوهہ نہ ڏيندا. خدا طاقت جي اظهار ۾ نہ آهي پر صداقت ۾ آهي!“

مان ڪيس چيو تہ، ”سڀ تنهنجي قرباني کي سمجهندا. جيڪڏهن هنن هڪدم نہ سمجهيو تہ بعد ۾ سمجهندا. ڇاڪاڻ تہ تو سچ جي پٺ ورتي آهي. سچ بہ اُهو جو نهايت متانهون آهي ۽ زميني نہ آهي.“

هُو مطمئن ٿي هليو ويندو هو، پر ٻي ڏينهن وري، تڪليف زده، زرد ۽ مايوس ٿي ايندو هو.

هڪ ڏينهن هُن مون کي چيو تہ، ”جڏهن بہ مان تو وٽ اَچان ٿو، تہ تون مون کي جستجو جي نگاهن سان ڏسين ٿو، ڇڻ تہ مون کي چوڻ گهرين ٿو، تہ هُن اَجا اعتراف نہ ڪيو! ٿورو ترس، مون کي نفرت سان نہ ڏس. اِيئن ڪرڻ ڪا آسان ڳالهہ نہ آهي، جيئن تون سمجهين ٿو. تون وڃين منهنجي خلاف تہ ڇا تون اِئين ڪندين؟“

هن کي تعجب سان نهارڻ ڪان وڌيڪ، مون کي اُن ڏي نهارڻ ڪان ئي خوف پئي ٿيو. مان انتظار ڪان بيمار ٿي پيو هوس ۽ منهنجو قلب ڳوڙهن سان پَسرجي ويو هو. مان سڄي رات ننڊ ڪري نہ سگهيس.

”مان هاڻي پنهنجي زال وٽان اَچان ٿو.“ هُو چوڻ لڳو تہ، ”تون ڄڳيءَ ريت سمجهي سگهين ٿو، تہ زال جي لفظ جو مطلب ڪهڙو آهي؟ جڏهن مان ٻاهر وڃڻ لڳس، تہ ٻار مون کي چوڻ لڳا تہ، ”خدا حافظ بابا سائين جلدي موٽي اَچ، اَسان کي ٻارن جو رسالو؟ پڙهي ٻڌايو. نہ تون هن کي نہ ٿو سمجهي سگهين. ڪو بہ ٻيو ماڻهو، ٻئي جي مصيبت کي سمجهي نہ ٿو سگهي؟“

سندس اکيون چمڪي رهيون هيون ۽ سندس چپ ڏڪي رهيا هئا. اوچتو هُن پنهنجي مُٺ ميز تي هنئين، ميز تي جي به شيون هيون، چڙ رقص ۾ اچي ويون. هُو نهايت نرم دل هو ۽ هُن پهريون ڀيرو ائين ڪيو هو.

"ڇا هيءُ منهنجي لاءِ لازمي آهي؟" هن ڳالهائڻ شروع ڪيو. "مون ڪي ئي ائين ڪرڻ گهرجي؟ ڪنهن جي مٿان به ڏوهه نه آيو آهي، نه وري ڪو منهنجي بجاءِ سزا لاءِ سائيبيريا ڏانهن موڪليو ويو آهي. هُو ته بخار جي وگهي مري ويو هو. منهنجي مٿان جو عذاب گذري چُڪو آهي، اُها اُن رت هارڻ جي سزا آهي، مون تي ڪو به اعتبار نه ڪندو، نه وري منهنجي ثابتين کي ڪو قبول ڪندو. مون کي اعتراف جي ضرورت به آهي؟ مان جو خون هاريو آهي، اُن جي سزا ۾ سڄي حياتي عذاب سهڻ لاءِ تيار آهيان، پر جيڪڏهن منهنجي زال ۽ ٻارن کي بچايو وڃي. ڇا هنن کي به مون سان گڏ برباد ڪيو ويندو؟ ڇا اَسان غلطي نه ڪري رهيا آهيون؟ هن حالت ۾ صحيح قدم ڪهڙو ٿيندو؟ ڇا ماڻهو هن کي مقبول شيءِ سمجهندا. ساراهه ڪندا ۽ عزت ڏيندا؟"

"خدايا!" مان سوچيو. هيءُ هِن پوئين گهڙيءَ ۾ به ٻين جي عزت جو خيال ٿو ڪري!" مون کي هن لاءِ پوءِ همدردي پيدا ٿي. مون کي سندس قسمت ۾ پائيوار ٿيڻ پسند هو. جيڪڏهن ڪيس اِها پائيواري آرام ڏئي سگهي ها ته. مان ڏٺو ته هُو پنهنجي حال ۾ نه آهي. مان حيران هوس. مان پنهنجي دل ۽ دماغ سان محسوس تي ڪيو. ته آخر سندس فيصلي جو مطلب ڪهڙو آهي؟

هن وري ڳالهايو ته. "منهنجي قسمت جو فيصلو ڏي."

"وڃ ۽ وڃي اعتراف ڪر!" مان پٽڪندي چيو. منهنجو آواز ڪِري پيو هو پر مان ارادي جي مضبوطي سان پٽڪيو. مان جديد انجيل کي ميز تان کنيو، جو روسي زبان ۾ ترجمو ٿيل هو ۽ ڪيس سينٽ جان جي آيت 12 ۽ شعر 24 ڏيکاريم.

"مان اوهان کي صداقت سان ٻڌايان ٿو ته جيستائين ڪڻڪ جو داڻو زمين تي ڪري نه ٿو ۽ مَري نه ٿو تيستائين هُو اڪيلو ٿو رهي، پر جڏهن هُو مري ٿو تڏهن گهڻو ئي اَنُ ٿو ڏئي."

هُن پڙهيو ۽ چيائين ته. "اِهو سچ آهي". پر زهرخند مشڪيو. ٻيهر چوڻ لڳو ته. "هيءُ نهايت خطرناڪ آهي، جو تون اِهڙيون ڳالهيون ڪتابن مان ٿو چونڊين. اِهو ته آسان آهي، ته اِهڙيون ڳالهيون، ڪنهن ٻي جي سَر تي ٿڦيون وجن. پر اِهي ڳالهيون لکيون ڪنهن آهن؟ ڇا اِهو ڪنهن ماڻهوءَ جو ڪارنامو آهي؟"

"مقدس روح!" هن کي لکيو آهي، مان ڪيس چيو.

"تنهنجي لاءِ هيءَ فضول گوئي آهي." هُو وري مشڪيو. سندس مشڪڻ مان

نفرت ٿي ڏني.

مان وري ڪتاب کي کنيو ۽ اُن کي کوليم. اُن کي ٻي جاءِ تان پڙهڻ شروع ڪيم. يهودين جي خط جو حصو. باب 10 ۽ شعر 31. هُن پڙهيو.

"اهو نهايت خطرناڪ آهي، جو ڪو ماڻهو جيئري خدا جي هٿن ۾ ڦاسي پوي."

هُن پڙهڻ ڪانپوءِ ڪتاب کي ڦٽو ڪيو. هُو مٿي کان وٺي پيرن تائين لرزي رهيو هو.

"خطرناڪ پڙهڻي!" هن چيو. هن ڪان انڪار نه ٿو ڪري سگهجي ته تو انتخاب صحيح ڪيو آهي."

هُو ڪرسيءَ تان اُٿي بيٺو. "خير" هن چيو، "خدا حافظ. مان وري نه ايندس. اسان وري خدا وٽ ملنداسون. مان چوڏهن سال زنده خدا جي هٿن ۾ رهيو آهيان. انهن چوڏهن سالن لاءِ سوچڻ به وڏي ڳالهه آهي. سڀاڻي مان اُن کي عرض ڪندس ته هاڻي مون کي ڇوٽڪارو ڏي."

مان چاهيو ٿي، ته اُن کي ڀاڪر ۾ وٺي چمان، پر مون کي اِها همت نه ٿي. سندس صورت سخت گير ۽ سنگين ٿي وئي هئي. هُو هليو ويو.

"خدايا!" مان سوچيو. هيءَ ڪهڙي شيءِ کي منهن ڏيڻ لاءِ ويو آهي. مان مجسمي جي سامهون گوڏن ڀر ڪريس ۽ ٻي ٻي مريم جي سامهون اُن جي لاءِ روئندو رهيس. جا اسان جي جلد بچاءَ ڪندڙ ۽ مددگار آهي. مان اڌ ڪلاڪ ڳوڙها ڳاڙيندو رَهيس ۽ اُن لاءِ دعا گهرندو رهيس. دير ٿي وئي هئي، اڌ رات جو وقت هو، دروازو کليو ۽ هُو وري اندر پيهي آيو. مان ڪيس ڏسي عجب ۾ پئجي ويس.

مان ڪانئس پڇيو ته، "تون ڪٿي هئين؟"

هن چيو ته، "مان سمجهان ٿو ته ڪجهه وساريو اٿم. شايد رومال.... خير مون جيڪڏهن هت ڪجهه به نه وساريو آهي ته به گهڙي کن ترسندس."

هُو ويهي رَهيو ۽ مان مٿس بيهي رهيس.

اَسان کي ويٺي اَجا به منٽ مس گذريا هئا. جو هُن ارادي سان مون ڏي نهاريو ۽ يڪايڪ مشڪي ويٺو. مون کي ياد اچي ويو. هُو اُٿي بيٺو. مون کي ڀاڪر پاتائين ۽ جوش مان چمڻ لڳو.

"ياد رک!" هن چيو. "مان ڪيئن نه ٻيو ڀيرو تو وٽ آيو آهيان. ٻڌين ٿو. هن کي ياد رکج".

هُو ٻاهر هليو ويو.

"سڀاڻي سڀ ڪجهه ختم ٿي ويندو." مان خيال ڪيو.

اِيئن ئي ٿيو. مون کي خبر نہ هئي تہ هن شام  کان پوءِ ڏينهن تي ڪو سندس جمڻ جو ڏينهن هو. مان بہ تي ڏينهن ٻاهر نہ نڪتو هوس، اُن ڪري، اُن جي بابت ڪجهہ بہ ٻڌي نہ سگهيو هوس. سندس جمڻ واري ڏينهن تي وٽس ماڻهن جو وڏو مجموعو گڏ ٿيندو هو. شهر جو سيڪو ماڻهو اُن ۾  شامل ٿيندو هو. رات جي ماني کان پوءِ، هُو هڪ  ڪاغذ ڪڍي، ڪمري جي وچ ۾ آيو. اُن ۾ رسمي طور تي هڪ ڳذارش هئي، جا هن پنهنجي محڪمي جي آفيسر لاءِ لکي هئي، جو اُتي موجود هو. هُن اُن ڳذارش کي وڏي آواز سان مجموعي ۾ پڙهيو. جنهن ۾ ڏوهہ بابت حقيقت پوري تفصيل سان ڏنل هئي.

"مان ماڻهن کان هڪ بلا جي صورت ۾ جدا ٿي وڃان ٿو. خدا مون سان ملاقات ڪئي آهي." هن آخر ۾ چيو تہ "مان چاهيان ٿو تہ  پنهنجي گناهہ جي لاءِ سڀ ڪجهہ برداشت ڪريان." اُن کان پوءِ هُـو اُنهن سيني شين کي ڪڍي آيو، جي هُـن چوڏهن سالن کان وٽي سانڍي رکيون هيون. جنهن لاءِ هن خيال  ڪيو تي تہ سندس ڏوهہ کي هي ثابت ڪنديون. اُهي هيرا جي، هن پنهنجي ڏوهہ کي ڇپائڻ لاءِ، مقتول عورت جا چورايا هئا. صليب ۽ ليڪٽ، جنهن ۾ سندس مگيندي جي تصوير هئي ۽ سندس هڪ نوٽ بُـڪ ۽ ٻہ خط. اُنهن مان هڪ خط سندس مگيندي جو هو، جنهن ۾ هُـن ڪيس لکيو هو تہ هُـو وٽس جلدي پهچي ويندو ۽ ٻيو اُن مقتول عورت جي نالي تي خط هو، جو هُـن ميز تان کنيو هو، جنهن کي هوءَ ٻي ڏينهن تي مگيندي ڏانهن موڪلڻ واري هئي. هُـن اُهي ٻہ خط ڇو کنيا هئا، اُن مان سندس مطلب  ڪهڙو هو؟ هن اُنهن خطن کي چوڏهن سالن تائين ڇو سانڍيو هو، حالانڪ هي ڏوهہ جا ثبوت هئا ۽ هُـن اُنهن کي، ايڏي طويل عرصي ۾ ڇو نہ تباهہ ڪري ڇڏيو هو؟

اُن کان پوءِ هيئن ٿيو. هر ڪو نہ فقط عجب ۾ پئجي ويو پر خوف سان پرجي ويو. هر ڪنهن اُن جي مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ خيال ڪيائون تہ ڪا بيماري تي پئي اَٿس. اگرچہ ڪيس سيني پوري توجهہ سان ٻُڌو هو. ٿورن ڏينهن کان پوءِ، هر گهر ۾ هيءُ فيصلو ڪيو ويو تہ هيءُ بدبخت انسان چريو ٿي پيو آهي. قانوني اختياري وارن هن مقدمي کي وٺڻ کان تہ انڪار نہ ڪيو، پر جلد ئي هٿ ڪڍي ورتو. جيتوڻيڪ چوريءَ جي شين ۽ خطن ڪين مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو هو. پر اُن هوندي بہ هنن سوچيو تہ جيتوڻيڪ ڪٿي هي شيون حقيقي بہ هجن، تڏهن بہ فقط هنن تي ڪو بہ فيصلو ٿي نہ سگهندو. ٿي سگهي ٿو تہ هُـن اِهي شيون ڪيس دوست جي حيثيت ۾ ڏنيون هجن، يا  ڪيس سنڀال لاءِ سونپيون هجن. مان پوءِ ٻڌو تہ، جيتوڻيڪ مقتول عورت جي دوستن ۽ عزيزن، اُنهن شين جي موجودگيءَ کان، معاملي جي تهہ تائين

وجي، شڪ کي يقين تائين پهچايو، پر اُن هوندي بہ ڪو نتيجو نہ نڪتو.

پنجن ڏينهن کانپوءِ، سڀ ڪنهن ٻڌو تہ هُو بيمار آهي ۽ سندس حياتي خطري ۾ آهي. ڪيس بيماري ڪهڙي هئي، مان اُن کي ٻُڌائي نہ ٿو سگهان. ماڻهن ٻڌايو ٿي تہ ڪيس دل تي حملو ٿيو آهي. هيءَ بہ خبر پئي تہ سندس زال ڊاڪٽرن کي راضي ڪيو، تہ سندس ذهني حالت جو بہ معائنو ڪيو وڃي ۽ ڊاڪٽر هن نتيجي تي پهتا، تہ هيءَ جنون جي بيماري آهي. مان ڪا بہ ڳالهہ نہ ڪئي. جيتوڻيڪ ماڻهو مون ڏي پڇڻ لاءِ ڊوڙندا ٿي آيا. پر مان جڏهن ساڻس ملاقات ڪرڻ گهري، تہ مون کي گهڻي وقت تائين اِجازت نہ ڏني وئي. سڀ ڪان وڌيڪ سندس زال جي مرضي نہ هئي.

”تون ئي سندس بيماريءَ جو سبب آهين“ هن چيو. ”هُو هميشہ اُداس رهندو هو. پر گذريل سال کان ماڻهن ڏٺو تہ هُو خاص طرح بي چين هو ۽ ڪانئس عجيب شيون ظهور ۾ اينديون ٿي رهيون. هاڻي تون ئي سندس بربادي جو سبب بڻيو آهين. تنهنجي واعظ، ڪيس هن حالت تي پهچايو آهي. گذريل مهيني ۾ هُو توسان گڏ پئي رهيو آهي.“

سچ پچ تہ سندس گهر واري، پر سڄو شهر مون تي چڙهي آيو ۽ مون کي اُن جو ڏوهہ ٿي ڏنائون. ”هيءُ سڀ تون ئي ڪري رهيو آهين.“ هُو چوڻ لڳا. مان خاموش ٿي ويندو هوس پر دل ۾ خوش ٿيندو هوس. ڇاڪاڻ تہ مان هن ماڻهوءَ لاءِ صاف خدا جي رحمت ٿي ڏٺي، جو پاڻ کي ڏوهاري سمجهي، سزا جي لاءِ تيار ٿي ويو هو. مان سندس ديوانگي جو قائل نہ هوس.

آخر هنن مون کي سندس ملاقات جي اِجازت ڏني. هن خود، هنن تي زور آندو، تہ هُو مون کي خدا حافظ چوي. مان وٽس ويس ۽ ڏٺم تہ نہ فقط ڏينهن پر گهڙيون سندس باقي آهن. هُو ڪمزور ۽ پيلو ٿي ويو هو. سندس هٿ ڏڪيا ٿي ۽ مشڪل سان ساهہ ٿي کنيائين، پر سندس چهرو روشن ٿي نظر آيو ۽ خوشيءَ جي جذبات سان پريل.

”معاملو ختم ٿي ويو!“ هن چيو، ”مان ڪيتري وقت کان تنهنجي ڏسڻ لاءِ پئي سڪيس. تون ايندو ڇو نہ هئين؟“

مان کيس اهو نہ ٻڌايو تہ مون کي سندس ڏسڻ لاءِ اِجازت نہ ٿي ڏني وئي.

”خدا تعاليٰ منهنجي مٿان رحم ڪيو آهي ۽ مون کي پاڻ ڏانهن گهرائي ٿو. مان ڄاڻان ٿو، تہ مان مران ٿو، پر مان ڪيترن سالن کان پوءِ خوشي ۽ دل جو سڪون حاصل ڪيو آهي. هاڻي مون ۾ همٿ پيدا ٿي آهي، تہ پنهنجي ٻارن کي پيار ڪريان ۽ کين چُمان. نہ منهنجي زال، نہ ججن، نہ وري ڪنهن بي، هن ڳالهہ تي اعتبار ڪيو آهي. منهنجا ٻار بہ ڪڏهن هن حقيقت تي اعتبار نہ ڪندا. مان هن ۾ مٿن خدا جي رحمت ٿو سمجهان. مان مري ويندس پر منهنجو نالو هنن جي لاءِ داغ نہ رهندو. مان

هاڻي خدا کي قريب ٿو سمجهان ۽ منهنجي دل هاڻي اِيئن خوش آهي، جڻ تہ بهشت ۾ آهي. مان پنهنجو فرض پورو ڪيو آهي.“

اسان گهڻو وقت ڳالهائي نہ سگهياسون، ڇو تہ سندس زال اَسان کي ڏسي رَهي هئي، پر هُو اُن هوندي بہ پٽڪندو رَهيو.

”توکي ياد هوندو، تہ اَڌ رات جي وقت مان توڏي ٻيهر آيو هوس. مان توکي چيو هو تہ ياد رکجانءِ. توکي خبر آهي تہ مان توڏي ڇو موٽي آيو هوس؟ فقط توکي مارڻ لاءِ!“

مون کان ڇرڪ نڪري ويو.

”مان توکان موڪلائي اونده ۾ هليو ويس. مان پاڻ سان جهيڙندو گهٽين ۾ رُلندو رهيس. اوچتو مان توکي نفرت سان ڏسڻ لڳس. ايتري قدر جو مان اُن کي برداشت ڪري نہ سگهيس. مان خيال ڪيو، تہ هن ئي مون کي ٻَڌي قابو ڪري ڇڏيو آهي ۽ هيءُ ئي منهنجو جج آهي. مان سڀاڻي پنهنجي سزا وٺڻ کان ڪڏهن بہ انڪار ڪري نہ ٿو سگهان. ڇاڪاڻ تہ هيءُ سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو. مون کي هن کان ڪو بہ خوف نہ هو، تہ تو مون کي راهہ کان بيراهہ ڪيو آهي (مان اُن جو خيال بہ نہ ٿي ڪري سگهيس) پر مان خيال تي ڪيو. تہ هاڻي مان جيڪڏهن اعتراف نہ ٿو ڪريان، تہ سندس منهن ۾ ڪيئن نهاري سگهندس؟ اهڙي حالت ۾ جيڪڏهن تون هت نہ بہ هجين ها، دنيا جي ڪنهن دور دراز گوشي ۾ هجين ها، تہ بہ ڳالهہ ساڳي ٿئي ها. هيءُ خيال برداشت کان ٻاهر هو، تہ تون جيئرو هجين، سڀ ڪجهہ ڄاڻندو هجين ۽ مون کي ڏوهاري سمجهندو رهين. مان توکي هن جو سبب سمجهي ڌڪارڻ لڳس ۽ سمجهيم، تہ هن سڄي ڳالهہ جو ڏوهي تون آهين. مان اُن ڪري ٻيهر تو وٽ موٽي آيس. مون کي ياد آيو، تہ تنهنجي ميز تي هڪ خنجر رکيو آهي. مان ويهي رهيس ۽ توکي بہ ويهڻ لاءِ چيم. مان هڪ منٽ ڪن منجهي ويس. مان جيڪڏهن توکي ماريان ها تہ هن قتل جي باعث برباد ٿي وڃان ها، جيتوڻيڪ ٻي جي لاءِ ڪا بہ منهنجي قبوليت موجود نہ هئي. پر مان اُن جي بابت ڪجهہ بہ نہ سوچيو، ڇاڪاڻ تہ اُن مهل مون اهو سوچڻ ئي نہ ٿي گهريو. مان اُن وقت توکي ڌڪاريو ٿي ۽ مان منتظر هوس، تہ هنن سيني حالتن جو توکان انتقام وٺان، پر خدا منهنجي دل مان شيطان کي دور ڪيو. مان توکي هيءُ بہ ٻڌائڻ گهران ٿو، تہ تون ڪڏهن بہ موت جي ويجهو نہ هئين.“

هفتي کن کان پوءِ، هُو مري ويو. سڄو شهر سندس جنازي سان گڏ، مقام تائين ويو. مکيہ پادري جذبات سان پريل تقرير ڪئي. سڀئي ماڻهو سندس خطرناڪ بيماري تي ڳوڙها ڳاڙيندا رهيا، جنهن سندس حياتي کي ختم ڪري ڇڏيو هو. سندس دفنائڻ کانپوءِ، سڄو شهر منهنجي خلاف اُٿي بيٺو ۽ ايتري قدر جو ماڻهن مون کي ڏسڻ کان بہ

انڪار ڪري ڇڏيو. ڀهريائين ڪجهہ. پوءِ تورا ۽ اُن کان پوءِ گهڻا ماڻهو اُن جي ڪهاڻي کي سچ سمجهڻ لڳا ۽ مون سان ملاقات ڪري سوال پڇڻ لڳا. ڇاڪاڻ تہ اَڪثر ماڻهن کي ڪنهن سڌي راهہ تي هلڻ واري جي توهين ۽ تباهي پسند ايندي آهي ۽ هُو بي فائدي بہ اُن ۾ دلچسپي ۽ شوق ڏيکاريندا آهن. پر مان پنهنجي زبان کي روڪيو. ٿوري وقت کان پوءِ مون شهر بہ ڇڏيو. پوءِ خدا جي مهرباني سان مان سنئين سڌي وِستي ۾ داخل ٿيس ۽ اُن اَڻ ڏٺي اڳ جي ساراهہ ڪرڻ لڳس. جنهن جي صاف اِشاري منهنجي رهنمائي ڪئي هئي، پر مان اڄ ڏينهن تائين، خدا جي ٻانهي مهائيل کي پنهنجي دعائن ۾ شريڪ ڪندو رهيو آهيان، جنهن تمام گهڻو سَنو هو.

# مربي زوسيما جا سخن ۽ نصيحتون

## روسي راهب ۽ سندس مراد

مربيو ۽ اُستادو! راهب ڇا آهي؟ هن مهذب دنيا ۾ اڄ ڪلهه، هيءُ لفظ ڪي ماڻهو نفرت طور ڪم آڻين ٿا ۽ ڪي گار طور. هي نفرت راهب جي لاءِ ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آهي. افسوس هيءَ حقيقت بہ سچ آهي، تہ راهبن ۾ ڪي، تن پرور، عياش، پيٽ پوڄاري، اَجائي گفتگو ڪندڙ ۽ بيڪار فقير بہ موجود آهن. تعليم يافتہ ماڻهو، اهڙن راهبن ڏي اشارو ڪري چوندا آهن تہ، "هيءُ سماج جا نڪما ۽ بيڪار فرد آهن. هي ٻين جي محنت تي گذران ڪن ٿا ۽ بي شرم فقير آهن." پر اُن هوندي بہ ڪيترا نياز وارا ۽ نهٺا، راهب موجود آهن، جي سڪون قلب جي لاءِ تنهائيءَ ۾ عبادت ڪندا رهن ٿا. اُنهن ڏي گهٽ نهاريو ويندو آهي ۽ هُو خاموشيءَ سان گذاري ويندا آهن. ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويندا، جيڪڏهن مان هيئن چوان، تہ هن نياز وارن راهبن کان، جي اَڪيلائيءَ ۾ عبادت ڪندا رهن ٿا، رشيا جي نجات ٿيندي. هنن جا ڏينهن، ڪلاڪ، مهينا ۽ سال اِئين ئي گذرن ٿا. ڇاڪاڻ تہ هيءُ پنهنجي تنهائيءَ ۾ مسيح جي تصوير کي، زيبائي ۽ درستيءَ سان پنهنجي سامهون رکن ٿا، بلڪل اهڙيءَ ريت، جيئن اڳئين زماني جا مربي، مقدس شخص ۽ شهيد، خدا جي تصور جي پاڪائي ۾ ڏسندا هئا. جڏهن وقت ايندو تہ هُو پنهنجو جلوه، هن متزلزل جهان کي ڏيکاريندا، پر مون کي خوف ٿو ٿئي تہ هيءُ ستارو مشرق کان اُڀرندو.

راهب جي لاءِ منهنجي اِها راءِ آهي، ڇا اها غلط آهي؟ ڇا هيءَ غرور سان ڀريل تہ نہ آهي؟ دنيا وارن ڏي نهاريو، اُهيَ جي پاڻ کي خدا جي مخلوق کان مٿي سمجهن ٿا. ڇا اُنهن وٽ خدا جو تصور موجود نہ آهي؟ مگر هُو اُن کي پنهنجي اندر ۾ مروڙي نہ ٿا ڇڏين؟ هنن وٽ سائنس آهي، پر سائنس ۾ ڪجهہ بہ نہ آهي، پر حواسن جي شيءِ آهي. ماڻهوءَ جي اعليٰ رتبي لاءِ روحاني دنيا آهي، جنهن کي هن رد ڪري ڇڏيو آهي. جنهن ۾ هُو پنهنجي خوشي ٿو سمجهي ۽ حقارت ڏيکاريندو ٿو رَهي. دنيا آزاديءَ جي راڄ جو اعلان ڪيو آهي، جيتوڻيڪ هن ۾ دير پئي آهي. پر اَسان سندن آزادي ۾ ڇا ٿا ڏسون؟ ڪجهہ بہ نہ پر غلامي ۽ پنهنجي بربادي! جو تہ دنيا چوي ٿي:

"اوهان کي خواهشون آهن ۽ اُنهن کي پورو ڪيو. ڇاڪاڻ تہ اوهان کي بہ ساڳيائي حق آهن، جهڙا طاقتور ۽ شاهوڪار انسانن کي. اوهان پنهنجي خواهشن کي پوري ڪرڻ ۽ اُنهن کي وڌائڻ کان بہ خوف نہ ڪائو." جديد دنيا جي اِها ئي تعليم آهي. اِنهيءَ ۾ ئي هُو پنهنجي آزادي ڏسن ٿا پر هِن خواهش وڌائڻ واري اُصول کان

ڇا حاصل ٿئي ٿو. شاهوڪار جي لاءِ جدا حيثيت ۾ روحاني خودڪشي. غريب جي لاءِ ڏاڙو ۽ خون! ڇاڪاڻ ته هنن کي حق، ته ڏنا ويا آهن پر ڪين اِهو نه سيکاريو ويو آهي، ته هُو پنهنجي گهُرجن جي مقصد کي ڪهڙيءَ ريت پورو ڪن. هُو اظهار ڪن ٿا ته دنيا وڌ کان وڌ متفق ٿيندي وڃي ٿي ۽ وڌ کان وڌ پنهنجي ڀائپي ۽ برادري ۾ ٻڌجي وڃي ٿي. پر ويڇو وڌندو وڃي ٿو ۽ سندن خيال هوا ۾ اُڏامندا رهن ٿا.

افسوس اِهڙي اتفاق جي بنڌڻ ۾ اعتقاد نه رکجو. آزاديءَ جي اوٽ ۾ هيءَ خواهشن جي زيادتي ۽ اُن جي پورائي جي تيز تر مهم آهي. هن ۾ ماڻهو پنهنجي فطرت کي بگاڙي ٿو ڇڏي. ڇاڪاڻ ته ڪيترين ئي ناداني‌ءَ واريون ۽ احمقاڻيون خواهشون هن ۾ پيون ٿيون اُٿن. هُو فقط پنهنجي لاءِ غارتگريءَ ۾ مشغول رَهي ٿو ۽ نمائش ۽ عياشي چاهي ٿو. دعوتون، ملاقاتون، گاڏيون، مانُ مرتبو ۽ غلام، هنن سيني شين کي، ضرورتن مان سمجهيو وڃي ٿو. هنن جي لاءِ زندگي، عزت ۽ انساني جذبات جي قرباني ڏيڻي پوي ٿي. جيڪڏهن اِنهن شين جو پورائو ٿي نه ٿو سگهي، ته اَڪثر ماڻهو خودڪُشيءَ کان به نه ٿا مڙن. هي شيون اَسان کي اُنهن ۾ به ڏسڻ ۾ اَچن ٿيون، جي شاهوڪار نه آهن. غريب جڏهن پنهنجي خواهشن کي لُڙهندو ڏسي ٿو، ته هُو نشي ۾ متبلا ٿي وڃي ٿو. جلد ئي هُو شراب جي بجاءِ پنهنجو خون پيئڻ شروع ڪن ٿا. مان اوهان کان پڇان ٿو، ته هيءَ آزادي آهي؟ مون کي هڪُ آزادي جي مدعي، جي خبر آهي. هن مون کي پاڻ ٻڌايو هو ته جڏهن قيدخاني ۾ ڪانئس تماڪ کسيو ويو هو، تڏهن هُو اَڪيلائي ۾ ايڏو، ته عذاب ۾ اَچي ويو هو، جو هُو تماڪ جي ٿوري مقدار حاصل ڪرڻ لاءِ، پنهنجي ايمان کي به ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي ويو هو. اِهڙو ماڻهو جيڪڏهن اِئين چوي ته، ”مان انسانيت جي مفاد لاءِ وڙهي رهيو آهيان“، عجيب آهي.

اِهڙو ماڻهو ڪيئن وڙهي سگهندو. هيءُ اُن جي لاءِ لائق به آهي. هُو تڙ تڪڙ ۾ شايد ڪنهن عمل جي لاءِ پاڻ کي لائق سمجهي، پر گهڻو وقت هلي نه سگهندو. هن ۾ ڪا به عجب جي ڳالهه نه آهي ته اِهڙا ماڻهو آزاديءَ جي حاصل ڪرڻ بدران، غلامي ۾ وڃي غرق ٿين ٿا. برادري جي محبت ۽ انسانيت ۽ انسانيت جي بهبودي جي لاءِ خدمت ڪرڻ بجاءِ وڃي، نفاق ۽ دورنگي ۾ ڪرن ٿا. مون کي منهنجي جواني ۾، منهنجي اُستاد ۽ پراسرار ملاقاتيءَ به اِيئن ئي ٻُڌايو هو. اِنهن حالتن جي ڪري، انسانيت جي خدمت جو مقصد، برادري جي محبت ۽ انسان ذات جو اتحاد، جيئن پوءِ تيئن، دنيا کان موڪلائيندو وڃي ٿو. ڪن حالتن ۾ ته سچ پچ، هنن ڳالهين کي به مذاق سمجهيو وڃي ٿو. اُهو ماڻهو ڪهڙي ريت اُنهن عادتن کي ڇڏي سگهي ٿو، جي اُن جي زندگيءَ جو حصو بڻجي ويون هجن ۽ جن سان هُو پنهنجي لاتعداد خواهشن کي، جي هن پاڻ پيدا ڪيون آهن، پورو ڪندو رَهي ٿو، هُو پاڻ کي واحد شخصيت

سمجهي ٿو ۽ سندس انسانيت سان ڪهڙو واسطو؟ هي برابر آهي ته هنن پنهنجي مقصد کي گهٽي حد تائين حاصل ڪري ورتو آهي، پر حقيقي مسرت جهان ۾ گهٽ آهي.

مڙهيءَ جو رستو بلڪل الڳ آهي. فرمانبرداري، روزي ۽ عبادت تي ڪليو وڃي ٿو، پر اِنهن شين جي معرفت حقيقي آزاديءَ جو رستو حاصل ٿئي ٿو. مان پنهنجي غير ضروري ۽ بي فائدي گهُرجن کي ختم ڪندو رهان ٿو، مان پنهنجي هنيلي ۽ اَجائي خواهش کي، خدا جي تابعداري ۽ مدد سان زير ڪندو رَهان ٿو. هن سان مون کي روح جي آزادي جي باعث روحاني خوشي حاصل ٿئي ٿي. هاڻي غور ڪريو، هنن ٻنهي مان، يعني تنها دولتمند ۽ ۽ اُهو راهب، جنهن پنهنجي خواهشن جي تابعداري کان نجات ورتي آهي، ڪير بهتر تي سگهي ٿو. ڪير هنن ٻنهي مان وڌيڪ لائق آهي ته اُن عظيم مقصد کي انجام ڏئي. راهب گوشي نشينيءَ کي اختيار ڪيو آهي. اوهان پنهنجي ڇوٽڪاري لاءِ پاڻ کي مڙهيءَ جي ديوارن ۾ بند ڪري ڇڏيو آهي ۽ انسانيت جي خدمت جو پائيپي پريل پاوُ وساري ڇڏيو آهي! پر اسان کي ڏسڻو آهي ته برادراڻي محبت جي اُصول ۾ ڪير وڌيڪ فائق ثابت ٿئي ٿو. ڇاڪاڻ ته اسان اُهي نه آهيون، پر اُهي آهن، جي سڀ کان جدا پنهنجي زندگي گذارين ٿا. جيتوڻيڪ هُو هن حقيقت کي نه ٿا ڏسن. قديم زماني ۾ انسانن جا رهنما اَسان مان ئي هئا. پوءِ ڇو نه وري به هي ٿين؟ هيءُ نهنا ۽ نماڻا سنياسي وري اُٿندا ۽ عظيم مقصد جي لاءِ وري ڪم ڪندا. رشيا جو ڇوٽڪارو اِنهن جي ئي هٿن ۾ آهي. اسان اِنهيءَ ڪري الڳ گذاريون ٿا، ڇاڪاڻ تہ ماڻهو به جداگانہ گذارين ٿا. پر روسي راهب هميشه انسانن جا طرفدار رهيا آهن. اَسان جي عمل ۾ ماڻهو اعتقاد رکن ٿا. رشيا ۾ ايمان کي نہ رکندڙ مصلح ڪجهه بہ ڪري نہ سگهندو، توڙي جو هُو ڪٽي دل جو مخلص ۽ لائق ڇو نہ هجي. هن کي ياد رکو! تہ ماڻهو خدا جا منڪر ٻڌجي ويندا ۽ هي غلبو حاصل ڪندا ۽ رشيا هڪ ئي ويندو ۽ مذهب پرست. هارين جي خير گيري ڪريو ۽ اُنهن جي دلين جي محافظت ڪريو. وڃو، ڪين خاموشي ۾ تعليم ڏيو. اهو ئي اوهان جو راهب جي حيثيت ۾ فرض آهي. ڇاڪاڻ ته خلق جون دليون خدا جو گهر آهن.

## ڇا اِهو ممڪن آهي، حاڪم ۽ رعيت روحاني طرح پائيپيءَ ۾ اَچي سگهن ٿا

مان هن ڳالهه کان انڪار نہ ٿو ڪريان، تہ هارين ۾ بہ گناهہ آهي. خرابيءَ جي آڳ ظاهر ظهور، روز بروز مٿين کان هيٺين ڏي پکڙندي ٿي وڃي. الڳ ۽ اڪيلو گذارڻ جو روح، عوام ۾ بہ ايندو ٿو وڃي. وياج خور ۽ انقلابي طبعيت رکڻ وارن کي ڳڙڪائيندڙ سُجاڳَ آهن. اڳ ۾ ئي واپاري مرتبي حاصل ڪرڻ لاءِ ماندا آهن ۽ هُو ڏيکارڻ گهرن ٿا، تہ هُو تهذيب وارا آهن، جيتوڻيڪ منجهن تهذيب جو ڪو اکر ئي نہ

آهي. جنهن جو نتيجو اهو آهي. تہ هُو پنهنجي قديم رسم ۽ رواجن کي نفرت سان تـا ڏسن. هُـو اَميرن سان ملاقاتون ڪن ٿا. جيتوڻيڪ فقط بگڙيل هاري آهن.

هاري نشي ۾ پاڻ کي خراب ڪندا رهن ٿا ۽ انهيءَ خراب عادت کي ڇڏي نہ ٿا سگهن. ڪيڏو نہ سندن زالن ۽ ٻارن سان ظلم آهي! هي سڀ نشي ڪان! مان ڪارخانن ۾ نون ورهين جي ٻارن کي ڏٺو آهي، ڪيڏا نہ ڪمزور. بيمار ۽ ڪُـبا نظر ٿا اَچـن. ڪارخاني جـون سوڙهيون جايون. مشينن جا آواز. سڄو ڏينهن محنت. بدگفتگو ۽ شراب نوشي. شراب نوشي ئي آهي جنهن کي، هيءَ ننڍڙي دل بہ چاهي ٿي. هن کي تـہ اُس، ٻاراڻي راند روند ۽ نيڪ مثال کپن ٿا. گهٽ ۾ گهٽ ٿورو پيار. هنـن لاءِ اڳتي هُـو ٻالهيون نہ هئڻ کپن. ٻارن جي لاءِ عذاب وڏي رهيو آهي. راهبو اُٿو اُنهـن جـي لاءِ جدوجهد ڪريو. ها جلدي ڪريو، جلدي ڪريو.

خدا تعاليٰ رشيا کي بچائي وٺندو. جيتوڻيڪ هاري گناهن سان پريل آهن ۽ پنهنجي ناپاڪ گناهن کان الڳ ٿي نہ ٿا سگهن. پر ڪين هيءَ ڄاڻ آهي تـہ هُـو گناهہ ڪندي، غلط ڪم ڪري رهيا آهن. اُن ڪري ڏسڻ ۾ اِئين ٿو اَچي، تـہ اَسان جا هيءُ ماڻهو، نيڪـيءَ ۾ اعتقاد رکن ٿا ۽ خدا ۾ ايمان اَٿن ۽ پنهنجي توبهہ لاءِ ڳوڙها ڳاڙين ٿا.

مٿانهين درجي وارن ماڻهن جي ڳالهہ ئي ٻي آهي. هُـو سائنس جا پوئلڳ آهـن. هُو تنها دليل تي انصاف کي چاهين ٿـا، نـہ حضرت عيسيٰ مسيح عليہ السلام جي طريقي سان. هنن اڳ ۾ ظاهر ڪري ڇڏيو آهي، تـہ نـہ ڪو ڏوهہ آهي نـہ گناهہ. هو پنهنجي خيال ۾ صحيح آهن. ڇو تہ جيڪڏهن خدا جو وجود نہ آهـي تـہ گناهہ ڇا جو؟ يورپ ۾ ماڻهو اڳيئي، شاهوڪارن جي خلاف بغـاوت ڪرڻ لاءِ تيـار آهن. ماڻهن جا رهنما جتي ڪٿي، ڪين خونريزيءَ لاءِ اُڀاري رهيا آهن. ڪين تربيت ڏئـي رهيـا آهـن تـہ هو پنهنجي مؤقف ۾ صحيح آهن، پر سندن مؤقف جيئن، تہ ظلم تـي رکيـل آهـي، انڪري ملعون آهي، پر خدا تعاليٰ رشيا کي بچـائي وٺـندو. جيئـن ڪيئـي ڀيرا اڳ ۾ ڪيس بچائي ورتـو اٿـائين. ڇوتڪـارو عـوام کـان اينـدو ۽ سندن اعتقـاد ۽ نيـاز. تابعداريءَ کان ايندو.

”مربيو ۽ استادو! ماڻهن جي اعتقاد تي نگاهہ رکو ۽ اُن کي خواب نہ سمجهيـو. مان پنهنجي سڄي حياتي پنهنجي عظيم انسانن ۾ گذاري آهي. مان منجهن حقيقي ۽ مضبوط ويساهہ کي ڏٺـو آهي.مـان هـن حقيقت جي شـاهدي ڏئـي سگهان ٿـو، ڇـو تـہ منجهن هيءَ شيءَ پنهنجي اکين سان ڏٺي آهي. تنزل پذير گناهن ۽ غربت زده نظارن ۾ بہ مان هنن ڳوناڻن کي اعليٰ ڏٺـو آهي. هو ذليـل نـہ آهن. جيتوڻيڪ هنـن بـہ صديـون غلاميءَ ۾ گذاريون آهن، اُن هوندي بہ هوُ پنهنجي عادتن ۾ آزار برداشت ڪندڙ آهن. البت منجهن ٿوري گستاخي آهي. پر هو انتقام وٺندڙ ۽ حاسد نہ آهن.

توهان شاهوڪار ۽ اَمير آهيو. اوهان داناء ۽ شائستہ آهيو. شال خدا اوهان کي برڪتون ڏي. مان اوهان جي عزت ڪريان ٿو، پر مان هيءُ بہ ڄاڻان، تہ مان انسان آهيان. هيءَ حقيقت آهي تہ مان اوهان جو احترام ڪريان ٿو، ۽ اُها بنا ڪنهن حسد جي آهي ۽ اِيئن ڪندي مان انسان جي حيثيت ۾ پنهنجي شان ۽ مرتبي کي ثابت نہ ٿو ڪريان."

در حقيقت هو زبان سان اِيئن نہ ٿا چون (ڇاڪاڻ تہ اجا هو اِيئن چوڻ نہ سکيا آهن)پر سندن عمل اِيئن ئي آهي. مان ڪين ڀاڻ ڏنو آهي ۽ مان ڪين چاتو آهي. تون اعتبار ڪندين، جيتري قدر اسان جا ڪڙمي غريب آهن، اوتري قدر، صاف پرُسڪون ۽ نيڪ آهن. پر هيءَ سڀ ڪجهہ اسان جي بي پرواهيءَ جي باعث ٿيو آهي. پر خدا پنهنجي مخلوق کي بچائيندو. ڇاڪاڻ تہ روس پنهنجي تواضع ۾ عظيم آهي. مان پنهنجي مشاهدي ۾، اڳ ئي سندس آئندو واضع ۽ روشن ڏسان ٿو. اهو بہ ايندو ۽ گذري ويندو تہ اسان جا سخت بدنيت شاهوڪار، آخر پنهنجي دولت منديءَ جي لاءِ غريبن وٽ شرمسار ٿيندا. غريب سندن تواضع کي ڏسي، ڪين سمجهندا ۽ ڀاڻ وٽ جاءِ ڏيندا. سندن عزت ڀري شرمساري جي باعث، حقيقي خوشيءَ جو اظهار ڪندا. مون تي اعتبار ڪريو، هيءُ سڀ ڪجهہ اِيئن ئي ٿيندو. حالتون اِيئن ئي چرُنديون رهن ٿيون. مساوات انسانن ۾ روحاني توقير جي وسيلي ئي ايندي آهي. اسان ڀاڻ ۾ اهڙي ئي ريت اُن کي سمجهي سگهون ٿا. جيڪڏهن اَسان ڀاڻ ۾ ڀائر ٿي وڃون تہ برادراڻا تعلقات پيدا ٿي ويندا، پر هن شيءِ جي وجود ۾ اَچڻ کان اڳ ۾، دولت جي تقسيم جا ڪڏهن بہ قائل نہ ٿيندا. اسان حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي تصوير کي سانديينداسون ۽ اُها دنيا ۾ قيمتي هيري وانگر جهڳمڳ ڪندي. اِيئن ٿيندو ۽ اِيئن ٿيندو!

مربيو ۽ اُستادو! هڪ ڀيري رُلندي مون سان هڪ ڇيندڙ واقعو ٿي گذريو."ڪي" شهر ۾ مون کي پنهنجو ملازم افناسي مليو. مون کي اٺ سال کانئس جدا ٿئي گذريا هئا. مارڪيٽ ۾ اسان کي هڪ ٻئي جي ڏسڻ جو موقعو مليو. هن مون کي سڃاتو ۽ مون ڏي ڊوڙي پيو. هو ڪيڏو نہ خوش ٿي ڏنو. هو مون کي فقط هيءُ چئي سگهيو تہ "عزيز آقا اوهان آهيو؟ سچ پچ مان ڇا اوهان کي ٿو ڏسان؟" هو مون کي پنهنجي گهر وٺي ويو.

هو گهڻو وقت فوج ۾ نہ رهيو هو. هن شادي ڪئي هئي ۽ ڪيس بہ ٻار هئا. هُن ۽ سندس زال مارڪيٽ ۾ ميوا فروشيءَ جو ڌنڌو ويني ڪيو. سندس ڪمرو غريبن جهڙو هو پر صاف ۽ دلڪش. هن مون کي ويهاريو. سماور ۾ باهہ روشن ڪيائين. پنهنجي زال ڏي ماڻهو موڪليائين. ڄڻ اِيئن پئي معلوم ٿيو تہ منهنجي آمد ڄڻ تہ ڪو مبارڪ ڏينهن آهي. هو مون وٽ پنهنجي ٻارن کي وٺي آيو ۽ چيائين تہ "مربي، هن کي دعا ڪريو."

"اهو منهنجي لاءِ آهي تہ مان هنن کي دعا ڪريان؟" مان تہ فقط هڪ ناچيز راهب آهيان. مان تہ هنن لاءِ فقط سوال ئي ڪندس. افناسي پاولووچ، اُن ڏينهن کان وٺي مان توکي دعائون ڪندو رهندو آهيان، ڇاڪاڻ تہ هيءُ سڀ ڪجهہ تنهنجي ئي طفيل حاصل ٿيو اٿم. " مان هيءَ حقيقت کيس واضح ڪري ٻڌائي، جيتري قدر ڪري سگهيس. اوهان ڇا ٿا خيال ڪريو. هوُ مون کي نهاريندو رهيو. کيس اعتبار ئي نہ ٿي آيو تہ سندس آقا ۽ عملدار، هن لباس ۽ حالت، ۾ سندس اکين جي سامهون آهي. هوُ لڙڪ هارڻ لڳو.

مان کيس چيو تہ "تون ڇو ٿو روئين؟" منهنجا پيارا دوست توکي مون تي خوشي ڪرڻ کپي ۽ انهيءَ ڳالهہ کي مان ڪڏهن بہ وساري نہ سگهندس. ڇاڪاڻ تہ منهنجو سمورو رستو سون ۽ مسرت ڀريل آهي."

هن ڪجهہ بہ نہ چيو پر ٿڌا ساهہ کڻندو رهيو ۽ منهنجي لاءِ پنهنجي مٿي کي لوڏيندو رهيو.

هن مون کان پڇيو، "هو اوهان جو مرتبو ڪاڏي ويو؟"

"مان اُهو مڙهيءَ کي ڏئي ڇڏيو. مان هاڻي هڪ عوامي ماڻهو وانگر گذاريان ٿو." مان کيس جواب ڏنو.

ڇانهہ کان پوءِ مان کين خدا حافظ چيو. هو اوچتو اٿيو ۽ اڌ روبل مڙهيءَ جي لاءِ نذر ڏنائين. مان ڏنو تہ باقي اڌ روبل، هن منهنجي هٿ ۾ ڏنو. "مربي، هيءُ تنهنجي لاءِ آهي، متان ڪٿي تنهنجي ڪنهن ڪم اچي."

مان ڪانئس اڌ روبل ورتو. کيس ۽ سندس زال کي جهڪي سلام ڪيم. خوشيءَ ۾ ٻاهر نڪري ويس. رستي ۾ مون خيال ڪيو تہ: "اسان ٻئي هاڻي هن حال ۾ آهيون، هوُ گهر ۾ آهي ۽ مان راهہ ۾. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ اسان ٿڌا ساهہ ڀريندا رهياسون ۽ مٿو ڌوڻيندا رهياسون، پر خوشيءَ ۾ مشڪندي ۽ پوري دل جي حضور سان. ياد ٿو اچي تہ ڪيئن نہ خداتعاليٰ اسان ٻنهي کي وري ۽ هڪ ٻئي سان ملايو آهي."

اُن کانپوءِ وري هنن سان ملڻ نہ ٿيو. مان سندس آقا هوس ۽ هو منهنجو خادم هو، پر هاڻي جڏهن اسان هڪ ٻئي سان پيار سان ملياسون، تہ اسان جو دليون هلڪيون ٿيون. تڏهن اسان ٻنهي جي وچ ۾ هڪ عظيم انساني ٻنڌڻ پيدا ٿي ويو هو. مان اُن تي گهڻو وقت خيال ڪندو رهيس ۽ هاڻي جو مون سمجهيو آهي. اُهو هيءُ آهي، تہ عظيم ۽ ساده دلين جي يڪجهتي، شايد ٿوري وقت ۾، روسي ماڻهن جي وچ ۾ عالمي ٻڌي وجي. منهنجو اعتماد آهي، تہ ايئن ٿيندو ۽ اُهو وقت ويجهو آهي.

نوڪرن ۽ خادمن جي بابت مان هيترو چوڻ گهران ٿو تہ پراڻي وقت ۾ جڏهن مان ننڍو هوس، مان اڪثر نوڪرن تي ڪاوڙبو هوس ۽ چوندو هوس تہ "بورچيءَ گرم

ڪاڏو ڏنو آهي ۽ نوڪر منهنجي ڪپڙن کي برش نه هنيو آهي." پر جو ڪجهه مون سکيو، سو پنهنجي پياري ڀاءُ کان. مان نندپڻ ۾ ڪانئس ٻڌندو هوس ته، "ڇا مان هن جي لاءِ لائق آهيان، ته هو منهنجي خدمت ڪن، يا مان ڪين سندن غربت ۽ اڻ ڄاڻائي هوندي به حڪم ڏيندو رهان؟" مان اُن وقت عجب ڪائيندو هوس ته اهڙا سادا ۽ خودشناسيءَ جا خيال ڪيئن نه آهستگيءَ سان خيالن تي اثر وجهندا رهن ٿا.

اهو ته ناممڪن آهي ته دنيا ۾ خادمن جو وجود ئي نه هجي، پر ساڻن اهڙي هلت روا رکو، ته هو روحاني طرح آزاد هجن ۽ پاڻ کي خادم تصور نه ڪن. ڇا ايئن ٿي نه ٿو سگهي ته مان پنهنجو خادم بڻجي وڃان ۽ هيءُ اُن کي ڏيکاريان ۽ هي سڀ ڪجهه منهنجي فخر کان سواءِ ۽ اُن تي اعتبار ڪرڻ کان سواءِ هئڻ گهرجي. منهنجو خادم ڇو نه منهنجي عزيزن وانگر هئڻ گهرجي، ۽ مان ڪيس پنهنجي ڪٽنب ۾ شامل ڪري، ڇو نه خوشي حاصل ڪريان؟ ايئن هاڻي به ڪري سگهجي ٿو. هيءُ طريقو اسان کي مستقبل ۾، انسان جي عظيم اتحاد ڏانهن وٺي ويندو. جڏهن انسان پنهنجي لاءِ خادمن جي ڳولا نه ڪندو ۽ جيئن هاڻي هو پاڻ جهڙن انسانن کي خادم بڻائڻ جي خواهش رکي ٿو: پر ان جي خلاف هو سچي دل سان سڀ جو خادم بڻجي ويندو، جيئن انجيل سيکاري ٿو.

ڇا اهو خواب جي مثال آهي ته ماڻهو آخر ۾ پنهنجي خوشي هاڻي وانگر، جفاڪار مسرت، تجمل، تڪبر، لاف زني ۽ ٻين تي حڪمت ڪرڻ ۾ ڏسي يا عمل جي روشني ۽ رحم ۾ ڏسي؟ مون کي پوري ريت يقين آهي، ته ايئن نه ٿيندو ۽ اهو وقت ويجهو آهي. ماڻهو کلن ٿا ۽ پڇن ٿا ته، "ڪڏهن اهو وقت ايندو ۽ اهو وقت ايندو به يا نه؟" مون کي يقين آهي ته اسان حضرت مسيح جي مدد سان، هن وڏي شيءِ کي پورو ڪري وٺنداسون. هن زمين تي ڪيتريون اهڙيون ڳالهيون انساني تاريخ جون هيون، جن تي خيال ئي نه ٿي ڪيو ويو، پر ڏهن سالن کان پوءِ، اُهي ظهور ۾ اچي ويون. پر اُنهن لاءِ وقت مقرر ٿيل آهي. جڏهن اهو مقرر ٿيل وقت پهچي وڃي ٿو تڏهن هو ظهور ۾ اچي وڃن ٿيون ۽ سڄي زمين تي پکڙجي وڃن ٿيون. اهڙيءَ ريت اسان سان به ٿيندو ۽ اسان جا ماڻهو دنيا ۾ چمڪندا ۽ سڀئي ماڻهو چوندا ته، "پٿر، جنهن کي معمار رد ڪيو هو، اهو هاڻي عمارت جو نمايان پٿر بڻيو آهي"

اسان انهن پُر حقارت انسانن کان پڇنداسون ته، "جيڪڏهن اسان جي اُميد، خواب آهي ته اوهان ڪڏهن اخلاقي اصلاح ڪندا ۽ پنهنجي ذهن سان سينن کي، حضرت عيسيٰ مسيح جي مدد کان سواءِ، منصفاڻي طور تي ترتيب ڏيندا؟ جيڪڏهن هو، اعلان ڪن ته هو ئي آهن، جي اتفاق جي طرف وک وڌائيندا رهن ٿا. ته هن حقيقت تي فقط سادا دل انسان ئي اعتبار ڪري سگهندا. اهڙي سادگي تي هو فقط حيران

ئي رهجي وڃن ٿا. سچ ته هُو اسان کان وڌيڪ جنوني خواب رکن ٿا. سندن نگاهه انصاف تي آهي ۽ حضرت مسيح کان انڪار آهي. سندن پڇاڙي زمين تي رت جي سيلاب آڻڻ سان ٿيندي. ڇاڪاڻ ته رت، رَت کي چاهيندي آهي. اُهو جو تلوار هٿ ۾ کڻي ٿو، تلوار سان ئي پورو ٿئي ٿو. جيڪڏهن هيءَ حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي خانقاهي سالڪن جو گروهه نه هجي ها ته هي هڪ ٻي کي ماري، زمين تي فقط ٻه ماڻهو بس ڇڏين ها. هيءَ ٻه ماڻهو، پنهنجي فخر جي باعث ڪڏهن به ساز ۽ سلوڪ سان رهي نه سگهن ها. هڪڙو ٻئي کي ماري وجهي ها ۽ پوءِ پاڻ کي. جيڪڏهن حضرت مسيح جو نيڪ دلين ۽ نمائڻ لاءِ واعدو نه هجي ها ته اِيئن ٿئي ها ۽ هيءَ ڏينهن ئي گهٽجي وڃن ها.

اُن وقت جڏهن مان اجا آفيسر جي لباس ۾ هوس ۽ مقابلي کان پوءِ، مان عام مجلس ۾ نوڪرن جي بابت ڳالهايو هو ۽ مون کي ياد ٿو اچي ته مون کي سيني عجب مان تي نهاريو. "ڇا" اُنهن پڇيو: "اسان نوڪرن کي صوفي تي ويهاري، کين پاءِ پيارون؟" مان کين جواب ڏنو ته: "ڇو نه، ڪڏهن ڪڏهن اِيئن ڪيو وڃي." هوُ سيئي کلڻ لڳا. هنن جو سوال مذاقي هو ۽ منهنجو جواب صاف هو. پر جو خيال منهنجي جواب ۾ هو، اُهو ڪنهن حد تايِئن برابر هو.

## دعا، محبت ۽ ٻي دنيا سان لاڳاپو

نوجوانو، دعا کي هرگز نه وسارجو. سڀ ڪنهن وقت اوهان دعا گهرندا رهو. جيڪڏهن اوهان جي دعا ۾ سچائي آهي ۽ منجهس ڪا به خواهش ۽ ٻيو مطلب نه آهي ته اها اوهان ۾ تازي همت پيدا ڪندي ۽ اوهان کي خبر پوندي ته دعا تعليم آهي. هيءَ به ياد رکو ته سڀ ڪنهن سان هيئن چوندا رهو ته، "مالڪ، اُنهن سيني تي ٻاجهه ڪر، جي اڄ تنهنجي حضور ۾ حاضر ٿيا آهن. ڇاڪاڻ ته سڀ ڪنهن ڪلاڪ ۾، سڀ ڪنهن وقت، هن زمين تي هزارين ماڻهو پنهنجي زندگي کي پورو ڪن ٿا ۽ سندن روح خدا جي اڳيان حاضر ٿين ٿا. اُنهن مان الائجي ڪيترا، تنهائي ۾ موڪلائين ٿا، اَڻ ڇاتل، مايوس ۽ ڏکويل، جن تي ڪوبه ماتم ڪرڻ وارو ڪونه آهي. نه وري ايترو ڪو ڄاڻي ٿو ته هوُ دنيا ۾ رهيا به تي يا نه. ياد رکو دنيا جو پرانهن حصو ڇو نه هجي، اوهان جي دعا سندن آرام لاءِ خلقڻ هار وٽ پهچي ويندي. جيتوڻيڪ اوهان کين نه ڄاڻو ٿا نه سڃاڻو ٿا، نه وري هوُ اوهان کي ڄاڻن ٿا. هيءَ ڪيڏي نه متاثر ڪندڙ حقيقت آهي، ته هڪ روح جو ڊنل حالت ۾ پنهنجي مالڪ جي سامهون هجي، اُن کي هيءَ خبر پوي ته زمين تي هڪ اهڙوبه هم جنس آهي، جو ساڻس محبت ڪري ٿو ۽ ان جي لاءِ دعا گهري ٿو. ڪيڏي نه اُن وقت کيس خوشي حاصل

ٿيندي. خدا اوهان ٻنهي تي رحم مان نهاريندو. ڇاڪاڻ تہ اوهان ايتري قدر، جڏهن ٻي تي رحم ڪائو ٿا، تڏهن اهو جو لاحد آهي ۽ وڏيڪ محبت ڪندڙ ۽ مهربان آهي، ڪيترو نہ توتي رحم ڪائيندو ۽ هو هن ڪي، تنهنجي ڪري معاف ڪري ڇڏيندو.

پائرو، انسان جي گناهہ کان خوف نہ کائو. گناهہ جي هوندي بہ انسان سان محبت ڪريو. ڇاڪاڻ تہ اصل دوستي عشقِ الاهيءَ جو مظهر آهي ۽ لاڦاني آهي. نوع انسانيءَ لاءِ بلند مرتبي واري دوستي آهي. خدا جي سڄي مخلوق سان پيار ڪرڻ گهرجي. سڀ سان، ڇو نہ واريءَ جو ننڍڙو ذرڙو هجي! سڀ ڪنهن پن سان محبت ڪريو ۽ خدا جي روشنيءَ جي هر ڪِرڻي سان محبت رکو. جانورن سان پيار ڪريو، هر ٻوٽي سان پيار ڪريو ۽ سڀ ڪنهن شيءِ سان پيار ڪريو. جيڪڏهن اوهان سڀ ڪنهن شيءِ سان پيار ڪندا تہ اوهان کي شين جي لازوال راز جي ڄاڻ حاصل ٿيندي. جيڪڏهن اوهان اُن کي هڪ ڀيرو ڄاتو تہ روزانو اُن کي بهتر سمجهڻ شروع ڪندا. جنهن جو نتيجو اهو نڪرندو، جو آخر اوهان سڄي جهان کي پيار ڪندا ۽ اُهو آغوش ۾ ونڻ جهڙو پيار هوندو. جانورن سان پيار ڪريو. خداتعاليٰ کين فڪر جا ابتدائي اُصول بخشيا آهن ۽ خوشي، جنهن کي ڪابہ تڪليف ڪانہ آهي. اُنهن کي تڪليف نہ ڏيو. انهن کي ڊيڄاريو نہ ڪائنن سندن خوشي نہ ڪسيو. خدا ئي مقصد جي خلاف عمل نہ ڪريو انسان تي، جانورن حي بالادستيءَ تي فخر نہ ڪريو. وڻن گناهہ ڪونہ آهي ۽ اوهان پنهنجي عظمت هوندي بہ، اُن زمين جي، جنهن تي اوهان رهو ٿا. توهين ڪندا رهو ٿا ۽ پنهنجي اڊنگي روش جا نشان پنهنجي پوئتان ڇڏيو ٿا. افسوس، هيءُ اسان سيني جي لاءِ بلڪل سچ تو نظر اچي! ٻارن کي خاص طرح محبت ڪريو. ڇاڪاڻ تہ اُهي بہ ملائڪن وانگر بي عيب آهن. هوُ اسان جي دلين کي صاف ۽ پاڪ بڻائين ٿا ۽ اسان جي رهنمائي ڪن ٿا. افسوس آهي، اُنهن تي، جي ٻارن جون دليون رنجائِين ٿا! مربي مون کي ٻارن سان محبت ڪرڻ سيکاريو هو. هنُ مهربان ۽ خاموش انسان، اڪثر اسان جي سير ۽ سفر واري زماني ۾ پنهنجو پئسو، ٻارن جي مٺائي ۽ ڪيڪ لاءِ صرف تي ڪيو. هوُ ڪنهن بہ ٻار وٽان جوش ۽ جذبي کان سواءِ نہ تي گذريو. اهائي ان انسان جي فطرت هئي.

ڪن خيالن تي انسان مونجهاري ۾ پئجي ويندو آهي. خاطر طرح انسان کي گناهہ ڪندو ڏسي، هو عجب ۾ پئجي وڃي ٿو. تہ هو اتي پنهنجي طاقت ڪم آڻي يا نماڻي محبت ڪي. هميشہ نماڻي محبت کي استعمال ڪرڻ جو ارادو رکڻ گهرجي. جيڪڏهن اوهان هڪ ڀيرو هميشہ لاءِ اهو فيصلو ڪيو تہ سڄي دنيا کي تابع ڪري سگهندا. نماڻي محبت حيرت انگيز مضبوطي رکي ٿي. هوءَ سيني شين کان طاقتور آهي ۽ اُن جهڙي ٻي ڪابہ شيءِ پائيدار ٿي نہ ٿي سگهي.

هر ڏينهن، هر ڪلاڪ ۽ هر منٽ ۾ پنهنجي چوڌاري ڦري پنهنجو محاسبو ڪر.

ڏس تہ تنهنجو عڪس ڏسڻ جهڙو آهي. تون ننڍڙي ٻار وٽان گذرين ٿو. پر بد نيت ۽ بڇڙن لفظن ۽ ڪيني ڀري دل سان. تو ٻار جو جائزو نہ ورتو آهي پر هو تو کي ڏسي ٿو. تنهنجي عڪس کي ڏسي ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ هو پنهنجي غير محفوظ دل ۾ اُن کي اڻ ڏٺو ۽ رذيل سمجهي. تون هن کي نہ ٿو ڄاڻين پر تون سندس دل ۾ بديءَ جي ٻج کي پوکين ٿو. جو وڌو ٿي ويندو. هيءُ سڀ انهيءَ ڪري ٿيو. جو تو ٻار جي سامهون خبرداريءَ کان ڪم نہ ورتو. هي سڀ انهيءَ ڪري هو. جو تنهنجي اندر. هڪ خبردار. باعمل ۽ سخي محبت جو ڪوبہ نشان نہ هو. ڀائرو محبت علم آهي. پر فقط هي ڄاڻڻ گهرجي. تہ اُن کي ڪيئن حاصل ڪجي. اها نهايت مهانگي خريدي ويندي آهي. اها آهستي آهستي. وڏي محنت کان پوءِ حاصل ٿيندي آهي. ڇاڪاڻ تہ اسان جي محبت اتفاقي ۽ موقعي آهر نہ هئڻ گهرجي گهڙيءَ لاءِ نہ پر هميشہ لاءِ هئڻ گهرجي. ڪڏهن ڪڏهن پيار تہ هر ڪو ڪندو آهي. ۽ اهو تہ بڇڙو بہ ڪندو آهي.

منهنجي ڀاءُ پکين کي چيو ٿي. تہ هو کيس معاف ڪن. هيءَ هڪ حقيقت نظر ايندي. پر هن ۾ صداقت آهي. ڇاڪاڻ تہ هيءُ سڀ ڪجهہ هڪ وڏي سمنڊ وانگر آهي. اسان سڀ اُن جي وهڪري ۾ وهندا وڃون ٿا ۽ اُن ۾ ملي وڃون ٿا. زمين کي هڪڙي هنڌ ڇهڻ سان. اُن جي ڇرپر ڪيس ٻي هنڌ پهچائي ٿي. پکين منجهان غصي جي طلب بي معنيٰ ٿي سگهي ٿي. پر پکي اوهان جي طرف کان خوشيءَ سان پرجي ويندا. ڪين توري خوشي حاصل ٿيندي. جيڪڏهن اوهان جيئن هاڻي آهيو. اُن کان تورو شاندار بڻجي وڃو. تہ ٻارن ۽ جانورن جي لاءِ بہ ساڳيءَ ريت خوشيءَ جو ڪارڻ بڻجي سگهو ٿا. هيءُ سڀ ڪجهہ وڏي سمنڊ وانگر آهي. جيئن مان اوهان کي ٻڌايو آهي. هيءُ جهان هڪ وڏي سمنڊ وانگر آهي. مان اوهان کي ٻڌايان ٿو. محبت کي پنهنجي آغوش ۾ وٺي. اوهان کي پکين لاءِ بہ دعا ڪرڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ اهي خود عشق ڪامل رکن ٿا ۽ محبت جو شديد جذبو. دعا گهر تہ هو پڻ تنهنجي گناهن کي بخش ڪن. هن وجداني حالت کي پاڻ وٽ جمع ڪر. توڙي جو ماڻهوءَ لاءِ جو نہ بي مقصد هجي.

"منهنجا دوستو. خداتعاليٰ کان خوشي ۽ سرور جي طلب ڪيو. اوهان معصوم ٻارن ۽ آسماني پکين وانگر خوش ٿي رهو. انسانن جي گناهہ کان نہ ڊڄو. ايئن نہ ٿئي تہ هو اوهان جي عمل جي لاءِ رڪاوٽ بڻجي وڃن. خوف نہ کائو تہ انهن جو گناهہ. اوهان جي عمل جي نقشي کي لوڏي م آڻي ڇڏيندو. ايئن نہ چئو تہ گناهہ طاقتور آهي. بدي طاقتور آهي. بڇڙائي جو ماحول طاقتور آهي ۽ اسان اڪيلا ۽ بي يار آهيون ۽ بدي ۽ بديءَ جو ماحول پري وٺي وڃي رهيو هو ۽ اسان کي نيڪو ڪاريءَ کان روڪي رهيو آهي." غم مايوسيءَ کان پري ڀڄو عزيزو! هن کان نجات جو هڪ ئي وسيلو آهي. تہ اوهان پاڻ کي سيني انسانن جي گناهہ لاءِ جوابدار

سمجهو. ان ۾ صداقت آهي. اوهان کي خبر هجي دوستو، تہ جيئن ئي اوهان سچائي سان هر شيءِ جي لاءِ ۽ هر هڪ ماڻهوءَ جي لاءِ پاڻ کي جوابدار سمجهندا تہ اوهان هڪدم ڏسندا تہ سچ پچ حالت ايئن آهي ۽ اوهان کي ئي سڀ ڪنهن ماڻهوءَ ۽ سڀ ڪنهن شيءِ لاءِ ڏوهہ ڏيڻي سگهجي ٿو. پر جيڪڏهن پنهنجي ناتواني اوهان ٻين جي گردن ۾ اڇلائي ڇڏيندا تہ ڇڻ اوهان شيطاني تڪبر ۾ ڀائيوار ٿي ويندا ۽ خدا جي خلاف پيا پڻ پڻ ڪندا.

جيئن مان خيال ڪريان ٿو، شيطان جي سڄي وڏائي هن ۾ آهي: ڌرتي تي اسان لاءِ ناممڪن آهي تہ اسان ان جي لاءِ ڪجهہ ادراڪ ڪري سگهون. اُن ڪري اسان آسانيءَ سان غلطي ۾ وڃي پئون ٿا ۽ اُن جا ڀائيوار بڻجون ٿا. توڙي جو اسان ايئن چو نہ خيال ڪريون، تہ اسان هڪ عمدو ۽ عظيم عمل ڪري رهيا آهيون. سچ سچ ڪيترا اهڙا جذبا ۽ ڪيتريون اهڙيون طاقتور حرڪتون اسان جي فطرت ۾ داخل آهن، جن بابت اسان ڌرتيءَ تي ڪوبہ ادراڪ ڪري نہ ٿا سگهون. ايئن نہ ٿي، تہ هيءَ تنهنجي لاءِ رڪاوٽ جو سبب بڻجن ۽ سڀ ڪنهن ڳالهہ جي لاءِ تائيد جي طور تي ڪم اچن. ڇاڪاڻ تہ غير فاني منصف توهان کان اُن شيءِ جي طلب ڪري ٿو، جنهن کي اوهان ادراڪ ڪري سگهو ٿا. نہ انهيءَ شيءِ جي، جنهن کي اوهان ادراڪ ڪري ئي نہ ٿا سگهو. اوهان ڪڏهن هن ڪان واقف ٿيندا ۽ پوءِ ٻين شين کي صداقت سان ڏسندا ۽ ڪوبہ جهڳڙو باقي نہ رهندو. سچ پچ زمين تي اسان سرگردان هئاسون. جڏهن اسان جي سامهون حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو قيمتي نقش نہ هجي ها تہ اسان نامڪمل هجون ها ۽ پوري ريت گمراهہ. جهڙي ريت هڪ سيلاب جي سامهون انساني نسل! ڌرتي جي مٿان گهڻو ڪجهہ اسان کان لڪل آهي. پر ان جي عوض ۾ اسان کي قيمتي اسرار ڀري حس عطا ڪئي وئي آهي، جا اسان جي زندگي ۽ ٻئي جهان جي وچ ۾ پنڌن جي صورت ۾ موجود آهي. مٿانهين آسماني جهان سان. اسان جي فڪر ۽ جذبن جون پاڙون هتي نہ آهن پر ٻين جهانن ۾ آهن. اهوئي سبب آهي جو فلاسافر چون ٿا تہ شين جي صداقت کي اسان زمين تي سمجهي ئي نہ ٿا سگهون.

خداتعاليٰ جدا جدا جهانن مان ٻج کڻي ورتو ۽ زمين تي پوکيو. سندس قُل ڦولاريوءِ سڀ ڪا شيءِ ٻاهر آئي، جا اڃڻ جهڙي هئي، پر اهي شيون جي ٻاهر، موجود آهن، اهي فقط هن جذبي ۽ تعلق جي باعث جو، ڪين پر اسرار جهانن سان اُهي زندهہ آهن.جيڪڏهن اهو جذبو اوهان ۾ ضعيف يا تباهہ ٿي وڃي، تہ اها آسماني نشوونما بہ اوهان ۾ فنا ٿي ويندي. پوءِ اوهان جي زندگيءَ ۾ ناهمواري پيدا ٿي پوندي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ اوهان کي ان جي لاءِ حقارت پيدا ٿي پوي. منهنجو تہ اهوئي قياس آهي.

## تي سگھي ٿو تہ انسان پاڻ جهڙن سان انصاف ڪري سگھي

ياد رک، تہ تون ڪنهن جو بہ خاص طرح منصف ٿي نہ ٿو سگھين. ڪو بہ ماڻهو ڪنهن بہ ڏوهيءَ بابت انصاف نہ ٿو ڪري سگھي، جيستائِن هو ايئن نہ سمجهي تہ هو بہ ان ڏوهاريءَ جهڙو آهي، جو سندس سامهون بيٺو آهي ۽ هوئي آهي، جنهن کي شايد سڀني ماڻهن کان وڌيڪ ان ڏوهہ جي ميار ڏئي سگهجي ٿي. جڏهن هو هن حقيقت کي سمجهندو، تڏهن ئي هو منصف ٿيڻ جي قابل ٿيندو. جيتوڻيڪ هي ظاهر ۾ فضول نظر اچي ٿو پر آهي سچ. جيڪڏهن مان حق تي هجان تہ پوءِ شايد ڪوبہ ڏوهاري منهنجي سامهون بيٺل نہ هجي ها . جيڪڏهن تون اُن ڏوهاريءَ جو ڏوهہ پنهنجي ذمي ونڻ گهرين ٿو جنهن جو نبيرو تون پنهنجي دل ۾ ڪرين ٿو تہ هڪدم اُن کي وٺ. ان جي لاءِ تڪليف کي برداشت ڪر ۽ کيس طعني زني کان سواءِ وڃڻ ڏي. جيڪڏهن قانون ڪٿي توکي اُن جو منصف چو نہ مقرر ڪري، تہ تون جيتري قدر ٿي سگھي، تہ اهڙي روح سان ئي عمل ڪر. هو گذري ويندو ۽ جو ڪجهہ تو ڪيو آهي، اُن لاءِ سختي سان پاڻ کي ڏوهہ ڏي. پر جيڪڏهن ايتري پيار ڪانپوءِ بہ هو بنا ڪنهن اثر جي، توتي طعني بازي ڪندو وڃي ٿو، تون اُن جي خيال کي پنهنجي لاءِ رڪاوٽ نہ سمجهہ. توکي ڄاڻڻ کپي تہ سندس هدايت جو وقت اجا نہ آيو آهي. پر اُهو ٿوري وقت ڪانپوءِ ايندو. پر جيڪڏهن اهو وقت نہ آيو تہ اُن جي پرواهہ نہ آهي. جيڪڏهن هو راهہ راست تي اچي نہ سگھيو آهي تہ ڪو ٻيو اُن حقيقت کي سمجهندو ۽ تڪليف کي برداشت ڪندو. هوُ حقيقت کي توريندو ۽ پاڻ کي ئي سزاوار سمجهندو ۽ اهڙي صداقت پنهنجي صورت وٺندي. هن ۾ يقين رک ۽ بنا ڪنهن شڪ ۽ شبهي جي اُن تي يقين رک. ڇاڪاڻ تہ هن ئي طريقي نيڪ مردن جون اُميدون ۽ عقيدا شامل رهن ٿا . لاڳيتو ڪم ڪندو رهہ. جڏهن رات جو سمهڻ لاءِ وڃي ۽ توکي ياد اچي تہ مون کي جو ڪم ڪرڻو هو، اهو نہ ڪري سگھيو آهيان، تہ هڪدم اٿي ۽ ان کي پورو ڪر. جيڪڏهن تنهنجي سامهون اهڙا ماڻهو آهن جي بدنيت ۽ بي حسد آهن ۽ تنهنجي نہ ٿا ٻڌن، تہ انهن جي اڳيان جهڪي وڃ ۽ انهن کي بخشش لاءِ عرض ڪر. ڇاڪاڻ تہ اهو ڏوهہ تنهنجو ئي آهي. جو هو توکي نہ ٿا ٻڌن. جيڪڏهن تون انهن جي سخت هلت جي باعث، ساڻن ڳالهائي نہ ٿو سگھين تہ سندن خاموش ۽ نياز منداڻي طريقي سان خدمت ڪر ۽ ڪڏهن بہ نااميد نہ ٿيءُ جيڪڏهن ماڻهن توکي ڇڏي ڏنو آهي ۽ زور سان هڪالي ڇڏيو آهي ۽ جڏهن تُون ڌرتيءَ تي اڪيلو رهجي ويو آهين، تڏهن ان کي پنهنجي لڙڪن سان پاڻي ڏي. هيءُ تنهنجي لاءِ ميوا آڻيندو. جيتوڻيڪ تنهائيءَ جي گوشي ۾ نہ ڪنهن توکي ٻڌو آهي نہ ڏٺو آهي. آخر تائِين يقين کي نہ ڇڏ. توڙي جو،

سپئي ماڻهو جو نہ گمراهہ ٿيڻجي وڃن ۽ تون اڪيلو ايماندار رهجي وڃين. تون پنهنجي لاءِ دعائن پريو هٿ ڪڻ ۽ تنهائي ۾ خدا جي ساراهہ ڪر. پر جيڪڏهن اوهان ٻہ گڏ آهيو تہ پوءِ اوهان ٻئي هڪ ٻئي کي پيار سان آغوش ۾ وٺو ۽ خدا جي ساراهہ ڪريو. ڇو تہ هن اوهان ٻن ۾ ئي پنهنجي صداقت کي موجود ڪيو آهي.

جيڪڏهن اوهان کان گناهہ ٿيو آهي تہ اُن گناهہ لاءِ موت تائين پشيمانيءَ جو اظهار ڪندا رهو يا جيڪڏهن اوهان کان ڪو اوچتو گناهہ ٿيو آهي. تہ اوهان ٻين لاءِ خوشيءَ جو اظهار ڪيو. صالح انسان لاءِ خوشي جو اظهار ڪيو. جيڪڏهن اوهان، گناهہ ڪيو آهي تہ خوشي ڪريو تہ هو صالح آهي ۽ هن ڪو بہ گناهہ نہ ڪيو آهي.

جيڪڏهن بد نيت انسان جو عمل توهان کي غم ۽ غصو ڏئي ۽ توهان جي دل ۾ بدڪارن کان انتقام وٺڻ جو خيال پيدا ڪري تہ اُن کي مٿائي ڇڏيو ۽ اهڙي جذبي کي ختم ڪري ڇڏيو. هڪدم وڃو ۽ پنهنجي لاءِ تڪليفن جي جستجو ڪريو. ڇڻ تہ اوهان ئي غلطي جو ارتڪاب ڪيو آهي. انهن ڏکن ۽ ڏاڪڙن کي قبول ڪريو ۽ اُن کي سهو. ايئن ڪندي اوهان کي دلي آرام ملندو ۽ اوهان سمجهي سگهندا تہ اوهان پڻ ڏوهاري آهيو ۽ اوهان کي بدڪارن لاءِ نرم تيئڻ کپندو هو. اوهان ايئن سمجهندا تہ هڪ ماڻهو بي گناهہ هو. جنهن لاءِ اوهان نرم نہ ٿي سگهيا. جيڪڏهن اوهان نرم ٿيو ها، تہ اوهان ٻين جي لاءِ بہ اُن رستي کي روشن بڻايو ها. شايد ايئن ٿي پوي ها تہ اوهان جي روشنيءَ جي باعث گنهگار بچي وڃن ها. اوهان جي روشني جهڳمڳ تہ ڪندي رهي ٿي، پر اوهان ڏسو ٿا تہ اُها ڪنهن کي بہ بچائي نہ ٿي سگهي. اوهان اُن روشني کي مضبوط جهليو ۽ آسماني روشنيءَ جي طاقت ۾ ڪو بہ شڪ ۽ شبهو نہ آڻيو. يقين رکو تہ هو جيڪڏهن هاڻي نہ بچايا ويا آهن تہ هن ڪانپوءِ هو ضرور بچايا ويندا. جيڪڏهن هو پوءِ بہ محفوظ نہ رهي سگهيا تہ سندن اولاد محفوظ ٿي ويندو. ڇاڪاڻ تہ اوهان جي روشني ڪڏهن بہ نہ اُجها مندي، توڙي جو اوهان مري بہ ڇو نہ وڃو. نيڪ انسان جدا تہ ٿي وڃي ٿو پر سندس روشني باقي آهي. ماڻهو پنهنجي پيغمبرن جو انڪار ڪن ٿا ۽ کين پڻ قتل بہ ڪن ٿا. پر هو پنهنجي شهيدن سان محبت ڪن ٿا ۽ اُنهن جي عزت ڪن ٿا، جن کي هنن ماريو آهي. اوهان سڄي دنيا جي لاءِ ڪم ڪريو ٿا ۽ مستقبل جي لاءِ ڪوشش ڪريو ٿا. ڪنهن بہ انعام جي طلب نہ ڪريو، ڇو تہ زمين تي اوهان جي لاءِ وڏو انعام آهي. ڇاڪاڻ تہ روحاني خوشي فقط نيڪ ماڻهوءَ کي عنايت ڪئي وئي آهي. ڪنهن بہ وڏي ۽ طاقتور کان خوف نہ کائو پر سياڻا ۽ هميشہ صاف ۽ پرسڪون ٿي گذاريو. وزن ۽ ماپ کي ڄاڻو، وقت جي دور کي ڄاڻو ۽ انهن جو مطالعو ڪندا رهو. جڏهن اوهان اڪيلائي ۾ هجو تہ دعا گهرندا رهو. زمين تي سجدي ۾ ڪرڻ ۽ اُن کي چمڻ سان محبت ڪريو. زمين کي

چمو اُن غير معمولي اشتياق ۽ حرص سان پيار ڪريو. سيني انسانن ۽ هر شيءِ کي پيار ڪريو. بيخودي ۽ انتهائي خوشيءَ کي ڳول. پنهنجي خوشي جي لڙڪن سان زمين کي تر ڪر ۽ اُنهن لڙڪن کي پيار ڪر. تون پنهنجي انتهائي خوشي کان شرمندو نہ ٿي. اُن کي انعام طور وٺ. ڇاڪاڻ تہ هيءُ خدا جو انعام آهي ۽ نهايت عظيم. هيءُ انعام سڀ کي نہ ملندو آهي پر منتخب انسانن کي ملندو آهي.

## جهنم ۽ جهنم جي باهہ جو ذڪر ۽ صوفياڻا امڪان

مربيو ۽ اُستادو! مان خيال ڪريان ٿو تہ دوزخ ڇا آهي؟ مان ٻڌايان ٿو تہ. هيءُ اهو عذاب آهي، جو محبت جي محروميءَ جو نتيجو آهي. "هڪ ڀيرو هن لا محدود حيات ۽ اڻ ڪٿ وقت ۽ فضا ۾، هڪ روحاني جاندار کي زمين ڏي ايندي، هن چوڻ جي طاقت ڏني وئي تہ، "مان آهيان ۽ محبت ڪريان ٿو." هڪ ڀيرو ۽ فقط هڪ ڀيرو، کيس عملي طور تي، محبت گذارڻ جو وقت بخشيو ويو ۽ انهيءَ ڪري ئي کيس زميني زندگي، اوقات ۽ موسمن سان گڏ ڏني وئي. پر اُن خوش بخت، انسان، اُن بي بها انعام کي رد ڪري ڇڏيو. اُن کي هن نہ انعام سمجهيو ۽ نہ اُن سان محبت ڏيکاري. ان کي هن نفرت سان ڏٺو ۽ طعني زني ڪئي. اهڙو انسان جڏهن زمين کي ڇڏي ٿو، هو حضرت ابراهيم (عليہ السلام) جي سيني کي ڏسي ٿو ۽ حضرت ابراهيم (عليہ السلام) سان گفتگو ڪري ٿو، جيئن اسان کي، هڪ دولتمند شخص ۽ لزاريوس جي چوٽيءَ ۾ ٻڌايو ويو آهي. هيءُ آسمان کي گرفت ۾ وٺي ٿو ۽ پنهنجي خالق تائين پهچي ٿو. پر هي سڀ ڪجهہ سندس عذاب جو باعث آهي، ڇاڪاڻ تہ ان سان محبت ڪرڻ بغير، هو پنهنجي خالق تائين ڪيئن پهچي سگهي ٿو. سوبہ انهن جي قريب، جن اُن سان محبت ڪئي ۽ هن انهن کي حقارت سان ڏٺو. ڇاڪاڻ تہ هو واضح طور تي ڏسي ٿو ۽ پاڻ کي چوي ٿو تہ. مان هاڻي سمجهان ٿو، جيتوڻيڪ مان هاڻي محبت ڪرڻ چاهيان ٿو، پر مون وٽ هاڻي نہ ڪا عظيم شيءِ آهي، نہ وري منهنجي محبت جي ڪا قرباني آهي. ڇاڪاڻ تہ منهنجي زميني زندگي ختم ٿي چڪي آهي، ۽ ابراهيم (عليہ السلام) ڪڏهن بہ مون وٽ آبِ حيات جي هڪ ڦڙي کي بہ نہ آڻيندو. "جو زمين تي عملي زندگي جو انعام آهي" جو منهنجي روحاني محبت جي تشنگي کي، جا منهنجي اندر موجود آهي، سرد ڪري سگهي، جنهن کي مان زمين تي حقارت سان نهاريندو ٿي رهيس. هاڻي منهنجي لاءِ ڪا بہ حياتي ڪا نہ آهي نہ وري مڪان ۽ زمان! ڪٿي مان هاڻي ٻين جي لاءِ پنهنجي حياتي ڇو نہ قربان ڪريان، پر اهو ٿي نہ ٿو سگهي، ڇو تہ اُها حياتي گذري چڪي جا محبت ۾ قربان ٿي سگهي ها. هاڻي حياتي ۽ اُن جي وجود ۾ وڏو ويڇو اچي چڪو آهي.

هو دوزخ جي باهہ ۽ ان جي مادي تي عمل جي بابت ڳالهيون ڪن ٿا. مان اُن راز نياز ۾ وڃڻ نہ ٿو گهران ۽ اُن کي ختم ٿو ڪريان، پر مان خيال ٿو ڪريان تہ

جيڪڏهن اها باهہ مادي طور تي موجود آهي تہ، هو ان جي موجودگيءَ کان خوش ٿيندا، ڇاڪاڻ تہ مان خيال ٿو ڪريان تہ مادي عذاب ۾ سندن عظيم تر روحاني عذاب ٿوري گهڙيءَ لاءِ ڪانئن وسري ويندو. مگر روحاني عذاب ڪانئن جدا ٿي نہ سگهندو، ڇو تہ هيءَ ٻاهرين شيءِ نہ آهي پر سندن اندروني آهي. جيڪڏهن اهو عذاب ڪانئن پري بہ ڪيو وڃي تہ اها ڳالهہ هنن جي لاءِ وڌيڪ ايذاءَ ڏيندڙ ٿي پوندي. توڙي جو نيڪ شخص کين معاف بہ ڪن، سندن عذاب کي روڪين ۽ کين پنهنجي لامحدود محبت جي ذريعي آسمان ڏي گهرائين تہ هوُ پنهنجي عذاب کي توڙڻ لڳندا. ڇاڪاڻ تہ هي منجهن جوابدارانہ، عملي ۽ شڪر گذار محبت جي لاءِ ناممڪن شيءِ هوندي. مان پنهنجي ڏکندڙ دل سان سوچيان ٿو تہ سندن هن ناتواني جي قبوليت، شايد آخر کين تسڪين ڏئي. ڇاڪاڻ تہ نيڪ شخص جي محبت کي قبول ڪندي، ان جي عيوض کي ڏيڻ کان پاڻ کي قاصر ڏسي، پنهنجي نياز ۽ فرمانبرداريءَ سان، آخر هو عملي محبت جي طريقي کي حاصل ڪري وٺندا. جنهن کي هنن پنهنجي زندگيءَ ۾ حقارت سان نڪرايو هو.... مون کي ڏک ٿو ٿئي، منهنجا دوستو ڀائرو، مان هن حقيقت جي چڱيءَ ريت وضاحت نہ ٿو ڪري سگهان. پر افسوس آهي انهن تي، جن هن زمين تي پاڻ کي ماريو ۽ خود ڪشي ڪئي. مان خيال ٿو ڪريان، تہ دنيا ۾ هنن کان وڌيڪ ڪو بدبخت ٿي نہ ٿو سگهي. مون کي چيو وڃي ٿو، تہ هنن لاءِ دعا گهرڻ گناهہ آهي ۽ ديول، ظاهر ۾ ،متئن لعنت ٿي موڪلي، پر مان پنهنجي دل جي گهراين ۾ پاڻ کي چوان ٿو، تہ هنن جي لاءِ پڻ دعا ڪرڻ گهرجي. حضرت مسيح اسان جي هن روش کان، جا اسان هنن لاءِ وٺون ٿا، هرگز غصي نہ ٿيندو. مربيو ۽ ڀائرو! مان اعتراف ٿو ڪريان تہ مان پنهنجي سڄي زندگي ۾ اندرئي اندر، انهن لاءِ دعا ڪندو رهيو آهيان ۽ هاڻي بہ سڀ ڪنهن ڏينهن تي، انهن لاءِ دعا گهرندو رهندو آهيان.

ها! ڪي اهڙا بہ آهن، جي پنهنجي ڄاڻ ۽ صداقت جي موجودگيءَ ۾، جهنم ۾ بہ مغرور ۽ خونخوار آهن. هي اهي ئي ٿورا خوفناڪ انسان آهن. جن پاڻ کي شيطان ۽ سندس مغرور روح وٽ پوري طرح سپرد ڪري ڇڏيو آهي. انهن جي لاءِ جهنم لازمي ۽ سندس باهہ حاسد آهي. کين سندن انتخاب جي باعث هيءُ عذاب آهي. ڇاڪاڻ تہ هنن پاڻ کي برباد ڪيو هو، خدا ۽ زندگي کي نڪرايو هو، هنن پنهنجي زندگي انتقامي مغروريءَ سان گذاري هئي، بلڪل اهڙيءَ ريت، جيئن رڻ پٽ ۾ هڪ بک ۾ مرندڙ انسان، پنهنجي بدن مان رت کي ڪڍي پيئندو آهي پر کين ڪڏهن بہ تسلي حاصل نہ ٿيندي، هو عفو جا منڪر ئي رهندا، هو خدا جي مخالفت تي ڪمر ڪشيو بيهندا، توڙي جو خدا کين پنهنجي طرف سڏي ٿو. پر هي پنهنجي احساس خصومت جي باعث زندهہ خدا کي ڏسي نہ ٿا سگهن ۽ کين هيءَ اميد آهي تہ خدا جو وجود ئي نہ آهي. هوئي پاڻ

ڪي ۽ پنهنجي مخلوقات کي برباد ڪري رهيو آهي. هو هميشه لاءِ پنهنجي غصي جي باهه ۾ خود ئي جلن ٿا ۽ پنهنجي موت ۽ سستي لاءِ پيا ٿا واجهائين. پر هو پنهنجي آرزوءَ کي ۽ موت کي ڪڏهن به حاصل ڪري نه سگهندا....

هتي اليڪسي فيودورووچ ڪرامازوف جو دستخط نسخو پورو ٿئي ٿو. مان هيءَ ڳالهه وري دهرايان ٿو. ته هيءَ نامڪمل ۽ مختصر آهي. سوانح حيات جي تفصيل جي نظر کان هن ۾ فقط مربي زوسيما جي ابتدائي جواني جو احوال ڏنو ويو آهي. سندس تعليم ۽ راين جي مدنظر. فقط سندس اُهي اقوال ڏنا ويا آهن، جي هن مختلف موقعن تي چيا هئا. پر سندس مجموعي اخلاق جي خبر اسان کي اليڪسي فيودورووچ جي دستخط مان چڱيءَ ريت پئجي سگهي ٿي.

مربيءَ جو موت آخر ۾، اميد جي خلاف اوچتو واقع ٿيو. جيتوڻيڪ انهن جي، اُن آخري شام جو. سندس چوڌاري اچي گڏ ٿيا هئا، محسوس ٿي ڪيو. ته سندس موت قريب آهي. پر وٽن اهو تصور نه هو، ته سندس موت ڪو ايڏو اوچتو ٿيندو. پر هن خيال جي خلاف، سندس دوستن جيئن مان اڳ ۾ چيو آهي، ڪيس خوش ڳالهائيندو ٿي ڏٺو. ڪين يقين هو ته سندس حالت ۾ عارضي طرح چڱي تبديلي اچي وئي آهي. سندس موت کان ٿورا منٽ اڳ، هنن چيو ٿي ته سندس حالت عجب جهڙي آهي ۽ مشڪل سان سندس موت جو خيال ڪري سگهجي ٿو. اوچتو هن پنهنجي سيني ۾ سخت سور محسوس ڪيو. هو زرد ٿي ويو ۽ پنهنجي هٿن کي دل تي رکيائين. سيئي پنهنجي جاين تان اٿيا ۽ تيزيءَ سان وٽس پهتا. جيتوڻيڪ ڪيس سخت سور هو پر اجا به ڪين مشڪندي نهاري رهيو هو. هو هوريان ڪرسي کان گوڏن ڏي گهرڪندو ويو. تنهن کان پوءِ هن پنهنجو منهن زمين ڏي جهڪايو. پنهنجي ٻانهن کي ڊگهو ڪيائين، ڄڻ ته هوُ خوشي ۽ آنند مان، دعا به گهري رهيو هو ۽ زمين کي چمي به رهيو هو. اهڙيءَ ريت خاموشي ۽ خوشيءَ سان، هن پنهنجو روح خالق کي سپرد ڪري ڇڏيو.

سندس موت جي خبر هڪدم راهبن کان مڙهيءَ تائين پهچي وئي. مري ويل جا قريبي دوست ۽ جن جو سندن مقام کان اهو فرض هو. انهن لاش کي قديم رواج موجب ڪٽي ليٽايو ۽ سيئي راهب ديول ۾ وڃي گڏ ٿيا. پرهه ڦٽيءَ کان اڳ ۾ سندس موت جي خبر شهر ۾ پکڙجي وئي. شهر ۾ صبح جو سڀ ماڻهو هن واقعي تي گفتگو ڪندا رهيا ۽ گروهه در گروهه ماڻهو شهر کان مڙهيءَ ڏي ايندا رهيا. پر هيءُ مضمون ٻي ڪتاب ۾ ڏنو ويندو. مان هتي فقط هيترو چوڻ گهران ٿو. ته هڪ ڏينهن کان پوءِ هڪ ڳالهه اوچتو اهڙي تي گذري. جا پنهنجي اثرڪان راهبن لاءِ عجيب، مايوسي پيدا ڪندڙ ۽ منجهائيندڙ هئي پر شهر وارن لاءِ به. ۽ اها ڳالهه ڪيترن سالن جي گذرڻ ڪانپوءِ به چٽيءَ طرح سان شهر وارن کي ياد آهي.

باب پهريون

# خرابيءَ جي بوءِ

مربي زوسيما جو لاش، مقرر ڪيل رواج موجب، دفن ڪرڻ لاءِ تيار هو. هيءَ اڳ ۾ ئي رسم هئي، تہ مري ويلن راهبن ۽ سنياسين جي لاشن کي غسل ڏنو ويندو هو. ديول جي قانون ۾ چاٽايل آهي تہ، ”جيڪڏهن ڪو راهب پنهنجي مالڪ ڏي موڪلائي وڃي تہ سندس جانشين راهب، سندس جسم کي گرم پاڻيءَ سان صاف ڪندو. پهريائين اسپنج سان سندس پيشاني تي صليب جو نشان ناهيندو، تنهن کان پوءِ، سيني، هٿن، پيرن ۽ گوڏن تي ساڳيو نشان ڏيندو ۽ هي سڀ ڪجھ مربي پايسي ڪري چڏيو هو. هن مُردي کي سندس مڙهيءَ وارا ڪپڙا ڍڪايا هئا ۽ هڪ قبا ۾ ويڙهيو، جنهن کي رواج موجب، چير ڏئي، صليب جي شڪل ۾ ڳنڍ ڏني وئي هئي. سندس مٿي تي راهبن جي خاص ٽوپي رکي وئي هئي، جنهن کي اَٺ پاسا هئا، جنهن جي هر هڪ ڪنڊ ۾ صليب صاف تي نظر آيو. سندس هٿ ۾ حضرت مسيح جو هڪ مجسمو هو. صبح سان ئي جنازي کي، اهڙي نموني جو لباس پهرائي تابوت ۾ رکيو ويو هو. (جو تابوت ڪيتري وقت کان اتي موجود هو.) فيصلو ڪيو ويو، تہ تابوت کي سڄو ڏينهن ڪمري ۾ رکيو وڃي. ان وڏي ڪوٺيءَ ۾ جتي مربي هميشه پنهنجي ملاقاتين سان ملندو هو. جيئن تہ فوتيءَ کي وڏي پادريءَ جو درجو هو، ان ڪري مقدس قانون موجب، مٿس دعائن جي ڪتاب جي بجاءِ فقط انجيل کي ئي پڙهڻو هو. تدفين جي رسم کان پوءِ هڪدم راهب ابو يوسف انجيل کي پڙهڻ شروع ڪري ڏنو. مربي پايسي جي خواهش هئي، تہ سندس دوست جي مٿان انجيل رات ڏينهن پڙهيو وڃي. پر موجود راهب ۽ سنياسين جو نگران ڪار، ڏاڍو مشغول هو، جنهن ڪري، هوَ هڪ غير معمولي حقيقت کي، جنهن ۾ هڪ اڻ ٻڌل ۽ اڻ ڏٺل پريشاني ۽ بي صبريءَ جو جوش هو، ڏسي نہ سگهيو هو. جو راهبن، مڙهيءَ جي رهڻ وارن ۽ شهر کان بي انداز ايندڙن بہ چٽائيءَ سان ٿي ڏٺو. جيئن وقت گذرندو ويو، تيئن وڌيڪ، هيءَ شيءِ زور وٺندي رهي. ٻئي نگران ڪار، ايوسف ۽ پايسي، ماڻهن جي عام آواز کي ۽ سندن مخالفاڻي راءِ کي خاموش ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا.“

جڏهن صبح جي روشني چڱي ريت پکڙجي وئي، تہ ڪي ماڻهو بيمارن کي وٺي آيا، جن ۾ اڪثريت ٻارن جي هئي. هوُ چڻ تہ ان گهڙيءَ جي سخت انتظار ۾ هئا. چو تہ هنن سمجهيو ٿي، تہ مربيءَ جي لاش ۾ شفا جي طاقت رکيل آهي ۽ هو ڪنهن جي وقت ضايع ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي عقيدي موجب ان جو فائدو حاصل ڪن. هيءَ

صاف ظاهر ٿي نظر آيو تہ شهر ۾ بنا ڪنهن ڇون ڇران جي، سڀ ڪنهن قبول ٿي ڪيو تہ مربي زوسيما، پنهنجي حياتيءَ جي زماني ۾ وڏو سَنتُ هو. هي سيئي ماڻهو، جي شهر کان ٻاهر کان اُتي آيا هئا، عوام مان نہ هئا. معتقدن جون هيءُ يقين واريون اميدون، اهڙي ريت تہ جلد ظهور ۾ آيون ۽ ايتريون ڪُليل ۽ ايتريون تہ بي صبري واريون هيون، جن مربي پاڻ ايتري کان اتي پيسي ٿي وڏو اثر ڪيو ۽ ساڳي وقت ڪيس هي ڳالهيون ڏکيون بہ لڳيون. جيتوڻيڪ هن هيءَ ڳالهيون گهڻي وقت کان ڏٺيون هيون، پر جذبات جو هيءُ تاجي پيٽو، سندس قياس کان نهايت مٿي هو. جڏهن هو ڪن راهبن وٽان گذريو ٿي ۽ ڪين اهڙي جذبات جو مظاهرو ڪندي ڏٺائين ٿي تہ ڪين چينيائين ٿي ۽ چيائين ٿي تہ، "هي انتظار ۽ بي صبري، جا هن عظيم واقعي مان پيدا ٿي آهي، سي ڪم عقليءَ جون نشانيون آهن، جي بين ماڻهن وٽ تہ وٽندڙ هجن پر اسان راهبن ۾ نہ هئڻ گهرجن." پر ڪنهن بہ ڪيس ڪن نہ ٿي ڏنو. جنهن ڪري هو هن ٿي وڏيڪ کان وڌيڪ ڏيان ڏئي رهيو هو. پر هو پاڻ (جيڪڏهن سچي ڳالهہ سچائيءَ سان ٻڌائي وڃي) پنهنجي دل جي گهراين ۾ ڳجهيءَ طرح، اهڙيون اميدون ٿي رکيون ۽ هو بہ بين وانگر، ڪنهن عظيم حادثي جي انتظار ۾ هو. جنهن جي ڪيس ڪابہ خبر نہ ٿي پئي. جيتوڻيڪ هوُ پنهنجي ڇوڏاري، هيءَ بي صبريءَ جون حالتون ڏسي، نهايت غصي ۾ هو. ڪيس هن سڄي معاملي ۾ شڪ ۽ رنجيدگي ٿي نظر آئي.

انُ هوندي بہ خاص طرح، ڪن ماڻهن سان ملڻ، ڪيس پسند نہ ٿي آيو، جن جي موجودگيءَ، سندس دل ۾ گهڻائي شڪ ٿي اُٿاريا. مردي جي ڪوٺڙيءَ ۾ جو گوڙ هو، هن، ان کي بيزاريءَ سان ڏٺو. (هن ان لاءِ هڪدم پاڻ کي ملامت ڪئي.) ريڪٽن جي موجودگي ۽ ايبدورسڪ جو راهب، جي اجا مڙهيءَ ۾ تِڪيل هئا. ڪيس انهن جو وڏو اونو هو. هو تنهنجي بابت شڪ ۽ شبهي ۾ مبتلا هو. جيتوڻيڪ بين جي لاءِ ڪيس ساڳيو خيال رکڻ گهربو هو.

ايبدورسڪ جو راهب نمايان طور تي، ان جوش پرئي ميڙ ۾، ننڍين ننڍين ڳالهين کي وڏو سمجهي رهيو هو. هوُ سڀ ڪنهن جاءِ تي نظر تي آيو، سڀ ڪنهن جاءِ تي هو سوال ڪري رهيو هو. سڀ ڪنهن جاءِ تي ڪن ڏئي رهيو هو ۽ سڀ ڪنهن طرف خاص رازداراڻي طريقي سان پٽڪندو ٿي رهيو. سندس اظهارِ خيال سندس عزم بي صبري ۽ اجا بہ سندس جوش کي اصل حالت ۾ ڏيکاري رهيو هو.

ريڪٽن دير سان ظاهر ٿيو هو. جيتوڻيڪ راهبن جي جاءِ تي نهايت سوير، ميڊم هائلڪوف جي خاص عرض تي آيو هو. جيئن ئي ان نيڪ دل ۽ ڪمزور طبعيت عورت، ننڊ مان جاڳڻ کان پوءِ مربي زوسيما جي موت جي خبر ٻڌي تہ مٿس ايڏو تہ

اثر پيو، جو هن هڪدم ريڪٽن کي مڙهيءَ ڏانهن موڪلي ڏنو ۽ کيس تاڪيد ڪيو ته اتي جو به گذري، ان جو اطلاع کيس هر هڪ اڌ ڪلاڪ کان پوءِ خط جي رستي موڪلي ڏي. هو ريڪٽن کي بيحد ديندار ۽ چالاڪ نوجوان سمجهي رهي هئي. هيءُ خاص طرح ماڻهن جي چوڌاري ڦرڻ ۽ انهن جي مذاق موجب ڳالهين ۾ حصي وٺڻ لاءِ نهايت سياڻو هو. پر ان ۾ سندس هيءَ خواهش هئي ته، کيس اِيئن ڪندي ڪو ٿورو ئي فائدو حاصل ٿي سگهي.

اهو صاف ۽ روشن ڏينهن هو ۽ ڪيترا ملاقاتي قبرستان ۾ اچي گڏ ٿيا هئا، جتي قبرن ۽ ديول جي چوڌاري ۽ مڙهيءَ جي پاسن ۾ گهٽي انداز ۾ هيڏي هوڏي پکڙيون پيون هيون. هوا مڙهيءَ جي چوڌاري ڦرندي رهي، مربي پايسي، اليوشا کي ياد ڪيو، جنهن کي هن گهڻي وقت کان ڏٺوئي نه هو. جيئن ئي هن ان جو خيال ڪيو، هن هڪدم کيس، ڪجهه پري ڪنڊ ۾، مڙهيءَ جي باغ ۾ ڏٺو. هو هڪ راهب جي قبر جي پٿر جي پرسان وينو هو، جو راهب گهڻو وقت اڳي، پنهنجي ولايت کان گهڻو مشهور هو. سندس پٺ مڙهيءَ ڏانهن هئي ۽ منهن پٽ ڏانهن هو. چڻ ته هو پنهنجي منهن کي قبر جي پٿر ۾ لڪائي رهيو هو. وٽس وڃي مربي پايسي ڏٺو ته هو پوريءَ شدت سان آهستي روئي رهيو آهي، سندس منهن سندس هٿن ۾ ڍڪيل هو ۽ ايئن پئي معلوم ٿيو، ته سندس سڄو جسم اوڇنگارن جي باعث ڏڪي رهيو آهي. مربي پايسي، ٿوري دير لاءِ مٿس بيهي رهيو.

آخر هن پنهنجي جذبات جي روَ ۾ وهندي چيو ته، ”عزيز فرزند بس، پيارا بس تون چو ٿو روئين، توکي خوش ٿيڻ کپي. توکي خبر نه آهي ته هيءُ اجوڪو ڏينهن نهايت عظيم آهي؟ تون فقط اهو خيال ڪر، ته هو هن وقت ۽ هن گهڙيءَ ڪٿي آهي؟“

اليوشا کيس ڏٺو ۽ پنهنجي وات کي کوليو، جو ٻارن وانگر روئندي سڄو سُڄي ويو هو، پر هن بنا ڪنهن ڳالهائڻ جي منهن ڦيرايو ۽ ان کي وري هٿن ۾ لڪائي ڇڏيو.

”شايد هي چڱا هجن؟“ مربي پايسي خيالن جي ٽٻيءَ مان ٻاهر نڪرندي چيو، حضرت عيسيٰ ئي ته هي لڙڪ توڏي موڪليا آهن.“

اليوشا کان دور ويندي، هن کيس پيار ڪندي پاڻ کي چيو ته: ”تنهنجا هيءُ پر اثر ڳوڙها، تنهنجي روح لاءِ نجات آهن. اهي تنهنجي محبت سان ڀريل دل کي مسرت بخشيندا.“ هو تڪڙو تڪڙو، ڪانئس اڳتي وڌي ويو، ڇاڪاڻ ته هن محسوس ٿي ڪيو ته هو پڻ کيس ڏسي روئي ويهندو.

وقت گذرندو ٿي ويو. مڙهيءَ جا رسم ۽ رواج ۽ مُئي جي نوحه خوانيءَ جو

سلسلو جاري هو. مربي پايسي تابوت جي پرسان وري ايوسف راهب جي لڳ وڃي ويٺو ۽ انجيل کي پڙهڻ لڳو. پر شام جو ستين بجي کان اڳ، ڪا ڳالهه ظهور ۾ آئي، جنهن جو ذڪر مان گذريل ڪتاب جي آخر ۾ ڪيو آهي. اسان سڀني جي اميد جي خلاف، اوچتو هيءُ سڀ ڪجهه هيءُ عام خواهش جي خلاف هو. مان هن بي لطف واقعي کي وري دهرايان ٿو، جو اڄ تائين، هن شهر ۽ ان جي پسگردائيءَ کي چڱيءَ ريت ياد آهي. مان هتي هيءُ به چوندس ته شخصي طرح، مان ان واقعي کي وري دهرائڻ مڪروهه سمجهان ٿو، جنهن غير سنجيده غم ۽ غصي کي پيدا ڪيو هو ۽ ڪيترن ماڻهن جي لاءِ ناقابل برداشت حقيقت بڻجي پيو هو. جيتوڻيڪ حقيقت ۾، اهو نهايت فطري هو ۽ بي لطف پڻ! مان جيڪر انهيءَ سڄي حقيقت کي ترڪ ڪري ڇڏيان ها، جيڪڏهن ان جو طاقتور زور ۽ اثر، مڪيه ماڻهوءَ جي دل ۽ روح تي جو هن ڪهاڻي جو آئنده روح روان اليوشا آهي، پنهنجو مظاهرو نه ڪري ها. جنهن جي روحاني ترقي ۾، هن تبديليءَ نازڪ بحران آڻي وڌو ۽ سندس ذهن کي اهڙي ته ضرب هنئين، جنهن جي باعث هو سڄي حياتي ان تي آخري طور مضبوط ويهي رهيو ۽ ان کي قطعي نصب العين بڻايائين.

هاڻي اسان پنهنجي ڪهاڻي ڏي اچون ٿا. پرهه ڦٽيءَ کان اڳ ۾ ، هنن مربي زوسيما جي مڙهه کي ، تابوت ۾ رکيو ۽ سامهون واري ڪونيءَ ۾ آندائون. تابوت جي چوڌاري، جي ماڻهو هئا، انهن درين جي کولڻ جو سوال اُٿاريو. پر هن مشوري کي ڪن غير اهم قرار ڏنو ۽ ان جو ڪو به جواب نه ڏنو ويو. نه وري، ان کي ڏيان ۾ آندو ويو، پر اتي، جيڪي موجود هئا، تن مان ڪن، خيال پئي ڪيو. سندن تصور ۾ هيءَ ڳالهه اچي ويني هئي ته اهڙي ڪامل شخص جي جسم ۾ خرابي ۽ گهٽتائي اچڻ جو امڪان ئي سچ پچ واهيات عمل آهي. اهو خيال ڪلڻ هاب ٿيندو ۽ بي ايماني! ڇاڪاڻ، ته هنن بلڪل ٻيءَ طرح تي سوچيو.

پر جلد ئي منجهند کان پوءِ ڪي نشانيون ظاهر ٿيون پهريائين انهن خاموشيءَ سان ڏٺو، جي اندر ۽ ٻاهر آيا ۽ ويا ٿي. هو ڄاڻي ٻجهي، دل جي هن خيال کي ٻين کي ٻڌائڻ ۾ خوف کائي رهيا هئا. پر ٽين وڳي هيءُ نشانيون واضح ۽ بنا ڪنهن غلطيءَ جي نظر اچڻ لڳيون. مڙهيءَ ۾ هيءَ خبر جلد ئي سڀني راهبن ۽ ملاقاتين تائين پهچي وئي، جي اُن جاءِ ۾ اندر گهڙي آيا هئا ۽ سيئي راهب عجب ۾ پئجي ويا. هيءَ خبر مختصر وقت اندر شهر ۾ پکڙجي وئي. هرڪو جوش ۾ پرجي ويو. پوءِ اُهو بيدين هويا بادين، خوش ٿي رهيو هو. گهڻا دينڊار ته بيدينن کان به وڌيڪ خوش ٿيا. ڇاڪاڻ، ته بيدين انسان، نيڪ مرد جي زوال ۽ تڪليف تي خوش ٿيندو آهي.

حقيقت هيءَ آهي، تہ تابوت مان لاش جي بدبوءِ اچڻ شروع ٿي هئي ۽ آهستي آهستي، اُها وڌندي وئي ۽ ٽين وڳي تائين ايتري تہ پکڙجي وئي جو ان جي چوڌاري ماڻهو ويهي نہ ٿي سگهيا. مڙهيءَ جي ماضيءَ جي تاريخ ۾، ڪڏهن بہ اهڙو بدناميءَ جهڙو واقعو نہ گذريو هو. هين حالات جي ماتحت بہ اهڙو واقعو اڻ ٿيڻ جهڙو هو. خود راهبن ۾ بيچيني پيدا ڪري ڇڏي هئي. هن واقعي ڪان پوءِ ڪيئي سال پوءِ، ڪن سمجهدار راهبن کي عجب هوندو هو ۽ هو خوف کائيندا هئا، تہ اها بدنامي ڪيتري نہ حد کان وڌيڪ هئي. ڇاڪاڻ تہ هن کان اڳ بہ ڪيترائي پاڪيزه زندگي وارا راهب فوت ٿيا هئا، خدا کان ڊڄندڙ پوڙها انسان، جن جي پاڪائيءَ کي سڀني قبول ڪري ورتو هو، سندن تابوت مان عفونت جي هوا تہ ايندي رهندي هئي پر ايڏي نہ، جيئن سڀني مرده ماڻهن مان فطرتي طرح ايندي آهي. پر انهن بابت نہ بدنامي جو خيال هو نہ وري ڪا پريشاني ڳي پيدا ٿي هئي. بيشڪ ماضيءَ ۾ مڙهين ۾ سَنتَ هئا، جن جي ياد کي خبرداريءَ سان قائم رکيو ويندو هو ۽ سندن عضون کي روايتن موجب، ڪنهن بہ خرابيءَ جي نشانين کان ٻاهر سمجهيو ويندو هو. هن حقيقت کي راهب پر اثر ۽ اسرار وانگر سمجهندا هئا، ۽ هنن روايتن کي هو مبارڪ ۽ الهامي شين وانگر عزيز سمجهندا هئا ۽ سندن تربتن کي خدا جي مهربانين مان، سندس واعدي موجب، مستقبل جي لاءِ، هڪ شاندار شيءِ ڄاڻندا هئا.

اهڙي هڪ يادگيري، جنهن کي خاص طرح ياد ٿي ڪيو ويو ۽ عزيز ٿي رکيو ويو، هڪ ڪراڙو راهب، هڪ سؤ پنجاهہ ورهين جي عمر ۾ ستر سال اڳ فوت ٿيو هو. هو هڪ مثالي سنياسي هو. سندس قبر کي ملاقاتين جي پهچڻ تي خاص طرح عزت ۽ پر اسرار هدايتن سان ڏيکاريو ويندو هو، جڻ تہ ان سان وڏيون اميدون ڳنڍيل آهن. (هي اهائي قبر هئي، جتي مربي پايسي صبح جي وقت اليوشا کي وينل ڏنو هو). مڙهيءَ جي اندر ٻي يادگيري، مربي وارسونوف جي عزت سان ياد ڪئي ويندي هئي، جو ٿورو وقت اڳي مري ويو هو ۽ جنهن جو مربي زوسيما جانشين بڻيو هو. هو پنهنجي زندگيءَ ۾ مڙهيءَ جي سڀني زيارتين وٽ، هڪ سودائي راهب سمجهيو ويندو هو. هنن ٻنهي جي بابت روايت آهي، تہ هو ٻئي پنهنجي تابوت جي اندر ايئن موجود هئا، جڻ تہ جيئرا آهن. دفن ڪرڻ جي وقت منجهن ڪا بہ خرابي موجود نہ هئي. سندن چهرن مان مقدس نور جي روشني ٿي ڏٺي، ڪن ماڻهن هيئن بہ ٻڌايو ٿي، تہ انهن مان دلڪش خوشبوءِ ٿي آئي.

پر هن روحاني ۽ اخلاقي اصلاح جي يادگيرين هوندي بہ، اهو ٻڌائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي، تہ ڇو اِهي، بي لطف، مهمل ۽ بدناميءَ جهڙيون ڳالهيون مربي زوسيما جي

تابوت جي پرسان تي ڪيون ويون. منهنجي پنهنجي ذاتي راءِ موجب، هن لاءِ ڪيئي جدا جدا سبب پنهنجي پنهنجي رنگ ۾ سرگرم ڪار هئا. مثال لاءِ، اوهان دشمنيءَ جون گهريون پاڙون، جي جدا جدا مربين جي تعليم جي باعث هيون. جي تباهه ڪار جديد طريقن سان گهڙيو ويون هيون ۽ جن بابت راهبن جي دلين ۾ لڪيل نفرت موجود هئي. اجا بہ هن ڪان وڌيڪ طاقتور اهو حسد هو، جو ان مئل انسان جي نيڪ مرديءَ جي خلاف هو. اهو سندس حياتيءَ جي دور ۾ ئي قائم تي چڪو هو ۽ ان جي بابت ڪنهن بہ سوال پڇڻ جي منع هئي، جيئن تہ مرحوم مربي، ڪيترين دلين کي فتح ڪري ورتو هو، ڪن کي محبت ۽ مروت سان تہ ڪن کي ڪرامتن سان، جنهن ڪري سندس چوڌاري شائقن جو وڏو گروهہ اڳي موجود ٿيو هو. گهٽ وڌ انهيءَ جي ڪري ئي، ساڻس حسد پيدا ٿيو هو ۽ سندس ڪيترائي ڪليل ۽ لڪيل دشمن، مڙهيءَ ۾ خواهہ ٻاهر موجود هئا. هن ڪنهن کي بہ ايذاءُ نہ پهچايو هو، پر "هنن ان هوندي بہ کيس نيڪ مرد ڇو ٿي شمار ڪيو؟" هيءُ سوال ئي هيو، جو اڪيلو درجي بہ درجي اُٿندو ٿي رهيو ۽ انهيءَ ئي ، سندس دشمنن ۾ بي پناهہ حقارت تي پکيڙي. منهنجي نظر ۾ اهوئي سبب هو، جو حاسدن، ان بوءِ کي جا سندس جنازي مان اچي رهي هئي، ان کي ٿوري عرصي ۾ (ڇاڪاڻ تہ مربي کي مٽي مشڪل سان هڪ ڏينهن گذريو هو) محسوس ڪري،خوش پئي ٿيا. ايتري قدر جو مربيءَ جا ڪيترائي مريد، جي سندس احترام ڪندا هئا، هن حادثي ڪان ايڏا تہ متاثر ٿيا هئا، پنهنجي شان جي وقت منجهن ڪابہ خرابي موجود نہ هئي. سندن چهرن مان مقدس نور جي روشني تي ڏني. ڪن ماڻهن هيئن بہ ٻڌايو ٿي، تہ انهن مان دلڪش خوشبو ٿي آئي.

جيئن ئي هن عفونت جون نشانيون ظاهر ٿيون، سيئي راهب، اُن حجري ۾ داخل ٿي، مخفي طرح گمراهي جي منصوبن کي عمل ۾ آڻڻ لڳا. هو اندر ويا ٿي ۽ ڪجهہ وقت ترسي، ٻاهر آيا ٿي ۽ ان خبر جي ٻاهر وينل راهبن وٽ تصديق ٿي ڪيائون. اُنهن مان ڪن ماتمي طور تي ڪنڌ ٿي ڌوڻيو پر بين تہ هن اطلاع جي خوشيءَ کي لڪائڻ جي پرواهہ بہ نہ ٿي ڪئي، جا انهن جي حاسد اکين ۾ چمڪي رهي هئي. هاڻي ڪوبہ ڪانئن اهو پڇڻ نہ ٿي آيو نہ وري ڪنهن خلاف آواز ٿي اٿاريو. جا هڪ عجيب ڳالهہ هئي، ڇو تہ راهبن ۾ اڪثريت انهن جي هئي، جن جي عقيدت مئل مربي سان هئي. پر خدا جي مرضي اها هئي تہ پلي اوليت جو هٿ اڪثريت جي مٿان هجي.

ٻاهريان ملاقاتي، خاص طرح تعليم يافتہ طبقو پڻ حجري ۾ ويا ٿي، ۽ سندن نيت بہ ساڳي جاسوسيءَ واري هئي. ڳوناڻن ماڻهن مان ٿورا حجري جي اندر ويا. جيتوڻيڪ مڙهيءَ جي دروازي وٽ سندن وڏو مجموعو هو. ٿين وڳي کان پوءِ دنياوي

ملاقاتين جو گوڙ وڌيڪ وڌي ويو ۽ اهو شايد ان تڪليف ڏيندڙ اطلاع جي باعث هو. ماڻهن ۾ گويا هن خبر جي باعث ڪشش پيدا ٿي هئي ۽ هو گهڻي انداز ۾ ٿي آيا. بيءَ حالت ۾ هو شايد نه به اچن ها. هنن ملاقاتين ۾ ڪي وڏي بيهڪ وارا به هئا. ٻاهرين شائستگي اجا به موجود هئي، مربي پايسي پنهنجي سخت گير چهري سان، مضبوط ۽ اوچي آواز ۾ انجيل ڪي مسلسل پڙهي رهيو هو. ۽ هو هن ڪان بي پرواهه هو. ته سندس چوڌاري ڇا ٿي رهيو آهي؟ جيتوڻيڪ هُنَ حقيقت ۾، گهڻو اڳي ڪنهن غير معمولي شيءِ ڪي ڄاڻي ورتو هو. پر آخر پڻ پڻ زوردار آواز ۾ بدلجي وئي ۽ ظاهر ظهور ان تائين به پهچي وئي. مربي پايسي، ڪنهن ڪي اوچتو چوندي ٻڌو ته، "هن مان ظاهر آهي ته خدا جو فيصلو. ڪو انساني فيصلو نه آهي." پهريائين جنهن هي لفظ چيا. سو شهر جو هڪ وڏي درجي وارو عملدار هو ۽ وڏي عمر وارو شمار پئي ٿيو. ان جي لاءِ مشهور هو. ته وڏو مذهبي آهي. پر هن فقط وڏي آواز ۾ اهوئي چيو. جو راهب پڻ پڻ ڪري چئي رهيا هئا. هنن گهڻو وقت اڳي هن حقيقت ڪي ورائي ورائي ٿي چيو ۽ سڀ ڪان خراب ڳالهه هيءَ هئي تہ، هيءُ سيئي گڏجي پاڻ ۾ فتحمنداڻي احساس سان ڳالهائي رهيا هئا ۽ سندن اها خوشي گهڙي گهڙي وڌندي ٿي وئي. جلدئي هنن ٻاهرين. شائستگي ڪي بہ ڇڏي ڏنو ۽ اِيئن ڏسڻ ۾ ٿي آيو تہ هنن ڪي هيءُ حق ٿي پهتو، تہ هوُ خرابي ڪن.

"ڪهڙي سبب جي ڪري هيءَ حالت پيدا ٿي آهي؟" ڪن راهبن پهريائين غم و غصي جي لهجي ۾ چيو. "سندس جسم ڪمزور هو ۽ سندس گوشت هڏن تي سڪي ويو هو. آخر اُها ڪهڙي شيءِ هئي، جنهن ڪي ايڏي بربادي پهتي؟"

"هيءَ آسماني نشاني آهي، ٻين تڪڙ ۾ وڌائي چيو. سندن راءِ ڪي هڪدم بنا ڪنهن اعتراض جي قبول ڪيو ويو. ڇاڪاڻ ته اُن وقت هيءُ به اظهار ڪيو ويو هو تہ هيءُ جسماني زوال فطري طور تي هڪ گنهگار جسم جي لاءِ ٿي سگهي ٿو. ٿي سگهيو پئي، تہ هيءَ حالت چوويهن ڪلاڪن ڪان پوءِ ظهور ۾ اچي ها، پر هيءَ وقت ڪان اڳ ۾ خرابي، "قدرت جي طرف ڪان آهي. هيءُ خدا جو هٿ آهي، جو ان طرف اشارو ٿو ڪري ۽ هيءَ سچي حڪمت الاهي آهي." نتيجو واقعي ناقابلِ انڪار هو.

مهربان مربي ايوسف. ڪتاب خاني جو سنڀاليندڙ. مئل ماڻهوءَ جي وڏي مداح، ڪوشش ڪئي. تہ اُن بدگفتگو ڪرڻ وارن ڪي جواب ڏئي تہ. "سڀ ڪنهن جاءِ تي ايئن نہ ٿيندو آهي." هيءَ جسمن جي خرابي، ڪا ڪٽر ڪليسا جي عقيدن ۾ داخل تہ آهي پر فقط راءِ جو اظهار آهي، آٿوس جهڙي متبرڪ مقام ۾ بہ ايئن قياس نہ ڪيو ويندو آهي. عفونت جي باعث. ان جي ترتيب تي غور نہ ڪيو ويندو آهي، مردي جي راستبازيءَ ڪي سندس

عفونت تي نہ پرکيو ويندو آهي، پر هڏن جي رنگ کان. جڏهن جسم دفنايو ويندو آهي ۽ ان کي گهڻا سال گذري ويندا آهن ۽ اهو ڳري ويندو آهي تہ جيڪڏهن، ان جي هڏن جو رنگ زرد هوندو آهي تہ ان کي خدا جي بخشش سمجهيو ويندو آهي، پر جيڪڏهن اهو زرد جي بجاءِ ڪارو هوندو آهي تہ، ايئن سمجهڻ ۾ ايندو آهي تہ هو خدا جي بخشش کان محروم آهي. هيءُ آتوس جو عقيدو آهي، جا عظيم جاءِ آهي، جتي قديم زماني کان مذهبي اُصولن کي سانڍيو ويندو آهي." راهب ايوسف، آخر ۾ هيءُ بہ چيو تہ، "هي اصول ڪڏهن بہ ڀڃي نہ ٿا سگهجن ۽ عظيم تقدس وارا آهن."

پر هن نماڻي راهب جي لفظن ڪو خاص اثر پيدا ڪونہ ڪيو، اٽلو ماٺهو متس کلڻ ۽ چٿرون ڪرڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا تہ هي سڀ ڪتاب پرستي ۽ هٺراڏو حقيقت آهي، جنهن تي ڌيان ڏيڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي. اسان قديم تعليم جا پابند آهيون، موجوده دور ۾ گهڻيون ئي نيون نيون ڳالهيون پيون ايجاد ٿين. ڇا اسان کي انهن سڀني ڳالهين جي پٺ وٺڻي پوندي.

ڪيترا تہ هيستائين وڌي واڪي چوڻ لڳا تہ، "اسان وٽ ايترا گهڻا مقدس مربي آهن، جيترا بين وٽ ٿي نہ ٿا سگهن." هنن ترڪن جي اثر هيٺ رهي، سڀ ڪجهہ وساري ڇڏيو آهي. هنن جي تعليم گهڻي وقت کان ناپاڪ ٿي وئي ۽ ان ۾ هاڻي ڪوبہ آواز نہ رهيو آهي.

مربي ايوسف گهمندو نڪري ويو ۽ پنهنجي راءِ بابت افسوس ڪندو ويو، جيتوڻيڪ کيس پنهنجي ڳالهہ تي خود بہ اعتبار نہ ٿي آيو. هن اڳڪٿي ڪندي ڏٺو تہ ڪا غير معمولي شيءِ شروع ٿيڻ واري آهي ۽ نافرمانيءَ جون نشانيون ظاهر آهن. آهستي آهستي سيئي سمجهدار راهب ايوسف وانگر خاموش ٿي ويا. هاڻي هيءَ حالت بڻي هئي، جو، جن مربي سان محبت ٿي ڪئيءِ وڌي فرمانبردار سان سندس مربياڻي اداري کي قبول ٿي ڪيو، اهي هڪدل افسوسناڪ طريقي سان، سڀ ڪجهہ وڃائي وينا هئا ۽ جڏهن گڏيا ٿي تہ بي دليءَ سان، هڪ ٻئي جي منهن ۾ نهاريندا ٿي رهيا. اهي جي مربين جي اداري جي خلاف هئا، پنهنجي نئين طرز سان. فخر مان ڪنڌ مٿي کڻي ٿي گهميا. "مرحوم مربي وارسونوفاءِ ۾ ڪا بہ عفونت نہ هئي پر اُن مان دل پذير خوشبوءِ ٿي آئي." هنن بدنيتيءَ سان گذريل ڳالهہ کي دهرايو. هن هيءَ امتياز، مربي هئڻ جي حيثيت ۾ حاصل نہ ڪيو هو، پر هو هڪ نيڪ مرد هو.

هنن ڳالهين کانپوءِ نقطہ چيني شروع ٿي وئي ۽ مربي زوسيما تي الزام ڏرڻ کان بہ نہ رهيا. "سندس تعليم سڄي باطل هئي، سندس تربيت هئي، تہ انساني زندگي سڄي نشاط ۽ مسرت آهي نہ لڙڪن جي وادي؟ ڪن تہ هن کان بہ وڌيڪ بي

دليل ڳالهيون ڪيون.“ هو طرز جديد جو معتقد هو. هو دوزخ جي مادي آگ ۾ يقين نہ رکندو هو، ٻين هن کان بہ وڌيڪ متس الزام ڏريو تہ هو روزي رکڻ جو ايترو قائل نہ هو. هو هميشہ منيون شيون کائيندو هو. هو شيري جو مربو، چاءِ سان کائيندو هو. اهو مربو ڪيس عورتون موڪليندو هيون. ڇا هيءُ ڪنهن ڪٽر راهب جو وطيرو آهي تہ هو چاءِ پيئي؟ سندس ٻين مخالفن تائيد ڪندي چيو تي تہ، ” هو ڏاڍي غرور مان پنهنجي جاءِ تي ويهندو هو.“ سندس مخالفن مان هڪ بدنيت، تعصب کان چيو تہ، ” هو پاڻ کي وڏو ولي سمجهندو هو، ۽ جڏهن ماڻهو سندس سامهون نوڙندا هئا، تہ هو ان ۾ پنهنجو فخر سمجهندو هو. هو اعتراف جي رسم کي باطل سمجهندو هو.“ پوئين ڳالهہ سندس هڪ خطرناڪ مخالف چئي، جو مربين جي جماعت جو ڪٽر دشمن هو. هنن ۾ ڪي پراڻا راهب بہ هئا، جي پنهنجي زهد ۽ عبادت ۾ سخت گير هئا. عملي سنياسي، جن هن مربي جي حياتيءَ ۾ زبان بہ نہ چوري هئي، سندس اوچتو چپ ڪلي ويا. هيءَ ڳالهہ نهايت خطرناڪ هئي. ڇاڪاڻ تہ سندن لفظن جو اثر نوجوان راهبن تي غير معمولي هو ۽ اجا هنن ڪوبہ پنهنجو فيصلو نہ ڏنو هو. آبدورسڪ جي راهب، نهايت خيال سان، هن سڄي حقيقت کي ٻڌو. هو ٽڏا ساهہ کڻي رهيو هو ۽ مٿي کي ڌوڻي رهيو هو. ”هائو مربي فيرا پانٽ ڪالهہ پنهنجي فيصلي ۾ بلڪل صحيح هو.“ ان وقت فيرا پانٽ پاڻ بہ اتي پهچي ويو، ڄڻ تہ سندس مقصد هو تہ هيءُ مونجهارو اجا بہ وڌي وڃي.

مان مٿي ٻڌائي آيو آهيان، تہ هو مشڪل سان پنهنجو ڪاٺيءَ جو حجرو، جنهن کي مانارو سڏيندو هو. ورلي ديول ۾ نظر ايندو هو. سندس هن غير حاضريءَ کي سندس سودائي طبعيت سان منسوب ڪري اهميت نہ ڏني ويندي هئي ۽ ڪيس قاعدن ۽ قانونن جي ٻنڌڻن کان آزاد سمجهيو ويندو هو. حقيقت هيءَ آهي تہ جيڪڏهن سچ کي سامهون رکي چئجي، تہ ڪيس مشڪل سان ڪوشمار ۾ آڻيندو هو. ڇاڪاڻ تہ هن ۾ ڪو فائدو بہ نہ هو تہ ايڏي وڏي سنياسي کي قانون جي متابعت ڪرڻ لاءِ زور آڻجي، جو رات ڏينهن عبادت ۾ مشغول تي رهيو. (ايتري قدر جو ننڍ بہ گوڏن ڀر ويهي ڪندو هو.) جيڪڏهن ان تي زور آندو بہ تي ويو تہ راهب چوندا هئا تہ، ”هيءُ اسان سڀني کان مقدس آهي ۽ اسان کان بہ سخت قانون جي تابعداري ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن هو ديول نہ تو وڃي، تہ هو چڱيءَ ريت ڄاڻي تو، تہ ڪهڙي وقت اوڏانهين وڃي، ڪيس پنهنجا قانون آهن.“ هوُ هن گناهہ آلود ڀڻ ڀڻ کان پري هو ۽ واقعي مربي فيراپانٽ آرام ۾ هو.

هيءَ سڀني کي خبر هئي، تہ مربي فيراپانٽ، مربي زوسيما کي ڪونہ ڀائيندو هو.

هاڻي سندس جهوپڙيءَ ۾ هي خبرون پهچي چڪيون هيون تہ. "خدا جو فيصلو، انسان جهڙو نہ هوندو آهي." ڪجھ فطرت جي خلاف ظهور ۾ آيو آهي. خيال ڪيو وڃي ٿو. تہ پهرين ماڻهن ۾ جن هن خبر کي ٻڌي، اتي پاڻ کي پهچايو هو. آبدورسڪ جو راهب بہ هو، جنهن ڪيس اڳئين شام ئي ڏٺو هو ۽ خوفزده ٿي حجري کان ٻاهر آيو هو.

مان مٿي ٻڌائي آيو آهيان تہ جيتوڻيڪ مربي پاپيسي، نهايت مضبوط ۽ بنا ڪنهن چرپر جي، تابوت جي مٿان انجيل پڙهي رهيو هو ۽ حجري کان ٻاهر جو ڪجھ ٿي رهيو هو، پاپيسي اُن کان بي پرواهہ هو، پر هو ڪيترن شين کي واضح طرح سان توري رهيو هو. خير، اُن تي انهن شين جو ڪوبہ اثر نہ هو، پر هو ڪنهن بہ خوف ڪانسواءِ انتظار ۾ هو تہ هن عام جوش ۽ خروش جو نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري.

اوچتو سندس ڪن تي رستي جو پرشور، نافرماني پريل، شائستگي کان دور آواز آيو. دروازو جهٽڪي سان کلي پيو ۽ مربي فيراپانٽ دروازي کان ظاهر ٿيو. ان جي پويان وڏي تعداد ۾ راهب نظر ٿي آيا، جن سان گڏ شهر جا ماڻهو بہ هئا. اُهي حجري ۾ تہ داخل نہ ٿيا. ڏاڪڻ وٽ منتظر ٿي بيٺا تہ ڏسون تہ مربي فيراپانٽ ڇا ٿو چوي يا ڪهڙو قدم ٿو کڻي؟ هو پنهنجي دليري يا اضطراب جي باعث سوچي رهيا هئا تہ هو، هتي اجايو نہ آيو آهي. دروازي وٽ فيراپانٽ پنهنجي ٻنهي ٻانهن کي مٿي ڪنيو.سندس ساڄي ٻانهن جي هيٺان آبدورسڪ جي راهب جون، مڪمل پريشانيءَ ۾ وجهندڙ اکيون جهاتيون پائي رهيون هيون. هو اڪيلو مربي فيراپانٽ جي پويان، ڏاڪڻ تي چڙهڻ کان پاڻ کي روڪي نہ سگهيو هو. ٻيا ان جي ابتڙ ناگهاني خطري پريل آواز کان پوئتي موٽڻ لاءِ زور پري رهيا هئا ۽ هو دروازي کي زور سان کلندو ڏسي، خوف ۾ پرجي ويا هئا. راهب فيراپانٽ پنهنجي ٻنهي هٿن کي جهليندي، زور واري آواز ۾ چيو تہ: "شيطان، پڇي وڃ. شيطان پڇي وڃ!" هن هر دفعي صليب جو نشان ناهيندي، لفظن کي دهرايو. "مان هن کي ٻاهر ٿو ڪيان." هن وري زوردار آواز ۾ چيو. هن هڪدم چئني پتين تي ۽ حجري جي چئني ڪندن تي، صليب جا نشان ڪڍڻ شروع ڪري ڏنا. اهي جي ساڻس گڏجي آيا هئا، سندس عمل کي سمجهي ويا. ڇاڪاڻ تہ سيني کي خبر هئي. تہ هو جيڏانهن بہ ويندو هو، ايئن ڪندو هو. هو ايستائين نہ ويهندو هو. يا ڳالهائيندو هو. جيستائين بد روحن کي هڪالي نہ ڇڏيندو هو.

ڪيس راهبن واري سادي قبا پيل هئي ۽ اڳٺ جي بجاءِ نوڙي هئي. سندس اگهاڙو سينو، اڇن وارن سان پريل، قبا جي خالي ٻڳڇي مان نظر اچي رهيا هئا. جيئن ئي هن پنهنجي ٻانهن کي ٿي لوڏيو. سندس بدن تي پهريل سخت لوهہ جي زنجيرن جي کڙڪڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ ٿي ايو.

مربي پايسي، پنهنجي پڙهڻ کي روڪيو. قدم وڌائي، انتظار ۾ سندس سامهون بيهي رهيو.

”تون ڇا جي لاءِ آيو آهين، عزت مآب مربي؟ پاڪ ڪتاب جي توهين ڇو ٿو ڪرين؟ ماڻهن جي آرام ۾ بي آرامي ڇو آڻي رهيو آهين؟“ هن آخر ۾خار منجهان کيس ڏنو.

”مان ڇا جي لاءِ آيو آهيان؟ تون پڇين ٿو ته ڇو؟ تنهنجو ڪهڙو عقيدو آهي؟“ راهب فيراپانٽ، ديوانگي مان چيو. ”مان هتي انهيءَ لاءِ آيو آهيان ته تنهنجي ملاقاتين کي باهر ڪڍان، ناپاڪ شيطانن کي. مان چاهيان ٿو، ته انهن کي ٻهاري باهر ڪڍي ڇڏيان.“

راهب پايسي بي خوف ڳالهائيندي چيو، ”تون چاهين ٿو ته بدروح کي هڪالين، پر شايد ايئن ڪرڻ سان تون شيطان جي خدمت ٿو ڪرڻ گهرين ۽ ايئن ڪير پاڻ لاءِ چئي سگهي ٿو، ته مان پاڪباز آهيان. ڇا تون ايئن چئي سگهين ٿو، مربي؟“

”مان گنهگار آهيان نه پاڪباز. مان آرام ڪرسي ۾ ويهي ايئن نه ڏسندو آهيان ته هي مون کي جهڪي بت وانگر سجدو ڪن.“ راهب فيراپانٽ گجندي چيو. ”اڄ ڪلهه ماڻهو سچي عقيدي کي برباد ڪندا رهن ٿا. اوهان جي مئل انسان، اوهان جي ولي،“ هو بيٺل ماڻهن ڏانهن مڙيو ۽ تابوت ڏي آڱر جو اشارو ڪري چوڻ لڳو ته. ”جو شيطان ۾ ڪوبه اعتقاد نه هو. ان ڪري هو ڪوريئڙن وانگر ڪُنڍن ۾ ڇانئجي ويا آهن ۽ هاڻي انهن پاڻ کي بدبودار بڻايو آهي. هن حالت ۾ اسان خدا جي قدرت جو وڏو مشاهدو ڪريون ٿا.“

هن جنهن واقعي ڏانهن اشارو ڪيو، سو هيءُ هيو. راهبن مان هڪ کي ڊيڄاريندڙ خواب ايندا هئا ۽ جاڳ ۾ کيس بدروح ستائيندا هئا. هن بيحد خوف جي حالت ۾ پنهنجي حقيقت زوسيما کي ٻڌائي هئي. مربي کيس مسلسل عبادت ۽ روزي رکڻ جي صلاح ڏني، پر جڏهن ان مان به ڪو فائدو نه ٿيو، تڏهن مربيءَ کيس عبادت ۽ روزي سان گڏ دوا وٺڻ جو به مشورو ڏنو. ڪيترن ماڻهن کي هن حقيقت کان وڏو صدمو رسيو ۽ هنن پنهنجي مٿن کي ڪنهن وڏي طاقتن جي مدد لاءِ مٿي ڪنيو ۽ ان تي گهڻو ڳالهايو. انهن مان ڪن فيراپانٽ راهب کي، جاسوسي طرح، هن عجيب فيصلي کان آگاهه ڪيو هو.

”هليو وڃ مربي!“ پايسي کيس حاڪماڻي آواز ۾ چيو. ”اهو فيصلو انسان کي نه ڪرڻو آهي پر خدا کي. شايد اسان جا هت نشاني ڏسون ٿا، ان کي نه تون نه مان ۽ نه وري ٻيو ڪو، سمجهي سگهي ٿو. وڃ مربي، ۽ مجموعي کي تڪليف ۾ نه وجهه!“ هن موثر نموني سان هن کي دهرايو.

”هو قاعدي موجب روزا نہ رکندو هو. ان ڪري هيءَ نشاني ظهور ۾ آئي آهي. هيءَ ڳالهہ ظاهر آهي ۽ ان کي لڪائڻ گناهہ آهي. هن متعصب وڏي جوش مان، پنهنجي دليلن سان گوءِ کٽڻ تي گهري. هو خاموش نہ پئي ٿيو.“ هن کي مناين، جي وٽس عورتون لفافن جي صورت ۾ آڻينديون هيون، ورغلايو هو. هو چاءِ پيئندو هو ۽ پنهنجي پيٽ جي پوڄا ڪندو هو. جنهن کي هو شيرين شين سان پريندو هو ۽ سندس نفس برين ڳالهين سان پريل هو.... انهيءَ ڪري ئي، ڪيس هن بدناميءَ ۾ آندو ويو آهي.“

”تنهنجو گفتگو غير منطقي آهي مربي!“ مربي پايسي پڻ پنهنجي آواز کي مٿي چاڙهيو. مان تنهنجي روزن ۽ نفس جي مجاهدي جي ساراهہ ٿو ڪريان. پر تون جو ڪجهہ ڳالهائي رهيو آهين. سو غير منطقي ۽ ٻاراڻي غير سنجيده گفتگو آهي. مان توکي حڪم ٿو ڏيان مربي تہ هليو وڃ.“ پڇاڙي ۾ مربي چڻ تہ گجي رهيو هو.

”مان ويندس!“ فيراپانٽ پاڻ کي روڪيندي، وڏيڪ ڪاوڙ پري آواز ۾ چيو تہ ”اي علم ۽ دانش وارو! اوهان ايترا تہ سياڻا آهيو، جو منهنجي گهٽ علم تي سوچيندا ٿا رهو. مان هتي ٿوري علم سان آيو هوس ۽ ان کي بہ وساري ڇڏيم. جو ڪجهہ مان ڄاڻان ٿو، خدا تعاليٰ منهنجي ڪمزوريءَ جي لڄ رکندي، هن علم جي شر کان محفوظ رکيو آهي.“

مربي پايسي، هن جي مٿان بيهي رهيو ۽ وڏي استقلال سان ترسيو. فيراپانٽ دم ورتو ۽ اوچتو هن پنهنجي هٿ تي ڳل رکيو ۽ راڳ جي انداز ۾، مربي جي لاش ڏانهن نهاريندي چيو تہ: ”سياڻي هي ماڻهو، هن تي ڳائيندا تہ. اسان جو مددگار ۽ نجات ڏيندڙ.“ نهايت دلڪش گيت_ جڏهن مان مري ويندس تہ منهنجي لاءِ جو ڳائيندا، سو هيءُ هوندو تہ ڪهڙو نہ زمين جي اندر وڃڻ لطف وارو آهي؟ (اهو راڳ، جو دفنائڻ وقت ڳايو ويندو آهي.)هن هيءُ لفظ ڳوڙها ڳاڙيندي چيا. ”توهان کي غرور آهي ۽ اُن ۾ ڦوڪجي ويا آهيو. هي مڪروهہ مقام آهي.“ هن چرين وانگر هي لفظ - واڪو ڪري چيا ۽ هٿن کي هوا ۾ لوڏيندي، هو ڦريو ۽ جلدي ۾ ڏاڪن تان لهڻ لڳو. هيٺ جو مجموعو هو. اُن ۾ چرپر آئي، ڪي هڪدم سندس پويان لڳا ۽ ڪي ترسي پيا. ڇاڪاڻ تہ حجرو اڃا تايئن کليل هو. مربي پايسي، ڏاڪن تي بيهي، فيراپانٽ کي نهاريندو رهيو. پر جوش ۾ پريل متعصب پوڙهو، اڃا بہ خاموش نہ ٿيو هو. ويهہ کن قدم اڳتي وڌي، هو اوچتو مڙيو ۽ غروب ٿيندڙ سج کي ڏنائين. ٻئي ٻانهون مٿي کنيائين ۽ پوءِ رڙ ڪري زمين تي اِيئن ڪري پيو، ڄڻ تہ ڪيس ڪنهن وڍي ڇڏيو آهي.

منهنجي خدا جي فتح ٿي آهي! عيسيٰ غروب ٿيندڙ سج کي فتح ڪري ورتو آهي.“ هو چرين وانگر سج ڏانهن پنهنجا هٿ بلند ڪري، رڙيون ڪري رهيو هو. هو

منهن ڀر زمين تي پيل هو ۽ معصوم ٻار وانگر سڏ ڪا ڀري رهيو هو. هو لرزي رهيو هو ۽ سندس ٻانهون زمين تي پکڙيل هيون. سڀئي ماڻهو اُن ڏانهن ڊوڙيا. ان جي لاءِ همدرديءَ ڀريا ڳوڙها به وهايا ويا ۽ واڪا به ڪيا ويا.... هڪ عجيب ديوانگيءَ جي حالت هنن سيني کي وڪوڙي ورتو هو.

”هيءُ هڪڙو ئي ولي آهي. هيءُ هڪڙو ئي مقدس انسان آهي.“ ڪنهن پنهنجي خوف کي ڀري اڇليندي، زور واري آواز ۾ چيو. ”هن کي ئي مربي بڻايو وڃي.“ ٻين خبيثاڻي انداز ۾ چيو.

”هو مربي ڪونه ٿيندو.... هو انڪار ڪري ڇڏيندو... هو ڪنهن به هن پاراتي جهڙي نئين طريقي جي خدمت نه ڪندو.... هو هنن جي بيوقوفيءَ جو نقل نه ڪندو.“ مطلب ته ڪيئي آواز هئا، جي انهن جي نڙيءَ مان نڪري رهيا هئا. هيءُ مشڪل سان چئي سگهجي ٿو، ته هو اجا به الائجي ڪيترو اوجهڙ ۾ وڃي ها، پر ان وقت نماز جو گهنڊ وڄڻ لڳو. مربي فيراپانٽ بـ اُٿي بيٺو ۽ ماڻهن ڪان لنگهي، پنهنجي چوڏاري ڏسڻ کان سواءِ حجري ۾ هليو ويو. هو اجا تائين پنهنجي ٻي جوڙ گفتگو ڪندو ٿي رهيو. ڪي ٿورا ماڻهو، سندس پويان ويا ۽ گهڻا نماز جي لاءِ منتشر ٿي ويا. مربي پائيسي ۽ مربي ايوسف پنهنجي پنهنجي واري تي مقدس ڪتاب پڙهندا رهيا ۽ پوءِ ٻاهر هليا ويا. متعصب انسانن جون ديوانگي سان ڀريل رڙيون پائيسي کي متاثر نه ڪري سگهيون. پر سندس دل اوچتو اداسي سان ڀرجي وئي، هو خاموش بيٺو رهيو ۽ سوچڻ لڳو ته مان هن ڏک ۾، سور جي منزل تائين ڇو ڀرجي ويو آهيان؟“ اوچتو ڪيس عجب مان خيال آيو ته سندس هيءُ اوچتو غمگيني، ڪنهن ننڍي ۽ خاص سبب ڪان آهي. حجري جي لنگهه وٽ، اُن ٻي پناهه گوڙ ۾ هن اليوشا کي ڏٺو هو ۽ هن کي ياد آيو ته هن کي ڏسندي هڪدم سندس دل کي سٽ آئي هئي. هن عجب ۾ پئي پاڻ ڪان پڇيو ته. ”ڇا هن جوان منهنجي روح کي پنهنجي قبضي ۾ وٺي ڇڏيو آهي؟“

اُن وقت اليوشا وٽانئس گذريو. هو تڪڙو تڪڙو وڃي رهيو هو. پر ديول جي طرف نه. ٻنهي جون اکيون پاڻ ۾ مليون. اليوشا يڪدم پنهنجون اکيون ڦيرائي، زمين ڏانهن جهڪايون. پائيسي هن ڇوڪري جي اکين مان سمجهي ورتو ته هن گهڙيءَ ۾، منجهس وڏي تبديلي اچي رهي آهي.

”تون به ساڳي ريت هوس ۾ ڦاسي پيو آهين!“ مربي پائيسي، ڪيس واڪو ڪري چيو. ”تون به اُن گهٽ عقيدي وارن سان شامل آهين؟“ هن ماتمي انداز ۾ ڪانئس پڇيو.

اليوشا خاموش خاموش بيٺو رهيو ۽ بيڪار مربي پائيسي کي نهاريندو رهيو، پر هن تڪڙ مان وري پنهنجون اکيون ڦيرايون ۽ وري زمين ڏي نهارڻ لڳو. هوُ پائيسي سان

بيٺو رهيو ۽ مربي پايسي ڏي منهن نہ ورايائين، جو ڪيس ڏيان سان نهاري رهيو هو.

"تون ڪاڏي تڪڙو تڪڙو وڃي رهيو آهين، نماز جي گهنڊ جو آواز تو نہ ٻڌو آهي ڇا؟" هن ڪانئس وري بہ پڇيو. پر وري بہ اليوشا ڪيس ڪوبہ جواب نہ ڏنو.

"تون مڙهيءَ کي ڇڏي رهيو آهين ڇا؟ بنا ڪنهن موڪل جي ۽ بنا ڪنهن دعا وٺڻ جي؟"

اليوشا اوچتو سرد مهري سان مشڪيو. عجيب ۽ نهايت عجيب طريقي سان، هن پنهنجي اڳوڻي سربراهہ ۽ مربيءَ ڏانهن نهاريو. جنهن کي سندس دل ۽ روح جي بادشاهہ سندس محبوب مربي، مرڻ وقت سپرد ڪيو هو. اوچتو، اجا بہ ڳالهائڻ کان سواءِ، پنهنجي هٿ کي لوڏيائين، ڄڻ تہ ڪيس، ان جي لاءِ ڪا بہ عزت ڪانہ آهي. هو تڪڙا تڪڙا قدم کڻي، مڙهيءَ جي دروازي کان گذري ويو.

"تون وري موٽي ايندين!" مربي پايسي پڻ پڻ ڪندي، سندس پوئتان نهاريندي، ڏک ۽ عجب مان چيو.

باب پيون

# ڏکي گهڙي

بيشڪ مربي پايسي غلط نہ هو. هن فيصلو ڪيو هو تہ”پيارو بار“ ضرور پوئتي موٽي ايندو. شايد سچ پچ ڪنهن حد تائين، هوُ پنهنجي ادراڪ سان، اليوشا جي روحاني حالتن جي صحيح مدار ۾ داخل ٿي چڪو هو. پر مان واضح طور تي هي اظهار ڪندس تہ هيءُ منهنجي لاءِ نهايت مشڪل ٿيندو تہ مان ان نوجوان شخصيت جي زندگي جي عجيب ۽ بي سود گهڙين جو واضح طور تي احوال، جنهن کي مان بيحد پيار تي ڪيو. مربي پايسي جو غمزده سوال تہ ”تون پڻ اُن بدعقيدن سان شامل آهين“، سمجهان ٿو. بلڪل مختلف. هيءُ سچي تڪليف جا ڪيس پهتي، سا سندس پختي عقيدي جي باعث هئي. پر اجا بہ تڪليف پنهنجي جاءِ تي موجود هئي. اها ايتري قدر تہ عذاب ڏيندڙ هئي، جو گهڻو پوءِ بہ جڏهن اليوشا اُن غمگين ڏينهن کي ياد تي ڪيو تہ ان کي پنهنجي زندگيءَ جو سخت ترين مصيبت وارو ڏينهن ئي سمجهيو. جيڪڏهن اهو سوال پڇيو وڃي تہ ”هي سچو غم ۽ پريشاني، فقط انهيءَ لاءِ هئي تہ مربي جي وقت کان اڳ ۾ ڪنهن ڪرامت ڏيکارڻ بجاءِ سندس جسم مان خرابي جي بوءِ اچي رهي هئي؟“ مان جيڪر بنا ڪنهن اجائي عذر ۽ عذر جي، جواب ڏيان تہ ”هائو. اهائي حقيقت هئي.“ مان پڙهندڙ کي عرض ڪندس تہ هوُ جلدي ۾ منهنجي نيڪ طبعيت نوجوان شخصيت تي کلڻ جي ڪوشش نہ ڪري. منهنجو هيءُ مطلب نہ آهي تہ مان ان جي طرفان عذر خواهي ڪريان، يا سندس معصوم عقيدي بابت سندس جواني کي سزاوار نهرايان. يا هن جي تعليم بابت چوان تہ. هن ان ۾ گهڻ واڌارو ڪيو هو. يا وري ڪو بيو دليل ڏيان. پر مان ان جي خلاف ظاهر ڪريان ٿو تہ مون کي سندس دل جي خاصيتن لاءِ پوري ريت احترام آهي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ نہ آهي تہ هڪ نوجوان جنهن تائين اثر نهايت خبرداري سان پهتا هجن، جنهن جي محبت سرد مهري واري هجي ۽ جنهن جي دل سندس عمر موجب بي حد محتاط هجي، مان قبول ٿو ڪريان تہ هو. هن حقيقت کي ٿاري ڇڏيندو تہ. مون واري برگزيده انسان سان ڇا ٿي گذريو. پر ڪن حالتن ۾. هن حقيقت جس لهڻي تہ جو ماڻهو جوش ۽ جذبي ۾ لڙهي وڃي، پوءِ ڇو نہ بي دليل هجي ۽ وري خاموش هجي. هيءُ جواني ۾ بي شڪ صحيح آهي. ڇاڪاڻ تہ نوجوان ماڻهو، جو هميشہ سمجهہ پريو نہ آهي، ان تي شڪ ڪري سگهجي ٿو ۽ هو ٿوري قيمت وارو ٿئي ٿو. منهنجي اهائي راءِ آهي!

پر سمجھ پريا ماڻهو شايد چوندا تہ "سيڪو نوجوان اهڙين وهمي ڳالهين ۾ اعتبار نہ ٿو رکي سگهي ۽ تنهنجي شخصيت پين لاءِ نمونو ٿي نہ ٿي سگهي."

هن لاءِ مان وري جواب ڏيندس تہ "هائو، مون واري شخصيت وٽ عقيدو هو، پاڪ ۽ سنئون سڌو. پر ان هوندي بہ مان ان لاءِ ڪابہ عذر خواهي نہ ڪندس.

جيتوڻيڪ مان متي ظاهر ڪري چڪو آهيان، شايد بيحد تڪڙ مان تہ مان پاڻ وري برگزيده شخصيت لاءِ ڪابہ سمجهاڻي نہ ڏيندس نہ فيصلو. مان سمجهان ٿو تہ منهنجي باقي ڪهاڻي کي سمجهڻ لاءِ، ٿوري صفائي واري سمجهاڻي ضروري آهي. اُن لاءِ مون کي اجازت ڏني وڃي تہ ڪجھ چوان. هتي ڪنهن بہ ڪرامت جو سوال نہ هو. وٽس ڪابہ غير سنجيده ۽ بي صبري واري اميد، ڪرامت جي لاءِ موجود ڪانہ هئي. نہ وري اليوشا کي ان وقت ڪنهن ڪرامت جي گهرج هئي، جنهن مان سندس پيش بنديءَ جي خيال جي خوشي ظاهر ٿئي ها. نہ، ڪڏهن بہ نہ. هن پنهنجي اڳيان جو ڪجھ بہ ڏنو ٿي سا فقط هڪ صورت هئي. پنهنجي محبوب مربي جي صورت. ان پاڪباز انسان جي صورت، جنهن کي هن دل جي گهراين مان عزت ٿي ڏني. حقيقت هيءَ آهي تہ سندس پاڪ ۽ نوجوان قلب ۾، جنهن ۾ سڀ جي لاءِ بي لوث محبت لڪيل هئي، جنهن کي هن گذريل سال کان گڏ ڪري رکيو هو. ۽ اهو غلط بہ هجي. اها فقط هڪ انسان•لاءِ سندس محبوب مربي لاءِ ئي هئي. هي بہ حقيقت آهي تہ هيءُ شخص گهڻي وقت کان، سندس نظر ۾ بي نقص موجود ٿي رهيو. ان ڪري سندس جوانيءَ جون سيئي قوتون، انهيءَ لاءِ خرچ پئي ٿيون تہ هو ان مثالي شخصيت ڏانهن مڙي، جو نہ ان گهڙيءَ ۾، هو هر شيءِ هر انسان کي وساري ڇڏي. هن پوءِ ياد ٿي ڪيو تہ ڪيئن نہ هن، اُن خوفناڪ ڏينهن تي، پنهنجي ڀاءُ دمتريءَ کي قطعي فراموش ڪري ڇڏيو هو تہ ڪيس اليوشا جي پيءُ وٽ بہ سوءُ روبل ڪٽي وڃڻا هئا ۽ اُن لاءِ هن قطعي فيصلو ڪيو هو تہ ايندڙ شام تي هو اِيئن ضرور ڪندو. پر ان هوندي بہ هن ڪنهن ڪرامت کي نہ چاهيو، پر مٿانهين انصاف کي، جو سندس اعتقاد موجب پائمال ٿي چڪو هو ۽ اهائي حقيقت هئي، جنهن کان سندس دل کي درد ٿي رسيو. هن مٿانهين انصاف کي ڪهڙي اهميت هئي، اليوشا ان جي انتظار ۾ هو. هن ڏنو ٿي تہ ڪهڙي ريت اها بگڙيل حقيقت ڪرامت جي صورت ۾ اچي ٿي ۽ ڪيئن اها سندس محترم استاد جي لاش ۾ ظاهر ٿئي ٿي. جو مڙهي ۾ سڀ ڪنهن کي اهو ساڳيو خيال هو ۽ ساڳي اميد هئي. انهن عالي دماغن وٽ ساڳيو خيال هو، جن کي اليوشا احترام جي نظر سان ٿي ڏٺو. مثال لاءِ خود مربي پايسي پاڻ بہ انهن مان هو. اهڙي ريت اليوشا، ڪنهن شڪ ۽ گمان کان سواءِ، ٻين وانگر ساڳيو جواب ڏسي رهيو هو.

مڙهيءَ ۾ هڪ سال جي قيام جي باعث سندس دل ۾ اهڙين امنگن جي اميد پيدا پئي ٿي، جا سندس عادت بڻجي وئي هئي. پر هيءُ انصاف هو نہ ڪرامت!

هن خيال ڪيو ٿي تہ، اُهو ماڻهو جو سچي دنيا ۾ سڀني کان بلند ۽ سرفراز هو ۽ جنهن جو حق عظمت ۽ ستايش هئي، اهو ان جي بجاءِ، هاڻي ڪم رتبو ۽ بي عزت بڻجي ويو آهي! ايئن ڇو ٿيو ۽ ڪنهن اهو انصاف ڪيو؟ ڪنهن جي اها مشيت هئي؟ اهي سوال هئا، جي سندس ناتجربيڪار ۽ پاڪ قلب کي رنج ڏئي رهيا هئا. هو. شرم ۽ ذلت ۽ ناراضپي سان هن کي برداشت ڪري نہ ٿي سگهيو تہ مقدس کان مقدس ماڻهو بہ اهڙي ريت بد باطني جو شڪار ٿي سگهي ٿو ۽ نادان گروهہ جو ڪانئس نهايت هيڻانهون آهي، مٿس الزام آڻي سگهي ٿو. سندس اميدن کي صحيح ثابت ڪرڻ لاءِ، ڪٿي ڪي ڪرامتون يا عجائبات نہ بہ هئا، پر هيءَ بي حرمتي، بي عزتي، وقت کان اڳي هي زوال ڇو؟ جيئن هڪ بد باطن راهب چيو ٿي، تہ هيءُ فطرت جو مبالغو آهي. هيءَ آسماني نشاني ڇو، جنهن مربي فيراپانٽ ۽ سندس ساٿين کي خوش ٿي ڪيو ۽ هوُ ايئن ڇو ٿا وسهن تہ، هنن، هن حالت ۾ ڪٿيو آهي؟ قدرت جي آڱر ڪٿي آهي؟ اهڙي نازڪ گهڙيءَ تي، قدرت پنهنجي مُنهن کي ڇو لڪايو آهي (جيئن اليوشا خيال ٿي ڪيو)، ايئن معلوم ٿو ٿئي تہ قدرت جا قانون، ڇڙ، نابينا، ٻوڙا ۽ بي رحم آهن.

اهوئي سبب هو، جو اليوشا جي دل رت ٿي پئي هئي. جيئن مان مٿي چئي آيو آهيان تہ اهي ئي ڏنگ هئا، جي ڪيس لڳي رهيا هئا تہ اُهو ماڻهو، جو سڀ کان مٿي، زمين تي ڪيس محبوب هو، ايتري قدر ڇو شرمسار ۽ بي قدر بڻايو ويو آهي. هيءَ پڻ پڻ، منهنجي اهم شخصيت وٽ بي دليل ۽ سطحي هئڻ گهرجي ها، پر مان ٿيون پيرو وري بہ دهرايان ٿو. ۽ مان قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهيان تہ مان پنهنجي جذبات جو ڪوبہ بچاءُ ڏئي نہ ٿو سگهان. مان خوش آهيان تہ منهنجي اهم شخصيت، ان وقت ٻارڻ کي ڪو گهڻو سمجهدار ثابت نہ ڪيو هو. ڇاڪاڻ تہ هر ڪو سمجهدار ماڻهو، وقت تي ڪنهن دليل ڏانهن موٽي ايندو آهي، پر جيڪڏهن اهڙي خاص گهڙيءَ ۾، محبت جو مٿانهون هٿ، ڇوڪري جي دل ۾ پنهنجو ڪم نہ ڪري سگهي، تہ پوءِ هو ڪڏهن ڪندو؟ ڪيئن بہ هجي، مان اُن عجيب شيءِ کي ٻڌائڻ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگهان، جا ان تاريڪ ۽ نازڪ گهڙيءَ ۾، ٿوري وقت لاءِ، اليوشا جي دل جي سطح تي آيل هئي. هيءَ نئين شيءِ، جا ڪجهہ بہ هئي، سندس ڀاءُ ايون جو ڏيچاريندڙ گفتگو هو، جنهن جو اثر رکي رکي، اليوشا جيَ قلب کي بار بار پريشان ڪري رهيو هو. هتي بہ اهوئي خيال ڪيس پريشان ڪري رهيو هو. هيءَ ڪابہ اُصولي يا بنيادي ڳالهہ نہ هئي، جنهن تي ڪجهہ ڳالهائجي، مگر هيءَ حقيقت آهي، تہ سندس روح جو سچو عقيدو لُڏي چڪو هو. هُن خدا سان محبت ٿي ڪئي ۽ اُن تي يقين ٿي رکيو، جيتوڻيڪ هوُ هاڻي هيءُ اوچتو، سندس

خلاف پُڻ پَڻ ڪري رهيو هو. هڪ ڏينهن اڳ ايون جي گفتگوءَ جو متن، اجايو، عذاب ڏيندڙ ۽ بچڙو اثر ڇڏيو هو، اُهو هاڻي هيءُ منهنجي روح ۾ وري دهرائي رهيو هو ۽ ان جي احساس کي پنهنجي ضمير جي سطح تي حاضر ٿي ڏٺائين.

نما شام جو وقت هو، جڏهن ريڪٽن مڙهيءَ واري صنوبر جي جهنگ کي لتاڙي، ديول ڏانهن وڃي رهيو هو، اوچتو سندس نظر اليوشا تي پئي، جو هڪ وڻ جي هيٺان، زمين ڏي منهن ڪيون سمهيو پيو هو. منجهس ڪابہ چرپر ڪانہ هئي ۽ ڏسڻ ۾ تي آيو تہ هو ننڊ پيو آهي. هو ان ڏانهن ويو ۽ سندس نالو وٺي سڏ ڪيائين.

· "اليڪسي تون هتي؟ تون هيڏي....." هوُ ڪيس ڏسي، عجب مان پنهنجي جملي کي پورو ڪري نہ سگهيو. هُن پوڻ تي گهريو تہ "تون هيڏي ڪيئن آيو آهين؟"

اليوشا، ڪيس ڏنو بہ نہ. پر ريڪٽن سمجهيو تہ هن سندس آواز کي ٻڌو آهي سمجهيو آهي.

"توکي ڇا ٿيو آهي؟" هوُ ڳالهائيندو ويو، پر هن کي ڏسي، هيءُ عجب لڳو تہ هوُ مشڪيو ٿي، پر سندس مشڪڻ بہ وڌ ڪان وڌ مسخريءَ جهڙو ٿي ڏنو.

"مان چوان ٿو تہ مان تہ تنهنجو ٻن ڪلاڪن ڪان انتظار ڪندو ٿي رهيس. تون اوچتو غائب ٿي وئين. تون ڪٿي هئين؟ هيءَ ڪهڙي حماقت آهي. مون ڏي نهار تہ سهي؟"

اليوشا پنهنجو مٿو، مٿي کنيو، اٿيو ۽ وڻ کي ٽيڪ ڏئي ويهي رهيو. جيتوڻيڪ هوُ روئي تہ نہ رهيو هو، پر تڪليف ۽ جوش، سندس چهري مان ظاهر هو. اُن هوندي بہ هنُ ريڪٽن ڏي ڪونہ ڏٺو پر ان جي ٻئي طرف نهارڻ لڳو.

"توکي اها خبر آهي تہ تنهنجو چهرو بلڪل بدلجي ويو آهي. اُن ۾ تنهنجي مشهور نرمي بلڪل موجود نہ آهي. ڇا تون ڪنهن سان ڪاوڙيو آهين؟ ڇا هنن توسان بيهودگي جي هلت ورتي آهي؟"

اوچتو اليوشا. پنهنجي ٿڪايل هٿ کي لوڏيندي چيو تہ "مون کي اڪيلو رهڻ ڏي." هو اجا بہ سندس ٻي پاسي نهاري رهيو هو.

"اڙي، اهڙي ريت ٿي تہ اسان سڀئي محسوس ڪري رهيا آهيون. تون بہ ٻين فاني انسانن وانگر، ماڻهن سان واڪا ڪري ڳالهائي سگهين ٿو. تون فرشتن مان آهين. اليوشا تو مون کي عجب ۾ وجهي ڇڏيو آهي، تون ٻڌين بہ ٿو؟ حقيقت ۾ هتي، مون کي هيتري وقت ۾ ڪنهن بہ ايترو حيرت ۾ نہ وڌو آهي، جيترو تو. مان توکي هميشہ هڪ عالم سمجهندو رهيو آهيان...."

اليوشا، آخر هن ڏانهن نهاريو، پر فضول، هُن جو ڪجهہ بہ ڳالهايو، انُ کي هن مشڪل سان سمجهيو هوندو.

"تون سچ پچ ان ڪري پريشان آهين. ڇاڪاڻ تہ تنهنجي پوڙهي مان عفونت تي اچي؟ تو اهو تصور ئي ڪيو تہ هُن مان ڪرامتون ظاهر ٿينديون؟ ريڪٽن وري بہ عجب مان ڪيس ڏنو.

اليوشا ڪيس جوش مان جواب ڏنو تہ. "هائو مان يقين ئي ڪيو ۽ اِيئن يقين ڪريان ٿو اِيئن يقين ڪرڻ گهران ٿو ۽ اِيئن يقين ڪندس. تو کي ٻيو وڌيڪ ڇا ٿو گهرجي."

"ڪجهہ بہ نہ منهنجا يار. اِنهن سيني ڳالهين کي ڪڏ ۾ اُڇلاءِ. ڇو ڪوبہ اسڪول جو تيرنهن ورهين جو ڇوڪرو. اِنهن ڳالهين ۾ يقين رکي سگهي ٿو .... ڏسڻ ۾ اَچي ٿو تہ تون هاڻي خدا سان ناراض آهين. تون خدا جي خلاف باغي بڻجڻ ٿو چاهين. ڇاڪاڻ تہ هن ڪيس ڪوبہ مرتبو نہ ڏنو آهي. نہ وري ڪيس ڪو امتيازي اعلان مليو آهي! آهہ! تون اُن ڪان پريشان آهين."

اليوشا ڪيتري وقت تائين اَڌ ڪليل اکين سان ريڪٽن کي ڏسندو رَهيو. سندن اکين ۾ ناگهاني چمڪ اَچي وئي هئي .... پر اُنهن ۾ بہ ريڪٽن لاءِ ڪا بہ ڪاوڙ ڪانہ هئي.

"مان خدا سان ڪابہ بغاوت نہ ٿو ڪريان. مان فقط سندس هن جهان کي قبول نہ ٿو ڪريان." اليوشا اِيئن چوندي مشڪيو تہ سهي، پر سندس مشڪڻ زبردستيءَ جو هو.

"تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ تون جهان کي نہ ٿو قبولين؟" ريڪٽن هن جواب تي ڪجهہ وقت سوچيندو رهيو. "هي ڪهڙي بيوقوفي آهي؟"

اليوشا ڪيس ڪوبہ جواب نہ ڏنو.

"اچ، ڪافي بيوقوفي ڏيکاري اَٿئي. هاڻي ڪا ڪم جي ڳالهہ ڪريون. ڪجهہ ڪاڌو بہ اَٿئي؟"

"مون کي ياد نہ آهي ..... مان خيال ڪريان ٿو تہ ڪجهہ ڪاڌو اٿم."

"تنهنجي منهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ تون گَهري فڪر ۾ آهين. ڏسندڙ کي توڏانهن نهاريندي ڏک ٿو ٿئي. تو سڄي رات ننڊ نہ ڪئي آهي، يا جيئن مون ٻڌو آهي، تون نہ صلاح ۽ مشورن ۾ رهيو آهين. تنهن کان پوءِ وري هيءُ فساد ۽ دنگو. ٿي سگهي ٿو تہ تو، ڪجهہ بہ نہ ڪاڌو هجي، پر جيڪڏهن ڪاڌو بہ اٿئي تہ پاڪ ماني جو ڪو گرهہ منهنجي کيسي ۾. گوشت سان ڀريل آنڊو موجود آهي، جو مان ضرورت جي وقت لاءِ شهر مان آندو آهي، جيڪڏهن تون کائين تہ حاضر آهي."

"ٿورو مون کي ڏي."

"هان توکي ونڻ گهرجي. هيءُ تہ خيالن جي مورچا بنديءَ سان کليل بغاوت آهي. نيڪ آهي منهنجا يار، اسان کي ڪجهہ کائڻ گهرجي..... منهنجي جاءِ تي هل. مان چاهيان ٿو تہ ٿورو شراب کي پيئان، موت جهڙو ٿڪجي پيو آهيان. اها شيءِ

تنهنجي لاءِ بہ موجود هوندي.... ڇا تون ان کي پسند ڪندين؟"

"ها شراب تورو مون کي بہ ڏي."

"ياءُ تو تي مون کي عجب تو لڳي." ريڪٽن ڪيس حيرت مان ڏنو. "بهرحال ڪيئن بہ هجي، شراب ۽ گوشت پريو اُندو. بئي اتفاق سان چڱيون شيون آهن، انهن کي ڇڏڻ نہ گهرجي. اچ، اچ."

اليوشا، چپ چاپ ۾ اُتي بينو ۽ ريڪٽن جي پويان لڳو.

"تنهنجو ننڍو ياءُ ايون، جيڪڏهن توکي اِيئن ڏسي ها تہ عجب ۾ پئجي وڃي ها!"

"اچ صبح ننڍو تنهنجو ياءُ ايون، ماسڪو روانو تي ويو، ڇا توکي اها خبر آهي؟"

"هائو"، اليوشا ڪيس بي پرواهيءَ سان جواب ڏنو. اوچتو دمتريءَ جي تصوير سندس اکين آڏو تري آئي. پر هيءَ ياد فقط منٽن لاءِ هئي. جيتوڻيڪ هن صورت ڪيس ڪا ڳالهہ ياد تي ڏياري، جنهن کي هوُ گهڙيءَ ڪن لاءِ بہ وساري نہ تي سگهيو. ڪجهہ فرض، ڪجهہ خطرناڪ مهرباني، جيتوڻيڪ هن ياد مٿس ڪو خاص اثر ڪونہ ڪيو هو ۽ سندس دل جي گهراين تايئن نہ پهتي هئي. اُن وقت ئي سندس دل مان، اها ياد مٽجي وئي هئي، پر گهڻي وقت ڪان پوءِ بہ اليوشا اُن کي ياد ڪندو رهيو.

"تنهنجي ياءُ ايون، هڪ ڀيري چيو هو تہ مان هڪ غير متعصب احمق آهيان، جنهن وٽ ڪابہ لياقت نہ هجي. هڪ دفعي تو بہ چيو هو تہ مان اڻپورو انسان آهيان. هاڻي مون کي ڏسڻو آهي تہ تنهنجون لياقتون ۽ عزت جو ادراڪ، هاڻي توکي ڪاڏي وٺي تو وڃي" هيءُ جملو پورو ڪندي ريڪٽن ڪجهہ آهستي پٺڪيو ۽ وري زور دار آواز ۾ چوڻ لڳو تہ:

"بڌ، اچ تہ مڙهيءَ واري رستي ڪان پر پرو، سڌو شهر ڏي هلون. مان بيگم هائلڪوف ڏي رستي ويندي، وڃڻ گهران تو. فقط مزي جي لاءِ . مان ان کي جو ڪجهہ تي گذريو آهي، لکي ڇڏيو آهي. تون اعتبار ڪندين، هن مون کي ساڳي وقت پينسل سان جواب ڏنو آهي! بيگم کي جواب ڏيڻ جو شوق آهي، تہ ڪيس ڪڏهن بہ اهڙي حالت جي اميد نہ هئي، سا بہ هڪ متبرڪ شخصيت زوسيما جي لاءِ. سندس اهو لفظ هُو حالت. هو بيحد غصي ۾ آهي. تون پريشان تي وئين! بيهہ" هن وري اوچتو رڙ ڪري چيو. هو بيهي رهيو ۽ اليوشا کي ڪلهي ڪان وٺي بيهاريائين.

"توکي خبر آهي اليوشا" هن جاچ طور سندس اکين ۾ ليئو پاتو. هو اوچتو نئين خيال ۾ متغرق تي ويو، جو سندس دل ۾ پيدا تيو هو. جيتوڻيڪ هوُ ٻاهريان کليو تي پر ڪيس ساڻ ساڻ خيال پئي تيو تہ، هو نئين حقيقت کي ٻڌائي نہ ويهي. هن اجا تائين عجيب ۽ بيوقت ڪيفيت ۾ پاڻ کي محسوس تي ڪيو، جنهن ۾ هُن هاڻي اليوشا

ڪي ڏنو هو. هنُ نيٺ پنهنجي خيال کي ٻاهر آڻي، هٻڪندي چيو تہ، ”اليوشا، ڪاڏي وڃڻ بهتر ٿو سمجهين؟“

”جنهن طرف هلين..... مون کي ڪا بہ پرواھ نہ آهي.“

”هل تہ گروشينڪا ڏي هلون. ڪيئن؟ تون هلندين؟ ريڪٽن آخر چئي ڏنو، پر هٻڪندي ۽ ڏڪندي، ڪمزور خيال سان.

”هل تہ گروشينڪا ڏي هلون“، اليوشا بردباريءَ سان ڪيس جواب ڏنو. سندس فوري، آمادگي ۽ خاموش قبوليت ريڪٽن کي عجب ۾ وجهي ڇڏيو. ايتري قدر جو ڪانئس ڇرڪ نڪري ويو.

”بهتر! مان چوان ٿو“، هن عجب مان واڪو ڪري چيو ۽ ساڻ ساڻ هنُ اليوشا کي ٻانهن کان مضبوط جهلي، رستي ڏانهن وٺي هليو ۽ کيس خوف پئي ٿيو تہ متان هُو پنهنجو خيال بدلائي نہ ڇڏي.

هوُ خاموشيءَ سان پنڌ ڪندار رهيا. ريڪٽن کي ڳالهائيندي بہ خوف پئي ٿيو.

”هوءَ ڪيڏي نہ خوش ٿيندي.“ هُن آهستي چيو ۽ وري خاموش ٿي وي و. حقيقت ۾ اليوشا کي وٺي وڃڻ سان گروشينڪا، ڪڏهن بہ خوش نہ ٿيندي. هو هڪ عملي ماڻهو هو ۽ پنهنجي فائدي کان سواءِ، ٻئي ڪنهن بہ ڳالهہ بابت نہ سوچيندو هو. هن حالت ۾ سندس ٻٽو مقصد هو. ”هڪ تہ ان نيڪ مرد جي زوال کي ان ڏسڻ ٿي گهريو ۽ اليوشا جي بربادي، يعني وليءَ کان گناھ تائين پهچڻ. جنهن کي هر پنهنجي تصور ۾ خيال ڪري لذت ٿي ورتي. سندس ٻيو مقصد هو، پنهنجي لاءِ مادي فائدي کي حاصل ڪرڻ، جنهن جي لاءِ وڏيڪ پوءِ لکيو ويندو.“

”هان، ڏکي گهڙي اچي وئي آهي.“ هُن پنهنجي شيطاني خوشيءَ مان پاڻ کي چيو. مون کي هن جي گردن کي چنبڙي پوڻ کپي، چاڪاڻ تہ اهو ظهور ۾ اچي رهيو آهي، جو اسان چاهيو ٿي.

❦

باب ٽيون

# بصر

گروشينڪا، شهر جي مشغول حصي، ديول جي چونڪ ۾ تي رهي. ڪيس هڪ ڪاٺيءَ جو جڙيل ڪمرو هو، جو بيواهه موروزوف جي گهرجي اڱڻ ۾ هو. هي گهر ويڪرو ۽ ماڙ واريءَ عمارت وارو هو ۽ پٿر جو ٺهيل هو. پراڻو ۽ بد نما هو. بيواهه وڏيءَ عمر واري هئي ۽ ساڻس ٻه ڀائٽيون تي رهيون، جي ڪنواريون ۽ وڏي عمر واريون هيون. بيواهه کي ڪائي ضرورت نه هئي ته گروشينڪا کي جاءِ مسواڙ تي ڏي، پر سڀ ڪنهن کي خبر هئي ته هوءَ چئن سالن کان اتي تي رهي ۽ بيواهه محض پنهنجي هڪ عزيز واپاريءَ سامسونوف کي راضي ڪرڻ لاءِ ڪيس هيءَ جاءِ ڏني هئي، جو پاڻ کي سندس سنپالينڊڙ چوندو هو. ايئن چوڻ ۾ تي آيو ته حاسد پوڙهي، گروشينڪا کي اتي انهيءَ ڪري رهايو هو ته بيواهه موروزوف سندس پياريءَ جي چال تي ڪڙي نظر رکي. پر جلدئي هيءَ ثابت تي چڪو هو ته بيواهه جي نگهباني غير ضروري هئي ۽ آخر ۾ بيواهه موروزوف ورلي ساڻس ملندي هئي ۽ ڪنهن به طرح مٿس نگاهه رکڻ لاءِ ڪيس ڪوبه اونو ڪونه هو. هي حقيقت آهي ته اُن پوڙهي چار سال اڳ، علائقي جي هڪ وڏي شهر مان، هڪ سنهيءَ دلڪش، شرميلي، ڏڃڻي، خوابن واري اُداس، ارڙهن ورهين واري ڇوڪري آندي هئي ۽ ان کان پوءِ گهڻو ڪجهه گذري چڪو هو. هن ڇوڪري جي گذريل تاريخ جو ٿورو ڄاڻ ملي ٿو، سو به بي جوڙ. چئن سالن جي عرصي ۾ به ڪا وڌيڪ حقيقت اُن بابت معلوم تي نه سگهي هئي، جيتوڻيڪ اُن ۾ ڪيترن ماڻهن دلچسپي تي ورتي، جن مان هڪ اگرافينا اليگزينڊرووينا به هئي، جنهن ڪيس گهڻو اڳتي وڌايو هو. افواهه ايئن به هئا، ته ڪيس سترهن ورهين جي عمر ۾ ڪنهن اغوا ڪيو هو. شايد ڪو آفيسر هو ۽ بعد ۾ ڪيس ڇڏي ويو هو. هو ڪانئس هليو ويو ۽ پوءِ وڃي هن شادي ڪئي ۽ گروشينڪا مصيبت ۽ مفلسيءَ ۾ رهجي وئي. ڪيئن به هجي. ايئن به چيو وڃي ٿو ته پوڙهي سامسونوف، ڪيس مفلسي ۽ بدبختي کان بچائي ورتو هو. هوءَ عزت واري خاندان ۽ منشي پيشي سان تعلق رکندڙ هئي ۽ ايئن به چيو وڃي ٿو ته هوءَ ڪنهن روحاني پيءُ جي ڌيءُ هئي شايد ڪنهن ننڍي پادريءَ جي.

چئن سالن کان پوءِ هيءَ جذباتي، زخمي ۽ ڏکويل يتيم ڇوڪري، ڇڳي ٿلهي، روسي گلابي قسم جي عورت بڻجي پئي هئي. هوءَ مضبوط خيال واري ۽ بي باڪ ڪردار واري هئي. مغرور ۽ گستاخ. ڪيس معامله فهميءَ جي وڏي ڄاڻ هئي. هو

حريص، قناعت واري ۽ خبردار هئي. چڱي يا بري طريقي سان، ٿوري انداز ۾ پنهنجي قسمت ناهي وڌي هئي. منجهس فقط هڪ ڳالهه هئي، جنهن کي سڀني قبول ٿي ڪيو ته گروشينڪا تائين ڪو ماڻهو آسانيءَ سان پهچي نه ٿي سگهيو، سواءِ سندس پوڙهي سنياليندڙ جي. انهن چئن سالن ۾ ڪوبه سندس قرب وندڻ جي دعوا نه ٿي ڪري سگهيو. اها يقيني حقيقت به آهي. خاص ڪري سندس پوين ٻن سالن ۾ ڪيترن ماڻهن سندس قرب حاصل ڪرڻ جي ڪوشش به ڪئي هئي. هنن جون سڀئي ڪوششون رائگان ويون هيون. انهن مان ڪن شائقن جي بي عزتي به ٿي هئي ۽ ڪن جو مذاق اُڏايو ويو هو، ڇاڪاڻ ته سندن سامهون مضبوط ارادي واري طنزنگار قوت واري نوجوان ڇوڪري موجود هئي. گهڻو پوءِ اِئين چوڻ ۾ ٿي آيو ته هوءَ سٽي بازيءَ ۾ به بيحد چالاڪ هئي ۽ گهڻن ماڻهن جو چوڻ هو ته هوءَ ڪنهن يهوديءَ کان گهٽ نه آهي. اِئين نه آهي ته هوءَ وياج تي پيسا ڏيندي هئي، پر اِئين چوڻ ۾ ٿي آيو ته مثال طور، ڪنهن گذريل وقت ۾ پوڙهي ڪرامازوف جي ڀائيوار هئي ۽ هوءَ اهڙن قرضن کي خريد ڪندي هئي، جن جي وصول ٿيڻ جي ڪا اميد ئي نه هوندي هئي. هوءَ نهايت ٿورن پيسن ۾ انهن کي خريد ڪندي هئي ۽ انهن مان ڏهوڻو فائدو حاصل ڪندي هئي.

پوڙهو رنڙ سامسونوف وڏي بخت وارو هو، پر بي رحم ۽ ظالم به حد درجي جو هو. هوُ پنهنجي جوان پٽن تي ظلم ڪندو رهندو هو. پر گذريل سال کان، جنهن ۾ هو بيمار ٿي پيو هوءِ پنهنجي سڄيل ٽنگ جي ڪري، گهمڻ کان قاصر هو، پنهنجي زير حمايت ڇوڪريءَ جي گهڻي قدر اثر هيٺ اچي ويو هو، جنهن کي هن پهريائين سختي ۽ بيڪسيءَ جي ماحول ۾ رکيو هو. هاڻي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏنو هو، ڇو ته سندس سمجهه اِئين ئي ٿي چيو. پر گروشينڪا قانوني معاشري کان آزادي حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري چڪي هئي ۽ هن سندس وفاداريءَ ۾ حد کان وڌيڪ اعتقاد ٿي رکيو. پوڙهي کي مئي گهڻو وقت گذري چڪو آهي، سندس حياتي ۾ سندس وڏو ڪاروبار رهيو ۽ ان کان سواءِ، سندس ڪردار به چوڻ جهڙو هو. بخيل ۽ لالچي هو. جيتوڻيڪ گروشينڪا جو قبضو مٿس ايتري قدر مضبوط هو، جو هو ڪانئس جدا رهي نه ٿي سگهيو. (خاص ڪري پوين ٻن سالن ۾ ته هي رشتو وڌي ويو هو) پر ان هوندي به هو هن لاءِ ڪو خاص ملڪيت جو حصو ڇڏي نه ويو. نه وري هُن ڪو، هن طرف ڌيان ئي ڏنو هو. هن ڪيس ٿوري رقم پيش ڪئي هئي، جنهن کي ٻڌي هر ڪو ماڻهو حيرت ۾ پئجي ويو هو. "تون پنهنجي دماغ سان هڪ بازاري عورت آهين". هن ڪيس اٺ هزار روبل ڏيندي چيو. "هنن مان تون پنهنجو ڪم ڪڍ. پر مان توکي ٻڌائڻ گهران ٿو ته منهنجي موت کان پوءِ،

توکي تنهنجي ساليانی مواجب کان سواءِ، مون کان اڄ ڏينهن سوڏو، پيو ڪجهہ بہ نہ ملندو. مان پنهنجي وصيت ۾ بہ تولاءِ ڪجهہ نہ ڇڏي ويندس."

هو پنهنجي واعدي تي پورو رهيو. هو مرڻ کان پوءِ، سڀ ڪجهہ پنهنجي پٽن جي نالي ۾ ڇڏي ويو، جنهن ۾ سندن زالون ۽ بار حصيدار هئا. جن کي هن سڄي حياتيءَ ۾ نوڪرن وانگر تي هلايو. گروشينڪا جو نالو وصيت ۾ ئي موجود نہ هو. هي سڀ ڳالهيون پوءِ ظاهر ٿيون هيون. هن گروشينڪا کي سندس صلاح موجب، سندس موڙيءَ جي وڌائڻ لاءِ مدد ضرور تي ڪئي.

جڏهن فيودورپاولوچ پهريائين سندس لهہ وچڙ ۾ آيو، جا ملاقات ڪنهن سودي بازيءَ جي سلسلي ۾ هئي، هن محسوس ڪيو تہ هو بري طرح سندسن محبت ۾ ڦاسي پيو آهي. پوڙهو سامسونوف سخت بيمار هو. پر هيءَ ڏسي حد کان زياده خوش ٿيو. هي بڌائڻ جهڙي ڳالهہ آهي تہ گروشينڪا پنهنجي واقفيت جي سڄي زماني ۾ بلڪل هن پوڙهي (سامسونوف) سان صادق ۽ وفادار هئي ۽ دنيا ۾ اهوئي هڪڙو ماڻهو هو. جنهن سان سندس اها روش رهي. گهڻو پوءِ جڏهن دمتري پڻ، هن معاملي ۾ آجو عاشق بڻجي آيو تڏهن ڪانئس ڪلڻ ڇڏائي ويو ۽ ان جي خلاف، هن هڪ ڀيري گروشينڪا کي سخت ۽ تهديدي تنبيهہ ڪئي.

"جيڪڏهن تون هنن ٻن مان ڪنهن کي پسند ڪرڻ گهرين ٿي تہ پٽ جي بدران پوڙهي پيءُ کي انتخاب ڪر. جيڪڏهن تون هن بيوقوف پوڙهي کي انتخاب ڪندين تہ هو تنهنجي شادي جي وعدي تي، توکي اڳ ۾ گهڻو ڪجهہ ڏيئي، تنهنجي قسمت ناهي ڇڏيندو، پر هن ڪئپٽن کان پرهيز ڪر، هن کان توکي ڪابہ چڱائي نہ ٿيندي."

ان پوڙهي شهوت پرست جا لفظ هئا، جنهن کي اڳ ۾ احساس تي چڪو هو تہ سندس موت ڪو دور نہ آهي ۽ هيءَ حقيقت آهي، تہ هو پنجن مهينن کان پوءِ جهان مان موڪلائي ويو.

مان هيءَ ڳالهہ بہ بڌائڻ گهران ٿو تہ جيتوڻيڪ شهر ۾ ڪيترن ماڻهن کي پيءُ ۽ پٽ جي خطرناڪ ۽ حيواني رقابت جي خبر هئي، جنهنجو ڪارڻ گروشينڪا هئي، پر ان هوندي بہ ڪنهن بہ نہ ٿي ڄاتو تہ سچ پچ گروشينڪا جي هنن ٻن بابت ڪهڙي راءِ قائم ڪيل آهي. گروشينڪا جي ٻين خادمائن بہ (هن ڊرامي جي پوري ٿيڻ تي، اسان انهن بابت لکنداسون) ڪورٽ جي جاچ ۾ چيو هو تہ هن دمتري فيودوروچ کي فقط انهيءَ لاءِ ويجهو اچڻ ڏنو هو، ڇاڪاڻ تہ هن کيس مارڻ جو دڙڪو ڏنو هو. هنن خادمائن مان هڪ پراڻي بورچياڻي هئي، مريض ۽ ٻوڙي ۽ ٻي سندس پوٽي، چالاڪ ۽ ويهن ورهين جي ڇوڪري، هوءَ سندس ٻين ڪمن جي پوئواري ڪندي هئي. گروشينڪا نهايت

ڪفايت سان گذاريندي هئي، سندس ڇوڏاري جو ڪجھہ بہ هو، اهو مزي جي لاءِ هو. سندس گھر ڪي ٽي ڪوٺيون هيون. اُن ۾ جو سامان پيل هو، سو 1820ع جي فيشن وارو ساڳ جي ڪاٺي مان ٺهيل هو ۽ جاءِ جي مالڪياڻيءَ جي ملڪيت هو.

اُن وقت ڪافي اونداهي ٿي وئي هئي، جڏهن ريڪٽن ۽ اليوشا، سندس گھر جي ڪوٺين ۾ داخل ٿيا. انهن ۾ اجا ڪا بہ روشني نہ ڪئي وئي هئي. گروشينڪا پنهنجي ملاقات جي ڪمري ۾ هڪ پراڻي ۽ سخت صوفي تي ليٽيل هئي، جنهن کي ساڳ جي ڪاٺيءَ جي پٺ هئي. صوفي تي پراڻو ۽ چتين لڳل چمڙي جو پوش هو. سندس مٿي جي هيٺان بہ سفيد وهاڻا هئا، جي هن پنهنجي بستري مان ڪڍيا هئا. هوءَ بنا ڪنهن چرپر جي ليٽيل هئي. هوءَ پٺيري ليٽيل هئي ۽ سندس هٿ، مٿي جي هيٺان هئا. ڪيس اهڙو لباس پيل هو، جنهن مان معلوم پئي ٿيو تہ هوءَ ڪنهنجي انتظار ۾ آهي. سندس لباس ڪاري رنگ جي ريشم جو هو ۽ سندس مٿي تي دلڪش رئو هو. سندس ڪلهن تي هڪ شال بہ پيل هئي، جنهن کي سون جي هڪ وڏي بروچ سان بند ڪيو ويو هو. هوءَ پڪ سان ڪنهنجي انتظار ۾ هئي. هو بيصبر ۽ ٿڪايل هئي. سندس چهرو ڪوماڻيل هو ۽ سندس چپ ۽ اکيون گرم ٿي معلوم ٿيون. هن بي چينيءَ ۾، پنهنجي سڄي پير سان صوفي جي ٻانهن کي ڏڪ پئي هنيا. ريڪٽن ۽ اليوشا کي ايندو ڏسي، منجهس خفيف بي آرامي پيدا ٿي. هنن 'هال' ۾ گهڙندي، سندس پٺي ڏئي اُٿڻ جي آواز کي چڳي طرح ٻڌو ۽ ايتري ۾ سندس ڏڇندڙ آواز آيو تہ "ڪير آهيو؟" پر خادما هڪدم وڃي ملاقاتين سان ملي ۽ مالڪ وٽ وڃي ٻڌايائين.

"هي اُهو نہ آهي، پر هيءُ ڪي ٻيا ملاقاتي آهن."

"الائي ڇا آهي"، ريڪٽن، اليوشا کي ملاقاتي ڪمري ڏي گهليندي، هوريان چيو.

گروشينڪا صوفي جي ڀرسان بيٺي هئي ۽ اجا بہ ڏپ ۾ هئي. سندس سياھ ۽ ڀورن وارن جي چڳ، سندس فيتي ڪان رڙهي، سندس سڄي ڪلهي تي اچي پئي هئي، جنهن جي ڪيس ڪابہ خبر نہ پئي ۽ ايستائين هن، انهن کي پوئتي نہ اچلايو، جيستائِن هن ملاقاتين کي پوري ريت ڏٺو ۽ سڃاتو.

"اڙي، ريڪٽن تون آهين؟ تو تہ مون کي ڏيڇاري ڇڏيو. ڪنهن کي وٺي آيو آهين؟ اِهو تو سان ڪير آهي؟ خدايا تون هُن کي وٺي آيو آهين!" هن اليوشا کي سڃاڻيندي چيو.

"موم بتين لاءِ ماڻهو موڪل" هن ڪيس پنهنجي گهرائي ڏيکاريندي چيو. ڇڻ تہ هو سندس قريبي دوست هو. ۽ ڪيس اها اجازت هئي، تہ سندس گهر ۾ ڪوبہ حڪم ڏيئي سگهي.

"موم بتين..... ها موم بتيون، فينيا..... هن کي هڪ موم بتي ڏي. ها! تو. هن کي آڻڻ لاءِ هيءُ وقت انتخاب ڪيو آهي!" هنُ وري ڳالهايو ۽ اليوشا ڏي ڏسندي، آئيني ڏي مُڙي ۽ جلدي ۾ پنهنجي ٻنهي هٿن سان وارن کي جائيتو ڪرڻ لڳي. هوءَ ناراض ٿي ڏٺي.

ريڪٽن پنهنجي توهين کي سمجهندي، هڪدم ڪيس چيو: تہ "چا، مان توکي راضي ڪرڻ لاءِ هيءُ سڀ ڪجهہ نہ ڪيو آهي."

"سچ پچ ريڪٽن تو مون کي ڊيڄاري ڇڏيو." گروشينڪا مشڪندي اليوشا ڏي ڦري. "پيارا اليوشا مون کان خوف نہ کاءُ. تون اهو خيال ئي نہ ڪري سگهندين تہ مان توکي ڏسي ڪيڏو نہ خوش ٿي آهيان. منهنجا، اميد جي خلاف ملاقاتي. پر ريڪٽن تو مون کي ڊيڄاري ڇڏيو. مان سمجهيو تہ مِتيا اچي ويو. تو کي خبر نہ آهي، مان ان کي هاڻي ٺڳيو هو. ما، يس چيو هو تہ مون تي يقين ڪر. پر اهو مان ڪوڙ ڳالهايو هيومانس. مان کيس ٻڌايو تہ اڄوڪي شام مان پوڙهي ڪزماڪزمچ وٽ گذاريندیس ۽ اُتي دير تائين هونديس. جيستائين سندس رقم اچي وجي ۽ اُن کي ڳڻي وٺان. مان هميشہ هفتي ۾ هڪ پيرو سڄي شام سندس حساب ڪتاب کي ناهڻ لاءِ وٽس گذاريندي آهيان، اسان پاڻ کي بند ڪري ڇڏيندا آهيون. هو پيسن کي شمار ڪندو آهي. ۽ اُن وچ ۾ مان ويهي سندس ڪتاب ۾ اهي شيون داخل ڪندي آهيان. مان انسانن ۾ هڪ ئي آهيان، جنهن تي سندس اعتبار آهي. مِتيا ايئن سمجهندو هوندو تہ مان اُتي آهيان. پر مان موٽي آئي آهيان ۽ پاڻ کي بند ڪري ڇڏيو اٿم ۽ ڪن خبرن جي انتظار ۾ آهيان. اوهان کي الائجي فينيا اندر ڇڏيو آهي. فينيا، فينيا دوڙ، ٻاهر وڃي ڏس تہ ڪٿي ڪپٽن ڪٿي نظر تہ نہ ٿو اچي. اهو هميشہ لڪندو ۽ جاسوسي ڪندو آهي. مان ان کان سخت خوفزده آهيان.

"هتي تہ اگرافينا اليگزيندرووينا ڪوبہ نظر نہ ٿو اچي. مان هاڻي ڏسي آئي آهيان. مان دروازي جي چيرن مان چڱي ريت جهاتيون پائي ڏٺو آهي. مان پاڻ خوفزده آهيان ۽ ڏڪان ٿي."

"بادبان تہ چڱي ريت بند آهن فينيا؟ اسان کي پردا ڏيڻ گهرجن. اهو چڱو ٿيندو." هن ڳورن پردن کي پاڻ ڇڪيو. "هن جيڪڏهن روشني ڏٺي تہ دوڙي پوندو. اليوشا، مان تنهنجي ڀاءُ مِتيا کان اڄ ڏاڍو ڊڄان ٿي."

گروشينڪا زور سان ٿي ڳالهايو. جيتوڻيڪ هوءَ خوفزده هئي. هوءَ ڪنهن ڳالهہ کان بيحد خوش ٿي ڏٺي.

"تون اڄ ڇو خاص طرح مِتيا کان خوفزده آهين؟" ريڪٽن ڪانئس پڇيو. مان

تہ توکي ڪائنس ايترو هيسيل نہ ٿي سمجهيو. تون تہ پنهنجي آڱر جي اشاري تي ڪيس نچائي سگهين ٿي؟"

مان توکي ٻڌايان ٿي تہ مان ڪن قيمتي خبرن جي انتظار ۾ آهيان، جي نهايت بي بها آهن. ان ڪري مون کي مــتيا ڪنهن بہ حالت ۾ نہ ٿو کپي. مــان چاهيان ٿي تہ ڪيس اهو ڪڏهن بہ ويساهہ نہ اَيو هوندو تہ مان ڪزماڪزمچ وٽ آهيان. هو هاڻي فيودورپاولوچ جي باغ ۾ لڪي، مون کي ڏسندو هوندو. مان ڪيس چيو هو تہ مان اتي اڄ رات تائين ترسنديس. جيڪڏهن هُو اُتي آهي تہ هيڏي نہ ايندو. اِهو بہ چڱو ٿيو! پر مان سَچ پچ ڪزماڪزمچ مان ڪيس چيو هو تہ اڌرات اچي، مون کي گهر وٺي هلي. هو هليو ويو ۽ مان فقط ڏهہ منٽ ڪزماڪزمچ وٽ ترسيس ۽ وري هيڏي هلي آيس. اُف، مان بيحد خوفزدهہ هيس. مان هن خوف کان ڊوڙندي آيس تہ هوُ متان ملي نہ وڃي."

"تو ڇو هيءُ لباس پهريو آهي؟ ڪهڙي نہ مزيدار ٽوپي، تنهنجي مٿي تي آهي!"

"ريڪٽن، تون پاڻ ڪيڏو نہ مزيدار آهين. مان توکي ٻڌايان ٿي تہ مون کي اڄ ڪو پيغام اچڻ وارو آهي. جيڪڏهن مون کي پيغام ملي ويو. مان اڏامي وينديس. تيزيءَ سان وينديس ۽ وري تون مون کي هتي نہ ڏسندين. اهو سبب آهي، جو مان اهو لباس پهريو آهي، جيئن مان تيار هجان."

"تون ڪيڏانهن اُڏرڻ ٿي گهرين؟"

"جيڪڏهن تون وڌيڪ معلوم ڪرڻ گهرندين تہ جلد ئي پوڙهو ٿي ويندين."

"سچ پچ تون ڏاڍي خوش ٿي ڏسجين..... مان تو کي اهڙي ريت ڪڏهن بہ نہ ڏٺو آهي. تو اهڙيءَ ريت پوشاڪ پهري آهي، ڄڻ تہ رقص جي محفل ۾ وڃي رهي آهين." ريڪٽن، ڪيس هيٺ ۽ مٿي نهاريندو رهيو.

"تون رقص جي محفل کي، تڏهن ڄاڻندو آهين."

"۽ تون بہ ان جي متعلق ڄاڻندي آهين؟"

"مان رقص جي محفل ڏٺي آهي. ٻہ سال ٿيا، ڪزما ڪزمچ جو پٽ پرڻيو هو ۽ مان گئلريءَ مان، اُن مجلس کي ڏٺو هو. تون خيال ڪندو هوندين ريڪٽن تہ مان توسان فقط ڳالهائڻ گهران ٿي. هيڏانهن هڪ شهزادو بيٺو آهي. اهڙو ملاقاتي! اليوشا، منهنجا پيارا ٻار، مان توڏانهن نهاريان تہ ٿي. پر مون کي پنهنجي اکين تي اعتبار نہ ٿو اچي. خدايا، تون مون کي هت ڏسڻ لاءِ آيو آهين. مان سچ ٿي چوان تہ مون کي توکي ڏسڻ جو خيال ئي نہ ڪرڻ گهربو هو. نہ وري هيءَ ٿي سگهيو ٿي تہ مون کي تون ڏسڻ ايندين. جيتوڻيڪ هيءَ گهڙي شڪراني جي نہ آهي. پر مان تو کي ڏسي بيحد خوش ٿي آهيان. صوفي تي ويهہ. هان ساڄي پاسي. اهائي تنهنجي پوري

جاءِ آهي، منهنجا نندڙا، چمڪندڙ چنڊ! مان تنهنجي هاڻي ڪابہ خدمت ڪري نہ ٿي سگهان. افسوس ريڪٽن، تون ڪيس هڪ بہ ڏينهن اڳ آٽين ها، ڪالهہ يا هڪ ڏينهن اڳ. پر هاڻي جيئن آهي، مان اُن ڪان بہ بيحد خوش آهيان. اهو بہ چڱو جو هاڻي ۽ هن گهڙي اچي ويو آهي، سياڻي ۽ پرينهن ڪان بچي وئي آهيان."

هوءَ خوشي مان اليوشا پرسان صوفي تي ويهي رهي ۽ پوري خوشيءَ مان ڪيس نهاريندي رهي. واقعي هوءَ خوشيءَ ۾ هئي ۽ هن ڪو بہ ڪوڙ نہ ٿي ڳالهايو. سندس اکيون چمڪي رهيون هيون، سندس چپ کلي رهيا هئا. اها سندس نيڪ سرشت واري ڪل هئي. اليوشا ڪي سندس منهن اهڙي مهربانيءَ پري اظهار جي اُميد ئي نہ هئي..... ڪيس ساڻس ملي، مشڪل سان هڪ ڏينهن ٿيو هو. ڪيس سندس بي رخيءَ جو گمان هو. ڪيس هڪ ڏينهن اڳ، ان فريب ۽ نفرت پري روش ڪان، جا هن ڪيٽرينا ايونونا سان ورتي هئي، سخت عذاب پهتو هو. هن ڪيس جيئن اميد ٿي ڪئي، ان روش ڪان بلڪل بي طرح ڏنو. ڪيس هن حالت تي بيحد عجب لڳو. جيئن تہ هو پنهنجي غم ڪان گهبرايل هو، سندس اکيون، بنا ڪنهن مقصد جي، سندس چهري ۾ پوري ڏيان سان ڪپي ويون هيون. ڪالهہ ڪان بلڪل بي طرح سندس ڪردار ۾ خوبيءَ واري تبديلي تي ڏني. مشڪل سان سندس گفتگو ۾، تبديل ٿيڻ واري ميناج جو اثر تي ڏنو ۽ سندس هر حرڪت ۾ بي پناهہ صفائي تي ڏني. جڻ تہ سڀ ڪجهہ سادو ۽ نيڪ فطرت وارو هو ۽ سندس اشارا، سنوان سڌا، تڪڙا ۽ راز دارا ٿا هئا. پر هوءَ وڏي جوش ۾ تي ڏني.

"منهنجا پيارا، اڄ سڀ ڳالهيون، ڪيئن نہ يڪجا تي ويون آهن." هن وري خوشيءَ جي لهجي مان چيو. "مان توکي ڏسي ايڏو چو خوش تي آهيان اليوشا! مون کي پاڻ ان جي خبر نہ تي پوي! جيڪڏهن تون اُن بابت مون کان سوال ڪندين تہ مان توکي ڪجهہ بہ ٻڌائي نہ سگهنديس."

"اڄ، توکي خبر نہ ٿي پوي، تہ تون چو خوش آهين؟" ريڪٽن ڪيس چيو. "تون هميشہ مون کي مجبور ڪندي هئين تہ هن کي تو وٽ وٺي اچان. مان سمجهان ٿو تہ هن ۾ تنهنجو ڪو مقصد هو."

"مون کي هڪ پيري، ڪو جدا مقصد هو. پر هاڻي اُهو ختم تي چڪو آهي. هيءَ اُها گهڙي نہ آهي. مان توکي چوان تي تہ هاڻي ڪا چڱي ڳالهہ ڪرڻ گهرجي. مان هاڻي نيڪ طبعيت ٻڌجي وئي آهيان. ريڪٽن تون پڻ ويهہ، بينو چو آهين. تو کي اڳ ۾ ويهڻ گهربو هو. معلوم اِيئن ٿئي ٿو تہ هن جڻ پاڻ کي وساري ڇڏيو آهي. اليوشا ڏس، هوُ اسان جي بلڪل سامهون وينو آهي. هو ايتري قدر، شايد رنجيده

خاطر، انهيءَ ڪري تو نظر اچي، جو ڪيس ويهڻ لاءِ مان آچ نہ ڪئي آهي. ريڪٽن گهڻو حساس تو نظر اچي. گهڻو حساس. ريڪٽن جذباتي نہ ٿيءُ، مان اڄ چڱي خيال ۾ آهيان. پر اليوشا تون ايتري قدر غمگين ڇو آهين؟

هيءُ خوشيءَ مان ڪلندي، جيئن سندس اکين ڏي نهاري رهي هئي، ڪيس چيائين تہ "متان، مون ڪان تہ نہ تو ڊڄين؟"

"هيءُ غمگين آهي، سندس ڪاٻہ همت افزائي نہ ٿي آهي،" ريڪٽن ڪيس چيو.

"ڪهڙي همت افزائي؟"

"سندس مربي مري ويو آهي."

"ڇا، تون بيوقوفيءَ جون ڳالهيون تو ڪرين. تون ڪا شرارت واري ڳالهہ تو ڪرڻ گهرين. چپ رهہ بيوقوف. اليوشا، مان تنهنجي گوڏن تي هيئن ويهڻ گهران ٿي." هو اوچتو اڳتي سري آئي ۽ ڪلندي، ٽپو ڏئي، سندس گوڏن تي ويهي رهي. "منهنجا پاڪيزه ڇوڪرا، مان تو ڪي خوش ڪرڻ گهران ٿي. هائو سچ پچ، تون مون کي پنهنجي گوڏن تي ويهڻ ڏيندين؟ اميد تہ تون غصي نہ ٿيندين، پر جيڪڏهن تون غصي ٿئين تہ مان لهي اچان."

اليوشا ڪجهہ بہ جواب نہ ڏنو. هو چرڻ پرڻ ڪان بہ خوف ڪائي رهيو هو. هن اُن جا هيءُ لفظ بہ ٻڌا تہ 'جيڪڏهن تون چوين تہ مان لهي وجان.' پر هن ڪيس ڪو بہ جواب نہ ڏنو. سندس دل ۾ ريڪٽن وانگر ڪجهہ بہ نہ هيو. جو ڪيس ڪنڊ مان بد نيتي سان نهاري رهيو هو. شايد هن عجب تي ڪاڏو يا ڪنهن نئين شيءِ جي وجود ۾ اچڻ جي اميد تي رکيائين. اليوشا جي دل ۾ سڀ ڪنهن تاثر ڪان پوءِ غم جي لهر لامارا ڏيندي تي رهي.هو ان گهڙيءَ ۾ فقط، وضاحت سان، هيءُ ئي خيال تي ڪري سگهيو تہ، هن ڪي هيءُ سمجهڻ ڪپندو هو تہ هاڻي ڪيس هن خواهش نفساني ۽ حرص جي ترغيب ڪان بچائڻ لاءِ، طاقتور هٿيارن جو بچاءُ ڪپي. اُن هوندي بہ پنهنجي روحاني حالتن جي غير جوابدارانہ ۽ فضول خيال ڪان ۽ اُن ڏک ڪان، جنهن ڪيس وڪوڙي ورتو هو. هوُ پاڻ ڪي دل جي هڪ نئين ۽ عجيب اُمنگ ڪان روڪي نہ ٿي سگهيو. هن عورت ڪي هُن خوفناڪ عورت ڪان هاڻي ڪيس ڪوبہ خوف نہ هو. اُهو ڪوبہ خوف نہ، جو ڪنهن بہ عورت ڪان پيدا ٿي سگهي ٿو، هاڻي سندس روح ۾ موجود نہ هو. پر اُن جي خلاف، اُها عورت، جا ٻين ڪان خطرناڪ هئي، هاڻي سندس گوڏن تي ويٺي هئي ۽ ڪيس پنهنجي آغوش ۾ ورتو هئائين. سندس دل ۾ هاڻي بلڪل نئون، علحده، اميد جي خلاف، خاص جذبو پيدا ڪري رهي هئي. هي جذبو ڪنهن مفاد جي هيٺ هو. ڪنهن خالص مفاد جي لاءِ، ڪنهن خوف ۽ خطري ڪان سواءِ اها ڳالهہ هئي، جنهن اُن ڪي ان وقت عجب ۾ تي وڌو.

"تو گهڻو ئي بيوقوفيءَ جو ڳالهائي ورتو". ريڪٽن کيس چيو. چڱو آهي تہ هاڻي اسان کي شئمپين پيار. تو کي خبر آهي تہ اهو تو تي قرض آهي!

"هائو مون کي اهو قرض ڏيڻو آهي. اليوشا توکي خبر آهي تہ مان ساڻس وعدو ڪيو هو تہ هوُ تو کي مون وٽ وني اچي تہ مان کيس شئمپين پياريندس. مان بہ ٿورو پيئندس. فينا، فينا، مـتيا جنهن شيشي کي چـڏي ويـو آهي، اُن کي ڪٽي اچ. جيتوڻيڪ مان ڪنجوس آهيان، پر بوتل جو وعدو پورو ڪيندو. هيءُ تہ تنهنجي لاءِ نہ آهي ريڪٽن. پر هن جي لاءِ آهي. تون نانگ ڦڻ جي چٽي آهين ۽ هي باز! جيتوڻيڪ منهنجي دل ۾ ڪجهہ بيو سمايل آهي، اُن هوندي بہ مان اوهان سان گڏ شراب پيئندس. مان گهڻي وقت کان عياشيءَ جي لاءِ سڪندي رهي آهيان."

"پر آخر تو سان آهي ڇا؟ آخر مان پڇان ٿو تہ هيءُ ڪهڙو پيغام آهي." ريڪٽن هن کان معلومات جي ڄاڻڻ جي انداز ۾ چيو. هُن وڏي مڪاريءَ سان، پنهنجي ڏڪار کي لڪايو، جنهن جو هو مسلسل نشانو بڻجي رهيو هو.

"اڙي هيءُ ڪوبہ راز نہ آهي. جنهن جي تو کي بہ خبر آهي" گروشينڪا اوچتو انتظار واري آواز ۾ چيو. پنهنجو مٿو ريڪٽن ڏي ڦيرايائين ۽ اليوشا ڪجهہ سري آيو. هوُ اجا تائين، سندس گوڏن تي هئي ۽ سندس ٻانهون اُن جي ڳچيءَ ۾ هيون. منهنجو آفيسر اچي ٿو ريڪٽن، منهنجو آفيسر اچي ٿو.

"مان ٻڌو هو تہ. هوُ اچي ٿو، پر ڇا، هو ايترو ويجهو اچي ويو آهي؟"

"هو، هاڻي ماڪرو ۾ آهي. جيئن هن لکيو آهي، اتان موتندي پنهنجو قاصد موڪليندو. مون کي اڄ سندس خط مليو آهي. مان هر گهڙي، سندس قاصد جو انتظار تي رکان."

"تون ايئن نہ چوءِ پلا ماڪرو ۾ چو؟"

"اها ڊگهي ڪهاڻي آهي، جا مان توکي ڪافي ٻڌائي چڪي آهيان."

"مـتيا، هاڻي ڪنهن طرح سان اُتي بيهندو. مان پڇان ٿو تہ هوُ هي ڳالهہ ڄاڻي ٿو يا نہ؟"

"هو ڄاڻي ٿو! تي سگهي ٿو تہ نہ ڄاڻندو هجي. جيڪڏهن هوُ ڄاڻي ٿو تہ قتل ڪيندو. پر هاڻي مون کي، ان کان ڪوبہ خوف نہ آهي. مون کي اُن جي چاقوءَ کان ڪوبہ خوف نہ آهي. ريڪٽن چپ ڪر. مون کي دمتري فيودوررووچ جي ڪابہ ياد گيري نہ ڏيار. هُن منهنجي دل کي ڪافي ڏڪايو آهي ۽ مان هن وقت ان جي بابت ڪو بہ خيال ڪرڻ نہ ٿي گهران. مان فقط اليوشا جي لاءِ خيال ڪرڻ گهران ٿي ۽ هن ڏي نهارڻ گهران ٿي..... پيارا مون ڏي ڪلي نهار. خوش ٿي، منهنجي بيوقوفي، ۽ منهنجي

راحت تي ڪل..... هان هيءُ مشڪي تو، هيءُ مشڪي تو! ڪيڏو نہ مهربانيءَ سان مون ڏي نهاري رهيو آهي! اليوشا، مان هيءُ سمورو وقت، هن حقيقت تي غور ڪندي رهي آهيان تہ تون مون تي ڪاوڙ جي ويو هئين. چاڪاڻ تہ پرينهن ترينهن، مان اُن نوجوان بيگم سان چڱي هلت نہ ورتي هئي. مان هڪ ڪُتي جي مثال هيس، اهو سچ آهي..... پر اهو چڱو ٿيو، جو اِيئن ٿيو. اُها هڪ تڪليف ڏيندڙ شيءِ هئي، پر چڱي بہ هئي." گروشينا اِيئن مشڪي چئي تہ خواب تي ڏسي. سندس مشڪڻ ۾ ڪي ظالماڻا ليڪا بہ نظر تي آيا.

"مِتيا ٻڌايو تي تہ هُن واڪو ڪري چيو تي تہ مون کي بيد هنيا وڃن.مان واقعي سندس خطرناڪ طريقي سان بي عزتي ڪئي هئي. هُن مون کي گهرايو هو " سندس خواهش هئي، تہ هوءَ مون تي فاتح بڻجي. پنهنجي چاڪليٽ سان مون تي فتح حاصل ڪري ..... نہ اها چڱي ڳالهہ هئي. اهڙي ريت ئي پوري ٿيڻ کپندي هئي، هوءَ وري مشڪي "پر مان اجا تنهنجي ڪاوڙ کان ڊڄي رهي آهيان."

"هان، اهو بلڪل صحيح آهي." ريڪٽن اوچتو هڪ خاص عجب جي حالت ۾ چيو. "اليوشا، هيءَ تو کي ننڍو چوزو سمجهي ڊڄي رهي آهي."

"ريڪٽن، هيءُ تنهنجي لاءِ چوزڙو هوندو....... چاڪاڻ تہ توکي ڪوبہ ضمير نہ آهي ۽ هيءُ سڀ ڪجهہ انهيءَ جي ڪري آهي. توکي خبر آهي اليوشا مان تو کي پنهنجي روح سان مڪمل محبت ڪريان ٿي؟"

"اڙي بي شرم عورت! اليڪسي هيءَ تنهنجي صاف اظهار ڪري رهي آهي!"

"نيڪ آهي، انهيءَ جي پرواهہ بہ ڪهڙي آهي، مان هن سان محبت ڪريان ٿي."

"پوءِ تنهنجي آفيسر جو ڇا حشر ٿيندو؟ ماڪرو جي پيغام جي تہ ڪابہ قيمت ئي نہ رهي؟"

"اها بلڪل بي ڳالهہ آهي."

"عورت جي ڏسڻ جو طريقو اهو ئي هوندو آهي."

"ريڪٽن، تون مون کي ڪاوڙاءِ نہ." گروشينڪا ڪيس جوش مان قابو ڪري ڇڏيو. "هيءَ بي ڳالهہ آهي. مان اليوشا سان محبت ڪنهن ٻيءَ ريت ڪريان ٿي. اهو سچ آهي،اليوشا تنهنجي لاءِ مون وٽ، هن ڪان اڳي بيوقوفيءَ وارا منصوبا هئا. چاڪاڻ تہ مان سنگدل ۽ وحشي طبعيت جي آهيان. پر مان ٻين موقعن تي توکي پنهنجي ضمير وانگر پئي ڏٺو آهي. مان اِيئن خيال ڪندي رهي آهيان، تہ مان جهڙي نفرت ڀريل شرير کي ڪير پسند ڪندو. مان اُن ڏينهن تي، جنهن کي ٽي ڏينهن ٿيا. ان نوجوان بيگم ڪان گهر موٽندي، طويل وقت تنهنجي لاءِ سوچيندي رهيس ۽ مِتيا

ڪي خبر آهي، ڇو تہ مان ان باري ۾ ساڻس ڳالهايو هيو. مِتيا اُن ڪي سمجهيو ٿي. تون اعتبار ڪندين، مان ڪڏهن ڪڏهن توڙي ڏسي، شرمندي ٿي وڃان ٿي..... ڪيئن ۽ ڪڏهن، مان اِيئن تنهنجي لاءِ سوچڻ شروع ڪيو، ان جي لاءِ نہ ڇئي سگهان ٿي ۽ نہ وري ڪا يادگيري اٿم....

"فينيا هيڏي اچ، ڪبٽ ۾ ٻُجيءَ کان سواءِ شئمپين جي هڪ بوتل ۽ ٽي گلاس کڻي اچ."

"اجهو شئمپين اچي ويو" ريڪٽن واڪو ڪري چيو. "اگرافينا اليگزينڊرووينا، تون جوش ۾ ٿي ڏسجين، شايد پنهنجي پاڻ ۾ نہ آهين. جڏهن تون شئمپين جو گلاس وٺندين، تہ نچڻ لڳندين." هو بوتل کي ڏسي چوڻ لڳو تہ "هن پوڙهيءَ، هن کي ردٽي ۾ ڪوليو آهي ۽ بوتل کي گرم ۽ بنا ٻُجيءَ جي آندو ويو آهي. بهرحال مون کي ڪجهہ پيئڻ گهرجي."

هو ميز ڏي ويو، گلاسن کي ڪنيايئن ۽ هڪ ڳيٽ سان ان کي پي ويو ۽ وري پاڻ وڏيڪ پيئڻ شروع ڪيائين.

"ڪنهن کي هرويرو شئمپين جي پيئڻ تي پسنو پيش نہ ڪرڻ گهرجي." هن پنهنجي چپن کي چٽيندي چيو. "هاڻي اليوشا گلاس کي کڻ، ڏيکار تہ تون ڇا ٿو ڪرڻ گهرين! اسان کي سلامتي سان پيئڻ گهرجي. سلامتي وارا بهشت جا دروازا!" گروشينڪا تون بہ گلاس کي کڻ ۽ هن کي پي، بهشت جي دروازن تائين پهچي وڃ.

"ڪهڙا بهشت جا دروازا؟"

هن گلاس کي کنيو، اليوشا پنهنجي کي کنيو ۽ چکيائين ۽ موٽائي رکي ڇڏيائين. چوڻ لڳو تہ، چڱو آهي تہ مان ان کي نہ پيئان. هو مروت سان کليو.

ريڪٽن رڙ ڪري چيو "تڏهن تو داڙ ٿي هنئين؟"

"نيڪ آهي، جيڪڏهن اِيئن آهي تہ مان بہ نہ پيئنديس." گروشينڪا خاطري ڪندي چيو، تہ "سچ پچ مون کي بہ نہ کپي. تون اڪيلو سڄي بوتل کي منهن ڏي. جيڪڏهن اليوشا ڪجهہ پيتو تہ مان بہ پيئنديس."

ريڪٽن طنز ڪندي چيو تہ، "سڀ فضول. تون هن جي گوڏي تي ويٺي آهين. هو تہ غمگين آهي، پر توکي ڇا ٿيو آهي؟ هو خدا جي خلاف بغاوت ڪري رهيو آهي ۽ هو گوشت پَري اندي کائڻ لاءِ تيار آهي."

"اهو ڪيئن؟"

"سندس مربي اڄ مري ويو آهي. مربي زوسيما، هڪ ولي."

گروشينڪا رڙ ڪري چيو تہ "تڏهن مربي زوسيما مري ويو آهي. خدايا! مون

ڪي تہ ڪابہ خبر نہ آهي!“ هن ڏاڍي عقيدي مان هيءُ پڇيو. مون کي چڱائي ٿي، مان ڇا ڪري رهي آهيان. مان اهڙي موقعي تي سندس گوڏن تي ويٺي آهيان. هن مونجهاري ۾ ڇڻ تہ ڇرڪ ڀريو ۽ انهيءَ وقت ئي، هوُ سندس گوڏن تا سرڪي آئي ۽ وڃي صوفي تي ويٺي.

اليوشا گهڻو وقت جهڪي ڪيس عجب سان نهاريندو رهيو ۽ سندس چهري ۾ روشني اُڀرندي ڏٺي.

اوچتو هن مضبوط ۽ وڏي آواز ۾ چيو تہ ” ريڪٽن مون تي طنز نہ ڪر تہ مان خدا سان بغاوت ڪري رهيو آهيان. مان تو سان ڪاوڙجڻ نہ ٿو گهران، تو کي بہ مهربان ٿيڻ گهرجي. مان اُن دولت کي وڃائي ويٺو آهيان، جا تو وٽ هئي ئي ڪانہ، تون مون کي هاڻي سمجهي ئي نہ سگهندين. تنهنجي لاءِ بهتر آهي تہ تون هن کي ويٺو نهار، ڏسين نہ ٿو تہ هوءَ مون تي ڪيترو نہ غمگين آهي؟ مان هتي ڪنهن بد روح جي تلاش ۾ آيو هوس. مان اُن کان بہ زياده بڇڙائي ڏي گهلجي ويس. ڇاڪاڻ تہ مان وڏيڪ بڇڙو ۽ رذيل هوس، مون کي هتي هڪ سچي ڀيڻ ملي وئي آهي. مون کي هڪ دولت ملي وئي آهي. هڪ محبت ڪرڻ واري دل. هيءَ هاڻي مون تي ڏڪ ڪري رهي آهي. اگر افينا اليگزيندرووينا، مان تہ تنهنجي بابت ڳالهائي رهيو آهيان. تو منهنجي روح کي گهراين ما ڪدي ورتو آهي.“

اليوشا جا چپ ڏڪي رهيا هئا، گويا سندس دم بند ٿي ويو هو.

”هن توکي بچائي ورتو آهي، ايئن ڏسڻ ۾ ٿو اچي،“ ريڪٽن نفرت مان کليو. ۽ هن جي خواهش آهي تہ هوءَ توکي پنهنجي چنبن ۾ قابو جهلي. توکي اهو احساس ٿئي ٿو.

”ترس ريڪٽن“، گروشينڪا ٽپو ڏئي اُٿي. ”اوهان ٻئي چپ ڪريو. مان هاڻي اوهان کي سڀ ڪجهہ ٻڌايان ٿي. اليوشا تنهنجا لفظ مون کي شرمندو ڪري رهيا آهن، ڇاڪاڻ تہ مان بڇڙي آهيان ۽ ڪا چڱي نہ آهيان. مان اهائي آهيان. ريڪٽن تون صبر ڪر، ڇاڪاڻ تہ تون ڪوڙ ڳالهائي رهيو آهين. هاڻي هر ڪا چيز بدلجي وئي آهي. هاڻي توکان ٻيو وڏيڪ، ڪجهہ بہ ٻڌڻ نہ ٿي گهران.“ گروشينڪا هي سڀ ڪجهہ انتهائي جوش مان چيو.

ريڪٽن هنن کي عجب مان ڏسندي چيو تہ ”هيءُ ٻئي سودائي تا نظر اچن. مان ايئن ٿو محسوس ڪريان، تہ ڄڻ ڪنهن پاڳل خاني ۾ آهيان. هي ٻئي ڪمزور ٿيندا تا وڃن، جاڻ روئي وينا.“

”مان واقعي روئي ويهندس.“ گروشينڪا دهرائيندي چيو. ”هن مون کي ڀيڻ چيو آهي، جنهن کي مان ڪڏهن بہ وساري نہ سگهنديس. ريڪٽن مان توکي فقط هيءُ

ٻڌائڻ گهران ٿي ته جيتوڻيڪ مان بڇڙي آهيان، پر ڪنهن بصر کي ڇڏي سگهان ٿي.“

”بصر، ڪڏهن وجهينس، تون ته سچ پچ سودائي ٿي نظر اچين.“

ريڪٽن سندن جوش کي عجب مان ڏسي رهيو هو. ڪيس ڏک به ٿي پيو ۽ غصي ۾ به هو. جيتوڻيڪ ڪيس اهو سوچڻ ڪپندو هو ته هنن مان هر هڪ روحاني مصائب ڪان گذري رهيو آهي، جي سندن زندگي ۾ ڪڏهن به نه آيا هوندا. جيتوڻيڪ ريڪٽن وڏو حساس هو ۽ هن پنهنجي لاءِ الائجي ڇا ڇا تي سوچيو، مگر هو ٻين جي جذبن ۽ احساسن جي سوچڻ ۾ نهايت ڏنگو هو. ڪجهه ته نوجواني ۽ ناتجربيڪاري جي، ڪجهه پنهنجي شديد خوديءَ جي باعث.

”اليوشا هيڏي ڏس،“ گروشينڪا اُن ڏي مڙندي، جذباتي طور تي ڪلي. ”مان جڏهن ريڪٽن کي چيو ته مان بصر کي ڇڏي ڏنو آهي ته اها منهنجي لاف هئي. اها هڪ ڪهاڻي آهي، پر وڻندڙ ڪهاڻي آهي. جڏهن مان ننڍي هيس ته اها ڪهاڻي، پنهنجي بورچياڻي ميٽرينيوا کان ٻڌندي هيس. هوءَ هاڻي به مون سان گڏ آهي. اُها هينئن طرح آهي. ڪنهن زماني ۾ هڪ ڪڙمي عورت رهندي هئي، جا نهايت بڇڙي هئي. هوءَ مري وئي ۽ ڪوبه نيڪيءَ جو ڪم پويان نه ڇڏي وئي. شيطان ڪيس ورتو ۽ باهه جي ڪوري ۾ وجهي وڌائينس. سندس ڪراماًڪاتبين اتي بيٺا رهيا ۽ ياد ڪرڻ لڳا، ته جيڪڏهن هُن ڪو چڱو ڪم ڪيو هجي ته خدا جي حضور ۾ بيان ڪن. هنن کي ياد آيو ته هڪ ڀيري هُن هڪ بصر کي باغ مان پٽي، فقيرياڻي کي ڏنو هو. هنن اهو ذڪر ڪيو. خدا جي بارگاهه مان ڪين صدا آئي ته ”اوهان اُهو بصر کڻو ۽ ان ڪوري ۾ ڏيو. ڪيس ڇڪيو. جيڪڏهن هوءَ ڪوري مان ڇڪجي ٻاهر آئي ته هو بهشت ۾ هئڻ ڪپي. پر جيڪڏهن بصر ڇڄي پيو ته اُها اتي ئي رهڻ گهرجي، جتي آهي. هنن وڏي خبرداريءَ سان ڪيس ٻاهر ڇڪڻ شروع ڪيو. هنن ڪيس ڇڪي ٻاهر ڪڍيو ئي ٿي ته ٻين گنهگارن ڏٺو ته ڪهڙي ريت، هن کي ڇڪي ٻاهر ڪڍيو ٿو وڃي. هنن ڪيس مضبوطيءَ سان ڇنبڙڻ شروع ڪيو ته جيئن هو به ساڻس ڇڪجي ٻاهر نڪري وڃن. پر جيئن ته هوءَ بداطوار عورت هئي، ڪين لتون هڻڻ شروع ڪيائين ۽ چوڻ لڳي ته ” ، کي ڪڍيو ٿو وڃي نه اوهان کي. هيءُ بصر منهنجو آهي نه اوهان جو.“ جيئن ئي هن ايئن چيو ته بصر ڇڄي پيو ۽ هوءَ اُن ڪوري ۾ ڪري پئي، جتي اڄ ڏينهن تائين سڙندي رهي ٿي. فرشتا هيءُ ڏسي روئي وينا ۽ هليا ويا. اليوشا، اهائي آڪاڻي آهي. مان هن کي ياد ڪري ورتو هو. مان به اهڙي ئي بڇڙي عورت آهيان. مان ريڪٽن سا لاف هڻئي هئي ته هڪ بصر مان ڏيئي ڇڏيو آهي. پر مان توکي چوڻ گهران ٿي ته مان سڄي حياتيءَ ۾ ڪابه ڪمائي نه ڪئي آهي، فقط بصر ئي ڏنو اٿم. اهو ئي هڪڙو

چڱو ڪم آهي، جو ڪيو اٿم. اُن ڪري اليوشا منهنجي ڪاٻه تعريف نـ ڪر ۽ مون کي چڱو نـ سمجهہ. مان ٻچڙي عورت آهيان. تون منهنجي تعريف ڪري، مون کي شرمندو نـ ڪر. ها مون کي سڀ ڪجهہ قبول ڪرڻ کپي. اليوشا ڏيان ڏئي ٻڌ. اليوشا، مان توکي ڦاسائڻ لاءِ ايڏي تہ منتظر هيس، جو مان ريڪٽن سان واعدو ڪيو هو تہ ، هوُ جيڪڏهن توکي مون وٽ وٺي ايندو، تہ مان کيس ان جي عيوض ۾ پنجويهہ روبل ڏينديس. ترس ريڪٽن ترس!"

هوءَ تڪڙو تڪڙو ميز ڏانهن وئي. ان جو خانو کولي پرس ڪڍيائين. ان مان پنجويهہ روبل نوٽ ڪڍيائين.

ريڪٽن ناراضپي مان واڪو ڪري چيو تہ "هيءَ ڪهڙي بيوقوفي آهي، هيءُ ڪهڙي بيوقوفي آهي!"

"ريڪٽن هي وٺ، اهو منهنجي مٿان تنهنجو قرض هو. تون جيڪڏهن هنن کي نـ ٿو وٺين تہ مون کي ان جو ڪو بہ خوف نـ آهي، ڇاڪاڻ تہ تو، پاڻ ئي انهيءَ رقم لاءِ چيو هو." هـُن نوٽن کي اُن ڏانهن اڇلائي ڇڏي و.

"مون کي هن جي وٺڻ کان انڪار ئي ڪرڻو پوندو." ريڪٽن هڪ گولي وانگر ڦاٽندي چيو. هوُ شرمندو ٿي ويو، پر ان هوندي بہ پنهنجي مونجهاري کي شرمندگي ۽ غصي سان مٿائڻ تي گهريائين. چوڻ لڳو تہ "هن جو انڪار نـ ڪرڻ گهرجي، هيءُ موقعي سان هٿ آيو آهي. هميشہ جهان ۾ بيوقوفين جي وجود کان، سياڻو فائدو وٺندو آهي."

"ريڪٽن پنهنجي زبان کي روڪ. هاڻي جو ڪجهہ توکي چوڻ ٿو گهران، سو تنهنجي ڪنن لاءِ نـ آهي. هن ڪنڊ ۾ ويهہ ۽ خاموش رهہ. تون اسان کي پسند نـ ٿو ڪري سگهين، پنهنجي زبان کي روڪ."

"مان توهان کي ڪهڙي ريت پسند ڪريان." ريڪٽن پيچ ڪائيندي چيو. هوُ پنهنجي طبعيت جي بديءَ کي لڪائي نـ سگهيو. هن پنجويهہ رپين جي نوٽ کي جيب ۾ رکيو ۽ اِيئن ڪندي، هوُ شرمندو بہ ٿيو، جو اليوشا کيس نهاري رهيو هو. هن نوٽ جي شمار جو، پوءِ اليوشا جي ڄاڻ کان سواءِ اندازو لڳايو. پنهنجي شرمندگيءَ جي باعث، هاڻي هـُن پنهنجي طبعيت جو توازن بہ وڃائي ڇڏيو. گهڙي، ڪن لاءِ، هنُ انهيءَ ۾ چڱائي سمجهي تہ باوجود گروشينڪا جي تيش زنيءَ جي ڪيس وڏيڪ بيزار نـ ڪري. ڇاڪاڻ تہ هن کي پنهنجي مطلب کي اڃا حاصل ڪرڻو هو، پر هاڻي هوُ بہ غصي سان پرجي ويو هو، چوڻ لڳو تہ:

"هر ڪنهن کي ڪنهن مقصد جي لاءِ دوست رکيو ويندو آهي، تو، وري مون سان ڪهڙي مهرباني ڪئي آهي؟"

”توکي ماڻهن سان بي غرض محبت رکڻ گهرجي، جيئن اليوشا ڪري ٿو.“

”هو توسان ڪهڙي محبت رکي ٿو؟ هنُ اُها توکي ڪيئن ڏيکاري آهي، جو تون ان جي بابت بيهودي ڳالهه ڪري رهي آهين؟“

گروشينڪا، ڪمري جي وچ ۾ بيٺي هئي. هنُ گرم ٿي ڳالهايو ۽ سندس گفتگو ۾، جنوني ڪيفيت ٿي ڏني.

”خاموش ريڪٽن، توکي اسان ٻنهي جي بابت ڪابه خبر نه آهي. وري مون سان اهڙي ريت ڳالهائڻ جي همٿ نه ڪج. توکي مون سان ايتري همٿ جي ڪيئن حجت پيدا ٿي آهي؟ هنُ ڪنڊ ۾ وڃي ويهه. توکي اِيئن سمجهڻ گهرجي ته تون ڇڻ منهنجو نوڪر آهين. اليوشا مان هاڻي توکي سچي حقيقت ٻڌائيندس. جنهن مان توکي خبر پوندي ته مان ڪيڏي نه بدقسمت آهيان. مان ريڪٽن سان نه ٿي ڳالهايان، پر توسان. اليوشا، مان چاهيو ته توکي برباد ڪريان ۽ اِهائي متبرڪ ۽ سچي حقيقت آهي. منهنجو مقصد ئي اهو هو. انهيءَ ڪري ئي مون ريڪٽن کي رشوت باسي هئي، ته هوُ توکي مون وٽ وٺي اچي. پر مان اهڙي ڳالهه ڇو ٿي ڪئي؟ اليوشا توکي ان جي ڪابه خبر نه آهي. تون ته منهنجي حال کان بي خبر ٿي رهين. جيڪڏهن ڪٿي ملين به ها ته مون کان منهن موڙي وڃين ها ۽ رستي کي پار ڪندي، مون کي ڏسي اکيون هيٺ ڪرين ها. پر مان توکي اڄ کان اڳ ۾ سوين ڀيرا ڏٺو آهي ۽ ماڻهن کان تنهنجي لاءِ پڇندي رهي آهيان. تنهنجي چهري منهنجي قلب کي بيتاب ڪري ڇڏيو آهي. مان خيال ڪندي هيس، ته هيءُ ته مون ڏي نهاري به نه ٿو. مان هن کي ايڏو ته محسوس ٿي ڪيو، جو آخر مان عجب جي هن حد تي اچي پهتس ته مان هڪ ڇوڪري کان، ايترو ڇو خائف آهيان. مان خيال ڪيو ته هن کي پنهنجي چنبي ۾ وٺنديس ۽ اُن تي کلنديس. مان بلڪل غصي ۽ نفرت سان ڀريل هيس. تون هن ۾ اعتبار ڪندين ته اگرافينا اليگزيندرووينا ڏي، بڇڙي نيت سان اچڻ يا ڳالهائڻ جي همٿ ئي نه ٿي آهي. پوڙهو ڪزمائي فقط اهو ماڻهو آهي، جنهن سان مان هتي حجت نه ٿي ڪري سگهان. مان هن سان ٻڌل ۽ وٽس وڪاڻل آهيان. شيطان اسان ٻنهي کي گڏ آندو آهي ۽ اُن کان سواءِ ٻيو ڪو به نه آهي. پر تو ڏي ڏسندي مان خيال ڪيو هو ته مان هن کي چنبي ۾ آڻينديس ۽ مٿس کلنديس. ڏس ته مان ڪيڏي نه نفرت ڀري عورت آهيان ۽ تون وري مون کي پنهنجي ڀيڻ ٿو سڏين! هاڻي جنهن ماڻهو مون کي غلطيءَ تي اُڀاريو هو، سو آيو آهي. مان سندس نياپي لاءِ هت ويٺي آهيان ۽ توکي خبر آهي، ته اُهو ماڻهو منهنجو ڇا ٿئي؟ پنج سال اڳ جڏهن ڪزما، مون کي هتي آندو هو، مان پاڻ کي اندر بند ڪري ڇڏيو هو. جيئن ڪو به مون کي نه ڏسي ۽ نه وري منهنجو آواز

ٻڌي. مان هڪ بيوقوف ۽ اڻ ڄاڻ ڇوڪري هيس. مان هتي ويهي روئيندي هيس. مان سڄي رات جاڳندي، خيال ڪندي هيس تہ اُهو ماڻهو ڪٿي آهي، جنهن مون کي غلط رستو ڏيکاريو هو؟ هوُ ڪنهن ٻي عورت سا گڏ هوندو ۽ مون تي کلندو هوندو. جيڪڏهن مان فقط ڪيس ڏسي سگهان ۽ وري ملي سگهان تہ اُن کان ان جو انتقام چڪائي وٺان! رات جو مان اونداهيءَ ۾ وهاڻي تي متو رکي روئيندي هيس ۽ اوجهراٽيون کائيندي هيس. مان انهيءَ خيال ۾ پنهنجي دل کي چيريندي هيس ۽ پنهنجي غصي تي قبضو ڪندي هيس. مان اُن کان انتقام چڪائي وٺنديس، اُن کان چڪائي وٺنديس. اهو خيال هو، جو مون وٽ اونداهي ۾ ڦرندو تي رهيو. اوچتو جڏهن مون کي هيءُ خيال ايندو هو تہ سچ پچ مان هن کي ڪجهہ نہ تي ڪري سگهان ۽ هو مون تي کلي رهيو آهي ۽ مون کي قطعي وساري ڇڏيو اٿائين، تڏهن مان پاڻ کي فرش تي ڦٽو ڪري ڇڏيندي هيس. ۽ زارو زار روئندي هيس ۽ اُتي صبح تائين ڏڪندي گذاريندي هيس. صبح جو نفرت سان پرجي اُٿندي هيس ۽ سڄي دنيا کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ لاءِ سوچيندي هيس. پوءِ تون ڇا تو خيال ڪرين؟ مان پيسو بچائڻ سکيو، سنگدل بڻجي ويس، مضبوط ٿيس ۽ گهٽي سياٽي بڻجي ويس. تون ڇا تو چوين؟ نہ، نہ، دنيا ۾ ڪو بہ انهن ڳالهين کي نہ ٿو ڏسي ۽ نہ وري انهن کي ڄاڻي ٿو. پر جڏهن رات ايندي آهي تہ مان هاڻي بہ پنجن سالن گذرڻ بعد، بيوقوف ڇوڪريءَ وانگر، جيئن اڳي هيس، ڪڏهن ڪڏهن ڏندن کي پيڪوڙي سڄي رات دانهون ڪندي آهيان ۽ خيال ڪندي آهيان تہ مان اُن کان بدلو چڪائي وٺنديس. تون ٻڌين ٿو؟ نيڪ آهي، هاڻي تون مون کي سمجهندو هوندين. مهينو کن گذريو، مون وٽ هڪ خط آيو، تہ هوُ اچي رهيو آهي. هوُ هاڻي رنڙ آهي ۽ مون کي ڏسڻ گهري ٿو. هن منهنجو آرام ڦٽائي ڇڏيو. مان يڪدم سوچيو تہ جيڪڏهن هو مون وٽ آيو ۽ مون کي سڏيائين تہ مان هڪ مار کاڌل ڪتيءَ وانگر وٽس پهچي وينديس. مون کي پاڻ تي اعتبار ئي نہ تي آيو. ڇا مان اُن جي ايترو تابعدار آهيان؟ مان وٽس ڊوڙي وڃان يا نہ؟ مان هيءُ مهينو ايترو تہ غصي ۾ هيس، جو شايد پنجن سالن ۾ ڪڏهن بہ ايئن نہ هيس. اليوشا، تون هاڻي ڏسين ٿو تہ مان ڪيڏي نہ غضبناڪ ۽ انتقامي فطرت جي عورت آهيان؟ مان توکي سڄي سچي حقيقت ٻڌائي آهي! مان مِتيا سان کيڏندي رهيس تہ هو مون کي ٻين ڏي ڀڄڻ کان روڪي. صبر ڪر ريڪٽن اهو تنهنجي لاءِ نہ آهي، تہ منهنجي لاءِ تون ڪو فيصلو ڪري سگهين. مان توسان نہ تي ڳالهايان. جڏهن تون هت آئين، تہ مان سمهندي، انتظار تي ڪديو ۽ اوجهراٽيون تي کاڌيون ۽ پنهنجي باقي زندگيءَ جي لاءِ فيصلو ڪندي تي رهيس ۽ تو کي ڪا بہ خبر نہ هئي تہ منهنجي

دل جي متان ڇا گذري رهيو آهي. هان اليوشا تون هن نوجوان سکر عورت کي ٻڌاءِ تہ، جو ڪجھہ ڪالهہ يا اُن کان هڪ ڏينهن اڳ تي گذريو هو. اُن تي غصي نہ ٿئي..... هن سڄي دنيا ۾ ڪو بہ ڄاڻي نہ ٿو سگهي تہ مان ڪهڙين حالتن کان گذري رهي آهيان. نہ وري ڪو ڄاڻي سگهندو...... شايد مان اڄ پاڻ سان هڪ چاقو رکان..... مان پنهنجي دل کي ڪنهن بہ فيصلي تي آڻي نہ ٿي سگهان.

هن خنديہ جملي تي، گروشينڪا بيقرار ٿي وئي. پنهنجي منهن کي هٿن ۾ لڪايائين، صوفي جي وهاڻن تي ڪري پئي ۽ ننڍڙن ٻارن وانگر سڏڪا ڀرڻ لڳي.

اليوشا اٿيو ۽ ريڪٽن ڏي ويو.

"مِتيا" هن چيو، غصي نہ ٿي. هن تنهنجي دل کي زخمي ڪيو آهي، پر ڪاوڙ نہ ڪر تو ٻڌو تہ هاڻي هن ڇا تي چيو؟ تو کي انساني برداشت جي بابت گهٽو پڇڻ نہ گهرجي. ڪنهن وٽ رحمدلي بہ هئڻ گهرجي."

اليوشا هي سڀ ڪجهہ ارادي کان سواءِ ظاهر ڪيو. ڇاڪاڻ تہ هن چاهيو ٿي تہ ڪنهن سان گفتگو ڪري. انهيءَ ڪري ئي، هوُ ريڪٽن سان مخاطب ٿيو. ڇاڪاڻ تہ ريڪٽن اُتي موجود هو. پر ريڪٽن مٿس مسخريءَ طور تي نظر وڌي ۽ اليوشا چپ ٿي ويو.

ريڪٽن دشمني ڀري آواز ۾ کيس چيو تہ، "تون گذريل رات پنهنجي مربيءَ جي تعليم کان ايترو تہ متاثر ٿي ويو آهين، جو، هاڻي مون کي آزمائڻ ٿو گهرين تہ اليڪسي خدا وارو آهي!" ايئن چوندي ريڪٽن نفرت ڀري کل کلڻ لڳو.

"ريڪٽن کل نہ، مئل انسان جي ڳالهہ نہ ڪر. هوُ دنيا جي انسانن ۾ چڱو هو."

اليوشا کيس اهڙي ريت جواب ڏنو، ڄڻ تہ سندس آواز ۾ ڳوڙها هئا. مان توسان هڪ منصف جي حيثيت ۾ نہ ٿو ڳالهايان. مان تہ نبيري ڪرڻ وارن مان نهايت هيٺانهين درجي وارو آهيان. اُن کان سواءِ مان هن جي لاءِ ڇا آهيان؟ مان هتي پنهنجي بربادي‌ءَ جي ڳولا ۾ آيو هوس ۽ پاڻ کي چيم ٿي تہ "هي بہ نيڪ آهي؟ هيءُ منهنجي بي همتي هئي. پر هن کي پنج سال عذاب ۾ گذارڻ کان پوءِ، جيڪڏهن ڪو دلي همدرديءَ جو لفظ چوندو تہ هوءَ سڀڪجهہ وساري ڇڏيندي. هيءَ پنهنجي ڳوڙهن ۾ سڀ ڪجهہ وساري ڇڏيندي! جنهن ماڻهو سندس عصمت کي داغدار بڻايو هو. سو موٽي آيو آهي. هن کيس نياپو موڪليو آهي ۽ هن کيس معاف ڪيو آهي ۽ خوشي مان ساڻس ملڻ گهري ٿي. هيءَ ڪڏهن بہ ڪَپُ ڪٽي ساڻس ملڻ نہ ويندي. مان سچ ٿو چوان. هيءَ ڪڏهن بہ ايئن نہ ڪندي. مون کي خبر نہ آهي مِتيا تہ تون ان لاءِ ڪهڙو خيال ٿو رکين. پر منهنجو تہ اهوئي خيال آهي. هي سڄوئي مون لاءِ سبق آهي...... هيءَ وڌيڪ محبت ڪرڻ جي لائق آهي. جيئن اسان سمجهون ٿا...... تو، چڱي ريت ٻڌو

تہ ڪين اڳي هن چا تي چيو...... نہ تو شايد نہ ٻڌو. جيڪڏهن تون ٻڌين ها، تہ گهڻو اڳي هن کي سمجهي وڃين ها. هيءُ روح پاڻ اجا آرام ۾ نہ آهي. جنهن ماڻهوءَ جي ڳالهہ هن بيعزتي ڪئي آهي، سو ڪيس ضرور بخشي ڇڏيندو. هوءَ جڏهن هيءُ ڳالهيون ٻڌندي تہ هن کي معاف ڪري ڇڏيندي. اهي ڳالهيون، ڪيس ضرور ٻڌايون وينديون. هن سان مهربان ٿيڻ ضروري آهي. تي سگهي ٿو تہ هن روح ۾ ڪو خزانو هجي....."

اليوشا ڳالهائڻ بند ڪيو، ڇو تہ سندس ساهہ کڄي رهيو هو. پنهنجي بدنيتيءَ جي باعث، ريڪٽن ڪيس عجب مان نهارڻ لڳو. ڪيس ڪڏهن بہ اليوشا ڪان ايڏي پر جوش تقرير جي اميد نہ ڪئي.

"هن کي ضرورت هئي تہ سندس مقصد جي ڪو وڪالت ڪري! چا تون هن سان عشق تو ڪرين؟ اگرافينا اليگزيندريوينا، اسان جو راهب سچ پچ تنهنجي عشق ۾ قاسي پيو آهي. تنهنجي فتح آهي." هن وڏي آواز ۾ طنز جي نموني سان چيو.

گروشينڪا، وهاڻي ڪان پنهنجو مٿو، مٿي ڪنيو ۽ اليوشا ڏي نزاڪت سان مشڪندي نهاريو. سندس مشڪڻ، سندس ڳوڙهن پري ڇهري تي چمڪڻ لڳو.

"هن کي تنها رهڻ ڏي، منهنجا معصوم فرشتا اليوشا. تون ڏسين ٿو تہ هيءُ ڪهڙي قسم جو انسان آهي. هيءُ اهو ماڻهو نہ آهي، جنهن سان تون ڳالهائين. مائيل آسپووچ." هوءَ ريڪٽن ڏي ڦري. مان پنهنجي سخت هلت جي باعث توکان جيڪر معافي گهران ها، پر هاڻي ايئن نہ ڪنديس، ان جي ضرورت ڪانہ آهي." اليوشا هيڏي اچ، مون وٽ اچي ويهہ ۽ مون کي ٻڌائي.۽ هن سندس هٿ ورتو ۽ سندس منهن ۾ ليئو پائي ڏسڻ لڳي ۽ مشڪي، "مون کي ٻڌاءِ تہ مان هاڻي، اُن سان پيار ڪريان يا نہ؟ تنهنجي اچڻ کان اڳ ۾ مان اونداهيءَ ۾ پئي هيس ۽ پاڻ کان پڇان پئي تہ مان هن سان محبت بہ ڪئي هئي. اليوشا هاڻي فيصلو ڪر. وقت اچي ويو آهي ۽ هاڻي تون جيئن چوندين، تيئن مان ڪنديس. مان ڪيس بخشي ڇڏيان يا نہ؟"

اليوشا ڪيس مشڪندي چيو تہ. "تو تہ ڪيس اڳ ۾ ئي بخشي ڇڏيو آهي."

"هان مان ڪيس بخشي ڇڏيو آهي." گروشينڪا ڪنهن خيال ۾ گم ٿيندي چيو. "ڪيڏي نہ ذليل دل! ڪيڏي نہ ذليل دل!" هن ميز تان گلاس کي کڻي ورتو ۽ اُن کي هڪ ئي ڍڪ سان خالي ڪري، هوا ۾ مٿي ڪنيائين ۽ زور سان زمين تي هنيائين. هڪ سخت آواز سان گلاس ڀڄي پيو. سندس مشڪڻ سان هڪ ظالماڻو ليڪو سندس ڇهري تي اُڀري آيو.

"شايد مان هن کي معاف نہ ڪيو هجي" سندس آواز ۾ ڏمڪي تي ڏني. هن

پنهنجون اکيون اهڙيءَ ريت هيٺ ڪري ڇڏيون، ڄڻ تہ هوءَ پاڻ سان ڳالهائي رهي آهي. شايد منهنجي دل، کيس معاف ڪرڻ لاءِ آمادہ ٿي رهي آهي. منهنجي دل هن ڪشمڪش ۾ آهي. تون ڏسين ٿو اليوشا، مان هنن پنجن سالن کان ڳوڙهن وهائڻ تي هري وئي آهيان.... مان فقط پنهنجي آزردگيءَ سان محبت ٿي ڪريان نہ هن سان..."

"صحيح آهي، پر مان، هن جي جتي بڻجڻ نہ ٿو چاهيان." ريڪٽن پٽڪيو.

"نيڪ آهي ريڪٽن، تون هن جي جتي نہ ٿي، تون منهنجي بوٽ کي زنگ ڏي، اهائي جاءِ تنهنجي لاءِ موزون آهي. توکي مون جهڙي عورت ڪڏهن بہ نہ ملندي... ۽ هن جهڙو ماڻهو بہ."

"ان جي لاءِ نہ آهي، تڏهن هيءَ پوشاڪ ڇا جي لاءِ پهري وئي آهي؟" ريڪٽن زهريلي آواز ۾ چيو.

"منهنجي لباس جي پهرڻ تي طنز نہ ڪر. تو کي خبر نہ آهي تہ منهنجي دل ۾ ڇا وهي واپري رهيو آهي! جيڪڏهن مان چاهيان تہ هن سينگار کي چيري ڦاڙي ڇڏيان. هاڻي بلڪل هاڻي." هُن ڪاوڙ پري آواز ۾ چيو "تو کي خبر نہ آهي ريڪٽن تہ هيءُ سينگار ڇا جي لاءِ آهي. شايد مان هن کي ڏسي چوان تہ، تو ڪڏهن مون کي اهڙو خوبصورت ڏٺو هيو؟ هن جڏهن مون کي ڇڏيو هو تہ مان سترنهن ورهين جي ڪمزور ۽ دق زده ڇوڪري هيس. مان سندس قريب ويهنديس، قابو ڪنديس ۽ پنهنجو عمل شروع ڪري ڏينديس. تون ڏسين ٿو تہ مان هاڻي ڪيئن بڻجي پئي آهيان؟ مان کيس ايئن بہ چونديس تہ منهنجا سائين، هيءُ تنهنجي لاءِ ڪافي آهي. چپن ۽ پيالي جي وچ ۾ ضرور مفاصلو ٿيندو آهي. هوُ محروم ٿي رهجي ويندو. ريڪٽن اهو ئي سبب آهي، منهنجي سينگار جو."

گروشينڪا پنهنجي گفتگوءَ کي ڪڙيءَ ڪل سان بند ڪيو. "اليوشا مان آزرده ۽ خوفناڪ آهيان. مان پنهنجي سينگار کي برباد ڪري سگهان ٿي، مان پنهنجي حُسن کي تباهہ ڪري سگهان ٿي. مان پنهنجي چهري کي چاقوءَ سان چيري سگهان ٿي ۽ فقير بڻجي وڃان. جيڪڏهن مان ايئن چاهيان تہ هاڻي ڪنهن کي بہ ڏسڻ لاءِ هتان نہ چران. جيڪڏهن مان ايئن چاهيان تہ ڪزما، مون کي جو ڪجهہ ڏنو آهي، مان اُن کي هاڻي ئي واپس ڪري ڇڏيان ۽ سڄي حياتي گداگريءَ ۾ گذاري ڇڏيان. ريڪٽن تون شايد اهو خيال ڪرين تہ مان ايئن نہ ڪري سگهنديس. پر مان ايئن ڪري سگهان ٿي. ممڪن آهي تہ بي خوف اُن سان مقابلو ڪريان. هن ڪان وڏيڪ مون کي نہ چوريو. مان اُن ڏي موٽي وينديس، کيس آڱرين سان خراش ڏينديس ۽ هوُ وري مون کي ٻيهر ڏسي نہ سگهندو."

مٽس ايڏو تہ اعصابي حملو ٿيو هو. جو ٻوين جملن کي هن واڪا ڪندي پورو ڪيو. ٻيهر وري پنهنجي چهري کي هٿن سان ڍڪي ڇڏيائين ۽ وهاڻي تي ڪري پئي. ايتري قدر تہ رني جو سندس بدن ۾ ڏڪٽي پئجي وئي. ريڪٽن اُٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ:

"ڪافي دير ٿي وئي آهي، اسان کي وڃڻ کپي. اِيئن نہ ٿئي تہ مڙهيءَ جا دروازا بند ٿي وڃن."

گروشينڪا ٽپو ڏئي پنهنجي جاءِ تا اُٿي.

"اليوشا، تون سچ پچ وڃڻ ٿو گهرين ڇا"؟ هنُ ماتمي آواز ۾ چيو. "تون منهنجي لاءِ ڇا ڪندين. تو منهنجي جذبات کي اُٿاريو آهي ۽ عذاب ڏنو آهي. هاڻي وري مون کي ڇڏيو ٿو وڃين تہ هن اونداهي رات جو اڪيلو مقابلو ڪريان"؟

"هيءَ مشڪل سان توسان رات گذاري سگهندو! جيڪڏهن هوُ چاهي ٿو تہ ڪيس موڪل ڏي." ريڪٽن طعني طور چيو.

"خاموش بد زبان!" گروشينڪا ڪاوڙ مان ڪيس چيو. تو کي هي لفظ چوڻ نہ کپندا هئا، جي تون چوڻ ٿو گهرين."

"پر هن تون سان کهڙي خاص ڳالهہ ڪئي آهي؟" ريڪٽن جوش مان چيو.

"مان ٻڌائي نہ ٿي سگهان نہ وري چئي ٿي سگهان. هن جو ڪجهہ بہ چيو آهي، اُهو سنئون سڌو منهنجي دل ۾ ويو آهي. هن منهنجي دل کي خراب ڪيو آهي..... هيءَ اهو پهريون شخص آهي، جنهن کي منهنجي حال تي رحم آيو آهي. انهيءَ مان خبر پوي ٿي، تہ هيءَ ڇا آهي. اي فرشتا! تون اڳ ۾ مون وٽ ڇو نہ ٿي آئين؟" هوءَ اوچتو سندس سامهون سودائين وانگر گوڏن ڀرتي وئي. "مان سڄي حياتي تو جهڙي انسان جي انتظار ۾ هيس. مان سمجهيو ٿي تہ تو جهڙو انسان مون وٽ ايندو ۽ مون کي سڀ ڪجهہ بخشي ڇڏيندو. مون کي هيءَ يقين هو. جيتوڻيڪ مان حرفتڻ آهيان، پر مان چاتو ٿي تہ سچ پچ مون سان ڪو محبت ڪري رهيو آهي. جا محبت شرمندگي واري نہ آهي!"

"آخر مان تنهنجي لاءِ ڇا ڪيو آهي؟" اليوشا مٽس جهڪندي ۽ مهربانيءَ سان مشڪندي چيو، هن نهايت نرمائيءَ سان سندس هٿن کي ورتو. "مان تو کي فقط هڪ بصر ڏنو هو، ننڍڙو بصر ۽ بس." اِيئن چوندي سندس اکين ۾ پاڻي اچي ويو. اُن وقت اوچتو، گهر جي گهنٽيءَ ۾ گوڙ مچي ويو. ڪو ماڻهو هال ۾ اچي ويو هو. گروشينڪا خوفزدهہ ٿي ٽپو ڏئي اُٿي بيني. فينيا ڊوڙندي، گوڙ ڪندي ڪمري ۾ آئي ۽ چوڻ لڳي تہ: "مالڪياڻي، پياري مالڪياڻي! هڪ قاصد آيو آهي." هڪ گاڏي مئڪراوُ کان آئي آهي. ٽموفاءِ اُن جو ڪوچبان، ٽن گهوڙن سان بينو آهي، هوُ هاڻي گهوڙن کي تبديل ڪري رهيو آهي.... هنُ هيءُ خط آندو آهي ۽ توهان کي وٺڻ آيو آهي. اجهو هيءُ خط آهي، سائڻ."

جيترو وقت گروشينڪا ڳالهائيندي رهي، هوءَ اُن کي هوا ۾ لوڏيندي رهي. هن اهو خط سندس هٿ مان ڇڪي ورتو ۽ شمع ڏي ڪٽي وئي. اُن ۾ فقط ٻه ٽي سٽون هيون، جي هنُ اک ڇنڀ ۾ پڙهي ورتيون.

هوءَ چوڻ لڳي ته "هن مون کي گهرايو آهي. سندس چهرو انتظار کان سفيد ٿي ويو هو ۽ زهرخند کلي." هوُ سيٽيون ٿو وڄائي. ڇيو اٿس ته ڇرندي پوئتي اچ ڪتي.

پر ٿوري وقت لاءِ هو ڪجهه سوچڻ لاءِ ٻيهي رهي. اوچتو رت سندس چهري ۾ ڊوڙي وئي ۽ سندس ڳلن ۾ تازگي اچي وئي.

"مان وينديس". هنُ واڪو ڪري چيو. منهنجي زندگيءَ جا پنج ورهيه. الوداع! الوداع اليوشا! منهنجي قسمت تي مُهر هنئي وئي آهي. وڃو، وڃو، مون کي سڀئي ڇڏي وڃو. گروشينڪا نئين حياتي ڏي اُڏامي رهي آهي. منهنجي خلاف، ڪنهن بڇڙائيءَ کي تون ياد نه ٿو ڪرين ريڪٽن. مان پنهنجي موت ڏي وڃين رهي آهيان. اُف، مان ڇڻ اِيئن سمجهي رهي آهيان ته ڪافي پي وئي آهيان؟

هوءَ اوچتو هنن کي ڇڏي، پنهنجي سمهڻ واريءَ ڪوٺيءَ ڏانهن ڊوڙي وئي.

"نيڪ آهي، هاٺي ڪيس اسان جي لاءِ پيو ڪوبه واڌو خيال نه بچيو آهي." ريڪٽن اعتراض وننندي چيو. "اسان کي هلڻ گهرجي يا اڃا به سندس زناني واڪن کي ٻڌڻ گهرجي. مان هنن ڳوڙهن ۽ رڙين کي ٻڌي بيزار ٿي پيو آهيان."

اليوشا، چاهيو ٿي ته ڪنهن حرفت سان هتان ٻاهر نڪري. گهرجي اڱڻ ۾ هڪ ڍڪيل گاڏي بيٺل هئي. گهوڙا، گاڏيءَ جي ٻمن مان ڪديا ويا هئا ۽ ماٺهو فانوسي سان گڏ، هيڏي هوڏي ڦري رهيا هئا. ٽن تازهه دم گهوڙن کي ڪليل دروازي وٽ آندو ويو هو. پر جڏهن اليوشا ريڪٽن پوئين ڏاڪي تي پهتا ته گروشينڪا جي سمهڻ واري ڪوٺيءَ جي اوچتو دري کلي پئي ۽ هن سريلي آواز ۾ اليوشا کي سڏ ڪيو.

"اليوشا تون پنهنجي ڀاءُ مِتيا کي منهنجا سلام ڏج. کيس چئج ته منهنجي بَدَين کي ياد نه ڪري، جيتوڻيڪ مان هن جي مٿان مصيبتن کي آندو هو. ان کي جيئن مان چوان ٿي، تيئن ئي چئج ته. گروشينڪا هڪ بدمعاش جي هٿن ۾ پئجي وئي آهي نه تو، شاندار دل جي قبضي ۾. هن کي هيءَ پڻ وڏيڪ چئج ته گروشينڪا ساٹس فقط هڪ ڪلاڪ محبت ڪئي هئي، هان مختصر هڪ ڪلاڪ. هن ساٹس محبت ٿي ڪئي، اُن ڪلاڪ کي سڄي حياتي ياد ڪج. کيس چئج ته گروشينڪا کيس اِيئن ئي ٿي چيو."

هنُ پنهنجي گفتگوءَ کي سڏڪن سان پورو ڪيو. دري ٿوري ڌڪ سان وري بند ٿي وئي.

”تعجب! تعجب!“ ريڪٽن ڪلندي غصي مان چيو. ”هوءَ تنهنجي ڀاءُ مِتيا کي قتل بہ ڪري ۽ وري اُن کي اِيئن بہ چوي تہ سچي حياتي ڪيس ياد ڪري. ڪيڏي نہ بي حيائي!“

اليوشا ڪيس ڪو بہ جواب نہ ڏنو. ڇڻ تہ هن ڪجهہ ٻڌوئي نہ هو. هوُ ريڪٽن جي پرسان تيز قدمن سان ٿي ويو. ڇڻ تہ ڪيس نهايت جلدي هئي. هوُ خيالن ۾ غرق ٿي ويو هو ۽ ڇڻ تہ ڪَلَ وانگر ٿي ڇُريو. ريڪٽن کي اوچتو دردناڪ احساس پيدا ٿيو. ڇڻ تہ سندس زخمن تي لوڻ ٻرڪيو ويو هو. گروشينڪا جي گهر ۾، اليوشا جي آڻڻ کان ڪو ٻيو مقصد هو، پر حادثي جي صورت، سندس انتظار جي خلاف ٻڌجي پئي. هن ڪوشش پئي ڪئي تہ پنهنجي گفتگو ۾ خود داري پيدا ڪري، پر اِيئن ڪري نہ سگهيو ۽ چوڻ لڳو تہ:

”سندس آفيسر پولينڊ جو تو معلوم ٿئي. اُن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ آفيسر ٿي نہ تو سگهي. هوُ هاڻي آفيسر نہ آهي. ڪنهن وقت هوُ سائبيريا ۾ چنگيءَ جو ملازم هو ۽ چين جي سرحد تي ڪٿي هو؟ هوُ پولينڊ جي گداگرن جي گروهہ مان آهي، مان اِيئن تو سمجهان. هاڻي جڏهن ٻڌو اٿس تہ گروشينڪا مالدار آهي، تہ هوُ وري پيدا ٿيو آهي. هيءُ سندس سچو راز آهي.“

وري بہ اليوشا ڪيس ٻڌو، اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيو. ريڪٽن پاڻ تي ضابطو رکي نہ سگهيو.

”نيڪ آهي تو گنهگار کي بچائي ورتو.“ هو حقارت سان کليو. تو هڪ بلا کي ڇڻ تہ صحيح رستي تي آڻي وڌو آهي؟ تو ڄڻ تہ ستن شيطانن کي هڪالي ڪڍيو آهي؟ هن سچي اعجاز کي، جنهن جو تو کي انتظار هو، ڇڻ تہ هاڻي ظهور ۾ آيو آهي!“

”خاموش ريڪٽن“. اليوشا ڪيس ڏک ڀري آواز ۾ چيو.

”تون شايد مون کي اُن پنجويهہ روبل جي لاءِ نفرت سان تو ڏسين؟ تون اِيئن ٿو سمجهين تہ مان انهن جي عيوض پنهنجي دوست کي وڪيو آهي. پر توکي خبر هئڻ کپي تہ تون عيسيٰ نہ آهين ۽ نہ وري مان جوڊاس (يهودي).“

او ريڪٽن، ”مان تہ انهيءَ ڳالهہ کي وساري ڇڏيو آهي ۽ تون وري اُن کي پاڻ ياد تو ڏيارين....“

ڇڻ تہ هيءَ ريڪٽن جي لاءِ پوئين ضرب هئي چوڻ لڳو تہ: ”دوزخ اوهان سيني کي گهلي وڃي! ڪهڙي شيطاني آگر تي مان توکي هتي وٺي آيس؟ هن کان پوءِ مان تو سان ڪا بہ آشنائي رکڻ نہ ٿو گهران. هيءُ تنهنجو رستو آهي ۽ اڪيلو وڃ.“

هوُ ڇاڻي واٽي هڪ گهٽيءَ ڏي مڙي ويو. اليوشا اونداهيءَ ۾ اڪيلو رهجي ويو. اليوشا شهر کان ٻاهر آيو ۽ ٻنين مان لنگهندو، مڙهيءَ ڏي روانو ٿيو.

باب چوٿون

# ڪنعان جون ڪنواريون

ڪافي دير ٿي وئي هئي. مڙهيءَ جي قاعدن موجب دروازا بند ٿي ويا هئا. دربان اليوشا کي خاص دروازي کان اندر ڪيو. اُن وقت نَـوَ لڳا هئا. ايتري شور ۽ شر واري ڏينهن کان پوءِ هاڻي آرام ۽ سڪون جو وقت هو. اليوشا ڊڄندي دروازو کوليو ۽ مربيءَ جي حجري ۾ ويو، جتي سندس تابوت اجا رکيو هو. اُتي ٻيو ڪو بہ ڪو نہ هو، پر راهب پايسي، تابوت جي مٿان انجيل کي پڙهي رهيو هو. ٻي ڪُنڊ ۾ نوجوان، نوآموز راهب پروفيري، گذريل رات جي گفتگو جو ٿڪايل ۽ ڏينهن جي عجيب واقعي کان پريشان، جوانيءَ جي گهري ننڊ ۾ فرش تي سمهيو پيو هو. جيتوڻيڪ راهب پايسي، اليوشا جي اندر اچڻ جو آواز ٻڌو هو، پر هن اُن طرف نہ نهاريو. اليوشا دروازي کان سڌو مڙيو ۽ ڪنڊ ڏي ويو. اتي هو گوڏن ڀَر ٿي، دعائون گهرڻ لڳو.

سندس روح، ڪَنيءَ تائين ڀريل هو. پر سندس جذبا گڏيل هئا. ڪابہ هڪ هيجاني ڪيفيت مٿس طاري نہ هئي، پر ان جي خلاف، هڪ جي پوئتان ٻيون ڪيفيتون وٽس مسلسل پئي ڦريون. پر سندس دل ۾ عجيب شيرني هئي. عجب تہ اهو هو تہ اليوشا تي ان جو ڪوبہ اثر نہ هو. هن ٻيهر وري تابوت ڏي ڏٺو. هڪ مخفي ۽ مردهہ صورت، جا هن جي لاءِ بيحد قيمتي هئي. پر روح جي اها بيقراري ۽ روح، جو ڪيس صبح جي وقت هيو، هاڻي نہ رهيا هئا. جيئن ئي هو اندر آيو، تابوت جي سامهون ڪري پيو، بلڪل اهڙي ريت جيئن ڪنهن مقدس درگاهہ ۾ ٿيندو آهي. سندس دل ۾ هڪ قسم جي خوشي ايري رهي هئي. حجري جي هڪ دري کليل هئي. هوا تازي ۽ ٿڌيري هئي. اليوشا خيال ڪيو تہ "جيڪڏهن دريءَ کي هو کولين ها تہ اها پوءِ وڌيڪ طاقتور بڻجي وڃي ها." هن خرابيءَ جي بوءِ هوندي بہ، جا هن جي لاءِ نهايت ڀوائتي هئي ۽ پريشان ڪندڙ، اها اڳ وانگر هاڻي ڪيس نہ بيزار ڪندڙ هئي نہ نفرت ڏياريندڙ. هن خاموشيءَ سان دعا گهرڻ شروع ڪئي، پر هن جلدي محسوس ڪيو تہ سندس دعائون هتراڌو آهن. خيال جي هيءَ خوشبو، سندس روح تي ترندي رهي ۽ تارن وانگر ٽمڪڻ لڳي. هيءَ شيءِ هڪدم وري ڪانئس الڳ ٿي وئي، انهيءَ لاءِ تہ ٻيا خيال وري اچي ان جي جاءِ وٺن. پر اجا بہ سندس روح ۾ شين جي مفيد اخلاقي حيثيت جو راڄ هو. ثابت قدمي ۽ راحت. هو خودار بڻجي ويو هو. ڪڏهن ڪڏهن هن وڏي پيار مان، دعا ٿي گهري. هن چاهيو ٿي تہ پنهنجي محبت ۽ شڪر گذاري کي آڏي وجهي.

پر جڏهن هن دعا ڪرڻ شروع ڪئي ته هو اوچتو ڪنهن ٻئي طرف رجوع ٿي ويو ۽ خيالن ۾ گم ٿي ويو. هن ڪان دعا ۽ اُها شيءِ، جنهن ڪيس دعا گهرڻ ڪان روڪيو ٿي، ٻئي وسري ويون. هن جو ڌيان راهب پائيسي جي پڙهڻ ڏانهن هليو ويو. هو تڪ جي باعث آهستي آهستي اوجهرائيون ڪائڻ لڳو.

"۽ ٽئين ڏينهن ڪنعان ۾ شادي ٿي." راهب پائيسي پڙهڻ لڳو. "حضرت عيسيٰ جي والده اتي هئي. حضرت عيسيٰ ۽ سندس پوئلڳن کي شاديءَ ۾ گهرايو ويو."

شادي؟ اُها ڇا آهي....... هيءُ خيال واچوڙي وانگر سندس دل ۾ ڦرڻ لڳو. هن جي لاءِ به خوشي هئي......... هوءَ به دعوت تي وئي...... نه هن ڇاقو هٿ ۾ نه کنيو هوندو. اها فقط المناڪ اصطلاح آهي. نيڪ آهي اهڙا المناڪ اصطلاح معاف ڪرڻ جي لائق آهن. اهي المناڪ اصطلاح، دل کي راحت ڏين ٿا....... انهن کان سواءِ غم ايترو ته ڳرو ٿي پوندو، جو ماڻهو اُن کي برداشت ڪري نه سگهندو. ريڪٽن غلط پاسي ڏي هليو ويو آهي. جيستائين ريڪٽن غلط خيالن تي ٻُڌيون ڪائيندو رهندو، هو هميشه غلطيءَ جي مقام ڏي پيو وڌندو. پر صراط المستقيم ........ هيءُ رستو ڪشادو سنئون ۽ قيمتي پٿرن وانگر روشن آهي. سج گويا سندس ڇيڙي وٽ آهي. اڙي ڇا پڙهي رهيو آهي؟"

"جڏهن هنن شراب جي طلب ڪئي، حضرت عيسيٰ جي والده کين چيو ته انهن جي لاءِ شراب نه آهي"......... اليوشا هي ٻڌو.

افسوس مون ته هيءُ ٻڌو ئي نه. مون کي اهو ٻڌڻ گهربو هو. اهو ٽڪرو مون کي پسند آهي. اهو ڪنعان جي گليلي (بيت المقدس ۾ هڪ مقام) بابت آهي. پهريون معجزو......... عجيب معجزو....... شيرين معجزو! اهو انساني غم نه هو، پر سندن مسرت، جنهن کي حضرت عيسيٰ ڏٺو هو. هُــن هيءُ پهريون معجزو! انهيءَ لاءِ ڏيکاريو ته انسان کي خوشيءَ جي لاءِ امداد ڪري..... اُهو جو انسان سان محبت ڪري ٿو، سندس خوشيءَ سان به محبت ڪري ٿو....... هو هميشه ان کي دهرائيندو ٿي رهيو. هيءُ سندس سڀ ڪان وڏيڪ ارادو هو....... هتي خوشيءَ ڪان سواءِ رهڻ ئي ڪهڙو. متيا چيو ٿي......... هائو متيا....... سڀ ڪا شيءِ جا صداقت پري ۽ چڱي آهي، اها هميشه معافيءَ سان پريل ٿئي ٿي. هو به هميشه ايئن چوندو هو.

مسيح چيو ته، "اي زال، هن ڳالهه جو توسان ۽ مون سان ڪهڙو تعلق؟ منهنجي گهڙي ته اڃا ڪانه آئي آهي."

سندس ماءُ خادمن کي چيو ته "هو جو ڪجهه به چوي ٿو، اهو پورو ڪيو." مان اهو پورو ڪيو. جا ڪن غريبن جي خوشي آهي. جي تمام مسڪين آهن..... بيشڪ

هو غريب هئا ۽ انهيءَ ڪري ئي تہ وٽن، شاديءَ جي لائق شراب موجود نہ هو. مورخ لکن ٿا تہ ان زماني ۾، جي نزاريٿ جي ڀِنڊِ جي جوڙاري رهيا ٿي، اهي نهايت مسڪين هئا..... مگر هوءَ عظيم دل هئي ۽ ٻين جا قلب بہ ايتراٽي پاڪ هئا. سندس ماءُ ڄاڻو ٿي تہ هو فقط پنهنجي خطرناڪ قرباني ڏيڻ لاءِ نہ آيو آهي، پر کيس خبر هئي تہ سندس دل غريبن لاءِ بہ کليل هئي. جنهن ۾ ڪا بہ مڪاري نہ هئي، پر ڪن متفردن ۽ اڻ پڙهيلن ماڻهن کي خوش ڪرڻو هو. جن کيس وڏي هيج مان، غريباڻي شادي ۾ دعوت ڏني هئي. هن مشڪندي چيو هو، تہ "منهنجي گهڙي اڃا نہ آئي آهي، " (هن يقيناً پنهنجي ماءُ ڏي ئي مشڪي نهاريو هوندو) هن غريباڻي شادي ۾ شراب کي وافر انداز ۾ پيش ڪرڻو هو. هو زمين تي لهي آيو هو. هُن کي سندس ماءُ جيئن چيو، هن ايئن ئي ڪيو.

"هو تہ وري پڙهي رهيو آهي."

"مسيح کين چيو تہ پاڻي جا سيئي برتن، پاڻيءَ سان ڀريو. هنن اُنهن کي ڪنن تائين ڀريو."

"هن، کين چيو تہ، هاڻي انهن کي کوليو ۽ دعوت جي گورنر تائين کڻي وڃو ۽ انهن ڪنيو."

"جڏهن دعوت جي حاڪم ان کي چکيو تہ اُهو شراب هو. کيس اها خبر نہ پئي تہ اهو ڪٿان آيو. (پر انهن ماڻهن، جن ان کي ڪنيو هو، سڀ ئي ڄاڻو) دعوت جي گورنر گهوٽ کي سڏيو ۽ کين چيائين تہ هر ڪو پنهنجو حصو وٺي. جڏهن ماڻهو چڱي ريت پي رهيا هئا، تڏهن هن چيو تہ شروع ۾ بدتر شراب آندو ويو هو. مگر هي بهتر شراب ڪٿي سانديءَ رکيو ويو هو؟"

"پر هيءُ ڇا آهي؟ هيءُ ڪمرو ويڪرو ڇو ٿو ٿيندو وڃي؟".......... هان هان، هيءُ شادي آهي، شادي....... هائو بيشڪ اجهو هيءُ مهمان آهن، هيءُ نوجوان جوڙو وينو آهي، ۽ خوشيءَ ڀريل ميڙ. دعوت جو داناءُ گورنر ڪٿي آهي؟ پر هيءُ ڪير آهي؟ وري پٽيون ڇُرنديون ٿيون وڃن......... هو ڪير وڏي ميز ڪان اٿي ٿو. هو تہ تابوت ۾ آهي........ پر هُو هتي بہ موجود آهي. هو اٿي بيٺو آهي، مون کي ڏسي ٿو......... هو هيڏي اچي ٿو..... خدايا!........

هائو، هو اُن ڏي هلي آيو. ننڍڙو ۽ نازڪ پوڙهو، جنهن جي منهن ۾ باريڪ گُهنج پيل هئا. خوشيءَ مان آهستي کلي رهيو هو. هاڻي تابوت جو ڪوبہ نشان نہ هو. کيس اُها پوشاڪ هئي، جا ڪالهہ ساڻن گڏ. سندس بدن تي موجود هئي. سندس منهن کُليل هو ۽ اکيون چمڪي رهيون هيون. هيءُ ڇا نظر اچي رهيو آهي، شايد

ڪيس بہ شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ دعوت آهي. هيءُ بہ گليلي ۾، ڪنعانين جي شادي لاءِ آيو آهي........

”هائو منهنجا عزيز، مون کي بہ دعوت آهي ۽ ان ۾ شرڪت لاءِ اجازت ڏني وئي آهي. هن هڪ باريڪ آواز ٻڌو، جو ڪيس چئي رهيو هو تہ ”تون ڇو هتي آيو آهين؟ تون بہ اسان سان شريڪ ٿيڻ لاءِ آيو آهين؟“

اِهُو ان جو آواز هو، مربي زوسيما جو. يقينا= هو ئي ان کي پڪاري رهيو آهي! مربي اليوشا کي اُٿاريو ۽ هو جو گوڏن ڀر هو، هاڻي اُٿيو.

”اسان خوشي ڪري رهيا آهيون.“ هو ننيڙو ۽ نازڪ پوڙهو، چوندو رهيو. اسان نئون شراب پي رهيا آهيون. نئون شراب ۽ وڏيءَ خوشيءَ وارو. ڏسين ٿو تہ ڪيڏا نہ مهمان آهن؟ هيءُ گهوٽ آهي ۽ هيءَ ڪنوار. هو دعوت جو عقلمند گورنر آهي. هو نئين شراب کي چکي رهيو آهي. تون مون تي عجب ڇو ٿو کائين؟ مان هڪ پينو کي بصر ڏنو هو، ان ڪري مان هتي آهيان. هتي جي آهن، انهن مان ڪيترن بصر ئي ڏنو هو- فقط هڪ ننيڙو بصر! اهو ئي اسان جو عمل آهي ۽ تون منهنجا نيڪ ۽ مهربان ٻار، تو بہ اڄ هڪ پريشان عورت کي بصر ئي ڏنو آهي. تون پنهنجي عمل کي جاري رک، منهنجا عزيز ۽ مهربان. تون پنهنجي عمل کي جاري رک. تون اسان جي سج کي ڏسين ٿو، هان هن کي ڏسين ٿو؟

”مون کي خوف ٿو ٿئي. مون کي جرئت ئي نہ ٿي ٿئي تہ ان ڏي نهاريان.“ اليوشا آهستگيءَ سان چيو.

”هن کان خوف نہ کاءُ، هو پنهنجي عظمت ۾ هولناڪ آهي ۽ رتبي ۾ پوائتو. پر بنيادي طرح ٻاجهارو. هو پاڻيءَ کي شراب ۾ بدلائي رهيو آهي، جيئن مهمانن جي خوشيءَ ۾ ڪابہ گهٽتائي نہ اچي، ڪيس اميد آهي تہ ٻيا بہ مهمان ايندا. هو نون مهمانن کي سڏي رهيو آهي........ اجهو هو وري نئون شراب آڻي رهيا آهن. تون ڏسين ٿو تہ هو وري نوان نوان ٿانءَ آڻي رهيا آهن........“

اليوشا جي دل ۾ ڪجهہ ڪُڪُي رهيو هو، ڪجهہ ڀرجي ويو هو، جنهن سندس دل ۾ سور پيدا ڪيو هو. سندس قلب مان سرمستيءَ جا ڳوڙها ڪري رهيا هئا........ هن پنهنجي هٿن کي ڊگهو ڪيو. رڙ ڪيائين ۽ جاڳي پيو.

وري اهوئي تابوت، ڪليل دري ۽ نرم ۽ شيرين آواز، انجيل جي مطالعي جو دور هو. پر اليوشا ان ڏي ڌيان نہ ڏنو. هيءَ هڪ عجيب حقيقت هئي، جو ڪيس گوڏن تي گهري ننڊ اچي وئي هئي، پر هاڻي هو پنهنجي پيرن تي هو، ڄڻ تہ اڳتي ڌڪجي ويو هو. هن تڪڙا تڪڙا ٽي قدم کنيا ۽ سڌو ئي سڌو تابوت ڏي ويو. سندس ڪلهو

راهب پايسي جي ڪلهي سان. بنا ڪنهن ارادي جي وڃي لڳو. راهب پايسي ٿوري وقت لاءِ پنهنجون اکيون ڪتاب کان مٿي ڪنيون پر هڪدم وري ٻئي طرف ڏسڻ لڳو. هن سوچيو تہ ڪا نئين شيءِ، ڇوڪري جي لاءِ ظاهر ٿي رهي آهي. اليوشا منٽ اڌ لاءِ تابوت ڏي ڏٺو. هن ڍڪيل ۽ ڇرپر ڪان سواءِ ان مئل ماڻهو کي تابوت ۾ ڏٺو، جنهن جي سيني تي حضرت عيسيٰ جو مجسمو هُو ۽ ڏهہ ڪندي صليب سان ڪيس ٽوپي پهريل هئي. هن اجا، هاڻي سندس آواز کي ٻڌو ٿي ۽ هو آواز اجا سندس ڪنن ۾ پئي ٿي وڳو. هن اجا ڌيان تي ڏنو ۽ ڪن ٻين لفظن جي ٻڌڻ جو منتظر هو. پر اوچتو هو، تيزيءَ سا ڦريو ۽ حجري ڪان ٻاهر نڪري ويو.

هو ڏاڪن تي بہ نہ ترسيو ۽ تڪڙو تڪڙو هيٺ لهي ويو. سندس قلب بيخودي سان ڀرجي ويو ۽ آزادي ۽ ڪشادگيءَ لاءِ بيتاب بڻجي ويو. آسمان جو گنبذ چمڪندڙ ستارن سان ڀريل، پنهنجي وسيع ۽ عميق گهرائي سان مٿانئس موجود هو. ڪهڪشان ٻن زرد نهرين جي صورت ۾، چوٽي ڪان وني افق تائِين ڇڻ ڊوڙندي ٿي وئي. پُرسڪون، تازي ۽ خاموش رات زمين کي ويڙهي ورتو هو. ديول جا سفيد منارا ۽ سونهري گنبذ، نيري آسمان جي هينان ڳاٽ ڪنيو بيٺا هئا. خزان جا دلڪش گل، گهر جي ٻارين ۾ صبح تائِين ڇڻ ننڊ ۾ آرامي تي ڏنا. زمين جي خاموشي، آسمان جي خاموشي ۾ محو ٿي وئي هئي. زمين جو اسرار، ستارن جي اسرار سان گڏجي، هڪ ٿي ويو هو.........

اليوشا هن نظاري کي بيني نهاريو ۽ اوچتو هن پاڻ کي زمين تي اڇلائي ڇڏيو. ڪيس ڪابہ خبر نہ ٿي پئي تہ هن ڇو پاڻ کي زمين تي اُڇلايو آهي. هو ٻڌائي نہ ٿي سگهيو تہ هو ڇو بيقراري مان ان کي چمي رهيو آهي. پر هن ان کي روئندي چميو. هن سڏڪا ڀريندي، پنهنجي اکين جي آب سان ان کي آلو ڪيو. وڏي شوق مان، ان کي محبت ڪرڻ شروع ڪيائين. جا محبت عارضي نہ هئي. پر دائمي هئي. سندس روح مان پڙاڏو اُٿيو تہ "زمين کي پنهنجي خوشي ۽ محبت جي ڳوڙهن سان تر ۽ تازو ڪر."

پر هو ڪنهن جي لاءِ روئي رهيو هو؟

اڙي! هو پنهنجي بيخوديءَ ۾ انهن ستارن جي مٿان روئي رهيو هو، جي عميق فاصلي ڪان مٿس چمڪي رهيا هئا ۽ هو سندن وجداني ڪيفيت ڪان شرمندو نہ هو. ڪيس خدا جي لاتعداد جهانن ۾ هڪ مضبوط رشتو ٿي نظر آيو ۽ سندس روح انهن ڏانهن مائل ٿي ڏنو. هو ٻين جهانن سان تعلق رکڻ ڪان لرزي رهيو هو. هو سڀ ڪنهن کي سڀ ڪنهن ڳالهہ جي عفو جي لاءِ منتظر هو ۽ معافيءَ جي لاءِ پئي ٿي تانگهيائين. هو پنهنجي لاءِ نہ. پر سيني ماڻهن جي لاءِ، سيني قصورن جي لاءِ معافيءَ

جو منتظر هو. هن ڄاتو تي تہ ٻيا ٻہ منهنجي لاءِ ايئن دعائون گهرندا هوندا. انهن آوازن جا پڙاڏا سندس روح ۾ گونجي رهيا هئا. انهيءَ ئي وقت هن محسوس ڪيو تہ ڪا شيءِ نهايت مضبوطيءَ ۽ يقين سان آسماني گنبذ جي طرح، سندس روح ۾ گهڙي وئي آهي. ايئن پئي معلوم ٿيو تہ ڄڻ ڪنهن خيال سندس قلب جي سلطنت تي قبضو ڪري ورتو آهي. جو سندس زندگي جي لاءِ دائمي طور تي هو. هو زمين تي هڪ ڪمزور ڇوڪري جي حيثيت ۾ ڪريو هو پر هو هاڻي هڪ مضبوط ڪيڏار وانگر اٿيو هو. هن، هُن حقيقت ڪي پنهنجي وجداني ڪيفيت سان ساڳي وقت سمجهي ورتو هو، هيءَ گهڙي اليوشا، پوءِ پنهنجي سڄي حياتيءَ ۾ وساري نہ سگهيو.

هو پوءِ چوندو هو تہ "ان وقت ڪنهن منهنجي روح سان ملاقات ڪئي هئي." ايئن چوندي، منجهانئس ان عقيدي بابت پورو پورو يقين ظاهر ٿيندو هو.

ٽن ڏينهن کان پوءِ، هو پنهنجي مربي جي چوڻ موجب مڙهيءَ کي ڇڏي ويو، جنهن کيس اجازت ڏني هئي تہ، "ٿوري وقت لاءِ دنيا ۾ وڃي قيام ڪر."



جيتوڻيڪ طبيعت جي لحاظ کان فيودور دوستو وسڪي اڪثر ناچاڪ رهندڙ، حد درجي جو شڪي مزاج رکندڙ، عادي جواري، باغي ۽ تکو شخص هئو، پر لکت جي حوالي سان هو اڻ لڀ ادبي لياقت جو صاحب هئو. هن جي ذهني اوڙچائي ۽ تخليقي ذات جا جلوا سندس شاهڪار ناولن جي تسلسل مان پسي سگهجن ٿا، جيڪو سندس ناول 'ڏوهه ۽ سزا' (1866ع) کان شروع ٿي 'ڪرامازوف ڀائر' (1880ع) تي پورو ٿئي ٿو.

دوستو وسڪيءَ پنهنجين انهن جڳ مشهور لکڻين ۾ خدا ۽ بندي جي وچ ۾ لاڳاپن جي وڪالت ڪئي آهي. مٿين ناولن ۾ هن اظهار جو اهڙو ته اعليٰ ڏانءُ حاصل ڪيو آهي، جيڪو (ڪيترن نقادن جي خيال ۾) ڪائنات پهرين تاريخ ۾ ڪنهن به ٻئي ساهتڪار جي حصي ۾ ناهي آيو. پنهنجين تحريرن ۾ چٽي ڪردار نگاريءَ ۽ انساني جذبن جي سڃاڻ بابت گهري ڄاڻ رکڻ جي ڪري، هو دراصل ادب ۾ هڪ نئين وات ۽ ڍنگ جو بنيادڪار مڃيو ٿو وڃي.



(Hundered Great Modern lives: by John Canning)

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڀُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني ۾ چاهيون ٿا ته اهي نسل ”پڙهندڙ“ نسل جا ڀُلائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڀُولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ٽائي ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹتر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)